لوڪ ادب سلسلي جو پندرهون ڪتاب

# ڏور

مرتب
**ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ**
صدر شعبہ تعليم، سنڌ يونيورسٽي،
۽
ڊائريڪٽر لوڪ ادب اسڪيم
سنڌي ادبي بورڊ




**سنڌي ادبي بورڊ**
ڄام شورو
2005ع
پاران ايم ايچ پنهور انسٽيٽيوٽ آف سنڌ اسٽڊيز، ڄامشورو.

ڇاپو پهريون جنوري 1970ع تعداد 2000
ڇاپو ٻيو جولاءِ 2005ع تعداد 1000

قيمت: ٻه سؤ پنجهتر رپيا
[ Price Rs. 275-00 ]

خريداريءَ لاءِ رابطو:
**سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر**
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ
(فون ۽ فيڪس نمبر: 2633679 - 0222)
**Email Address: sindhiab@yahoo.com**
**Website: www.sindhiab.com**

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄام شورو ۾ مئنيجر سيد سڪندر علي شاھ ڇپيو ۽ انعام الله شيخ سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# ڇپائيندڙ پاران

”ڏور“ لفظ جي معنيٰ آهي ”جاچڻ“ يا ”ڳولڻ“. عام زندگيءَ ۾ ماڻهو پنهنجا گفتا جهڙيءَ طرح اشارن ۽ ڪناين ۾ لڪائيندي ٻڌندڙ کي دماغ تي زور ڏيارائي اُن گفتي جو مطلب ڪيرائي اچي ٿو. بلڪل تهڙيءَ طرح لوڪ شاعريءَ ۾ سگهڙ به ڪچهريءَ ۾ ”ڏور“ ذريعي پنهنجو پيغام پيش ڪندو آهي. ڪچهريءَ ۾ سگهڙ هڪ طرف ڏور جو بيت پڙهندو ويندو. ته ٻي طرف وري ٻڌندڙ لفظن جا پيرا کڻندو. اصل موضوع ۽ مقصد جي وٿاڻ ڏانهن وڃڻ جي ڪوشش ڪندو ويندو. جي ٻڌندڙ سالڪ ۽ سپورنج هوندو. ته هو نيٺ وڃي مطلب تائين پهچندو.

”ڏور“ لوڪ شاعريءَ جي بيحد مقبول ۽ خوبصورت صنف آهي. هن صنف ۾ سگهڙ لفظن کي پنهنجي هڪ خاص معنا ڏئي ٿو. هيءَ صنف خاص طور ٻهراڙي جي ڪچهرين جي زينت آهي. اها ڪچهري اڌوري بلڪ ٻُسي ڄٽبي، جنهن ۾ ڏور جو بيت نه پڙهيو ويندو. ”ڏور“ گهڙڻ به هڪ اعليٰ پائي جو فن آهي، جنهن تي اسان جي سگهڙن وڏي محنت ڪئي آهي. سنڌي ادب جا محسن جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ حقيقي معنيٰ ۾ ساراهه جا مستحق آهن، جن لوڪ ادب جي اهڙي پياري صنف تي تحقيق ڪئي. پاڻ انهيءَ جاکوڙ ۾ سنڌ جو ڳوٺ ڳوٺ گهميا ۽ سگهڙن سان رهاڻيون ڪري ڪانئن ٽڙيل پکڙيل مواد ونې سنواري سينگاري اُن کي ڪتابي شڪل ۾ آندو. سنڌي ادبي بورڊ ڊاڪٽر صاحب جن جي انهيءَ عرق ريزيءَ کي تسليم ڪندي، خاص طور جوڙيل ”لوڪ ادب اسڪيم“ تي ڪم ڪرڻ جي رٿا منظور ڪئي ۽ کين انهيءَ اسڪيم جو ڊائريڪٽر پڻ مقرر ڪيو.

هيءَ ڪتاب انهيءَ ”لوڪ ادب رٿا“ جي پندرهين ڪڙي آهي. هن ڪتاب جو نئون ڇاپو آڻيندي سچ پچ مون کي به دلي طرح خوشي محسوس ٿئي ٿي، ڇو ته ههڙي بيش بها سوکڙي، لوڪ شاعريءَ سان خاص اُنس رکندڙ دوستن کي نئين ڇاپي جي صورت ۾ ملي آهي. مون کي اميد آهي، ته پڙهندڙ دوستن هن ڪتاب کي قدر جي نگاهه سان ڏسندا.

ڄامشورو، سنڌ

جمعو 14- جمادي الثاني 1426هه

بمطابق 22- جولاءِ 2005ع

**انعام الله شيخ**

سيڪريٽري

سنڌي ادبي بورڊ

# مهاڳ

سنڌ جي 'لوڪ ادب' کي سهيڙڻ لاءِ هڪ تفصيلي تجويز، سنہ 1955ع ۾ 'سنڌي ادبي بورڊ' جي سامهون رکي وئي، جا 1956ع جي آخر ڌاري بورڊ بحال ڪئي، ۽ ان جي عملي نگراني ۽ تڪميل بنده جي حوالي ڪئي.

ان تجويز مطابق، جنوري 1957ع کان لوڪ ادب سهيڙڻ جو ڪم شروع ڪيو ويو. انهيءَ سلسلي ۾ تعلقيوار ڪارڪن مقرر ڪيا ويا، تہ جيئن هو ڏنل هدايتن موجب، ٻهراڙيءَ مان مواد گڏ ڪري موڪلين. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾، 'سنڌي لغت آفيس' سان گڏ لوڪ ادب جي مرڪزي آفيس قائم ڪئي وئي، ۽ ڪارڪن مقرر ڪيا ويا، تہ مقامي طور گڏ ڪيل، توڙي ٻاهران آيل مواد کي هدايتن موجب ورجي ورهائي، پيٽي صاف ڪري، ڇپائڻ لائق بنائين.

ٻهريان ٻہ سال، 1957ع ۽ 1958ع، لوڪ ادب جي مواد سهيڙڻ ۾ صَرف ٿيا. انهيءَ عرصي ۾ تعلقيوار ڪارڪنن، ڳوٺن مان گهربل ڳالهيون هٿ ڪيون، مرڪزي آفيس جي عملي ڇپيل ڪتابي ذخيري مان ضروري مواد اُتاريو، ۽ بنده ڪوشش ڪري سنڌ جي هر ڀاڱي جو گشت ڪري، سڄاڻ سگهڙن سان ڪچهريون ڪيون، ۽ عام سنڌي ادب جي هر پهلوءَ کي سمجهڻ ۽ ان جي خاص ذخيري کي قلمبند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. انهيءَ سعيي ۽ همت، بلڪ جذبي ۽ محبت سان قدري ايترو مواد گڏ ٿيو، ۽ ٿي رهيو آهي، جو ان جي آڌار تي عام سنڌي ادب جي هر ڀاڱي بابت، نموني طور هڪ ڪتاب مرتب ڪري سگهجي. ڪتابن جي تاليف جو سلسلو ٽئين سال 1959ع کان شروع ڪيو ويو آهي.

هت ٻہ ڳالهيون واضح ڪرڻ ضروري آهن:

پهريون تہ هن تجويز موجب، سنڌي ٻوليءَ جي عام ادب جون اهي جملي جنسون، جيڪي هن وقت تائين ٻهراڙيءَ جي عوام ۾ مقبول ۽ مروج آهن، تن کي 'لوڪ ادب' جو ذخيرو تسليم ڪيو ويو آهي. انهيءَ ذخيري ۾ سنڌي ادب جون معياري جنسون پڻ شامل آهن، مثلاً: مداحون، مولود، ٽيهہ اکريون، ڪافيون وغيره، مگر جيئن تہ اهي هن وقت تائين ٻهراڙيءَ ۾ عام مقبول ۽ مشهور آهن، انهيءَ ڪري انهن کي پڻ 'لوڪ ادب' جي دائري ۾ شمار ڪيو

ويو آهي. انهيءَ لحاظ سان، هن تجويز هيٺ گڏ ڪيل ’لوڪ ادب‘ کي بعينہ ’فوڪ لور‘ (Folklore) جي مغربي مفهوم سان تعبير ڪرڻ صحيح نہ ٿيندو. اسان جي ملڪ ۾ شهري زندگي اجا ايتري وسعت يا خاص نوعيت اختيار نہ ڪئي آهي، جو اها خواص جي زندگي ۽ تمدن جو، يا ’معياري ادب‘ جو سرچشمو بنجي. سنڌي زندگيءَ جو مرڪزي دائرو اجا تائين ڳوٺ آهي، ۽ انهيءَ ڪري سنڌي ادب جو وڏو ذخيرو اهوئي آهي جو عوام جي زندگيءَ جو آئينو آهي. انهيءَ ڪري هن مرحلي تي سنڌي ٻوليءَ جي ’لوڪ ادب‘ ۽ ’معياري ادب‘ جي وچ ۾ حد فاصل قائم ڪري نٿي سگهجي.

پيو تہ هن تجويز ذريعي ’لوڪ ادب‘ جو سمورو مواد گڏ نہ ٿي سگهيو آهي، ان کي سهيڙڻ لاءِ وڏي وقت ۽ ڪافي ذريعن جي ضرورت آهي. لوڪ ادب جو سڄو ذخيرو سربستو گڏ ڪرڻ ڄڻ اٿاهہ سمنڊ سوجهي مڙني موتين ۽ ماڻڪن کي سهيڙڻ جي برابر ٿيندو، جو ناممڪن آهي. البتہ جو ڪجهہ گڏ ٿي سگهيو آهي سو لوڪ ادب جي هر جنس بابت مثالي مواد آهي. انهيءَ لحاظ سان هن تجويز هيٺ تاليف ڪيل ڪتاب اميد تہ آئينده ڪوششن لاءِ نمايان نشان ۽ نيڪ فال ثابت ٿيندو.

’لوڪ ادب تجويز‘ جي تحريڪ جيتوڻيڪ بنده جي طرفان ٿي، مگر ان جي عملي سربراهي توڙي تڪميل ۾ گهڻن ئي مخلصن جون ڪوششون شامل آهن. اول تہ ’سنڌي ادبي بورڊ‘ جي ميمبرن کي جس جڳائي جن هن تجويز کي سنہ 1956ع ۾ منظور ڪيو. ان بعد گهربل مواد گڏ ڪرڻ، صاف ڪرڻ، ترتيب ڏيڻ، ابتدائي مسودا توڙي پريس ڪاپيون تيار ڪرڻ، ۽ آخر ۾ ڪتابن ڇپائڻ ۾ ڪيترائي ساٿي بانهن ٻيلي ٿيا آهن. هن تجوير کي ڪامياب بنائڻ ۾ تعلقيوار ڪارڪن، مرڪزي آفيس جي باهمت فردن، سنڌ جي سڄاڻ سگهڙن کي ڳولي هٿ ڪرڻ ۽ ساڻن ڪچهرين ڪرڻ ۾ پنهنجي هڙان وڙان مدد ڪئي.

هيءَ ڪتاب ’لوڪ ادب‘ سلسلي جو پندرهون ڪتاب آهي. ان جو بنيادي مواد جولاءِ 1958ع تائين گڏ ٿيو. سڄي مواد کي ڇڪاسي، مختلف روايتن کي پيٽي، ترتيب ڏيئي، ڪتاب جو مسودو تيار ڪيو ويو ۽ اپريل 1961ع ۾ مسودي جي آخري تصحيح ڪري پريس ڪاپي شايع ٿيڻ لاءِ ڏني ويئي.

ڪتاب جي ڇپائي ڪافي وقت ورتو، پر ان هوندي بہ 1965ع جي آخري

ذاري ان کي شايع ڪرڻ جو انتظام ڪيل هو، مگر بدقسمتيءَ سان لوڪ ادب تجويز کي پوري ڪرڻ ۾ رڪاوٽ پئجي ويئي ۽ هن ڪتاب جي اشاعت پڻ روڪجي وئي. 25- اپريل 1968ع تي سنڌي ادبي بورڊ جي صدر جناب مخدوم محمدزمان طالب المولیٰ (تمغۂ پاڪستان) جي سفارش تي سنڌي ادبي بورڊ وري لوڪ ادب تجويز کي پايۂ تڪميل تي پهچائڻ جو فيصلو ڪيو ۽ اها ذميواري بنده کي سونپي.

جون 1968ع کان ڪم شروع ڪيو ويو پر ڇئن مهينن بعد وري بورڊ طرفان ڪم بند ڪرڻ جو اطلاع مليو. وري 18- جون 1969ع تي بورڊ، لوڪ ادب تجويز کي عمل ۾ آڻڻ جو فيصلو ڪيو ۽ جناب مخدوم صاحب جن کان خط پهتو تہ دوباره ڪم شروع ڪيو وڃي. مخدوم صاحب جن جي ذاتي دلچسپي شامل حال نہ رهي ها تہ 'لوڪ ادب تجويز' هن مرحلي تي نامڪمل رهجي وڃي ها. مرڪزي آفيس جي ٻين ڪارڪنن سان گڏ خاص طرح محترم محمد بچل ۽ محمد يعقوب ميمڻ هن ڪتاب جي مواد کي اُتاري، يڪجاءِ ڪرڻ، پيٽڻ ۽ دوباره صاف ڪري لکڻ ۾ تحسين جوڳو ڪم ڪيو. سگهڙ ٻيڙي فقير ڪنير هن ڪتاب جي مواد پيٽڻ ۾ خاص مدد ڪئي، ۽ محترم شيخ محمد اسماعيل ان سڄي ڪم جي نگراني ڪئي. ڪتاب جي آخري سٽاءَ، ترتيب ۽ تاليف لاءِ بنده خود ذميوار آهي.


خادم العلم
**ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ**

سنڌ يونيورسٽي
حيدرآباد سنڌ

2- فيبروري 1970ع

ام للانسان ماتمنيٰ، فللہ الاخرة والاوليٰ

# مقدمو

موجوده دؤر ۾ ڏورَ ۽ ٻِجهارتَ جون ڪچهريون سنڌ جي سگهڙن توڙي عوام جي وندر وروندهہ جو هڪ دلچسپ موضوع ۽ محبوب مشغلو آهي. قدامت جي لحاظ سان البت 'پروليون' ۽ 'ٻِجهارتون' سنڌ جي سگهڙپائيءَ جو هڪ اڳاٽو نمونو آهن، جن جي پيٺ ۾ 'ڏور' سنڌ جي سگهڙپائيءَ جو هڪ اڳاٽو نمونو آهن، جن جي پيٺ ۾ 'ڏور' نسبتاً پوئين ويجهي دؤر جي پيداوار آهي. جڏهانڪر هڪ طرف عوام ۾ اسلامي تاريخ جون روايتون ۽ انهن سان گڏ نبين جا معجزا ۽ اصحابن، امامن، ولين ۽ درويشن جون حڪايتون رائج ٿيون، ۽ ٻئي طرف تصوف ۽ سلوڪ جي لحاظ سان 'مجازي' ۽ 'حقيقي' معنيٰ جو تخيل پيدا ٿيو تہ سنڌ جي صوفي شاعرن پنهنجن بيتن کي 'تمثيل' جي قالب ۾ سموهيو: يعني تہ بيتن جي مجازي (ظاهري) مضمون کي سنڌ جي عام قصن ۽ ڪهاڻين جي تاجي پيٽي ۾ آٽيائون، مگر ان جي 'حقيقي' معنيٰ کي عارفن جي بلند اخلاق جو آئينو بنايائون. ٻين لفظن ۾ ائين چئجي تہ سنڌ جي اعليٰ شاعرن، قاضي قادن ۽ شاهہ ڪريم جي دؤر کان وٺي، سنڌ جي عام قصن ۽ ڪهاڻين کي اعليٰ اخلاقي شاعري لاءِ مثالي قالب طور ڪم آندو: يعني تہ انهن قصن ۽ ڪهاڻين جي مضمونن ۽ موضوعن کي تمثيل طور پنهنجي بيتن ۾ بيان ڪيو. 'تمثيل' وارو معنوي پهلو[1] پوءِ سگهڙن جي انهن بيتن جو مرڪز ۽ محور بنيو، جن کي انهن 'ڏور' ڪري سڏيو. غالباً ٻارهين صدي ڌاري جڏهن عوام ۾ نبين ۽ ولين جي معجزن ۽ ڪرامتن جي ڳالهين سان گڏ حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي جي بيتن[2] جي حقيقي معنيٰ جي رهاڻ شروع ٿي، تہ سگهڙن پڻ معجزن ۽ ڪرامتن بابت معنوي بيت سٽيا، ۽ اهڙن بيتن جي مذڪور سان ڏورن جي ڪچهري ترقي ڪئي.

## 'ڏور' جي هيئت ۽ معنيٰ

معنوي سٽاءَ جي لحاظ سان عام پرولي، ٻِجهارت ۽ ڏور ۾ هڪ خاص

(1) 'تمثيل' واري پهلو کي اسان اڳتي هلي روشن ڪنداسون.

(2) شاهہ جي رسالي جا 27 بيت هن ڪتاب ۾ 'ڏور' طور شامل آهن. عام ڪچهرين ۾ رسالي جي ڪيترن ئي بيتن جي مراد 'ڏور' واري انداز ۾ ڪئي وڃي ٿي.

فرق هيءُ آهي تہ: عام پرولي ’تشبيهہ‘ ۽ ’استعاري‘ تي ٻڌل آهي[1]، ڳجهارت جي اڏاوت ’تجنيس‘ ۽ ’تلميح‘ تي بيٺل آهي[2]، ۽ ڏور جي عمارت خاص طرح ’تمثيل‘ تي اڏيل آهي. قالب ۽ هيئت جي لحاظ سان پروليون ۽ ڳجهارتون اڪثر ننڍن فقرن يا جملن جي صورت ۾ ٺهيل آهن، جيتوڻيڪ ڪن سگهڙن انهن کي وڏيڪ ڪاريگريءَ سان ’بيتن‘ جي صورت ۾ سينگاريو آهي. انهن جي پيٽ ۾ ’ڏور‘ جو مستقل قالب ’بيت‘ آهي، يعني تہ لفظي سٽاءَ جي لحاظ سان ڏور جي صورت ’بيت‘ واري ٿي آهي. انهيءَ ڪري سگهڙ پنهنجي ڪچهري ۾ جڏهن چوندا تہ، "ادا، بيت ڏي"، تہ انهيءَ مان عام طور اهائي مراد آهي تہ: ’ڏور جو بيت ڏي‘ يا ’ڏور ڏي‘.[3]

سوال آهي تہ هن قسم جي ’بيت‘ تي ’ڏور‘ نالو ڪيئن پيو؟ لاڙ جا سگهڙ اڪثر ’ڏورُ‘ (’رُ‘ کي پيش سان ۽ مذڪر، جمع ’ڏورَ‘) ڪري چوندا. غالباً اِن جو سبب اهو آهي جو ’ڏور جو بيت‘ واري اصطلاح ۾ ’بيت‘ لفظ مذڪر آهي، ۽ انهيءَ مناسبت سان لفظ ’ڏورُ‘ پڻ لاڙ ۾ ’مذڪر‘ جي صورت ۾ رائج ٿيو.

اُتر جا سگهڙ هيءَ لفظ اڪثر ’ڏورِ‘ (’رِ‘ کي زير سان ۽ مؤنث، جمع ’ڏورُون‘) ڪري اُچاريندا. جنهن جي اڳاٽي ثابتي پتي فقير سانگي جي بيت مان پڻ ملي ٿي، جنهن ۾ هن چيو آهي تہ: "پچ پرولي ان جي، ڏنگي ڏورِ ڏيڻ." لغت جي لحاظ سان، ’اسم‘ جي معنيٰ ۾ ’ڏورِ‘ جي معنيٰ آهي ’ڊگهي تند‘، يا اها ڊگهي تند، رسي يا مهار جا ڪٽي انڪيل، ڳنڍيل يا ٻڌل هجي[4]. انهيءَ لحاظ سان ’ڏور‘ معنيٰ: ’ڊيگهہ وارو سلسلو جو ڪنهن مفهوم سان لاڳاپيل هجي‘. اها معنيٰ ’ڏور جي بيت‘ جي مراد سان نهڪي اچي ٿي. عام پروليءَ جي پڇڻي هڪ ڏڪ سان ادا ٿئي، ڳجهارت ۾ پڻ هرهڪ ’پائي‘ جي پڇڻي هڪ ڏڪ سان ادا ٿئي ٿي،

---

(1) ڏسو لوڪ ادب سلسلي جي ٻارهين ڪتاب "پروليون، ڏنون، معمائون ۽ ٻول" جو مقدمو، ص 4.

(2) ڏسو لوڪ ادب سلسلي جي تيرهين ڪتاب "ڳجهارتون" جو مقدمو، ص 5، 10-11.

(3) جيتوڻيڪ هڪ مخصوص معنيٰ ۾ ’بيت‘ انهيءَ کي چوندا آهن، جنهن جي ’اصل ڳالهہ‘ ’سوا لک‘ (نبين) بابت هجي. هيٺئين لاڙ ۽ ڪڇ طرف اهڙي پرولي، جا ’بيت‘ جي صورت ۾ منظوم ٿيل هجي، تنهن کي ’ڏور‘ چون. ڪڇ جي سگهڙن مان حاجي مکڻ منائي (لاڪاٽي) جت ۽ ايوب فقير موراٽي ذات متوا جا چيل ’ڏور‘ (يعني منظوم پروليون) مشهور آهن.

(4) وَل جي ڏور يعني ڊگهي سنهڙي ڏانڊي، لغڙ جي ڏور، يعني ڊگهو سنهو ڌاڳو. ڪُنڍي وغيره جي ڏور، يعني ڊگهو سنهو وٽيل ڏورو. وهٽ کي ڏورڻ، يعني ڊگهي واڳ يا مهار ذريعي ڪاهڻ. يا ڊگهي رسي ۾ ڪٽي ٻڌي ڇڏڻ. ڪُنڍي کي ڏورڻ، يعني ڪُنڍي جي ڏور کي ڪلي ۾ ٻڌي ڇڏڻ.

پر ’ڏور جو بيت‘ فقط هڪ لفظ واري ڏڪ سان نہ پڇندو پر ’بيت جو بيان‘ ڪرڻو پوندو. ڏور جي بيت ۾ هڪ ڊگهي ڳالهہ سمايل آهي، جنهن جي ’مراد‘ يا ’بيان جي ڊگهي سلسلي‘ جي لحاظ سان ان کي ’ڏورِ جو بيت‘ يا ’ڏورِ‘ سڏياٿون. ٽيون تہ جيڪڏهن کو هن قسم جي ’بيت‘ کي ’ڏورَ‘ (’ر‘ کي زبر سان) چوي تہ ان جي معنيٰ ٿيندي ’ڳولا‘[1] ، اهو مفهوم بيت جي مراد ’ڳولڻ‘ ۽ ’پروڙڻ‘ جي لحاظ سان بلڪل مناسب آهي.

## ڏور جي سنا

اسان مٿي چئي آيا آهيون تہ ڏور جي لفظي سنا ساڳي ’سنڌي بيت‘ واري آهي، ۽ انهيءَ ڪري ان کي ’ڏور جو بيت‘ يا ’بيت‘ پڻ سڏين. پر هن بيت جي خصوصيت اها آهي جو معنوي لحاظ سان ان ۾ ’تمثيل‘ سمايل هوندي آهي: يعني تہ معنيٰ ۽ مراد واري ”اصلي يا مخفي ڳالهہ“ کي بيت ۾ بي هڪ ”نقلي يا ظاهري ڳالهہ“ ذريعي ادا ڪيو ويندو آهي، اهڙيءَ طرح جو ”اصل ڳالهہ“ وارن ڪردارن ۽ سندن عمل جو هوبهو عڪس ۽ مثال ’نقلي ڳالهہ‘ جي ڪردارن ۽ سندن عمل ۾ نظر اچي. انهيءَ عڪس، نقل يا مثال واري صفت کي علمي اصطلاح ۾ ’تمثيل‘ سڏجي ٿو.

سڄاڻ سگهڙن ’اصل ڳالهہ‘ جو دائرو نبين، اصحابن، امامن ۽ ولين جي سوانح جي واقعن، معجزن ۽ ڪرامتن يا قدرت جي ڪرشمن تائين وڌايو آهي: يعني تہ ’ڏور جي بيت‘ جي مراد واري ’اصلي ڳالهہ‘ انهن واقعن، معجزن، ڪرامتن ۽ ڪرشمن بابت هجي. ان اصلي ڳالهہ جو ’عڪس‘، ’نقل‘ يا ’مثال‘ جو ظاهري بيت ذريعي ادا ڪيو وڃي ٿو، ان کي اڪثر سنڌ جي عام مشهور قصن ۽ داستانن جي ٽاٽن ۽ اهڃاڻن يا روزمره جي زندگي جي ڪمن ۽ وهنوارن ذريعي ادا ڪرڻو آهي. هيٺين مثالن مان ان جي وڌيڪ وضاحت ٿيندي:

### (الف) اصل ڳالهہ:

1. حضرت يعقوب عليہ السلام، حضرت يوسف عليہ السلام جي فراق ۾ پئي ڳريو.

2. سمجهائي ٿي تہ حضرت يوسف عليہ السلام ڪٿي ويجهو هجي ها تہ

---

[1] ڏورڻ (= هلڻ ۽ ڳولڻ) مان اسم ’ڏور‘.

وري اچي ها، پر ڪنهن ڏورانهين ڏيهہ رهيو.

3. نہ معلوم تہ هو ڪٿي زمين تي ڪنهن جهل جهيلو، يا ڪنهن اونهي عميق ۾ غرق ٿيو.

4. شال ڌڻي ائين ڪري جو يوسف ڪي وري پائرن جي وچ ۾ ڏسان!

هيءَ 'اصل ڳالهہ' نبين مان حضرت يوسف عليہ السلام جي قصي بابت آهي. هن 'اصل ڳالهہ' جو نقل جيڪو 'ڏور جي بيت' ذريعي ادا ڪبو، سو ضروري آهي تہ سنڌ جي عام مشهور قصن ۽ داستانن يا روزمره جي زندگيءَ جي ڪمن ۽ وهنوارن جي تاڻن اهڃاڻن تي مشتمل هجي. ان قانون مطابق هيٺئين بيت ۾ هن 'اصل ڳالهہ' جي نقل ڪي "مورڙي ۽ مانگر" جي عام مشهور قصي جي اهڃاڻن ذريعي هن طرح ادا ڪيو ويو آهي تہ:

## نقل يعني ڏور جو بيت:

1. اوپايو آهون ڪري تو مور لئي مري
2. ويجهو هو تہ آيو وري، پر پانهہ ويو پري
3. ڪِ جهليو ڪنهن جهل ۾، ڪِ جهليو ڪُن تري
4. الله ائين ڪري، جيئن ڏسان مور ملاحن وچ ۾.

(ب) هيٺئين مثال ۾ 'اصل ڳالهہ' جي 'نقل' ڪي ڏور جي بيت ۾، روزمره جي زندگي جي ڪمن ۽ وهنوارن مان، 'ڪيتيءَ جي ڌنڌي' جي تاڻن ۽ اهڃاڻن ذريعي ادا ڪيو ويو آهي:

اصل ڳالهہ: حضرت نبي ﷺ جي ڏند شهيد ٿيڻ جو ٻڌي حضرت اويس رضہ قرني پنهنجا سڀ ڏند ڪڍائي ڇڏيا:

1- ٻٽيهہ ڏند حضرت نبي ﷺ جن جي ٻٽيهي ۾ هئا.
2- پر تن مان جيڪو شهيد ٿيو تنهن جي ڳالهہ هُلي ويئي.
3- پوءِ حضرت اويس قرني رضہ پنهنجا سڀ ڏند اکوڙي ڪڍي ڇڏيا.

## نقل يعني ڏور جو بيت:

1. ٻٽيهہ لاهہ ٻنيءَ ۾ هئا قابو قلعدار
2. تنهين منجهوئن هڪڙي جي پئي پورب منجهہ پچار
3. پوءِ گودڙيي گرنار، لوڏي لاهہ ڪڍي ڇڏيا.

## ڏور جا قسم:

مقصد ۽ مراد، يعني اصلي ڳالهه جي لحاظ سان، ڏور جي بيتن کي سگهڙ هينين قسمن ۾ شمار ڪن ٿا:

(الف) قدرت. 'قدرت' معنيٰ اهڙو ڪو ڪرشمو يا ڪم جو قدرت الله جيءَ سان راس ٿي وڃي. اهڙي ڪرشمي يا ڪم بابت ڏور ڪي، 'قدرت' جي دائري اندر شمار ڪبو. اهڙن ڪرشمن بابت روايتون اڪثر عوامي ۽ خيالي آهن، پر جيئن ته اهي عوام جي پهه پچار جو هڪ باب آهن، انهيءَ ڪري اهي ڏور جي بيتن جو موضوع بڻيون آهن. مثلاً: هڪ روايت آهي ته، ڪنهن ڪنير جي گهر هڪ ڪَچي مٽ ۾ ٻلي ويائي. اهو مٽ جنهن ۾ ٻليءَ جا ٻچڙا هئا سو ڪنير وچي ٻين ٿانون سان گڏ آويءَ ۾ چاڙهيو. جڏهن باهه ڏنائين ته باهه آويءَ کي وڪوڙي وئي ۽ سيني ٿانون کي پچائي ڇڏيائين. پر جڏهن ڪنير آوي لاٿي ۽ ٿانو ڪڍيا ته ڏٺائين ته انهيءَ مٽ ۾ ٻليءَ جا اهي ٻه ٻچڙا جيئرا سلامت وينا هئا. ڌڻيءَ جي قدرت سان اهي بچي ويا هئا. انهيءَ عام روايت کي سگهڙ محمد فقير ڏيري سندس هڪ ڏور جي بيت ۾، دودي- چنيسر جي قصي جي ٿاٽن ۽ اهڃاڻن ذريعي هن طرح نروار ڪيو آهي ته:

هئا وينا وڳهه ڪوٽ ۾ صوبا سراسر
عالادين اچي ويو، ڪٽي سوگهو ڪيائين شهر
پوءِ جودان جنگ مچي وئي دوڏو ٿيو ڏمچر
هن به ماري سڀ مچائيو جيڪو لس هئو لشڪر
تن ۾ ٻچيا ٻه چڻا تيو، ڏيرو چئي، ڏونگر
اها عام خبر، ملڪن ۾ مشهور آ[1]

سگهڙ ميهار مانجهند جو هينيون بيت پڻ 'قدرت' ۾ شامل ٿيندو حالانڪ ان مان مراد 'عيد جو چنڊ' ۽ 'عيد' آهي:

مومل تڏهن ملي جڏهن راڻو ڏسن راڄ
جڏهن ڏسن سونهن سوڍي جي تڏهن ڪامل ڪن ڪاڄ.
پوءِ خوشيون ڪن ڪاڄ، مهل انهيءَ 'ميهار' چئي.

---

[1] هن بيت ۾ 'اصل' ۽ 'نقل' پوريءَ طرح ملايل ناهي، پر اڳيان شاعر انهيءَ جو ايترو خيال ڪونه رکندا هئا.

(ب) 'سوا لک' يا 'نبوت'. اهو ڏور جو بيت جنهن جو لاڳاپو نبي ڪريم حضرت محمد ﷺ جن کان اڳ جي ڪنهن نبي سڳوري جي سوانح سان هجي: يعني تہ اهڙو بيت جو حضرت آدم عليہ السلام کان وٺي حضرت عيسيٰ عليہ السلام تائين ڪنهن بہ نبيءَ بابت هجي. جيئن تہ اهڙو ڏور خاص 'نبين' سان وابستہ آهي، انهيءَ ڪري اهو 'نبوت' ۾ ڳڻبو، پيو تہ عام خيال موجب نبي 'سوا لک' ٿي گذريا، ۽ انهيءَ لحاظ سان اهڙو ڏور 'سوا لک' جي دائري ۾ شمار ٿيندو. جيئن تہ اهڙو بيت نبي ﷺ ۽ سندس اصحابن جي سلسلي کان 'ٻاهر' آهي، انهيءَ ڪري هڪ اصطلاح موجب ان کي 'ٻاهر' ۾ شمار ڪندا. اهڙي بيت جي حد ظاهر ڪندي سگهڙ چوندا تہ: 'سوا لک' ۾ آهي، 'نبوت' ۾ آهي، 'ٻاهر' ۾ آهي، يا 'ٻاهر' آهي.

(ج) پنجتن: اهڙو بيت جو حضرت نبي ﷺ ۽ اصحابن (پنجن تنن ۽ ٻين) سڳورن جي سلسلي بابت هجي. اسان مٿي چئي آيا آهيون تہ اهڙي ڏور جي بيت کي هڪ مخصوص معنيٰ ۾ 'بيت' ئي چوندا.

(د) امامت: اهڙو بيت جو امام حسن رضہ ۽ امام حسين رضہ کانسواءِ ٻين 'امامن' بابت هجي[1].

(هه) وليت: اهڙو ڏور جو اڳين نبين يا حضرت نبي ﷺ ۽ سندن اصحابن کان سواءِ، باقي ٻين ولين ۽ درويشن جي ڪرامتن ۽ ڪارنامن بابت هجي.

انهن پنجن قسمن کان سواءِ ڪي ڏور ڪن اهڙين ٻين شخصيتن يا واقعن بابت هوندا آهن، جن بابت سگهڙن ۾ عام روايتون هلندڙ آهن. اهڙن ڏورن کي ڪي سگهڙ 'عام' جي دائري ۾ شمار ڪندا آهن.

## ڏور جي سلسلي جا اصطلاح

ڏور جي مختلف قسمن جي جداجدا نالن کانسواءِ، ڏور جي ڪچهري جا پڻ ڪي خاص اصطلاح آهن، جي هيٺ ڏجن ٿا:

1. ڏور ڏيڻ، بيت پڙهڻ، يا بيت چوڻ: ڪچهريءَ ۾ ڪنهن سگهڙ جو بيت چئي ٻڌائڻ يا پڙهي ٻڌائڻ، انهيءَ لاءِ تہ ٻيا سگهڙ ان کي ڳولين.

[1] بعضي ڪچهرين ۾ ٻين 'امامن' بابت بيتن کي 'پنجتن' ۾ شمار ڪندا پر اهو غلط آهي. اڳيان سگهڙ انهن بيتن کي 'امامت' ۾ شمار ڪري ويا آهن.

2. حديث تي پورو هئڻ: بيت جي 'اصلي ڳالهہ' جو اهڙي واقعي بابت هجڻ جو صحيح هجي يا حديث سان مليل هجي، يعني تہ جنهن جي ڪتابن ۾ تصديق ٿيل هجي.

3. بيت ڳولڻ: ڏيندڙ جو بيت ٻڌي، ٻين سگهڙن جو ان ڪي ويچارڻ ۽ انجي مراد واري 'اصلي ڳالهہ' بابت تاڻا ۽ اهڃاڻ ڏيڻ.

4. ورائي چوڻ: ڳوليندڙ سگهڙ جي طلب ۽ تقاضا تي 'ڏيندڙ' جو ساڳيو بيت وري چئي ٻڌائڻ.

5. شاهد ڏيڻ: ڳولي جي طلب تي، ڏيندڙ جو پهرئين بيت واري ساڳيءَ مقصد ۽ مراد تي ٻيو بيت ڏيڻ. ڪچهريءَ ۾ هڪ سگهڙ اول بيت چوندو ۽ ٻيا ڳوليندا، پر جي چڱي خاصي ڳول سان بہ بيت نہ نڪتو تہ ڏيندڙ سگهڙ وري شاهد ڏيندو، يعني تہ ٻيو اهڙو بيت چوندو جيڪو ساڳئي انهيءَ واقعي بابت هوندو جنهن تي پهريون بيت ڏنل آهي. اهڙيءَ طرح ڪچهريءَ جي اصطلاح ۾ 'شاهد' اهو بيت آهي جو ٻئي ڪنهن بيت تي شاهد هجي، يعني تہ اصولي طور ساڳئي واقعي بابت هجي جنهن بابت پيو بيت آهي، جيتوڻيڪ ڳالهہ جي سٽاءَ يا تاڻن ۽ اهڃاڻن جي ڳڻ ۾ پل ڪٽي ٻنهي بيتن ۾ فرق هجي. مثلاً نبي ﷺ جن جو ڏند مبارڪ شهيد ٿيڻ جو ٻڌي اويس قرني پنهنجا ڏند ڪڍائي ڇڏيا. انهيءَ ساڳئي واقعي تي پر ڳالهہ جي جدا انداز ۽ نوعيت سان، ۽ تاڻن ۽ اهڃاڻن جي جداجدا سٽاءَ سان سگهڙ مختلف بيت چيا آهن، جا هن ڪتاب ۾ نمبر [162] کان وٺي [208] تائين شمار ٿيل آهن. اهي سڀ بيت هڪٻئي جا شاهد آهن.

6. بيت ڪڍڻ: ڳولي طرفان ڏور جي بيت ۾ سمايل 'اصلي ڳالهہ' جو صحيح ساٿو ڏيڻ: اصل مراد وارو صحيح اُهڃاڻ ڏيئي بيت کولي وجهڻ.

7. حديث ڪرڻ: 'پنجتني' بيت کلڻ بعد (يعني ڳوليندڙ سگهڙ جو بيت ڪڍڻ بعد) ڏيندڙ جو پنجتني بيت جي مراد واري اصلي ڳالهہ سڄي کولي ٻڌائڻ.

8. بيان ڪرڻ: نبوت، امامت، وليت يا قدرت بابت ڏور جي کلڻ بعد (يعني ڳوليندڙ سگهڙ جو ڏور ڪڍڻ بعد)، ڏيندڙ جو ڏور جي بيت جي مراد واري اصلي ڳالهہ سڄي بيان ڪري ٻڌائڻ.

## ڏور جي شاعري ۽ فني ڪاريگري

'ڏور' جي سهڻائيءَ جي مدار ٻن ڳالهين تي آهي: هڪ 'سهڻي شاعري'،

هيو ’فني ڪاريگري‘. سٽاءَ جي لحاظ سان ڏور جو قالب ’بيت‘ آهي، ۽ انهيءَ ڪري نظم جي لحاظ سان ڏور جي بيت ۾ اُهي ساڳيون خوبيون هئڻ گهرجن، جيڪي ’سنڌي بيت‘ ۾ ٿي سگهن ٿيون: يعني تہ لفظن جي پوچ، محاورن جي بندش، قافيي جي سٽاءُ ۽ مخصوص وزن جي تور تڪ جي لحاظ سان ’ڏور جو بيت‘ سهڻو سوڌو هجي. موريي، جانڻ، محمد فقير ڏيري ۽ ٻين سگهڙن جي چيل ڏور جي بيتن ۾ نظم جا سهڻا مثال موجود آهن. لفظن ۽ محاورن جي سهڻائي کان سواءِ، معنوي لحاظ سان پڻ ڏور جي اڳين شاعرن هڪ نئون پهلو ايجاد ڪيو: يعني تہ ڏور جا اهڙا بيت سٽيائون جن جون، ’اصلي ڳالهہ‘ جي لحاظ سان، هڪ جي بدران ٻہ مرادون ٿي سگهن. ڏور جا اهڙا بيت ’دوراها‘ آهن، يعني تہ انهن جون ٻہ راهون يا ٻہ معنائون آهن[1] . پر ضروري آهي تہ ’شاعري‘ کانسواءِ، ڏور جو بيت ’فني ڪاريگري‘ جي لحاظ سان پڻ پورو هجي. فن جي لحاظ سان ’تمثيل‘ ڏور جي بيت جي جان آهي، ۽ انهيءَ ڪري ضروري آهي تہ ڏور جو بيت تمثيل ۾ پورو هجي. ٻين لفظن ۾ ائين چئجي تہ ڏور جي بيت ۾ ’اصلي ڳالهہ‘. ۽ ’نقلي ڳالهہ‘ ٻنهي جا تاڻا ۽ اهجاڻ هر لحاظ سان هڪٻئي سان ٺهڪي اچن. سگهڙ چوندا تہ: سهڻو ڏور اهو آهي جو ’اصل‘ ۽ ’نقل‘ ۾ پورو هجي، يا جنهن ۾ ’اصل‘ ۽ ’نقل‘ ملي اچن.

’اصل‘ ۽ ’نقل‘ ملائڻ ۾ وڏي سمجهہ ۽ دانائي گهرجي، ڇاڪاڻ تہ اصلي ۽ نقلي ڳالهہ جي ڪردارن ۾ هر لحاظ سان مناسبت پيدا ڪرڻي آهي. اصل ڳالهہ ۾ جي ڪو ڪردار مرد يا زال، يا نر يا مادي آهي تہ نقل ۾ بہ انهيءَ لحاظ سان مذڪر ۽ مؤنث جو خيال رکڻو آهي، جيڪڏهن اصل ڳالهہ ۾ ڪردارن جو پاڻ ۾ لاڳاپو زال مڙس، پياءُ پيڻ، يا سنگتي ۽ رفيق وارو آهي، تہ نقل ۾ پڻ بلڪل انهيءَ قسم جي رشتي ڪي آڻڻو آهي، پڻ اصل ڳالهہ ۾ هر ڪردار جو جيڪو عمل ۽ اخلاق، شان ۽ عزت، درجو ۽ مقام هوندو، نقلي ڳالهہ جي ڪردار جي عمل ۽ اخلاق، مانُ ۽ مرتبي ۾ پڻ اهو لحاظ رکڻو پوندو. اهڙيءَ طرح ننڍي ڪي ننڍو ۽ وڏي ڪي وڏو ڪرڻو پوندو. مَدي ڪي مدو ۽ چڱي ڪي چڱو چوڻو پوندو.

---

[1] مثلاً: ڏسو بيت "اچ ريڏم راءِ- الخ" ۽ ان جون ص 61 ۽ ص 450 تي ڏنل معنائون، اهڙيءَ طرح بيت "سهڻي وڌو سير ۾-الخ" ۽ ان جون ص 121 ۽ ص 470 تي ٻہ جدا معنائون.

ٻگجهارت جي پيٽ ۾ ڏور جي رهاڻ نسبتاً پوئين ويجهي دؤر ۾ شروع ٿي. ائين چئي سگهجي ٿو، تہ ڏورن جي ڪچهري غالباً ٽالپري دؤر کان وٺي عام رائج ٿي، ڇو تہ سواءِ شاهہ جي 'رسالي' ۾ آيل ڪن بيتن جي[1] ، ڏور جا پيا بيت جي هن وقت ڪچهرين ۾ رائج آهن سي پوئين ويجهي دؤر جي شاعرن جا چيل آهن. مثلاً: هن ڪتاب ۾ جن شاعرن جا 'بيت' شامل آهن تن مان موريو ڪٽي غالباً سيني کان اڳ جو آهي، پر سگهڙن جي روايتن مان ائين لڳي ٿو تہ موريو ڪٽي پڻ ٽالپرن جي آخري دؤر جو سگهڙ هو. ۽ غالباً انگريزن جي اوائلي دؤر ۾ پڻ جيئرو هو. موريو ڪٽي ڳوٺ ممون ڏوڻ (لاڙڪاڻي) جو، غلام محمد ڪلهوڙو ڏامراهن (لاڙڪاڻي) جو، سبحان شاهہ سنهن ستابي (تعلقي گنبٽ) جو، علي بخش جوٽيجو خانپور (خيرپور) جو اتر ۾ ان وقت ڏور جا وڏا شاعر هئا.

بهرحال جيئن تہ ڏورن جي ڪچهريءَ جي عمر ٿوري هئي انهيءَ ڪري گذريل دؤر ۾ ان ۾ ڪي خاص اضافا ڪين ٿيا. ڪي سگهڙ جيڪي علم وارا هئا تن اڳين نبين توڙي نبي ﷺ ۽ سندن اصحابن بابت معتبر واقعن کي پنهنجن بيتن ۾ تمثيل جي پردي ۾ بيان ڪيو، پر اهڙا سگهڙ ڪي ٿورا هئا: عام طور قصص الانبياء يا حڪايتن ۽ معجزن جي ڪتابن ذريعي جيڪي روايتون راوين جي زباني ويتر وڌيڪ مٺجي سٽجي ٻين جي ڪنن تائين پهتيون، تن کي ويچارن سگهڙن ويهي پنهنجي ڏور جي بيتن جو موضوع بنايو. اصلي ڳالهہ جا ڪي ٽاٽا ۽ اهجاڻ جيئن ڪين خيال ۾ آيا تيئن پنهنجن بيتن ۾ بيان ڪيائون، ۽ 'اصل' 'نقل' جو ايترو خيال ڪونہ رکيائون. سندن بيت سٺا ۽ ۾ سڌا سنوان ۽ ڳولڻ ۾ سولا هئا.

پويون ويجهو دؤر جو اندازاً چاليهہ - پنجاهہ سال کان اڳ شروع ٿيو. تنهن ۾ ڏور جي ڪچهري وڌيڪ ترقي ڪئي. سگهڙن هڪٻئي جي بيتن کي ٽورڻ تڪڻ شروع ڪيو ۽ بيتن جي خامين ۽ اوڻاين تي ڪچهرين ۾ بحث مباحثا ڪيائون. 'لاڙ' جي سگهڙن کان اڳ اتر جي سگهڙن، ڏور جي بيتن تي خيالن جي ڏي وٺ ڪندي 'اصل' ۽ 'نقل' کي پوريءَ طرح ملائڻ وارو نڪتو نروار ڪيو. لاڙ جي ڪن سڄاڻ سگهڙن پڻ اهو محسوس ڪيو هو تہ هر ماڻهو جو جيترو مانُ ۽ مرتبو هجي اوتروئي بيت ۾ بيان ڪجي. ٻيڙي فقير ٻڌايو تہ،

---

[1] هن ڪتاب ۾ شامل رسالي جي بيتن لاءِ ڏسو ضميمو ص 596.

سگهڙ امين فقير ڪوري (وينل 'ونهين جو ڳوٺ' لڳ ياٺوٺ، تعلقو هالا) هڪ ڪچهريءَ ۾ پنهنجو هڪ ڏور جو بيت ڏنو جنهن ۾ چيائين تہ: "لائق پنهنجي لشڪر تي، ڪئي چنيسر چڙهي." انهيءَ تي سگهڙ محمد فقير ڏيري چيس تہ چنيسر لائق ڪيئن ٿيو؟ چئو تہ: "لغور پنهنجي لشڪر تي ڪئي چنيسر چڙهي." محمد فقير جي هن تنقيد مان ظاهر آهي تہ نقل ۾ آيل ڪردار جي مرتبي کي اوتروئي بيان ڪجي جيترو هجي. پر اجان بہ ان کان اڳتي وک وڌائٽي آهي، يعني تہ 'نقل' ۾ جيڪو ڪردار آهي ان کي 'اصل' واري 'ڪردار' سان ييٽي، بنهي جي مرتبي مطابق بيت چوڻو آهي. "اصل" ۽ "نقل" کي ملائڻ جي اها ڳڻ اتر جي سگهڙن کان شروع ٿي، ۽ جن وڏن سگهڙن انهيءَ ملوڪت کي نباهيو ۽ ان تي زور ڏنو سي هئا جانڻ ڪٽي، سرهو جاگيراڻي، خدابخش برڙو، راوَت برڙو، ۽ جلال پٽو.[1]

## ڏور جي ڪچهريءَ جا قانون

موجوده دؤر ۾، مگر ڏهہ پندرنهن سال اڳ، اسان ڏنو تہ ڳجهارت جي ييٽ ۾ ڏور جي رهاڻ گهٽو وڌيڪ مقبول هئي، جاڪاڻ جو ڳجهارت جي ڪچهري باوجود پنهنجي جاذبيت جي اجائي لِڪ ۽ بيجا بحث سببان ٻاڙي تي پئي هئي. پوين ڏهن پندرنهن سالن ۾ ڳجهارت جي ڪچهري پڻ اڳئين کان وڌيڪ مقبول ٿي آهي مگر جيئن تہ ڏور جي رهاڻ سگهڙن توڙي سٽندڙن لاءِ وڌيڪ سولي آهي، انهيءَ ڪري ان ڏانهن اجا تائين وڌيڪ لاڙو آهي. گذريل چاليهن - پنجاهن سالن واري دؤر ۾ وڏن وڏن سگهڙن ڏور جي ڪچهريءَ ڏانهن ڌيان ڏنو ۽ ان کي وڌائڻ خاطر ڪي قانون تجويز ڪيا جن تي جيتوڻيڪ پورو عمل ڪونہ پئي ٿيو آهي مگر ڪچهريءَ جا اهي اصول نالي وارن سگهڙن وٽ تسليم ٿيا آهن. اسان اڳين سگهڙن جي راين توڙي موجوده دؤر جي ضرورتن کي مدنظر رکي اهي اصول هيٺ ڏيون ٿا.[2]

---

[1] خدا بخش برڙو، ڳوٺ ملگذار جکراڻي، تعلقي ڪنڊڪوٺ جو وينل هو. اسي کن ورهين جي ڄمار ۾ 1948ع ڌاري وفات ڪيائين. راوت برڙو ڪوٽڏيجي جي طرف جو هو ۽ جلال پٽو لاڙڪاڻي جو. سرهي جاگيراڻي لاءِ ڏسو آخر ۾ 'ضميمو'.

[2] انهن مان گهڻا اصول ڏور توڙي ڳجهارت ٻنهي فنن جي ڪچهريءَ سان لاڳو آهن، جن کي هن کان اڳ اسان لوڪ ادب سلسلي جي ڪتاب "ڳجهارتون" جي مقدمي ۾ وڌيڪ تفصيل سان بيان ڪيو آهي.

1- ڏور جي ڏي وٺ ڪي پري ڪچهري لاءِ سينگارجي: ٻن ڄڻن سگهڙن جي ڪنڌ پاسي واري رهاڻ ٻاڙي آهي. پري ڪچهريءَ ۾ سگهڙ سڄي ڪچهريءَ ڪي سامهون ٿي ويهن، پوءِ ڏيندڙ وڏي سڏ بيت چون ۽ ٻُڌيندڙ بلند آواز سان ٻُڌلين، جيئن سڄي ڪچهري سڻي. ڏيندڙ توڙي وٺندڙ سگهڙ ائين سمجهن ته هو پري ڪچهريءَ جي آڏو پنهنجو گُڻ پيش ڪري رهيا آهن، ۽ انهيءَ ڪري بحث ڇڏي چاهه ۽ محبت سان ڏي وٺ ڪن جيئن ٻڌندڙ به وڏي چاهه سان ڪچهري سڻن. ڳولو اهڃاڻ ڏيندي•وجي 'بيت' ڪولي ته ڏيندڙ "واهه واهه" ڪري ۽ اڳتي وڌي وجي ڳولي سان هٿ ملائي، ڏارو ڏئي يا ياڪر پائي شاباس ڇئي، جيئن سڄي ڪچهري ڏسي ۽ ڳالهه جو انصاف ٿئي.

2- ڪچهريءَ ڪي زيب ونائڻ ۽ بحث ڪي هٽائڻ خاطر هڪ سگهڙ ڪي 'امين' مقرر ڪجي: ڏي وٺ ڪندڙ ٻئي ڌريون هڪ 'امين' مقرر ڪن جو ڏور جي ڏي وٺ مان پوري طرح واقف هجي. ڏيندڙ ڏور ڏيئي بس ڪري، ته 'امين' فيصلو ڏيئي بحث ڪي هٽائي ۽ ڪچهريءَ ڪي مچائي زيب ونائي. سگهڙ پڻ امين جي فيصلي ڪي فوراً قبول ڪري مندل مچايون بيٺا هجن.

3- ڏيندڙ اهڙو ڏور ڏئي جو صحيح 'حديث' تي هجي ۽ جنهن ۾ 'اصل' 'نقل' پورو مليل هجي: ڏيندڙ سگهڙ پري ڪچهريءَ ۾ اهڙو ڪچو بيت نه ڏئي جو عامي روايت تي ٻڌل هجي، ۽ اهڙو بيت به نه ڏئي جنهن ۾ 'اصل' 'نقل' مليل نه هجن. اهي ٻئي ڳڻ واريون ڳالهيون آهن جن جي نون سيڪڙات سگهڙن ڪي خبر نٿي پئي. اهڙيءَ حالت ۾ ضروري آهي ته پنهنجي ڏُر جي وڏي سگهڙ کان تصديق وٺي پوءِ ٻيءَ ڌر جي آڏو بيت پيش ڪجي. سگهڙن وٽ اهو تسليم ٿيل آهي ته ڏور جو بيت 'صحيح حديث' تي هجي، پر ان مان عام طور اها مراد هوندي آهي ته 'مشهور' يا 'ٻڌل ڳالهه' بابت هجي. انهيءَ ڪري ڏور جي ڪچهريءَ جو عام دستور اهو آهي ته ڏور اهڙو ڏجي جنهن جي ڳالهه جي ڪچهريءَ ۾ وينل سگهڙن ڪي خبر هجي.

4- ڏيندڙ ڪولي ظاهرڪري ته ڏور ڪهڙي حد اندر آهي: بيت چوڻ کان پوءِ ڏيندڙ لاءِ لازمي آهي، ته هو ڪولي ٻڌائي ته ڏور سوا لک، پنجتن، امامت، وليت يا قدرت ۾ آهي.

5- ڳوليندڙ ڪي گهرجي ته بيت ڪن ڏئي ٻڌي ۽ دل سان هنڊائي، جيئن

ڏيندڙ کان وري وري چوائي مٿو نہ ڪپائي: ڏيندڙ بيت چوي تہ ڳولو ڏيان سان ٻڌي، ۽ ٻڌڻ شرط ان جو وچور ڪري تہ بيت ڇا ٿو چوي ۽ ڪيئن ٿو چوي؟ ڪهڙا ڪهڙا ڪردار آهن ۽ هڪٻئي سان سندن ڪهڙو تعلق آهي؟ وچور ڪرڻ وقت هڪ دفعو ٻيو ڏيندڙ کان ٻيهر چوائي، ۽ ان وقت ڪوشش ڪري بيت جو گهر هٿ ڪري، يعني تہ جيڪو خاص نڪتو هجي ان کي سمجهي. بيت ڏکو هجي تہ پيو ٽيهر چوائي. ضرورت کان وڌيڪ طلب ڪرڻ سگهڙ ڳولي لاءِ عيب آهي، پنهنجو ڏيان نہ ڏيڻ باقي وري وري بيت چوائڻ نہ فقط مٿو ڪپائڻو آهي پر ڪچهريءَ جو زيب گهٽائڻو آهي.

6- جيڪڏهن سهڻا سهڻا ڏک جهلي بہ "بيت" بيهي وڃي تہ ڳولي کي جڳائي تہ "شاهد" طلب ڪري، ۽ ڏيندڙ کي گهرجي تہ شاهد جي آڇ ڪري: ڪچهريءَ کي ڪنهن بہ حالت ۾ ٻاڙو نہ ڪرڻو آهي. جي بيت سهڻا ڏک جهلي وڃي تہ ان جو انصاف ڪجي. سگهڙ ڳولي کي جڳائي تہ اول اندر جي قاضي کان پڇي پوءِ 'شاهد' طلب ڪري، پر اجائي ڏيگهہ ۽ ڇڪتاڻ ڪري ڪچهريءَ کي ٻاڙو نہ ڪري، جي ڳولو حجاب ۾ رهجي وڃي تہ ڏيندڙ کي گهرجي تہ 'شاهد' جي آڇ ڪري جيئن ڪچهريءَ جو رس قائم رهي. بيشڪ پهرين ڳول سان بيت کڻڻ جو انصاف 'سچو ريبو' آهي، پر 'شاهد' کان پوءِ بيت کڻڻ جو انعام بہ ٻارهن آنن کان گهٽ ڪونهي.

7. بيت جي نڪرڻ بعد، ڏيندڙ سگهڙ بيت جي مراد ڪري: جڏهن ڳولو بيت کڏي تہ پوءِ ڏيندڙ سگهڙ ڏور جي حديث ڪري يا بيت جي مراد ڪري، يعني تہ بيت جي ڳالهہ ڪري يا بيت جو بيان ڪري.جيڪڏهن بيت نہ نڪري ۽ بيهي وڃي تہ بہ ڳولن جي تقاضا تي ڏيندڙ سگهڙ بيت جي مراد ڪري، انهيءَ لاءِ تہ سڄي ڪچهري سٽي، ۽ سگهڙن کي پڻ اصل ۽ نقل جي صحت ۽ مطابقت بابت خاطري ۽ تصديق ٿئي.

## موجوده دؤر ۾ ڏور جي ڪچهري

اسان مٿي چئي آيا آهيون تہ گذريل ويجهي دؤر ۾، جو چاليهہ - پنجاهہ سال کن اڳ شروع ٿيو، ڏور جي ڪچهريءَ وڏي ترقي ڪئي. مگر گذريل پندرنهن - ويهن سالن واري هن موجوده هلندڙ دؤر ۾، ڏور جي ڪچهري ويتر وڌيڪ ترقي ڪئي آهي. موجوده دؤر جا سگهڙ 'ڏور جي شاعري' توڙي ڏور

جي ڳُول ۽ اڳين سگهڙن کان وڏيڪ پڪا پختا آهن. حاجي فقير مهيسر چيو ته: اڳ ڏور وڏيڪ ظاهر هوندي هئي، يعني ته شاعر بيت ۾ ايتري گهٽي لڪ نه ڪندا هئا، بيو ته عامي روايتن تي هوندي هئي ۽ حديث سان مليل نه هوندي هئي، ۽ تيون ته اڳيان شاعر اصل ۽ نقل جو پورو خيال نه رکندا هئا: مثلاً پنهنجي بيت ۾ "مومل راڻو" (جي زال مڙس هئا) چئي ويندا هئا، حالانڪ 'اصل ڳالھ' ۾ ڪٿي "ماءُ پيءُ" واري نسبت هجي. اڳ شاعر ڪو ڪو هوندو هو، هاڻي گهڻا آهن، جن ۾ چوندڙ چڱا ڪي آهن، پر جيڪي ڪچهرين ۾ ڳٽيل آهن سي سڀ چڱا آهن. ا.هـ.

اڳين شاعرن جا بيت سنوان سوڌا هوندا هئا، ۽ 'اصل ڳالھ' ۾ آيل فقط مردن ۽ عورتن جي ڪردارن کي ئي پن ۽ پردي سان ڏور جي بيت ۾ بيان ڪندا هئا. جيئن وقت گذرندو ويو ته شاعرن اهڙن اصلي اُهڃاڻن تي ڏور ٻڌا، جن ۾ ماڻهن (مردن يا عورتن) سان گڏ ڪي شيون به هيون، پر لڪ خاطر سگهڙن پنهنجن بيتن ۾ ماڻهن سان گڏ 'شين' کي به 'انساني' ڪردارن جو پوش پهرائي پيش ڪيو. مثلاً:

جاجڪ آيو جوءِ ۾، پـڙ متي پهلوان
تنهن اچي ماري سڀ مچائيو جيڪو سورٺ جو سامان
هڪڙي جوان جواب ڪيس جو تيو سورهيه ۽ سلطان
انهي نر سندو نيشان، آهي اجا تائين 'احمد' چوي.

حضرت نوح عليہ السلام جي طوفان واري واقعي بابت هڪ عام مگر مشهور روايت آهي ته هڪ ٻيڏڙي مائي پنهنجي رڍن سميت زمين تي رهجي وئي، جنهن کي قدرت هڪ وڏي شاهي ڦوٽي يا ٻوڙيي هيٺ محفوظ ڪري بچائي ڇڏيو. هاڻي سگهڙ لڪ خاطر، حضرت نوح عليہ السلام يا ٻيڏڙيءَ جي ٻدران ٻيجان شين کي، جهڙوڪ: طوفان، زمين، اهو وڏو پاڻي جو ڦوٽو ۽ ٻيا اجوڪا ڦوٽا جي جڻ ان جي يادگار آهن. پنهنجي بيت ۾ انساني پوش پهرايو آهي يعني ته انهن کي جاجڪ (طوفان)، سورٺ (زمين) هڪڙو جوان (شاهي ڦوٽو) ۽ ان جو نشان (جر ڦوٽا، جي هن وقت موجود) سڏيو آهي. انهيءَ انوکي تمثيل ذريعي هن پنهنجي بيت کي لڪايو ته جيئن ڳولو ان کي سولائي سان کڏي نه سگهي. اهو بيت پوئين گذريل دؤر جي احمد نالي سگهڙ جو چيل

آهي، جيئن تہ سگهڙ سهائي فقير موچي، جنهن جي عمر نوي سالن کان مٿي هئي، تنهن جو بيت بيڙي فقير ڪنير کي ٻڌايو.[1]

هن بيت مان ظاهر آهي تہ گذريل دؤر جي ڪن شاعرن پڻ بيتن ۾ لِڪ ڪئي. ان جو سبب اهو هو، جو جيئن ڳُولا وڌيڪ هوشيار ٿيندا ويا، تيئن ڏور جي شاعرن پڻ بيتن تي ڪک رکڻ شروع ڪيا. موجوده دؤر ۾ جيئن تہ ڳُولن جا ذهن گهڻو تيز ٿي ويا آهن تہ شاعرن بہ بيتن کي لڪائڻ ۾ ڪا ڪثر ڪانہ ڇڏي آهي. انهيءَ لِڪ خاطر هو اڪثر بيجان شين کي انساني پوش پهرائي لِڪ ڪن ٿا: مثلاً "راند" کي "عورت" يا "زال" چوندا، حالانڪ اڳيان سگهڙ ان کي "ڪار" يا "اٽڪل" چوندا هئا. اسان پنهنجين ڪچهرين ۾ ڏنو تہ سگهڙ علي شير جاگيراڻي بيت لڪائڻ ۾ وڏو استاد هو، ۽ بيت ۾ اهڙو تہ وٺ سَٽ رکي ڇڏيندو هو، جو ڳُولي کي گس ئي هٿ نہ ايندو هو. بيڙي فقير ڪنير چيو تہ ڪنڊڙي (ضلعو خيرپور) ۾ سگهڙن جي ڪچهري ٿي، جنهن ۾ علي شير هينيون بيت ڏنو جو بيهي ويو، ۽ اسان کي نڪتو نہ ٿيو:

پندرنهن هيون پريءَ سان، سورهين ساهيڙي
سترهون ساجن ڏيئي ڪنيون، عاشق اُنائي ڙي
نيڪو تنهن ناڪر جو ڇڏيائين ناهي ڙي
علي شير چئي آهي ڙي، مشهور ڳالهہ ملڪن ۾.

هن بيت ۾ سگهڙ "والضحيٰ" سورة کي "پري" سڏيو آهي ۽ ان جي پندرنهن آيتن، سورهين "بسم الله" ۽ "سترهين" "اعوذ بالله" کي بيت ۾ آڻي ان کي ڏکيو بنايو آهي. بيت جي مراد صفحي 494 تي ڏسي سگهجي ٿي.

علي شير جاگيراڻي ۽ حاجي فقير مهيسر هن دؤر ۾ ڏور جا استاد شاعر آهن[2] . اڄ کان پندرهن سال اڳ هنن سگهڙ شاعرن ڪچهرين ۾ جيڪي ڏور ڏنا سي بہ چڱي خاصي لِڪ وارا هوندا هئا، پر جيئن پوءِ تيئن هنن بيتن لڪائڻ ۾ دنگ ڪري ڇڏيو آهي. اڪثر بيجان شين ۽ انهن جي وصفن ۽ پاڳن کي اهڙي تہ رمز سان انساني جامو پهرائي لڪائي ڇڏيندا، جو ڳولو "اصل ڳالهہ" واري طرف رخ ئي ڪونہ ڪندو. هرڻي جي معجزي واري ڳالهہ عام مشهور

---

(1) سُهائي فقير موچي سنہ 1948ع ڌاري وڏي عمر ۾ وفات ڪئي.

(2) سگهڙ علي شير جاگيراڻي ڏيڍ سال کن ٿيو جو سنہ 1968ع جي نصف اول ۾ گذاري ويو.

آهي پر اسان ٻن ڪچهرين ۾ ڏنو تہ حاجي فقير هن مشهور ڳالهہ کي پڻ پنهنجن بيتن ۾ اهڙو تہ لڪائي ڇڏيو جو قابل ڳولڻ لاءِ بہ ڳولڻ ۾ ڏکيا ٿي پيا. اهڙوڪن شاعرن اڃا بہ اڳتي وڪ وڌائي آهي، جو بيت جي سٽ سٽ ۾ اصل ڳالهہ جي اهڃاڻن تي اهڙو تہ پردو رکي ٿا ڇڏين، جو پل تہ ڳولو وجي بيت جي مٿان پوي (يعني مراد واري ڳالهہ کي سمجهي). پر تنهن هوندي بہ هن کي سٽ سٽ جو مذڪور سمجهائڻ مشڪل ٿي پوي.

اڄ جا سگهڙ شاعر اڳين شاعرن جي پيٺ ۾ وڌيڪ پڪين ۽ مشهور روايتن تي بيت چون ٿا مگر تنهن هوندي بہ بلڪل صحيح ۽ تاريخي واقعن ۽ حقيقتن تي ڏور ٻڌڻ جي اصول تي ايترو عمل نہ ٿيو آهي. اسان پنهنجين ڪچهرين ۾ ضعيف روايتن بدران صحيح ۽ تاريخي واقعن تي ڏور ڏيڻ کي ترجيح پئي ڏني آهي، ۽ پڻ سگهڙن کي ترغيب ڏني آهي تہ هو نبي صلعم ۽ صحابہ ڪرام جي سوانح بابت عالمن جا لکيل ڪتاب پاڻ وٽ رکن ۽ انهن ڪتابن ۾ آيل اهڃاڻن بابت ڏور ٻڌن. انهيءَ هوندي بہ انهيءَ ڏس ۾ اڃا وڌيڪ احتياط جي ضرورت آهي. ٻيو تہ اسان هڪ ڪچهريءَ ۾ حاجي فقير مهيسر ۽ ٻيڙي فقير ڪنيار جي ڌيان ڇڪايو تہ ڏور جي ڪچهريءَ کي وڌيڪ ترقي وٺائڻ خاطر "ڳالهہ" کان قدم وڌائي "خيال" کي ڏور جي بيت جو مرڪز بنائجي. مثلاً "نبي ڪريم ﷺ جي آئي جهل جي اونداهي هميشہ لاءِ ختم ٿي وئي ۽ علم جي روشنائي سڄي جهان کي روشن ڪري ڇڏيو"— اهو هڪ خيال آهي، جنهن تي ڏور جو سهڻو بيت چئي سگهجي ٿو.

## مواد جي سهيڙ ۽ ترتيب

سنہ 1957ع ۾ جيئن ئي "لوڪ ادب تجويز" تي ڪم شروع ٿيو تہ ڏور جي مواد گڏ ڪرڻ تي توجهہ ڏنو ويو. ڪوشش ڪئي ويئي تہ سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ مان مواد گڏ ڪيو وڃي، "ڏور" جون مختلف روايتون جمع ٿي سگهن ۽ هن فن جو پورو جائزو وٺي سگهجي. جڏهن ڪارڪنن وٽان مواد پهچڻ لڳو تہ ڪن بيتن جي سناءَ توڙي مراد وارين روايتن ۾ نقص نظر اچڻ لڳا. انهن جي اصلاح کان بنده راقم محسوس ڪيو تہ اول آءٌ بذات خود ڏور جي حقيقت ۽ ڏور جي ڪچهري جي ملوڪت کان واقف ٿيان. انهيءَ مقصد خاطر 1958ع کان وٺي سنڌ جي مختلف ضلعن ۾ ڪچهرين جا سلسلا قائم ڪيا ويا، ۽ ڏور جي رهاڻ

کان ايتري واقفيت حاصل ڪئي وئي جو ڏور جي بيت ناھڻ ۽ قدري بيت ڪي ڳولڻ جي صلاحيت پيدا ٿي.

ان ڪان پوءِ ھن ڪتاب جي مواد کي مختلف ڀاڱن ۾ ورهي تاريخي سلسلي مطابق مرتب ڪيو ويو. اول ھر مکيہ واقعي جي وضاحت ڪئي ويئي آھي ۽ ان ڪان پوءِ ان سان لاڳاپيل ڏور ڏنا ويا آھن. انھيءَ لاءِ تہ مراد کي سمجھڻ لاءِ سولائي ٿئي.

مواد جي سھيڙ دوران اندازاً ٽي ھزار کن ڏور جا بيت گڏ ٿيا، جن کي ڇيٽي، ڇنڊي ڇاٽي، بالا آخر ساڍا ڏھ سؤ ڏور چونڊيا ويا، جي ھن ڪتاب ۾ شامل آھن. انھن مان ست سؤ ڇھہ ڏور شاعرن جي نالي سان آھن ۽ ٽي سؤ چوئيتاليھہ بنا نالي آھن. جملي شاعر جن جا نالا بيتن ۾ موجود ھئا، تن جو تعداد ھڪ سؤ ايڪونجاھہ ھو، جن مان ھڪ سؤ ٽن شاعرن جو پتو لڳايو ويو ۽ ڪتاب جي آخر ۾ سندن سوانح بابت مختصر احوال قلمبند ڪيا ويا آھن.[1]

مواد جي مرتب ڪرڻ وقت ڏور جي ھڪ سؤ ٽن شاعرن مان ٽيھتر زندھہ ھئا. جھوني ۾ جھونو ڏور جو شاعر، جنھن سان لوڪ ادب جي سلسلي ۾ يا اڄا بہ اڳ اسان جي ملاقات ٿي، سو ملان جانڻ پٽ ربڏنو ڪٽي ويٺل خانپور لڳ شڪارپور ھو. ساڻن پھرين ملاقات 24- اپريل 1952ع ۾ ٿي، ان وقت سندس عمر پنجھتر سال کن ھئي. چيائين تہ عربي ۾ ڪنز، قدوري، ڪافيا، شرح وقايہ ۽ درمختار پڙھيم، پر دستاربندي ڪانہ ڪيم. بھرحال ڏور جي شاعرن ۾ ھو عالم ھو. شعر توڙي واقعي جي لحاظ سان سھڻا بيت چيائين ۽ وڏي لِڪ رکيائين. ڪڇھريءَ جي ملوڪن مان ھيو علي شير جاگيراڻي ھو جنھن کي ھي رھاڻ، سندس والد سگھڙ سرھي جاگيراڻي کان ورثي ۾ ملي. ڏور ۾ پن پردي سان لِڪ رکڻ ۾ علي شير اُستاد ھو. بذات خود ھڪ وڏو لائق انسان ھو. علي شير جاگيراڻي، قادربخش راڄپر ۽ امير بخش ڪٽي، جن سان اسان جون ڪچھريون ٿيون، يا ڪي ٻيا سگھڙ (جھڙوڪ: حاجي عيسو موچي

---

[1] اھي احوال 1960ع ۾ قلبند ڪيا ويا ۽ انھن مان ڪي تحقيق طلب تہ ڪي مختصر ۽ اڻپورا آھن. مثلاً: جلال ڀٽي پنھنجي آخري عمر واري دؤر سڄو لاڙڪاڻي ۾ گذاريو ۽ وڏي عمر ۾ وفات ڪيائين. جيئل جاگيراڻي، ٻي ھڪ روايت موجب، سنہ 1291ھہ ۾ ھڪ سؤ سال جي عمر ۾ گذاري ويو. غلام محمد جي نالي وارا ڪي ڏور غالباً غلام محمد ڪلھوڙي جا چيل آھن، جو ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڏامراھن جو ويٺل ھو. ضميمي ۾ فقط غلام محمد جي سوانح ڏنل آھي.

وينل رتوڪوٽ تعلقو قمبر، خدا بخش برڙو وينل ڳوٺ ملگذار جڪراڻي تعلقو ڪنڊڪوٽ، ماڻڪ خان لاشاري ڳڙهي خيري جو ۽ سومر ڪانهل وينل لڳ درگاهه پير صاحب پاڳارو) ڏور جي ڪچهريءَ جا سداملوڪ سگهڙ هئا، سي فوت ٿي چڪا آهن ۽ هن وقت موجود نہ آهن.

گذري ويل سگهڙن مان گهٽي مان ڏور (پنجيتاليهہ) موريي ڪٽي جا هن ڪتاب ۾ شامل آهن. ڏور جي رهاڻ جي روايت جا اسان تائين پهتي آهي، ان مطابق موريو فقير ڪٽي هن ميدان جو وڏي ۾ وڏو شهسوار هو. ڪانئس پوءِ الهہ بخش ڪٽي جا ٽيٽيهہ ڏور ۽ ٽئين نمبر ۾ محمد فقير ڏيري جا ٽيويهہ ڏور هن ڪتاب ۾ شامل آهن. اهي ٽيئي پنهنجي دؤر جا وڏا سگهڙ هئا. زندهہ سگهڙن مان حاجي فقير مهيسر جا ستونجاهہ ڏور شامل آهن. هن وقت حاجي فقير مهيسر ڏور جو مشهور شاعر آهي، حاجي فقير کان پوءِ چوونجاهہ ڏور لعلڻ خان لغاري ۽ اناويهہ ڏور جاڙي خان مري جا هن ڪتاب ۾ شامل آهن. جاڙو خان ۽ لعلڻ خان ٻيئي ڏور جي وڏن شاعرن مان آهن.

شاعرن کان سواءِ ڪيترائي ٻيا سگهڙ ”ڏور جي ڪچهري“ جا وڏا مور هئا، چاڪاڻ تہ اهي وڏا داناءُ ڳولا هئا. لاڙ ۾ اوباهيو ماڇي، اتر ۾ خدا بخش برڙو (تعلقو ڪنڊڪوٽ)، محمد قاسم ڪٽي (رفيق مهيسر تعلقو خيرپور)، سيد حسين شاهہ (نٽ، تعلقو روهڙي) ۽ قادر بخش راڄپر ۽ ڪوهستان ۾ دودو عاقلاڻي (برفت) ڏور جا وڏا مشهور ڳولا ٿي گذريا آهن. اوباهيو ماڇي پنهنجو مٽ پاڻ هو، ۽ ڏور توڙي ڳجهارت جي ڳولا جو ماهر هو. هن وقت اتر توڙي لاڙ ۾ ڏور جا سهڻا ڳولا موجود آهن، جن ۾ بخشو خان شر (وينل ڳوٺ دليل شر، ضلعو سانگهڙ) تذي دماغ ۽ وڏي ڳڻ وارو سگهڙ آهي. هن وقت[1] جي سگهڙن مان الله بخش مگڻ (گهوگهارو) ۽ مريد جت (بخش جتوئي) ضلعي لاڙڪاڻي جا، خاقل برڙو (ميرپور برڙو)، ضلعي جيڪب آباد جو، واحد بخش شيخ (شڪارپور)، فريد خان گذاڻي (لڳ گهوٽڪي) ۽ مراد لاشاري (تعلقو روهڙي) ضلعي سکر جا، شاهنواز ڪنوهڙ، عبدالرحمان مهيسر، گل بهار ڪٽي ۽ محمد عمر سومرو خيرپور ضلعي جا، محب ڪٽي، محمد موسيٰ جلباڻي (ٻئي محرابپور، تعلقو سڪرنڊ) ضلعي نوابشاهہ جا، بخشو شر، لعلڻ

---

[1] ڪي البت فوت ٿي چڪا آهن.

خان لغاري (ڳوٺ گل محمد لغاري)، مير حجام (لڳ ٽنڊوآدم)، قاضي ادريس (لڳ شاهپور چاڪر) ۽ فيض محمدپچارو (جهول)، ضلعي سانگهڙ جا، پيڙو فقير ڪنڀار (حيدرآباد)، آچر ماڇي (سعيدآباد)، قاضي الله ورايو نظاماڻي (لڳ ماتلي)، ۽ حامد خاصخيلي (ملهڻ لڳ ماتلي) حيدرآباد ضلعي جا سڀ وڏا ذهين ۽ هوشيار ڳولا آهن جن مان گهڻن سان اسان جون ڪچهريون ٿيون.

باوجود انهيءَ جي جو سنڌ جي جداجدا ڀاڱن مان ڏورن جو مواد سهيڙي سنواري هن ڪتاب ۾ پيش ڪيو ويو آهي، تنهن هوندي بہ اهو مواد سنڌ جي هر ڀاڱي ۾ ايترو تہ گهڻو پکڙيل آهي جو جيڪر سڀ گڏ ڪجي تہ وڏو وقت لڳي، ۽ ان کي مرتب ڪرڻ لاءِ ڪيئي جلد کپن. ڏور جا جيڪي بيت عام مروج آهن تن مان گهڻا بلڪل ضعيف روايتن تي ٻڌل آهن، ۽ اهڙين بلڪل ضعيف روايتن کي هن جلد ۾ جاءِ نہ ڏني وئي آهي، تنهن هوندي بہ اهڙيون روايتون جي تاريخي الفاظ سان ضعيف آهن مگر بلڪل عام مشهور ٿي چڪيون آهن تن بابت ڇيل ڏورن هن ڪتاب ۾ ڪنيون ويون آهن، انهيءَ لاءِ تہ هن فن جي موجوده حالت متعلق اندازو لڳائي سگهجي. مجموعي طرح سان هي ڪتاب ڏور جي فن ۾ هڪ مثالي ڪتاب آهي، جنهن ۾ شامل ڪيل مواد ڏور جي موجوده ڪچهرين جي رنگ ۽ سگهڙن جي ذوق جو آئينو آهي.

انهيءَ رنگ ۽ ذوق بابت اهو واضح ڪرڻ ضروري آهي تہ ڏور جي رس رهاڻ ۾ سگهڙن جو سهارو محبت ۽ عقيدت آهي ۽ نہ تحقيق يا تنقيد. ڀلارن جون ڀلايون بيان ڪرڻ هو پنهنجي لاءِ عين سعادت سمجهن ٿا ڇو تہ سندن ذهن ۾ هي خيال سمايل آهي تہ:

جان جان پسڻ پريءَ جو، جان جان پريءَ پچار
ان ٻنهي ڪؤن ڏار، قادر ڪنهن کي نہ ڪري.

ن . ب





**ڳوناٽي ڪچهري جو عام نظارو**

اوطاق حاجي محمد سوڍو بگهياڙ، تعلقو ميرپورساڪرو



**لاڙ جا ڪي نالي وارا سگهڙ**

سڄي کان کبي: 1. صوف شر 2. رمضان ٽالپور 3. ٻيڙو فقير ڪنير
4. بخشو خان شر 5. مير حجام



**ڪچهري ٻيرون ڪيرٿر، ملڪ ناڙي**

اوطاق مير شاهنواز خان جمالي

کٻي کان سڄي ويٺل سگهڙ: 1. مير الله ورايو خان جمالي

2. مرحوم حاجي فقير محمد نعت - گو 3. چنيسر خان عمراڻي

4. ٻيڙو فقير ڪنيار 5. ڪو مقامي سگهڙ



**اتر جا ڪي نالي وارا سگهڙ**

سڄي کان کٻي: 1. مراد لاشاري 2. ميوو قلپوٽو 3. حاجي فقير مهيسر

4. شاهنواز ڪٽوهڙ 5. نور محمد شباڻي



سگھڙ اڏيو فقير گاگناڻي مهر
(تعلقو ميرپورماٿيلو)



سگھڙ مرحوم شهداد خاصخيلي (1955ع)
(ڳوٺ محرابپور، تعلقو سڪرنڊ)



**سگهڙ مرحوم محمد خان لغاري ڳوٺ قصبو،**
تعلقو جوهي (1958ع عمر نوي سال)



**سگهڙ مرحوم جانڻ ڪتي، ڳوٺ خانپور،**
تعلقو شڪارپور (1955ع ۾ عمر اسي سال)



**سگهڙ لعلڻ خان لغاري**

(ڳوٺ گل محمد خان لغاري، تعلقو شهدادپور)



**سگهڙ گل بهار ڪٽي**

(تعلقو خيرپور)



**سگھڙ مرحوم وريام نونداڻي**
(تعلقو جيمس آباد)



**اباوڙي ۽ ميرپور ماٿيلي جا سگھڙ**

**ساڄي کان کٻي ويٺل سگھڙ:**

**1. محمد خان گڏاڻي 2. محمد يعقوب موچي 3. راجا خان گڏاڻي**
**4. مرحوم صابر شر 5. ماڻڪ خان ڪولاچي 6. ماڻڪ شر**



**ميرپور ماٿيلي ۽ گهوٽڪي جا سگهڙ**

(اوطاق مرحوم سردار خدا بخش خان پتافي) ڳوٺ گلو پتافي، تعلقو ميرپورماٿيلو (04 اپريل 1965ع)

سڄي کان کٻي: 1. بنگل فقير 2. ڪالو مَلڪ 3. محب مَلڪ 4. فريد خان گڏاڻي 5. در محمد بوزدار

6. محمد مراد گڏاڻي 7. الله بخش خان لنڊ 8. احمد دين بالاچاڻي



**ڪاڇي جا ناميارا سگهڙ**

سڄي ڪان ڪبي: 1. ميوو پرگڙي 2. مير محمد خان لغاري 3. عالم خان ٻبر 4. فضل خان چانڊيو

ڪچهري جوهي سنہ 1958ع

# عنوانن جي فهرست

## پاڱو پهريون: سوالڪ

[حضرت آدم عليہ السلام کان نبي ﷺ جي جمڻ تائين]

## ياڳو ڀيو: پنجتن

## [نبي ﷺ ۽ اصحاب سڳورا]

## ڀاڱو ٽيون: ولايت

### [ اولياءَ سڳورا]



## ڀاڱو چوٿون: قدرت

### [ ڌڻيءَ سڳوري جي قدرت جا معجزا]

## پاڳو پهريون

سوا لک

[حضرت آدم عليہ السلام کان نبي ﷺ جي جمڻ تائين]



## 1- حضرت آدم عليہ السلام

الله تعاليٰ جل شانه ساريءَ دنيا جو خلقيندڙ ۽ مالک آهي. اهوئي هڪڙو خدا آهي، جو روز ازل کان قائم آهي ۽ هميشه رهندو. سندس ڪوبہ شريک نہ آهي. هن کي ئي سيڪجهہ ڪرڻ جي سگهہ آهي. ڪنهن بہ شي خلقڻ ۽ پيدا ڪرڻ لاءِ فقط سندس ارادي ۽ حڪم جي دير آهي.

### (الف) حضرت آدم عليہ السلام جو پيدا ٿيڻ

الله تعاليٰ پنهنجي قدرت سان پهريائين آسمان سج، چنڊ ۽ تارا پيدا ڪيا ۽ پوءِ ملائڪ. جن جو ڪم هو هر وقت الله تعاليٰ جي تعريف ۽ ساراهہ ڪرڻ. تنهن کان پوءِ پاڻي، واءُ، باهہ، زمين، جبل ۽ وڻ ٽڻ خلقيائين. آخر ۾ الله تعاليٰ ملائڪن کي فرمايو تہ: آءٌ زمين تي خليفو پيدا ڪرڻ گهران ٿو. تنهن تي اهي عجب ۾ پئجي چوڻ لڳا تہ: اي رب سائين! تنهنجي تعريف ۽ تقديس لاءِ اسين گهڻا آهيون. تنهنڪري آدم پيدا ڪرڻ جو ڪهڙو ضرور؟ پيو تہ آدم، ذرتيءَ تي فساد ۽ رت چاڙ ڪندو. تنهنڪري اسان مان ئي ڪنهن کي خليفو بنايو وڃي، جو هميشه شڪرگذاريءَ سان گڏ تنهنجي ساراهہ ۽ پاڪائي ياد ڪندا رهون ٿا. ان تي الله تعاليٰ فرمايو تہ: اي ملائڪو! سچ پچ آءٌ جيڪا حڪمت پروڙيان ٿو. سا اوهان کي معلوم نہ آهي.

پوءِ امر الاهي موجب چئن وڏن ملائڪن مان پهريائين حضرت جبرئيل، آدم جي بوتي ناهڻ لاءِ زمين تان مٽيءَ کڻڻ لاءِ آيو. اجا مٽيءَ کڻڻ جو ارادو ڪيائين تہ زمين وٺي دانهون ڪوڪون ڪيون ۽ خدا جا قسم وجهڻ لڳي. ان تي حضرت جبرئيل کي قياس پئجي ويو ۽ مٽي کڻڻ کانسواءِ موٽي آيو. ان جي اچڻ تي حضرت ميڪائيل مٽي کڻڻ لاءِ ويو، پر اهو بہ زمين جي آزي نيازي ڪرڻ تي موٽي آيو. اهڙيءَ طرح حضرت اسرافيل بہ آيو جو پڻ ساڳيءَ طرح

موٽي آيو. آخر ۾ الله تعاليٰ حضرت عزرائيل کي موڪليو. زمين حضرت عزرائيل کي بہ منٿ ميڙ ڪئي. خدا جا قسم ڏنا ۽ روڄ راڙو ڪيو. مگر هن سندس دانهن تي ڪوبہ ڌيان نہ ڏنو ۽ چيائينس تہ: آءٌ بہ انهيءَ جي حڪم سان آيو آهيان، جنهن جا واسطا تي وجهين. ائين چئي ڪعبة الله واري جاءِ تان مٽيءَ جو چنبو ڪٽي الله تعاليٰ وٽ آيو. اهوئي سبب هو جو الله تعاليٰ حضرت عزرائيل کي روح قبض ڪرڻ تي مقرر ڪيو. ڇاڪاڻ تہ ان کي ڪنهن جو بہ قياس نہ پوندو.

چون ٿا تہ: حضرت عزرائيل جي مٽي آڻڻ کان پوءِ الله تعاليٰ، ملائڪن کي مٽي ڳوهڻ جو حڪم ڪيو، جن تيرهن مهينا مٽي پئي ڳوهي. ان بعد وري ڪين حضرت آدم عليہ السلام جي بوتي ناهڻ جو حڪم ڏنائين، پر ملائڪن کي اها ڳالهہ ئي سمجهہ ۾ نہ پئي اچي تہ بوتو ڪهڙي نموني جو تيندو. آخر هڪ بيڊولي شڪل تيار ڪري ڪٽي رکيائون. الله تعاليٰ کي اها شڪل پسند نہ آئي ۽ پاڻ "آدم" جي شڪل ۾ ملائڪن کي ڏيکاري ڏني، جنهن کي ڏسي پوءِ ملائڪن حضرت آدم عليہ السلام جو بوتو سهڻي نموني ۾ تيار ڪيو.

الله تعاليٰ پنهنجي پسندي موجب بوتو تيار ڪرائي روح کي منجهس گهڙڻ جو حڪم ڪيو، جنهن پهريائين تہ انڌاري ڪوٺڙي ڏسي منجهس گهڙڻ کان انڪار ڪيو. آخر جڏهن الله تعاليٰ واعدو ڪيو تہ: توکي وري باهر ڪڍيو ويندو. تڏهن هو حضرت آدم عليہ السلام جي بوتي ۾ گهڙيو. روح جڏهن نڪ مان داخل ٿي مغز ۾ پهتو تہ حضرت آدم عليہ السلام اکيون کوليون. پوءِ روح سڄي جسم مان گهمي وري مغز ۾ پهتو تہ حضرت آدم کي نڇ آئي. نڇ اچڻ تي پاڻ 'شڪر الحمدلله' چيائين ۽ جواب ۾ 'يرحمڪ الله' جو آواز ٻڌائين، ان بعد نور سندس نراڙ ۾ چمڪڻ لڳو تڏهن روح ڏاڍو خوش ٿيو.

پوءِ الله تعاليٰ پنهنجي حڪمت سان حضرت آدم عليہ السلام کي سيني شين جا نالا سيکاريا جي ملائڪن کي ٻڌايائين. شين جي نالن ٻڌڻ سان ملائڪ عجب ۾ پئجي ويا. ان تي الله تعاليٰ ملائڪن کي چيو تہ: مون اوهان کي نہ چيو هو تہ جيڪي آءٌ ڄاڻان ٿو، سو اوهين نٿا ڄاڻو. ائين چئي ڪين حضرت آدم عليہ السلام کي سجدي ڪرڻ جو حڪم ڏنائين. الله تعاليٰ جو حڪم ٻڌي ٻين سيني ملائڪن سجدو ڪيو، مگر عزازيل سجدو نہ ڪيو. ان تي الله تعاليٰ

ڪائنس سبب پڇيو. عزازيل چيو تہ: هيءُ مٽيءَ جي پيدائش، آءٌ باهہ جي پيدائش، سو هن کي سجدو ڪيئن ڪريان جو مون کان هيٺئين درجي تي آهي. اهو ٻڌي الله تعاليٰ کيس "شيطان" جو لقب ڏنو ۽ لعنت وجهي تڙائي ڇڏيائينس.

چون ٿا تہ: حضرت آدم عليہ السلام جي بوتي ٺهڻ کان گهڻو اڳي عزازيل کي آسمان تي هڪ گنبذ ڏسڻ ۾ آيو هو، جنهن کي اندر گهڙڻ لاءِ دري يا دروازو نهيل ڪونہ هو. حيران ٿيو تہ آخر هن گنبذ ۾ ڪهڙي شي رکيل آهي. جنهن کي ايڏي حفاظت سان رکيو ويو آهي. پوءِ انهيءَ گنبذ ۾ دروازي ٿيڻ لاءِ الله تعاليٰ کي سوال ڪيائين. جواب مليس تہ: ستر هزار سال عبادت ڪرڻ بعد ئي انهيءَ راز کان واقف ٿيندين. جڏهن عبادت جا ستر هزار سال پورا ٿيا تڏهن قدرت الاهي سان انهيءَ ۾ هڪڙو دروازو ٿي پيو. عزازيل اندر گهڙي ويو، ڇا ڏسي تہ هڪڙي پيتي آهي جنهن کي ڪلف ڏنو پيو آهي. گهڻيئي ڪوشش ڪيائين پر ڪلف لهي نہ سگهيو ۽ نہ وري پيٽي کلي. وري بہ ستر هزار سالن جي عبادت جو حڪم ٿيس ان بعد ازخود ڪلف کلي پيو جا کٽي ڏسي تہ پيتيءَ ۾ هڪڙي ڦرهي پيل آهي جنهن تي ڪلمون لکيو پيو آهي "لا الہ الا الله محمد رسول الله." عزازيل اهو ڏسي تڪبر ڪيو، جو الله تعاليٰ کي نہ وڻيو. هڪ اهو سبب بيو تہ عزازيل، آدم عليہ السلام کي سجدو نہ ڪيو تنهنڪري هن کي تڙيو ويو.

چون ٿا تہ: حضرت آدم عليہ السلام جڏهن سيني ملائڪن کي پنهنجي اڳيان سجدو ڪندو ڏٺو تڏهن حيران ٿي ان جو سبب الله تعاليٰ کان پڇيائين. الله تعاليٰ فرمايو تہ: اي آدم! اسان تنهنجي نراڙ ۾ پنهنجي نُور کي داخل ڪيو آهي، ملائڪ ان کي ئي سجدو ڪن ٿا. ان تي آدم 'نور' ڏسڻ جي خواهش ڪئي. تڏهن الله تعاليٰ جي حڪم سان نور نراڙ مان نڪري آدم جي هٿن جي آڱرين ۾ آيو. حضرت آدم عليہ السلام، نور کي آڱرين ۾ ڏسي چمڻ لڳو. ان بعد نور وري اشهد آڱر ۾ آيو. اهوئي سبب آهي جو نمازي، نماز ۾ اشهد آڱر اُڀي ڪن ٿا.

پوءِ الله تعاليٰ جي حڪم سان ملائڪ، حضرت آدم عليہ السلام کي تخت تي چاڙهي بهشت ۾ وٺي ويا ۽ اتيئي رهڻ لڳو. پر هو پيو ڪوبہ ملائڪ نہ ڏسي، پاڻ کي اڪيلو سمجهي پريشان ٿيڻ لڳو. تڏهن الله تعاليٰ حضرت آدم عليہ السلام جي ڏائي ڪُک مان ننڊ جي حالت ۾ بيبي حوا کي پيدا ڪيو.

جڏهن هو سجاڳ ٿيو ۽ بيبي حوا کي پر ۾ وينل ڏٺائين. تڏهن پاڻ جهڙو بيو انسان ڏسي حيران ٿي ويو. ايتري ۾ الله تعاليٰ جو فرمان ٿيو تہ: اي آدم! هيءَ عورت اسان تنهنجي لاءِ ئي پيدا ڪئي آهي. پر نڪاح پوڻ کان پوءِ. پوءِ الله تعاليٰ، حضرت آدم عليہ السلام ۽ بيبي حوا جو نڪاح پاڻ پڙهيو ۽ کين حڪم ڪيو تہ: هاڻي وڃي بهشت ۾ رهو، جتي توهان کي نہ بک لڳندي ۽ نڪي اگهاڙا ٿيندا. پر "شجر ممنوع" (ڪڻڪ) کي ڪڏهن بہ ويجها نہ وڃجو ۽ نڪي شيطان جي چوڻ تي لڳجو. جو هو توهان جو دشمن آهي. ان کان پوءِ حضرت آدم عليہ السلام ۽ بيبي حوا ٻئي ڄڻا بهشت ۾ رهڻ لڳا:

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا:

[1]

مارن عمر تي ڪيو، ڏک جو ڏوراپو:
تہ عمر جي اچڻ جو، ناهي ڪاهڙ ۾ ڪاپو،
ڏسندين ڏڪاپو، عمر جو "احمد" چئي.

(احمد خان مري)

مارو= ملائڪ. عمر = حضرت آدم عليہ السلام.
ڪاهڙ = دنيا.

مراد: حضرت آدم عليہ السلام جي پيدا ٿيڻ جو ٻڌي، ملائڪن الله تعاليٰ کي چيو تہ: ڌرتيءَ تي آدم جي ڪابہ ضرورت ڪانهي، ڇاڪاڻ تہ اتي وڃي، فساد ڪندو، وري توهان کي ئي ان جو ارمان ٿيندو.

[2]

عمر ماڻهو موڪليا، چار ڄڻا چاري،
انهن منجهان هڪڙي، مُنڊَ وڃي ماري،
پوءِ عمر اختياري، اها ڏني اُنِ کي.

عمر = الله تعاليٰ، چار ڄڻا = ملائڪ.
هڪڙو = حضرت عزرائيل. منڊ = ڌرتي.
اختياري = روح قبض ڪرڻ جي اجازت.

مراد: الله تعاليٰ حضرت آدم عليہ السلام جي بوتي ناهڻ لاءِ چئن ملائڪن کي ڌرتيءَ تان مٽي ڪڻي اچڻ لاءِ واري واري سان موڪليو. جن مان

حضرت عزرائيل مٿي ڪٿي آيو. تنهن تي الله تعاليٰ کيس انسانن جي روح قبض ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو.

[3]

ساراهيان سچو ڌڻي، خالق خلقڻهار،
چئن ئون چارڻ هليو، تي سو ترت تيار،
جاجڪ جهونا ڳڙهه ۾، آيو گد مٿي گرنار،
هت ته ڪيئي قوال کهي ويا هئا، تند وڄائي تار،
پر هيءُ پان ڏنئين وڏي پير سان، تيس دل مٿي دهڪار،
هن سورٺ مگڻهار سان، ڪيا حيلا لک هزار،
پر مڃائينس کين "مري" چئي، نڪا ٻڌائينس باڪار،
جاءِ انهيءَ "جاڙو" چئي، هنيائينس ڪنڊو منجهه ڪاپار،
مُنڊي ميراثي هت ۾، آيو ڪري شوق شڪار،
هاٺي جوان اوهين جونجهار. ڏاها! ڳوليو ڏور ڪي.

(جاڙو خان مري)

چارڻ، جاجڪ = عزرائيل. جهوناڳڙهه = ڌرتي.
گرنار گد = ڪعبته الله وارو هنڌ.
قوال = ٻيا تي ملائڪ. پان = عزرائيل.
سورٺ = ڌرتي. مگڻو = عزرائيل.
ڪنڊو = چنبو. مُنڊي = مٽيءَ جو چاٺو.

مراد: حضرت عزرائيل ڌرتيءَ تان مٽي کڻڻ آيو. ڌرتيءَ گهڻيئي ئي منٿون آزيون ڪيس پر حضرت عزرائيل نه مڙيو ۽ ڪعبة الله واري هنڌ تان مٽيءَ جو چنبو کڻي آيو.

[4]

پورب ۾ پورا هئا، سهڻا سپيئي،
وڃيو وير وريو اڃن، هوءَ گهورن ئي گهائي،
"ادريس" چئي اهائي، گوهر گڏي هئي گس ۾.

(ادريس)

پورب = عرش عظيم. سهڻا، وير = ملائڪ.
هوءَ = ڌرتيءَ ڏانهن اشارو. گوهر = عزرائيل.
گس = ڪعبته الله وارو هنڌ.

مراد: ڌرتيءَ تان مٽي کڻڻ لاءِ ڪيترا ملائڪ آيا، پر واپس موٽي ويا، آخر عزرائيل ڪعبة الله واري جاءِ تان مٽيءَ جو چنبو ڀري کڻي آيو.

[5]

عمر! آڻي مارئي، تو ڪيو خان خلل،
مارن ڪاڻ مليرِ ۾، تو ظاهر ڪيو ذَلل،
وٺندئي واحد کي ڪينڪي، تنهنجو طرح طبل،
موٽائي منجِ ماڙ ڏي، اها امانت اَصل،
تہ وجي ويڙهيچن سان، ڪري ويرُ! وصل،
ڪري ”سولنگي“ سنبل، هن کي پڃاءِ پيڪن ڏي.
(لاکيٽو عرف نظام الدين سولنگي)

عمر = حضرت عزرائيل. مارئي = مٽي.
مارو = ملائڪ. مليرِ = عرش عظيم.
ماڙ = ڌرتي.

مراد: حضرت آدم عليہ السلام جي بوتي ٺاهڻ لاءِ جڏهن حضرت عزرائيل مٽي کڻي آيو تڏهن ٻيا ملائڪ ڪيس چون ٿا تہ آدم جي پيدا ٿيڻ تي هتي گهڻو فساد وغيره ٿيندو. تو جنهن نموني سان اها امانت آندي آهي، اهڙي ئي نموني سان وري بہ توکي واپس ڪرڻي پوندي.

[6]

طنبو تيرهن ماهہ، ڪتا ڪينجهر ڪنڌئين،
مڙي ملاحن پاڻ ۾، ڏني در تماچي دانهہ:
تو جا طلبي بانهن، سا نوري پس نگاهہ سان.

ڪينجهر = مٽي. ملاح = ملائڪ تماچي = الله تعاليٰ.
نوري = حضرت آدم عليہ السلام جي صورت.

مراد: عزرائيل جي مٽي کڻي اچڻ بعد، الله تعاليٰ جي حڪم سان ملائڪن تيرهن مهينا مٽيءَ کي ڳوهي، بوتي ٺاهڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ٺاهي نہ سگهيا، پوءِ جڏهن الله تعاليٰ کين آدم عليہ السلام جي شڪل ۾ ڏيکائي ڏني، تڏهن انهن آدم جي سهڻي صورت ٺاهي الله تعاليٰ کي پيش ڪئي.

[7]

اُول جلــــول، لڳيــــن لــــولَ، هيــــو ڊول بـــــلاڙو ڊول،
نُــولهي منجهان نُــول، چُــن ڏيئي چاڙهيون چوڏول تــي.

نولهــو = حضـرت آدم عليـه السـلام جــو بوتــو.
چوڏول تي چاڙهڻ = روح کي بوتي ۾ داخل ڪرڻ.

مراد: ملائڪن آدم عليہ السلام جو بي ڊولو بوتو تيار ڪري رکيو. جڏهن الله تعاليٰ کين انساني صورت ۾ ڏيکائي ڏني تڏهن آدم جي سهڻي صورت تيار ڪري الله تعاليٰ جي اڳيان پيش ڪئي، جنهن ڪان پوءِ منجهس روح کي داخل ڪيو ويو.

[8]

چـَــڙا! تــو تنــوار، ڪئــي پرائــي پريــن جــي؟
ڏَنوٽيـن ڏڏڪا ڪيا، ڪئـي سـانڊاٽي سـڏڪار،
اَنبــون اُلا اُتاريــا، ڏنئــون متـرڪــن جــي مــار،
آڳـــــي جــــي آڏار، پيئـــــي لار چـــــڙي ۾.

چـــــڙو = حضــــــرت آدم.
تنوار = الحمدلله.

مراد: آدم عليہ السلام کي ساھ پيو ۽ ڇڪ آيس تڏهن 'شڪر الحمدلله' ڪيائين. پوءِ خدا پاڪ جي طرفان ڪانئس جن شين جا نالا پڇيا ويا، اهي چئي ٻڌايائين. ملائڪن چيس تہ، توکي هي علم ڪٿان آيو؟ چيائين، هي سڀ الله جي عنايت آهي.

[9]

اُن نـــ هــُــيم ســُــن، عشـــق اُناســـي اُن جـــي،
اُتـي ڪيئي واهڙ وهــي ويـا، ڪڙڪـا ڪريـن ڪـُـن،
ساهڙ سان سَمن، مون ڪـُـن ويهڻ جي ڪانـ ڪئي.

هيم = آدم جي بوتي ڏانهن اشارو.
ساهڙ = الله تعاليٰ.

مراد: جڏهن روح کي حضرت آدم عليہ السلام جي بوتي ۾ گهڙڻ جو امر ڪيو ويو، تڏهن ان واعدا ورتا هئا تہ: مون کي هتان وري ڪڍيو ويندو. جواب مليس "هائو"، پوءِ بوتي ۾ گهڙيو. اندر پهچڻ تي جڏهن دنيا جو واءُ سواءُ لڳس، تڏهن ان ورتل واعدي تي پڇتائڻ لڳو.

[10]

پکي سانديو پڃري ۾، سالڪ وجهي ساهہ،
لولي نہ ڏني ماءُ، ساماٽي سُرهيال تيو.

پکي = روح. پڃرو = آدم جو بوتو.
سالڪ = الله تعاليٰ.

مراد: حضرت آدم عليہ السلام جي بوتي ۾ الله تعاليٰ ساهہ وڌو، ان جي ڪابہ ماءُ ڪانہ هئي جا ڪيس لولي ڏئي ها.

[11]

پنجن ڄٽين پٽ ڄائو، جن مان هڪ بہ نہ سڏائي ماءُ،
پرس اڳي سو پاڪ هو، اميرن وياءُ،
نڪي پينگهي لڏيو، نڪي ببو ڏنس ماءُ،
خلقيو پاڻ خداءِ، تيو اُمتي رسول جو.

پنج ڄٽيون = پنج زمينون.
پٽ = حضرت آدم ڏانهن اشارو.
اميرن وياءُ = ملائڪن جو ناهيل بوتو.

مراد: حضرت آدم عليہ السلام کي نڪي ڪنهن ڄٽيو نہ ڪنهن ببو ڏنو پر مٽيءَ جي پيدائش هو.

[12]

پهرين تون پاريج، پارڻ پوءِ پنهون تي،
ٻول مَ وساريج، هُو جو ڪيئي هوت سان.
(شاهہ)

تون = روح ڏانهن اشارو. پنهون = الله تعاليٰ.
هُت = روح جو بوتي ۾ داخل ٿيڻ واري جاءِ
ڏانهن اشارو. هوت = الله تعاليٰ.

مراد: روح کي خدا تعاليٰ چيو تہ تو "الست بربکم" جي جواب ۾ "قالوابليٰ" جو جواب ڏيئي، جيڪا ذميواري پاڻ تي کنئي آهي، هاڻ ان تي عمل ڪري ڏيکارج، اُن ڪان پوءِ جيڪي مون کي ڪرڻو آهي سو توکي يقين سان ڪري ڏيکاريندس.

[13]

هُونئن چئي هيئن چيئي، پلا! انهيءَ پت،
مان وسوڙيل کي ويساهہ ڏيئي، تو پرس! ڏني هئي پت،
مون کي تہ ڏنئي مت، پر ٻيون بہ ڪنبنديون ڪيتريون.

هونئن چئي هيئن چوڻ = پهريائين چوڻ تہ
فقط هڪ خدا کي سجدو جڳائي، پوءِ آدم
جي سجدي لاءِ چوڻ. پلا = رب اڪبر.

مراد: آدم عليہ السلام جي بوتي ٺهڻ بعد، ملائڪن ۽ مقربين کي حڪم ٿيو تہ آدم عليہ السلام کي سجدو ڪيو وڃي. سڀني ملائڪن سجدو ڪيو مگر عزازيل نہ ڪيو، چيائين تہ سجدو فقط الله تعاليٰ کي جڳائي، سندس چوڻ بہ اهوئي آهي. پوءِ جڏهن تڙيو تڏهن چيائين تہ: مون کي تہ سزا ملي، پر ٻيا بہ ڪيترائي ڪنبندا رهندا.

[14]

چنيسر جي راڄ ۾، وڏيري هياس،
هت ڇهندي هار جي، ڪڙي ڪانڌ ٿياس،
ڍوليي ڍيلياس ۾، آيم ڏنءُ ڏهاڳ جو.

(شاهہ)

چنيسر = الله تعاليٰ. هياس = عزازيل ڏانهن
اشارو. هار = آدم جو بوتو. ڪانڌ = الله تعاليٰ.
ڏهاڳ اچڻ = تڙجڻ.

مراد: عزازيل چئي تو تہ: جيتوڻيڪ آءٌ سڀني ملائڪن ۾ وڏو هوس، مگر جڏهن حضرت آدم عليہ السلام جي بوتي کي سجدو نہ ڪيم تڏهن الله تعاليٰ مون کي تڙائي ڇڏيو.

[15]

چنيسر جي چِت، ڪي بڻ اُڳيئي هو،
مٽيي سندو مامرو، تنهان پوءِ ٿيو،

ڪانڌ اڳيئي ڪٽريو، پوءِ حرف رکيائينس هارجو.

(شاهه)

چنيسر = الله تعاليٰ. مٽيو = سجدو.

هار = سجدو.

مراد: ائين نه آهي ته عزازيل، حضرت آدم عليہ السلام کي تعظيمي سجدو نه ڪيو. تنهنڪري ڌڪارجي ويو، بلڪ اهو معاملو نهايت پراڻو هو. جڏهن عزازيل حضور ﷺ جن جو نالو ڦرهيءَ تي ڏٺو ۽ هوش خطا تي ويا هئس، اُن وقت کان ئي خدائيءَ جي خلاف گهاٽ گهڙڻ لڳو. قدرت پڻ هن کان خبردار هئي، جنهن آخر آدم عليہ السلام کي سجدي نه ڪرڻ جي بهاني سان ڪيس تڙي ڇڏيو.

[16]

ڇا مٽيو، ڇا مامرو، ڇا هار متي حرڪت!

ڏس بانور جي برڪت، جو ليلان لاڏ ڦٽا ڪيا.

مٽيو = سجدو. هار جي حرڪت سجدي جو عذر.

ليلان = عزازيل.

مراد: حضرت عزازيل عليہ السلام کان الله تعاليٰ گنبذ واريءَ ڳالهه سبب ناراض هو. حضرت آدم عليہ السلام جي سجدي بابت رڳو عذر هو، پوءِ سجدي نه ڪرڻ جي بهاني سان ڪيس تڙائي، سندس سڀ حجتون ختم ڪري ڇڏيائين.

[17]

ڪين ساڳايم سپرين، جاڙون ڪيم جي،

سودا! مون ڪي سي، موٽي آيون منهن ۾.

(شاهه)

سپرين = خدا تعاليٰ. جاڙون ڪرڻ = سجدو نه ڪرڻ.

سوڍو = خدا تعاليٰ. مون = حضرت عزازيل عليہ السلام ڏانهن اشارو.

مراد: شيطان الله تعاليٰ سان واعدا ڪيا هئا ته: جيڪو تنهنجي امر کي نه مڃي، تنهن تي تنهنجي ۽ منهنجي لعنت. جڏهن پاڻ حڪم نه مڃيائين. تڏهن پاڻ ئي پاڻ تي ملامت ڪندي چيائين ته: جيڪي مون ڪيو، سو موٽي مون کي ئي منهن ۾ لڳو.

[18]

ڪيــن ســاڳايم ســپرين، جــاڙون ڪيـــم جــت،
ســوڊا! مــون ڪــي تــت، موتــي آيــون منهـــن ۾.
(شاهه)

سپرين = خدا تعاليٰ. جاڙون ڪرڻ = سجدو نـ ڪـرڻ.
سوڊو = خدا تعاليٰ. مون = عزازيل ڏانهن اشارو.

مراد: عزازيل جنهن جاءِ تي (الله تعاليٰ جي حڪم نـ مڃڻ واري تي لعنت) واعدو ڪيو هو. خدا جي قدرت جو انهي ساڳي جاءِ تي ڪيس لعنت جو طوق پيو.

[19]

آيــو ميــر مليــر ۾، جــڏهن رنـــگ جــڙي ٿيـــو راس،
مولـــيٰ ســـپ مطيـــع ڪيـــا، تنهـــن پـــانوَ جـــي پـــاس،
تـــن جـــي ڪـــري تپـــاس، حيـــرت لڳـــي هـــوت ڪـــي.

ميــــر = روح. مليــــر = آدم جـــو بوتـــو.
رنگ = آدم جو بوتو. سپ = ملائڪن ڏانهن اشارو.
پانوَ = بوتو. هوت = حضرت آدم.

مراد: جڏهن حضرت آدم جو بوتو تيار ٿيو ۽ منجهس روح داخل ٿيو، تـڏهن الله تعاليٰ ملائڪن کي سجدي لاءِ حڪم ڪيو. ملائڪن کي سجدو ڪندي ڏسي حضرت آدم عليه السلام حيران ٿي ويو.

[20]

حيــرت لڳــي هــوت کــي، ٿيــو ورنهــ کــي ويچــار،
قـــاصد قريبـــن ڏنهـــون، اچـــي ٿيـــس اظهـــار،
مـــان رکـــايو آ مخفـــي، ڪيـــچ ڏٺـــي کوهيـــار،
ڪـــن تـــا تـــابعداري تنهنجـــي، تيـــڏانهون تڪـــرار،
ڪيـائين سوز سميع کـي، ٿيـو نڪري سـو نـروار،
چوڙنـــگ چشـــمن تـــي رکيـــو، دُر ســـندو ديـــدار،
”غـلام محمد“ جـو گـلزار، پـاڻ ڏٺـي پيـدا ڪيـو.
(غلام محمد)

هــوت = حضــرت آدم. قـــاصد = هـــاتفي آواز.
ڪيچ ڏٺي = نور. ڪن تـا = ملائڪن ڏي اشارو.

سو = نور ڏانهن اشارو. چوُرنگ = حضرت آدم.
دُر = نور.

مراد: حضرت آدم عليہ السلام جي بوتي ۾ الله پاڪ روح وڌو. تڏهن ڏنائين تہ، ملائڪ ڪيس سجدو ڪري رهيا آهن. آدم عليہ السلام حيران ٿي پڇيو تہ: هي مون کي سجدو ڇو ٿا ڪن؟ تڏهن هاتفي آواز ٿيو تہ توهان ۾ هڪ نور پيدا ٿيندو. جڏهن اهو نور حضرت آدم عليہ السلام جي هٿن جي ڏهن ئي آڱرين مان تجلا لڳو. تڏهن سيئي آڱريون اکين تي رکي چمڻ لڳو.

[21]

هئي نہ سانگياڻي سانگياڻين جهڙي، پر ويس اُجاري عمر،
پلي پئي پتار سان، اها ڪامڻ ڪٺي ڪر،
تڏهن ٿيو اتس نالو نشانبر، ڏيهن ۾ ”ڏيرو“ چئي.
(محمد فقير ڏيرو)

سانگياڻي = اشهد آڱر. عمر = نبيﷺ جو
نور. پتار = هرهڪ نمازي.

مراد: الله تعاليٰ اشهد آڱر ۾ نور ظاهر ڪيو تڏهن هو بين سيني کان عزت واري ٿي پئي. اڄ ڏينهن تائين هر هڪ نمازي، نمازي ۾ بہ اشهد آڱر اُڀي ڪندو آهي.

[22]

خالق جو ونڻ خلقيو، تنهنجو ري پاٿيءَ پاڙون،
نڪي سڪو سج تي، نڪي ڪوماڻو،
اهو ونڻ ساماڻو، جنهن ري ڦلن ڦرُ جهليو.

ونڻ = حضرت آدم. ڦر = بيبي حوا.

مراد: حضرت آدم عليہ السلام کي قدرت پيدا ڪيو ۽ سندس ڪک مان بيبي حوا پيدا ٿي.

[23]

اوهہ بنا اُٺ وياٿو، ڪير بنا توڏي پلي،
ٻج بنا پوک سائي، هرجاءِ تي واڌائي.

اُن = حضرت آدم. تُوڏي = بيبي حوا.

پوک = بيبي مريم.

مراد: حضرت آدم عليہ السلام کي جڏهن اڪيلائيءَ ۾ مونجهارو ٿيو، تڏهن الله تعاليٰ پنهنجي قدرت سان ننڊ جي حالت ۾ سندس کٻيءَ ڪک مان بيبي حوا کي پيدا ڪيو ۽ بيبي مريم کي وري شادي ڪرڻ کان سواءِ حضرت عيسيٰ سرجيو.

[24]

نڪو پيءُ پنهونءَ جو، نڪي سسئيءَ سيڻ،
هئس سڳي پيڻ، پر امر ڪٽي عورت ڪئي.

پنهون = حضرت آدم. سسئي = بيبي حوا.

مراد: حضرت آدم عليہ السلام کي الله تعاليٰ مٽيءَ جي مٺ مان پيدا ڪيو ۽ بيبي حوا کي سندس ڏائي ڪک مان پيدا ڪيائين. جا اصولاً ڀيڻ مثل هئي. پر اها ساڳي ڀيڻ الله تعاليٰ جي امر سان حضرت آدم جي زال ٿي.

### (ب) حضرت آدم ۽ بيبي حوا جو بهشت مان نڪرڻ

شيطان جي بهشت مان تڙجي نڪرڻ جو سبب حضرت آدم عليہ السلام هو، جنهن کي سجدو نہ ڪيو هئائين. تنهنڪري آدم کان انهيءَ وير وٺڻ جو ارادو ڪري، آسمان جا ستئي طبق لنگهي اچي بهشت جي دروازي تي بيٺو. بهشت جا دروازا بند هئا. اتفاق سان ان وقت مور، جو بهشت جو چوڪيدار هو، سو ٻاهر آيو. شيطان کي دروازي تي بيٺل ڏسي پڇيائينس تہ: ڪير آهين ۽ ڇو ويٺو آهين؟ ان تي شيطان ورندي ڏني تہ: آءٌ ملائڪ آهيان ۽ بهشت جي وڻن ڏسڻ جي خواهش تي آيو اٿم. تنهنڪري مون کي بهشت ۾ وڃڻ ڏي! مور سندس ڳالهہ مڃڻ کان انڪار ڪري چيس تہ: مون کي رب پاڪ جو امر ڪونهي. ان تي شيطان کيس چيو تہ: مون کي موڪل ڏيندين تہ آءٌ توکي تن شين جي دعا سيکاريندس. پهرئين سدائين حيات رهڻ جي، ٻي سهڻي ۽ صفا ٿيڻ جي ۽ ٽي جسم هميشہ طاقتور رهڻ جي. اها ڳالهہ ٻڌي مور وري نانگ سان صلاح ڪئي ۽ کيس شيطان جي ڳالهين کان واقف ڪيو. پوءِ ٻئي ڄڻا گڏجي شيطان وٽ آيا. شيطان، نانگ سان ٻہ ساڳي حقيقت ڪري بهشت ۾ گهڙڻ جي اجازت گهري، مگر نانگ بہ ڌڻي تعاليٰ جي ڏمر کان ڊڄي انڪار

ڪيو. پر پوءِ ٻئي شيطان جي ڳالهين تي ٻنيلجي. ڪيس بهشت ۾ وڃي وڃڻ تي راضي ٿيا. شيطان نانگ کي اٽڪل ٻڌائي تہ: تون پنهنجو وات پٽ تہ آءُ ان ۾ ٿي ويهان، اهڙيءَ طرح آءُ پنهنجا قدم بهشت ۾ رکي نہ سگهندس. پوءِ نانگ شيطان کي وات ۾ ويهاري بهشت ۾ وٺي ويو، جتي هن نانگ کان 'منع ٿيل وڻ' جي پڇا ڪئي ۽ اتي آيو. پوءِ پير مرد جي شڪل بنائي، مڪر ڪري وٺي رُنو. روئڻ جي آواز تي بهشت جون حورون ۽ غلمان اچي گڏ ٿيا. بيبي حوا بہ اتي آئي ۽ حورن کان هن جي روئڻ جو سبب پڇيائين. جيئن تہ حورن کي پڻ خبر نہ هئي، تن وري نانگ ڏانهن اشارو ڪيو. بيبي حوا، نانگ ڏانهن ڏنو جنهن جي وات ۾ هڪ پيرسي مڙس جي شڪل ڏسڻ ۾ آيس ۽ ان کان روئڻ جو سبب پڇيائين. ان تي شيطان کيس چيو تہ: منهنجو روئڻ فقط اوهان جي لاءِ آهي، ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ هن وڻ جي داڻي کائڻ جي منع انهيءَ ڪري ڪئي آهي تہ متان توهين داڻو کائي ملائڪ بنجي وڃو ۽ سدائين بهشت ۾ رهو. الله تعاليٰ توهان کي فقط ٿوري عرصي لاءِ بهشت ۾ رهائي وري ٻاهر ڪڍي ڇڏيندو شيطان جي اها ڳالهہ ٻڌي بيبي حوا کي وسوسو بہ ٿيو مگر وري خاطري ڪرڻ لاءِ شيطان کان قسم سنهن ورتائين، جنهن ڪوڙا قسم کڻي بيبي حوا کي خاطري ڏني.

شيطان جي خاطري ڏيڻ تي بيبي حوا ان منع ٿيل وڻ مان ٽي داڻا پٽيا، جن مان هڪ داڻو پاڻ کاڌائين ۽ ٻہ داڻا کڻي حضرت آدم عليہ السلام وٽ آئي ۽ کيس آندل داڻن کائڻ لاءِ چيائين. پهريائين تہ حضرت آدم عليہ السلام کائڻ کان صاف انڪار ڪيو. مگر بيبي حوا خمر جو پيالو پياري کيس داڻو کارائي ڇڏيو. داڻي کائڻ سان، حضرت آدم عليہ السلام جي جسم تي جي نوراني ويس پهريل هئا سي لهي ويا. اها حالت ڏسي کين الله جي فرمان پڄڻ ڪري اچي ڊپ ٿيو ۽ پاڻ کي اُگهاڙو سمجهي وڻن جي پنن سان ڍڪڻ لڳا. ايتري ۾ الله تعاليٰ جو آواز آيو تہ: اي آدم! مون توهان کي منع ڪئي هئي نہ انهيءَ وڻ جو داڻو نہ کائجو ۽ شيطان جي چئي تي نہ لڳجو، مگر توهان انهن ڳالهين ڏانهن ڪوبہ خيال نہ ڏنو. هاڻي توهين بهشت مان نڪري، زمين تي وڃي رهو. اهو آواز ٻڌي حضرت آدم عليہ السلام گهڻوئي روئي پڇتايو ۽ خدا جي دربار ۾ ٻاڏائڻ لڳو، مگر الله تعاليٰ، جبرائيل کي حڪم ڏنو تہ: پنجن ئي ڄڻن

حضرت آدم عليہ السلام، حوا، مور، نانگ ۽ ابليس کي بهشت مان ڪڍي زمين تي لاٿو ويو. جنهن تي جبرائيل پنجن ئي ڄڻن کي بهشت مان ڪڍيو، حضرت آدم عليہ السلام کي سرانديپ ۽ بيبي حوا کي جدي ۾ لاٿائين.

چون ٿا تہ بهشت مان نڪرڻ کان پوءِ ٻئي ڄڻا زار زار رنا، هڪٻئي جي وڇوڙي سبب ڏاڍا پريشان ٿيا ۽ شيطان تي ڏک ڏوراپا ڪرڻ لڳا، ۽ ان جي چوڻ تي لڳڻ ڪري پاڻ تي ملامت داڻي ڪائڻ جي ڪندا رهيا.

چون ٿا تہ بهشت جي دروازي مان نڪرڻ وقت حضرت آدم عليہ السلام دروازي تي ڪلمو لکيل ڏٺو هو، جو ياد ڪيائين ۽ زمين تي لهڻ کان پوءِ ڪلمي جو ورد ڪندو رهيو ۽ ڏٺي جي در معافي لاءِ ٻاڏائيندو رهيو.

اهڙيءَ ريت ڪيس چاليهہ سال گذري ويا. نيٺ الله تعاليٰ جي حڪم سان جبرائيل وري حضرت آدم عليہ السلام وٽ آيو ۽ ڪيس ڪعبة الله شريف ڏانهن وڃي حج ڪرڻ لاءِ چيائين. حضرت آدم عليہ السلام سرانديپ مان هلي بيت الله شريف ۾ حج لاءِ آيو. خدا جي قدرت سان بيبي حوا بہ حج جي ارادي سان جدي مان هلي بيت الله شريف ڏانهن پئي آئي تہ حضرت آدم عليہ السلام ڪيس ڏسي ورتو ۽ ٻنهي ڄڻن جي عرفات جي ميدان تي ملاقات ٿي. ٻئي ڏاڍا سرها ٿيا ۽ خدا جي دربار مان معافي گهرڻ لڳا.

چون ٿا تہ ان گڏجاڻي بعد جبرئيل حضرت آدم عليہ السلام ۽ بيبي حوا جو نڪاح پڙهيو[1]. جنهن وقت جبرئيل، حضرت آدم عليہ السلام کي حق مهر ڏيڻ لاءِ چيو تہ ان وقت هو منجهي پيو. چيائين تہ ڇا ڏيان؟ ايتري ۾ آواز ٿيس تہ حضور ﷺ جن تي درود پڙهہ. جي پڙهيائين ۽ بيبي حوا بہ درود شريف حق مهر ۾ قبول ڪيا. ان بعد ٻئي گڏجي وڇوڙي واري وقت جو حال احوال اورڻ ۽ خوشي ڪرڻ لڳا.

چون ٿا تہ زمين تي رهڻ ڪري حضرت آدم عليہ السلام کي باهہ جي ضرورت ٿي ۽ الله تعاليٰ کي ان متعلق سوال ڪيائين. الله تعاليٰ هڪڙي ملائڪ کي حڪم ڪيو تہ دوزخ مان باهہ جي هڪ چڻنگ ڪڍي، ستر هزار دفعا پاڻي مان ڌوئي وڃي جبل تي رکي اچ. ملائڪ دوزخ مان چڻنگ ڪڍي ڌوئي اچي جبل

[1] قصص الانبياء جي روايت موجب، حضرت آدم عليہ السلام ۽ بيبي حوا جو نڪاح بهشت ۾ داخل ٿيڻ وقت خود الله تعاليٰ پاڻ پڙهيو هو.

تي رکي تہ ان مان آرپار هلي وڃي ڌرتي ۾ داخل ٿي ۽ باقي فقط سندس ٻنهين جو اثر رهجي ويو. اهوئي سبب آهي جو پٽر کي ٻئي پٽر سان گهڻ ڪري باهہ پيدا ٿئي ٿي.

جڏهن حضرت آدم عليہ السلام جي وفات جو وقت آيو ۽ عزرائيل 'روح' کي سندس ڪيل واعدو ياد ڏياريو جو بوتي ۾ داخل ٿيڻ وقت ڪيو هئائين، تڏهن 'روح' بوتي مان نڪرڻ جي نہ پئي ڪئي، مگر خدائي حڪم موجب روح کي حضرت آدم عليہ السلام جي بوتي مان ٻاهر ڪڍيو ويو ۽ حضرت آدم هن دنيا فاني مان لاڏاڻو ڪيو.

چون ٿا تہ حضرت آدم عليہ السلام جي لاڏاڻي جو ٻڌي شيطان دل ۾ خيال ڪيو تہ شروع ۾ مٽيءَ کي سجدو نہ ڪرڻ ڪري ٽڙجي ويس، هاڻي چو نہ جنازي نماز وقت ساڳي مٽيءَ کي سجدو ڪريان، من الله تعاليٰ اهو سجدو قبول ڪري ڪٽي معافي ڏئي. مگر الله تعاليٰ ملائڪن کي حڪم ڪيو تہ جنازي نماز وقت سڀ سوڙها ٿي بيهي نماز ادا ڪجو. ملائڪن الله تعاليٰ جي حڪم موجب نماز ادا ڪئي جنهنڪري شيطان کي سجدي ڪرڻ جو موقعو ملي نہ سگهيو ۽ نااميد ٿي واپس هليو ويو. پوءِ حضرت آدم عليہ السلام جي لاش مبارڪ سان ملائڪ ڪانڌي ٿيا ۽ حورن هنج ۾ کڻي بهشت ۾ آندس، جتي قيامت تائين رهندو.

[25]

بيــون ســپ ســتڙئون، هــوءَ اَوتڙئـــون آئـــي،
اصــل تــار تــرڻ جــي، هيـــس وات نــہ وائـــي،
ڪري ٻور ٻيائي، ڪيائين مهٽي هاب ميهار کي.

سٽڙ = ماءُ جو پيٽ. هوءَ = بيبي حوا ڏانهن اشارو.
اوتڙ = ڪُک. تار ترڻ جي وائي نہ هئڻ = بهشت کي
ڇڏڻ جو ارادو نہ هئڻ. ٻيائي = داڻي کائڻ ڏانهن اشارو.
ميهار = حضرت آدم عليہ السلام.

مراد: بيبي حوا، حضرت آدم عليہ السلام جي ڪک مان پيدا ٿي ۽ سندس نڪاح ۾ اچي بهشت ۾ رهي. جيتوڻيڪ ڪين بهشت مان نڪرڻ جو ڪوبہ ارادو نہ هو، مگر بيبي حوا جي چوڻ تي منع ٿيل داڻي کائڻ سبب حضرت آدم عليہ السلام بہ مياري ٿي پيو ۽ ٻئي ڄڻا بهشت مان ڪڍيا ويا.

[26]

ويـــر ونـــڻ آئيـــو، رڪـــي قلـــب ۾ ڪـُــــلفت،
اڇي سر ٻڌايائين سوڍيءَ کي، ورتي منڊ سا مصلحت،
رضـــا ريءَ راڻـــي جـــي، ڪئـــي اڳرائـــي عـــورت،
سوڍي کي بـہ وڌائيـن سورن ۾، پاڻ بـہ رُنـي ڦـڙا رَت،
مينـڌري پنهنجـــي مـــن ۾، ڪئـــي دانهـــہ دريـــافت،
جـــو ڏنـــائين رنـــگ "ڏيـــرو" چئـــي، اول امـــانت،
تيـو تـائبگير تنهـن جـو، ڪئـي وِيـر گهڻـي وحـدت،
انهيءَ مير سندي محبت، معافي مليـس "محمد" چئـي.

(محمد فقير ڏيرو)

آئيـو = شيطان ڏانهن اشارو. سوڍي = بيبـي حوا.
راڻـــــو = حضـــــرت آدم عليـــــہ الســــلام.
رنگ = بهشت جي دروازي تي لکيل ڪلمو.

مراد: شيطان جڏهن تڙجي نڪتو، متس لعنت پئي، تڏهن هن سمجهيو تہ اهو فقط حضرت آدم عليہ السلام جي خلقجڻ سبب ٿيو آهي، تنهنڪري آدم عليہ السلام کي وير ونڻ لاءِ مور ۽ نانگ سان صلاح ڪري بهشت ۾ آيو ۽ اچي بيبي حوا کي برغلايائين. بيبي حوا پنيلجي ميوو کاڌو ۽ سندس چوڻ ڪري حضرت آدم عليہ السلام بہ ميوو کاڌو، پوءِ ٻئي ڄڻا بهشت کان تڙجي نڪتا. حضرت آدم عليہ السلام کي ڏاڍو افسوس ٿيو. بهشت جي در تي جو ڪلمو لکيل ڏٺو هئائين، رات ڏينهن ان جو ورد ڪرڻ لڳو ۽ خدا کي ستائڻ لڳو تہ: "محمد" جي صدقي مون کي گناهہ بخش ڪر. انهيءَ نالي جي ئي صدقي معافي مليس.

[27]

جـــاجڪ جهوناڳڙهـــہ ۾، آيـــو ڪهـــي انـــدر ڪـــوٽ،
جيڪـا رتـا هيـس روح ۾، سا پـوري ڪيـائين پـالوٽ،
ڪهل نـہ پيس "ڪاسائي" چئي، مڙي نـہ ڪيائين مـوٽ،
چنـگ وڄـائي چـوٽ، موهيـائين تنهـن کـي تـار سـان.

(ڪاسائي)

جـــاجڪ = عزازيـــل. جهونـــا ڳڙهـــہ = بهشـــت.
رتـا = حضرت آدم عليہ السلام کي بهشت مـان

ڪڍڻ جو ارادو. تنهن ڪي = بيبي حوا ڏانهن
اشارو. تار = داڻي ڪائڻ واري ڳالهه.

مراد: شيطان، حضرت آدم عليہ السلام ۽ بيبي حوا کي بهشت مان تڙائڻ جي خيال سان بهشت ۾ ويو ۽ بيبي حوا کي برغلائي منع ٿيل داڻو کارايو، ان وري حضرت آدم عليہ السلام کي کارايو، جنهنڪري ٻئي ڄڻا بهشت مان تڙجي ويا ۽ شيطان جي من جي مراد پوري ٿي.

[28]

آئي بيهاريائين اوڏڙا، ماڳهين ڪري معتبر،
تني منجهان هڪڙي، ڪئي ڪرائي ڪر،
ڪڙا تيس پاد، ڏينهن اُنهيءَ "ڏيرو" چئي.
(محمد فقير ڏيرو)

معتبر = نانگ ۽ مور. هڪڙو = نانگ.

مراد: جڏهن شيطان، حضرت آدم عليہ السلام کان وير وٺڻ جو ارادو ڪيو، ۽ جنت جي دربانن نانگ ۽ مور سان صلاح ڪيائين، تڏهن مور انڪار ڪيو باقي نانگ ان سان صلاح ۾ ٿي، شيطان کي وات ۾ ويهاري وجي اندر بهشت ۾ ڇڏيو نانگ خدا جي حڪم جي ڀڃڪڙي ڪئي، ان ڏينهن کان وني ان تي موچڙن جي مار آهي.

[29]

الله بيڙا پار، گهڙيو هڪ ته نڪتا چار.

هڪ = شيطان ڏانهن اشارو.
چار = حضرت آدم عليہ السلام، بيبي حوا،
مور ۽ نانگ ڏانهن اشارو.

مراد: شيطان بيبي حوا ۽ حضرت آدم عليہ السلام کي بهشت مان ڪڍائڻ لاءِ مور ۽ نانگ سان صلاح ڪري اندر بهشت ۾ ويو مگر قدرت وري هڪڙي شيطان جي ڪري ٻين چئن يعني حضرت آدم عليہ السلام، بيبي حوا، مور ۽ نانگ کي بہ بهشت مان تڙي ڪڍيو.

[30]

ڏير ڏمرجي هليا، سسئيءَ جا سرواڻ،
هين پريت پنهون سان، جئن موج ڪري مهراڻ،

سي ڪيچي ڪاوڙجي هليا، پاڳيا ڇڏي پاڻ،
هٿا تہ سرت سڃاڻ، پر رسي ويا ”راڄڙ“ ڇئي.

(راڄڙ)

ڏير = نوراني ويس. سسئي = بيبي حوا.
پنهون = حضرت آدم عليہ السلام.
پاڻ = جسم.

مراد: حضرت آدم عليہ السلام ۽ بيبي حوا جڏهن منع ٿيل داڻو کاڌو تڏهن ننگا ٿي پيا ۽ جيڪي نوراني ويس پهريل هئن سي هڪدم جسم کان جدا ٿي ويا.

[31]

ڪڻ چنندي ڪاڻ، پييم پهنوار سان،
سال سڪان ٿي سومرا! مارُو جي منهن ڪاڻ،
اتي ”عبداللطيف“ چئي، رُنو سڀ رهاڻ،
ان هيٺائي هاڻ، منهن متانهون نہ ڪٺان.

(شاھ)

ڪڻ چنڻ = ڪڻڪ جو داڻو ڪائڻ.
سومرو = الله تعاليٰ. مارو = حضرت آدم
عليہ السلام. رهاڻ = انجير جو وڻ، مور،
نانگ وغيره.

مراد: بيبي حوا جڏهن داڻو کاڌو تڏهن جنت مان نڪرڻ جو حڪم ٿيو. بيبي حوا ۽ حضرت آدم عليہ السلام سان گڏ انجير جو وڻ، مور، نانگ ۽ شيطان سيئي هيٺ لٿا.

[32]

عمر ڪيو هو مارئي سان، اهو سخن سچار:
ڪڏهن ڇڏينديئي ڪينڪي، تون آهين ايلپنوهار،
هٿي مارئي ٿي ميار، پر پارس وسائي پاڻ تي.

عمر = حضرت آدم. مارئي = بيبي حوا.
پارس = حضرت آدم.

مراد: بيبي حوا جڏهن منع ٿيل داڻو کاڌو ۽ حضرت آدم عليہ السلام کي بہ کائڻ لاءِ چيائين، تڏهن حضرت آدم عليہ السلام چيو تہ انهيءَ ڏوھ ڪرڻ تي

الله تعاليٰ توکي بهشت ۾ هرگز ڪين ڇڏيو. جيتوڻيڪ اهو قصور صرف بيبي حوا جو هو، مگر حضرت آدم عليہ السلام بہ اهو داڻو کائي بيبي حوا سان شريڪ ٿيو ۽ ٻئي بهشت مان گڏجي نڪتا.

[33]

اديون! تيس اڻجاڻ، مون سگَ سڄاڻي نہ ڪيو،
هوند نہ سنيم هيتري، ڪو هيارل جي ڪاڻ،
رتيءَ جي رهاڻ، جيءُ اڙايم جت سان.

(شاهہ)

مون = بيبي حوا ڏي اشارو.
ڪوهيارل = حضرت آدم.
رتيءَ جي رهاڻ = بهشتي ڪچهري.

مراد: بيبي حوا بهشت مان نڪرڻ کان پوءِ چيو تہ جيڪڏهن شيطان جي چئي لڳي اها غلطي نہ ڪريان ها تہ هوند حضرت آدم عليہ السلام اڳيان ڪانياري ڪين ٿيان ها. بهشت ۾ رهڻ واري وقت ۾ ڪيل ڪچهرين سبب منهنجي دل حضرت آدم عليہ السلام سان ٿي ويئي آهي.

[34]

مارئي نہ ڄاڻي، تہ مارو پيا نہ مامري،
ڇڏيو ماڳ مليرجا، ٿي عمر سان آئي،
هوءَ جا ڄارين منجهہ ڄائي، سا سام پرٿئي سومرا.

(شاهہ)

مارئي = بيبي حوا. ملير = بهشت.
عمر = حضرت آدم عليہ السلام.
مارو = بهشت مان نڪتل شيون.
سومرو = حضرت آدم عليہ السلام.

مراد: جيڪڏهن بيبي حوا ڦريائين داڻو نہ کائي ها تہ بهشت ۾ رهندڙ مور، نانگ وغيره بہ بهشت مان نہ ٽڙجن ها، مگر داڻي کائڻ ڪري بيبي حوا پاڻ حضرت آدم عليہ السلام سان گڏ بهشت مان نڪري زمين تي آئي. ان وقت بهشت جا ملائڪ ۽ حورون حضرت آدم عليہ السلام کي بيبي حوا جي پارت ٿا ڪن تہ بيبي حوا کي ڪڏهن بہ تڪليف نہ ڏجئين.

[35]

مون کي منٿي منگتا، شل منو وتين تون!
موٽي هن محلات ۾، ڪا تند نه چورين تون،
اسان ۽ تون، شل موٽي ميلو نه ٿئي!

مون = بيبي حوا ڏانهن اشارو.
منگتو = شيطان. محلات = بهشت.
اسان = بيبي حوا ۽ حضرت آدم ڏانهن اشارو.
تون = شيطان ڏانهن اشارو.

مراد: بهشت مان نڪرڻ تي بيبي حوا، شيطان کي چيو ته تنهنجي اچڻ جي ڪري اسين سورن ۾ پياسين، خدا ڪري ته پنهنجي وري ڪا ملاقات نه ٿئي.

[36]

پلو پال پلي ڪيو، اها آهي پلي جي پلائي،
هو اڳهين آهي پيدا ٿيو خان خدائي،
پوءِ هليو آهي گهوٽ ڪي ڏيڻ تسلائي،
پڙهي ڪلمي جي وائي، مڃيائين ملڪ "ماٽڪ" چئي.
(ماٽڪ)

پلو = الله تعاليٰ. هو = حضرت جبرئيل.
گهوٽ = حضرت آدم.

مراد: حضرت آدم عليہ السلام جي روح راڙي ڪرڻ ۽ حضور ﷺ جن جي محابي دعا گهرڻ سبب، حضرت جبرئيل عليہ السلام آيت کڻي آيو. جا پڙهيائين ته معافي مليس.

[37]

چارڻ چنگ چوريو پئي، سالڪ سال به سال،
وري بي چاڙهيائين تند طنبوري تي، ڪالهوٽيءَ ڪال،
پلي ڪيا اتس پال، ساعت ۾ 'سرهو' چئي.
(سرهو جاگيراٽي)

چارڻ = حضرت آدم عليہ السلام. چنگ چورڻ = توبهہ
ڪرڻ. تند چاڙهڻ = محمد ﷺ جو محابو ونڻ.
طنبورو = زبان.

مراد: حضرت آدم عليہ السلام کان خطا ٿي ۽ بهشت مان تڙيو. پوءِ سالن جا سال پئي توبهہ ڪيائين ۽ خدا کان محمد ﷺ جي نالي تي بہ شفا پئي گهريائين. نيٺ خطا معاف ٿيس ۽ بئي ڄڻا (آدم ۽ حوا) پاڻ ۾ مليا.

[38]

چڙهي ڪيم چڪاس. ونهين ويڙهيچن جي،
عمر ڏنم اوچتو. اديون! پنيم آس،
ويڙهہ. وسندي واس. جشن ٿيڙا جوءِ ۾.

عمر = حضرت آدم عليہ السلام.
پنيم = بيبي حوا ڏانهن اشارو.
ويڙهہ = عرفات. جوءِ = عرفات.

مراد: بيبي حوا. حضرت آدم عليہ السلام جي ڳولا ڪري آخر عرفات جي ميدان تي اچي نڪتي. قدرت خدا جي حضرت آدم عليہ السلام بہ اتي اچي نڪتو ۽ بيبي حوا جي دل جي مراد پوري ٿي. اڄ تائين عرفات تي حج جي موقعي تي جشن ٿيندا رهن ٿا.

[39]

ماندو ٿيو مينڌرو. ڍرڪي ڪاڏائين ڍر،
مومل خاطر مينڌري. ڏوريا پئي ڏونگر،
هن ڪي سوين سال لنگهي ويا. بريٺ جهاڳي بر،
منجهايو مرد ڪي. ايڏو هڪ اڪر،
پر قادر جي قدرت ڪي. ڪانہ هئي ڪا ڪَرَ،
سڻي سوڍو سرهو ٿيو. خاصي هيءَ خبر،
پوءِ ڪوپو ساهي ڪر. وينو سائڻ سان سيج ٿي.

مينڌرو = حضرت آدم. مومل = بيبي حوا.
مرد = حضرت آدم. اڪر = حق مهر ڏانهن اشارو.
خاصي خبر = درود شريف ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت آدم عليہ السلام، بيبي حوا جي جدائيءَ ۾ بيحال ٿي سندس ڳولا ۾ رات ڏينهن پنڌ ڪندو رهيو. تان جو ڪافي عرصي کان پوءِ عرفات جي ميدان وٽ پاڻ ۾ گڏيا. سندن نڪاح حضرت جبرئيل عليہ السلام پڙهيو. پر حضرت آدم عليہ السلام منجهي پيو تہ حق مهر ۾ ڇا ڏيان؟ چون ٿا تہ حڪم ٿيس تہ حضور ﷺ جن تي درود پڙهہ. پوءِ حق مهر ۾ درود شريف ڏيئي وڃي بيبي حوا سان مليو.

[40]

سڻي خبر ملان جي، ٿيس چيلهہ ڍلي،
ملهہ بنا مرد ڪي، نٿي منڌ ملي،
آيس سنيهو سپرين جو، ٿاڻي سان ٿلي،
هن بہ ڏس ملايو ڏس سان، تڏهن منڌ ملي،
وينا ٻئي ڪلي، سائڻ، سوڍو سيج تي.

ملان = جبرئيل. ملهہ = حق مهر.
منڌ = بيبي حوا. سپرين = الله تعاليٰ.
ڏس = درود شريف ڏانهن اشارو.
سائڻ = بيبي حوا. سوڍو = حضرت آدم.

مراد: حضرت آدم عليہ السلام ۽ بيبي حوا جي نڪاح پڙهڻ وقت جبرئيل حق مهر بابت پڇا ڪئي، جنهن تي حضرت آدم عليہ السلام منجهي پيو. ايتري ۾ حضور ﷺ جن تي درود شريف پڙهڻ جو حڪم مليس.

[41]

جو گذري غم ۾، سو وينو وير ڪلي،
ڏک سک جون ڳالهيون، تو سوڍيءَ سان سلي،
تن سان ڪيو پال پلي، ۽ چڱو ڪرم "ڪيريو" چئي.
(ڪيريو)

وير = حضرت آدم. سوڍي = بيبي حوا.
پلو = الله تعالي.

مراد: حضرت آدم عليہ السلام تڪليفن ڏسڻ کان پوءِ جڏهن الله تعاليٰ جي مهرباني سان بيبي حوا سان مليو. تڏهن خوش ٿي ساڻس حال احوال اورڻ لڳو.

[42]

گـُـــر آنــدي گرنــار مــان، هتـــي هـــڪ ڏَري،
پيهـــي ويئـــي پاتـــار ۾، ظـــاهر ناهـــ ڏَري،
جڏهن ظاهر ٿي ڏَري، تڏهن عالم سڀ آسودو ٿيو.

گـر = فرشـتو. گرنـار = دوزخ.
ڏَري = باهہ جي چڻنگ.

مراد: حضرت آدم عليہ السلام کي باهہ جي ضرورت ٿي تہ الله تعاليٰ ملائڪ هٿان دوزخ مان هڪ چڻنگ ڏياري موڪلي، جا دريائن مان ڏوئي، جبل تي رکيائين تہ پاتار ۾ هلي ويئي. پوءِ اها باهہ پٿرن جي گهڻ سان ظاهر ٿيندي رهي، جنهنڪري سڄي دنيا آسودي ٿي پيئي.

[43]

پنهـــون آندائـــون پـــاڻ ســـان، ڏرئـــون ڏتـــاري،
نقشـو ڏيکاريائون نـر کـي، تـہ مـن سـئيءَ کي ساري،
کــائي کــاڄ خوشـيءَ مــان، پــوءِ وائــي نــا واري،
هـاٿي هـام نتـو هـاري، موٽـي پنهنجـي ملـڪ جـي.

پنهـون = روح. نقشـو = واعـدو.
سئي = آخرت. ملڪ = عالم ارواح.

مراد: روح حضرت آدم عليہ السلام جي بوتي ۾ گهڙڻ وقت الله تعاليٰ کان باهر ڪڍڻ جو واعدو ورتو هو. پوءِ جڏهن هن دنيا جي لذتن ۾ اچي ڦاٿو تڏهن آخرت کي وساري ويهي رهيو. جڏهن عزرائيل روح قبض ڪرڻ لاءِ آيو ۽ هُن باهر نڪرڻ کان نٽايو، تڏهن کيس "قالوا بليٰ" وارو قول ياد ڏياريائين، تڏهن بہ روح دنيا جي لذتن کي ڇڏڻ لاءِ تيار نہ ٿيو ۽ باهر نڪرڻ کان کيبائڻ لڳو.

[44]

تــو جــو بــول بــروچ، ويهــي ڪيــو وٽڪــار ۾،
ســوئي پــارج هــوت، مــون منــي معــذور ســان.
(شاهہ)

بروچ = حضرت آدم. مون = عزرائيل.
وٽڪار = الله تعاليٰ جي دربار.

مراد: حضرت عزرائيل عليہ السلام جنهن وقت حضرت آدم عليہ السلام جي روح قبض ڪرڻ لاءِ آيو، تڏهن روح ٻاهر نڪرڻ کان نٽائي بدن ۾ گهُمڻ ڏيڻ لڳو، ان تي حضرت عزرائيل عليہ السلام ڪيس "الست بربکم" ۽ "قالوا بلىٰ" وارو قول ياد ڏياري ٻاهر نڪرڻ لاءِ چيو.

[45]

بينا هٿاسون ٻر ۾، آءٌ ۽ تون،
تو تي ٻول ڀهون ڪيا، تڏهن چا تي چيو مون،
هاڻ جئين تو چئين تون، تيئن مون ڪي ناهي ڪرڻو.

آءٌ = الله تعالىٰ ڏانهن اشارو.
تون = روح ڏانهن اشارو.

مراد: روح بوتي ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ ٻاهر نڪرڻ کان نٽائڻ لڳو ۽ ڪجهہ وقت مهلت گهرڻ لڳو، پر خدا تعالىٰ ان وقت سندس هڪ بہ نہ ٻڌي.

[46]

اول نام الله جو، ٻيو محمد ڪيائين مهندار،
راڻي جي رنگ محل تي، سنيهڙي آيا سردار،
ساميءَ ڪي بہ سور ٿيا، تہ ماڻيان مومل مزيدار،
وري نہ مليس وار، ويس اميد "احمد" چئي.
(احمد خان مري)

راڻو = حضرت آدم. رنگ محل = لاش.
سردار = سڀ ملائڪ. سامي = عزازيل.
مومل = جنازي نماز.

مراد: حضرت آدم عليہ السلام جي وفات تي سڀ ملائڪ جنازي نماز لاءِ آيا. شيطان بہ موقعو ڏسي سجدي ڪرڻ لاءِ اتي آيو، مگر الله تعالىٰ جي حڪم موجب سڀ ملائڪ صفون ٻڌي سوڙها ٿي بيهي رهيا، جنهنڪري شيطان نااميد ٿي موٽي ويو.

[47]

مَرِ جايو مري ويو، ڪانڌي ملائڪ ٿياس،
حورن ڪڍي هنج ڪيو، سرهي سيج ٿياس،

وري بـــ ويندياـــاس، تهيـــن مـــا ڳ ”ملـــوڪ“ چئـــي.

(ملوڪ)

مَ چايو = حضرت آدم ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت آدم عليہ السلام ڄائو نہ هو. مگر مٽيءَ مان پيدا ٿيـو هـو. جڏهن وفـات ڪيـائين تڏهن ملائڪ سندس ڪانڌي ٿيا ۽ حورن هنج ۾ ڪڍي بهشت ۾ آندس جتي قيامت تائين رهندو.

[48]

ليـــلان ڪوئـــروءَ پـــاڻ ۾، ويهـــي ڪيـــو واپـــار،
وٺ پنهنجـــــو ولَهـــــو، موٽـــــائي ڏي هـــــار،
وٽيـــو ڪيـــن واپـــار، ســـودو ٿيـــو نـــہ ســـرتيون.

ليـــلان = قـــدرت. ڪونـــرو = ڌرتـــي.
ولَهو = روح. هار = مٽيءَ جو ڇاٽو.

مراد: قدرت، ڌرتيءَ کان مٽيءَ جو ڇاٽو ونـي ان ۾ روح کي داخل ڪري حضرت آدم عليہ السلام کي تيار ڪيو. آخر ڌرتي پنهنجي مٽيءَ جي ڇاٽي جي واپس گهر ڪئي، جنهن تي حضرت آدم عليہ السلام کي فنا ڪري روح کي پنهنجي ماڳ ۽ مٽيءَ جي ڇاٽي کي ڌرتيءَ ڏانهن موٽايو ويو.





# 2- حضرت شيث عليہ السلام

حضرت آدم عليہ السلام جي سيني پٽن ۾ حضرت شيث وڏيڪ سهڻو ۽ صالح هوندو هو. حضرت آدم عليہ السلام وفات وقت حضرت شيث عليہ السلام جي هنج ۾ مٿو رکي الله تعاليٰ کان ان جي پرڻجڻ جي دعا گهري، ڇاڪاڻ تہ حضرت آدم عليہ السلام جا ٻيا سڀ پٽ پرڻيل هئا، پر شيث ڪنوارو رهجي ويو هو. الله تعاليٰ سندس دعا قبول ڪئي ۽ بهشت مان "بيضاء" نالي هڪ حور حضرت شيث عليہ السلام لاءِ موڪلي، جنهن سان شادي ڪيائين.

چون ٿا تہ اها حور اجا جيئري هلندي وتي، پر نڪا دنيا وارن وٽ آهي ۽ نہ وري عرش وارن وٽ آهي.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[1]

عمر آندي مارئي، ڪري مير منّي،
ساريو تن سرتين کي، ٿي راتو ڏينهن رني،
ڪنهن کان ڪانہ پُني، جو ماڳ رسائي مارئي.

عمر = حضرت شيث. مارئي = حور.
سرتيون = بهشت جون حورون. ماڳ = بهشت.

مراد: حضرت شيث عليہ السلام لاءِ بهشت مان حور آئي. جا ٻين حورن کان ساري رات ڏينهن روئيندي هئي ۽ نہ ڪنهن کي مٿس رحم آيو جو ڪيس وري بہ ساڳيءَ جاءِ يعني بهشت ۾ پهچائي ڇڏي ها.



# 3- حضرت نوح عليہ السلام

## (الف): حضرت نوح عليہ السلام جو ٻيڙو

حضرت نوح عليہ السلام، حضرت ادريس عليہ السلام جو پڙپوٽو هو. سندس نبوت واري زماني ۾ ڪافرن جو تمام گهڻو زور هو. هن پنهنجيءَ قوم کي گهڻي هدايت ڪئي، مگر هنن تي ڪوبہ اثر نہ ٿيو ويتر کيس تڪليفون ڏيڻ لڳا. آخر حضرت نوح عليہ السلام لاچار ٿي الله تعاليٰ کان ڪافرن تي عذاب نازل ٿيڻ جون دعائون گهريون، جي ڌڻي جي دربار ۾ قبول پيون. الله تعاليٰ جبرئيل کي حضرت نوح عليہ السلام ڏانهن موڪليو، جنهن اچي عذاب جي نازل ٿيڻ جي حقيقت ٻڌائي ۽ کيس ساڳ جو هڪ وڻ ڏيکاري، ان مان ٻيڙي ناهڻ جي تعليم ڏني.

چون ٿا تہ ٻيڙي جي تيار ڪرڻ لاءِ حضرت نوح عليہ السلام واڍي، لوهار ۽ مير بحر (سڙهہ ناهڻ لاءِ) کي گهرايو ۽ هرهڪ کي اجوري ۾ سڱ ڏيڻ جو انجام ڪيو. ٻيڙي نهڻ جو ڪم شروع ٿيو. ساڳ جي وڻ کي وڍي اُن مان تختا چيرائڻ لڳو. پهريون تختو چيرايائين تہ ان تي حضرت آدم عليہ السلام جو نالو لکيل ڏٺائين، اهڙيءَ ريت جيئن جيئن تختا چيرائيندو ويو، تيئن تيئن هرهڪ تختي تي سلسليوار هرهڪ نبيءَ جو نالو لکيل ڏسي حيرت ۾ پئجي ويو.

چون ٿا تہ هڪ تختو گٽي پيو جو هڪڙي ڪافر کان گهرائي چيرايائين تہ ان تي ڪلمون شريف لکيل هو، جنهن کي ڏسي گهڻو سرهو ٿيو ۽ چيائين تہ افسوس جو حضور ﷺ جن کي اکين سان ڏسي نہ سگهيس!

چون ٿا تہ جڏهن ٻيڙو نهي تيار ٿيو تڏهن واعدي موجب ڪاريگرن سڱ جي گهر ڪئي. هوڏانهن حضرت نوح عليہ السلام کي فقط هڪ نياڻي هئي جا پنهنجي ياڻيتي کي ڏيڻ جو ارادو هوس. آخر ويچار ڪري شاديءَ جو ڏينهن مقرر ڪيائين، جنهن تي چارئي ڄڻا اچي حاضر ٿيا. حضرت نوح عليہ السلام ڇا ڪيو جو گهر جي چئني ڪندن مان هڪڙيءَ ۾ ڌيءَ کي وهاريو، باقي ٽن مان هرهڪ ۾ ٻلي، ڪتي ۽ گڏهہ ٻڌي. ڌڻي جي دربار مان دعا گهري، چئني گهوٽن کي اندر وڃڻ جي اجازت ڏني. خدا جي قدرت سان، ڪتي، ٻلي ۽ گڏهہ زالون ٿي پيون. صبح جو جڏهن گهوٽن کان خيريت جو احوال پڇيائين تڏهن

ميربحر ڇيو تہ، زال ڇگي پر رانيوٽا تي هٽي. لوهر ڇيو تہ، زال بهتر پر لٽون تي هٽي ۽ واڍي ڇيو تہ، زال ڇگي پر ڇهڙون تي ڏئي. حضرت نوح عليہ السلام سمجهي ويو تہ نياٽي سندس مرضي مطابق پائيٽي ڪي ئي ملي.

جڏهن ٻيڙو جڙي راس ٿيو تڏهن حضرت نوح عليہ السلام سيني جنسن جا پکي، جانور ۽ جيت وغيره جوڙو جوڙو ڪري ٻيڙي ۾ چاڙهيا، ۽ جن متس ايمان آندو هو تن کي سڏ ڪري ٻيڙي ۾ چڙهڻ لاءِ چيو، ٻيا ڪيترائي اچي ٻيڙي ۾ چڙهيا، مگر سندس هڪڙو ڪنعان ٻيڙي ۾ سوار نہ ٿيو.

ڪي چون ٿا تہ سندس هڪ زال بہ ٻيڙي ۾ سوار نہ ٿي ۽ متس ننول ڪرڻ لڳي. سندس ٻي زال ۽ ٽي پٽ سام، يافث ۽ حام ٻيڙي ۾ سوار ٿيا. اوچتو مقرر وقت تي طوفان اچي ڪڙڪيو ٻين ڪافرن سان گڏ سندس زال ۽ پٽ ڪنعان بہ ٻڏي مئا ۽ ٻيڙو اتي هليو.

چون ٿا تہ هلندي هلندي هڪڙي هنڌ ٻيڙو روڪجي بيهي رهيو، تڏهن حضرت جبرئيل ڇئني مقدس ڪتابن جا ورق ڪٽي ٻيڙي ۾ وڌا تہ ٻيڙي هلڻ شروع ڪيو. آخر اچي 'جودي جبل' سان ٽڪرجي بيٺو. اتي حضرت نوح عليہ السلام حڪم ڪيو تہ، ڪو وڃي پاٽيءَ جو سماءُ لهي اچي. اتي سيني گڏجي چيو تہ، ڪنهن پکيءَ کي موڪليو وڃي جو موٽي بہ سگهي. حضرت نوح هڪ پکيءَ کي حڪم ڪيو، جو وني اڏاٽو ۽ هڪ هنڌ ساوڪ ۽ گلزاري ڏسي ويهي رهيو.

چون ٿا تہ ڪن ڏينهن بعد حضرت نوح عليہ السلام پاڻ جاچ ڪرڻ لاءِ نڪتو. جڏهن ان جاءِ تي پهتو تڏهن اهو ساڳيو پکي ڊوڙي وٽس آيو. ان تي حضرت نوح عليہ السلام پاراتو ڏنس تہ "شل ڪنپ سڪنئي جو ڪڪڙ تي هتي ويهي رهئين! ان ڏينهن کان وني ڪڪڙ جو اُڏامڻ بند ٿيو[1].

چون ٿا تہ حضرت نوح عليہ السلام جڏهن هڪ پکيءَ کي پاراتو ڏيئي ڪڪڙ ڪيو، تڏهن ٻين پکين جي چاليهن ٽولن پاڻ ۾ صلاح ڪئي تہ، متان پاڻ سان بہ اها حالت ٿئي تنهنڪري اچو تہ گڏجي ڪيس ماري ڇڏيون. پکين اها رٿ رٿي، هوڏانهن وري قدرت کي اها ڳالهہ نہ وڻي، تنهن سيني پکين جي ٽولن جون ٻوليون بدلائي جداجدا ڪري ڇڏيون، جي هڪٻئي جي ٻولي سمجهڻ

[1] قصص الانبياء موجب حضرت نوح عليہ السلام وري ڪبوتر کي موڪليو، جنهن حقيقت کان آگاهہ ڪيس. باقي پهرئين پکي کان اُڏامڻ جي ٺاقت قدرت کسي ورتي جو پوءِ ڪڪڙ ٿي پيو.

ڪان عاجز ٿي پيا ۽ سندن ارادا خاڪ ۾ ملي ويا.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا:

[1]

ڪي جو ڏنم ڪاڻ ۾، تيس حيرت ۾ حيران.
اهو اٿم ارمان، جو اڪئين نہ ڏنم ان ڪي.

ڪي = ڪلمي ڏانهن اشارو.
ڏنم = حضرت نوح عليہ السلام ڏانهن اشارو.
اُن = حضور ﷺ جن ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت نوح عليہ السلام جي ٻيڙي ٺهڻ وقت هڪ تختو ڪٿي پيو، جو هڪ ڪافر ڪان گهرائي چيرايائين تہ منجهس ڪلمون شريف لکيل هو، جنهن ڪي ڏسي چيائين تہ، افسوس! جو حضور ﷺ جن ڪي اکين سان ڏسي نہ سگهيس.

[2]

چڙهيا چارئي چار چڻا، ٿا مومل تي مستان،
چڙهي وينا ڪٽن تي، پنهنجي خانيءَ خان،
اهڙوئي رب رحمان، جو مومل ماڻي مينڌري.

چار چڻا = ٽي ٻيڙي جا جوڙيندڙ ۽ چوٿون حضرت نوح عليہ السلام جو پائيٽو.
مومل = حضرت نوح جي نياڻي.
مينڌرو = حضرت نوح عليہ السلام جو پائيٽو.

مراد: حضرت نوح عليہ السلام جي ٻيڙي تيار ٿيڻ بعد ٽي ڪاريگر ۽ چوٿون سندس پائيٽو شادي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي آيا. خدا جي قدرت جو حضرت نوح عليہ السلام جي نياڻي سندس پائيٽي ڪي ملي.

[3]

هڪ ذات اڳي ئي هئي، ٽي زناور ذات.
پرهہ ڦٽي پريات، مطلب مڙني جا ٿيا.

ذات = حضرت نوح عليہ السلام جي ڌيءَ.
ٽي زناور = ٻلي، ڪتي ۽ گڏهہ.
مڙني = حضرت نوح عليہ السلام جو ٻيڙو ناهيندڙ.

مراد: حضرت نوح عليہ السلام کي ٻيڙي ٺاهڻ جي اُجوري ۾ سڳ ڏيٺو هو. تنهن پنهنجي نياڻيءَ سان گڏ ٿي جانور يعني ٻلي. ڪتي ۽ گڏهہ کي ٻہ گهر جي ڪنڊن ۾ ويهاريو هو. جڏهن رات جو گهوٽ وٺي ويا ۽ صبح جو حضرت نوح عليہ السلام پڇا ڪئي تہ چارئي ڄڻا خوش ڏسجڻ ۾ آيا.

[4]

وانگي نڪتو وڳ مان، تيو تـوڏو توائي،
مليوڪين "ملاح" چئي، ڪئي گوري گڏهائي،
ڪنهن نہ ورايس واهي، لکيو لوڙيائين سير ۾.

(حاجي فضل ملاح)

ونگي = حضرت نوح عليہ السلام جو پٽ ڪنعان.
وڳ = حضرت نوح عليہ السلام جو خاندان.

مراد: ٻيڙي جي هلڻ وقت حضرت نوح عليہ السلام پنهنجي پٽ ڪنعان کي چڙهڻ لاءِ چيو. مگر هن انڪار ڪيو ۽ ٻيڙي ۾ نہ چڙهيو. سندس تقدير ۾ جيڪي لکيل هو. تنهن کي ڪوبہ ڊاهي نہ سگهيو ۽ آخر طوفان ۾ ٻين ڪافرن سان گڏ ٻڏي مئو.

[5]

ڏولي راءِ ڏياڃ جي، ترت نهي تي تيار،
انهيءَ ۾ "احمد" چئي، تي سورٺ ڪين سوار،
مري تي مردار، سورٺ سمجهيو ڪينڪي.

(احمد خان مري)

ڏولي = ٻيڙي. راءِ ڏياڃ = حضرت نوح عليہ السلام.
سورٺ = حضرت نوح عليہ السلام جي زال.

مراد: حضرت نوح عليہ السلام جي ٻيڙي جڏهن نهي تيار ٿي تڏهن ٻيا ماڻهو حضرت نوح عليہ السلام جي چوڻ موجب سوار ٿيا ۽ الاهي آفت کان بچي ويا. مگر سنديس زال ٻيڙيءَ ۾ نہ چڙهي ۽ اتي ئي مري ويئي.

[6]

سوڍي گهڻو سمجهايس، پر مڃيو ڪين مومل،
مٿان تنهن مينڌري جي، پيئي ڪري نار نقل،
انهيءَ اجائي عقل، منجهائي ماري "محمد" چئي.

(محمد فقير ڏيرو)

سودو = حضرت نوح عليہ السلام.
مومل = حضرت نوح عليہ السلام جي گهر واري.

مراد: حضرت نوح عليہ السلام جو ٻيڙو جڏهن هلڻ لاءِ تيار ٿيو، تڏهن پنهنجي زال کي سڏي چڙهڻ لاءِ چيائين ۽ سمجهايائين، مگر هن انڪار ڪري متس نٺول ڪئي، آخر ٻيڙي تي نہ چڙهي ۽ ٻڏي مئي.

[7]

مري نہ ڇاتئي مارئي! تون مري ٿئين مردار،
سرتين جو سينگار، تو لوني! سڀ لڄايو.

مارئي = حضرت نوح عليہ السلام جي زال.
سرتيون = نبين جو اَهل.

مراد: حضرت نوح عليہ السلام جي گهر واري ٻيڙي ۾ نہ چڙهي ۽ ٻڏي مئي. حالانڪ پاڻ هڪڙي نبيءَ جي زال هئي، ڪيس ائين نہ ڪرڻ کپندو هو. ائين ڪري ٻين نبين جي حرمن کي بہ لڄارو ڪري ڇڏيائين.

[8]

عمر شهر لڏائي، آڻي ڪيو اروڙ،
ڏاڍي ڪنهن ضرور، ماڻهو پدَ ڇڏي ويا.

عمر = حضرت نوح عليہ السلام.
ڪنهن ضرور = عذاب الاهي ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت نوح عليہ السلام ٻيڙو تيار ڪرائي، مؤمنن کي وني اچي ان ۾ سوار ڪيو. اهي پڻ خدائي عذاب جي ڊپ کان پنهنجا اصلي گهرگهاٽ ڇڏي اچي ٻيڙي ۾ سوار ٿيا هئا.

[9]

ڪٺي ڪتابي آئيو، پرزا پورا چار،
پرزو ليليٰ وات ۾، ڪاڏي ٿيس خمار،
لڇي پڇي "لُند" چئي، تيلاهون لڳس تار،
اهو ڪتابي ڏيکار، جنهن ميوا آندا ملڪ جا.
(لُند)

ڪتابي = حضرت جبرئيل. چار پرزا = چئني پاڪ ڪتابن جا چار ورق. ليليٰ = ٻيڙيءَ ڏانهن اشارو.

مراد: جڏهن حضرت نوح عليہ السلام جي ٻيڙي طوفان ۾ هڪ هنڌ روڪجي ويئي، تڏهن حضرت جبرئيل چئني پاڪ ڪتابن جا ورق ڪٽي اچي ٻيڙيءَ ۾ وڌا ۽ ٻيڙي هلڻ لڳي.

[10]

سومري چيو سنگت مان، وڃي سوڍا! لهي آءُ سماءُ،
موٽيو ڪين "مري" چئي، لڳي ويس طماع،
اچي همير انهي جاءِ، هن جا اُن ٻڌا "احمد" چئي.

(احمد خان مري)

سومرو = حضرت نوح عليہ السلام.
سنگت = ٻيڙي وارا. سوڍو = پکي.
همير = حضرت نوح عليہ السلام. اُٺ = ڪنپ.

مراد: حضرت نوح عليہ السلام جو ٻيڙو جڏهن جودي جبل سان ٽڪرجي بيٺو تڏهن حڪم ڪيائين تہ، ڪو وڃي پاڻي جو سماءُ لهي اچي. سيني گڏجي چيو تہ، پکي موڪليو جو موٽي بہ سگهي. هڪ پکي لهي ويو ۽ وڃي ساوڪ ۽ گلزاري ۾ ويهي رهيو چو تہ اتي پاڻي ڪونہ هو. پوءِ گهڻن ڏينهن بعد حضرت نوح عليہ السلام پاڻ جاچ لاءِ ويو. تہ اهو پکي وٽس ڊوڙي آيو. حضرت نوح عليہ السلام پاراتو ڏنس، ان ڏينهن کان وني ان جو اڏامڻ بند ٿيو.

[11]

اول ناءُ الله جو، جيڪو سچيءَ دل ساري،
قرض مرض انهيءَ تان، ڇڏي تُهن جيئن تاري،
اچي ڪتابين کي خار لڳو، تہ ڇڏيو ماستر کي ماري،
ڇڏيئين وَڪر وساري، اهو اڪر نہ آيِن "احمد" چئي.

(احمد خان مري)

ڪتابي = چاليهہ گهر جيڪي حضرت نوح عليہ السلام سان ٻيڙي ۾ چڙهيل هئا.
ماستر = حضرت نوح عليہ السلام.
وَڪرَ = ٻولي، زبان. اڪر = سمجهہ.

مراد: حضرت نوح عليہ السلام سان چاليهہ ٽولا ٻيڙي ۾ چڙهيل هئا جڏهن سڪيءَ تي لٿا ۽ حضرت نوح عليہ السلام هڪ پکي کي پاراتو ڏيئي ڪڪڙ ڪيو، تڏهن انهن سيني سٺ سٺي تہ اچ پنهنجي سنگتيءَ کي پاراتو ڏنو اٿس،

سياڻي متان پاڻ مان بہ ڪنهن کي پاراتو ڏيئي محتاج بنائي ڇڏي، تنهنڪري اڄو تہ گڏجي ماري ڇڏيونس، هنن اها رٿ رٿي تہ خدا جي قدرت سان سڀني پکين جون ٻوليون بدلجي ويون، ڇاليهن ٽولن جون جداجدا ڇاليهہ ٻوليون ٿيون ۽ هڪٻئي جي ٻولي سمجهڻ کان عاجز ٿي پيا.

## (ب) ٻيڙي ۽ ٻوڏ وارو طوفان

جڏهن حضرت نوح عليہ السلام پنهنجي پوئلڳن ۽ ڪافرن کي ٻڌايو تہ توهان تي خدا جو عذاب طوفان ۽ سيلاب جي صورت ۾ جلد نازل ٿيڻ وارو آهي، تنهنڪري پنهنجو بچاءُ ڳوليو. تڏهن پاڻ پنهنجي لاءِ هڪ وڏو ٻيڙو تيار ڪرايائين. اُتي هڪ پوڙهي عورت، جا حضرت نوح عليہ السلام کي هميشہ ڪير رسائيندي هئي، تنهن حضرت نوح عليہ السلام کي عرض ڪيو تہ، آءٌ الله ويني ڪريان، تنهنڪري جڏهن طوفان ۽ سيلاب اچي تڏهن مون کي بہ پاڻ سان وٺي هلجو. حضرت نوح عليہ السلام ساڻس اهڙو قول ڪيو. جڏهن سيلاب ۽ طوفان آيو ۽ حضرت نوح عليہ السلام ٻيڙي ۾ اُتي هليو، تڏهن ڪانئس پوڙهيءَ سان ڪيل قول وسري ويو. جڏهن واٽ تي حضرت نوح عليہ السلام کي اها ڳالهہ ياد پيئي تڏهن ڏاڍو اَرمان ٿيس.

هوڏانهن خدا جي قدرت سان جتي پوڙهي وينل هئي، اُتي پاڻيءَ جو حباب (ڦوٽو) ٿي بيهي رهيو، جنهنڪري پوڙهيءَ کي پاڻيءَ جي لڪائي ڪانہ رهي. آخرڪار حضرت نوح عليہ السلام بہ واپس موٽي آيو ۽ اچي ڏسي تہ پوڙهي ساڳيءَ جاءِ تي مال متاع سميت صحيح سلامت دستوري ڪم ۾ مشغول آهي. حضرت نوح عليہ السلام پوڙهيءَ کان پڇيو تہ ڪهڙي خبر چار آهي؟ تڏهن پوڙهيءَ چيو تہ، سڀ خير آهي، پر سيلاب اچي ويو ڇا؟ اهو ٻڌي حضرت نوح عليہ السلام کي ڏاڍو عجب لڳو، ۽ پوڙهي کي چيائين تہ، هيءُ جو هيڏو طوفان ۽ سيلاب آيو، جو مس مس ڇهن مهينن کان پوءِ گهٽيو آهي، تنهنجي توکي ڪابہ خبر ڪانهي! تڏهن پوڙهيءَ چيس تہ، منهنجي تہ ملائڪن کي بہ خبر ڪانهي تہ ڇا وهيو ڇا واپريو. آءٌ تہ هينئر تنهنجو سڏ ٻڌي هلڻ لاءِ تيار ٿي آهيان، پر جيڪڏهن واقعي اهو خدائي غضب اُڪري ويو تہ ڏاڍو چڱو ٿيو[1].

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1] ٻيءَ روايت موجب ٻيڙي ڪير جو ڪپو ڪٽي حضرت نوح عليہ السلام وٽ آئي ۽ حضرت نوح عليہ السلام حال احوال پڇيس. جنهن جي جواب ۾ چيائين تہ: هڪ رات فقط منهنجي رڌڻ جي وارن تي ماڪ پئي هئي.

[12]

ســـاراهيان ســـچو ڏٺـــي، صـــاحب رب ســـتار،
اڳيئـون آري ڄـام جـي، هئـي اهـا عـورت عرضـدار،
آءُ بـــ آســـروند آهيـــان، تـــو ۾ طمعـــدار،
چڙهـي چـانگي تـي هليـن، جـڏهن سـاجن تيـن سـوار،
پنهـل! نجـان پـاڻ سـان، هـيءَ ڪجـاڻ نـ ڏاري ڏار،
ساجن سـاٿ سنبريو، اهـو لهـي ويس اندر تـان اوتـار،
پـوءِ وينـدي واٽ ونـدر ۾، تيـو وَلهـي ڪـي ويچـار،
رهجـي ويئـي هـن راٺـيءَ جـي، متـي مـون ميـار،
هن تي بـ ٻاجهـ "ٻروچ" چئي، ڪئي هئي ڏيهـ ڏٺي ڏاتـار،
تنهن کي ڏونگر ڪين ڏڪويو، تنهنجو ونگو نـ تيو وار،
ڪـامل آيـو ڪيـچ ۾، ســـاٿ ســـوڏو ســـردار،
ڪـامڻ آئـي قـرب مـان، ڪـري آزيـون انتظـار،
ڪوليـو خبر ڇـار، هـاٿي پيـو پڇـي حقيقـت حـال جـي.

(جاڙو خان مري)

آري ڄـــام = حضـــرت نـــوح عليـــ الســـلام.

چـــانگو = بيـــڙو. راٺـــي = پوڙهـــي عـــورت.

ٻاجهـــ تيـــڻ = پـــاڻي جـــو قوتـــو پيـــدا تيـــڻ.

ڏونگر = طوفان. ڪامل = حضرت نوح عليـ السلام

ڪيچ = وطن. ڪامڻ = پوڙهي.

مراد: ڏسو متيون بيان طوفان ۾ ٻيڙيءَ وارو.

[13]

متـــي رهـــي نـــ ميـــڏرا، مومـــل جـــي ميـــار،
ســـوڍا! ســـنبرندي تـــون، ويچـــاري نـــ وســـار،
رازن جـوڙي ڪـم راس ڪيـو، تـرت تنهيـن وار،
وينـــا چڙهـــي وِتـــرا، تختـــي منجهـــ تيـــار،
واهـــڙ وهـــي هليـــا، دريـــا ڏنڏوڪـــار،
پهچـڻ سـندي ڪنهـن ڪـي، هئـي ڪانـ پچـار،
تيو راضي رب ستار، تڏهن مومل ڏنائين ماڳ تي.

ميـنـڊرو = حضـرت نـوح عليـہ السـلام.
مومل = پوڙهي عورت. رازا = ٻيڙو نـاهيندڙ.
تختو = ٻيڙو. واهڙ وهڻ = سخت طوفان اچڻ.
ماڳ = اصل جاءِ.

مراد: طوفان اوچتو اچي ويو. حضرت نوح عليہ السلام کي ٻيڙيءَ جي ڳالهہ وسري ويئي ۽ ٻيڙي جي مٿس ميار رهجي ويئي. کنهن کي بہ واپس اچڻ جي اميد ڪانہ هئي، مگر جڏهن طوفان جو زور گهٽيو ۽ حضرت نوح عليہ السلام واپس آيو تہ ڏٺائين تہ ٻيڙي پنهنجي اصلي جاءِ تي خوش خورم وينـي آهي.

[14]

سـهـڻيءَ جـا سـير ۾، هئـا ڏمَ ٻـڌا ڏاڪـا،
بونـد سـنـدي برسـات جـي، ڪـامڻ ڪـل نـہ ڪـا،
ساهڙ ويـو سـانگ تـي، تنهـن کي لنگهي وقـت ويـا،
بانهيـاريءَ جـا "ٻـروچ" چئـي، وَلـرَ پئـي وتيـا،
ڪوڪـاريو ڪنـدين کـي، هـن پئـي قريـو قـر ٻـڌا،
جڏهن ميهر آيـو مـاڳ تـي، پنهنجـا سنيالي سـاڳا،
نهـاري تنهـن نـار ڏي، هـن کـي وڏا وهـم تيـا،
مـالک آهـن مٿـي ڪيـا، هـن جـا تـوري تـراڙا،
هن سان سائين سهنج ڪيا، تنهن کي لهر لوڏيو ڪينڪي.

(جاڙو خان مري)

سـهڻي = ٻـيڙي عـورت. سـير = طوفـان.
ڏم = الله تعالي. ساهڙ = حضـرت نـوح عليہ السلام.
بانهيـاري = ٻـيڙي. وَلـر = رڍن جـا ڌڻ.
ميهر = حضرت نوح عليہ السلام.

مراد: ٻيڙيءَ تي طوفان وقت الله تعاليٰ جي مهرباني ٿي، هوءَ تہ بيخبريءَ جي حالت ۾ پنهنجا رڍن جا ولر چاريندي وتي. جڏهن حضرت نوح عليہ السلام موٽي آيو ۽ پوڙهيءَ تي الله جي مهرباني ڏٺائين تڏهن حيران ٿي ويو.

[15]

عمـر جـو مـارئيءَ سـان، ڪيـڏو هـو آرو،
لـوڪ نيئيـن سـارو، مـارئي ڇـڏيائين مليـر ۾.

عمر = حضرت نوح عليہ السلام.
مارئي = ٻيڙي. لوڪ = ماڻهو.

مراد: حضرت نوح عليہ السلام جي ٻيڙيءَ سان دل هوندي هئي. پر طوفان وقت ان کي بيڙي ۾ ڪٽڻ وسري ويس.

[16]

راڻــي پنهنجــيءَ ريــت ســان، هــو بنگلــو بنــايو،
جنهن ۾ سنڌ ستي موچاري، جنهن نڪي اڏيو آڏايو،
هوءَ لڳل جنهن لاري هئي، تنهن نڪي چيونڪي چوايو،
"طاهر" چئي تڪڙ مان، هن ڪئي ڪرهي کي ڪاهيو،
موتــي جــو آئيــو، تــہ ڏنــائين عجــب الله جــا.

(محمد طاهر ٻبر)

راڻو = الله تعاليٰ. بنگلو = حُباب (پاڻي جو قوتو). منـــڌ = پوڙهـــي عـــورت.
تنهن = حضرت نوح عليہ السلام ڏانهن اشارو.
ڪرهو = بيڙو. الله جا عجب ڏسڻ = پوڙهيءَ کي زنده ڏسڻ.

مراد: پوڙهي حضرت نوح عليہ السلام جي آسري تي هئي تہ جڏهن طوفان ايندو تہ هو مون کي وٺي ويندو. مگر حضرت نوح عليہ السلام کي ڳالهہ وسري ويئي. اوچتو طوفان اچي ڪڙڪيو. تڏهن قدرت خدا جي جو پوڙهيءَ جي مٿان پاڻي جو قوتو اهڙيءَ طرح تي بيٺو جو هن کي ڪابہ تڪليف نہ تي ۽ بچي ويئي. جڏهن حضرت نوح عليہ السلام آيو ۽ پوڙهيءَ کي زندهہ ڏٺائين تڏهن قدرت جا عجب رنگ ڏسي حيران تي ويو.

[17]

عمـــر ڪـــوٽ اڏايـــو، محـــل ري مٿـــي،
نـــہ دري نـــہ دروازو، نڪـــا واءَ وٽـــي،
تنهيـــن منجهـــہ ســـتي، ڪـــامل اوڍي ڪپـــڙا.

عمر = الله تعاليٰ. ڪوٽ، محل = پاڻيءَ جو قوتو.
ڪامل = ٻيڙي عورت.

مراد: طوفان جي اچڻ سان الله تعاليٰ ٻيڙيءَ عـورت مٿـان پـاڻيءَ جو قوتـو

اهڙيءَ ريت بنائي ڇڏيو جو ٻيڙيءَ کي ڪنهن بہ قسم جي ڪل نہ رهي ۽ سارو وقت آرام سان گذاريائين.

[18]

ڪا جا گهـلي واءُ، ذرتي سڀ ڏُٻي ويئي،
پوٽي پئي هئي پٽ تي، پوٽي بيپرواهہ،
پڇو پوٽيءَ ڪان، جو توڪي واءُ نہ لوڏيو.

واءُ گهلڻ = طوفان اچڻ. = پوٽي = ٻيڙي.

مراد: اوچتو طوفان آيو مگر پوڙهيءَ کي ڪنهن بہ قسم جي تڪليف نہ ٿي.

[19]

ترهو هئس نہ تنبو، نہ سيٽاهہ هئس ڪو سنج،
نہ منهن هئس نہ مهاڻو، نہ ٻيڙي هئس ڪو ونجهہ،
وجهي پاڻيءَ منجهہ، پرين پار پسايو.

هئس = ٻيڙي عورت ڏانهن اشارو.
پرين = الله تعاليٰ.

مراد: ٻيڙي عورت وٽ طوفان کان بچڻ لاءِ ڪوبہ وسيلو موجود ڪونہ هو، فقط خدا جي مهربانيءَ سان بچي ويئي.

[20]

جوڳي آيو جُوءِ ۾، پڙ متي پهلوان،
تنهن ماري سڀ مچائيو، سورٺ جو سامان،
هڪڙي جوان جواب ڪيس، ويو مرد ڪٽي ميدان،
انهيءَ نَر جي نيشان، آهي اڃا تائين "احمد" چئي.
(احمد خان مري)

جوڳي = طوفان. سورٺ = ذرتي.
جوان = پاڻي جو قوتو.
نشان = پاڻيءَ جا قوتا.

مراد: طوفان، اچڻ کان پوءِ ذرتيءَ تي جيڪي بہ هو سو سڀ ختم ٿي ويو، باقي پاڻي جي هڪ قوتي ان طوفان جو مقابلو ڪري ٻيڙيءَ کي بچايو. پاڻيءَ جي قوتي جا اڄ ڏينهن تائين نشان موجود آهن.

# 4- حضرت صالح عليہ السلام

حضرت صالح عليہ السلام کي الله تعاليٰ ثَمود قوم جو نبي ڪري موڪليو. جنهن پنهنجيءَ قوم کي اسلام تي اچڻ جي دعوت ڏني ۽ ڪين خدا جي عذاب جو خوف ڏياريو. ان تي ثمود قوم وارن ڪيس هڪ پهڻ ڏيکاري چيو تہ، هن مان هڪ اهڙي ڏاچي پيدا ڪري ڏيکار جا بروقت هڪ گوئرو بہ ڄڻي ڏئي. انهيءَ تي يڪدم جبرائيل آيو جنهن اچي چيس تہ، توهان پنهنجي قوم کان اقرار وٺو، تہ ان کي نہ ڪي ڪُهندا ۽ نہ ڪي ڪو ايذاءُ ڏيندا. حضرت صالح عليہ السلام، ثمود قوم وارن کان اهڙا انجام اقرار ورتا. پوءِ خدا جي قدرت سان ان پهڻ مان هڪ ڏاچي پيدا ٿي، جنهن پيدا ٿيڻ سان هڪڙو گوئرو بہ ڄڻيو.

اتي هڪڙو کوهہ هوندو هو، جنهن جو پاڻي ثمود قوم جا سٺئي قبيلا ڪم آڻيندا هئا، مگر کوهہ نہ کٽندو هو. جنهن وقت اها ڏاچي کوهہ تي پاڻي پيئڻ ايندي هئي، تہ سارو کوهہ کٽي ويندو هو ۽ ان ڏينهن سٺئي قبيلا اڃ مرندا هئا. اها حالت ڏسي حضرت صالح عليہ السلام وارو مقرر ڪيو. هڪ ڏينهن ڏاچي پاڻي پيئندي هئي ۽ ٻئي ڏينهن سٺئي قبيلا. قبيلن وارن کي اها ڳالهہ نہ وڻي، تن هڪ ڏينهن وجهہ وٺي ڏاچيءَ کي ڪهي ڇڏيو. پوءِ گوئرو ماءُ کي ٿي پيرا سڏ ڪري پهڻ ۾ غائب ٿي ويو ۽ ثمود قوم جي سٺن ئي قبيلن تي الله تعاليٰ جو عذاب نازل ٿيو ۽ فنا ٿي ويا.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

جنهن کي ساس نہ ماس، سو لڇي ٿو لاچار،<br>
قدرت ساڻ ڪريم جي، ٿي نر مؤن پيدا نار،<br>
سان جهليو هٿائين ڪونہ ڪو، ويائي ڄگي وار،<br>
ان جي پـُـڳِي آر، مهل تنهين "موريو" چئي.

(موريو فقير)

سو= پهڻ ڏانهن اشارو. نر= پهڻ. نار = ڏاچي.<br>
اُن = حضرت صالح عليہ السلام ڏانهن اشارو.

مراد: ڪافرن حضرت صالح عليہ السلام کان معجزو طلب ڪيو تہ هن

پهڻ مان ڏاچي پيدا ٿئي تہ اسين مسلمان ٿيون. حضرت صالح عليہ السلام خدا جي درگاهہ ۾ سوال ڪيو ۽ ان وقت جبل مان هڪ ڏاچي پيدا ٿي، جا ويائي ۽ گوئنرو ڄڻيائين.

[2]

نہ ڪي عضوا آهن عورت ڪي، نہ ڪي وينگس ڪي وار،
نہ ڪي ٻانهون ٻانهياريءَ جون، نہ ڪي ڪنڌ ڪپار،
اِها پيتي مان پيدا ٿي آهي، ناز پري نار،
سڀ پرئين سهڻي، سسئيءَ ڪيو سينگار،
هلي ڏانهن حب جي، اها ڪامڻ ٿي قرار،
اُتي ايلپنهوار، سسئيءَ ڪي سُجاتو.

عورت= پٽر چِپَ. نار= ڏاچي.

مراد: حضرت صالح عليہ السلام کي سندس اُمت چيو تہ ڪو معجزو ڏيکار. پٽر ڏانهن اشارو ڪيائون، تہ اُن مان ڏاچي پيدا ٿي، جنهن کي ڏسي سڀئي حيران ٿي ويا. سندن سوال موجب ڏاچي اتي جو اتي ويائي ۽ گوئنرو ڄڻيائين پوءِ سيني گڏجي ان ڏاچيءَ جو کير پيتو.

---

# 5- حضرت ابراهيم عليہ السلام

## (الف) حضرت ابراهيم عليہ السلام جو جنم

حضرت نوح عليہ السلام کان ٻہ هزار ڇهہ سؤ چاليهہ ورهيہ پوءِ بابل شهر ۾ نمرود نالي هڪ زبردست بادشاهہ راڄ ڪندو هو. جو پاڻ کي خدا سڏائيندو هو.

نمرود وٽ نجومي رهندا هئا جن کان هو ايندڙ وقت جون حقيقتون معلوم ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن نجومين ٻڌايس تہ هن ملڪ ۾ هڪ اهڙو نيڪ ۽ پلارو شخص پيدا ٿيڻو آهي جو تنهنجي اقبال ۽ حڪومت کي نقصان پهچائيندو. ۽ ڪيس اهو بہ ٻڌايائون تہ ٽن ڏينهن اندر اهو شخص ماءُ جي پيٽ ۾ سرجڻو آهي. اهو ٻڌي نمرود سڀني شهر ۾ حڪم ڪيو تہ شهر جون زالون. بادشاهہ جي ڪوٽ ۾ رهن ۽ مرد. شهر کان ٻاهرئين ڪوٽ ۾. پوءِ ڪوٽن تي پهرو بيهاري ڇڏيائين.

'تارخ' نالي هڪ شخص جنهن کي آذر بہ چوندا هئا. سو نمرود جي خاص حاضري جو نوڪر هو ۽ نمرود جي سمهڻ واري جاءِ تي پهرو ڏيندو هو. اللہ تعالىٰ جي طرفان جو فيصلو ٿيو هو سو انسان کان ڪيئن روڪجي سگهندو؟ رات جو تارخ هڪ هٿ ۾ تلوار ۽ ٻئي شمع جهليو پهرو پئي ڏنو تہ سندس زال ايترن سارن پهرن جي پرواهہ نہ ڪري وٽس آئي. خدا جي قدرت سان ان رات جو ٻار پيٽ ۾ سرجيو. سو هو حضرت ابراهيم عليہ السلام.

حضرت ابراهيم عليہ السلام جي ماءُ جڏهن هٿ پير لهڻ کي ويجهي ٿي، تڏهن نمرود جي خوف کان شهر مان نڪري هڪڙي جبل جي غار ۾ وڃي پٽڙو ڄڻيائين ۽ انِ جو نالو ابراهيم رکيائين. پوءِ روزانو غار ۾ وڃي سندس پرورش ڪندي هئي. اهڙيءَ ريت ست ورهيہ گذري ويا. هڪ ڏينهن حضرت ابراهيم عليہ السلام پنهنجي ماءُ کان پڇيو تہ تنهنجو مالڪ ڪير آهي؟ ماءُ جواب ڏنو تہ تنهنجو پيءُ آذر. وري پڇيائين تہ ان جو مالڪ ڪير؟ ماءُ جواب ڏنو تہ بادشاهہ. وري پڇيائين تہ ان جو مالڪ؟ جواب مليس: تارا. اتي حضرت ابراهيم عليہ السلام وري پڇيس تہ پلا. تارن جو مالڪ ڪير آهي؟ ماڻس لاجواب ٿي ڪٽي ماٺ ڪئي ۽ غار مان نڪري هلي وئي. حضرت ابراهيم عليہ السلام رات جي وقت غار کان ٻاهر نڪتو ۽ هڪ روشن تارو ڏسي چوڻ لڳو تہ منهنجو خدا هيءُ آهي. جڏهن تارو لهي ويو ۽ چنڊ ايريو تڏهن چيائين تہ لهڻ

واري شيءَ کي آءُ پيار نہ ڪندس، منهنجو خدا هيءُ چنڊ آهي. پر جڏهن چنڊ بہ لٿو ۽ صبح جو سج ايريو تڏهن چيائين تہ: چنڊ نہ پر سج منهنجو خدا آهي، جو سيني کان وڏو آهي. جڏهن سج لهي ويو تڏهن چيائين تہ هي خدا هجن ها تہ لهن ئي ڪين ها، منهنجو خدا اهو جلشانہ آهي جنهن کي سدائين بقاءُ آهي.

حضرت ابراهيم عليہ السلام جڏهن وڏو ٿيو، خدا جي وحدانيت جي ماڻهن ۾ تبليغ ڪيائين ۽ ڪافرن جا بت ڀڳائين تڏهن ماڻهو اچي بگڙيا ۽ حضرت ابراهيم کي شهيد ڪرڻ لاءِ هڪڙي چورس کوني کانئين سان ڀرائي، ان کي باهہ ڏيئي آڙاهہ تيار ڪيائون.

چون ٿا تہ ماڻهو حضرت ابراهيم عليہ السلام جي ڪٺ ڪڻڻ آيا، مگر کانئن اها ڪٺ کڻي نہ ٿي. اتي نجومين ٻڌايو تہ چار ملائڪ ڪٺ جي پاڳن کي جهليو بيٺا آهن، انهن کي پري ڪرڻ لاءِ کي اگهاڙيون ڇوڪريون گهرائجن. اهو ٻڌي نمرود کي ڇوڪريون گهرايون ۽ کين اگهاڙي ٿيڻ لاءِ چيو، مگر انهن مان فقط چار ڇوڪريون اگهاڙيون ٿي ڪٺ ڏانهن آيون. اها حالت ڏسي ملائڪ هٽي ويا. پوءِ حضرت ابراهيم عليہ السلام کي ڇوڪنيو ٻڌي آڙاهہ ۾ ڪٺي اڇلايائون.

چون ٿا تہ حضرت ابراهيم عليہ السلام کي آڙاهہ ۾ اڇلڻ کان پوءِ آڙاهہ جي باهہ اجهامڻ لڳي، تڏهن ساندو قوڪون ڏيئي آڙاهہ کي مچائڻ لڳو ۽ ڇڇي وري تڪون هٽي آڙاهہ وسائڻ لڳي، پر آڙاهہ ٻنهي کان زور هو.

نمرود ۽ سندس ڌيءَ ماڙيءَ تان اهو لقاءُ ڏسي رهيا هئا. خدا جي قدرت سان اهو آڙاهہ حضرت ابراهيم عليہ السلام لاءِ گلزار بنجي پيو. ملائڪ بهشتي وڳا ۽ تخت کڻي حضرت ابراهيم عليہ السلام وٽ اچي حاضر ٿيا. حضرت ابراهيم عليہ السلام بهشتي وڳا پائي تخت تي خدا جي ياد ۾ محو ٿي ويهي رهيو. نمرود جي ڌيءَ اهو لقاءُ ڏسي ماڙيءَ تان لهي اچي آڙاهہ ۾ ٽپو ڏنو ۽ حضرت ابراهيم عليہ السلام جا هٿ وٺي چميائين. خدا جي قدرت سان اُن کي بہ ڪجهہ ڪونہ ٿيو. اتي نمرود جي ڌيءَ خدا کي سوال ڪيو تہ منهنجن مائٽن کي بہ مون جهڙو ڪر، مگر انهن جي دلين ۾ ڪفر گهر ڪري ويو هو. تنهنڪري مسلمان نہ ٿيا.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

واءُ لڳــي منــڊ تــي، ڏُنگــي نئيــن دوفــان،
چوهي نيئي اتي ڇڏي، جتي واٽ وڃڻ جي ڪانہ،
ستا جاڳيا ڪينڪي، جيڪي هئا انهيءَ مڪان،
ٻــاري اتــان ٻچايــا، آگــي ٻـــ انســان،
مــرد موچــاري اڪريــن، هئــي مهــري وڏي مــان،
سنت پاڙيئون پاڻ ۾، جيڪا فرمائي رب رحمان،
هاڻي ٻگهڙ ڪر بيان، تہ ڪيئن جيئرا آيا جهان ۾؟

دنگــي = حضــرت ابراهيــم عليہ الســلام جــي والــده.
جيڪي = نمرود جي پهريدار ڏانهن اشارو. مــرد = آذر.
مهري = آذر جي زال.

مراد: جنهن وقت حضرت ابراهيم عليہ السلام جي والده کي پنهنجي وارث آذر سان ملڻ جو خيال ٿيو. تنهن وقت نمرود جي پهرن هوندي بہ قدرت واري کيس آذر تائين پهچايو. ٻئي زال مڙس پاڻ ۾ مليا. حضرت ابراهيم عليہ السلام والده جي پيٽ ۾ سرجيو.

[2]

ستر چونڪيون سراءِ کي، هئا پڙ آرائيـن پيئـن،
ٻـاندر واهــي ٻــاغ جــا، تنهــن ول واهــي شــينهن،
ســانول ســاڳئي ڏينهــن، چــانگو ول چــري ويــو.

ســراءِ = نمــرود جــو محــلات. ٻــاندر = ڪــافر.
ٻاغ = ڪوٽ. ول = آذر جي زال شينهن = اللّٰہتعاليٰ.
چانگو = آذر.

مراد: نمرود کي جڏهن نجوميـن حضرت ابراهيـم عليہ السلام جي ڄمڻ بابت ٻڌايو تڏهن هن مرد ۽ زالون علحده علحده ڪوٺن ۾ بند ڪرائي متن پهرو بيهاري ڇڏيو. آذر، جو سندس خاص خدمتگار هو سو سندس محل ۾ پهرو ڏيندو ۽ اتي ئي رهندو هو. خدا جي قدرت، حضرت ابراهيم عليہ السلام جي والده ايترن پهرن هونـدي بہ رات جو وڃي پنهنجي مڙس آذر سان ملي. کيس ڪنهن بہ ڪونہ ڏٺو ۽ حضرت ابراهيم عليہ السلام ماءُ جي پيٽ ۾ سرجي ويو.

[3]

گونــــدر ۾ گذاريـــــا، ســـــاميءَ سرســـــا ســـــال،
وينـــو هـــو ورونهـــ ۾، نـــ كـــا ســـرت ســـنيال،
پڇيـــائين تـــي پريـــنءَ جـــو، ثـــابت ســـو ســـوال،
تكـــڙو ڏنـــو تـــڏهن، اڃـــي منـــڌ مثـــال،
ســـامي سرجي كونــ كـــو، مورنهـــ ســـو مجـــال،
پوءِ پلي كيا هئس پال، لحظي ۾ ”لعلڻ“ چئـي.

(لعلڻ خان لغاري)

گوندر = غار. سامي = حضرت ابراهيم عليہ السلام.
پرين = الله تعاليٰ. منڌ = حضرت ابراهيم عليہ السلام
جي والده.

مراد: حضرت ابراهيم عليہ السلام غار ۾ ست سال گذاريا ۽ اتئي نپنو. هڪ ڏينهن ماءُ کان پنهنجي ’مالڪ‘ بابت پڇيائين، جنهن آذر ۽ نمرود کي مالڪ نهرايو، مگر حضرت ابراهيم عليہ السلام کي انهيءَ ڳالهہ تي اعتبار نہ آيو. آخر تاري، چنڊ ۽ سج کي مالڪ سمجهيائين، مگر انهن جي لهي وڃڻ تي کيس پڪ ٿي تہ اهي بہ مالڪ نہ آهن. نيٺ حقيقي مالڪ يعني الله تعاليٰ جي هستيءَ تي پروسو ڪيائين.

[4]

بينس كين بندر تي، جن جي كتيئين كٽ،
سپني مـان ”سـرهو“ چئي، ڏوئي بينـو هـٽ،
هـن كـي هئي رِٿ، مني تنهن محبـوب جـي.

(سرهو فقير)

بندر = دِل. جن جي (كٽ كتيئين) = تارن،
چنڊ ۽ سج ڏانهن اشارو. هن = حضرت ابراهيم
عليہ السلام ڏانهن اشارو. محبوب = الله تعاليٰ.

مراد: حضرت ابراهيم عليہ السلام سج، چنڊ ۽ تارن کي ڏسي چيو تہ هي جي خدا هجن ها تہ لهن ئي ڪين ها. اها ڪا بي طاقت آهي، جنهن کي سدائين بقاءُ آهي.

[5]

ســــاراهيان ســـچو ڏڻـــي، خـــالق خلقڻهــــار،
حـاڪم حڪومـت جـو هئـو، هـو دولـت دنيـادار،
آڇيــا انيــراءِ هئــا، هــن کـــي هيـــرن جــا هـــزار،
بيجـل سـان "بـروچ" چئـي، هـن ڪيـا قـول قـرار،
پـوءِ ميراثــيءَ "مـري" چئـي، تنـدون ڪيـون تيـار،
آڻي چاڙهيائين چنگ تـي، اڇي نسـنگ تيـو نـروار،
سـورڻ سـک قتـي ويـو، شـل اهـو مـري مگڻهـار!
هو تـہ راجا راءِ ڪنگهـار هـو، سـو مـانجهي مٿيـادار،
"جاڙو" چئي جهونجهار، هاڻي ڏاها ڳوليو ڏور کـي.

(جاڙو خان مري)

حـاڪم، انيراءِ = نمـرود. بيجـل = اڳهـاڙين
چوڪرين جـو پـيءُ. تنـدون = اڳهـاڙيون چـار
چوڪريون. چنگ = دولـت. سـورڻ = کـٽ.
مگڻهـــــار = چوڪريـــــن جـــــو پـــــيءُ.
راءِ ڪنگهار = حضرت ابراهيم عليہ السلام.

مراد: جڏهن حضرت ابراهيم عليہ السلام کي آڙاهہ ۾ اڇلائڻ لاءِ ماڻهو آيا ۽ کٽ کڻي نہ سگهيا، تڏهن نجومين جي چوڻ موجب نمرود هک ڪافر کي، جنهن جون چار ڏيون هيون، دنيا دولت آڇي انهن چوڪرين کي اڳهاڙو ڪرائي حضرت ابراهيم عليہ السلام جي کٽ ڏانهن موڪليو، ملائڪ اگهاڙين چوڪرين کي ايندو ڏسي هٽي ويا. پوءِ نمرود جي ماڻهن حضرت ابراهيم عليہ السلام کي کٽ سوڌو کڻي آڙاهہ ۾ اڇلايو، مگر خدا جي قدرت سان اهو آڙاهہ گلزار بنجي ويو ۽ حضرت ابراهيم عليہ السلام کي لهس بہ ڪانہ آئي.

[6]

تيرهــن طــاق تــلاءِ کـــي، نــوَ ســوءَ نــوَ دريــون،
اويــر ڪــان تـــي ايريــون، پنــج ســو پنــج پريــون،
آڌو نـــہ آيـــون آب کـــي، ڏســـي ڏيـــل ڏريـــون،
"ڪتي" چئي ڪريون، ڪـو سـالڪ سمجهـي ڳـالهڙي.

(موريو فقير)

تـلاءُ = آڙاهـ. دريـون = ڇپيـون (باهـ جـون).
آب = بيحيائي. پريون = ڇوڪريون (جي نمرود
گهرايـون هيـون). ڪريـون = اهـي چار ڇوڪريـون
جيڪي اگهاڙيون ٿيون.

مراد: نمرود آڙاهـ تيار ڪرايو، جنهن جي ڇپين مانهن مان ڏيل پئي ڏاريا. حضرت ابراهيم عليہ السلام جي ڪٽ ڪٽڻ جي خيال سان هن ڪيتريون ئي ڇوڪريون گهرايون. مگر بين سيني اگهاڙي ٿيڻ کان جواب ڏنو فقط چار ڇوڪريون دنيا جي لالچ تي اگهاڙيون ٿيون.

[7]

لنگهي لچائي ڪري، اچي چارڻ چوريو چنگ،
سورٺ تنهن مگڻهار جو، بيني روءِ ڏنو رنگ،
پري منيون مهرن جون، اچي گهوريون نار نسنگ،
دانهـ ڪندا دنگ، ڏاها انهيءَ ڏور جو.

چارڻ = ساندو. چنگ چورڻ = ڦوڪون ڏيڻ.
سورٺ = ڇچي. مهرون = ٽڪون.

مراد: حضرت ابراهيم عليہ السلام لاءِ جڏهن آڙاهـ تيار ڪيائون تہ ساندو ان کي ڦوڪون ڏئي مچائڻ لڳو ۽ ڇچي ٽڪون وجهي وسائڻ لڳي. پر اهو آڙاهـ هنن ٻنهي جي ٻارڻ ۽ وسائڻ کان زور هو.

[8]

ڏسي تابش تڪڙي، گهڙيو عشق اري،
ماڻهن کي مات لڳي، اجهو محب مري،
هن ٻـ پابوهيو پر سان، ظاهر منجهـ ذري،
پوءِ جيڪو اچي عشق اري، سو مؤجون ماڻي "ملاح" چئي.
(ملاح)

تابش = آڙاهـ جو تؤ. عشق = خدا جي محبت.
محب = حضرت ابراهيم عليہ السلام.
پِر = الله تعاليٰ.

مراد: حضرت ابراهيم عليہ السلام کي جڏهن نمرود آڙاهـ تي چڙهيو تڏهن هو خدائي محبت دل ۾ رکي بيپرواهـ تي منجهس گهڙيو ڪيس ڪابہ تڪليف نہ ٿي، پاڻ آڙاهـ هڪ گلزار بڻجي پيو.

[9]

مومل مؤج مجاز جي، تنهن گهوٽ گهٽا گهايا،
مورهن موتيا ڪينڪي، اندر جي آيا،
پر راڻي ڳنڍجي گجر جا، سڀ مڪر منجهايا،
”ٻيڙي“ سان ”ٻروچ“ آهن، ٻول ٻه ٻولايا،
سي تيا سجايا، جي ڏاهو ڳولي ڏور ڪي.

(نبي بخش خان بلوچ)

مومل = باهه. راڻو = حضرت ابراهيم عليه السلام.

مراد: حضرت ابراهيم عليه السلام کي جڏهن باهه جي آڙاهه ۾ اڇلايو ويو ته باهه ان لاءِ گلزار بڻجي پيئي.

[10]

جيڪا هئي راڻي جي راءِ، ته مومل نه هجي ها ملڪ ۾،
پر مهل انهيءَ ”موريو“ چئي، پيو سوڍي کي سماءُ،
جڏهن راڻي متي راءِ، تڏهن رهي پئي راڄ ۾.

(موريو ڪتي)

راڻو = الله تعاليٰ. مومل = باهه.

مراد: ڪافرن حضرت ابراهيم عليه السلام کي باهه ۾ وڌو ۽ باهه کي خدا جو حڪم ٿيو ته حضرت ابراهيم عليه السلام تي ٿڌي ٿي وڃ، پر اهڙي ٿڌي نه، سلامتيءَ واري ٿڌي. جي باهه ٿڌي ٿي وڃي ها ته اڄڪلهه ڏسڻ ۾ ڪانه اچي ها.

[11]

ڊوليو ڇڏي ڊٺ کي، پيو ڪاڪ اندر ڪاهي،
ننڊ نڊوري هئا ڇڏيا، هت ٻارڻ ٻارائي،
باهه ٻريو پڙڪا ڪري، تي جودؤن جلائي،
مومل ماڙيءَ مان لٿي، چوڏس چتائي،
مولئ ملائي، باهه منجهان بُستان ڪيو.

ڊوليو = حضرت ابراهيم عليه السلام.
ڪاڪ = باهه ڏانهن اشارو. ننڊ = نمرود ۽
مومل = نمرود جي ڌيءَ.

[17]

ڪڙ ڪڙ ڪن مَ وڄُ، ڪين ٻڄي تي سهٽي،
محبتي ميهار جو، دل تي اتم ڏَڄ،
آءُ بہ گهڙينديس اڄ، توڙي اُبتا آرَ ڪرين.

ڪن = آڙاهہ. سهٽي = نمرود جي ڏيءَ.
ميهار = حضرت ابراهيم عليہ السلام.

مراد: جيتوڻيڪ باهہ جي آڙاهہ مان لاٽون نڪري رهيون هيون. مگر نمرود جي ڏيءَ جو حضرت ابراهيم عليہ السلام سان سچو عشق ٿي ويو هو تنهنڪري آڙاهہ جي ڪابہ پرواهہ نہ ڪري بروقت وجي باهہ ۾ ٽپو ڏنائين.

[18]

مٿي تان نہ مٿي، وئي ستيندي سير ۾،
نڪو وَهہ واهڙ ڪي، نڪا گهيڙ گهٽي،
پاڻي ٿيس پٽي، وجي ملي يار ميهار کي.

وَئي = نمرود جي ڏيءَ ڏانهن اشارو.
سير = باهہ. واهڙ = آڙاهہ.
ميهار = حضرت ابراهيم عليہ السلام.

مراد: نمرود جي ڏيءَ جهل پل هوندي بہ نہ رهي ۽ آڙاهہ تي اچي ٽپو ڏيئي وجي حضرت ابراهيم عليہ السلام سان ملي.

### (ب) مڇر ۽ نمرود

نمرود ڪافر، خدائيءَ جي دعويٰ ڪندو هو تنهن ڪي سيڪت ڏيڻ لاءِ حضرت ابراهيم عليہ السلام گهڻي نصيحت ڪئي پر هو پنهنجي هٺ تان هيٺ نہ لٿو نيٺ مٿس خدائي ڏمر، مڇرن جي صورت ۾ نازل ٿيو، جن سندس سڄي لشڪر کي ڪائي ڇڏيو. هڪڙو مڇر نمرود جي نڪ ۾ گهڙي ويو ۽ وڃي مغز جا پردا ڪائڻ لڳو. هو انهيءَ عذاب دور ڪرڻ لاءِ روزانو مٿي تي جڏهن پاڙر هڻائيندو هو. تڏهن ڪجهہ فرحت ٿيندي هيس آخر انهيءَ تڪليف ۾ مري ويو. نمرود جي اها حالت ڏسي سندس ڪٽنب جا ڀاتي ۽ پوئلڳ شرمسار ٿيا.

انهيءَ بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[19]

جوان ڪارڻ جنگ جي، هليو سنگَ سهي،
خوشيءَ سان "خدابخش" چئي، ڪو جو پنڌ ڪهي،
ائين ڪيائين ڪوٽ ۾، جيئن ولوڙجي مهي،
منجهئون ڪوٽ ڪهي، آيو فتح فهميدو ڪري.
(خدابخش)

جوان = مڇر. ڪوٽ = مغز.

مراد: خدائي جي دعويٰ ڪندڙ نمرود. هڪڙي ضعيف مڇر هٿان عذاب سهي مري ويو. انهيءَ مقابلي ۾ مڇر جي فتح ٿي.

[20]

ڪامل ڪناري چڙهيو، هو ٿيو حيران،
پيچي ڪوٽ ڪفار جو، آيو جاءِ جوان،
خبر آهي عام، ستر ۾ "سرهو" چئي.
(سرهو)

ڪامل = مڇر ڏانهن اشارو.
هو = نمرود ڏانهن اشارو. جاءِ = مغز.
جوان = مڇر.

مراد: ڏسو نمرود ۽ مڇر وارو مٿيون بيان.

[21]

سير جي سنڌن ۾، اچي داخل ٿيو دڪو،
پنج دڪي پنج پائي، ڦري ڪيو پئي ڦهڪو،
جي پڙ تو پاسي ٿئي، تہ وينو ڪري واڪو،
ڪهين ۽ ڪشن جو، اچي ساھ سڪو،
نڪئون ٿنونڪو، تڏهن ڦڪا ٿيا "فيضو" چئي.
(فيضو)

سير = نمرود. دڪو = مڇر.
پنج دُڪي، پنج پائي = موچڙا.
پڙُ = پادر. ڪهيون ڪشا = نمرود جي آڪهہ
۽ اولاد. نڪو ٿنڻ = نمرود جو مرڻ.
ڦڪا ٿيا = نمرود جا پوئلگ.

مراد: خدائيءَ جي دعويٰ ڪندڙ نمرود جي مغز ۾ مڇي وڃي ويهي رهيو ۽ ڪيس چڪ هڻڻ لڳو. تڏهن پريشان ٿي مغز تي پادر هڻائيندو هو ۽ آخر نمرود جي مرڻ کان پوءِ سندس پوئلڳ بہ پشيمان ٿيا.

[22]

نينگرڙو نچي، ڪاهي پيو ڪن ۾،
انهيءَ اڃي هن کي، وڏو مونجهارو من ۾،
چوڪرڙي ڇن ۾، هن کي چيرن سان چني وڌو.

نينگرڙو = مڇر. ڪن = نڪ.
هن = نمرود ڏانهن اشارو. چيرا = چڪَ.

مراد: ڏسو نمرود ۽ مڇر وارو مٿيون بيان.

[23]

گهاتو منجهہ گهڙي، وڏا ڪات ڪلين ۾،
جڏهن پيو مچ مري، تڏهن سپيئي سرها ٿيا.

گهاتو = مڇر. ڪات = چڪ. مچ = نمرود.

مراد: نمرود جي مرڻ کان پوءِ سڄو ملڪ سندس ظلم کان آزاد ٿي ڏاڍو خوش ٿيو.

## (ج) حضرت ابراهيم عليہ السلام جو پکين کي ماري وري جيئرو ڪرڻ

چون ٿا تہ هڪ ڀيري حضرت ابراهيم عليہ السلام کي خيال آيو تہ قيامت ۾ مئل ڪيئن زندهہ ٿيندا. انهيءَ حيرت ۾ هن الله تعاليٰ کي عرض ڪيو تہ: هي مئل قيامت ۾ ڪيئن زندهہ ٿيندا. تنهن تي الله تعاليٰ فرمايو تہ: چئن قسمن جا پکي وٺي انهن کي چار چار ٽڪر ڪري، انهن جي سسين سان مختلف عضوا ملائي مختلف پاسن ڏانهن اڇلاءِ. ان بعد چئني پکين کي سڏ ڪر. حضرت ابراهيم عليہ السلام حڪم مجي ائين ڪيو تہ چارئي پکي اُڏامندا اچي اڳيان حاضر ٿيس. تڏهن الله تعاليٰ جو آواز آيو تہ: اي ابراهيم! مون لاءِ اها ڪا وڏي ڳالهہ نہ آهي آءٌ ائين ئي مئل زندهہ ڪندو آهيان.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[24]

ساراهيان سچو ڌڻي، جو آهي ملڪ جو مختيار،
خاوند خاص خلقي، نبي ڪيو نروار،
نفس نمايو نر ڪي، تو بچي پريءَ ڪان پار،
آواز آيس اوچتو، تہ ڪر ڪهڻ جي ڪار،
چيها ڏيئي چريءَ سان، ڪيائين ڪاسائڪي ڪار،
مڙدا متائي مهل انهيءَ، ڇڏيئين چؤطرف چوڌار،
خيال منجهان "خاصخيلي" چئي، آهي وڏي سگهہ ستار،
ڪري ذڙ سسيءَ ڪؤن ذار، سي هن قوندا ڪري ڦتا ڪيا.

(حاجي حامد خاصخيلي)

نر = حضرت ابراهيم عليہ السلام.
پرين = الله تعاليٰ. آواز اچڻ = چئن پکين کي
آٽي ڪهڻ لاءِ چوڻ.

مراد: حضرت ابراهيم عليہ السلام چئن پکين کي ذبح ڪري انهن جا ٽڪر ڪيا اهي جداجدا طرفن تي اڇلايا وري ڪين سڏ ڪيائين تہ چارئي پکي جيئرا اڏامي اچي سندس اڳيان حاضر ٿيا.

[25]

بي سرا بر ۾، هليا واجت وڄائي،
ويلو تہ ڪيائون وچ ۾، ڇڏيا سائين سمجهائي،
مليا وڃي ملوڪ کي، قلبئون سي ڪاهي،
ويا دليل دل مان، تي دانهہ دلجائي،
خيال منجهان "خاصخيلي" چئي، هو نام وينو ناهي،
پوءِ ترتئون تپائي، هن ريهيا وڏي روح سان.

(حاجي حامد خاصخيلي)

بي سرا = چارئي پکي.
ملوڪ = حضرت ابراهيم عليہ السلام.
ريهڻ = ڌڙن تي سسيون رکڻ.

مراد: حضرت ابراهيم عليہ السلام پکين جو عضوو عضوو جدا ڪري اڇليو، وري سڏ ڪرڻ تي انهن جون سسيون ڌڙن سان اهڙي ريت مليون ويون جيئن کو پڳل تانءُ ريهہ اچڻ سان ڳنڍجي وڃي.

[26]

ريهيائين وڏي روح سان، جن ۾ وتي ناهي وار،
ويا وسوسا وجود جا، تي تن اندر تار،
لڳس ميخون محبت جون، هينئڙي منجهه هزار،
خيال منجهان "خاصخيلي"چئي، تي لنءِ لنءِ منجهه لغار،
پوءِ ٿيو صاف سردار، جنهن جا لتا ڪَس قلب تان.

(حاميد خاصخيلي)

ريهيائين = پکين جون سريون ڏڙن تي رکيائين.
هن = حضرت ابراهيم عليہ السلام ڏانهن اشارو.

مراد: پکين جا ڏڙ ۽ سسيون ملي ويون ۽ هر هڪ قسم جدا تي اُڏامڻ لڳو.

[27]

چار املهه آئي، ڪامل وڏا ڪين ۾،
سي نابودان ويا نڪري، وڏا پرور پڇاڙي،
جڏيا عاقل اتاري، مهل انهيءَ "موريو" چئي.

(موريو ڪٽي)

املهه = پکي. ڪامل = حضرت ابراهيم عليہ السلام. ڪين ۾ وجهڻ = ماري ڇڏڻ.
عاقل = حضرت ابراهيم عليہ السلام.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## (د) حضرت ابراهيم عليہ السلام ۽ فقير

ڳالهه تا ڪن تہ حضرت ابراهيم عليہ السلام وٽ هڪ لڳا هڪڙي فقير اچي خيرات جو سوال ڪيو. حضرت ابراهيم عليہ السلام کي جڏهن معلوم ٿيو تہ هو غير مسلم آهي. تڏهن چيائينس تہ مسلمان ٿيءُ تہ پوءِ خيرات ڏيانءِ. اهو بڌي فقير خيرات کان بس ڪري هليو ويو. ايتري ۾ الله تعاليٰ طرفان جبرئيل پيغام آندو تہ: اي ابراهيم! فقير کي نہ موٽايو پر سندس مرحبا ڪريو. حڪم بڌي حضرت ابراهيم عليہ السلام فقير کي ڳولي کيس موٽائي وٺي آيو ۽ سندس گهڻي عزت ڪيائين ۽ کيس خيرات بہ ڏنائين اهو حال ڏسي اهو فقير ايمان آڻي مسلمان ٿيو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[28]

آديسي اگڻ تي، هنئي سين سچي،
ڪامل وينو هو ڪوٽ ۾، تنهن جي روح رچي،
واحد وحي هلايو، تہ ڪر نہ ڳالھہ ڪچي،
سو ويندو بحرن ڪان بچي، مھل انهيءَ "موريو" چئي.
(موريو ڪٽي)

آديسي = سوالي فقير. ڪامل = حضرت ابراهيم
عليہ السلام. بحرَ = دوزخ جي باهہ.

## (هہ) حضرت ابراهيم عليہ السلام جي مهمان نوازي

چون ٿا تہ، حضرت ابراهيم عليہ السلام جي عادت هوندي هئي تہ هو ڪڏهن بہ مهمانن ڪان سواءِ ماني نہ کائيندو هو. هڪڙي دفعي ٽي ڏينهن گذري ويا پر ڪوبہ مهمان ڪونہ آيو ۽ نڪي وري حضرت ابراهيم عليہ السلام ائين ماني کاڌي سو مهمانن جي انتظار ۾ ڏاڍو پريشان ٿيو. الله تعاليٰ سندس پريشاني ڏسي، بہ ملائڪ انساني شڪل ۾ مهمان ڪري ڏانهس موڪليا، جن کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ اُنهن سان گڏجي ماني کائڻ وينو. کاڌو کائي مهمان تہ هليا ويا پر کاڌي تي نظر پيس تہ اهو اوتروئي هو تڏهن سمجهيائين تہ شايد مهمان ڪجھہ بہ نہ کاڌو فقط هٿ ڳنڍيو ويٺا هئا. اهو ڏسي ڪيس ڏاڍو ارمان ٿيو تہ مهمان بکايل هليا ويا.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[28]

جرورَ جنگ اُماٺيا، ماڳ انهيءَ مهمان،
هٿ ڏوئي حاضر ٿيا، کائڻ وينا خان،
ان جا اٿم اَرمان، تہ لاهوتي لنگھڻ ويا.
(موريو ڪٽي)

جرور = الله تعاليٰ. مهمان = ملائڪ.
اٿم = حضرت ابراهيم عليہ السلام ڏانهن
اشارو. لاهوتي = ملائڪ.



# 6- حضرت اسماعيل عليہ السلام

## (الف) حضرت اسماعيل عليہ السلام جي ولادت

نمرود جي ناس ٿيڻ کان پوءِ حضرت ابراهيم عليہ السلام بابل کي ڇڏي اچي بيت المقدس ۾ رهيو. ان وقت سندس عمر 99 ورهيہ هئي. بيبي هاجره کي اميد واري هئي ۽ کيس پٽ ڄائو جنهن جو نالو حضرت اسماعيل عليہ السلام رکيائين[1].

بيبي هاجره کي پٽ ڄمڻ کان پوءِ حضرت ابراهيم عليہ السلام جي ٻي بيبي ساران سهي نہ سگهي. تنهنکري حضرت ابراهيم عليہ السلام کي چيائين تہ هاڻ اسان جو گڏ رهڻ چڱو نہ ٿيندو تون هاجره کي پٽ سوڌو ڪنهن بيابان ۾ ڇڏي اچ. حضرت ابراهيم عليہ السلام کي خدا تعاليٰ طرفان وحي ٿيو تہ جيئن بيبي ساران چئي تي تيئن ڪر. لاچار حضرت ابراهيم عليہ السلام بيبي هاجره کي پٽ سوڌو اُن تي چاڙهي انهيءَ بيابان ۾ ڇڏي آيو. جتي هينئر مڪي معظم جو شهر آهي. جتي انهيءَ زماني ۾ نہ ڪا ساوڪ هئي ۽ نہ پاڻي. بيبي هاجره پاڻيءَ لاءِ صفا ۽ مروه ٽڪرين ٻروچ ۾ ڊوڙون پاتيون مگر پاڻي هٿ نہ آيس. هوڏانهن حضرت اسماعيل عليہ السلام جنهن کي سمهاري ويئي هئي سو ننڊ مان جاڳي روئڻ ۽ ڪڙيون گهرڙڻ لڳو. خدا جي قدرت سان ان جاءِ تي مني پاڻيءَ جو چشمو پيدا ٿي ويو. جيڪو اڄ تائين "آب زم زم" جي نالي سان قائم آهي.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

ڪرڙا ڏونگر ڪہ گهٽي، جت ڳائو نہ وائو،
سسئيءَ کي تنهن سج ۾، پنهون پٽ ڄائو،
لٿو اونڌاهو، وهہ واهہ تي وٽڪار ۾.

سسئي = بيبي هاجره. پنهون = حضرت اسماعيل عليہ السلام.

---

(1) ڏورن جي روايتن موجب، حضرت اسماعيل عليہ السلام بيابان ۾ ڄائو هو.

مراد: حضرت اسماعيل عليہ السلام جي ڄمڻ جي ڪري بيابان بدران گلزاريون ٿي ويون.

[2]

ڪوڏر نہ ڪاتي، ڇا سين جبل ٽاڪيان،
حق ملاءِ هادي، ناحق گهوري ناهيان.

ڪوڏر ڪاتي = ناڙي وڍڻ لاءِ اوزار.
جبل = ناڙو.

مراد: حضرت اسماعيل عليہ السلام جڏهن رڻ ۾ پيدا ٿيو هو تڏهن اتي ڪوبہ اهڙو اوزار نہ هو جنهن سان ناڙو وڍجي.

[3]

مومل ۽ سومل، جنبي ڪوڙيون جوان،
نارين مان نر پيدا ڪيو، سائين رب سبحان،
"طاهر" چئي تن جو، باري ٿيو بيان،
سالڪ سو سجان، جو ڏاهو ڳولي ڏور ڪي.
(محمدطاهر ٻبر)

مومل سومل = ڪڙيون جي ناريون پڻ آهن.
نر = پاڻي. جوان = حضرت اسماعيل عليہ السلام.

مراد: حضرت اسماعيل عليہ السلام ۽ سندس والده کي جڏهن مڪي جي واديءَ ۾ حضرت ابراهيم عليہ السلام اڪيلو ڇڏي ويو تڏهن حضرت اسماعيل عليہ السلام پاڻي لاءِ زمين تي ڪڙيون هنيون جتان ان جي لاءِ قدرتي پاڻيءَ جو چشمو پيدا ٿيو.

[4]

منڌن مان ملوڪ ٿيا ها، غازيءَ وٽ ٻہ گلَ،
درڪار هئا دانهہ ڪي، اُهيئي اَملَ،
اهڙا قرب ٿيا اڪمل، انهن سان "الهہ بخش" چئي.
(الهہ بخش)

منڌون = پيرن جون ڪڙيون. ملوڪ ۽ گل = چشما.
غازي = حضرت اسماعيل عليہ السلام.

مراد: حضرت اسماعيل عليہ السلام جي ڪڙين هڻڻ ڪري بريٽ ۾ بہ چشما پيدا ٿي پيا جن جي حضرت اسماعيل عليہ السلام کي ضرورت هئي.

**(ب) شهر مڪہ معظمہ جو بڌجڻ**

"آب زم زم" جي پيدا ٿيڻ ڪري بيبي هاجره تمام خوش گذاريندي هئي، وٽس ڪاڏي پيتي جو سڀ سامان ميسر هو. پاڻ ڪپڙي جي ڇانو ڪري حضرت اسماعيل عليہ السلام کي جهولي ۾ وجهي پنهنجي پروردگار جي پيئي ساراهہ ڪندي هئي. آسپاس جا ماڻهو مال چارڻ جي خيال سان اتي اچي نڪتا ۽ بيابان ۾ پاڻي ڏسي خوش بہ ٿيا ۽ حيران بہ ٿيا. بيبي صاحبہ کان حقيقت پڇيائون. جنهن کين چشمي پيدا ٿيڻ جو سارو ذڪر ٻڌايو. انهيءَ تي انهن ماڻهن بيبي صاحبہ پاڻيءَ جي استعمال ڪرڻ جي اجازت گهري ۽ ان جي عيوض هر چوپائي مال مان هر سال ڏهن جي پويان هڪ يعني ڏهون حصو بيبي صاحبہ کي ڏيڻ قبول ڪيو. بيبي صاحبہ کين پاڻي استعمال ڪرڻ جي اجازت ڏني. ڪجهہ وقت کان پوءِ اتي آسپاس جا ماڻهو لڏي آيا ۽ پنهنجا گهر گهاٽ ناهي رهڻ لڳا.

چون ٿا تہ مڪو نالي سوداگر پنهنجي قافلي سان اچي انهيءَ چشمي وٽان لانگهائو ٿيو ۽ پاڻي ڏسي قافلي کي روڪي بيبي صاحبہ سان اچي مليو. خبر چار پڇي پاڻي جي استعمال ڪرڻ جي اجازت گهريائين. ان تي بيبي صاحبہ حضرت اسماعيل عليہ السلام کان موڪل گهرڻ لاءِ چيس. سوداگر حضرت اسماعيل عليہ السلام کان اجازت گهري جنهن انهي شرط تي اجازت ڏني تہ پاڻي اهو ماڻهو استعمال ڪري جيڪو هت رهي. مڪي سوداگر اهو شرط قبول ڪيو ۽ پوءِ سڄي قافلي پاڻي واپرايو. جڏهن رات تي تڏهن هو قافلو قطاري راتو واهہ پڇي نڪتو ۽ ساري رات پنڌ ڪندو رهيو. جڏهن صبح ٿيو، تڏهن پاڻ کي انهيءَ هنڌ تي ڏٺائين. اهڙي ريت ٽي راتيون هن ڪوشش ڪئي، مگر اُٺ بہ ان حد کان ٻاهر نڪري نہ سگهيا ۽ ڦريو گهريو ساڳي جاءِ تي اچيو ٿي بيٺا. مڪي سوداگر اها حالت ڏسي وڃڻ جو خيال لاهي ڇڏيو ۽ اتي ئي شهر ٻڌي ويهي رهيو، جيڪو هينئر مڪہ معظمہ جي نالي سان سڏجي ٿو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[5]

منڌ پئي هئي مامري، وڏي تہ ڪن ڪر ڳلن،

هٿ هٿي هوءَ نہ سگهي، ڪڍيو ساهہ سورن،
اتلان پٽلان پيو ڪري، ٻوڙيائين پئي ٻيٽن،
ٻيڙو آين ٻاجهہ پريو، اڄي هنيو منهن مارڪن،
”والينا!“ اهي گوندر مَ گڏجن، آئي تہ عجيب جي.
(واليڏنو حجام)

منڌ = بيبي هاجره. اتلان پٽلان
ڪرڻ = زمين تي ڪڙيون هڻڻ.
ٻيڙو = مڪي سوداگر وارو قافلو.

مراد: حضرت اسماعيل عليہ السلام جي ڄمڻ تي پاڻي جي تنگي هئي، جنهن ڪري بيبي هاجره صفا ۽ مروه جي وچ ۾ پاڻي لاءِ ڊوڙون پاتيون. ايتري ۾ حضرت اسماعيل عليہ السلام جي ڪڙين هڻڻ سان پاڻيءَ جو چشمو پيدا ٿيو. ڪن ڏينهن بعد مڪو سوداگر اتي آيو ۽ پاڻي جي خاطر اتي ئي رهڻ جو واعدو ڪيائين آخر مڪہ معظمہ شهر ٻڌي ويهي رهيو.

[6]

ساراهيان سچو ڌڻي، خالق خلقٿهار،
ماڙيچا ملڪ جا، هئا واپاري وينجهار،
سانگي سنيري هليا، اُهي ڪاهي ڌڻ ڌنار،
ڪنوڻ ڏنائون ڪنوندي، هٿي ٻادل ڪئي ٻهار،
ونيي وير، وسون ٿيون، سائين ڪيا سڪار،
چنئون وِيءَ وڏانجهرو، ٿيا سڪيا سپ سنگهار،
مهراڻي جي ”مري“ چئي، تين ساروٽي سنيار،
پري پاس پٽن جي، ڪن متي تڙ تنوار،
اهي ويڙهيچا ولهار، خوش رهن تا ڪاهڙُ ۾.
(جاڙو خان مري)

ماڙيچا = مڪي وارو سات.
ڌَڻُ = اُنن جي قطار. ڪنوڻ = بيبي هاجره،
حضرت اسماعيل عليہ السلام جي والده.
ٻادل = حضرت اسماعيل عليہ السلام.
وير = حضرت اسماعيل عليہ السلام جي ڪڙِي
هڻڻ سان زمين مان نڪتل پاڻي جو چشمو.

ويڙهيچا = مکي وارو سات.
ڪاهڙ = حضرت اسماعيل عليہ السلام جي
رهڻ واري جاءِ (مڪہ معظمہ) هو.

مراد: ڏسو متئين بيان ۾ مکي سوداگر وارو احوال.

[7]

اُوتڙ پئي تي آئيا، مارو ڏسي ماڙ،
تن کي مير مينڌرا تڙان ڪين اُتاڙ،
پياري پر چاڙهہ، جيڪي آسائو اتئي آئيا.

مارو = مکي سوداگر جو سات. ماڙ = چشمو.
مينڌرو = حضرت اسماعيل عليہ السلام.
آسائو = سات وارا.

مراد: ڏسو مکي سوداگر وارو بيان.

[8]

ڪلاچيءَ جي ڪُن تي، اچن ڪاهو ڪاهہ،
اڳيان ٻانڌا ٻڌجي ويا، موتيو اچن ملاح،
ڪري سي صلاح، پوءِ ونجهہ ڪوڙي ويهي رهيا.

ڪُن = حضرت اسماعيل عليہ السلام وارو چشمو.
ملاح = مکي سوداگر جو سات.

مراد: ڏسو مکي سوداگر وارو احوال.

[9]

سانگي هليا سانگ تي، مارو مال ڪاهي،
هنن وڃڻ ڪاڻ وس ڪيا، هن ڇڏيا هِن راهي،
پوءِ ڏنئين ملڪ وسائي، تہ سانگي رهي پيا سانگ تي.

(الله ڏنو جسڪاڻي)

سانگي = مکي سوداگر جي سات وارا.
هِن = حضرت اسماعيل عليہ السلام ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو مکي سوداگر وارو احوال.

[10]

بيجل بولي ڪري، اُسهيو هي اورنگ،
ڪين ملهايو هو منگتي، نمڪ سندو ننگ،
ڪيائين جهد "جلال" چئي، دانهه لڌو نه دنگ،
پوءِ ڏسي راجا سندو رنگ، تيلاهون تابعدار ٿيو.

(جلال پٽي)

بيجل = مکو سوداگر. نمڪ = چشمي جو
پاڻي. راجا = حضرت اسماعيل عليہ السلام.

مراد: مکي سوداگر جڏهن چشمي تي اچي پاڻي گهريو، تڏهن بيبي هاجره چيس ته پاڻي معصوم (حضرت اسماعيل عليہ السلام) جو آهي، ان کان اجازت گهر. جا هن انهيءَ شرط سان ڏني ته هئي شهر ٻڌي ويهن. مکي سوداگر شرط قبول ڪري پاڻي ڪم آندو، پر پوءِ راتو رات ساٽ وارا وني پڳا، جڏهن صبح جو ڏسن ته بينا آهيون. تڏهن لاچار شهر ٻڌي ويهي رهيا.

[11]

اُٺ نه پهري وڳ سان، وڃي تان نه پري،
پکي چام پنهون جي، متي ڳاٽ ڌري،
سو وڃي ڪيئن پري؟ جنهن کي جهوري جت جڏو ڪيو.

پکو = چشمو. پنهون = حضرت اسماعيل عليہ
السلام. سر = مکي سوداگر ڏانهن اشارو.
جت = حضرت اسماعيل عليہ السلام.

مراد: مکو سوداگر قافلو ڪاهي آيو، جڏهن چشمي تان پاڻي پي هلڻ جي ڪيائون، ته اُٺَ ڦري گهري اتي موٽي آيا، تڏهن مکو شهر ٻڌي ويهي رهيو.

[12]

مستري موٽر جي، ڪري وڏي آهي ڪل ڪچي،
هن جا برج بيهي رهيا، ويس اسڪرو اچي،
هندبل هلن ئي ڪينڪي، سي ڪوڙا ٿيا ڪنجي،
اٿئي ڳالهه سچي، ڏاها! ڳول تون ڏور ڪي.

مستري = مڪو سوداگر. موتر = قافلو.
ڪل ڪچي ڪرڻ = انجام ڪان ڦرڻ.
برج = اُٺ.

مراد: مڪي سوداگر چشمي مان پاڻي پي، راتورات پڇي وڃڻ جو خيال ڪيو. مگر سندس قافلو ڦري گهري ساڳي جاءِ تي تي آيو. اها حالت ڏسي نيٺ اتي شهر ٻڌي ويهي رهيو.

## (ج) حضرت اسماعيل جو ذبح ٿيڻ

حضرت ابراهيم عليہ السلام بيبي هاجره کي بيابان ۾ ڇڏي، پاڻ اچي بيت المقدس ۾ خدا جي عبادت ۾ مشغول رهيو. هوڏانهن بيبي هاجره الله تعاليٰ جي درگاهه ۾ سوال ڪندي رهي تہ ڪڏهن حضرت ابراهيم عليہ السلام اچي ڪو پيرو ڪري وڃي. آخر ٻارهن سالن ڪان پوءِ هڪ رات حضرت ابراهيم عليہ السلام کي خواب ۾ الهام ٿيو تہ: اي ابراهيم! اٺي قرباني ڪر. حضرت ابراهيم عليہ السلام صبح جو اُٺ قربان ڪيا. ٻيءَ رات بہ آواز آيو تہ وري بہ اُٺ قربان ڪيائين، پر ٽينءَ رات بہ آواز آيو تہ: اي ابراهيم! تنهنجي اها قرباني قبول نہ آهي، پر پنهنجو پٽ خدا جي رضامندي خاطر قربان ڪر.

چون ٿا تہ حضرت ابراهيم عليہ السلام بيبيءَ هاجره وٽ آيو ۽ ساڻس خواب جو ذڪر ڪري ڪانئس پٽ قربان ڪرڻ جي اجازت گهري، بيبي صاحبہ نہ رڳو خوشيءَ سان اجازت ڏني، پر سندس اچڻ تي گهڻي خوش ٿي. پوءِ حضرت ابراهيم عليہ السلام. حضرت اسماعيل عليہ السلام کي قربان گاهه ڏانهن وٺي روانو ٿيو تہ بيبي هاجره خدا جي درگاهه ۾ هن جي ثابت قدمي لاءِ دعا گهري.

چون ٿا تہ حضرت اسماعيل عليہ السلام پنهنجي والد سان گڏ جيئن قربان گاهه ڏانهن پئي ويو تہ ان کي شيطان اچي چيو تہ، خبر اٿئي تہ تنهنجو والد توکي ڪهڻ لاءِ هار سينگار ڪرايو وٺيو پيو وڃي؟ تڏهن حضرت اسماعيل عليہ السلام پڇيس تہ اها صلاح ڪنهن ڏني اٿس؟ شيطان جواب ڏنو تہ خدا جو حڪم ٿيو اٿس. ان تي حضرت اسماعيل عليہ السلام چيس تہ جي خدا جو حڪم آهي تہ هيءُ هڪ سر تہ ڇا پر ان جي نالي تي سؤ سِر هجن تہ بہ صدقو ڪريان! اهو جواب ٻڌي شيطان شرمندو ٿي هليو ويو.

حضرت ابراهيم عليہ السلام پنهنجي فرزند کي منهن ڀر ليٽائي ذبح ڪرڻ

تي هو تہ خيال آيس تہ پٽ کي ذبح ڪرڻ ۾ متان هٻڪ. تڏهن اکيون ٻڌي ڪاتي وهائڻ لاءِ تيار ٿيو تہ وري ڪاتي وڍڻ جو ڪم نہ ڪيو ۽ خدا جي حڪم سان اُبتي وهڻ لڳي.

ان وقت الله تعاليٰ جبرئيل هٿان هڪ بهشتي گهيٽو موڪليو جو هن حضرت ابراهيم عليہ السلام جي اڳيان آڻي جهليو تہ حضرت اسماعيل عليہ السلام جي بدران اهو گهيٽو ذبح ٿي ويو. حضرت ابراهيم عليہ السلام سير وجهڻ بعد ڪست مان ڪاتي ونئي اڇلي جنهن آسمان ۾ مکڙ ۽ درياهہ ۾ ميڇي وڃي حلال ڪئي. پوءِ اکيون کوليائين تہ حضرت اسماعيل عليہ السلام جي بدران گهيٽو ذبح ٿيل ڏسي حيرت ۾ پئجي ويو. ان وقت کيس الهام ٿيو تہ، اي ابراهيم! تنهنجي قرباني قبول ٿي. تڏهن رب تعاليٰ جو شڪر بجا آندائين ۽ حضرت اسماعيل عليہ السلام کي موٽائي اچي بيبي هاجره جي حوالي ڪيائين. جنهن پڻ شڪراني جا سجدا ڪيا.

چون ٿا تہ حضرت ابراهيم عليہ السلام گهيٽي جو گوشت بيبي هاجره کي آڻي ڏنو جنهن زمين ۾ پوري ڇڏيو. جنهن جي نشاني اڄ ڏينهن تائين 'ڪنيي' جي صورت ۾ موجود آهي.

[13]

نڪو اير نڪو پير، نڪو اوني آئيو،
ماروئڙا تہ مليـر ۾، واري وينم وير،
ڪل لهندم ڪير، مارن ريءَ مليـر ۾.

ماروئڙا = حضرت ابراهيم عليہ السلام.
لهندم = بيبي هاجره ڏانهن اشارو.
ملير = رڻ پٽ.

مراد: بيبي هاجره کي حضرت ابراهيم عليہ السلام رڻ پٽ ۾ اڪيلو ڇڏي هليو ويو. جدائيءَ جي وقت ۾ بيبي صاحبہ چيو تہ هاڻي هتي ڪير منهنجي سارسنڀال لهندو؟

[14]

اڄ پڻ ريڏم واءُ، آيم رات سهاڳ جي،
مٺيو مون وٽ اڳهين هو، پر املهہ ڪيو اُهاءُ،
دوڪا دل مٿانءُ، ليلان جي لهي وسا.

راءُ = حضرت ابراهيم عليہ السلام.
مٺيو = حضرت اسماعيل عليہ السلام.
املھ = حضرت ابراهيم عليہ السلام جي آمد.
ليلان= بيبي هاجره.

مراد: حضرت ابراهيم عليہ السلام، بيبي هاجره کي بيابان ۾ ڇڏي هليو ويو هو ۽ جڏهن وري حضرت اسماعيل عليہ السلام جي قربانيءَ لاءِ اتي آيو تہ بيبي صاحبہ چيو تہ اسماعيل مون وٽ موجود هو، پر حضرت ابراهيم عليہ السلام جي اچڻ کان پوءِ منهنجا درد ڏک سڀ لهي ويا.

[15]

پلي آئين پلا پرين، تون پلي آئين ڪانڌ!
تو آئي پراڻا پاند، نرمل! نينهن نوان ٿيا.

ڪانڌ = حضرت ابراهيم عليہ السلام.

مراد: جڏهن حضرت ابراهيم عليہ السلام، بيبي هاجره وٽ خواب جي حقيقت ٻڌائڻ لاءِ آيو، تڏهن بيبي گهڻو خوش ٿي ۽ حضرت جن جي مرحبا ڪئي.

[16]

جيءُ آئين پلي آئين، محب منا مننار!
اکيون مان اوچڻ ڪيان، پتر وڇايان وار،
سونهن پريا سردار! توتان سؤ سر صدقي ڪيان.

مننار = حضرت ابراهيم عليہ السلام.
اکيون = بيبي هاجره ڏانهن اشارو.

مراد: جڏهن حضرت ابراهيم عليہ السلام خواب لهڻ ۽ پنهنجي فرزند حضرت اسماعيل عليہ السلام جي قرباني ڏيڻ جو ذڪر بيبي هاجره کي ٻڌائي، ڪانئس اجازت وٺڻ آيو تڏهن بيبي صاحبہ نہ رڳو سندس مرحبا ڪئي، پر ڪيس خوشيءَ سان پنهنجي فرزند حضرت اسماعيل عليہ السلام کي قربان ڪرڻ جي اجازت ڏني.

[17]

قاصد! تون کهي، وڄ سگهو سڄڻ وٽ،
سوڪڙي اها سانيھ جي، نيئي اڳيئن ساجن سٽ،
متان ٿئي گهٽ، مطلب تنهن محبوب جو.

قاصد = حضرت ابراهيم عليه السلام.
سڄڻ = ڌڻي تعاليٰ. سوڪڙي = حضرت
اسماعيل عليه السلام. سائيهه = عالم ارواح
(اصل وطن). ساجن = ڌڻي تعاليٰ.
محبوب = ڌڻي تعاليٰ.

مراد: حضرت ابراهيم عليه السلام جڏهن حضرت اسماعيل عليه السلام جي قرباني لاءِ بيبي هاجره وٽ اڇي ڪانئس اجازت گهري تو، ته هوءَ ڪيس خوشيءَ سان اجازت ڏيئي جلد قرباني ڪرڻ لاءِ تاڪيد ڪري ٿي.

[18]

هرڻ وڃي ٿو هڪڙو، تنهن جي پٺ رڪجئين پير!
ماريءَ ڪي به مهت ملي، هرڻ نه لڳي تير،
ثابت رکي سير، موٽي اچن ماڳ تي.

هرڻ = حضرت اسماعيل عليه السلام.
ماري = حضرت ابراهيم عليه السلام.

مراد: حضرت اسماعيل عليه السلام کي جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام ذبح ڪرڻ لاءِ وني ٿي ويو، تڏهن سندس والده ان لاءِ دعا گهري، دعا قبول ٿي، حضرت ابراهيم به سرخرو ٿيو ته حضرت اسماعيل عليه السلام به صحيح سلامت رهيو.

[19]

جهڙو پنهون پاڻ هو، تهڙو مليس جاني جت،
پر سسئي جهڙا ست، بي ڪامڻ ڪندي ڪانه ڪا.

پنهون = حضرت ابراهيم عليه السلام.
جت = حضرت اسماعيل عليه السلام.
سسئي = بيبي هاجره.

مراد: حضرت ابراهيم عليه السلام، جهڙو صابر هو اهڙوئي سندس فرمانبردار فرزند حضرت اسماعيل عليه السلام، ثابت قدم ٿيو. مگر بيبي هاجره جهڙي عورت جا رضا تي راضي ٿي ۽ جنهن خوشيءَ سان فرزند جي قرباني جي اجازت ڏني، اهڙي عورت مشڪل ملندي.

[20]

وڪامان تہ پل وڪٽي چڏي، اهو خان وڃي خرچي،
سوءُ دفعا صدقو تيان، جي پرين مون سان پرچي،
جي سوڍو مون سان سرچي، تہ ڏينم ملائڪ مڙئي مبارڪون.

آءُ = حضرت اسماعيل عليہ السلام ڏانهن اشارو.
خان = حضرت ابراهيم عليہ السلام.
پرين ۽ سوڍو = الله تعاليٰ.

مراد: شيطان جي برغلائڻ تي حضرت اسماعيل عليہ السلام ڪيس چيو تہ. خدا جي رضامندي حاصل ڪرڻ لاءِ مون وٽ سوءُ سرَ هجن تہ قربان ڪريان، منهنجي قرباني تي ملائڪ بہ خوش ٿي مبارڪون ڏيندا.

[21]

عمر ڪنئي آ مارئي، ضبط ڪري زورو،
ڪتا حوڙيئي ڪيترا، هاڻ ماڻ هاتڪ هندرو.

عمر = حضرت ابراهيم عليہ السلام.
مارئي = ڪاتي. ڪتا = جانور.
هندرو = حضرت اسماعيل عليہ السلام.

مراد: حضرت ابراهيم عليہ السلام ڪاتي کي ڪيس چيو تہ تو گهڻيئي جانور ڪنا آهن، هاڻ حضرت اسماعيل عليہ السلام کي ذبح ڪري سرخرو ٿيءُ.

[22]

ونج راهہ رسول جي، بيا پولا چڏي پج،
ستي چيئينس سيج تي، اُتي ڪامل ڪج،
هن بہ پنهنجي پچاٽي ڪئي، جيتر ايريو چوٿون سج،
سومري چيو سوڍي کي، تون ڪو ڏاج پليرو ڏج،
موتي ڏنئين مهريءَ کي، هيءَ ناتر اتئي نِج،
ڪامڻ قبوليو ڪينڪي، هو تہ دودن سندو بج،
هاڻ تہ سمو ڄام سهج، ڪندو امت تي "احمد" ڇٽي.
(احمد خان مري)

سومرو = الله تعاليٰ. سوڍو = حضرت
ابراهيم عليه السلام. ڏاج = قرباني، خير.
موتي = حضرت اسماعيل عليه السلام.
ناتر = ڪاتي. ڪامڻ = ڪاتي.

مراد: حضرت ابراهيم عليه السلام کي ستي خواب ۾ اشارو ٿيو تہ ڪا قرباني ڏي. پوءِ حضرت اسماعيل عليه السلام کي وني ڪعبي ۾ ويو. اتي ڪاتي وهائيئنس تہ ڪاتي ڪانہ وهي، ان تي حضرت ابراهيم عليه السلام چيس تہ جانور تہ جهٽ ڪهين ٿي، باقي هن تي ڇو نہ ٿي وهين؟ ڪاتيءَ جواب ڏنو تہ آءٌ بيوس آهيان، جو الله تعاليٰ جو حڪم ائين آهي.

[23]

سج لهي سانجهي ٿي، بانگي ڏني بانگ،
بانڪي تنهن براق تي، لعل ورائي لانگ،
پوءِ ڪنهن سناٽي سانگ، پرين! پرتين رب ڪي.

بانگو = حضرت ابراهيم عليه السلام.
بانگ = تڪبير، براق = حضرت اسماعيل عليه
السلام. لانگ ورائڻ = ڪهڻ لاءِ تيار ٿيڻ.

مراد: جنهن مهل حضرت ابراهيم عليه السلام، حضرت اسماعيل عليه السلام کي ڪنو ٿي، ان وقت هن جي اکين اڳيان اونده ٿي ويئي. الله اڪبر چئي تڪبير وجهڻ لاءِ تيار ٿيو ۽ پٽ کي چيائين تہ حڪم رب تعاليٰ جو آهي، توکي ان جي حوالي ڪريان ٿو.

[24]

سهڻي آئي هٿي سير لئي، تڏهن دهڪيو پئي درياءُ،
پوءِ جڏهن ساهڙ ڏنيس صلاح، تڏهن سهڻي نہ گهڙي سير ۾.

سهڻي = ڪاتي. درياءُ = آسمان.
ساهڙ = الله پاڪ. ساهہ = امر.
نہ گهڙڻ = نہ وهڻ.

مراد: حضرت اسماعيل عليه السلام جي ڪهڻ لاءِ ڪاتي آندي ويئي، اها روئداد ڏسي آسمان ۾ زلزلو مچي ويو. پر جڏهن ڪاتيءَ کي الله تعاليٰ جو

حڪم ٿيو تہ نہ وڍ! تڏهن ڪاتي سير وجهڻ ۾ ناڪام ٿي.

[25]

جڏهن سهڻي گهڙي ٿي سير ۾، تڏهن درياهہ ڏنس دڙڪو،
جي درياهہ نہ ڏئيس ها دڙڪو، تہ سهڻي گهڙي پئي ها سير ۾.

سهڻي = ڪاتي. سير = سسئي. درياهہ = الله تعاليٰ.

مراد: حضرت اسماعيل عليہ السلام جي مٿان ڪاتي رکي ذبح جو ارادو ڪيو ويو. تڏهن الله تعاليٰ ڪاتيءَ کي حڪم ڪيو تہ حضرت اسماعيل عليہ السلام جي مٿان نہ ويهہ. جيڪڏهن اهو دڙڪو ڪاتيءَ کي نہ ملي ها تہ ضرور حضرت اسماعيل عليہ السلام کي ذبح ڪري وجهي ها.

[26]

ليلان چنيسر جي چڱائيءَ ۾، چنيسر کي ڪاوڙ ۽ قصور،
جهڻڪان جهليو هوءَ ويچاري، وڃي پئي وهلور،
تڏهن پاٿهي پلتجي پيئي، جڏهن دلبر تيس دور،
چاهت رکي "چاڪرعلي" چئي، محب ڪيائين منظور،
پوءِ چنيسر ڪيو ڪلور، جو لوڏي ڇڏيائين ليلان کي.
(چاڪر علي)

ليلان = ڪاتي. چنيسر = حضرت ابراهيم
عليہ السلام. دلبر = حضرت اسماعيل عليہ
السلام. محب = دنبو.

مراد: حضرت ابراهيم عليہ السلام، حضرت اسماعيل عليہ السلام کي سمهاري ڪاتي ڪڍي وهائڻ لڳو. پر ڪاتيءَ کي امر الاهي ٿيو ۽ هوءَ ڪانہ وهي. اتي حضرت جن کي سخت غصو آيو ۽ ڪاتي دوباره وهائڻ لڳو. ان دفعي خدا تعاليٰ جي حڪم سان حضرت اسماعيل عليہ السلام جي جاءِ تي گهيٽو آيو ۽ اهو ذبح ٿيو. ذبح ڪرڻ کان پوءِ حضرت جن جوش مان ان ڪاتيءَ کي اڇلايو تہ هوءَ غائب ٿي ويئي.

[27]

ليلان جو ڪونروءَ سان، اڃي ٿيو تڪرار،
چنيسر چٽ ڪري، ڪاوڙجي ٿيو قهار،

ليـــلان ســـان "لهـــار" چئـــي، لڳـــي ويـــو لاچـــار،
مٿيـــو تنهـــن منـــڌ ڪـــي، ڏنئـــون هٿـــن ۾ هـــار،
اهو الاهـي اسـرار، جـو ڪـامڻ ڪـانڌ ڪـڍي ڇڏيو.

(لهار)

ليـــلان = ڪـــاتي. ڪونـــرو = سســـي.
چنيســـر = حضـــرت ابراهيـــم عليـــ السـلام.
مٿيو = گهيٽـو. منـڌ = ڪـاتي. هـار = گهيٽـو.
ڪامڻ = ڪاتي. ڪانڌ = حضرت اسماعيل عليہ السلام.

مراد: حضرت ابراهيم عليہ السلام حضرت اسماعيل عليہ السلام کي ذبح ڪرڻ لاءِ ڇريءَ کي سسيءَ تي وهايو، پر ڇري نہ هلي تڏهن ڪاوڙجي پٿر تي هنيائين آخر خدا تعاليٰ جي حڪم سان بهشت مان گهيٽو آيو، جنهن تي ڇري هلي حضرت اسماعيل زنده رهيو.

[28]

مينـــڌري مومـــل ڪـــي، چيـــو ســـاڻ ڇپـــن،
راڻيـــون روءِ زميـــن جـون، ســـي ڪـــار مڙئـــي پيـــون ڪـــن،
جيئن تون مٺي آهين "مهر" چئي، تيئن مٺي ڪانہ منجهن،
پـــر مومـــل ڪـــي مينـــڌري جـــي، ريجهـــايو رمـــزن،
ڳالهـ اهـا پيـا ڪـن، مـاڻهو سـچي ملـڪ جـا.

(مهر)

مينـڌرو = حضـرت ابراهيـم عليـ السـلام.
مومل = ڪاتي. راڻيون = ڪاتيون.

مراد: حضرت ابراهيم عليہ السلام ڇريءَ کي چيو تہ: دنيا جون سڀ ڇريون وهنديون رهن ٿيون، تون ڇو نٿي وهين؟ ڇريءَ جواب ڏنو تہ اي نبي سڳورا! آءُ خدا تعاليٰ جي حڪم ڪري بيوس آهيان.

[29]

سـنهڙيءَ تنهـن سـاهڙ ڪـي، جـوڙي ڏنـو جـواب،
اڳيان آهي درياءُ دادلو، جنهن جو جهلي نہ سگهان تاب،
ڪهـڙي سـاڻ [illegible] ڪـن ۾.

سهڻي = ڪاتي. ساهڙ = حضرت ابراهيم
عليہ السلام. درياءُ = الله تعاليٰ جو حڪم.
ڪن = نسي.

مراد: ڪاتي حضرت ابراهيم عليہ السلام کي جواب ڏنو تہ مون کي الله تعاليٰ جو حڪم آهي تہ مڏي ٿيءُ. تنهنڪري ٿي آءٌ بيوس آهيان ۽ حضرت اسماعيل عليہ السلام کي ذبح ڪري نٿي سگهان.

[30]

ويسوري ۾ ويهي رهيو، پڇيائين ڪوئن تہ پنهوار،
اَحڪام ادا نہ ٿي ڪرين، نرتئون اهو نروار،
مان تہ مارو ڄام جي، آهيان انهيءَ جي اختيار،
ويتر تيان واذار، جاءِ انهيءَ "جانڻ" چئي.
(جانڻ ڪٿي)

ويهي رهيو = حضرت ابراهيم عليہ السلام
ڏانهن اشارو. پنهوار = ڪاتي.
مارو ڄام = الله تعاليٰ.

مراد: حضرت ابراهيم عليہ السلام ڪاتيءَ ڪان پڇيو تہ تون هر جاندار تي وهين پر هينئر ڇو نٿي وهين؟ ڪاتيءَ جواب ڏنو تہ آءٌ خدا جي حڪم ڪري ٿي بيوس آهيان.

[31]

گجر گنوايا ڪيترا، ڪيئي نهوڙيا ناتر،
"جانڻ" چئي جڳ ۾، هئي اُخواني تہ اپر،
پوءِ ڪٽي نہ پئي گام گجر، جڏهن روءِ راٹي جي چڙهي.
(جانڻ ڪٿي)

گجر = ڪاتي. راٹو = حضرت اسماعيل
عليہ السلام.

مراد: ڪاتيءَ ڪيترائي جانور ذبح ڪيا هئا، مگر جڏهن حضرت اسماعيل عليہ السلام، اڳيان آيس تڏهن وهڻ کان جواب ڏيئي ڇڏيائين.

[32]

عمر مارئيءَ سان، هيٺو ڪيو حال،
سٽي ماجونا مارئي، ڪر لڳ سيوئي لال،

تـي فهميـدي فـي الحـال، كـائج كـاچ "كتـي" چئـي.

(كٽي)

مارئي = ڪاتي. ڪاچ ڪائڻ = سري وڍڻ.

مـراد: حضرت ابراهيـم ڪـاتيءَ کي چيـو تـہ تـون حضرت اسمـاعيل عليـہ السلام کي ڇو نٿي ذبح ڪرين؟ تون حضرت اسماعيل عليہ السلام جي رت ۾ پرچي ٻاڙهي ٿي وڃ تہ مان بہ الله جو امر پورو ڪريان.

[33]

عمــر آنــدي مــارئي، ســک منجهئــون ســهجاءِ،
مــاٺو چــڏ مــارئي! تــون عمــر ســان ڳالهــاءِ،
"منگهـن" چئـي محبـوب سـان، نينهـن ڇگوئـي لاءِ،
اهــڙي توکــي جــاءِ، کــڏهن ملنـدي کانــ کـا.

(منگهن)

عمــر = حضــرت ابراهيــم عليــہ الســلام.
مارئي = ڪاتي، عمر = حضرت ابراهيم عليہ السلام.
محبوب = حضرت اسماعيل عليہ السلام.

مراد: حضرت ابراهيـم عليـہ السـلام ڪـاتيءِ کي حضرت اسمـاعيل عليـہ السلام جي ڪهڻ لاءِ آندو پر ڪاتي نہ وهي، تڏهن ڪيـس شـاعر تـو چئي تـہ اي ڪـاتي! تـون حضرت ابراهيـم عليـہ السـلام جو چوڻ ڇو نـہ ٿـي ڪرين؟ اهـڙو موقعو وري ڪڏهن بہ ڪونہ ملندئي.

[34]

هــڻ حبيــب هــٿ کٺــي، تــون تيــک مَ تــورو لاءِ،
پريــن! تنهنجــي گهــاءِ، مــان مــران تــہ مــانُ لهــان.

(شاهہ)

حبيــب = حضــرت ابراهيــم عليــہ الســلام.
مان = حضرت اسماعيل عليہ السلام ڏانهن اشارو.

مـراد: جڏهن حضـرت اسمـاعيل عليـہ السـلام کـي حضـرت ابراهيـم عليـہ السلام، ذبح ٿي ڪيو تڏهن حضـرت اسمـاعيل عليـہ السـلام پنهنجـي والـد جي پڌري محبت ڏسي فرمايو تـہ توهين منهنجو خيال نـہ ڪري آسرو لاهي، بي ڏڙڪ ٿي ڪاتي وهايو، جيڪڏهن آءٌ اوهان جي هٿـن سان ذبـح ٿينـدس، تـہ الله تعاليٰ جي حضور ۾ وڏيڪ مانائتو ٿيندس.

[35]

ڪٺــي وڃ تــہ خــوش ٿئــي، هـــاڙهي ۾ بلـــوچ،
ســگهو وڃــي پهــچ، مهــل ۾ "موريـــو" چئـــي.

(موريو)

ڪٺي وڃ = گهيٽي = ڏانهن اشارو. هاڙهو = مڪو.
بلوچ = حضرت ابراهيم عليہ السلام.

مراد: حضرت ابراهيم عليہ السلام جڏهن حضرت اسماعيل عليہ السلام کي ذبح تي ڪيو تڏهن جبرئيل کي خداتعاليٰ جو حڪم ٿيو تہ ڪدم گهيٽو بهشت مان وٺي وڃ تہ حضرت اسماعيل عليہ السلام جي عيوض ... ٿئي ۽ حضرت ابراهيم عليہ السلام خوش ٿئي.

[36]

وٺــو راهــہ رســول جــي، جـــا جڙيـــل آهـــي جـــوڙ،
ملڪـــان ڪـــي منهـــن تـــي اڇـــي، ســيفل رڪـــي ســوڙهہ،
سا ڪيئن ڳڏجي هلي غازيءَ سان، جو ديو ڪري پيو دوڙ،
اها تہ هئي لڪئي جي لوڙ، ساڏ بہ ملايئين سيفل کي.

(احمد خان مري)

ملڪان = ڪاتي. سيفل = حضرت ابراهيم عليہ السلام.
غـــازي = حضـــرت اسمـــاعيل عليـــہ الســـلام.
ديو = خدا جو حڪم. ساڏ = گهيٽو.

مراد: حضرت ابراهيم عليہ السلام ڪاتي ڪٺي اچي حضرت اسماعيل عليہ السلام جي ڳچيءَ تي رکي، ڪاتي ڪانہ وهي، ڇاڪاڻ تہ خدا تعاليٰ جو ڪاتيءَ کي وهڻ جو امر نہ هو. پر پوءِ حضرت ابراهيم عليہ السلام کي بهشت مان گهيٽو اچي مليو ۽ ان کي ذبح ڪيائين.

[37]

اول نـــانءُ الله جـــو، پيـــو تـــہ محمـــد ڪيـــائين مهنـــدار،
"احمد" بينو عرض ڪري، تنهـن جي بـہ سنڌو ســردار،
مـــارُن منجهـــان مـــارئي، آنـــدي هئـــي وينجهـــار،
ڏنئينـــس طعـــام طلـــب مـــان، نٽـــي ڪـــائي پهنـــوار،

اهڙو ڪاڄ نہ ڪاڏو هونديئي ڪڏهن. چو تي آهين نار! نڪار،
هن جو پلو ڪيو پتار، مليس ميوو ملير جو.
(احمد خان مري)

مارو = ڪپ ڪاتيون. مارئي = ڪاتي.
وينجهار = حضرت ابراهيم عليہ السلام.
طعام = حضرت اسماعيل عليہ السلام.
پتار = رب پاڪ. ميوو = گهيٽو.
ملير = بهشت.

مراد: حضرت ابراهيم عليہ السلام کي خدا تعاليٰ قرباني ڪرڻ جو حڪم ڪيو هو. حضرت اسماعيل عليہ السلام کي ذبح ڪرڻ لاءِ وني ويو ۽ متس ڪاتي وهايائين، پر ڪاتي مڏي ٿي پئي، آخر رب پاڪ هن جي فرمانبرداري ۽ سچائي ڏسي ڪيس جنت مان گهيٽو ڪهڻ لاءِ ڏياري موڪليو.

[38]

عمر ماس ڏنوس، پر مور نہ ڪاڏو مارئي،
آواز عجيب جو، ڪو جو ڪن پيوس،
مهل تنهين ”مري“ چئي، توشو طعام مليوس،
پوءِ عمر ڪٺي اڇليوس، بهڳڻ کي ”بروچ“ چئي.
(مري)

عمر = حضرت ابراهيم عليہ السلام.
مارئي = ڪاتي. عجيب = الله تعاليٰ.
توشو = جنت جو گهيٽو. بهڳڻ = ڪاتي.

مراد: حضرت ابراهيم عليہ السلام حضرت اسماعيل عليہ السلام تي ڪهڻ لاءِ ڪاتيءَ کي گهٽوئي هلايو. پر هن کي اَمر نہ هو، تنهنڪري نہ وهي. قدرت سان جبرئيل بهشت مان گهيٽو ڪٺي آيو تہ ان تي وهي ويئي. حضرت ابراهيم عليہ السلام نڙگهٽ جي سير جو آواز ٻڌي جوش ۾ ڪاتيءَ کي ڪٺي اڇلايو.

[39]

ليلان چنيسر جو، چيو ڪيو نہ ڪين،
منهن نہ پئي محبوب جي، ڏنائين پني پرين،
پوءِ ايندي عجيبن، ويندي وداع نہ ڪيئين.

ليلان = ڪاتي. چنيسر = حضرت ابراهيم عليہ السلام. محبوب = حضرت اسماعيل عليہ السلام.
عجيب = دنبو.

مراد: حضرت ابراهيم عليہ السلام، حضرت اسماعيل عليہ السلام کي ڪهڻ لاءِ زمين تي ليٽائي ڪاتي وهائڻ لڳو، پر ڪاتي خدا جي حڪم سان اُبتي وهڻ لڳي، ملائڪن، حضرت اسماعيل جي جاءِ تي دنبو آڻي رکيو تہ ڪاتي وهندي ڪابہ دير نہ ڪئي.

[40]

چيو چنيسر جو، ڪين نہ ڪيائين،
پني ڏئي پرينءَ کي، مور نہ مڃيائين،
ڪن جو ڏنائين، تہ وڌئين منهن مٽئي ۾.

چنيسر = حضرت ابراهيم عليہ السلام.
ڪيائين = ڪاتي ڏانهن اشارو.
مٽيو = گهيٽو.

مراد: ڪاتي، حضرت ابراهيم عليہ السلام جي وَهائڻ لاءِ بلڪل نہ وهي، پر جڏهن جبرئيل گهيٽو آندو تڏهن ان کي ذبح ڪرڻ ۾ ڪا دير نہ ڪيئين.

[41]

سنهن اتم ميان سومرا! مون کي آهي ڏيهيءَ جو ڏورو،
عمر اُماڻ امانت سان، مون کي پهرائي جورو،
پوءِ تيو تکيءَ تي تورو، ڏسو رنگ "راڄڙ" چئي.
(راڄڙ)

سومرو = حضرت ابراهيم عليہ السلام.
ڏيهيءَ جو ڏورو = خدا جو حڪم.
عمر = حضرت ابراهيم عليہ السلام.
جورو پهرائڻ = معاف ڪرڻ. تکي = ڪاتي.
تورو ٿيڻ = بهشتي گهيٽي جو اچڻ.

مراد: حضرت ابراهيم عليہ السلام ڪاتيءَ کي حضرت اسماعيل عليہ السلام تي نہ وهڻ سبب گهڻو چينيو. ڪاتيءَ چيو تہ مون کي وهڻ جو حڪم ڪونهي، تنهنڪري مون کي ڇڏي ڏي، پر جڏهن ان جي اڳيان بهشتي گهيٽو آيو تہ ذبح ڪرڻ ۾ دير نہ ڪيائين.

[42]

اونـــــــي اُٺ هلائـــــــي، وڏي زور زَيـــــــر،
موڳـــيءَ ڪـــي انهـــي ميـــدان ۾، ٿيـــا اَوڪ اَپـــر،
تـــوڏي وجـــي تـــوڙ رســـي، ڪليـــا هـــن جـــا پـــر،
ٻـــڌي هـــيءَ خبـــر، ڏاهـــا! ڳوليـــو ڏور ڪـــي.

اونـــي = حضـــرت ابراهيـــم عليـــہ الســـلام.
اُٺ = ڪاتي. توڏي = ڪاتي. پر = اڪيون.

مراد: حضرت ابراهيم عليہ السلام جڏهن حضرت اسماعيل عليہ السلام تي ڪاتي وهائي اڪيون ڪوليون، تڏهن ڏٺائين تہ حضرت اسماعيل عليہ السلام جي بدران هڪ دنبو ذبح ٿيو پيو هو.

[43]

ســـهٽي گهـــڙي ســـير ۾، ســـير ڪيـــو ســـڙڪو،
ٻڌائيـــن پٽـــي ڪنـــن ســـان. هـــو ڪنـــن جـــو ڪڙڪـــو،
ميهـــر پـــوءِ مرڪيـــو، جـــڏهن ســـهٽي نڪتـــي ســـير مـــان.

ســـــهٽي = ڪـــــاتي. ســـــير = ســـــــي.
ڪنـن ۾ ڪڙڪـو = جاندار جي ڪسـڻ وقـت
نـڙيءَ مـان نڪتـل آواز. ميهـــر = حضـــرت
ابراهيم عليہ السلام.

مراد: حضرت ابراهيم عليہ السلام اڪيون ٻڌي حضرت اسماعيل عليہ السلام تي ڪاتي وهائي تہ سندس ڪنن تي سير پوڻ جو آواز ٿيو، دل ۾ خيال ڪيائين تہ حضرت اسماعيل عليہ السلام ذبح ٿي ويو، جڏهن اڪيون ڪوليائين تہ دنبو ذبح ٿيل ڏٺائين. انهيءَ ۾ خداتعاليٰ جو رضامندو سمجهي گهڻو سرهو ٿيو.

[44]

ڪنيـــن ســـائين تـــہ گهـــڙي ڪيـــو ڪڙڪـــو،
پـــوري پٽيـــائين، تـــہ گهـــڙو پڳوئـــي ڪونـــہ ڪـــو.

سٹائين = حضـرت ابراهيـم عليـہ السـلام ڏانهـن
اشارو. گهڙو = حضرت اسماعيل عليہ السلام جو
نڙ گهٽ. ڪڙڪو = ڪاتيءَ جي وهڻ جو آواز.

مراد: حضرت اسماعيل عليہ السلام پنهنجي والد کي اکين ٻڌي ڪهڻ لاءِ چيو تہ حضرت ابراهيم عليہ السلام اکيون ٻڌي ڪاتي وهائي. نڙگهٽ جيڪو وڍجڻ جو آواز ڪيو سو ڪنن ٻڌائين. پوءِ اکيون کولي ڏٺائين تہ حضرت اسماعيل عليہ السلام جي جاءِ تي دنبو ذبح ٿيل هو.

[45]

گوڏو ڪوڙي جوان، وينو هئين مرد مچي،
وئين بحرن ڪان بچي، نہ تہ چڙهيو هئين دست ديو جي.

مرد = حضرت اسماعيل عليہ السلام. ديو = ڪات.

مراد: حضرت اسماعيل عليہ السلام سان ذبح ٿيڻ لاءِ آيو. مگر ڪات جي تڪليف ڪان بلڪل آزاد ٿي ويو.

[46]

نانءُ وجهي نر ڪي، گهوٽ چڏايس گهُرُ،
لائق ڪي لڏڻ جو، آيو ڪين ڪڪر،
ڪيئون هنڌين هنڌ شڪر، دم انهي سو "دائم" چئي.
(دائم لغاري)

نر = حضرت اسماعيل عليہ السلام.
گهوٽ = حضرت ابراهيم عليہ السلام.
لائق = حضرت اسماعيل عليہ السلام.

مراد: حضرت ابراهيم عليہ السلام، حضرت اسماعيل عليہ السلام کي قرباني ڪرڻ لاءِ وني آيو تہ حضرت اسماعيل عليہ السلام کي ڪابہ ڳڻتي يا غم ڪونہ هو، اهڙي فرمانبرداري ۽ باهمت فرزند جي بچڻ تي هرهنڌ الله تعاليٰ جو شڪر ڪيو ويو.

[47]

ڏسي منهن محبوب جو، لچڪيو وجي لوهہ،
امر هيس الله جو، هيءُ ڪامڻ ڪندي ڪوهہ،
پيو عالم منجهہ اندوهہ، سدا محبوبن جو.

محبوب = حضرت اسماعيل عليہ السلام.
ڪامڻ = ڪاتي.

مراد: حضرت ابراهيم عليہ السلام، حضرت اسماعيل عليہ السلام کي ڪاتيءَ سان ذبح تي ڪيو تہ هوءَ حضرت اسماعيل عليہ السلام جي منهن ڏسي مڏي تي ويئي. اهو الله تعاليٰ جو ئي حڪم هو. اهو مثال اهڙو تيو جو اڄ ڏينهن تائين سڀ مسلمان خداتعاليٰ جي انهي پياري نبي حضرت ابراهيم عليہ السلام جي سنت ادا ڪرڻ لاءِ قرباني ڪندا آهن.

[48]

سهڻي ساهڙ ڄام سان، هئي سڄي منڊ سچي،
بيشڪ گهڙندي هئي بحر ۾، ڪندي هئي ناز نچي،
اها مليس مهل "مري" چئي، وئي بديءَ کان بچي،
آهي ساري ڳالهہ سچي، "جاڙو" چئي جهان ۾.

(جاڙو خان مري)

سهڻي = ڪاتي. ساهڙ = حضرت ابراهيم عليہ السلام. بحر = سير. اها مهل = حضرت اسماعيل عليہ السلام کي ذبح ڪرڻ واري وقت ڏي اشارو.

مراد: حضرت ابراهيم عليہ السلام واري ڪاتي، جنهن گهڻن جون سريون ڌڙن کان ڌار ڪري ڇڏيون هيون، پر بديءَ کان بچڻ لاءِ حضرت اسماعيل عليہ السلام جي ڳچيءَ تي نہ هلي.

[49]

هڪ ماري، بيو ماري، ٽيو ماري ڙي ماري،
پانهہ پنهنجي پيءَ سان، پت پاري ڙي پاري،
جل منجهان "جلال" چئي، ان کي بچايو باري،
جنهن جي ڳل ڳچي ڳاري، سو چلي پيو چوڳان ۾.

(جلال ڪٽي)

ٽي ماري = ڪاتي، عزرائيل ۽ حضرت ابراهيم عليہ السلام. پانهہ = حضرت اسماعيل عليہ السلام. جل = موت.

مراد: حضرت اسماعيل عليہ السلام کي سندس والد (ذبح ڪرڻ وارو)، ڪاتي (ڪهندڙ) ۽ عزرائيل (ساهہ قبض ڪرڻ لاءِ) موجود هئا، پر ان کي الله تعاليٰ ٽنهي کان بچائي ورتو. ان جي عيوض گهيٽو ڪُنو جو سيني مسلمانن لاءِ مثال ٿيو.

[50]

ڪار هن پٽيون ڪُن ۾، کهڙيون وڏيون ڪنيار؟
نڪي اُساڪيون اُس تي، نڪي لهن سج ڪنار،
اهڙا جن جا پار، سي نهاري ڏي ”نٽالو“ چئي.
(نٽالو)

پٽيون = حصا (گوشت جا). ڪُن = زمين.
سج، ڪنار = زمين ۾ پوريل آهن.

مراد: حضرت اسماعيل عليہ السلام جي بجاءِ جيڪو گهيٽو ذبح ٿيو ان جا حضرت ابراهيم عليہ السلام حصا ڪري انهن مان هڪ حصو بيبي هاجره کي ڏنو جو هن زمين ۾ پوري ڇڏيو هو. خدا جي قدرت سان ان مان سڄي جهان کي ورچ ملي، جنهن جي نشاني اڄ تائين ڪنيءَ جي صورت ۾ موجود آهي.



# 7- حضرت لوط عليہ السلام

حضرت لوط عليہ السلام، حضرت ابراهيم عليہ السلام جو سؤٽ ۽ بازَرُ جو پٽ هو. سندس قوم اغلام بازي ۾ مبتلا هئي. جڏهن قوم تي سندس هدايت جو اثر نہ ٿيو، تڏهن الله تعاليٰ ان قوم تي عذاب نازل ڪرڻ چاهيو. جنهن لاءِ ٻارهن ملائڪن کي لاسڙات ڇوڪرن جي صورت ۾ موڪليو، جي حضرت لوط عليہ السلام وٽ مهمان ٿي اچي رهيا. بدڪار قوم، حضرت لوط عليہ السلام کان، سندس زال جي معرفت انهن ٻارهن ئي ڇوڪرن جي طلب ڪئي. حضرت لوط عليہ السلام انهن جي عادت جي واقف هو، تنهنڪري ڇوڪرن کي انهن جي حوالي ڪرڻ کان ڏاڍو پريشان ٿيو. آخر الله تعاليٰ جي حڪم سان انهن ملائڪن، حضرت لوط عليہ السلام کي خدا تعاليٰ جي طرفان اچڻ ۽ ان جي قوم تي عذاب نازل ٿيڻ جي حقيقت ٻڌائي ۽ ڪيس رات وچ ۾ شهر ڇڏي وڃڻ لاءِ چيائون.

حضرت لوط عليہ السلام اڌ رات جو پنهنجي گهر مان ساٿين سميت نڪري ٻاهر ٿيو ۽ پنهنجي زال کي پڻ هلڻ لاءِ چيائين، مگر هوءَ نہ هلي. اتي ملائڪن چيس تہ، اها ڪافرن مان آهي ۽ ان تي بہ عذاب اچڻو آهي. حضرت لوط عليہ السلام جي نڪري وڃڻ کان پوءِ ملائڪن انهن شهرن کي تباهہ ڪري ڇڏيو. اهڙيءَ ريت حضرت لوط عليہ السلام جي قوم ناس ٿي ويئي.

چون ٿا تہ مرڻ وقت حضرت لوط عليہ السلام جي زال دانهون ڪري حضرت لوط عليہ السلام کي سڏ ڪيا، پر سندس ڪنهن بہ نہ ٻڌي ۽ فنا ٿي ويئي.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

جوڏڻ ڏٽيءَ کان ڏار چري، سا ڇانگ ئي ڪٽي ڇڏ،
پکا تن کان "پريو" چئي، پري نيئي اڏ،
انهن هنين سندي هڏ، ڪوڪ نہ پوي ڪن تي.

(پريو)

ڏڻ = قوم. ڏٽي = حضرت لوط عليہ السلام.

مراد: حضرت لوط عليہ السلام جي قوم هدايت کي ڇڏي اغلام بازي ۾ گرفتار ٿي ويئي، الله تعاليٰ جي طرفان حضرت لوط عليہ السلام کي حڪم ٿيو تہ تون پنهنجيءَ قوم کي ڇڏي رات وچ ۾ شهر کان نڪري وڃ جو انهيءَ تي عذاب نازل ٿيڻ وارو آهي.

[2]

ٻــڌنديَ ٻاڪــارون، ســهڻيءَ ڪيــون ســير ۾،
رهيــون ســڪڻ ۽ ســارون، مــون وٽ منهنجــا پريــن!

سهڻي = حضرت لوط عليہ السلام جي زال.
ميهار = حضرت لوط عليہ السلام.

مراد: عذاب اچڻ وقت حضرت لوط عليہ السلام جي زال دانهون ۽ ڪوڪون ڪري ڪيس واهر لاءِ سڏ ڪندي رهي، پر قوم سان گڏ فنا ٿي ويئي.



# 8- حضرت يعقوب عليہ السلام

حضرت يعقوب عليہ السلام، بني اسرائيل قوم جو نبي هو. ڪيس ٻارهن پٽ هئا. جن مان سيني ڪان ننڍو حضرت يوسف عليہ السلام هو. حضرت يوسف عليہ السلام تي سندس پيار ڏسي ٻين ڀائرن حسد ڪان حضرت يوسف عليہ السلام کي وجي هڪڙي قتل ڪوهہ ۾ اڇلائي ڇڏيو، ۽ پيءُ کي ٻڌايائون تہ حضرت يوسف عليہ السلام کي بگهڙ کائي ويا. حضرت يعقوب عليہ السلام اهو ٻڌي پٽ جي فراق ۾ روئي روئي انڌو ٿي پيو. هوڏانهن حضرت يوسف عليہ السلام کي ڪن سوداگرن ڪوهہ مان ڪڍي مصر ۾ وڃي وڪيو، جتي بيبي زليخا سان شادي ڪري مصر جو بادشاهہ ٿيو.

چون ٿا تہ حضرت يعقوب عليہ السلام وٽ هڪ ڪڪڙ هئي، جنهن کي ڪل ٻارهن ٻچا هئا. هڪ ڏينهن سرڻ لامارو ڏيئي هڪڙو ٻچو کڻي ويئي. جنهن تي ڪڪڙ، حضرت يعقوب عليہ السلام وٽ دانهن کڻي آئي حضرت يعقوب عليہ السلام چيس تہ توکي ٻارهن ٻچا آهن، تن مان جي هڪ ويو تہ ڇا ٿي پيو. تون ايتري واويلا ڇو پئي ڪرين؟ اهو ٻڌي ڪڪڙ هلي ويئي، پر الله تعاليٰ کي حضرت يعقوب عليہ السلام جو اهو گفتو نہ وڻيو. ڪيس اهڙوئي هڪ پٽ جو صدمو ڏيکاريائين. جيئن تہ ڪيس بہ ٻارهن پٽ هئا. جن مان هڪ پٽ حضرت يوسف عليہ السلام کي سندس ڀائر وڃي گم ڪري آيا هئا، تڏهن حضرت يعقوب عليہ السلام ڏاڍو روئڻ لڳو. ان وقت ساڳي ڪڪڙ وٽس آئي ۽ چيائينس تہ يا نبي! توهان مون کي ٿي مات ڪرائي، اڄ توهين ڇو نہ ٿا پنهنجن يارهن پٽن تي صبر ڪري ويهو؟ اهو ٻڌي حضرت يعقوب عليہ السلام پڇتايو ۽ اُن بعد سدائين صبر ۾ رهڻ لڳو.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

منڌ ٻيئي هئي ماڙ ۾، ڏڻ پنهنجي سان ڏنار،
چور اچي چوري ڪئي، ڪيون آهون ايلپهٽوار،
وارث تنهن کي ورندي ڏني ڇو ٿين ٻاڏائين ٻڪرار؟

انهيءَ ساعت "سرهو" چئي، سيباڻو نہ سرڪار،
تي ڪامل سان اهڙي ڪار، منڌ جهڙوئي مامرو.
(سرهو)

منڌ = ڪڪڙ. ماڙ = جاءِ. چور = سرڻ.
ڏڻ چوزا. ڏنار = ڪڪڙ. وارث = حضرت يعقوب
عليہ السلام. سرڪار = الله تعاليٰ.
ڪامل = حضرت يعقوب عليہ السلام.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[2]

سسئي پنهنجي سنگت سان، هئي اوڳي بي اختيار،
هن ڏوہڻ سان ڏاڙو ٿيو، پي رُني زارو زار،
هلي آئي هوت ڏي، پر ڪيس وَرنهہ نہ ويچار،
پڌي دانهون درد جون، ويس ڏمرجي ڏاتار،
پوءِ تي ڪامل سان اها ڪار، مگر مٿس گهٽو معاملو.

سسئي = ڪڪڙ. سنگت = ٻچا.
ڏوہڻ = ڪڪڙ. هوت = حضرت يعقوب عليہ السلام.
ڪامل = حضرت يعقوب عليہ السلام.
اها ڪار ٿيڻ = حضرت يوسف عليہ السلام جو گم ٿيڻ.

مراد: ڏسو مٿيون ساڳيو بيان.

[3]

سهٽي ساهڙ چام وٽ، آئي دانهياٽي دربار،
تون آهين دادلو درگاهہ جو، بڌ گويائي گفتار،
بڌڻ سان "بروچ" چئي، عاقل ڪيو اظهار،
آئي موج ميهار ڪي، تنهن ڪيا ڏارو ڏار،
"منو" چئي جتي ميهر هو مختيار، اتي تي مرحبا منڌ سان.
(منو)

سهٽي = ڪڪڙ. ساهڙ = حضرت يعقوب عليہ السلام.
ميهار = الله تعاليٰ. ڏارو ڏار ٿيڻ = حضرت يوسف
عليہ السلام جو پيءُ کان وڇڙي وڃڻ

مراد: ڏسو مٿيون بيان.

[4]

منڌ انهيءَ ميدان ۾، هنيو هاڪارو،
مير تنهن ڪي منهن تي، چيو سخن سارو،
رنو هو رَت ڳاڙئون، جڏهن آيو وِير سندو وارو،
پوءِ سماچار سارو، تيو مشهور ”مهر“ چئي.
(مهر)

منڌ = ڪڪڙ. مير = حضرت يعقوب عليہ السلام.
وِير = حضرت يعقوب عليہ السلام.
وارو اچڻ = حضرت يوسف عليہ السلام جو گم ٿيڻ.

مراد: حضرت يعقوب عليہ السلام، ڪڪڙ جي ٻچي وڃڻ تي ڪابہ ساڻس همدردي نہ ڪئي، مگر جڏهن حضرت يوسف عليہ السلام غائب ٿي ويو، تڏهن حضرت يعقوب عليہ السلام زار زار رنو.

[5]

آئي در عجيب جي، دانهن ڪٺي دائي،
عجيب اونائي ڪينڪي، نہ ڪي ڪامل ڪن لائي،
دانهن اُهائي، وري آئي ورنهہ تي.

عجيب = حضرت يعقوب عليہ السلام.
دائي = ڪڪڙ. ڪامل = حضرت يعقوب عليہ السلام.
دانهن = فضا. ورنهہ = حضرت يعقوب عليہ السلام.

مراد: ڪڪڙ، ٻچي ڪجي وڃڻ جي دانهن حضرت يعقوب عليہ السلام ڪي ڏني، جنهن ٻڌي اڻ ٻڌي ڪري ڇڏي، خدا جي قدرت جو ساڻس بہ اهائي ڪار ٿي جو ٻارهن پٽن مان حضرت يوسف عليہ السلام گم ٿي ويو.





# 9- حضرت يوسف عليہ السلام

## (الف) حضرت يوسف عليہ السلام جو ننڍپڻ

حضرت يعقوب عليہ السلام کي ٻارهن پٽ هئا. جن ۾ حضرت يوسف عليہ السلام نهايت حسين هو، جنهن کي سندس پڦي وٽي وڃي نپايو هو. جڏهن سمجهہ ڀريو ٿيو تڏهن حضرت يعقوب عليہ السلام پنهنجي همشيره کان وٺڻ ويو، پر بيبي صاحبہ جي دل نہ چيو تہ کو حضرت يوسف عليہ السلام مون وٽان پري ٿئي، هن تجويز ڪري لڪ چپ ۾ حضرت يوسف عليہ السلام جي چيلهہ ۾ ڪمربند ٻڌي ڇڏيو. جڏهن حضرت يوسف عليہ السلام پنهنجي والد سان گڏ گهر پهتو، تڏهن بيبي صاحبہ ڪمربند جي چوري ٿيڻ جي خبر مشهور ڪئي ۽ پنهنجي پاءُ وٽ ڳوليندي اچي پهتي، اتي حضرت يوسف عليہ السلام کان ڪمربند حاصل ڪري ثابت ڪيائين تہ هن ئي اها چوري ڪئي آهي. ان وقت اهو قانون هو تہ جيڪو چوري ڪندو هو، سو ٻارهن مهينا ان شخص جو غلام ٿي رهندو هو، جنهن جي چوري ٿيندي هئي، انهيءَ ڪري حضرت يوسف عليہ السلام ٻارهن مهينا وڌيڪ پڦيءَ وٽ گذاريا ۽ پوءِ والد وٽ اچي رهيو.

چون ٿا تہ حضرت يوسف عليہ السلام هڪ دفعي پنهنجي سهڻي صورت آئيني ۾ ڏسي فخر ڪري چوڻ لڳو تہ مون جهڙو سهڻو دنيا ۾ ڪو مشڪل هوندو! سندس اهو فخر الله تعاليٰ کي نہ وڻيو ۽ ڪيس ڀائرن هٿان تڪليف ڏيارپائين.

حضرت يوسف عليہ السلام هڪ رات خواب ۾ ڏٺو تہ هن کي سج، چنڊ ۽ تارا سجدو پيا ڪن. صبح جو خواب جي حقيقت پيءُ سان ڪيائين، جنهن منع ڪيس تہ ڀائرن سان اهڙو ذڪر نہ ڪج. مگر سندس ڀائرن کي انهيءَ خواب جي ڪنهن طرح خبر پئجي ويئي، تن سمجهي ورتو تہ حضرت يعقوب عليہ السلام کان پوءِ، حضرت يوسف عليہ السلام کي نبوت ملندي، تنهنڪري هو سندس دشمن ٿي ويا. انهيءَ کانسواءِ دشمني جو ٻيو هيءَ بہ سبب هو تہ ڪيس حضرت يعقوب عليہ السلام ٻين پٽن کان زياده قرب ڏيندو هو. هڪ دفعي حضرت يوسف عليہ السلام جا ڀائر شڪار جي بهاني سان ان جي موڪل وٺي جهنگ ڏي ويا ۽ ڪيس هڪڙي هنڌ دلبي سان کوهہ ۾ ڦٽو ڪري ڇڏيائون، موٽي پيءُ کي اچي چيائون تہ حضرت يوسف عليہ السلام کي بگهڙ کائي ويو.

چون ٿا تہ حضرت يعقوب عليہ السلام بگهڙ کي گهرائي ڪانئس پڇيو، جنهن پنهنجي بيخبري ظاهر ڪئي، ان تي حضرت يعقوب عليہ السلام کيس بهشت جي بشارت ڏيئي روانو ڪيو.

حضرت يوسف عليہ السلام کي کوهہ ۾ ڪيرائڻ ڪانپوءِ بہ سندس ڀائر روزانو اتي ايندا هئا ۽ پٿر نڪر کوهہ ۾ اڇلائيندا هئا تہ جي جيئرو هجي تہ انهيءَ طرح مري وڃي. مگر حضرت يوسف عليہ السلام جو الله تعاليٰ نگهبان هو، تنهن پنهنجي پياري کي ايذاءُ پهچڻ نہ ڏنو. هڪڙي ڏينهن هڪ قافلو اتان اچي لانگهائو ٿيو ۽ انن کي پاڻي پيارن جي خيال سان ٻوڪو کوهہ ۾ ڏاريائون، ٻوڪو ڏسي حضرت يوسف عليہ السلام ان کي چنبڙي پيو ۽ قافلي وارن کيس ڇڪي ٻاهر ڪڍيو. اتي حضرت يوسف عليہ السلام جا ڀائر اچي نڪتا، جن قافلي وارن کي چيو تہ هي اسان جو ڀڄي ويل غلام آهي. انهيءَ بهاني سان هٿ ڪري، وري کيس ٿوري ملهہ تي قافلي وارن وٽ ئي وڪڻي ڇڏيائون جي هن کي ساڻ ڪري مصر روانا ٿيا.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

صورت ڏنس ساءُ، ايڏو تنهن عجيب جي
رکيائين روح ۾، محبت وڌ ڪوئن ماءُ،
ڪامل جي ڪچهري لاءِ، ڪيائين بيک بتاءُ،
جيڪو روح رکيائين راءُ، ويو ڏس ويچاريءَ ڪان.

عجيب = حضرت يوسف عليہ السلام.
بيک بتاءُ ڪرڻ = حضرت يوسف عليہ السلام
کي چيلهہ ۾ ڪمر پٽو ٻڌڻ.
ويچاري = حضرت يوسف عليہ السلام جي ڦڦي.

مراد: حضرت يوسف عليہ السلام پنهنجي ڦڦي وٽ رهندو هو، جڏهن حضرت يعقوب عليہ السلام وٽڻ آيس تڏهن ٻيبي صاحبہ جي دل ڇڏڻ نٿي گهريو، تنهنڪري حضرت يوسف عليہ السلام کي چيلهہ ۾ ڪمر پٽو ٻڌي، چوريءَ جو بهتان هڻي ٻارهن مهينا ٻيا بہ پاڻ وٽ رهائي ڇڏيو، آخر اهو عرصو گذاري حضرت يعقوب عليہ السلام کيس وٽي ويو.

[2]

ميــر ڏســي پيــو محــلات ۾، دانهـــ پٺــي دَرُ،
عينــان عينــن ۾ وجهيــوُن، بينــو رنــگ ڏســي رهبــر،
شــائق اتــي شــينهن تيــو، كــامل ســاهيو كــر،
آوڙيـــو كيـــن عجيـــب كـــي، اهـــو انـــگ اكـــر،
”ســـرهو“ چئـــي چـــاكر، آهـــي الله جـــي آذار تـــي.
(سرهو)

ميــر = حضــرت يوســف عليــ الســلام.
محلات = آئينو. كر ساهڻ = فخـر كـرڻ.
چاكر = حضرت يوسف عليہ السلام.

مراد: هـك دفعي حضرت يوسف عليہ السلام آئيني ۾ پنهنجي شـكل ڏسي، دل ۾ چوڻ لڳو تہ مون جهڙو سهڻو كو مشكل هجي! مگر اهو فخر الله تعاليٰ كي نہ وڻيو، جنهنكري الله تعاليٰ جي آزمائش ۾ پيو ۽ پنهنجي ڀائرن جي هٿان تكليف ڏنائين.

[3]

ويســـاهي وڳـــدار كـــان، ويـــا كنـــواڻ كـــدي،
ڏُنـــاري تنهـــن ڏَيـــڙ كـــي، ويـــا ٻوســـاٽي ٻـــڌي،
گهلـــڻ جـــي گســـن تـــي، كيئـــون گوئـــري ســـان گنـــدي،
هنـــن ٻـــ نيئـــي اُت ڇـــڏيو، جـــت كابـــ كانـــ كنـــڌي،
ٻڌي روهيلـن رنـدي، اهـــو كـــر هـــو اماٽيو كيـــچ ڏي.

وڳــدار = حضــرت يعقــوب عليـــ الســـلام.
ويا = حضرت يوسف عليہ السلام جي ڀائرن ڏانهن اشارو.
كنــواڻ = حضـــرت يوســـف عليـــ الســـلام.
ڏيـــڙ = حضـــرت يوســـف عليـــ الســـلام.
ات = كوهہ ڏي اشارو. گونرو = حضرت يوسف عليہ السلام.
روهيلا = قافلي وارا. كرهو = حضرت يوسف عليہ السلام. كيچ = مصر.

مراد: حضرت يوسف عليہ السلام جي ڀائرن هن كي پيءُ كان گهمڻ جي بهاني وٺي، وجي كوهہ ۾ قٽو كيو هو. اُتان هـك قافلو اچي لانگهائو تيو.

جنهن حضرت يوسف عليہ السلام کي جڏهن کوهہ مان ڪڍيو تہ سندس ڀائر بہ اچي پهتا، جن وري کين قافلي واري وٽ وڪڻي ڇڏيو، جن سان هو مصر پهتو.

[4]

مارن ڪيون ڪيتريون، عمر سانْ لايون،
واحد ٻچيايس وير مان، هيون عمر سان لايون،
عمر سان لايون، قادر ڪيون ڪينڪي.

مارو = حضرت يوسف عليہ السلام جا ڀائر.
عمر = حضرت يوسف عليہ السلام.
لايون = دشمنيون.

مراد: حضرت يوسف عليہ السلام کي سندس ڀائرن کوهہ ۾ اڇليو، مگر الله پاڪ جي ڪرم سان کيس کوهہ ۾ ڪابہ تڪليف ڪانہ پهتي.

[5]

سوين سرڙا گهوريان، متان تو مٺئون،
جيڪي تون تو چوين ڳالهڙيون، اهو مارن وڙ نہ مون،
ڪٽي نيڻ "ڪتي" چئي، جي تنهنجي تڪي طعامن توئن،
لڄي اسان جي لوءِ تئي، جيڪر مري پٽ پئون،
جي مرون کين مليرَ ۾، تہ ڪهڙو نڪ نيون،
ڏئي پوءِ پهراٽيون، راءِ اماٽيس راڄ مان.
(ملان جانڻ ڪتي)

تون = حضرت يعقوب عليہ السلام ڏانهن اشارو.
مون = بگهڙ ڏانهن اشارو.
تنهنجا طعام تڪڻ = حضرت يوسف عليہ السلام ڏانهن اشارو. پهراٽيون ڏيڻ = بهشت جي خوشخبري ٻڌائڻ. راءِ = حضرت يعقوب عليہ السلام.

مراد: ڀائرن حضرت يوسف عليہ السلام کي کوهہ ۾ ڦٽي ڪرڻ بعد پيءُ سان ڪوڙ ڳالهايو تہ کيس بگهڙ کائي ويو. انهيءَ تي حضرت يعقوب عليہ السلام بگهڙ کي گهرائي پڇا ڪئي، جو بي قصور ثابت ٿيو ۽ کيس حضرت يعقوب عليہ السلام بهشت جي بشارت ڏني.

[6]

وايـــايو آهـــون ڪـــري، مـــور لئـــي تـــو مـــري،
ويجهـــو هـــو تـــ آيـــو ڪـــي وري، پانهـــ ويـــو پـــري،
جهليـــو ڪهـــڙيءَ جهـــل ۾، ڪـــي جهليـــو ڪـــن تـــري،
الله مـــــن ڪـــــري، ڏســـــان مـــــور ملاحـــــن وچ ۾.

اويـــايو = حضـــرت يعقـــوب عليـــ الســـلام.
مـــور = حضـــرت يوســـف عليـــ الســـلام.
ملاحَ = حضرت يعقوب عليہ السلام جا پٽ.

مراد: حضرت يعقوب عليہ السلام، حضرت يوسف عليہ السلام جي گم ٿيڻ سان تمام گهڻو دلگير ٿيو ۽ رب تعاليٰ کان دعا گهرڻ لڳو تہ شل حضرت يوسف عليہ السلام کي ٻين فرزندن سان وري گڏ ڏسان.

[7]

مٺيـــا تـــ ســـيئي ســـهڻا، پـــر هڪـــڙو هـــو ســـردار،
ســـو ڪٺـــو ڪريـــو قـــدرت ســـان ۽ ڇڇـــي ٿيـــو ڏار،
ســـنيالي تـــو صـــاحب ڪـــي، تـــون آهيـــن پروردگـــار،
هـــڪ ڪـــري ڏي هـــار، قـــادر! پنهنجـــي قـــدرت ســـان.

مٺيا = پٽ. هڪڙو = حضـرت يوسـف عليـہ
السلام. ڪٺو = حضرت يوسف عليہ السلام
ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت يعقوب عليہ السلام جا جيتوڻيڪ ٻيا ٻارهن پٽ بہ سهڻا هئا. مگر حضرت يوسف عليہ السلام نهايت حسين هو. ان کان سواءِ حضرت يعقوب عليہ السلام جو ٻئي اولاد کان وڌيڪ هن سان قرب هو. ان جي گم ٿي وڃڻ تي راتو ڏينهن الله تعاليٰ جي دربار مان هن جي ملڻ جي دعا گهرندو رهيو.

## (ب) حضرت يوسف عليہ السلام جو مصر ۾ وڪامڻ

چون ٿا تہ مصر جي بادشاهہ "ريان" کي هڪ حسين ڌيءُ هئي، جنهن جو نالو "زليخان" هو، جنهن هڪڙيءَ رات حضرت يوسف عليہ السلام کي خواب ۾

ڏنو. صبح جو اها حقيقت پيءُ کي ٻڌايائين. وري بيءَ رات پڻ حضرت يوسف عليہ السلام کي ڏنائين، ان کان خواب جي ئي حالت ۾ پڇيائين تہ تون ڪير آهين؟ جواب مليس تہ مصر جو وزير ۽ تنهنجو وارث. هن اها ساري خبر وري بہ پيءُ کي ٻڌائي، جنهن کيس پنهنجي وزير "عزيز" سان پرڻائي ڇڏيو. بيبي زليخا جڏهن عزيز کي ڏٺو تڏهن دل ۾ چيائين تہ مون جيڪو شخص خواب ۾ ڏٺو هو سو هيءُ نہ آهي، ان تي خداتعاليٰ کي سوال ڪيائين تہ مون کي هن کان پناهہ ۾ رک. خداتعاليٰ سندس سوال اگهايو ۽ هو عزيز کان امن ۾ رهي.

قافلي وارا حضرت يوسف عليہ السلام کي مصر ۾ وڪڻڻ لاءِ وٺي آيا. ڪيترائي ماڻهو حضرت يوسف عليہ السلام جي سونهن ڏسي کيس خريد ڪرڻ لاءِ آيا ۽ سوداگر کان سندس قيمت پڇڻ لڳا. سوداگر چيو تہ: ساهميءَ جي هڪڙي پڙ ۾ حضرت يوسف عليہ السلام کي ويهاري ٻئي پڙ ۾ جيڪي هيرا جواهر پوندا، اها سندس قيمت ٿيندي. اها ڳالهہ ٻڌي مصر جو وزير عزيز آيو ۽ سڀ هيرا جواهر آڻي ساهميءَ جي ٻئي پڙ ۾ وڌائين، مگر حضرت يوسف عليہ السلام وارو پاسو ڳرو رهيو. بيبي زليخا کي جڏهن اها خبر پيئي تڏهن اهڙي حسن صورت کي ڏسڻ جي خيال سان اتي آئي. حضرت يوسف عليہ السلام کي ڏسي کيس خواب واري صورت ياد آئي ۽ پنهنجي ڳچيءَ جو هار لاهي ڪٽي ساهميءَ جي پڙ ۾ وڌائين تہ حضرت يوسف عليہ السلام وارو پاسو هلڪو ٿي مٿي ڪچي ويو. اهڙيءَ ريت حضرت يوسف عليہ السلام خريد ڪري عزيز ۽ بيبي زليخا پنهنجي گهر وٺي آيا.

بيبي زليخا، حضرت يوسف عليہ السلام تي عاشق هئي، تنهن هڪڙي ڏينهن حضرت يوسف عليہ السلام سان ڳالهين ڪندي ۽ کيس گهمائيندي ستن ڪوٺين ۾ وڃي بند ڪيو، هرهڪ دروازي تي ڪلف لڳائيندي وئي. ستين ڪوٺيءَ ۾ پهچي بيبي زليخا هن کي منٿ ميڙ ڪرڻ لڳي تہ جيئن هن جي دل جي مراد پوري ڪري، مگر حضرت يوسف عليہ السلام خدا جي خوف کان کيس جواب ڏيئي پويان پير ڪري وٺي ڀڳو ۽ جيئن جيئن دروازن وٽ تي پهتو تيئن تيئن ڪلف ڪرندا رهيا ۽ آخر حضرت يوسف عليہ السلام ٻاهر نڪتو تہ پويان بيبي زليخا بہ ڊوڙي اچي سندس پهراڻ ۾ هٿ وڌو. حضرت يوسف عليہ السلام ڇڪ ڏيئي پهراڻ ڇڏائي وٺي ڀڳو، مگر پهراڻ جو ٽڪر ڦاٽي پيو، جو بيبي زليخا جي هٿ ۾ رهيو.

چون تا تہ اها ساري ماجرا دائيءَ جي نناڻڙي پٽ پئي ڏٺي ۽ عزيز بہ اوچتو اتي اچي نڪتو. بيبي زليخا بدنامي جي خيال سان پنهنجي مڙس عزيز کي پهرائڻ تکر ڏيکاري حضرت يوسف عليہ السلام جي شڪايت ڪئي تہ، مون ۾ بري نظر رکي هئائين. جنهن تي حضرت يوسف عليہ السلام چيس تہ: انهيءَ ڳالهہ جي سچي يا ڪوڙي هئڻ جي حقيقت دائيءَ جي هن معصوم ڇوڪرڙي کان پڇي ڏسو. عزيز پهريائين تہ حيران ٿي ويو تہ هي ڇهن مهينن جو ٻار ڪيئن ٻڌائي سگهندو! مگر ڇوڪري الله جي حڪم سان چيو تہ حضرت يوسف عليہ السلام جو پهراڻ اڳيان ڦاٽل هجي ها تہ هو برابر ڏوهي هجي ها. پر پهراڻ پٺيان ڦاٽل آهي تنهن مان ظاهر آهي تہ حضرت يوسف عليہ السلام ڀڄڻ جي ڪئي آهي ۽ بيبي زليخا کيس جهلڻ جي ڪوشش ڪندي پهراڻ ۾ هٿ وجهي، ڇڪ ۾ تکر ڦاڙي ورتو آهي. تنهنڪري ڏوهڻ بيبي زليخا آهي. ڇوڪري جي اها شاهدي ٻڌي عزيز، بيبي زليخا کي چيو تہ: ڏوهہ تنهنجو آهي. تون هرويرو بيگناهہ کي ٿي ڦاسائين. ان بعد بيبي زليخا شرمندي ٿي ڪنڌ هيٺ ڪري ويهي رهي ۽ سندس دل ۾ ان ڇوڪري لاءِ بغض پيدا ٿيو.

بيبي زليخا جي سهيلين سرتين جڏهن اها خبر ٻڌي تہ هوءَ پنهنجي هڪڙي غلام تي عاشق ٿي پيئي آهي، تڏهن کيس سمجهائڻ آيون. هن ڇا ڪيو جو حضرت يوسف عليہ السلام کي ڪوٺيءَ ۾ وهاري، شهر جي زالن کي ڪوٺائي هڪ مجلس ڪيائين، جنهن ۾ اوڻيتاليهہ سهيليون گڏ ٿيون. انهن مان هرهڪ کي ڇري ۽ ڪجهہ ميوو ڏيئي، حضرت يوسف عليہ السلام کي ٻاهر اچڻ لاءِ سڏيائين. عورتن جيئن ڇريءَ سان ميوو پئي وڍيو تيئن حضرت يوسف عليہ السلام کي ڏسي ميوي جي بجاءِ پنهنجون آڱريون وڍي ويهي رهيون، مگر هن مان نظر نہ ڪڍيائون. اهي عورتون حضرت يوسف عليہ السلام کي پسند ڪرڻ لڳيون ۽ بيبي زليخا کي مجبور سمجهيائون. پر انهيءَ واقعي کان پوءِ سڄي شهر ۾ بيبي زليخا ۽ حضرت يوسف عليہ السلام جي محبت جو چوٻول شروع ٿي ويو، ان ڪري عزيز، حضرت يوسف عليہ السلام کي ڪٺي قيد ۾ وجهايو.

حضرت يوسف عليہ السلام کي الله تعاليٰ خوابن جي تعبير ڪرڻ جو شرف عطا ڪيو هو. اتي قيد ۾ قيدين جا خواب تعبير ڪيائين. ساڻس گڏ ٻين قيدين جي خوابن جو تعبير ڪندي هڪ کي چيائين تہ: تون ڦاسيءَ تي چڙهندين

۽ ٻئي ڪي چيائين ته، تون بادشاهه جو ساقي ٿيندين. پر ان وقت مون کي نه وسارجانءِ. نيٺ ائين ٿيو. هڪ کي ڦاسي ملي ۽ ٻيو بادشاهه جو ساقي بڻيو.

هڪڙيءَ رات مصر جي بادشاهه ريان خواب لڌو جو ڪائنس وسري ويو. صبح جو اميرن وزيرن کي خواب ٻڌائڻ ۽ تعبير ڪرڻ لاءِ چيائين، پر سيڪو منجهي پيو. اتي اهو ساقي جو قيد مان ڇٽو هو، تنهن کي حضرت يوسف عليه السلام جي يادگيري پيئي ۽ بادشاهه کي چيائين ته قيد ۾ هڪ اهڙو شخص آهي جو خواب جو تعبير ڪندو آهي. بادشاهه ان کي حضرت يوسف عليه السلام ڏانهن موڪليو، هن حضرت يوسف عليه السلام کي بادشاهه جي خواب لهڻ ۽ وسري وڃڻ لاءِ چيو. حضرت يوسف عليه السلام کيس ٻڌايو ته بادشاهه خواب ۾ ست ٿلهيون ڍڳيون ڏنيون آهن ۽ ست ڏٻريون، جي ٿلهين ڍڳين کي پيون کائيڻ ۽ ست تازا سنگ ۽ ست سڪل سنگ ڏٺا اٿس. قاصد بادشاهه کي اها حقيقت ٻڌائي ته بادشاهه کي ياد آيو ته برابر مون اهوئي خواب لڌو آهي ۽ وري قاصد کي ان جي تعبير لاءِ چيائين. قاصد وري به حضرت يوسف عليه السلام وٽ آيو. حضرت يوسف عليه السلام چيو ته هن ملڪ ۾ ست سال سڪار ٿيندو ۽ ست سال سخت ڏڪار پوندو. تنهنڪري پهريان ست سال جيڪو اناج ٿئي تنهن مان ٿورڙو کائي ۽ ٻيو ڏڪار وارن ستن سالن لاءِ بچائي رکجي. بادشاهه اهاڳالهه ٻڌي ڏاڍو ماثر ٿيو ۽ قاصد کي موڪلي، حضرت يوسف عليه السلام کي عزت اڪرام سان پاڻ وٽ گهرائي کيس پنهنجو وزير ڪيو.

چون ٿا ته حضرت يوسف عليه السلام جي قيدخاني مان نڪرڻ وقت اهو قيدخانو ڏاڍو غمگين ٿيو. ان تي حضرت يوسف عليه السلام کيس دعا ڪئي ته تون ڏک نه ڪر چو ته سدائين آباد هوندين، پوءِ قاصد حضرت يوسف عليه السلام کي بادشاهه وٽ وني آيو.

چون ٿا ته ريان، چاليهن ٻولين ۾ سوال ڪيس جن جا پورا جواب ڏنائين، ان ڪان پوءِ عزت ڏيئي کيس پنهنجو وزير مقرر ڪيائين ۽ اناج گڏ ڪرڻ ۽ اُن جي حفاظت ڪرڻ جو ڪم سندس حوالي ڪيائين.

حضرت يوسف عليه السلام جي وزير ٿيڻ بعد سگهوئي عزيز گذاري ويو. ۽ بيبي زليخا گهر ۾ رکيل سپ بت ڀڃي الله تعاليٰ کي ياد ڪري حضرت يوسف عليه السلام جي ملڻ لاءِ دعا گهرندي هئي. هڪڙي ڏينهن بيبي زليخا، حضرت

يوسف عليہ السلام جي لنگهڻ جو رستو روڪي ويهي رهي. جڏهن حضرت يوسف عليہ السلام آيو تہ بيبي زليخا چيس تہ منهنجي لاءِ دعا گهر تہ رب تعاليٰ مون کي ساڳي جواني نصيب ڪري. ايتري ۾ جبرئيل بہ نازل ٿيو ۽ کيس دعا گهرڻ لاءِ چيائين. حضرت يوسف عليہ السلام بہ رڪعتون شڪراني جون ادا ڪري دعا گهري، جا دربار ۾ قبول ٿي ۽ بيبي زليخا کي ساڳي جواني عطا ٿي، ۽ نيٺ چاليهن ڏينهن کان پوءِ حضرت يوسف عليہ السلام سان شادي ڪيائين.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[8]

ونو راهہ رسول جي، ويو غازي ڏسي گس،
سيم سمڏيس ڪينڪي، ڪيڏي لڳي وئي ڪس،
تنهن کان تہ رسو ڪٺي رَس، ڦاهو کان ها "فقير" چئي.

(احمد خان مري)

سيم = بيبي زليخا ڏانهن اشارو.
ڪس لڳڻ = حضرت يوسف عليہ السلام جي
بدران عزيز سان شادي ٿيڻ.

مراد: بيبي زليخا، خواب ۾ حضرت يوسف عليہ السلام ڏٺو. جنهن جو ذڪر پيءُ سان بيان ڪيائين. پيءُ رات بہ ڏٺائين، اتي بيبي زليخا پڇيس تہ تہ تون ڪير آهين؟ ٻڌايائين تہ مصر جو وزير ۽ تنهنجو وارث آهيان. ٻئي ڏينهن بادشاهہ پنهنجي وزير عزيز کي گهرائي بيبي زليخا کي پرڻائي ڇڏيو. بيبي زليخا. عزيز جو منهن ڏسي ڏاڍي پشيمان ٿي تہ هي اهو شخص نہ آهي جو مون خواب ۾ ڏٺو. تڏهن هن الله تعاليٰ کان دعا گهري تہ هن کان مون کي پناهہ ڏي. آخرڪار حضرت يوسف عليہ السلام مصر ۾ وڪاڻو. پوءِ وزير ٿيو ۽ بيبي زليخا کي مليو. بيبي زليخا چئي ٿي تہ خواب تہ برابر مون ڏٺو پر سمجهيم ڪونہ تڏهن تڪليف حاصل ٿيم.

[9]

خان وڏو خاني ۾، جانب جيءُ جمال،
رکي هيج هوت سان، ڪيائون قرب ڪمال،
گهوريائون گهوت تان، مڏيون خزانا مال،

مليوڪيـــن محنـــت ســـان، لعلـــن ســندو لعـــل،
جڏهن پلـي ڪيـو پـال، تـڏهن گـوءِ گجـر ڪتـي وئـي.

خـان = حضـرت يوسـف عليـہ السـلام.
خـانو = سـاهميءَ جـو پـڙ. محنـت = تـور.
لعـل = حضـرت يوسـف عليـہ السـلام.
گجر = زليخا.

مراد: حضرت يوسف عليہ السلام کي جڏهن سوداگر مصر ملڪ ۾ وٺي آيا تڏهن ملڪ عزيز هن کي خريد ڪرڻ چاهيو. ساهميءَ جي هڪ پڙ ۾ هيرا جواهر ۽ ٻئي پڙ ۾ حضرت يوسف عليہ السلام هو، پر اُتل حضرت يوسف عليہ السلام طرف هئي. جڏهن بيبي زليخا وڏيءَ سڪ مان پنهنجي ڳچيءَ جو هار لاهي پڙ ۾ وڌو تہ اتل برابر ٿي ۽ انهيءَ طرح هن حضرت يوسف عليہ السلام کي حاصل ڪيو.

[10]

اول نـــانءُ الله جـــو، جـــو ســـچيءَ دل ســـاري،
قـــرض مـــرض ان تـــان، چـــڏي تهـــن جيئـــن تـــاري،
عاشـــق معشـــوق گهرايـــو، اچـــي تيـــو پريـــن پنـــاري،
چونڪـي ان تـي چـاري چـڏيئون، ڪـوٺ بـہ ڪنـاري.
هڪـڙا لتـاڙيئين لتـــن ۾، ٻيـــا مـــرد چـــڏيا مـــاري،
وڪيـــل ولايـــت واري، جـــوان بچـــايو جنـــم ڪـــان.

(احمد خان مري)

عاشـــــــق = بيبـــــــي زليخـــــــا.
معشـوق = حضـرت يوسـف عليـہ السـلام.
پريـن = حضـرت يوسـف عليـہ السـلام.
چونڪي = ست دروازا. هڪڙا ۽ ٻيا = در ۽ ڪڙا.
وڪيـل = چوڪـرو. جـوان = حضـرت يوسـف
عليہ السلام.

مراد: بيبي زليخا، حضرت يوسف عليہ السلام کي ستن ڪوٺين ۾ بند ڪري، پنهنجي دل جي مراد پوري ڪـرڻ لاءِ ڪيـس آزيـون ڪيـون، مـگر حضرت يوسف عليہ السلام ڏانهس ڪوبہ ڌيان نہ ڏنو ۽ ڀوڳان پير ڪري جيئن ڀڳو تيئن الله تعاليٰ جي قدرت سان ڪوٺين جا ڪلف لهندا ويا ۽ در کلي پيا. بيبي

زليخا پويانڻ لڳس ۽ حضرت يوسف عليہ السلام جي پهراڻ ۾ سندس هٿ پيو. ڇڪڻ ۾ ان جو ٽڪر هٿ ۾ آيس، جو پنهنجي مڙس عزيز کي ڏيکاري، حضرت يوسف عليہ السلام تي بهتان مڙهيائين. مگر دائيءَ جي ڇوڪري شاهدي ڏيئي کيس قيد ۾ پوڻ کان بچايو.

[11]

منا! منٺي مون کي، مٺا مرين ها تون،
بيجل بن ڪنن سان، اها ڳالهہ نہ سڻين ها تون،
تو اڇي مون، ڪيو ڏوهاري ڏيهہ ۾.

مُنا! = دائيءَ جي ڇوڪري ڏانهن اشارو.
مون = زليخا ڏانهن اشارو.

مراد: دائيءَ جي ڇوڪري جڏهن شاهدي ڏني، تڏهن بيبي زليخا کيس ڏوراپا ڏنا تہ توئي مون کي سڄي ملڪ ۾ شرمسار ڪيو آهي.

[12]

وڻو راهہ رسول جي، سائين ڪندو سهنج،
توکي ماکيون مصريون موڪ پياريم، هون حاڪم منهنجي هنج،
کهڙو لڳئي اهنج، جو ڏنئي خواري خلق ۾.

توکي = بانهي جي ڇوڪري ڏانهن اشارو.
پياريم = بيبي زليخا ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت يوسف عليہ السلام کي بيبي زليخا ڪوٺين ۾ بند ڪري پنهنجي دل جي مراد حاصل ڪرڻ لاءِ آزيون ڪيون. پر حضرت يوسف عليہ السلام کيس انڪار ڪري پوئتي وريو. عزيز جي اڳيان ڇوڪري شاهدي ڏيئي حضرت يوسف عليہ السلام کي بچايو ۽ بيبي زليخا کي شرمندو ڪيو. تڏهن بيبي زليخا ڇوڪري کي ڏوراپي طور چيو تہ مون توکي ڪهڙو ڏک ڏنو هو، جو مون کي سڄي خلق ۾ خوار ڪيئي؟

[13]

ائٺ سندي آسري، مون جا پوکي پوک،
پانيم لڳندي موڪَ، پرپاٺي پيئڻ لئي ڪونہ ليي.

ائـت = حضـرت يوسـف عليہ السـلام.
پـانيم = بيبـي زليخـا ڏانهـن اشـارو.
موڪ لڳڻ = محبت ٿيڻ.

مراد: بيبي زليخا جو خيال هو تہ آءٌ حضرت يوسف عليہ السلام کي محلات جي ڪوٺين ۾ بند ڪري پنهنجي من جي مراد پوري ڪنديس، مگر حضرت يوسف عليہ السلام پنهنجي پاڪدامني کي قائم رکيو ۽ بيبي زليخا نااميد ٿي ويئي.

[14]

جئـن هـوت ڏنـو هـو مـون، تئـن جـي ڏنـو هـو آن،
تـہ چرخـا چنـدن عـاج جـا، پيـري هونـد پڳـان،
آتـڻ رت رُنـا، هونـد تنـد نـہ تاڻيـان هيڪـڙي.
(ڪتي)

مـون = بيبـي زليخـا ڏانهـن اشـارو.
آن = سهيلين ڏانهن اشارو.

مراد: بيبي زليخا کي سندس ساهيڙين حضرت يوسف عليہ السلام جي محبت جا مهڻا ڏيئي جڏهن گهڻو بيزار ڪيو، تڏهن هن ڪين سمجهائڻ خاطر حضرت يوسف عليہ السلام جي حسن جي تعريف بڌائي پنهنجي مجبوري ظاهر ڪئي.

[15]

صـورت سـاهڙ ڄـام جـي، جيـڏيون! پسـو جـي،
سـڪ تـي سمهـو ڪينڪـي، ڪـانڌن پاسـي ڪـي،
مهـان ئـي اڳـي، گهـڙن ري گهـڙي پئـو.

سـاهڙ ڄـام = حضـرت يوسـف عليہ السـلام.
جيـڏيون = بيبـي زليخـا جـون سـهيليون.
مهـان = بيبـي زليخـان ڏانهـن اشـارو. گهـڙن ري
گهڙڻ = عشق ۾ بيتاب ٿيڻ.

مراد: بيبي زليخا پنهنجي سهيلين سان حضرت يوسف عليہ السلام جي حسن جي تعريف ڪئي تہ جي اوهين ڪيس ڏسو تہ توهان جو بہ سڪ ڦٽي پوي.

[16]

اوٺيتاليهہ اڪـابريون، چـاليهين منجهـن چـري،
ڪـا جـا ويـرَ وري، جـو چاليهہ ئـي چريـون ٿيـون.

اوٺيتاليهہ = بيبي زليخا جي ساهڙين ڏانهن اشارو.
چاليهين = بيبي زليخا ڏانهن اشارو.

مراد: بيبي زليخا جي اوٺيتاليهن سهيلين کيس حضرت يوسف عليہ السلام سان محبت رکڻ جو مهڻو ڏيئي تي سمجهايو. مگر جڏهن انهن خود حضرت يوسف عليہ السلام کي ڏٺو تہ پنهنجون آڱريون وڍي وڌئون ۽ اهي بہ بيبي زليخا وانگر هن جي متان عاشق ٿي پيون.

[17]

عمر اکين ڏسي ڪري، هٿ پيڪَ ڪري ٻهہ ڪريون،
چوهہ منجهان"چتو" چئي، چرڪ پري ڇهہ ڪريون،
سيئي سُڪ ٿيون، ٿوهہ وجي ٿهہ ڪريون،
پوءِ وجي پڪريون، جڏهن عمر جاءِ ڇڏي ويو.

عمر = حضرت يوسف عليہ السلام.
هُٿ = بيبي زليخا جي جاءِ ڏانهن اشارو.
سيئي = بيبي زليخا جي سهيلين ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت يوسف عليہ السلام کي جڏهن بيبي زليخا جي سهيلين ڏٺو تڏهن سڀ متس عاشق ٿي پيون. جيستائين حضرت يوسف عليہ السلام سندن سامهون هو تيستائين سندن توجهہ ٻي ڪنهن شي ڏانهن نہ ويو.

[18]

ڪيان ٿو عرض الله کي، تون باري لاهج بڪَ،
لالڻ مون کان لڪي ويو، جنهن جو ڏاڍو اٿم ڏک،
هن پئي ڪيون عدالتون "احمد" چئي، ونيو پنهنجو رُخ،
هليو آهين قاصد قريبن ڏي، وجي منهن تي چئجان مک،
جو اٿئي دل تي ڏک، سو اچي داختر تنهنجو دور ڪندو.

لالڻ = خواب. عدالتون = تعبير.
داختر = حضرت يوسف عليہ السلام.

مراد: مصر جي بادشاهہ ريان خواب لڌو سو وسري ويس. انهي جو ڏاڍو ارمان هئس. ڪئين امير وزير گهرايائين، پر وريو ڪي ڪين. هوڏانهن حضرت

يوسف عليہ السلام جيل ۾ قيدين جي خوابن جا تعبير پي ڪيا. جيل ۾ ٻن قيدين جي خوابن جو تعبير ڪندي، انهن کي حضرت يوسف عليہ السلام ٻڌايو تہ هڪڙو ڦاسيءَ چڙهندو ۽ ٻيو آزاد ٿيندو. آزاد ٿيندڙ کي حضرت يوسف عليہ السلام چيو تہ منهنجي خبر بادشاھ سان ڪجانءِ. ان کي پوءِ ياد آيو ۽ بادشاھ کي چيائين تہ جنهن خواب جي وسري وڃڻ ڪري تون غمگين آهين سو توکي هڪڙو قيدي حضرت يوسف عليہ السلام نالي اچي ٻڌائي سگهندو.

[19]

آريءَ آهـــن آٽايـــــا، ڪوپـــــا ڦـــــداوَر،
ســـي هليـــا هيڪـــاندا، آيـــا زابـــر زوراور،
حڪمت ٻـڌي"حجـام" چئـي، وينـا آهـن ويـر وڪـر،
پنهـون پيهـي آيـو، ڪوپـو سـاهي ڪـَــر،
اُنهـيءَ اَچـي ادا ڪئـي، سـاري سـڌ خبـر،
ڏسـي انـگ اکـر، ڪنيـو خـان خوشـيءَ مـان.
(محمد طاهر ٻبر)

آري = ريـان. ڪوپـا = اميـر وزيـر.
پنهون = حضرت يوسف عليہ السلام.

مراد: مصر جي حاڪم ريان هڪ رات ڪو خواب ڏٺو، پر صبح جو اهو وسري ويس. يڪدم امير وزير گڏ ڪري، اُنهن کي چيائين تہ خواب ۽ اُن جو تعبير ٻڌايو. سڀ ڏاڍا ششدر ٿيا ۽ ڪير بہ ڪجهہ ٻڌائي نہ سگهيو. نيٺ قيد مان ڇُٽل هڪڙي نوڪر بادشاھ کي ٻڌايو تہ جيل ۾ يوسف نالي هڪڙو قيدي خوابن جا تعبير ڪري ٿو. گهرائي اُن کان پڇو. آخر حضرت يوسف عليہ السلام کي گهرائي اُن کان پڇيو ويو، جنهن چيو تہ توهان خواب ۾ ڏٺو آهي تہ ست ڏبريون ڍڳيون ستن متارين ڍڳين کي کائي ويون آهن. ٻڌڻ سان اِها ڳالهہ حاڪم کي ياد آئي. حضرت يوسف عليہ السلام ان جي تعبير ڪندي ٻڌايو تہ، ست سال سڪار جا آهن، اُنهن ۾ مال گڏ ڪرائي رکو، ڇو تہ اُن بعد وري ست سال ڏڪار جا ايندا، ان وقت اُهو گڏ ڪيل مال ڪم اَچو.

[20]

عمـــر وجهـــي آڻ، ســـپ ســـڏايا ســـلطان،
ڪـي جـو آڪيئـن ان ڪـي، ظــاهر ســاڻ زبــان،

هي ٻڌڻ سان ٻنجي ويا، پيا عبرت ۾ انسان،
کهيو جو هن ڪلام، تنهن مان حرف نہ آين هڪڙو.

عمر = ريان. آڻ = خواب ڏينهن اشارو.
سلطان = نجومي

مراد: مصر جي بادشاهہ ريان خواب لڌو پر ان جو ڪنهن ڪان بہ تعبير نہ ٿيو. پوءِ حضرت يوسف عليہ السلام جو ڏس ڏنائونس. ان کي گهرائي پڇيائين، جنهن تعبير ڪيو ۽ ان ڪان پوءِ حضرت يوسف عليہ السلام جيل مان آزاد ڪيو ويو.

[21]

جڏهن حرف نہ آين هڪڙو، تڏهن هن توري ترازي،
مون جو ڏنو آدمي، سو آڻيو ڪري آزي،
پوءِ گهوٽ آنداڻون گهوڙي تي، گوهر سو غازي،
تنهن ظاهر ڪئي زبان سان، جيڪا بنيل هئي بازي،
پوءِ جنهن تي رب ٿيو راضي، سو وير وهاريئون وچ ۾.

هن = ريان بادشاهہ ڏانهن اشارو.
گهوٽ = حضرت يوسف عليہ السلام.

مراد: مصر جي بادشاهہ جي خواب جو تعبير ڪنهن ڪان نہ ٿيو. هڪڙي قيد مان ڇٽل نوڪر، حضرت يوسف عليہ السلام جو ڏس ڏنو. جنهن کي گهرائي تعبير پڇيائين. حضرت يوسف عليہ السلام جڏهن تعبير ڪيو، تڏهن بادشاهہ سندس قدر ڪري کيس آزاد ڪيو ۽ عزت اڪرام ڏنائينس.

[22]

دشمن تنهن دلبر لاءِ، ڪيون درد منجهان دانهون،
وچي تو لڪَ لنگهيو هاڻي هتائون،
چيائينس تہ هوندين سکيو سدائون، عمرتاڻي "احمد"چئي.
(احمد خان مري)

دشمن = جيل. دلبر = حضرت يوسف عليہ السلام.
لڪَ = دروازو.

مراد: جڏهن حضرت يوسف عليہ السلام جيل مان ٽي نڪتو تہ جيل خود رنو ۽ چيائين تہ حضرت يوسف عليہ السلام مون کي ڇڏي نہ وڃي. حضرت يوسف دعا ڪيس تہ سدائين آباد هوندين. حضرت يوسف عليہ السلام جي اها دعا آهي جو جيل ڪڏهن بہ خالي نہ هوندو آهي.

[23]

ايندي تنهن عجيب اڳيان، اور بہ اوريائين،
گُن اڳيان گوهر جي چڱو چيائين،
ڪڍي ولر وجود جو، سيئي سٽيائين،
پوءِ مڃيائين، ڏسي منزل مير جي.
(بيڙو فقير)

عجيب = حضرت يوسف عليہ السلام.
گن = چاليهہ بوليون. گوهر = حضرت يوسف عليہ السلام. وجود جو وڪر ڪڍڻ = چاليهن بولين ۾ سوال جواب ڪرڻ. مير = حضرت يوسف عليہ السلام.

مراد: حضرت يوسف عليہ السلام جڏهن ريان بادشاهہ جي اڳيان آيو، تڏهن هن ڪانئس چاليهن بولين ۾ سوال پڇيا. حضرت يوسف عليہ السلام کيس ساڳين بولين ۾ جواب ڏنا. اهڙيءَ ريت ريان بادشاهہ حضرت يوسف عليہ السلام جي علميت ڏسي کيس پنهنجو وزير مقرر ڪيو.

[24]

ونو راهہ رسول جي، اوهين پيڙا تيو پائي!
سسئي سوز فراق جي، گهٽيرو گهائي،
هن جو هوت هليو ويو، ڪئي بارو چن بيائي،
مهل انهيءَ "مري" چئي، هئي سرتين سمجهائي،
پر هن جو پيچ پنهل سان، سا بي واري نہ وائي،
گهوري آهي انهيءَ گهوت جي، سامڙي نہ تي مائي،
ونی واٽ وندر جي، ڪئي سگهڙ سچائي،
مليس جانب سوجائي، جاءِ انهيءَ "جاڙو" چئي.
(جاڙو خان مري)

سسئي = بيبي زليخا. هوت = حضرت يوسف
عليہ السلام. ٻاروچا = ڪلف ۽ دروازا.
وندر جي واٽ = حق جو رستو.

مراد: بيبي زليخا حضرت يوسف عليہ السلام کي ڦاسائڻ لاءِ ڪوٺين ۾ بند ڪيو. ان کان پاڻ ڇڏائي جڏهن موٽي پوئتي پڳو. تڏهن ڪوٺين جا ڪلف ڪري پيا ۽ در کلي ويا. جيتوڻيڪ حضرت يوسف عليہ السلام پاڪ دامن هو پر بيبي زليخا جي چوڻ تي قيد ۾ رهيو. پر پوءِ ساڳي بيبي زليخا سندس فراق ۾ ڳرندي رهي. ڪيس سهيلين گهڻو سمجهايو مگر سڀ اجايو ٿيو. نيٺ حضرت يوسف عليہ السلام باعزت آزاد ٿيو. عزيز جي مرڻ کان پوءِ بيبي زليخا هڪ ڏينهن حضرت يوسف جي واٽ جهلي وجي ويٺي. حضرت يوسف عليہ السلام بہ اتان اچي لانگهائو ٿيو ۽ خدائي امر موجب سندن شادي ٿي.

## (ج) ڪنعان ۾ ڏڪار پوڻ سبب حضرت يوسف عليہ السلام جي ڀائرن جو مصر ۾ اچڻ

مصر جي بادشاهہ ريان جو خواب نيٺ سچو ثابت ٿيو ۽ ملڪ ۾ سخت ڏڪار اچي پيو. حضرت يوسف عليہ السلام پهرين ستن سالن ۾ ايترو تہ اناج گڏ ڪرائي ڇڏيو هو، جو اهو ملڪ مان نہ کٽيو. پر آسپاس وارا ملڪ بہ مصر مان ان خريد ڪري ويندا هئا. اها خبر جڏهن ڪنعان ۾ پهتي، تڏهن حضرت يعقوب عليہ السلام پنهنجي ڏهن پٽن کي ان خريد ڪرڻ لاءِ روانو ڪيو. هو ڏهئي ڄڻا اُٺ ڪاهي اچي مصر پهتا ۽ حضرت يوسف عليہ السلام سان مليا. حضرت يوسف عليہ السلام پنهنجن ڀائرن کي سڃاتو. مگر هنن ڪيس نہ سڃاتو. آخر حضرت يوسف عليہ السلام ڀائرن کان احوال ورتو ۽ اتڪل سان انهن کان پنهنجي پيءُ ۽ ڀاءُ ٻامين جي بہ حالت پڇيائين جا ڀائرن حقيقت ٻڌايس. انهيءَ بعد حضرت يوسف عليہ السلام کين ان ڏيئي اُن جي مليل قيمت ڪنهن تجويز سان ٻورين ۾ وجهي کين تاڪيد ڪيو تہ وري ضرور اچجو ۽ پاڻ سان پنهنجي ٻارهين ڀاءَ ٻامين کي بہ ضرور آڻجو. ائين چئي کين اجازت ڏنائين. جيتوڻيڪ ڀائرن ساڻس سنو سلوڪ نہ ڪيو هو مگر حضرت يوسف عليہ السلام کي ان ڳالهہ جو ڪوبہ خيال نہ هو ۽ پنهنجي ڀائرن سان ڏاڍي عزت ۽ محبت سان پيش آيو.

اناج جا اُٺ ڪنعان ۾ پهتا. حضرت يوسف عليہ السلام جي پائرن پنهنجي پيءُ سان مصر جي وزير جي نيڪيءَ جي تعريف ڪئي ۽ سندس ڪيل تاڪيد موجب بئي دفعي يامين کي ونڻي وڃڻ لاءِ پيءُ کان اجازت گهريائون. حضرت يعقوب عليہ السلام کي حضرت يوسف عليہ السلام وارو واقعو ياد هو. تنهنڪري يامين کي موڪل ڏيڻ کان نٽائڻ لڳو. مگر ساڳئي وقت هڪ تہ ملڪ ۾ ڏڪار هو. جنهن ڪري اناج جي سخت ضرورت هئي ۽ ٻيو ٻورين کولڻ سان جي پئسا نڪتا سي بہ ضرور پهچائڻا هئا. تنهنڪري لاچار ٿي حضرت يعقوب عليہ السلام. يامين کي ونڻي وڃڻ جي انهن کي اجازت ڏني. هو يامين کي ساڻ ڪري مصر ۾ اچي حضرت يوسف عليہ السلام سان مليا. حضرت يوسف عليہ السلام سيني پائرن جي اڳيان طعام آڻي رکيو ۽ ٻن ٻن پائرن کي گڏجي کاڌي کائڻ لاءِ چيو. اهڙيءَ ريت ڏهہ پائر تہ ٻہ ٻہ ٿي طعام کائڻ وينا. مگر يامين اڪيلو رهجي ويو. جو حضرت يوسف عليہ السلام کي ياد ڪري روئڻ لڳو. حضرت يوسف عليہ السلام کانئس روئڻ جو سبب پڇيو. جنهن چيو تہ منهنجو ڀاءُ يوسف جي اڄ هتي هجي ها تہ اسين بہ ٻئي گڏجي کاڌو کائون ها! انهيءَ تي حضرت يوسف عليہ السلام چيس تہ چڱو آءٌ تنهنجو ڀاءُ آهيان ائين چئي ساڻس گڏجي کاڌو کاڌائين.

ڪجهہ ڏينهن بعد حضرت يوسف عليہ السلام جي پائرن واپس وڃڻ ٿي چاهيو. پر حضرت يوسف کي پنهنجي ڀاءُ يامين کي ڇڏڻ جي مرضي ڪانہ هئي. تنهنڪري اٽڪل ڪري يامين جي اُٺ وارين ٻورين مان هڪڙيءَ ۾ ان ماپڻ وارو ڪاسو وجهائي ڇڏيائين ۽ هنن کي وڃڻ جي اجازت ڏني ۽ هو اناج کڻي روانا ٿيا. اڃا ٿورو اڳيرو ويا تہ حضرت يوسف عليہ السلام جي ماڻهن اچي سيني انن جي تلاشي ورتي ۽ يامين جي اُٺ تي پيل ٻورين مان ڪاسو نڪتو. انهيءَ ڪري ان وقت جي قانون موجب ڪيس ٻارهن مهينا حضرت يوسف عليہ السلام وٽ رهڻو ٿي پيو. ٻين پائرن اها حالت ڏسي گهڻيئي ڪوششون ڪيون. مگر ڪابہ ڪارگر نہ ٿي. آخر هڪ ڀاءُ کي حضرت يوسف عليہ السلام وٽ ڇڏي باقي ڏهہ ڄڻا واپس ملڪ ڪنعان پهتا ۽ پنهنجي پيءُ سان حقيقت ڪيائون. جا ٻڌي حضرت يعقوب عليہ السلام زار زار روئڻ ۽ خدا جي دربار ۾ پٽن جي ملڻ لاءِ دعائون گهرڻ لڳو. الله تعاليٰ سندس دعا قبول فرمائي.

حضرت يوسف عليہ السلام هڪ سوار نالي "زازُ" هٿان پنهنجو پهراڻ پيءُ ڏانهن موڪلي کين مصر اچڻ لاءِ عرض ڪيائين. سوار پهراڻ کڻي مصر مان روانو ٿيو تہ حضرت حضرت يعقوب عليہ السلام فرمايو تہ مون کي يوسف جي پگهر جي خوشبوءِ ٿي اچي. آخر سوار حضرت يعقوب عليہ السلام وٽ پهراڻ سوڏو اچي حاضر ٿيو ۽ حضرت يوسف عليہ السلام جو پيغام پهچايائين. حضرت يعقوب عليہ السلام پهراڻ وٺي اکين تي رکيو تہ خدا جي فضل سان اکيون روشن ٿيس.

نيٺ حضرت يعقوب عليہ السلام جو سڄو خاندان مصر ۾ آيو. حضرت يوسف سندن استقبال لاءِ شهر کان ٻاهر بيٺو. ان وقت جي رسم مطابق سيني يعني يارهن پٽن هڪ پيءُ ۽ هڪ ماءُ کي وقت جي بادشاهہ يعني حضرت يوسف عليہ السلام کي سجدو ڪيو. اهڙيءَ طرح حضرت يوسف عليہ السلام جو ننڍي هوندي وارو خواب (سج، چنڊ ۽ يارهن تارن جي سجدي ڪرڻ وارو) سچو ثابت ٿيو.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[25]

ڏوران نڪتا ڏهہ ڄڻا، ڪاهہ ڪري ڪاهي،
پانهہ پڇيو تن کان، دانهہ دليل دَوڙائي،
توهان جي ملڪ تي، ڪو اڳوڻو وڻ آهي،
اهو سڪو يا سائو، يا وڍجي ويو آهي،
دانهہ دليل دوڙائي، ڏاها ڳولج ڏور ڪي.

پانهہ = حضرت يوسف عليہ السلام.
تن = حضرت يوسف عليہ السلام جي ڀائرن
ڏانهن اشارو. وڻ = حضرت يعقوب عليہ السلام.

مراد: جڏهن حضرت يوسف عليہ السلام مصر جو وزير هو تڏهن سندس ڀائر اُتي ان خريد ڪرڻ ويا. ڀائرن کيس ڪونہ سڃاتو مگر پاڻ انهن کي سڃاڻي پڇيائين تہ اوهان جي ملڪ ۾ حضرت يعقوب عليہ السلام نبي ٻڌبو آهي، اهو جيئرو آهي يا وفات ڪري ويو؟

[26]

جهڙي ڪئي جتن جي، تهڙي ڪريان تن،
يري وِهہ وٺيون، ڏيان هوند هٿن،

ماٺهو شهر پنيور جا، مون کي چڱو ڪين چون،
مر وجي مرڪن، اڳيان آري ڄام جي.

جتن = حضرت يوسف عليہ السلام جا ڀائر.
مون = حضرت يوسف عليہ السلام ڏانهن اشارو.
• آري ڄام = حضرت يوسف عليہ السلام.

مراد: حضرت يوسف عليہ السلام مصر جي وزير ٿيو تہ ان وقت ملڪ ۾ سخت ڏڪار هو، پاڻ اَن گڏ ڪرائي رکيو هئائين. ان وقت سندس ڀائر اَن وٺڻ لاءِ مصر ۾ آيا تہ ڪين عزت سان پيش آيو ۽ هنن جي ڏنل تڪليفن جو ڪوبہ بدلو نہ ورتائين ۽ ائين سمجهيائين تہ اُتي جا ماڻهو منهنجي لاءِ ڪا چڱي راءِ قائم نہ ڪندا، پر هنن سان چڱائي جو برتاءُ ڪندس تہ هو والد جي اڳيان اهڙو ذڪر ڪري پلي خوش ٿين ۽ فخر وٺن.

[27]

جاڏي وجن جت، مان نہ وجان تاڏي،
موٽي ميلائي جو، منهن نہ ڪيائون مان ڏي،
ڪيچ وڃان ڪاڏي، جتن مون سان جاڙڪي.

جت = حضرت يوسف عليہ السلام جا ڀائر.
مان = حضرت يوسف عليہ السلام ڏانهن اشارو.

مراد: جڏهن حضرت يوسف عليہ السلام جا ڀائر وٽس آيا ۽ ڪيس هلڻ لاءِ چيائون تڏهن دل ۾ خيال ڪيائين تہ هنن ئي مون کي تڪليف ڏني هئي ۽ ڪڏهن بہ پشيمان ٿي مون وٽ نہ آيا. تڏهن هاڻي انهن ڏانهن موٽي وڃڻ چڱو نہ آهي. اهو خيال ڪري هلڻ کان انڪاري ٿيو.

[28]

ڪڏهن عمر منجهہ اوڙاهہ، ڪڏهن هو منجهہ قيدن،
ڪڏهن وينو سڄڻ سيج تي، رکي محبت من،
عمر ماروئڙن، ميارون معاف ڪيون.

عمر = حضرت يوسف عليہ السلام. اوڙاهہ = کوهہ.
سيج تي وهڻ = مصر جو وزير ٿيڻ.
ماروئڙا = حضرت يوسف عليہ السلام جا ڀائر.

مراد: حضرت يوسف عليہ السلام کي ڀائرن کوھہ ۾ وڌو ۽ بيبي زليخا ڪيس قيد ۾ وجهايو. انهن تڪليفن مان پار پئي آخر مصر جو وزير ٿيو. جڏهن سندس ڀائر وٽس آيا، تڏهن هن ڀلاري شخص سندن ڏنل تڪليفون ۽ ڏک وساري ڇڏيا ۽ ساڻن گهڻي عزت ۽ محبت سان مليو.

[29]

زمينـــدار زميـــن تـــي، جـــوان ٻـــڌا جـــوڙا،
هڪڙو هاري هلڻ ۾ هيڻو هو، تنهن ڪئي گهوڙا ڙي گهوڙا!
ڏســي ڀــائڙ ٻيــن جـــو، ڳـــل وهيـــس ڳوڙهـــا،
پـــوءِ ٿيـــس ڏوڙا، مجيـــري جـــي مـــدد ســـان.

زميندار = حضرت يوسف عليہ السلام. زمين = ماني.
جـوڙا = ٻــہ ٻــہ گـڏ. هيڻـو هـاري = يـامين.
مجيري = حضرت يوسف عليہ السلام.

مراد: حضرت يوسف عليہ السلام پنهنجن ڀائرن مان ٻہ ٻہ گڏ طعام کائڻ تي ويهاريا تہ يامين سندس سڳو ڀاءُ اڪيلو ٿيو ۽ پنهنجي ڀاءُ حضرت يوسف عليہ السلام کي ياد ڪري روئڻ لڳو. حضرت يوسف عليہ السلام ڪيس دلاسا ڏيئي ساڻس گڏ ماني کائي سندس درد دفع ڪيو.

[30]

جوڳـي! آئيـن جـوءِ ۾، توکـي جوڳـي هجـي جـس،
ويهہ تہ ورجيسـان ڪيـون، ڏيـون ڏکـن سـکن جـا ڏس،
الله توکـــي آنـــدو آهـــي، ميـــان! مـــون وٽ مـــس،
لهـــي وئـــي لحظـــي ۾، قلـــب متـــارون ڪـــس،
هاڻي چنڊ! تـو موڻ چـس، تـي اچـي بـوءِ بهـار جـي.

جوڳـي = زاز (قـاصد). مـون = حضـرت يعقـوب عليـہ السلام ڏانهن اشارو. قلب تان ڪس لهڻ = اکين تان پردا هٽڻ. چنڊ = پهراڻ. بهار = حضرت يوسف عليہ السلام ڏانهن اشارو.

مراد: حضـرت يوسف عليـہ السلام زاز جي هٿـان پنهنجو پهراڻ پنهنجي والد حضرت يعقوب عليـہ السـلام کي موڪليـو. جنهـن ان کي واتـان حضـرت

يوسف عليہ السلام جي زنده هجڻ جي حقيقت ٻڌي، ۽ سندس پهراڻ اکين تي رکيو تہ اکيون روشن ٿي ويس.

[31]

جس بہ توکي جانور! ٻي جس بہ توکي جت!
آندئي عجين جا، خاصا ڪٽي خط،
سٽي آءُ سرهو ٿيس، آئي من منهنجي فرحت،
هاڻ مولىٰ هوندئي مدت، هوندئي جاءِ جنت ۾.

عجيب = حضرت يوسف عليہ السلام
خط = پهراڻ. آءُ = حضرت يعقوب عليہ السلام ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت يوسف عليہ السلام پائرن ڪي پاڻ وٽ ترسائي، هڪڙي قاصد هٿان والد ڏانهن پنهنجو پهراڻ موڪليو، اهو جڏهن حضرت يعقوب عليہ السلام کي مليو، تڏهن قاصد کي جنت جي بشارت ڏنائين.

[32]

وريم اتر واءُ، سرهي تنهن سارنگ جو،
ڪنوڻ ڪيرون مڪيون، سرهو آيم ساءَ،
چاٽي هڪ الله، تہ آيو جانب جوءِ ۾.

سارنگ = حضرت يوسف عليہ السلام.
ڪنوڻ = خوشبوءِ. سرهو ساءُ = پهڪر جي بوءَ.
جانب = حضرت يوسف عليہ السلام.
جوءِ = ڪنعان.

مراد: حضرت يوسف عليہ السلام زازَ جي هٿان پنهنجو پهراڻ پنهنجي والد حضرت يعقوب عليہ السلام ڏانهن اماڻيو. پهراڻ جي بوءِ سنگهي ڪيس يقين ٿيو تہ يوسف زنده آهي ۽ ڪنعان ۾ موجود آهي، تڏهن الله تعالىٰ جو شڪر بجا آندائين.

[33]

ڏاهي ڪي ڏارون، پيا ڦٽ فراق جا،
وينو وير وهائي، نيڻن مان نارون،
هينئون هيرڻ پن جيان، ڦٽي ٿيو ڦاڙون،
پوءِ دوست مڪو دارون، تہ ڇٽا ڦٽ فراق جا.

ڏاھو = حضرت يعقوب عليہ السلام ڏانھن اشارو.
دوست = حضرت يوسف عليہ السلام. دارون = ڀھراڻ.

مراد: حضرت يعقوب عليہ السلام حضرت يوسف عليہ السلام جي جدائيءَ ۾ روئي روئي نظر وڃائي ويٺو هو. جڏهن حضرت يوسف عليہ السلام پنھنجو ڀھراڻ موڪليس تڏهن ان کي اکين تي رکيائين تہ اکيون روشن ٿيس ۽ پٽ جي وڇوڙي جو ڏک لٿس.

[34]

وٺو راهہ رسول جي، ويو آتو سچ ٻڌائي سردار،
سسئي گھر چڏي، نڪري وئي نروار،
پنھون آيس پڳدار، تہ وري ملي ور کي.
(احمد خان مري)

سسئي = حضرت يعقوب عليہ السلام جي نظر.
گھر = اک. پنھون = حضرت يوسف عليہ السلام
جو ڀھراڻ. وري ملي ور کي = وري نظر سالم ٿيس.

مراد: حضرت يوسف عليہ السلام جي جدائيءَ ۾، حضرت يعقوب عليہ السلام جي نظر هلي ويئي. جڏهن حضرت يوسف عليہ السلام جو ڀھراڻ مليس، تڏهن نظر سالم ٿيس.

[35]

مارُو ٻنا مارئيءَ، ماندا ٿيا هئا مير،
ڦرن ۽ ڦيرائيون ڏين، جيئن ڦيريون ڏين فقير،
تڏهن ٿيا سڌير، جڏهن مارئي آئي ملير ۾.

مارو = تارا. مارئي = ديد. ملير = حضرت يعقوب
عليہ السلام جون اکيون.

مراد: جڏهن حضرت يوسف عليہ السلام کي ڀائر حسد وچان کوهہ ۾ اُڇلي آيا هئا. ان جي فراق ۾ حضرت يعقوب عليہ السلام روئي روئي پنھنجي نظر وڃائي چڏي هئي ورهين کان پوءِ حضرت يوسف عليہ السلام جي ڀھراڻ ملڻ تي اکين ۾ نظر موٽي آئي ۽ اکيون روشن ٿيون.





# 10- حضرت ايوب عليہ السلام

حضرت ايوب عليہ السلام خدا جو صابر ۽ شاڪر ٻانهو هو. مٿس ڪابہ تڪليف ايندي هئي، تہ هو انهيءَ تي ڪڏهن بہ رنج نہ ٿيندو هو. انهيءَ ڪري کيس سڏيندائي "صابر" هئا.

چون ٿا تہ: هڪڙي ڀيري شيطان الله تعاليٰ کي چيو تہ حضرت ايوب عليہ السلام کي سخت کان سخت تڪليف پهچايو تہ سندس صبر جي خبر پوي. الله تعاليٰ حضرت ايوب عليہ السلام جي صبر جو امتحان وٺڻ خاطر سندس مال متاع ختم ڪيو ۽ سندس ٻن پٽن کي بہ ماريو، پر هو رضا تي راضي رهيو. انهيءَ کان سواءِ کيس اهڙو مرض ٿيو، جو سندس بدن ۾ ڪيئان پئجي ويا. ماس ختم ٿي ويو، فقط هڏن جو پڃرو وڃي رهيو. اهڙي وقت ۾ ٻيا مائٽ مٽ سڀ ڇڏي ويس، باقي سندس بيبي "رحيما" هن سان گڏ رهي.

چون ٿا تہ: ڪيئن سڄي بدن جو ماس کائي ڇڏيو هو، ان هوندي بہ جي ڪو ڪيئون بدن تان ڪري پوندو هو، تہ ان کي کڻي وري بہ زخمن تي رکي ڇڏيندو هو. آخر هڪ ڪيئون زبان کي کائڻ لڳو. انهي تي حضرت ايوب عليہ السلام الله تعاليٰ کي سوال ڪيو تہ، الاهي! فقط زبان سالم ڇڏينم تہ تنهنجو نالو ياد ڪندو رهان. الله تعاليٰ سندس عرض قبول ڪري مٿس پنهنجي رحمت جا دروازا کوليا. ٿوريئي وقت ۾ زخم ڇٽي ويا ۽ پاڻ تازو توانو ٿيو.

چون ٿا تہ بيبي رحيما ارڙهن سال حضرت ايوب عليہ السلام جي خدمت ڪندي گذاريا ۽ اچي پيرسن ٿي هئي، جڏهن حضرت ايوب عليہ السلام جو سوال قبول ٿيو تہ هن کي ٻيهر جواني عطا ٿي ۽ پوءِ ٻئي ڄڻا پنهنجي زندگي الله تعاليٰ جي شڪرگذاري ۽ عبادت ڪندي گذارڻ لڳا.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

ساراهيان سچو ڏڻي، صاحب ربَ سڌر،
اڳيون اَلادين جي، هو ڇيو اهو چنيسر،
تہ هو وينو آهي وڳهہ ڪوٽ ۾، سيني پريين سڌر،
ٻي ڪانهيس موجهہ "مري" ڇٽي، آهي تحقيقي تونگر،

پوءِ جانب هن جا "جاڙو" چئي، ڪسي پيا ڪونڌر،
درس دودي چام سان، اچي لڙيا هئا لشڪر،
پوءِ به آهي عام خبر، هن جي بهادري جي "بلوچ" چئي.
(جاڙو خان مري)

آلادين = الله تعاليٰ. چنيسر = شيطان.
جانب = حضرت ايوب عليہ السلام جا پٽ.
دودو = حضرت ايوب عليہ السلام.
لشڪر = ڪينئان.

مراد: حضرت ايوب عليہ السلام کي "صابر" ڏسي شيطان الله تعاليٰ کي چيو تہ هن کي سخت آزمائش ۾ وڌو وڃي تہ سندس صبر جي خبر پوي. الله تعاليٰ حضرت ايوب عليہ السلام تي هيءَ آزمائش آندي جو سندس مال متاع ختم ٿيو ۽ ٻہ پٽ مري ويا. ساڳئي وقت اهڙو مرض بہ ٿيس جو سندس بدن ۾ ڪيئان پيا. مگر هن ڪڏهن بہ ڪا شڪايت نہ ڪئي ۽ صبر سان تڪليفن کي منهن ڏيئي صابر ثابت ٿيو.

[2]

موڪليا ملوڪ ڏي، لائق وڏا لشڪر،
جنگ جوٺيائونس جلدي ۾، ڪوپي ساهيا ڪر،
لشڪر جي لڙائيءَ جي، پئي ملڪن ۾ تہ خبر،
جوان بينو آ وچ اڙدن ۾، وائي اها اٿس هونگر،
سنياليو تو سبحان کي، حمد چئي هر هر،
وڃن وس ڪيا، ٿيس ڪارونيار ڪڪر،
جڏهن لڳس تير ترار ۾، تڏهن هاڪ چڏيائين هيڪر،
لشڪر سڀ ڳاري ڇڏيا، دوست مني دلبر،
لوڏي منجهہ لهي ويا، هن جا غم سيئي گوندر،
عاشق سو اُجرو ٿيو، ان سان ڪرم ڪيو قادر،
"دائم" هن "بروچ" جي، پت رکج پرور!
پوءِ ساٿي تجانءِ سرور! ڪامل ڏينهن قيام جي.
(دائم بروچ)

ملوڪ = حضرت ايوب عليہ السلام. لشڪر = ڪيئان.
ڪوپـــو = حضـــرت ايـــوب عليــــ الســــلام.
تيــر = ڪيئـــن جـــو چـــڪ. تـــرار = زبـــان.
هاڪ چڏڻ = خدا جو نالو نہ وٺڻ.

مراد: حضرت ايوب عليہ السلام جي امتحان خاطر رب پاڪ هن ڏانهن ڪيئن جو لشڪر موڪليو. بدن ۾ ايترا تہ ڪيئان پيس جو هڪ وار بہ واندو نہ هوس. تڏهن بہ هن رب پاڪ جي حمد کان بس نہ ڪئي. نيٺ اهي ڪيڙا سندس زبان کي اچي لڳا، تڏهن الله تعاليٰ کان دعا گهريائين تہ "الاهي! منهنجي هيءَ زبان سلامت رک، تہ جيئن تنهنجي حمد کان غافل نہ تيان" سندس سوال اگهاڻو. نہ رڳو مرض کان آجو ٿيو پر مطمئن زندگي گذارڻ لڳو.

[3]

دانهـن ڪـري تـہ دوسـتي ڄڄـي، ڇنـج نـہ ڇوريـائين،
جيڪــا رضــا رب جـــي، ســـا متـــي مڃيـــائين،
هو پيا ڪـائين، هي خـوش ٿئي، پئي چرخو چوريائين،
منهـن نـہ موڙيـائين، مهـل انهـيءَ "مـراد" چئـي.

(مراد)

هو پيا ڪائين = ڪيئان. هي خوش ٿئي = حضرت ايوب
عليـــ الســـلام رب پـــاڪ جـــو شـــڪر ڪـــري.
چرخو چورڻ = ذڪر ڪرڻ.

مراد: حضرت ايوب عليہ السلام کي سڄي بدن ۾ ڪيئان پيا، تڏهن بہ ڪا شڪايت نہ ڪيائين، الله تعاليٰ جي رضا تي راضي رهي هر تڪليف جو صبر سان مقابلو ڪيائين " سندس شڪرانا بجا آندائين.

[4]

ونـو راهـہ رسـول جـي، ويـو اتـو سـچ ٻڌائـي سـردار،
مومـــل هئـــي محــــلات ۾، هـــوش وڏي هوشـــيار،
ڪئيـن چـاڙهيو چوڙنـگ کـي، جـوڙي وڏي جنسـار،
گهمــرا ڏيــو گهنيـــن مـــان، لهيـــو وجـــن لاچـــار،
ڪـاڻو تـہ منجهـن ڪـٿر هـو، اهـو هنـدو هـو هوشـيار،
وجي وڏائينس بڪ "بروچ" چئي، وري نـہ ڏنـائينس وار،

”احمد“ چئي نهار، ڏاهو تي هن ڏور کي.

(احمد خان مري)

مومل = حضرت ايوب عليہ السلام جي زبان.

محلات = وات. چوُرنگ = جسم.

گهٽيون = جسم جا عضوا. ڪاٽو = ڪيئون.

هندو = ڪيئون. ٻڪ = چڪ.

مراد: حضرت ايوب عليہ السلام جي سڄي بدن ۾ ڪيئان پيا تہ هن ڪا شڪايت نہ ڪئي، جڏهن سندس زبان کي ڪيئون ڪائڻ لڳو، تڏهن الله تعاليٰ کي سوال ڪيائين تہ منهنجي زبان کي سالم رک تہ جيئن ان سان تنهنجو نالو وٺندو رهان.

[5]

جانب جي جاگير ۾، چورن پي ڪئي چوري،

خان تہ ويني ڪليو، پر هنن پي ڪئي زوري،

مجرو آهي زميندار کي، جنهن لٿائي چڏي سيري،

جا جيءَ اندر جهوري، سا لهي ويس ”لال بخش“ چئي.

(لال بخش)

جانب = حضرت ايوب عليہ السلام.

جاگير = بدن. چور = ڪيئن.

خان = حضرت ايوب عليہ السلام.

هنن = ڪيئن ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت ايوب عليہ السلام کي سڄي بدن ۾ ڪيئان پئجي ويا ۽ ڳل بہ ڳري ويس، مگر پاڻ خدا جا عجب رنگ ڏسي خوشيءَ سان تڪليف برداشت ڪيائين سندس صبر ۽ استقلال تي متس الله تعاليٰ راضي ٿي مرض ۽ مصيبت ڪان ڪيس آجو ڪيو.

[6]

گهڙي آيا گهر ۾، ويري وڙهڻ لاءِ،

ڏمر جو ڏاڍا هٽن، تہ بہ هَي، هَي ڪري نہ هاءِ!

ڪست مان ”ڪنير“ چئي، ورتئون محڪم مارڻ لاءِ،

پوءِ هو بہ سنجهہ صباح، تعظيمون ڪري تن جون.

گھـــر = جســـم. ويـــري = ڪيئـــان.
هي = حضرت ايوب عليہ السلام ڏانهن اشارو.
هو = حضرت ايوب عليہ السلام ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت ايوب عليہ السلام نبيءَ ڪي بدن ۾ ڪيئان پيدا ٿيا تہ پاڻ صابر رهي تڪليف برداشت ڪيائين، پر ڪيئن ڪي ڪوبہ ايذاءُ نہ ڏنائين. اهو سيڪجهہ الله تعاليٰ جي طرفان سمجهي انهن ڪيئن تي بہ رحم تي ڪاڏائين.

[7]

ڏٺي ڏنئيــن ڏنــار ڪــي، تــو چاهــہ منجهــان چــاري،
جيڪــا چڃــي چــانگ ڪــان، ســان ولــر ڏانهــن واري،
سـي ڏنـائينس مـاري، تــڏهن پــاڄئي جـو پلــو ٿيــو.

ڏڻ = ڪيئن. ڏنار = حضرت ايوب عليہ السلام.

مراد: حضرت ايوب عليہ السلام جي جسم ۾ ڪيئان پيدا ٿيا. جي انهن مان ڪو ڪري پوندو هو، تہ اُن ڪي ڪٽي ساڳيءَ جاءِ تـي رکنـدو هـو. پوءِ جڏهن الله تعاليٰ متس راضي ٿيو تہ ڪيئان مري ويا. اهو مرض دفع ٿيو ۽ هر تڪليف کان آجو ٿي مطمئن زندگي گذارڻ لڳو.

[8]

مـــاورئڙا مليـــر ۾، اڏيـــو وينـــا آهـــن دام،
پڪـــا پڪـــن ســـامهان، اڏيـــا اتـــن جـــام،
جڏهن عمر جا پهتن پيغـام، تـڏهن مـارو پـڌ پٽـي ويـا.

ماروئڙا = ڪيئـان. مليـر = حضـرت ايـوب عليـہ السلام جو بدن. عمر = الله تعاليٰ.

مراد: حضرت ايوب عليہ السلام جو سڄو بُـت ڪيئـن سـان ونجـي ويـو، پوءِ جڏهن الله تعاليٰ جو حڪم ٿيو تڏهن اهي ڪيئان نابود ٿي ويا.

[9]

جهونگـــاريندي جهنـــگ ۾، لـــڏم ڏانـــوڻ ڳـــچ،
لايـــان لال لڱـــن ڪـــي، مـــانَ اُجهـــامي مـــچ،
پنهـــل جـــام پـــرچ، متـــان رُنـــائي رهجـــي وڃـــون.

ڏانوڻ = حضرت ايوب عليہ السلام واري ڪاري.
پنهل ڄام = حضرت ايوب عليہ السلام.

مراد: حضرت ايوب عليہ السلام بيماريءَ جي حالت ۾ هڪ ڪاري ۾ پيل هو. بيبي صاحبہ پورهئي تان موٽي اچي سندس خدمت ڪندي هئي. هڪ ڏينهن آئي تہ ڪاري خالي ڏٺائين. اهوئي ڏينهن هو جنهن ۾ حضرت ايوب عليہ السلام شفا حاصل ڪئي هئي. پوءِ هوءَ کيس ڳوليندي اچي ملي هئي.

[10]

ڪارا کهنبا ڪنجرا، تي اپر اوڍيائين،
صحيح ستي هئي سومري وٺ، تي ملير ماٽيائين،
تئان پوءِ متو ڏوتائين، ستيءَ سيل نباهيو.

مورو = حضرت ايوب عليہ السلام.
ملير = سهاڳ. ستي = حضرت ايوب عليہ
السلام جي گهر واري.

مراد: حضرت ايوب عليہ السلام الله تعاليٰ جي آزمائش واري وقت ۾ مرض ۾ ورتل هڪ هنڌ پيو هوندو هو. کيس سپ چڏي ويا پر سندس بيبي رحيما ساڻس هر حال ۾ شريڪ رهي. جڏهن حضرت ايوب عليہ السلام شفا حاصل ڪئي، تڏهن بيبي هن کي اصل جاءِ تي نہ ڏسي پريشان ٿي ۽ تيستائين خوش نہ ٿي جيستائين کيس نہ ڏٺائين.





# 11- حضرت موسيٰ عليہ السلام

## (الف) حضرت موسيٰ عليہ السلام جو جنم

مصر ۾ فرعون نالي بادشاھہ حڪومت ڪندو هو. هڪڙي ڀيري نجومين ڪيس ٻڌايو تہ بني اسرائيل قوم مان هڪ اهڙو شخص پيدا ٿيڻو آهي، جو تنهنجي ملڪ کي تباھہ ڪري ڇڏيندو. اها ڳالهہ ٻڌي فرعون بني اسرائيلن جا ڪئين ٻار مارايا ۽ حامل زالن جا پيٽ ڦاڙائي ٻار ضايع ڪرايا. ڪجهہ وقت کان پوءِ هڪ رات فرعون خواب ۾ ڏٺو تہ هڪ شخص هوا تي سوار ٿي وٽس آيو ۽ جيڪي وٽس هو، سو سڀ ڪاٺئس ڦري ويو. صبح جو اٿي نجومي گهرائي خواب جو تعبير پڇيائين. نجومين ٻڌايس تہ ٿن ڏينهن اندر بني اسرائيل ۾ هڪڙو ٻار سرجڻو آهي، جو تنهنجي حڪومت تباھہ ڪندو. اها ڳالهہ ٻڌي فرعون شهر جي زالن ۽ مردن تي ٽي ڏينهن سخت پهرو رکايو. پر انهن ٽن راتين مان هڪڙي رات خود فرعون جي خاص ماڻهو عمران کي سندس محلات ۾ ئي پنهنجي زال 'يوخابذ' سان ملڻ جو وجهہ ملي ويو. قدرت سان حضرت موسيٰ عليہ السلام انهيءَ رات پيٽ ۾ سرجيو. صبح جو فرعون کي نجومين ٻڌايو تہ اهو شخص ماءُ جي پيٽ ۾ سرجي چڪو آهي. اها ڳالهہ ٻڌي فرعون حڪم ڪيو تہ جيڪا بہ عورت پيٽ سان هجي ان کي ماريو وڃي. انهيءَ ڪم لاءِ پنهنجون خاص دايون مقرر ڪيائين جي هر روز گهرن ۾ وڃي زالن جا پيٽ تپاسينديون هيون، پر يوخابذ جو پيٽ ڪنهن جي پرک ۾ نہ آيو.

'يوخابذ' مدي پوري ٿيڻ تي محلات جي بورچيخاني ۾ ئي حضرت موسيٰ عليہ السلام کي ڄڻيو. اجا اتيئي هئي تہ فرعون جي داين جي ڳالهائڻ ٻڌائين. هنن کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏسي حضرت موسيٰ عليہ السلام کي تنور ۾ اڇلائي ڍڪ ڏئي ڇڏيائين. داين جي وڃڻ کان پوءِ بيبيءَ کي سخت ڏک ٿيو. پر تنور جو ڍڪ لاٿائين تہ ڪيس حضرت موسيٰ عليہ السلام جيئرو ڏسڻ ۾ آيو، جو هڪڙو گل سونگهي رهيو هو.

حضرت موسيٰ عليہ السلام ٽي مهينا ڇپيل رهيو ۽ انهي عرصي ۾ فرعون جا جاسوس گهر گهرَ ۾ ڳولا ڪندا رهيا. آخر الله تعاليٰ بيبي يوخابذ کي الهام ڪيو تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام کي صندوق ۾ بند ڪري نيل ندي ۾ لوڙهي

چڏ ۽ ڪوبہ ڏک نہ ڪج، اسين وري ڪيس توڏانهن موٽائينداسون. بيبي گهر جي دروازي تي ڪنهن واڍي ملڻ جو خيال ۾ بيني هئي تہ جبرئيل الله تعاليٰ جي حڪم موجب واڍو تي اچي اتان لنگهيو. بيبي صاحبہ ان کان صندوق ٺهرائي حضرت موسيٰ عليہ السلام کي ان ۾ وجهي، رات جو اها نيل ندي ۾ لوڙهي ڇڏي. صندوق لڙهندي فرعون جي محل واري حوض ۾ اچي پيئي. فرعون جي زال بيبي آسيہ جي نظر وجي پيتيءَ تي پئي، جنهن ٻانهين کي حڪم ڪري پيتي ٻاهر ڪڍائي. ايتري ۾ فرعون بہ اچي نڪتو. پيتي کوليائون تہ هڪڙو سهڻو ٻار ڏٺائون. بيبي آسيہ کي ڪوبہ اولاد ڪونہ هو، تنهنڪري ان حضرت موسيٰ عليہ السلام کي محبت سان کڻي گود ۾ وهاريو. جيتوڻيڪ فرعون جي مرضي ڪانہ هئي، مگر بيبي آسيہ ضد ڪري فرعون کي انهي ٻار نپائڻ تي راضي ڪيو ۽ ان جي پرورش لاءِ بيبي يوخابذ کي دائي مقرر ڪيائين.

هڪ دفعي فرعون، حضرت موسيٰ عليہ السلام کي پنهنجي جهوليءَ ۾ وهاريو ويٺو هو تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام راند ڪندي ان جي ڏاڙهيءَ ۾ هٿ وڌو، جنهن تي فرعون ڪاوڙجي حضرت موسيٰ عليہ السلام کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو. سندس زال بيبي آسيہ کيس چيو تہ هيءُ معصوم آهي، هن کي چڱي مني جي ڪهڙي خبر جو توهين اهڙو سخت حڪم ٿا ڏيو؟ اهو ٻڌي فرعون بہ ٿالهہ گهرايا، هڪ ۾ هيرا ۽ لعلون ۽ ٻئي ۾ ٽانڊا وجهارائي، حضرت موسيٰ عليہ السلام جي اڳيان رکايائين. حضرت موسيٰ عليہ السلام لعلن ڏانهن هٿ تي وڌايو، مگر جبرئيل سندس هٿ ٽانڊن ڏانهن ڪيو ۽ ان سان ٽانڊا کڻي وات ۾ وڌائين. الله تعاليٰ جي حڪمت جو سندس هٿ کي ڪجهہ بہ ڪونہ ٿيو، مگر زبان کي لهس آئي جنهنڪري هو هڪڙ ٻڪالهائيندو هو. اها ڳالهہ ڏسي فرعون کي هن جي ٻي سمجهي معلوم ٿي.

حضرت موسيٰ عليہ السلام فرعون جي گهر ۾ نپجي ويهن ورهين جو جوان ٿيو. هڪڙي پيري ڏٺائين تہ هڪڙو قبطي، هڪڙو بني اسرائيل کان بيگر ۾ ڪانيون کڻايو تہ اچي ۽ بني اسرائيل ويچارو دانهون ڪري رهيو آهي. انهي تي قبطي کي چيائين تہ هن کي ڇڏي ٻئي ڪنهن کي وجي، بيگر ۾ وَهاءِ. قبطي جي انڪار ڪرڻ تي حضرت موسيٰ عليہ السلام هن کي جوش مان مڪ هنئي تہ هو مري پيو. قبطي جي مرڻ تي حضرت موسيٰ عليہ السلام پشيمان

ٿيو ۽ الله تعاليٰ جي دربار مان معافي گهرائين. الله تعاليٰ سندس التجا قبول ڪئي. ٻئي ڏينهن حضرت موسيٰ عليه السلام ڏٺو ته ان ساڳئي شخص کي ٻيو هڪڙو قبطي وٺيو وڃي. بني اسرائيل،جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام کي ڏٺو ته وري به مدد لاءِ پڪاريائين. حضرت موسيٰ عليه السلام جيئن هن جي مدد لاءِ وڌيو تيئن قبطي حضرت موسيٰ عليه السلام کي چيو ته اي موسيٰ! آءٌ پانيان تو ته ڪالهوڪي قبطي وانگر تون اڄ مون کي مارينداين. حضرت موسيٰ عليه السلام ٻڌي فرعون کان ڊنو ته ضرور قصاص ’خون جي بدلي خون‘ وٺندو. انهيءَ ويچار ۾ هو ته،فرعون جو ماسات جذبيلا وٽس آيو ۽ کيس قبطي جي خون جي عيوض قتل ٿيڻ جي ڳالهه ٻڌائي چيائينس ته ڀڄي اتئي ته پيچ آءٌ توکي نيڪ صلاح تو ڏيان. اهو ٻڌي حضرت موسيٰ عليه السلام خوف کان شهر ڇڏي روانو ٿيو. ست ڏينهن ست راتيون پنڌ ڪري اچي هڪڙي بيابان ۾ نڪتو. اتي هڪري مٿانهين جاءِ تان ٻيهي ڏٺائين ته کيس ماڻهن جي آبادي نظر آئي، هي اهو هنڌ هو جتي حضرت شعيب عليه السلام رهندو هو ۽ ٻي سڄي قوم ڪافرن جي هئي. حضرت موسيٰ عليه السلام ان شهر جي نزديڪ هڪ کوهه تي پهتو. جنهن تان ماڻهو پنهنجي مال کي پاڻي پياري رهيا هئا. اتي ڏٺائين ته به ڇوڪريون به ٻڪرين جو ڌڻ ڪاهي آيون هيون. ٻيا سڀ ماڻهو پنهنجي مال کي پاڻي پياري کوهه تي ڇپ رکي هليا ويا ۽ ڇوڪرين جو ڪنهن به خيال ڪونه ڪيو. اها حالت ڏسي حضرت موسيٰ عليه السلام ڇوڪرين کان انهيءَ جو سبب پڇيو. ان تي ڇوڪرين چيو ته هيءُ ڪافرن جي قوم آهي، اسان جو پيءُ پيرسن آهي، اسان ۾ ايتري طاقت نه آهي جو چاليهه مردن جي طاقت واري ڇپ کوهه تان لاهي ڪٽي پنهنجي ڌڻ کي پاڻي پياريون. پر جڏهن هنن جو مال پاڻي پي جيڪي بچائيندو آهي، اهو مال کي پياريندئون آهيون. اها ڳالهه ٻڌي حضرت موسيٰ عليه السلام پهڻ جي ڇپ پري ڪئي ۽ کوهه مان پاڻي ڪڍي ٻڪرين کي پياري پاڻ وڃي وڻ جي ڇانو هيٺ ويٺو. ڇوڪريون ٻڪريون ڪاهي گهر آيون. اهي ڇوڪريون حضرت شعيب عليه السلام جون نياڻيون هيون، جن جي عادت هوندي هئي ته جڏهن مال گهر ايندو هو تڏهن مٿس هٿ ڦيري ڏسندو هو ته اُڃايل ته ڪينهي، اڄ ڏٺائين سڀ ٻڪريون ڍاول هيون. تڏهن پنهنجي نياڻين کان دريافت ڪيائين، جن حضرت موسيٰ عليه السلام جي بهادري جي خبر

پنهنجي والد کي ٻڌائي. انهيءَ تي حضرت شعيب عليہ السلام پنهنجي نياڻين کي چيو تہ توهان مان هڪ موٽي وڃي ۽ جي اهو شخص موجود هجي تہ کيس محنت جو اجورو ڏيون. هڪڙي نياڻي حضرت موسيٰ عليہ السلام کي پيءُ جو پيغام ڏيئي گهر وٺي آئي. حضرت شعيب عليہ السلام حضرت موسيٰ عليہ السلام کان حال احوال ورتو. جنهن قبطي جي خون ۽ فرعون جي ڊپ کان پڇي نڪرڻ جو سڄو احوال ٻڌايو. اهو ٻڌي حضرت شعيب عليہ السلام فرمايو تہ هاڻي تون ڪوبہ ڊپ نہ ڪر ڇاڪاڻ تہ تون فرعون جي حد اُڪري آيو آهين.

حضرت شعيب عليہ السلام جي نياڻي 'صفورا' جا حضرت موسيٰ عليہ السلام کي وڻڻ ويئي هئي. تنهن پنهنجي پيءُ کي چيو تہ بابا! هاڻي هي پهلوان ماڻهو پاڻ وٽ رهي پنهنجو ٻڪريون چاريندو تہ بهتر ٿيندو. هي نهايت ايماندار آهي. منجهس ڪابہ خامي نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ جڏهن آءٌ کيس وٺي تي آيس تڏهن هڪ تہ حيا کان مون سان نہ ڳالهايائين ۽ ٻيو منهنجي پويان هلڻ کان انڪار ڪيائين ۽ اڳيان نشانن تي هلي گهر تائين پهتو آهي. نياڻيءَ جي واتان اها ڳالهہ ٻڌي حضرت شعيب عليہ السلام کي پڪ ٿي تہ هي برابر امانت جو صاحب آهي ۽ خيال ٿيس تہ ٻنهي ڌين مان هڪ جي ساڻس شادي ڪرايان. اهو ارادو ڪري حضرت موسيٰ عليہ السلام کي چيائين تہ منهنجي مرضي آهي تہ. آءٌ توکي پنهنجي هڪ نياڻيءَ جو سڱ ڏيان. پر هن شرط تي تہ تون مون وٽ اٺ سال رهي ٻڪريون چاريندين. پر جي ڏهہ سال رهندين تہ پاڻ تنهنجي وڏيڪ ڀلائي ٿيندي. حضرت موسيٰ عليہ السلام اهو شرط قبول ڪيو ۽ پاڻ اتي رهي ٻڪريون چارڻ لڳو. حضرت شعيب عليہ السلام کيس هڪڙي عصا (لٺ) ڏني جيڪا حضرت آدم عليہ السلام بهشت مان آندي هئي ۽ چيائينس تہ. فلاڻي صحرا ڏانهن ڌڻ نہ نجان. جو اتي تمام گهڻا اَرڙ رهن ٿا. ٻئي ڏينهن حضرت موسيٰ عليہ السلام ڌڻ ڪاهي هليو تہ ٻڪرين واڳ مان نڪري. انهيءَ صحرا ڏانهن رُخ رکيو جنهن جي حضرت شعيب عليہ السلام منع ڪئي هئي. حضرت موسيٰ عليہ السلام انهن کي ورائڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي. مگر ٻڪريون نہ وريون. نيٺ حضرت موسيٰ عليہ السلام ان صحرا ۾ پهچي. عصا پاسي ۾ رکي هڪڙي وڻ هيٺ سمهي پيو. صحرا ۾ ٻڪريو ڏسي هڪڙو اَرڙ متن ڪاهي آيو. حضرت موسيٰ عليہ السلام جي عصا ان ارڙ کي ماري ڇڏيو. حضرت موسيٰ عليہ السلام ننڊ مان اٿي ارڙ کي

مٿل ڏسي لٺ جي معجزي تي عجب ڪائڻ لڳو.

حضرت موسيٰ عليہ السلام جڏهن ست سال ٻڪريون چاريون، تڏهن حضرت شعيب عليہ السلام، حضرت موسيٰ عليہ السلام کي چيو تہ هن سال جيڪي بہ ڪارا ڦر ڄاوا سي سڀ تنهنجا آهن. خدا جي قدرت ان سال سڀ ڪارا ڦر پيدا ٿيا. ورندي سال حضرت شعيب عليہ السلام چيس تہ هن سال جيڪي بہ اڇا ڦر ٿيندا سي سڀ تنهنجا ٿيندا. خدا جو شان جو ان سال سڀ اڇا ڦر ڄاوا، وري ٽئي سال بہ حضرت شعيب عليہ السلام ڪيس چيو تہ هن سال جيڪي ابلق يعني اڇن ۽ ڪارن داغن وارا ڦر ٿيندا سي تنهنجي حوالي ڪيا ويندا. ڏٺيءَ جي جوڙ جو انهيءَ سال سڀ اَبلق ڦر پيدا ٿيا. اهڙيءَ ريت ڏهن سالن جو مدو بہ ختم ٿيو ۽ حضرت شعيب عليہ السلام پنهنجي ننڍي نياڻي صفورا جي شادي حضرت موسيٰ عليہ السلام سان ڪري، واعدي مطابق ٽن سالن وارا ڦر بہ سندس حوالي ڪيا ۽ ڪيس واپس وڃڻ جي اجازت ڏنائين. حضرت موسيٰ عليہ السلام پنهنجو مال ڪاهي حاملہ بيبي سميت وطن ڏانهن روانو ٿيو. ڪجهہ ڏينهن جي پنڌ کان پوءِ هڪ رات بيبي صاحبہ پاسا آجا ڪرڻ جو وقت سنياليو ۽ ڪڪهہ اونداهي هئڻ سبب حضرت موسيٰ عليہ السلام کي ٽاندو آڻڻ لاءِ چيو تہ سوجهرو بہ ڪريون ۽ باهہ ٻاري پاڻ کي گرم بہ ڪريون.

حضرت موسيٰ عليہ السلام چوطرف نهاريو تہ طور سينا طرف روشني ڏٺائين ۽ اوڏانهن رخ رکيائين. اتي پهتو تہ آواز آيس تہ جتي لاهي پري ڪر، ڇاڪاڻ تہ هيءَ پاڪ جاءِ آهي. حضرت موسيٰ عليہ السلام جتي لاٿي تہ پٿون تي پيئي. وري عصا کي هٿ مان ڇڏيائين تہ نانگ ٿي پيئي. اتي حضرت موسيٰ عليہ السلام حيران ٿيو ۽ ڊنو. وري اواز آيو تہ اي موسيٰ! تون ڪوبہ خوف نہ ڪر ۽ تون انهي نانگ کي هٿ ۾ ڪڻ! حضرت موسيٰ عليہ السلام جيئن نانگ کي جهليو تہ ساڳي عصا ٿي پيئي. آواز ٿيس تہ پنهنجو هٿ گريبان ۾ وجهي ٻاهر ڪڍ! حضرت موسيٰ عليہ السلام ائين ڪيو تہ سندس هٿ بي عيب اڇو ۽ نوراني ٿي پيو. انهن ٻنهي معجزن کان پوءِ رب جو حڪم ٿيس تہ هاڻي مصر ۾ وڃي فرعون کي حق جي دعوت ڏي. ڇاڪاڻ تہ اهو ۽ سندس قوم بدڪار ٿي چڪي آهي. اهو حڪم ٻڌي حضرت موسيٰ عليہ السلام عرض ڪيو تہ منهنجو عيال اڪيلو آهي ۽ ڏڻ ۾ ڏنار ڪونهي. انهيءَ تي آواز آيو تہ

اسان بيبي صفورا جي پاڻ سنڀال ڪنداسون. ان بعد حضرت موسيٰ عليہ السلام الله تعاليٰ کي عرض ڪيو تہ منهنجي زبان مان لکنت ڪڍي وڃي ۽ منهنجي ڀاءُ هارون کي هر ڪم ۾ منهنجو مددگار ڪيو وڃي. الله تعاليٰ سندس سوال قبول ڪيو. جنهن بعد مصر ڏانهن رخ رکيائين ۽ اچي پنهنجي گهر پهتو. گهر جا ڀاتي جن کيس ڀهريائين تہ ڪونہ سڃاتو. مگر حضرت هارون عليہ السلام جي اچڻ کان پوءِ حضرت موسيٰ عليہ السلام کي سڃاڻي خوش ٿيا. پوءِ خدا جي حڪم موجب حضرت موسيٰ عليہ السلام حضرت هارون عليہ السلام کي ساڻ ڪري فرعون وٽ آيو ۽ کيس اسلام جي دعوت ڏنائين. فرعون حضرت موسيٰ عليہ السلام کان معجزي جي طلب ڪئي، جنهن تي پاڻ کڇ ۾ هٿ وجهي ٻاهر ڪڍيائين تہ هٿ مان شعاع نڪرڻ لڳو. وري پنهنجي عصا کي پٽ تي ڇڏيائين تہ ارڙ نانگ ٿي پيو. جنهنڪري ڪيترا ماڻهو ڊپ ۾ مري ويا ۽ ڪيترا ميدان ڇڏي وني پڳا. ان بعد حضرت موسيٰ عليہ السلام نانگ ۾ هٿ وڌو تہ ساڳي عصا ٿي پيئي. اها حالت ڏسي مصر جا ماڻهو فرعون کي چوڻ لڳا تہ هي ٻئي ڀائر جادوگر آهن ۽ پائين ٿا تہ هنن کي هٿان ڪڍي اسين حڪومت ڪريون. انهيءَ تي فرعون حضرت موسيٰ عليہ السلام کي چيو تہ تون جادو سکي آيو آهين، اسان وٽ بہ جادوگر رهن ٿا. پوءِ هڪ ڏينهن مقرر ڪري حضرت موسيٰ عليہ السلام کي پنهنجي جادوگرن سان مقابلي ڪرڻ جي دعوت ڏنائين، جا هن قبول ڪئي. مقرر ڏينهن ۾ ڇهہ مهينا ڪن هئا، انهيءَ وچ ۾ فرعون پنهنجي ملڪ جي سيني جادوگرن کي حضرت موسيٰ عليہ السلام جي مقابلي لاءِ تيار ڪيو. آخر اهو ڏينهن آيو ۽ سيئي جادوگر پنهنجي پنهنجي جادو جو سامان تيار ڪري ميدان تي آيا. حضرت موسيٰ عليہ السلام بہ عصا کڻي اچي هڪ مٿانهين جاءِ تي بيٺو ۽ جادوگرن کي پهرين وارو وٺڻ لاءِ چيائين. جادوگرن پنهنجي جادو جي زور سان سڄي ميدان ۾ نانگ ڇڏيا جي ڊوڙون پائڻ لڳا. جڏهن جادوگرن پنهنجو وارو ختم ڪيو، تڏهن حضرت موسيٰ عليہ السلام پنهنجيءَ لٺ کي پٽ ۾ اڇليو تہ خدا جي حڪم سان هڪ وڏو ارڙ نانگ ٿي پيو، جنهن جادو جا پيدا ٿيل سمورا نانگ ڳڙڪائي ڇڏيا. اها حالت ڏسي گڏ ٿيل ماڻهو ڊپ وچان وني پڳا، فرعون پڻ دهشت کان وني پڳو ۽ وڃي لڪو. ان کان پوءِ حضرت موسيٰ عليہ السلام وري نانگ ۾ هٿ وڌو تہ ساڳي لٺ ٿي پيئي. اها حالت

ڏسي سيني جادوگرن حضرت موسيٰ عليہ السلام تي ايمان آندو.

انهيءَ واقعي ڪان ويهہ سال پوءِ هڪڙي ڀيري فرعون جي زال بيبي آسيہ جي هٿ مان ڦٽي وارن کي ڏيندي پٽ تي ڪري پئي تہ سندس وات مان بي اختيار نڪري ويو تہ هاڻي فرعون جلد مرندو. اتفاق سان فرعون اتي موجود هو. جنهن اهي الفاظ ٻڌي بيبي آسيہ کان پڇيو تہ تون حضرت موسيٰ عليہ السلام تي ايمان آندو آهي ڇا؟ سچ پچ بيبي آسيہ مسلمان ٿي چڪي هئي، ۽ چاليهن سالن کان لڪ ڇپ ۾ الله جي عبادت پئي ڪيائين. تنهن نهہ پهہ هاڻو ڇٽي فرعون سان اقرار ڪيو. هن پنهنجيءَ زال کي گهڻوئي لالچايو ۽ دڙڪا تاب ڏنا. مگر بيبيءَ کيس جواب ڏيئي ڇڏيو ۽ اسلام تان ڦرڻ کان صاف انڪار ڪيائين. تنهن تي فرعون کيس طرحين طرحين عذاب ۽ سخت تڪليفون ڏنيون. اهڙي حالت ڏسي بيبي صاحبہ الله تعاليٰ کي سوال ڪيو. سندس سوال قبول پيو ۽ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري وڃي جنت ۾ جاءِ وسايائين[1] .

حضرت موسيٰ عليہ السلام ساندهہ ست سال فرعون کي اسلام جي دعوت ڏيندو رهيو، مگر هن ويتر حضرت موسيٰ عليہ السلام کي قتل ڪرائڻ جا سانباها ڪرڻ لڳو. آخر حضرت موسيٰ عليہ السلام فرعون جي تڪليفن کان تنگ ٿي جڏهن شهر تي ڇڏيو، تڏهن قبطين کيس گهيرو ڪيو. مگر الله تعاليٰ شينهن کي حڪم ڪيو، جي دروازي تي ٿي بيٺا ۽ قبطين کي اچڻ نہ ڏنائون. اها حالت ڏسي حضرت موسيٰ عليہ السلام فرعون جي قوم تي عذاب نازل ڪرڻ لاءِ خدا تعاليٰ کي عرض ڪيو. خدا جي قدرت جو ملڪ ۾ اڃي ڏڪار پيو ۽ سي ماڻهو حضرت موسيٰ عليہ السلام وٽ اچي آزيون نيازيون ڪري ٻاڏائڻ لڳا. وري حضرت موسيٰ عليہ السلام جي دعا گهرڻ تي سخت مينهن پيا. جنهنڪري ٿوري ئي وقت ۾ ملڪ وري سرسبز ٿي ويو. اهڙيءَ ريت ڪيترائي ڀيرا فرعون جي قوم تي عذاب نازل ٿيا ۽ حضرت موسيٰ عليہ السلام جي دعا سان عذاب مان آزاد ٿيا. مگر ڪڏهن بہ مٿس يقين نہ آندائون. تڏهن الله تعاليٰ حڪم ڪيو تہ هاڻي بني اسرائيل، قبطين کان ۽ تون فرعون کان زر زيور هٿ ڪري رات وچ ۾ شهر مان نڪري وڃو. ڏينهن جو بني اسرائيلن قبطين کان ڪنهن وڏي ڏينهن ملهائڻ جي بهاني سان ڳهہ ڳنا ورتا. حضرت

[1] مختلف روايتن موجب اها فرعون جي هڪ ٻانهي هئي.

موسيٰ عليہ السلام وري فرعون وٽ ويو، جنهن خوشيءَ سان ڪيترا زيور آڻي اڳيان رکيا، پوءِ هو ان رات ئي سهي سنبري شهر ڇڏي روانا ٿي ويا.

جڏهن فرعون کي خبر پئي تڏهن لشڪر ساڻ وٺي حضرت موسيٰ عليہ السلام جي پويان پيو. حضرت موسيٰ عليہ السلام نيل نديءَ تي پهچي ڏسي تہ فرعون اچي نزديڪ ٿيو آهي، سو عصا ڪڍي نيل نديءَ ۾ هنيائين تہ رستو ٿي پيو، جنهن سان پنهنجا ماڻهو وٺي نيل ۾ ڪاهي پيو. فرعون ڏٺو تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام نيل ۾ ڪاهي پيو آهي، تڏهن پويان پير ڪري پڳو، پر جبرئيل سندس گهوڙي جي واڳ وٺي لشڪر بہ نيل ندي ۾ منهن ڏنس. فرعون کي نيل ۾ ڏسي سندس لشڪر بہ نيل ۾ ڪاهي پيو، خدا جي قدرت سان پاڻي مٿان وري ويو ۽ فرعون سڄي لشڪر سميت ٻڏي مئو. فرعون جي ٻڏڻ کان پوءِ بني اسرائيل موٽي شهر ۾ آيا، فرعون ۽ سندس پوئلڳن جي سڀ ملڪيت پنهنجي قبضي ۾ ڪيائون.

چون ٿا تہ بني اسرائيلن، قبطين جون ننڍيون وڏيون زالون ۽ ٻار وٺي پاڻ وٽ وهاريا.

چون ٿا تہ هڪ مائي فرعون جي محلات جي پرسان رهندي هئي، جنهن جو ننڍڙو پٽ اکين اڻ سبب روئڻ لڳو، ان تي فرعون ڪاوڙجي معصوم کي مارائي ڇڏيو هو، تڏهن مائيءَ خدا کي سوال ڪيو هو تہ فرعون کي نيل ۾ ٻوڙ تہ سندس ڏاڙهيءَ مان موتي پٽيان (فرعون جي ڏاڙهي جواهرن سان ڳتيل هئي). ان ڏينهن مائي نيل جي ڪپ تي ڪپڙا پئي ڌوتا تہ فرعون جو لاشو لڙهندو آيو ۽ اچي انهيءَ هنڌ اٽڪي بيٺو. مائي فرعون کي سڃاڻي سندس ڏاڙهيءَ ۾ هٿ وجهي موتي پٽيا ۽ ڏاڍي خوش ٿي.

فرعون جي مرڻ کان پوءِ حضرت موسيٰ عليہ السلام طورسينا جبل تي ويو ۽ الله تعاليٰ کي عرض ڪيائين تہ مون کي پنهنجو جلوو پساءِ. اوچتو هڪ نور جي تجلي پيدا ٿي، جنهن جي تاب کان هو بيهوش ٿي ڪري پيو ۽ طورسينا جبل جلي ڪارو ٿي ويو.

چون ٿا تہ طورسينا سڙڻ تي دانهن ڪئي تہ آءُ هاڻي ڪنهن کي منهن ڏيکارڻ جهڙو نہ ٿيس. تنهن تي حضرت موسيٰ عليہ السلام چيس تہ هاڻي پاڻ تنهنجو ڀاڱو وريو جو تنهنجي جاءِ هرهڪ انسان جي اک ۾ ٿيندي.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

سـهڻي گهـڙي سـير ۾، اُتـي آذيءَ رات،
ڪميون ڪيچئون ڪيترا، ٻـي لـڏڙن سـندي لات،
ساهڙ پيو هـو صبر ۾، اڳيان مـرون پيو هـو مـات،
ساهڙ سـهڻيءَ پـاڻ ۾، ڪئـي بلوچڪـي بـات،
الله انهيءَ رات، پنهنجـي سـپ پـوري ڪئـي.

سهڻي = حضرت موسيٰ عليہ السلام جي والده.
ڪميـون، لـڏڙا ۽ ڪيچئـون = پهريـدار.
ساهڙ = حضرت موسيٰ عليہ السلام جو والد.
مرون = فرعون. بلوچڪي بات ڪرڻ = حق شرع
پاڙڻ. پنهنجي = حضرت موسيٰ عليہ السلام
جي سرجڻ ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت موسيٰ عليہ السلام جي سرجڻ کان اڳ فرعون حڪم ڪيو هو تہ ڪوبہ بني اسرائيل پنهنجي زال سان حق شرع نہ پاڙي. حضرت موسيٰ عليہ السلام جو پيءُ فرعون وٽ نوڪري ۾ هو، ٻيبي صاحبہ چوڪيدارن هوندي بہ وڃي مڙس وٽ پهتي. حضرت موسيٰ عليہ السلام ان رات سرجيو. الله تعاليٰ پنهنجيءَ قدرت سان فرعون جي ڪوشش کي ناڪام بنائي ڇڏيو.

[2]

ڪاري رات ڪچو گهـڙو، اوڻٿيهين اونداهـي،
چنـد نـالو ناهـ ڪـو، دريـاءَ دڙ لائـي،
سـاهڙ خـاطر سـهڻي، آذيءَ تـي آئـي،
اهـو ڪـم الاهـي، نـہ تـہ ڪنـن ۾ ڪيـر گهـڙي.

دريـاءَ = فرعـون. سـاهڙ = عمـران.
سهڻي = حضرت موسيٰ عليہ السلام جي والده.
ڪُن = تڪليفون. دڙ لائڻ = پهرا مقرر ڪرڻ.

مراد: حضرت موسيٰ عليہ السلام جي والده خدا جي حڪم موجب فرعون جي ايڏي زبردست پهري ۽ بندوبست هوندي بہ پنهنجي مڙس عمران وٽ وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويئي.

[3]

سسئي پيئـي سـڏڙا ڪـري، تـه ادا! اوري آءُ،
بنـائي ڏينـم بنگلـو، جـانب ڪـارڻ جـاءِ،
تـه سـير وهاريـان محـلات ۾، ادا لـڳ الله!
اڄ ڪهي سنجهه صباح، منهنجو ساجن ويندو سفرين.

سسئي = حضرت موسيٰ عليه السلام جي ماءُ.
آري = جبرئيـل. بنگلـو = پيتـي.
جانب = حضرت موسيٰ عليه السلام.

مراد: حضرت موسيٰ عليه السلام جي والده خيال ڪيو ته ڪو واڍو هٿ لڳي ته صندوق نهرائي، ان ۾ حضرت موسيٰ عليه السلام کي وجهي، الله جي آڌار نيل نديءَ جي حوالي ڪري ڇڏيان. گهر کان ٻاهر نڪتي ته جبرئيل واڍڪن اوزارن سان اتان اچي لنگهيو. ان کي سڏ ڪري صندوق ٺاهي ڏيڻ لاءِ چيائين، جنهن کيس گهربل صندوق ٺاهي ڏني.

[4]

رات بـه راڻـي ڏي هلـي، منـڌ چـڏي محـلات،
سـُڌ نـه هئـي سوڍي کـي، تـه راڻـي ايندي رات،
راڻـي جـي رهـاڻ جـي، تـي راڻـيءَ کـي رعـات،
پرهـه ڦٽـي پريـات، مومـل موٽـي مـاڳ تـي.

راڻو = عمران. منـڌ = حضـرت موسـيٰ عليـه
السلام جي والده. محلات = گهر.

مراد: حضرت موسيٰ عليه السلام جي والده، رات جو پهريدارن جي ° ندي، پنهنجي مڙس عمران وٽ پهتي، حضرت موسيٰ عليه السلام رات ئي سرجيو.

[5]

سـوين آئيـون سـهڻيون، سـاهڙ وٽ سـنيي،
هڪـڙي تـن مـان هنـڌ تـي، راجـا وٽ رهـي،
پـوءِ سـاهڙ ڪري سـهي، ميهـر لاتـي مـن سـان.

سهٽيون = دايون. هڪڙي = حضرت موسيٰ
عليہ السلام جي والده ڏانهن اشارو.
ساهڙ = حضرت موسيٰ عليہ السلام.

مراد: فرعون جي زال بيبي آسيہ جي سفارش سان صندوق مان لڌل حضرت موسيٰ عليہ السلام جي نپائڻ لاءِ ڪيتريون دايون گهرايون. مگر هن ڪنهن جي ٿڃ نہ پيتي ۽ روئندو رهيو. پر جڏهن سندس ماءُ آئي، تڏهن ان جي گود ۾ ماٺ ڪيائين ۽ ان جي ٿڃ ورتائين.

[6]

واءُ لڳو منڊ تي، دَنگي ني دوفان،
چوهي نيئي اتي چڏي، جتي وات وجڻ جي ڪانہ،
سي ستا جاڳيائي ڪينڪي، جهڙا مئا منجهہ مڪان،
تنهن منجهان ٻاريءَ بچايا، آگي ٻہ انسان،
مرد موچاري اڪرين، هئي مهري وڏي مان،
ٻنهي جي رغبت راس پئي، جيئن فرمائي رب رحمان،
سالڪ ڏي بيان، تہ اهي جيئرا ڪيئن جهان ۾؟

دنگي = حضرت موسيٰ عليہ السلام جي والده.
دوفان = قدرت. چوهو = قدرت.
ستل = پهريدار. ٻہ = حضرت موسيٰ عليہ
السلام جي والده ۽ والد. رغبت = حق شرع.

مراد: فرعون جي پهري هوندي بہ حضرت موسيٰ عليہ السلام جي والده عمران وٽ پهتي، پهريدار ستائي رهيا، ۽ حضرت موسيٰ عليہ السلام ان رات سرجيو.

[7]

سهٽيءَ وڏو سير ۾، لوڪئون لڪائي،
ڳجهہ اندر جون ڳالهڙيون، ڳرهي ۽ ڳائي،
ميهر ملهائي، ڪٽڪي نڪتو ڪُن مان.

سهٽي = حضرت موسيٰ عليہ السلام جي ماءُ.
وڏو = حضرت موسيٰ عليہ السلام ڏانهن اشارو.
سير = باهہ. ميهر = الله تعاليٰ.
ڪُن = چُلهہ.

مراد: حضرت موسيٰ عليہ السلام رات جو ڄائو هو سندس والده جيئن جاسوس دايون ايندڀون ڏٺيون تڏهن پنهنجي پٽ کي ڪٽي تنور ۾ اُڇلي ڏيک ڏيئي ڇڏيو. دايون جاچ ڪري هليون ويون. بيبي صاحبہ انهن جي وڃڻ کان پوءِ ڏک لاهي ڏسي تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام اندر زنده سلامت هو ۽ هن کي ڪا تڪليف نہ پهتي هئي.

[8]

ٻــڌي ٻولــي ٻيــن جـــي، رنــج تـــي راڻـــي،
وڏائيـــن ڪوهـــر ۾، هتـــن ســـان آڻـــي،
نـــ ٻاڻــا هــاڻي، تـــ ميلـــو تينــدو ڪــڏهن.

ٻيـون = فرعـون جـون جاسـوس دايـون.
راڻي = حضرت موسيٰ عليہ السلام جي والده.
وڏائين = حضرت موسيٰ عليہ السلام ڏانهن
اشارو. ڪوهر = ٻاهہ.

مراد: فرعون جي حڪم موجب جاسوس زالون بني اسرائيل جي گهر گهر جي روزانو جانچ ڪنديون هيون. جنهن ڏينهن حضرت موسيٰ عليہ السلام ڄائو هو ان ڏينهن بہ سندس ماءُ هنن جي اچڻ جو آواز ٻڌي حضرت موسيٰ عليہ السلام کي گرم تنور ۾ وجهي ڏڪي ڇڏيو، جڏهن اهي ويون تڏهن ارمان تيس تہ معصوم کي ناحق تنور ۾ وڌم. پر الله تعاليٰ جي حڪمت جو هن جڏهن تنور جو ڍڪ لاهي ڏٺو تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام صحيح سلامت ڏسڻ ۾ آيس.

[9]

ونـو راهہ رسـول جـي، ويـو اتـو سـچ ٻڌائــي سـردار،
قمرالديــن تــان قيـــس لاءِ، ڪيـــا ٻـــ شيشـــا تيـــار،
عاشـق نـ عليـل هـو، جنهـن کـي تيـو ڪـائڻ سـاڻ خمـار،
انهـيءَ ليلـيٰ کـي لغـار، لڳـي مجنـي جـي مسـتيءَ جـي.

قمرالدين = فرعون. قيس = حضرت موسيٰ عليہ السلام.
شيشا = ٿالهہ. عاشق = حضرت موسيٰ عليہ السلام.
عليل = اٽڪڻ. ليليٰ = زبان. لغار = لهس (ٽانڊن جي).

مراد: حضرت موسيٰ عليہ السلام جڏهن معصوميت ۾ فرعون جي ڏاڙهي

۾ هٿ وڌو. تڏهن ئي ڪاوڙجي حضرت موسيٰ عليہ السلام کي قتل ڪرائڻ جو حڪم ڏنو. مگر بيبي آسيہ (فرعون جي زال) هن جي ناسمجهي ڏيکارڻ لاءِ چا ڪيو جو ٻہ ٿالهہ. هڪ ٽانڊن جو ۽ ٻيو هيرن جواهرن جو ڀري، حضرت موسيٰ عليہ السلام جي آڏو رکايائين. تہ هن ٽانڊن واري ٿالهہ ۾ هٿ وجهي ٽانڊا کڻي وات ۾ وڌا. انهيءَ طرح فرعون جي تہ ڪاوڙ ڍري ٿي، پر حضرت موسيٰ عليہ السلام جي زبان کي لهس اچي ويئي.

[10]

يــــــري مـــــــٺ مـــــگر، دانهـــــــــ وڌي دڦ ۾،
ڏســـي عبـــرت آگـــي جـــي، ڪـــرَ ڪنئـــي ڪـــافر،
اهـــا مٺيـــا معصـــوم کـــي، ڏنـــي ڏيهـــ ڏٺـــي ڏاتـــر،
"ڪٺـــي" چئـــي خبـــر، وجـــي پڇـــو پڙهيـــن کـــان.

(موريو ڪٺي)

مگر = ٽانڊا. دانهہ = حضرت موسيٰ عليہ السلام.
دڦ = وات. ڪافر = فرعون.

مراد: آزمائش طور حضرت موسيٰ عليہ السلام جي اڳيان ٻہ شيون موتي ۽ ٽانڊا رکيا ويا، مگر هن ٽانڊن جي مٺ ڀري وات ۾ وڌي. اهو ڪم بہ الله تعاليٰ جي حڪم مطابق ٿيو. جو جبرئيل سندس هٿ ٽانڊن ڏانهن وڌايو تڏهن ئي حضرت موسيٰ عليہ السلام جي اڻڄاڻائي ثابت ٿي ۽ فرعون جي ڪاوڙ ڍري ٿي.

[11]

ســـــاراهيان ســـــچو ڏٺـــــي، صـــــاحب رب ســـــتار،
مومـــل وينـــي آهـــي محـــل ۾، بيشـــڪ بـــاغ بهـــار،
ســـوڍن آئـــي ســـور تيـــس، ويـــس هـــار ســـينگار،
دل مٿـــي دهڪـــار، ڏاڍو تيـــس "ڏاڙهـــون" چئـــي.

(ڏاڙهون)

مومل = زبان. محل = وات. سوڍن = ٽانڊا.
دهڪار = ڳنڍ.

مراد: حضرت موسيٰ عليہ السلام آزمائش وقت ٽانڊا کڻي وات ۾ وڌا تہ زبان کي سيڪ اچي ويو. جنهنڪري هو ڳالهائڻ ۾ هڪڙائيندو هو.

[12]

ســـاراهيان ســـچو ڏٺـــي، صـــاحب رب ســـچو،
ٻڌجو اوهيـن "ٻـروچ" چئـي، هـي سـر ٻـ سـوڊل جـو،
ڊوليـو هليـو ڊث تـان، تيـس حڪـم حـاڪم جـو،
ڪاهي آيو ڪاڪ تي، جتي هو ڪڙڪو ڪلن جو،
گجـر تـي گـز هڻـي، اِنهـيءَ گـام گجـو،
ڪيا منڊ مقابلا، تنهن سان سنڌي ڪونـ سگهيو،
پوءِ تنهن تخت تهوارون ڪيون، راڻي راجا نند جو.
(جاڙو خان مري)

ڊث = طورسينا جبل. حاڪم = خدا پاڪ.
ڊوليو = حضرت موسيٰ عليہ السلام.
ڪاڪ = مصر. منڊ = عصا.
راڻو = حضرت موسيٰ عليہ السلام.
راجا نند = فرعون.

مراد: خدا تعاليٰ، حضرت موسيٰ عليہ السلام کي طورُسينا جبل تي حڪم ڪيو هاڻي وڃي فرعون کي حق جي دعوت ڏي، جو هو بدڪار تي چڪو آهي. پوءِ حضرت موسيٰ عليہ السلام فرعون جي دربار ۾ اچي ان کي لٺ جو معجزو ڏيکاريو. اها لٺ هن زمين تي ڇڏي تہ نانگ تي پيئي. آخرڪار هن فرعون کي تباهہ ڪيو.

[13]

مـارو تـا مـارين، الله تـون مـارن ڪـي مـار،
ٻـ ور هـڪ ڪـامڻ، اهـي گهـر ۾ ڪيئـن گهـارين،
مـون ڪـي تيـون مـارين، پـر لوئـان لوهـارن جـون.

مـارو = فرعـون. ٻـ ور = ٻـ خـدا.
ڪامڻ = آسيہ. لوهار = فرعون.

مراد: فرعون جي زال بيبي آسيہ حضرت موسيٰ عليہ السلام تي ايمان آندو، تنهنڪري فرعون کيس سخت تڪليفون ڏيندو هو. کيس اگهاڙي لڱين گرم واريءَ تي سمهاري هٿن ۾ ڪليون نوڪارايائين، مگر هن کيس خدا ڪري ڪڏهن بہ نہ مڃيو.

[14]

گــورِي چــري بيــت ۾، آنــدو نـــ اَتـــس پيـــٽ ۾،
ڏس قــادر جــي قــدرت، جــو گــورِي چــري بيـــٽ ۾.

گورِي = لٺ. بيٽ = مقابلي جو ميدان.

مراد: فرعون جڏهن حضرت موسيٰ عليہ السلام جي مقابلي لاءِ جادوگر گهرايا، ۽ اُنهن جادو جي وسيلي حضرت موسيٰ عليہ السلام کي ڊيڄارڻ لاءِ وڏا وڏا طلسمي نانگ پيدا ڪيا. تڏهن حضرت موسيٰ عليہ السلام الله تعاليٰ جي حڪم موجب پنهنجي لٺ انهن نانگن ڏانهن اُڇلائي، جا نانگ بڻجي اُنهن طلسمي نانگن کي ڳڙڪائي ويئي.

[15]

ٻيــا ســي تنهنجــا خلقيــا، آءٌ تنهنجــي خلقــي ڪــان،
ٻيـا سـي کـائن ٻيـن تنهنجـو، آءٌ تنهنجـو کـاوان ڪـان،
ٻيا سي ماريءَ مرن تنهنجي، آءٌ تنهنجي ماريءَ مران ڪان،
پر مـان تـہ مجـان ٿـي ڪانـ، ٻيـن جـو هونديـن الله تـون.

تنهنجـــا = فرعـــون ڏانهـــن اشـــارو.
آءٌ = بيبي آسيہ ڏانهن اشارو.

مراد: فرعون جي زال آسيہ حضرت موسيٰ عليہ السلام تـي ايمـان آنـدو، تنهنڪري هن کيس طرح طرح جون تڪليفون ڏنيون، هوءَ تڪليفون سهندي بہ کيس الله ڪري مڃڻ کان انڪاري هئي.

[16]

متـــي ڪيئـــن متـــي وئـــي، جهـــاڳندي ســـير ۾،
نـہ ڪـي چاڙهـہ چڪـڙ ڪـي، نـہ ڪـي گهيــڙ گهـٽـي،
پــاٿي ســي پـٽـي، جـڏهن سـهـٽي پـانيو سـير جـو.

سهٽي = فرعون جي زال. سير = بهشت.

مراد: فرعون جي زال بيبي آسيہ، فرعون کي خدا ڪري تہ نہ مڃيو. تنهنڪري هن کيس سخت تڪليفون ڏنيون، جي سهي شهيد ٿي ۽ جنت حاصل ڪيائين.

[17]

ســـــاراهيان ســــچو ڏڻـــــي، صـــــاحب رب ســــچو،
سســــئي جـــي ســـورن جـــو، ســـــارو ســــڻ قصــــو،
اها تہ 'نائون' نظر نہ ڪئي، جنهـن ڪيـو ڪم ڪچو،
بـــــانيڻ باڪـــــارون ڪـــــري، آســــڻ اُن اچيــــو،
ڏمريــــس ڏيهـــ ڌڻـــــي، مـــــالڪ ملڪـــن جـــو،
تنهن جا تختا تهوارون ٿيا، وري پنجهر ڪونہ بچيو،
ڌوبڻ ڌوئينـدي ڪپـڙا، تنهـن جـو سائينءَ سڌ سـئو،
ڪٽي ڪنياٽي خوش ٿي، تنهن جو لهي گوندر غم ويو،
ڪـامل تنهـن ڪيـچ مـان، آيـو ڀهڪـي ڀـاروچو،
بيشـڪ تنهـن پنهـ ـر ۾، ٿيـو ڀهـرو پنهـل جـو،
اهو تہ هو قدرت ڪم ڪيو، جاءِ انهيءَ "جاڙو" چئي.

(جاڙو خان مري)

سسئي = غريب مـائي. نـائون = فرعـون.
ڏيهہ ڌڻي = الله تعاليٰ.

مراد: هڪ غريب ڌوبڻ جو گهر فرعون جي پاڙي ۾ هو. مائيءَ جي ٻار جون اکيون اٿي پيون، انهيءَ ڪري هو گهڻو روئڻ لڳو. روح ڪي فرعون ناپسند ڪري اهو ٻار مارائي ڇڏيو. مائيءَ ويچاري روئندي الله تعاليٰ کي سوال ڪيو تہ رب منهنجا! هن ظالم کي نيل نديءَ ۾ ٻوڙي مار تہ سندس ڏاڙهيءَ مان موتي پٽيان، جيڪي سندس ڏاڙهي ۾ ڳتيل آهن. الله تعاليٰ جو شان جو فرعون نيل ۾ ٻڏي مئو ۽ سندس لاش اچي مائي جي دابڙي سان لڳو، جنهن تي مائي ڪپڙا ڌوهي رهي هئي. هن ٻـ سٽ ڏيئي فرعون جي ڏاڙهيءَ مان موتي پٽي گڏ ڪيا ۽ مالامال ٿي ويئي.

[18]

'يـــائرن ۾ بيجــڙو تيــس'، پيــو دانهـــن ڏئـــي دلبـــر،
جـوان تنهـن کـي جـواب ڏنـو، صـاف اهــو ســرور:
توکي گهرائيندا گهر گهر، تيو اتئي مان "محمد" چئي.

(محمد فقير ڏيرو)

يـائر = ٻيـا جبـل. دلبـر = طورسـينا جبـل.
جوان = حضرت موسيٰ عليہ السلام.

مراد: حضرت موسيٰ عليہ السلام ڪي خدا تعاليٰ پنهنجي نور جو جلوو ڏيکاريو، حضرت موسيٰ عليہ السلام بيهوش ٿي ويو ۽ جبل طورسينا سڙي ڪارو ٿي ويو. جون ٿا تہ جبل دانهن ڪئي تہ آءٌ رنگ روپ ڦيرائي ڪارو ٿي ويس ۽ پنهنجي پائرن ۾ منهن ڏيکارڻ جهڙو نہ رهيس. تنهن تي حضرت موسيٰ عليہ السلام چيس تہ تنهنجو تہ پاڻ پاڳ وريو جو تون سرمو بنجي هرهڪ گهر ۾ ويندين ۽ تنهنجي جاءِ هرهڪ انسان جي اکين ۾ ٿيندي.

## (ب) حضرت موسيٰ عليہ السلام ۽ قارون

حضرت موسيٰ عليہ السلام ڪي الله تعاليٰ جو فرمان ٿيو تہ اي موسيٰ! توريت ڪي سون سان سينگاريو. تڏهن حضرت موسيٰ عليہ السلام چيو تہ الاهي! مون وٽ ڪوبہ مال متاع موجود ناهي، پوءِ آءٌ ڪهڙيءَ شي سان ان ڪي زينت ڏيئي سگهندس؟ وري جبرئيل نازل ٿيو ۽ حضرت موسيٰ عليہ السلام ڪي چيائين تہ جيڪا ٻوٽي سامري واري ڳابي جي گاسڻ ۾ ڪم آندل آهي، ان ۾ ٻيون ٽي ڦلاٽيون ٻوٽيون ملائي ڪنهن بہ پهڻ تي وجهبو تہ سون ٿي پوندو. اها ڳالهہ ٻڌي حضرت موسيٰ عليہ السلام هڪڙي ڪاغذ جي ٽڪر تي ٻوٽيءَ جو نالو لکي قارون (جو سندس ماسات يا سوٽ هو) ڪي ڏنو ۽ ٻيو لڪيل ٽڪر يوشع ڪي ۽ ٽيون طالوت ڪي ڏنو ۽ هرهڪ ڪي جداجدا ٻوٽين آڻڻ لاءِ چيائين. قارون، يوشع ۽ طالوت ٽنهي وٽ ويو ۽ هرهڪ جو لڪيل ٽڪر ڏسي ٻوٽين جا نالا ياد ڪري پنهنجي ٻوٽي پٽي حضرت موسيٰ عليہ السلام وٽ آيو. ٻين بہ ٻوٽيون آنديون پر قارون بہ سون ناهڻ جي رستي ڪان واقف ٿي ويو. ان ڪان پوءِ اهو عمل ڪري ٿوري ئي وقت ۾ وڏو مالدار ٿي پيو. ايتري دولت هوندي ڪڏهن بہ زڪواة نہ ڪڍيائين. حضرت موسيٰ عليہ السلام ڪيس گهڻئي هدايت ڪئي، مگر هن صاف انڪار ڪيو ۽ پڻ حضرت موسيٰ عليہ السلام جو دشمن ٿي پيو.

قارون، حضرت موسيٰ عليہ السلام جي دشمنيءَ ۾ هڪ زال ڪي حضرت موسيٰ عليہ السلام تي تهمت رکڻ لاءِ تيار ڪيو، جيئن اها حضرت موسيٰ عليہ السلام تي بهتان رکي ڪيس خوار ڪري ۽ هو وري مون ڪي مال مان زڪواة ڏيڻ بابت نہ چئي. هڪڙي هنڌ حضرت موسيٰ عليہ السلام ماڻهن کي نصيحت پئي ڪئي تہ اها زال اچي حاضر ٿي ۽ حضرت موسيٰ عليہ السلام ڏانهن اتي

جو اتي مخاطب تي چوڻ لڳي تہ تون ماڻھن کي نصيحتون ڪندو وتين پر پاڻ عيش ڪندو رھين ٿو. تو سڄي رات مون وٽ گذاريو ۽ هاڻ هٿ مولوي بنيو بيٺو آھين. ماڻھو اھا ڳالھہ ٻڌي حيران ٿيا. ۽ حضرت موسيٰ عليہ السلام ڏجي الله تعاليٰ جي دربار ۾ سوال ڪيو. الله تعاليٰ جي حڪمت سان اتي جو اتي ان عورت جي دل ڏڪڻ لڳي ۽ وڏي سڏ ماڻھن کي چيائين تہ. قارون مون کي لالچ ڏيئي برغلايو آھي تہ آءٌ حضرت موسيٰ عليہ السلام تي ڪوڙو الزام هڻان. مگر آءٌ خدا کي حاظر ناظر سمجھي چوان ٿي تہ مون ڪوڙي تھمت ھن بزرگ شخص تي لڳائي آھي. ان ڪان الله تعاليٰ جو قارون تي ڏمر ٿيو ۽ ھو خزانن سميت غرق ٿي ويو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[19]

مينھون تنھن ميھار جون، ھيون پوريون منجھہ پاڻ،
ساھڙ ريءَ سُجيون ٿيون، سي چانھڪ ڪين چرن،
جاچيون ھيون "جاڙو" چئي، تن ۾ ڪي سڪرون سنگھارون،
ٿاري تنھن تلي مان، وڃي ڪيون پنھنجون پھنوارن،
وڇون تنھن وٿاڻ تان، ڪنيو شينھن وڃن،
سي ڪنڍيون ٿيون ڪٺڪن، جن جو بيلو رات ٻڏي ويو.

(جاڙو خان مري)

مينھون = فرعون جون زالون ۽ ٻانھيون.
ميھار = فرعون. سنگھار = حضرت موسيٰ عليہ السلام جي قوم. وڇون = ڪنواريون ڇوڪريون. شينھن = بني اسرائيل.
ڪنڍيون = پوڙھيون زالون.
بيلو ٻڏڻ = فرعون جو لشڪر سميت ٻڏڻ.

مراد: حضرت موسيٰ عليہ السلام ۽ فرعون جي جنگ بعد فرعون لشڪر سميت ٻڏي ويو. سندس زالون، ٻانھيون ۽ ٻين قبطين جون ڪنواريون عورتون، جن جي ٻيو واھر وسيلو ڪونہ ھو. سي سڀ حضرت موسيٰ عليہ السلام جي قوم بني اسرائيل کي ھٿ آيون. اتي باقي ٻچيل پوڙھيون پڪيون زالون فرعون ۽ مصري لشڪر کي ياد ڪري روئنديون رھيون.

[20]

ڪار مان ڪارو ٿيو، چر چراٺو چٺ،
اصل "الهڏنو" چئي، هو تاجيءَ پيٺي پٺ،
ڪوجهو آيس وٺ، ته انب مان اڪ ٿيو.
(الهڏنو)

چٺ = قارون. تاجي پيٺي پٺ هئڻ = حضرت موسيٰ عليہ السلام جو مائٽ هئڻ. وٺ لڳڻ = دنيا تي بانور ٿيڻ. انب = مؤمن. اڪ = ڪافر.

مراد: قارون حضرت موسيٰ عليہ السلام جو ماسات هو، پهريائين انهيءَ شخص حضرت موسيٰ عليہ السلام تي ايمان آندو هو ۽ ان وقت بلڪل غريب هو ۽ وٽس ڪجهہ ڪين هو، مگر جڏهن ڪيس حضرت موسيٰ عليہ السلام وٽان حرفت سان ڪيمياگري ملي ۽ دنيادار ٿيو تڏهن خدا جو فرض يعني زڪواة ادا نہ ڪيائين دنيا جي لالچ ان کي اهڙو انڌو ڪيو جو خدائي فرض ادا نہ ڪري مومن مان ڪافر بنجي ويو.

[21]

موڳي ڏني آهي منڌ کي، مردود اها مت،
سٺي آهي "سومار" چئي، ڪميٽي ڪپت،
ريجهائي راڻي کي، هيرا ڏيئي هٿ،
سومل پاريو ست، وجي سچي تي سوڍي سان.
(سومار سومرو)

موڳو = قارون. منڌ = عورت.
سومل = عورت. سوڍو = حضرت موسيٰ عليہ السلام.

مراد: قارون هڪ زال کي پئسا ڏيئي حضرت موسيٰ عليہ السلام تي تهمت هڻڻ لاءِ تيار ڪيو. پوءِ هڪ دفعي حضرت موسيٰ عليہ السلام وعظ پئي ڪيو تہ ان عورت اُتي اچي چيو تہ اي موسيٰ! تون پاڻ سچي رات مون وٽ عيش عشرت ڪري آيو آهين ۽ هتي مولوي بنيو بيٺو آهي. پر پوءِ تورئي وقت کان پوءِ ان وري پرئيءَ سٽ ۾ چيو تہ قارون مون کي لالچ ڏني آهي تہ آءٌ حضرت موسيٰ عليہ السلام تي اهڙو الزام رکان، پر آءٌ هاڻي خدا کي حاضر ناظر سمجهي چوان ٿي تہ مون هن بزرگ شخص تي ڪوڙي تهمت رکي هئي.

## (ج) حضرت موسيٰ عليہ السلام جو فيصلو

بني اسرائيلن ۾ 'عاميلا' نالي هڪ تمام وڏو مالدار شخص هو، جنهن کي ڪوبہ اولاد نہ هو. فقط هڪڙو ڀائيٽو هوس، جو تمام غريب هو ۽ پاڻ بہ ڪيس سنڀاليندو هو. هڪڙي رات وجهہ وٺي ڀائيٽي پنهنجي چاچي کي قتل ڪيو ۽ ٻئي قبيلي جي پاڙي ۾ ڇڏي آيو. صبح جو عاميلا جي خون جو الزام بني اسرائيلين جي انهي قبيلي تي هنيو ويو، جتي ان جو لاش هو. تان جو ٻنهي قبيلن ۾ سخت جنگ لڳي ۽ هزارين ماڻهو مارجي ويا. آخر ٻئي قبيلا گڏجي حضرت موسيٰ عليہ السلام وٽ فيصلي لاءِ آيا. حضرت موسيٰ عليہ السلام الله تعاليٰ کان دعا گهري، جبرئيل نازل ٿيو ۽ حضرت موسيٰ کي ٻڌائين تہ ڪنهن ڍڳي جو گوشت لاش تي رکو تہ اهو ڳالهائيندو. حضرت موسيٰ عليہ السلام ڍڳو هٿ ڪري، ان کي ڪهي سندس گوشت جو ٽڪر لاش تي رکيو تہ هو اٿي ويهي چوڻ لڳو تہ مون کي پنهنجي ڀائيٽي قتل ڪيو آهي. اهڙي ريت ٻئي قبيلا جنگ کان آزاد ٿيا.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[22]

ساز ڏنئون صبح جو، ڪو ڪريل ويو آهي ڪاري،
آندائون تانسين کي، جنهن ڇڏيا سالڪ سيڪاري،
سارنگي سينگاري، چاڙهيئون تار تنبي تمي.

ساز = عاميلا جو لاش. ڪريل = عاميلا جو ڀائيٽو.
ڪارڻ = قتل ڪرڻ. تانسين = حضرت موسيٰ عليہ السلام. سارنگي = ڍڳي جي زبان (گوشت جو ٽڪر). تار = زبان. تنبو = لاش.

مراد: عاميلا جو لاش ڏسي بني اسرائيلن ٻئي قبيلي تي تهمت هنئي، انهيءَ سبب ٻنهي قبيلن ۾ جنگ لڳي. نيٺ حضرت موسيٰ عليہ السلام وٽ فيصلي لاءِ آيا، جنهن خدائيءَ حڪم موجب ڍڳي کي ڪهي ان جي گوشت جو ٽڪر (زبان) لاش تي رکڻ جو حڪم ڏنو. جڏهن گوشت جو ٽڪر لاش تي رکيائون، تڏهن عاميلا جي لاش ڳالهايو تہ مون کي پنهنجي ڀائيٽي دنيا جي لالچ تي ماريو آهي.

[23]

چاڙهيون تار تنبي تي، هن ڪٺي ڪلياڻ ڪوڪاريو،
ميراثين جو ڀاڙو، ڪٺي ويو انعام "احمد" چئي.
(احمد)

تار = زبان (ڏڳي جو گوشت).
تنبوُ = لاش. ڪلياڻ ڪوڪارڻ = ڳالهائڻ.
ميراثي = بيو قبيلو (جنهن تي بني اسرائيلن تهمت رکي).

مراد: عاميلا جي لاش تي ڏڳي جو گوشت (زبان) رکڻ سان هن ڳالهايو تہ مون کي پنهنجي ڀائيٽي دنيا جي لالچ تي قتل ڪيو آهي. تڏهن بني اسرائيل جي ٻئي قبيلي تان تهمت لٿي ۽ سڀ سرها ٿيا.

### (د) حضرت موسيٰ عليہ السلام ۽ بَلعَم باعَور

حضرت موسيٰ عليہ السلام الله تعاليٰ جي حڪم موجب ملڪ روم جي بادشاهہ 'ازخيام' کي حق جي دعوت ڏيڻ لاءِ جڏهن روم جي نزديڪ پهتو، تڏهن سترهن ڄڻا خبرچار ونڻ ۽ ڪجهہ کاڌي پيتي جي سامان ونڻ شهر ۾ موڪليائين. حضرت موسيٰ عليہ السلام جي قوم جو قد تمام ننڍو هو ۽ روم جا ماڻهو قداور هئا. تن ننڍي قد جا ماڻهو ڏسي کل مسخري شروع ڪئي ۽ عام افواهہ پکڙيو تہ هي اها قوم آهي، جنهن فرعون جي حڪومت تباهہ ڪئي هئي، هاڻي وري آئي آهي. اها خبر جڏهن روم جي بادشاهہ کي پئي، تڏهن هو ان وقت جي زاهد ۽ عابد شخص نالي "بلعم باعور" وٽ ويو. ڇاڪاڻ تہ بلعم باعور کي الله تعاليٰ وٽان 'اسم اعظم' مليل هو، جنهن کي پڙهي، جيڪا دعا گهرندو هو سا قبول ٿيندي هيس. روم جي بادشاهہ بلعم باعور سان اها حقيقت ڪئي، تڏهن ان کيس چيو تہ هو الله تعاليٰ جو سچو نبي آهي، آءٌ ان لاءِ ڪابہ اهڙي دعا نہ گهرندس. بادشاهہ نااميد ٿي موٽي ويو ۽ مهرن جو ٿالهہ ڀري بلعم باعور جي زال ڏانهن موڪليائين تہ ڪهڙي بہ ريت مڙس کي مڃائي حضرت موسيٰ عليہ السلام ۽ ان جي قوم کان ڇوٽڪارو ڏياري. مائي مهرن جو ٿالهہ وٺي گهر ۾ رکيو ۽ مڙس جي اچڻ تي مٿس زور رکيائين تہ ڇا بہ ٿئي پوي، مگر هو بددعا ضرور گهري. بلعم باعور لاچار دعا گهري، پر هڪڙو ڏس ڏنائين تہ ڪي جوان ڇوڪريون حضرت موسيٰ عليہ السلام جي لشڪر ۾ واپار

ڪرڻ جي بهاني موڪليون وڃن. جيڪڏهن ڪنهن به سپاهي مٿن بري نظر سان ڏٺو ته فتح توهان جي آهي. بادشاهه نوجوان ڇوڪريون حضرت موسيٰ عليه السلام جي لشڪر ۾ موڪليون. جتي ڪن تورڙن انهن ڏانهن بري نظر سان ڏٺو ته به سڄي لشڪر ۾ وبا جي بيماري اچي پيئي ۽ ماڻهو مرڻ لڳا ۽ ان جاءِ کان ڪنهن پاسي ڇري به نه سگهيا. ان تي حضرت موسيٰ عليه السلام الله تعاليٰ کي رحم جي التجا ڪئي، ته آواز آيس ته تنهنجي لشڪر برو ڪم ڪيو، جنهن جي سزا ڀوڳي رهيو آهي. تڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام الله تعاليٰ کي دوباره سوال ڪيو ته اي پروردگار! شايد بلعم باعور جو درجو مون کان به بلند آهي جو منهنجي قوم کي قيد ۾ بيماريءَ جي مصيبت ڀوڳڻي تي پوي! ائين ڇٺي وري دعا گهريائين. الله تعاليٰ حضرت موسيٰ عليه السلام جي دعا قبول ڪئي تڏهن سندس قوم مصيبت مان آزاد ٿي ۽ بلعم باعور کان مليل امانت کسجي ويئي.

چون ٿا ته حضرت موسيٰ عليه السلام الله تعاليٰ کي سوال ڪيو ته شيخ بلند[1] ڪافرن کي غلط صلاحون ٿو ڏئي، تنهنڪري بهشت جي لائق نه آهي ۽ کيس دوزخ ۾ ڇڏيو وڃي. الله تعاليٰ حضرت موسيٰ عليه السلام جو اهو سوال قبول ڪيو. بلعم باعور کي جڏهن اها خبر پئي ته حضرت موسيٰ عليه السلام مون لاءِ بددعا گهري آهي ۽ منهنجو فقط هڪ سوال الله تعاليٰ قبول ڪندو. تڏهن الله تعاليٰ کي سوال ڪيو ته يااللهٰ! منهنجي جسم جي ڪل بهشت ۾ وڃي، ۽ هن ٻيو ڪوبه سوال نه گهريو. الله تعاليٰ سندس اهو سوال اگهايو ۽ سندس ڪل اصحاب ڪهف واري ڪتي (جو غار ۾ ويو هو) تي چڙهندي ۽ اها بهشت ۾ ويندي.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[24]

ونو راهه رسول جي، سيد تيندوَ ساٽي،
عورت تان استاد سان، اچي ڪئي کهاٽي،
مان ڪري مڙي وڃ، تي سگهڙ سياٽي،
هو پيرُ نه هٿي پوئتي، جنهن پنهنجي پلاٽي،
ڪري پڇاٽي، ڪڏيئين مطلب مرد مان.

---

[1] روايت موجب بلعم باعور کي شيخ بلند سڏيو ويو آهي.

عـــورت = بلعـــم بـــاعور جـــي زال.
اســـــتاد = بلعـــــم بـــــاعور.
کهـاڻي = حضـرت موسـيٰ عليـہ السـلام لاءِ
بددعا گهرڻ واري ڳالهہ.

مراد: روم جي بادشاهہ جي چوڻ ۽ دنيا جي لالچ تـي بلعـم بـاعور جـي زال، پنهنجي مڙس کي حضرت موسيٰ عليہ السلام خلاف بددعا گهرڻ لاءِ چيو. بلعم باعور پهريائين تہ انڪار ڪيو، مگر زال جي زور پرڻ تي بددعا گهرڻ لاءِ راضي ٿيو.

[25]

ســـامي هيـــو ســـنرو، لنگهـــي پيـــو هـــو پـــار،
پـر نمـاڻو ڪيـو نـار، جـو واهـہ ويچـاري جـي وئـي.

سامي = بلعم باعور. نار = بلعم باعور جي زال.

مراد: بلعم باعور پهريائين تہ زال کي صاف جواب ڏيئي ڇڏيو هو، پر پوءِ زال جي گهڻي چوڻ تـي مجبور ٿـي حضـرت موسـيٰ عليـہ السـلام لاءِ بددعا گهريائين.

[26]

افلاطـــون اتڪـــل مـــان، وجـــايس ســـڀ واهـــون،
هـن وجـي در امير جـي، ڪيـون درد منجهـان دانهـون،
ڇيائين ڪپائي بانهون، ڪرين تو اپيلون "احمد" ڇئـي.
(احمد خان مري)

افلاطون = بلعم باعور. هن = حضرت موسيٰ
عليہ السلام ڏانهن اشارو. امير = الله تعاليٰ.

مراد: بلعم باعور اتڪل ڪري حضرت موسيٰ عليہ السلام جي لشڪر ۾ جواب زالـون واپـار ڪـرڻ لاءِ موڪلايون. حضـرت موسـيٰ عليـہ السـلام جـي لشـڪر انهـن ڏانهـن بري نظـر ڪئي تـہ منجهن اچي بيماري نـازل ٿـي، تـڏهن حضرت موسيٰ عليـہ السـلام الله تعـاليٰ کـي عـاجزيءَ سـان بـاڏائڻ لڳـو. جـواب مليس تہ تنهنجي لشڪر جي برائي ڪري ان جو نتيجو حاصل ڪيو آهي.

[27]

جنـــاح در الله جـــي، عـــرض ڪيـــو آهـــــ،
ڪشـمير نـــ لائـق تنهـن جـو، نهـرو لهـي نـ پـاءُ،

وجـــائينس واهـــ، هنـــدو نهـــي هندســـتان ۾.

(احمد خان مري)

جنـاح = حضـرت موسـيٰ عليـہ السـلام.
ڪشـمير = بهشـت. نهـرو = بلعـم بـاعور.
هندو = بلعم باعور. هندستان = دوزخ.

مراد: حضرت موسيٰ عليہ السلام الله تعاليٰ کي عرض ڪيو تہ بلعم باعور ڪافرن کي غلط صلاحون ڏئي مومنن جو دشمن ٿيو آهي، تنهنڪري هو ڪنهن چڱائيءَ جي ڪيئن لائق ٿيو آهي. هو تہ دوزخ جو ئي لائق آهي، تنهن کي اهائي سزا ملڻ گهرجي.

[28]

مـــلاح کـــي مهـــراڻ جـــي، خبـــر پئـــي کـــري،
ڪيـــائين عـــرض الله کـــي، هـــاڻ واهـــر تـــيءُ وري،
هـي بيـڙي منهنجـي "بـروچ" چئـي، سـا وجـي تـار تـري،
اها بچي ويس بحري، ٻين جو عقل نہ آيس "احمد" چئـي.
(احمد خان مري)

مـــلاح = بلعـــم بـــاعور. مهـــراڻ = دوزخ.
بيڙي = ڪل. بحري = ڪل.

مراد: بلعم باعور کي معلوم ٿيو تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام جو سوال الله تعاليٰ جي دربار ۾ قبول پيو آهي ۽ مون کي دوزخ ئي حاصل ٿيندو، تڏهن هن بہ الله تعاليٰ کي سوال ڪيو تہ رب منهنجا! تـون رحيـم ڪريـم آهيـن، منهنجو بہ عرض قبول ڪر تہ جيئن منهنجي ڪل بهشت حاصل ڪري. الله تعاليٰ سندس اهو سوال قبول ڪيو ۽ اها ڪل اصحاب ڪهف واري ڪتي تي چڙهي بهشت ۾ ويندي. شاعر هن کي عاقل نہ ٿو سڏي ڇو تہ جيئن بچايائين تيئن ٻين حواسن کي بچائڻ جو ڪيس ڪوبہ عقل نہ آيو.

### (هہ) حضرت موسيٰ عليہ السلام ۽ ماڪوڙي

چون ٿا تہ هڪڙي ڀيري حضرت موسيٰ عليہ السلام رستو وٺيو پئي آيو تہ ماڪوڙين جي هڪ ڊگهي قطار ويندي ڏٺائين. دل ۾ خيال آيس تہ "الله تعاليٰ هنن کي رزق ڪيئن ٿو رسائي!" انهي خيال مان هڪ ماڪوڙي ڪٺي هڪ دٻلي ۾ بند ڪيائين. پئي ڏينهن اها ساڳي دٻلي کوليائين تہ ان ماڪوڙيءَ جي وات ۾ سائو پن

ڏنائين، اهو ڏسي حيرت ۾ پئجي ويو ۽ الله تعاليٰ جي حڪمت جي تعريف ڪيائين ۽ ماڪوڙيءَ کي دبليءَ مان ڪڍي جتان ڪنئي هٿائين اتي ڇڏي آيو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[29]

پرڪا خاطر پر جي، اها جوان ڪنئي هٿي جوءِ،
هن ائين تي پائيو، تہ هي مري ويندي لوءِ،
انهي مومل کي محلات ۾، ميوات جڙي هٿي پوءِ،
پسي حال سندوءِ، ملوڪ ڪٿي مات ڪئي.

(جاڙو خان مري)

پرَ = الله تعاليٰ. جوان = حضرت موسيٰ عليہ السلام. جوءِ = ماڪوڙي. مومل = ماڪوڙي.
محلات = دبلي. ميوات = سائو پن.

مراد: الله تعاليٰ جي حڪمت پسڻ جي خيال سان حضرت موسيٰ عليہ السلام هڪڙي ماڪوڙي دبليءَ ۾ بند ڪئي. پوءِ ڏنائين ان ماڪوڙي کي اتي بہ روز مليو، تڏهن حيران ٿي الله تعاليٰ جي تعريف ڪرڻ لڳو.

[30]

ڪا جا صلاح سرير ۾، آئي ڄام عمر،
ورتائين ويچاريءَ کي، وڏي موئن تہ ولر،
قابو ڪيائينس ڪوٽ ۾، ات زوريءَ زوراوَر،
هر ويلي حق جي هٿي، متئون نار نظر،
پن رکيس پرور، تڏهن مارن سان ملي "موريو" چئي.

(موريو ڪٽي)

ڄام عمر = حضرت موسيٰ عليہ السلام.
ويچار = ماڪوڙيءَ ڏانهن اشارو. ڪوٽ = دبلي.
حق = الله تعاليٰ.

مراد: حضرت موسيٰ عليہ السلام کي خيال آيو تہ الله تعاليٰ هر چيز کي ڪيئن ٿو رزق رسائي، سو ماڪوڙين جي قطار مان هڪڙي ماڪوڙي ڪٽي دبلي ۾ بند ڪيائين. ٻئي ڏينهن دبلي کوليائين ۽ تہ ماڪوڙيءَ جي وات ۾ هڪ سائو پن ڏٺائين، تڏهن قبول ڪيائين تہ بيشڪ الله تعاليٰ جي نظر هر چيز تي آهي. پوءِ اها ماڪوڙي موٽائي اصل جاءِ تي ڇڏي آيو.

[31]

مارئي ملڪ مليـر ۾، هئـي سـڪي سـامائي،
ديس ڇڏڻ جـي هـن ڪـي، ڪـل نـہ هئـي ڪـائي،
عمـر آيـو اوچتـو، جنهـن چنبـن ۾ ڇـائي،
قابو ڪيئـن سـا ڪـوٽ ۾، موچـاري مـائي،
جاءِ انهـيءَ ”جمعـو“ چئـي، سـائينءَ سـنيائي،
ڪريـو سـالڪ صفـائي، ڏاهـا انهـيءَ ڏور جـي.

(جمعو)

مارئي = ماڪوڙي. عمر = حضرت موسيٰ عليہ السلام.
ڪوٽ = دبلي. سائين سنيائي = الله تعاليٰ ياد
ڪري ڪيس رزق پهچايو.

مراد: هڪ ماڪوڙيءَ پنهنجي ولر سان گڏ خوش پئي گذاريو تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام ڪيس جهلي دبلي ۾ بند ڪيو. مگر الله تعاليٰ ڪيس ان دبلي ۾ بہ رزق رسايو.

[32]

سـاراهيان سـچو ڌڻـي، صـاحب رب سـتار،
هـي حـاڪم حڪومـت جـو، هئـو سـومرو سـچار،
اها مارئي جا ملير جي، ڪٽي سوگهي ڪيئين سنگهار،
ڪـامل ويهـاري ڪـوٽ ۾، آڻـي عـاقل ايلپهنـوار،
هو بہ جڙجي ويئي هئي ”جاڙو“ چئي، بنگ هٽـي بيهـار،
ڪـو وقـت انهـيءَ وسـاري، پـوءِ سـاجن لـڌس سـار،
اهـو درس ڏنئيـن ديـدار، قـادر جـي قـدرت جـي.

(جاڙو خان مري)

مـارئي = مـاڪوڙي. سـنگهار = مـاڪوڙي.
ڪوٽ = دبلي. ساجن = حضرت موسيٰ عليہ السلام.

مراد: حضرت موسيٰ عليہ السلام کي خيال آيو تہ خدا تعاليٰ هرهنڌ ڪيئن رزق رسائي ٿو. ڇا ڪيائين جو هڪڙي ماڪوڙي دبليءَ ۾ بند ڪري ڇڏيائين. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ دبلي کولي ڏنائين تہ ان ۾ ڪنهن وڻ جو پن پيل هو جو ماڪوڙيءَ پئي کاڌو.

### (و) حضرت موسيٰ عليہ السلام جا ماڪوڙيءَ ڪي قبر ۾ موڪلڻ

چون ٿا تہ هڪڙي ڀيري حضرت موسيٰ عليہ السلام کي خيال آيو تہ قبر ۾ ملائڪ ميت کان ڪهڙي قسم جي پڇا ڳاڇا ڪن ٿا، اهو احوال معلوم ڪجي. هن ڇا ڪيو جو هڪڙي ماڪوڙي جنازي سان گڏ قبر ۾ موڪليائين. مگر ان ماڪوڙي واپس اچي ڪيس ڪابہ خبر ڪانہ ڏني ۽ اتيئي مري ويئي.

[33]

بحري گهڙي بيچون، ويئي سهٽي منجهہ سير،
هن کي لهرين لپيٽي وڌو، توڙئون ڏنئين تقدير،
خبر نہ ڏنائين ڪيت کي، توڙي آئي مارئي منجهہ ملير،
پوءِ نيٽين وهائي نير، وئي مهل تنهين "موريو" چئي.
(موريو ڪٿي)

بحري = ماڪوڙي. سير = قبر.
ڪيت = حضرت موسيٰ عليہ السلام.

مراد: ڏسو مٿيون بيان.

### (ز) حضرت موسيٰ عليہ السلام ۽ پکي

چون ٿا تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام هڪڙي ڀيري هلندي هلندي هڪڙي باغ ۾ آيو، جتي ڏنائين تہ هڪڙو پکي[1] وڻ تي ويهي "ياڪرير، ياڪرير" پيو چئي، ۽ سندس اکين مان ڳوڙها پيا وهن. انهن جو پاڻي سڄي باغ کي پهچي، سرسبز ڪري رهيو آهي. پاڻ ان پکيءَ وٽ آيو ۽ کيس ياڪرير جي عيوض "ياڪريم، ياڪريم" اچارڻ لاءِ چيائين. پکيءَ حضرت موسيٰ عليہ السلام جي چوڻ تي "ياڪريم" جو ورد شروع ڪري نہ سگهيو ۽ اکين مان ڳوڙها وهڻ بند ٿي ويس پوءِ اهو باغ جو اصل سرسبز هو، سڪي ٺٺ ٿي ويو. ڪن ڏينهن کان پوءِ حضرت موسيٰ عليہ السلام موٽي ساڳئي هنڌ آيو ۽ ڏنائين تہ پکيءَ جا ڪنيءَ ڪسي ويا هئا ۽ باغ سڄو سڪي ويو هو. سخت حيران ٿي طورسينا تي آيو ۽ الله تعاليٰ جي دربار ۾ عرض ڪري ان ڳالهہ جي حڪمت پڇيائين تہ کيس آواز آيو تہ اي موسيٰ! اهو سڀ تنهنجي ئي ڪري ٿيو آهي جو تو پکيءَ کي اصل

[1] ٻي روايت موجب هڪ شخص.

ذڪر ڪان ڦيرائي ڇڏيو. هن منهنجو ئي خيال رکي انهيءَ طرح ذڪر پئي ڪيو، پر "ياڪريم" چوڻ سان منهنجو خيال هن جي دل مان نڪري ويو. هاڻي موتي وچ ۾ پکيءَ کي ساڳئي ذڪر ڪرڻ لاءِ حڪم ڪر.

حضرت موسيٰ عليہ السلام وري ساڳي جاءِ تي آيو ۽ پکيءَ کي "ياڪريم!" جي عيوض "ياڪرير!" چوڻ لاءِ چيائين. پکي وري اصلي ذڪر "ياڪرير!" چوڻ شروع ڪيو تہ اکين مان پاڻي وهڻ لڳو. جنهن ٿوريئي عرصي ۾ باغ سرسبز ڪري ڇڏيو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[34]

ونو راهہ رسول جي، اها وهي تي وير،
سير سندي سنسار مان، هليو حاڪم مير حمير،
پريءَ پورب ۾ ڏنو، بيحد بينظير،
پيو باجهاريون بوليون ڪدي، سي بڌيون ٻاونگير،
سالڪ سر سمجهايو، سا هئي تحقيقي تقدير،
پيو مرد اچي مونجهاري ۾، دانهہ ٿيو دلگير،
کاتو بند ختم ٿيا، پرت پڄاڻا پير،
بر مڙيئي بيبان ٿيو، جيڪو عاقل اڪسير،
اها ٻڌي ڳالهہ "بروچ" چئي، ٿيس سنسو منجهہ سرير،
ڪيائين عرض آگي ڪي، تنهن سچو رکيس سير،
جاءِ انهيءَ "جاڙو" چئي، هي موتي آيو مير،
قادر جي قدرت سان، هن جو سرهو ٿيو سرير،
تاڙي تنوارون ڪيون، آئي سانوڻ سندي سير،
ملڪ اهو "مري" چئي، وري ڪامل ٿيو ڪشمير،
هڪڙا باغ بهاريا، ٻيا ٿيڙا ڳم ڳنڊير،
وسون وسن وير، پيون ماڙيچن جي ملڪ تي.

(جاڙو خان مري)

حمير = حضرت موسيٰ عليہ السلام.
بينظير = پکي. باجهاري بولي = ياڪرير.

سالڪ = حضرت موسيٰ عليہ السلام.
تحقيقي تقرير = ياڪريا مرد = پکي.
خاتو بند = اڪيئن جا ڳوڙها.
مير = حضرت موسيٰ عليہ السلام.
تاڙو = پکي. تنوارون ڪرڻ = ياڪرير چوڻ.

مراد: ڏسو منڍ وارو بيان.

[35]

وهندي ڏاند ويهي رهيو، ڪا جا ڳالهہ ڪٿائي،
زمين جنهن جي ڪڙيا ڪڙٻي، چوني چنج نہ لائي،
هاري بہ چئجي ان کي، جو وينڙا ڏاند وهائي،
پوءِ سالڪ سمجهائي، ڪو ڏاهو ڳولي ڏور ڪي.

ڪڙٻي تيڻ = باغ جو سڪي وڃڻ.
چوني = ياڪريم جو ذڪر.

مراد: ڏسو منڍ وارو بيان.

[36]

ڪيئن ڪريان ڪاڏي وڃان، ڪونهي منهنجو وس،
ڳوڙهو ڳلن تان نہ بيهي، بوند نہ ڪري بس،
هاٽي ڪو ڏيو ڏس، جنهن ۾ منهنجو ساهہ سڏير تئي.

منهنجو = پکيءَ ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو منڍ وارو بيان.

[37]

راٽا تنهنجي رهاڻ ۾، منهنجو روح ڪري رِيهان،
باغ سڙي بڻ تيا، هت وڻن جون ويهان،
راتيان ۽ ڏينهان، دوست نہ وسري دل تان.

راٽا = الله تعاليٰ. منهنجو = پکيءَ ڏانهن
اشارو. دوست = الله تعاليٰ.

مراد: ڏسو منڍ وارو بيان.

## (ح) حضرت موسيٰ عليہ السلام ۽ الله جو پيارو

چون ٿا تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام طورسينا جبل تي الله تعاليٰ کي عرض ڪيو تہ دنيا ۾ مون کان وڌيڪ پنهنجو پيارو مون کي ڏيکار. آواز آيو تہ، فلاڻي طرف وڃ، اتي توکي انهيءَ ڳالهہ جو جواب ملندو. حڪم موجب حضرت موسيٰ عليہ السلام هڪدم ٻڌايل طرف روانو ٿيو. هڪڙي هنڌ اچي ڏسي تہ هڪڙي نوجوان جي شادي ٿي رهي آهي. ماڻهو گهوٽ کي ڪپڙا ڍڪائي سرگس لاءِ گهوڙي تي چاڙهي پيا گهمائين. پاڻ بہ ان ۾ شريڪ ٿيو. گس ۾ هڪڙي جاءِ آئي، اتي گهوٽ گهوڙي تان لهي شڪراني جي نماز ادا ڪري، وري اچي گهوڙي تي سوار ٿيو. اوچتو هڪڙو فقير ميرن ۽ ڦاٽل ٽٽل ڪپڙن سان اها صدا هڻندو آيو تہ، "آهي ڪو مرد موليٰ جو، جو خدا جي راهہ ۾ مون کي سرُ ڏئي." اهو ٻڌي ڪي ماڻهو تہ مٺائس کلڻ لڳا. خود حضرت موسيٰ عليہ السلام بہ حيران ٿيو ۽ دل ۾ چوڻ لڳو تہ هن فقير کي ماڻهوءَ جي سر جي الائي ڪهڙي ضرورت پيئي آهي؟ اها صدا گهوٽ بہ ٻڌي. آخر هو ڪنوار جي گهر اچي پهتو، اتي لاٿن لهڻ بعد پنهنجي ڪنوار کي چيائين تہ پنهنجي شادي تي گذري هاڻي الله جي راهہ ۾ سرُ ڏيڻ تو وڃان. ڪنوار بہ الله جي واٽ جو ٻڌي ڪيس هڪدم موڪل ڏني. گهوٽ فقير وٽ آيو ۽ ڪيس ڪاتي ڏيئي، سندس سامهون سر نوائي بيهي رهيو. فقير بہ دير اصل ڪانہ ڪئي ۽ سندس سر ڌڙ کان جدا ڪري ڇڏيائين. حضرت موسيٰ عليہ السلام اهو سڄو رنگ ڏٺو، ٻيا ماڻهو بہ هيءَ حال ڏسي حيران ٿي ويا. ڪنوار بہ اچي پنهنجي گهوٽ جي لاش مٿان بيني ۽ رضا تي راضي رهي ٻڙڪ بہ ٻاهر نہ ڪڍيائين. فقير ڪنوار کي ڏسندي ئي ڪيس چيو تہ، مائي! تنهنجو ڪانڌ تہ ڪسي ويو. مائيءَ جواب ڏنو تہ فقير سائين! الله جي نانءُ تان صدقو ٿيو. فقير اهو ٻڌي ڪنوار تي رحم آئي، سرُ ڪٽي ڌڙ سان ملايو، ۽ مائيءَ کي چوڻ لڳو تہ، مائي! هاڻي پنهنجي مڙس کي سڏ ڪر تہ اُٿي ڪڙو ٿئي. مائيءَ پنهنجي مڙس کي سڏ ڪيو تہ هو ڪلمون پڙي اُٿي ڪڙو ٿيو. حضرت موسيٰ عليہ السلام فقط الله جي نالي تان پنهنجي پياري شيءِ قربان ڪري خوش رهڻ واري کي ڏسي اڳتي روانو ٿيو.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[38]

چڻڪيءَ ۾ چڙهي ويئي، رُوءِ پسي راڻي،
ڏڙ ڇڄي ڏار ٿيو، سسي ڪوماڻي،
پوءِ آئي سورٺ سياڻي، ڪانڌ ڏسي ڪسڪي ڪينڪي.

راڻي = سسي جيڪا وڍجي ويئي.
سورٺ = ڪنوار.

مراد: گهوٽ ڪنوار کان موڪلائي اچي ڪاتيءَ هينان ڪنڌ جهليو ۽ هڪ ئي وار سان سسي ڌڙ کان جدا ٿي ويس، اتي ڪنوار به اچي نڪتي ۽ پنهنجي مڙس جو لاش ڏسي، الله جي نالي تان قربان ٿيل جو ڪوبه ڏک نه ٿيس ۽ رضا تي راضي رهي.

## (ط) حضرت موسيٰ عليہ السلام ۽ ڏيڏري

چون ٿا ته حضرت موسيٰ عليہ السلام جي زماني ۾ ڪيترا ڏينهن ٿي ويا هئا جو برسات ڪانه ٿي پئي هڪڙي ڏيڏري حضرت موسيٰ عليہ السلام کي ڏسي چيو ته الله تعاليٰ جي دربار ۾ سوال ڪري معلوم ڪريو ته ڪڏهن مينهن وسندو ۽ مون تي مهرباني ٿيندي؟ حضرت موسيٰ عليہ السلام طورسينا تي ڳالهائي واپس آيو ۽ اچي جواب ڏنائينس ته برسات وسڻ ۾ اجا دير آهي. ڏيڏريءَ اهو جواب ٻڌي شڪر ڪيو. الله جو شان جو ڏيڏريءَ جي شڪراني ڪرڻ تي الله تعاليٰ جلد مينهن وسايو ۽ ڏيڏري خوش ٿي.

هن بيان تي هيٺ ڏور ڏجي ٿو.

[39]

پسڻ خاطر بر جي، هئي منڌ گهٽي ماندي،
نياپو هن نذر جو، ڏجان پرينءَ کي پانڌي،
ورندي هن ولهيءَ ڏي، هن اوڏانهون آندي،
ته تو تي راءَ راضي ڪين ٿيو، ڪيچ ڏٺي ڪانڌي،
هن پيي شڪرانو شروع ڪيو، ٿي ويل نه ڪنهن واندي،
پوءِ تي هن وٺ هيڪاندي، بهاري ته "بنگل" چئي.
(بنگل شيخ)

پـر = پاڻي. منڌ = ڏيڏري. پرين = الله تعالىٰ.
پانڌي = حضرت موسىٰ عليہ السلام راءِ = الله تعالىٰ.
بهاري ٿيڻ = برسات پوڻ.

مراد: ڏسو متيون بيان.

## (ي) حضرت موسىٰ عليہ السلام جي وفات

حضرت موسىٰ عليہ السلام جي، عمر جڏهن هڪ سؤ پنجاهہ ورهيہ ٿي، تڏهن هڪڙي ڏينهن عزرائيل کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏٺائين. پڇيائينس تہ زيارت لاءِ آيو آهين يا روح قبض ڪرڻ؟ عزرائيل جواب ڏنو تہ روح قبض ڪرڻ. انهيءَ تي حضرت موسىٰ عليہ السلام کيس چيو تہ مون وات سان الله تعالىٰ سان ڳالهايو آهي، ڪنن سان الله تعالىٰ جو ڪلام ٻڌو اٿم، اکين سان نور جي تجلي ڏٺم، هٿن سان ڪتاب 'توريت' جهليم ۽ پيرن سان طورسينا تي پنڌ ڪري ويس. هاڻي تون منهنجو روح ڪيئن ڪڍي سگهندين؟ اهو ٻڌي عزرائيل لاجواب ٿي پوئتي موٽيو ۽ الله تعالىٰ جي دربار ۾ اها حقيقت پيش ڪيائين. اتي حضرت موسىٰ عليہ السلام کي آواز آيو تہ تون مون کي پنهنجو دوست ڪري سمجهين ٿو تہ انهيءَ فاني دنيا کي ڇڏي مون ڏانهن ڇو نہ ٿو اچين؟ حضرت موسىٰ عليہ السلام جواب ڏنو تہ الاهي! مون کي اوهان ڏانهن اچڻ جي گهڻي حب آهي، پر هڪڙو عرض آهي تہ هڪڙو پيرو طورسينا تي پهچي مناجات ڪريان ۽ منو ڪلام ٻڌان. ان کان پوءِ حضرت موسىٰ عليہ السلام الله تعالىٰ کان دعا گهري واپس پئي آيو تہ واٽ تي ڏٺائين تہ ڪي ماڻهو قبر پيا کوٽين. انهن کان پڇيائين تہ هي قبر ڪنهن جي ٿا کوٽيو. انهن مان هڪ ڄڻي جواب ڏنو تہ، تنهنجي قد بت تي ڪو شخص گذاري ويو آهي، تون پاڻ مهرباني ڪري هن ۾ گهڙي جاچ ڪري ڏي تہ قبر جي ڊيگهہ ٺيڪ ٿيندي يا نہ؟ حضرت موسىٰ عليہ السلام قبر ۾ گهڙيو ۽ ساميءَ ۾ پير ڊگها ڪري ستو تہ ايتري ۾ بهشت مان هڪ صوف قبر ۾ اچي پيو جو ڪٿي سونگهيائين تہ هن فاني جهان مان سندس روح پرواز ڪري ويو. حقيقت ۾ اهي ماڻهو ملائڪ هئا، جن خدا جي حڪم سان اها تربت تي تيار ڪئي ۽ بهشت مان صوف بہ انهن آندو هو. پوءِ ملائڪ جنازي نماز پڙهي حضرت موسىٰ عليہ السلام کي دفن ڪري هليا ويا.

چون ٿا تہ حضرت موسىٰ عليہ السلام، الله تعالىٰ کي عرض ڪيو هو تہ جيسين آءُ خوشي سان قبر ۾ نہ پوان، تيسين منهنجو روح قبض نہ ڪيو وڃي.

الله تعاليٰ ساڻس اهڙو واعدو ڪيو هو. پوءِ جڏهن پاڻ بهاني سان قبر ۾ گهڙي سامهيءَ ۾ ستو، تڏهن ملائڪن، الله تعاليٰ وٽان مليل اهو خط ڪيس ڏيکاريو، جنهن ۾ سندس ساهه قبض ٿيڻ بابت لکيل هو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[40]

ساراهيان سچو ڌڻي، صاحب رب ستار،
ميين مڱڻي پاڻ ۾، ڪي ڪيا هئا قول قرار،
پوءِ تہ "مري" چئي ملڪ ۾، هو سرهو منجهہ سنسار،
جڏهن حڪم حاڪم جو ٿيو، تڏهن هليا همتدار،
سي ڪاتب لڳا ڪم ڪي، جي حاذق هئا هوشيار،
جاءِ انهيءَ "جاڙو" چئي، هو آيو جوان وڏو جهونجهار،
صوبن صاحب سان ڪئي، گويائي گفتار
آيو مير محلات ۾، اهي ڏس ڪم سندا ڪلتار،
پرين اها پاڻ تان، آهي لائي محب ميار،
هاڻي جوان آهيو جهونجهار، تہ ڏاها ڳوليو ڏور ڪي.

(جاڙو خان مري)

ميون = الله تعاليٰ. مڱڻو = حضرت موسيٰ عليہ السلام.
ڪاتب = بہ ملائڪ. ڪم ڪي لڳڻ = قبر کوٽڻ.
جوان = حضرت موسيٰ عليہ السلام.
صوبا = بہ ملائڪ. محلات = قبر. پرين = الله تعاليٰ.

مراد: ڏسو متيون بيان.

[41]

مورن ڪي سڪ هنجهہ جي، اچي پاڻ ملين،
ڪيائون قربت پاڻ ۾، وَهہ جا ڳالهہ وٽين،
سرهي سنگت چني ڪري، هو ويو جو ٻئي ماڳن،
اوڏهون وريو آ ڪونہ ڪو، اجا تا سور سجهن،
هن ڏاهي جي ڏور ڪي، ڪي سالڪ تا سمجهن،
"دائم" چئي انهن، روضي پاڪ رسائيين.

(دائم)

مور = ملائڪ. هنجھ = حضرت موسيٰ عليہ السلام.
سرهي سنگت = عزيز قريب.

مراد: الله تعاليٰ جي حڪم موجب ملائڪن هڪڙي قبر پٽي ڪوٺي، حضرت موسيٰ عليہ السلام اتي آيو. ڪيس چيائون تہ، تنهنجي قد بت برابر هڪ شخص آهي جنهن جو ڪانو ڪٽڻ وسري ويو اٿئون. تنهنڪري تون هن ساميءَ ۾ سمھ تہ اسان کي خبر پوي. پوءِ حضرت موسيٰ عليہ السلام سامي ۾ ستو نہ ملائڪن خدا جي حڪم سان ساھ قبض ڪيس.

[42]

ســـاراهيان ســـچو ڏڻـــي، صـــاحب رب ســـتار،
مولـــيٰ آهـــن موڪليـــا، اهـــي صوبـــا صلحـــدار،
ميـــدان تـــي محـــلات بنـــايئون جـــوڙ وڏي جنســـار،
ســـاهڙ بـــہ آيـــو ســـڪ مـــان، ســـهٽو ڪـــري سينگار،
مـرد آيـو ميـدان ۾، تنهـن کي خوش ڪيئون کينڪـار،
اَمـــر آنـــدوس اونداهـــہ ۾، جيـــڏيون! چئـــي "جـــروار"،
هـــاڻ ســـالڪ هجيـــن سچار، تـــہ ڏاهـــا ڳـــول ڏور کـــي.
(جروار)

صوبـــا = ملائـــڪ. محـــلات = قبـــر.
ساهڙ = حضرت موسيٰ عليہ السلام.

مراد: ملائڪن خدا جي حڪم سان قبر پٽي ڪوٺي تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام اتان اچي لانگهائو ٿيو. هڪڙي ملائڪ سڏي چيس تہ اڄ هڪ مرد تنهنجي قد بت وارو هن قبر ۾ دفن ڪرڻو اٿئون، پر ڪاچو آڻڻ وسري ويو اٿئون. تون مهرباني ڪري هن ۾ سمهي ڏيکار تہ گھڻي محنت کان ڇٽي پئون. حضرت موسيٰ عليہ السلام حاضر ٿي اندر گھڙي ستو تہ عزرائيل سندس روح قبض ڪري ورتو.

[43]

اِجهـــو راٺـــو آئيـــو، جهـــاڳڙ جهـــاڳي جهـــوڪ،
اتـــي گـــڏيس بـــہ ڇٽـــا، تـــن ڪيـــس رقيبـــن روڪ،
اها لکا نہ پيئـي لـوکَ، تـہ ڪـا آهـي مومـل ماٽي مينڌري.
(جاڙو خان مري)

راڻو = حضرت موسيٰ عليہ السلام.
ٻہ ڇڻا = ٻہ ملائڪ. مومل = قبر.
مينڌرو = حضرت موسيٰ عليہ السلام.

مراد: حضرت موسيٰ عليہ السلام واٽ وٺيو پئي ويو تہ ٻہ ملائڪ ماڻهو جي شڪل ۾ قبر کوٽيندا ڏٺيس، جن کيس ساميءَ ۾ گهڙڻ لاءِ چيو. حضرت موسيٰ عليہ السلام ساميءَ ۾ گهڙيو تہ عزرائيل ساهہ قبض ڪيس.

[44]

جڏهن هو پنهون پنڌ ۾، تڏهن پئي سسئي ساماڻي،
ڪي هٿا چور، ڪي چوريندڙ، تن وجي منڌ ملائي،
خان ٻہ ڪسائي، امانت ”اقبال“ چئي.
(اقبال)

پنهون = حضرت موسيٰ عليہ السلام.
سسئي = قبر. ساماڻجڻ = تيار ٿيڻ.
چور = عزرائيل. چوريندڙ = ملائڪ.
منڌ = قبر. خان = حضرت موسيٰ عليہ السلام.
امانت = ساهہ.

مراد: حضرت موسيٰ عليہ السلام واٽ وٺيو پئي آيو تہ ملائڪن انساني شڪل ۾ قبر پئي کوٽي، جن کيس سامي ڪجهڻ جي بهاني سان اندر سمهاريو تہ عزرائيل ساهہ قبض ڪري ورتس.

[45]

ڪاهي آيو ڪاڪ تي، ري راڄ راڻو،
هيو سوڍو سياڻو، پر راند هارايائين ريب تي.

ڪاڪ = قبر. اڄ = ڪانڌي.
راڻو = حضرت موسيٰ عليہ السلام.
سوڍو = حضرت موسيٰ عليہ السلام.

مراد: ملائڪن، حضرت موسيٰ عليہ السلام کي قبر ۾ بهاني سان سمهاري ساهہ قبض ڪرايو.

[46]

راڻن ڪري ريب، ڪاڪ آڏي هتي ڪنڌ تي،
موچاريءَ مومل جو، هن ظاهر ڏنو هو زيب،

خانن ڪري خريب، ڪٽي گھوٽ گھٽيو گھر ۾.

(عبدالشڪور دل)

راڻا = ملائڪ. ڪاڪ = قبر.

هن = حضرت موسيٰ عليه السلام ڏانهن

اشارو. خانن = ملائڪن.

مراد: الله تعاليٰ کي ڪنهن تجويز سان حضرت موسيٰ عليه السلام جو ساهه قبض ڪرائڻو هو. تنهنڪري ملائڪن کي قبر تيار ڪرڻ جو امر ڪيائين. جن حضرت موسيٰ عليه السلام کي بهاني سان ساميءَ سمهاريو ۽ عزرائيل سندس ساهه قبض ڪيو.





# 12- حضرت يونس عليہ السلام

حضرت يونس عليہ السلام کي الله تعاليٰ جڏهن پيغمبري عطا ڪئي، تڏهن هن پنهنجي قوم کي حق جي دعوت ڏني، مگر سندس قوم نافرمان ٿي، تڏهن ڪيس پڪ ٿي تہ هاڻي الله تعاليٰ جي طرفان عذاب ضرور نازل ٿيندو. تنهنڪري پاڻ منهن ڪري روانو ٿيو ۽ اچي هڪ ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيو. ٻيڙي ماڻهن سان پرجي رواني ٿي تہ درياءَ جي وچ سير ۾ اوچتو رڪجي بيهي رهي. ملاح حيران ٿيا ۽ نيٺ سوچي چيائون تہ ضرور ڪو غلام پنهنجي مالڪ جي اجازت کان سواءِ ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيو آهي، تنهنڪري ٻيڙي بيهي رهي آهي. اول تہ پڇا ڪيائون، پر ڪوبہ ظاهر نہ ٿيو. پوءِ پڪا وڌائون تہ جنهن جو نالو نڪرندو تنهن کي درياءَ ۾ اڇلبو. خدا جي قدرت سان حضرت يونس عليہ السلام جو نالو نڪتو ۽ ڪيس جهلي درياءَ ۾ ڦٽو ڪيائون جتي ڪيس مڇي ڳهي ويئي.

چون ٿا تہ حضرت يونس عليہ السلام، روزانو گهوڙي تي چڙهي، جهنگ ۾ سير ڪرڻ لاءِ ويندو هو. هڪڙي پيري ڪيس جهنگ مان آواز آيو تہ هاڻي يا پوءِ؟ حضرت يونس عليہ السلام سوچڻ لڳو. تہ آخر ان غيبي آواز جو مطلب ڇا آهي! ۽ انهيءَ ڳڻتيءَ ۾ گهر آيو. ٻئي ڏينهن بہ ساڳيو آواز ٻڌڻ ۾ آيس، تڏهن اها حقيقت پنهنجيءَ زال سان ڪيائين. ٻيبيءَ چيس تہ جيڪڏهن هڪدم وري ساڳيو آواز اچي تہ تون چئج تہ هاڻي، ڇو تہ پڇاڙيءَ جي عذاب ۽ ڏکن ٿابن کان هن وقت جوانيءَ ۾ ڏکا ڪاٽڻ بهتر ٿيندو. جڏهن وري حضرت يونس عليہ السلام کي ساڳيو آواز آيو، تڏهن يڪدم چيائين تہ هاڻي. خدا جي قدرت سان هاڻي، ڇوڻ شرط جنهن گهوڙي تي هو چڙهيل هو، سو سندس لاتگ هينان نڪري ويو ۽ پاڻ وڃي پٽ تي پيرن پر بيٺو. انهيءَ کان پوءِ سندس تاج ۽ تخت کانئس هليا ويا. آخر وڃي ڏکن جي زندگي بسر ڪرڻ لڳو ۽ متس ايتري قدر تہ ڏک اچي ڪڙڪيا، جو آخرڪار پنهنجي زال ۽ ٻن پٽن کي وٺي، پنهنجو اصلوڪو وطن ئي ڇڏي هليو ويو. حضرت يونس عليہ السلام جڏهن ٻئي ملڪ ۾ پهتو تہ اتي سندس ٻيبي کانئس وڇڙي ويئي، ڳولا تي بہ ڪيس نہ ملي. پوءِ پنهنجا ٻئي پٽ وٺي اُتي اڳتي روانو ٿيو. واٽ تي ڪيس هڪ درياءَ پار ڪرڻو هو، پهريائين هڪڙي پٽ کي درياءَ جي اورين پر ٻوٽن سان ٻڌي، ٻئي پٽ کي

درياءَ اُڪارڻ ويو. وري اُن کي اُتي ٻئي پٽ کي اُڪارڻ لاءِ جيئن موٽيو ٿي، تيئن واٽ تي هڪ مڇي کيس ڳھي ويئي. ڇوڪرا معصوم ويچارا، پيءُ ۽ ماءُ جي جدائيءَ ۾ دانھون ڪندا رھيا.

حضرت يونس عليہ السلام مڇيءَ جي پيٽ ۾ بہ خدا کي نہ وساريو ۽ ”لا الہ الا أنت سبحانڪ اني ڪنت من الظالمين“ جو ورد ڪندو رھيو. الله تعاليٰ سندس دعا قبول ڪئي، ۽ قدرت طرفان بہ آزمائش پوري ٿي، سو مڇيءَ حضرت يونس عليہ السلام کي درياءَ جي ڪپ تي اوڳاڇي ڪڍي ڇڏيو. حضرت يونس عليہ السلام جڏھن مڇيءَ جي پيٽ مان ٻاھر نڪتو تڏھن تمام ضعيف ٿي ويو ھو. خدا جي قدرت سان حضرت يونس عليہ السلام جي ڇانوَ لاءِ اتي ھڪڙو وڻ پيدا ٿيو ۽ سندس پرورش لاءِ ھڪ ھرڻي ايندي ھئي، جا روزانو کيس کير پياري ھلي ويندي ھئي. تان جو بدن جي ڪل سائي ٿيس ۽ گھمڻ ڦرڻ جھڙو ٿيو. حضرت يونس عليہ السلام ھرڻيءَ کي دعا ڪئي ۽ چيائينس تہ آءٌ ڏينھن قيامت جي توکي ماءُ جو درجو وني ڏيندس. ھرڻي اھو ٻڌي گھڻو خوش ٿي ۽ ٽپا ڏيندي ھلي ويئي. پوءِ حضرت يونس عليہ السلام بہ پنھنجي پٽن ۽ زال کي ڳولي ھٿ ڪري واپس وطن آيو ۽ اچي پنھنجي بادشاھي ھٿ ڪيائين.

ھن بيان تي ڏور ڏجن ٿا.

[1]

ڇيلا ڪنھن نہ ڇوريا، تہ سدا ٻاڪارين،
ڪريو مھاڻ ملير ڏي، اپڻ اوسارين.
انھن ڏي سارين، جن ھيرايا ھنجھن ۾

ڇيلا = حضرت يونس عليہ السلام جا بہ پٽ.
ملير = درياءُ. انھيءَ = حضرت يونس عليہ السلام ۽ بيبيءَ ڏانھن اشارو.

مراد: حضرت يونس عليہ السلام پنھنجن پٽن مان ھڪ کي درياءَ جي ھڪ پاسي ڇڏيو ۽ ٻئي کي درياءَ پار ڪري ٻئي پاسي ڇڏي، جيئن واپس وريو ۽ وچ سير ۾ آيو، تيئن کيس مڇي ڳھي وئي. پيءُ کي نہ ڏسي ٻارڙا زاروزار روئندا رھيا.

[2]

چـُـــڳيو پٺـي چاهـ مـان، چتـون سـاڻ ڇهنـب،
اڇـــي پيـــس اوچتـــو، انـــدر ۾ آرنـــپ،
اُڏاٽـــو "احمـــد" چئـــي، ڪـــڙا ڪـــري ڪنـــپ،
اڇـي پيـو وڳـر ۾، ڪـاهي منجهـان ڪنـپ،
ڀهڳـــڻ تيـــو ڀـــالنپ، ڀـــاروچل بيـــن جـــو.

(احمد)

چتـون = حضـرت يونـس عليـہ السـلام.
وڳر = ٻيـڙي ۾ ويٺـل مـاڻهو. بيـن = مڇـي
ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت يونس عليہ السلام پنهنجيءَ قوم کي چيو تہ توهان تي خدا جو عذاب ايندو. پاڻ پڇي اچي ٻيڙي تي چڙهيو پر ٻيڙو ٻڏڻ لڳو. ٻيڙي وارن چيو تہ ڪو ٻانهون پنهنجي مالڪ کان بنا موڪل جي پڇي اچي چڙهيو آهي ان کي لاهيو. ان تي حضرت يونس عليہ السلام چيو تہ بيشڪ اهو آءٌ آهيان[1] پوءِ کيس درياهہ ۾ لاهي ڇڏيائون جتي اتي مڇي ڳهي ويس.

[3]

سـوڍي گهـري سـور، ورتـا راڻـي رضـا سـان،
ڊوليـي ڊٺ ڦٽـو ڪيـو، ڏيهـہ ٻـہ ڇـڏيائين ڏور،
وڃـي انـدر اوطـاقي تيـو، سـرس پرائـي سـور،
پسـي مومـل جو مذڪـور، سوڍو گهٽـو سرهو تيـو.

سـوڍو = حضـرت يونـس عليـہ السـلام.
ڊٺ = تخت اندر = مڇيءَ جي پيٽ ڏانهن اشارو.
مومل = آيت سڳوري.

مراد: حضرت يونس عليہ السلام کي الهامي آواز آيو تہ "هاٺي يا پوءِ؟" ان جي جواب ۾ هن جڏهن 'هاٺي' چيو، تڏهن سندس قسمت ئي بدلجي ويئي ۽ کيس ملڪ ڇڏڻو پيو. آخر وڃي مڇي جي پيٽ ۾ پيو. اتي بہ الله تعاليٰ جي تسبيح پئي ڪيائين. الله تعاليٰ کي سندس عاجزي وڻي تنهنڪري مڇي کيس نديءَ جي ڪناري تي اوڳاري ڦٽو ڪيو.

[1] قصص الانبياء جي روايت موجب ملاحن پڪا وڌا تہ حضرت يونس عليہ السلام جو نالو نڪتو.

[4]

سج بيني تيس شام، بہ ڏک ڀِڳڻ کي رهيا،
هو جوءِ ڇڏي پرجوءِ ويو، غازي ڀري گام،
سج اُڀريو تيو سوجهرو، پيو وَسئونءَ منجهہ وريام،
خيال ڇڏي ويس خام، مهل تنهين "موريو" چئي.
(موريو ڪٺي)

سج ٻهڻ = بادشاهي قائم هجڻ.
شام تيڻ = بادشاهي وڃڻ.
وريام = حضرت يونس عليہ السلام.

مراد: حضرت يونس عليہ السلام دٻدٻي ۽ حشمت سان بادشاهي ڪئي. جڏهن الله تعاليٰ جي طرفان آزمائش ۾ پيو، تڏهن ڪانئس نہ رڳو اها بادشاهي هلي ويئي، پر ڪيس غم ۾ زندگي گذارڻي پيئي. تان جو پنهنجو ڪٽنب جنهن ۾ زال ۽ ٻہ ٻارڙا هئس، سي بہ وٺي پرڏيهہ هليو ويو.

[5]

هڪ ڏينهن راڻو نڪتو، تڪيو رکي تن،
نہ ڪا راڻي روح ۾، نہ ڪا مومل جي من،
سگهڙ ڪي سمجهن، ڏاها انهيءَ ڏور کي.

راڻو = حضرت يونس عليہ السلام.
مومل = ميڇي.

مراد: حضرت يونس عليہ السلام الله تعاليٰ جي ايندڙ عذاب کان پڇي درياءَ پار ڪرڻ لاءِ ٻيڙيءَ تي اچي چڙهيو. جتي ملاحن ڪيس پاڻيءَ ۾ اُڇلايو تہ ميڇي ڳهي ويس. اهو بہ الله تعاليٰ جو حڪم هو، جنهن جي خبر نہ حضرت يونس عليہ السلام کي ۽ نہ ميڇيءَ کي هئي.

[6]

بہ انتيهہ "بروج" چئي، لکيو لاهوتين،
سختي هئي ساهدار تي، سالڪ تا سمجهن،
ٻچا ڪاهل ڪونج جا، ٻينا رات رڙن،
پوءِ راض ڪيو رانجهن، جو چارئي اچي چونڪ تيا.
(جاڙو خان مري)

ٻہ انٽيھہ = چاليھہ ڏينھن. ساھدار = حضرت
يونس عليہ السلام. رانجھن = الله تعاليٰ.
ڪونج = حضرت يونس عليہ السلام جي زال.
چار = حضرت يونس عليہ السلام سندس زال ۽ ٻن
پٽن ڏانھن اشارو.

مراد: حضرت يونس عليہ السلام مڇيءَ جي پيٽ ۾ چاليھہ ڏينھن سختي سٺي. انھي عرصي ۾ سندس ٻار روئندا رھيا. جڏھن مڇيءَ جي پيٽ مان نڪتو، تڏھن وري پنھنجي ٻارن ۽ زال سان مليو ۽ چارئي ڄڻا خوش گذارڻ لڳا.

[7]

ونو راھہ رسول جي، جا وھي پئي وِير،
ليلان ڪي مٽيو، پلٽي وڏو ھو پير،
ڪونروءَ ھن سان ڪيس ڪيو، ڦري ڪيئينس فقير،
"احمد" چئي اِھو امير، وري در نہ ڇڏينئينس داسڙو.

(احمد خان مري)

ليلان = مڇي. مٽيو = حضرت يونس عليہ
السلام. ڪونروءَ = مڇي. امير = حضرت
يونس عليہ السلام. داسڙو = حضرت يونس
عليہ السلام.

مراد: مڇي حضرت يونس عليہ السلام کي ڳھي ويئي، پر حضرت يونس عليہ السلام اتي بہ الله تعاليٰ جو ذڪر ڪندو رھيو. انھي ذڪر جي سبب ٿي مڇيءَ ھن کي اوڳاري ڇڏيو.

[8]

سھٽي ساھڙ چار کي، سانديو ھو منجھہ ساھہ،
جيڏين تان "جاڙو" چئي، ڪڙم ڪئي ھئس ڪاھہ،
ٻي ننگي "بلوچ" چئي، تون رَمي ھلندينءَ راھہ،
پوءِ جڏھن امر ٿيس الله، تڏھن ڇڏيو منڊ ميھار کي.

(جاڙو خان مري)

سھٽي = مڇي. ساھڙ چار = حضرت يونس
عليہ السلام. جيڏيون = ٻيون مڇيون.
منڊ = مڇي. ميھار = حضرت يونس عليہ السلام.

مراد: مڇيءَ جڏهن حضرت يونس عليہ السلام کي ڳيتو تڏهن بين مڇين کيس نبيءَ جي ڳيهڻ تي ڏوراپا ڏنا. مگر جڏهن الله جو حڪم ٿيو، تڏهن اوڳاري ڇڏيائين.

[9]

سهٽي ڪي سير ۾، هاٿي هٿ لڳو،
قابو ڪيائين ڪونپ ۾، ويڙهيائينس وڳو،
جڏهن سيريائين سڳو، تڏهن آجو ٿيو "الهہ ڏنو" چئي.
(الهہ ڏنو)

سهٽي = مڇي. هاٿي = حضرت يونس عليہ السلام.

مراد: مڇيءَ کي حضرت يونس عليہ السلام هٿ لڳو تہ کيس ڳيهي ڇڏيائين. جڏهن الله تعاليٰ جو امر ٿيو، تڏهن هن کي ڪناري تي اوڳاري ڇڏيائين.

[10]

مينڊري ڪي محلات ۾، آندو هو امر،
اندر اونداهو گهڻو، نہ ڪو پوڻ پتر،
چند چانڊوڪي نہ ڪري، نہ ڪي شمس قمر،
هيڪلي حب ۾، اها تري پئي تجر،
سئل ڳالهہ "صديق" چئي، اها ڪتابن ڪر،
سالڪ آهين سڌر، تہ ڏاها ڳولج ڏور ڪي.
(صديق)

مينڊرو = حضرت يونس عليہ السلام.
محلات = مڇيءَ جو پيٽ. تجر = مڇي.

مراد: مڇي، حضرت يونس عليہ السلام کي چاليهہ ڏينهن پيٽ ۾ کڻي پئي تري هو ان اونداهيءَ ۾ بہ الله تعاليٰ جو ذڪر ڪندو رهيو.

[11]

ڪاهوڙي خفي تي، پيئي رهيو پٽ ۾،
جنهن ڪا ڪتا وار ڪلن جا، سورن جي سٽ ۾،
واڏو وڻ ڇانو ڪئي، جوڳيءَ تي جهٽ ۾،
جڏهن آيو خاوند جي ڪٽ ۾، تڏهن رضا تي راضي رهيو.

ڪاهوڙي = حضرت يونس عليہ السلام.
واڏو وڻ = ڪدوءَ جي ول.

مراد: حضرت يونس عليہ السلام کي مڇي اوڳاڇي هلي وئي، الله تعاليٰ جي حڪمت سان اتي هڪ وڻ پيدا ٿيو، جنهن مٿس ڇانو ڪئي. بدن ڳريل هوس تہ بہ الله تعاليٰ کي ياد ڪندو رهيو. جنهن ڪيس جانورن کان حفاظت ۾ رکيو ۽ ڇڱو ڀلو ڪيو.

[12]

ليلان چنيسر کي، پاتئون ڪيو پري،
اڇي ڪوئروءَ ڪيو ڪڇ ۾، سا بيني قرب ڪري،
ڇڏي آئي ڪڙم قبيلو، هڪ پل نہ ٽئي پري،
جڏهن ڏنس دلاسو داسڙي، تڏهن تي وينگس وطن وري،
هلي پوئتي پير پري، جڏهن ٿيو مطلب پورو"محمد" چئي.
(محمد فقير ڏيرو)

ليلان = مڇي. چنيسر = حضرت يونس عليہ السلام. ڪوئرو = هرڻي. داسڙو = حضرت يونس عليہ السلام.

مراد: حضرت يونس عليہ السلام کي مڇيءَ ڪناري تي آڻي اوڳاري ڇڏيو، هو صفا ٻيرو ٿي ويو هو. الله تعاليٰ جي ڪرم سان هڪ هرڻي اچي کيس کير پيارڻيندي هئي. جڏهن حضرت يونس عليہ السلام هلڻ جهڙو ٿيو، تڏهن هرڻيءَ کي اجازت ڏنائين، ۽ چيائينس تہ ڏينهن قيامت جي آءٌ توکي ماءُ جو درجو وني ڏيندس. هرڻي اهو ٻڌي نهايت خوش ٿي ۽ پنهنجي ماڳ هلي وئي.

[13]

سهجان ڇام پنهونءَ پرتان ڏنو پٽ،
نہ کي ليئو پاتئين لڙکي، نہ ساهہ کي آيس سٽ،
هو پيالا پي پر ٿيو، لٿس قطب هنئين تان ڪٽ،
مومل جي مٽ، ٻي مور نہ پائين ميڙرو.

سهجان = مڇي. پنهون = حضرت يونس عليہ السلام. مومل = هرڻي.

مراد: جڏهن حضرت يونس عليہ السلام کي مڇيءَ اوڳاري ڇڏيو هو تڏهن

ڪل ڳري وئي هيس ۽ چرڻ جي طاقت نہ هئس. اتي الله تعاليٰ جي حڪم سان هڪ هرڻي ايندي هئي، جا کير پياري ويندي هيس جيستائين چڱو ڀلو ٿيو.

[14]

موٽايائينس ماڳ تي، ٿي پيو بانڪوئي بيحال،
قدرت ساڻ ڪريم جي، مليس جڙي جوت جمال،
منڌ بہ اچي مرد سان، ڪيو قرب ڪمال،
حب مؤن "حجم" چئي، ٿيو گهرو گل گلال،
انهيءَ هوت سندو احوال، معلوم ٿيو مڙني کي.

(مير محمد حجم)

ماڳ = درياءَ جو ڪنارو. بانڪو = حضرت يونس
عليہ السلام. منڌ = هرڻي. مرد = حضرت يونس
عليہ السلام. هوت = حضرت يونس عليہ السلام.

مراد: حضرت يونس عليہ السلام کي مڇي اوڳاري ٻاهر ڪڍيو. تڏهن الله تعاليٰ کيس ساڳي تندرستي ۽ حسن عطا ڪيو. انهيءَ لاءِ روزانو هڪ هرڻي اچي کيس کير پياري ويندي هئي. آخر چاليهن ڏينهن بعد حضرت يونس عليہ السلام تندرستي حاصل ڪئي.

[15]

سٽي حڪم حاڪم جو، هن پٽي پريو پيرو،
اچڻ جو ڄام عمر تان، هن ڀڳو نا پيرو،
کيس اچي تاريليءَ ٿورو، سائين لڳ "سومار" چئي.

(سومار سومرو)

عمر= حضرت يونس عليہ السلام.
تاريلي = هرڻي.

مراد: هرڻي، حضرت يونس عليہ السلام کي الله تعاليٰ جي حڪم سان روز بہ دفعا کير پياريندي هئي.



# 13- حضرت خواجہ خضر عليہ السلام

## حضرت خضر عليہ السلام ۽ سڪندر ذوالقرنين جو ڄمڻ

چون ٿا تہ: بلغور جي بادشاھ فيلقوس، نجومين جي چوڻ تي، پنهنجيءَ زال کي ٻڌايو تہ اڄ رات فلاڻو تارو ڪاپار تي ايندو، ان وقت جيڪو ٻار سرجندو سو نبي ۽ سدا حيات هوندو. راڻيءَ جي پيڻ بہ اها ڳالھہ ٻڌي ورتي. جڏهن رات پيئي ۽ اها ساعت آئي، تڏهن اتفاق سان راڻيءَ کي ننڊ اچي ويئي، باقي سندس پيڻ انهيءَ وقت پنهنجي مڙس وٽ وڃي حاضر ٿي. راڻيءَ جي اک ٿوري دير سان کلي، تنهنڪري ڪجھہ دير سان پنهنجي مڙس کي وڃي ملي. راڻيءَ کي جيڪو ٻار ڄائو سو سڪندر ذوالقرنين ٿيو ۽ سندس پيڻ کي حضرت خضر عليہ السلام ڄائو. جو سدا حيات نبي آهي.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

سامي تان سوڍيءَ کي، ڇڏيو سبق سيڪاري،
سومل تہ سياڻي هئي، نہ ويني وقت وساري،
ايندو ڏنئين "احمد" چئي، ويني تڏهن ڍارو ڍاري،
موملِ ور وساري، سمهي رهي سهنج مان.

(احمد خان مري)

سامي = فيلقوس بادشاھ. سوڍي = سندس راڻي.
سومل = راڻيءَ جي پيڻ. موملِ = راڻي.

مراد: فيلقوس بادشاھ نجومين جي چوڻ تي پنهنجيءَ راڻيءَ کي ملڻ جو وقت ٻڌايو هو. راڻي کي ننڊ اچي ويئي ۽ راڻيءَ جي پيڻ جنهن پڻ اها حقيقت ٻڌي هئي، تنهن پنهنجي مڙس کي ان سعد وقت تي سجاڳ ڪيو.

[2]

سچون سپون سمنڊ جون، نڪتا ٻئي جوڙا ٻٽ،
هڪڙن کي وسندي وار لڳي، پلر پي ويون پٽ،
بين بہ هنيو جهٽ، پر سندن موتي ڪجھہ ڪسو ٿيو.

ٻہ جوڙا = هڪڙو بادشاھ فيلقوس ۽ سندس راڻي،
۽ ٻيو بادشاھ جي سالي ۽ سندس مڙس.
هڪڙا = بادشاھ جي سالي ۽ سندس مڙس.
پلرپيڻ = حضرت خواجہ خضر عليہ السلام جو جمڻ.
ڪسو موتي = سڪندر ذوالقرنين.

مراد: نجومين جي چوڻ موجب ٻئي جوڙا تيار ٿيا. مگر سعد موقعو بادشاھ جي ساليءَ کي هٿ لڳو. جنهن کي حضرت خواجہ خضر عليہ السلام سداحيات نبي پٽ عطا ٿيو ۽ ڪجھ دير ٿيڻ ڪري بادشاھ کي سڪندر ذوالقرنين پٽ مليو. جو حضرت خواجہ خضر عليہ السلام کان مرتبي ۾ البت گهٽ هو.



# 14- حضرت شموئيل عليہ السلام

بني اسرائيل مان هڪ مرد کي ٻہ عورتون هيون. جن مان هڪ کي ڍهہ پٽ هئا ۽ ٻي بي اولادڻ هئي. هڪڙي ڏينهن پٽن واري عورت ٻيءَ کي بي اولاد هئڻ جو طعنو هنيو. جو هن کي ڏکيو لڳو. پوءِ هن مائي الله تعاليٰ جي دربار ۾ سچي دل سان ٻاڏايو. سندس سوال اگهاڻو ۽ کيس هڪ پٽ عطا ٿيو. جنهن جو نالو 'شموئيل' رکيائين. حضرت شموئيل عليہ السلام جڏهن چاليهن ورهين جو ٿيو. تڏهن الله تعاليٰ کيس نبوت جو درجو بخشيو. هن پنهنجي قوم کي حق جي دعوت ڏني. سيني بني اسرائيلن کيس سچو سمجهي مٿس ايمان آندو ۽ کيس چيائون تہ اسان تي ڪو بادشاهہ مقرر ڪيو وڃي. جيئن اسين ان جي حڪم هيٺ رهي عمالقہ قوم سان جنگ ڪريون. حضرت شموئيل عليہ السلام چين تہ اوهان تي بادشاهہ مقرر ڪريان ٿو. مگر توهان کي خدا جي راهہ ۾ جهاد ڪرڻو پوندو. انهيءَ شرط ڪان پوءِ متا ـ ڦري نہ وڃو! انهيءَ تي قوم وارن چيو تہ عمالقہ قوم وارا اسان جو 'سڪينہ تابوت' ڪٽي ويا آهن. جنهن ۾ پيغمبرن جون سڀ نشانيون پيل آهن ۽ تنهن ڪانسواءِ اسان کي لوڏي ڪڍيو اٿن. سو انهيءَ شرط ڪان ڪيئن ڦرنداسون. اسين ضرور جهاد ڪنداسون.

بني اسرائيلن مان "طالوت" نالي هڪ شخص حضرت شموئيل عليہ السلام وٽ آيو ۽ عرض ڪيائين تہ آءٌ مسڪين آهيان. ماڻهن جا ڍور چاري پيٽ پاريندو آهيان. اڄ مون ڪان هڪ ڍور وڃائجي ويو آهي. مون وٽ ايتري طاقت ڪانهي جو آءٌ ڏٽين کي ان جي قيمت ڏيئي سگهان. تنهنڪري اهڙي ڪا دعا ڪريو جو منهنجي دل جو اهو غم دور ٿي وڃي. طالوت جو قد بت ڏسي حضرت شموئيل عليہ السلام خوش ٿيو. وٽس هڪ جُبو پيل هو. جنهن بابت کيس الهام ٿيل هو تہ جنهن کي اهو جبو نهڪي اچي. تنهن کي بني اسرائيلن جو بادشاهہ مقرر ڪج. حضرت شموئيل عليہ السلام اهو جبو طالوت کي ڍڪايو تہ پورو ٿي آيو. تڏهن طالوت کي وٺي بني اسرائيلن وٽ آيو ۽ کين هن ڏانهن اشارو ڪري چيائين تہ جيڪو بادشاهہ توهان گهريو ٿي سو هي آهي. جنهن کي الله تعاليٰ اوهان لاءِ مقرر ڪيو آهي. بني اسرائيلن ڀِريائين تہ طالوت جي غربت ڏسي کيس بادشاهہ ڪرڻ ڪان انڪار ڪيو. مگر حضرت شموئيل عليہ السلام جي زور ڀرڻ تي هن شرط تي

راضي ٿيا تہ جڏهن طالوت عمالقہ قوم کان سڪينہ تابوت، آڻي ڏيندو تڏهن کيس بادشاهہ ڪري مڃينداسون.

عمالقہ قوم، بني اسرائيلن کان سڪينہ تابوت (صندوق) انهيءَ لاءِ ڦريو هو جو منجهس سيني نبين جون نشانيون پيل هيون ۽ هنن جو اهو عقيدو هو تہ جنهن وٽ اهي نشانيون هونديون سو جنگ ۾ نہ هارائيندو. انهيءَ ڪري اهو تابوت بني اسرائيلن کان ڦري اچي ڪولڻ جي ڪوشش ڪيائون، مگر صندوق نہ کلي. پوءِ کيس باهہ ۾ وڌائون، مگر نہ سڙي، آخر هڪ گاڏيءَ ۾ اها پيتي وجهي بہ پلا ڏاند جوٽي بيابان ڏي منهن ڏيئي آيا.

جڏهن حضرت شموئيل عليہ السلام بني اسرائيلن جي چوڻ تي طالوت کي حڪم ڏنو تہ وڃي پيتي هٿ ڪري اچ. تڏهن طالوت اتي الهندي طرف روانو ٿيو. اجا ڪجهہ پنڌ ڪيائين تہ ڏسي تہ ڏاند گاڏي گهليندا پيا اچن. جڏهن نزديڪ آيا، تڏهن ان ۾ اهائي صندوق پيل ڏٺائين. جا آڻي بني اسرائيلن جي اڳيان موجود ڪيائين، جن پوءِ کيس پنهنجو بادشاهہ تسليم ڪيو.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

ڪامڻ ڏاڍي ڪست مان، سڏي ڪيو سوال،
ڪر ڪو غور غريب جو، تون آهين جلُ جلال،
قادر تنهن سان ڪرم ڪيو، پلا ٿي ويس پال،
خوشيون مڙيئي خيال، لڏائين ”لعلڻ“ چئي.
(لعلڻ خان لغاري)

ڪامڻ = بي اولاد عورت.
پلا پال ٿيڻ = پٽ ڄمڻ.

مراد: بي اولاد عورت، بي عورت جي طعني کان جلي رب تعاليٰ کي سوال ڪيو جو قبول پيو ۽ کيس هڪ پٽ عطا ٿيو، جنهن جو نالو شموئيل رکيائين. ان کي الله تعاليٰ نبوت عطا ڪئي.

[2]

سيئي آيا سنيري، ڪيائون گوهر سان گفتار،
اَسان تي ڪر احسان تون، قرب منجهان ڪوهيار!

وِيـــر ڪـــري ويچـــار، ســـا دم رکـــي دل ۾.
(لعلڻ خان لغاري)

ســـيئي = بنـــي اســـرائيل ڏانهـــن اشـــارو.
گوهـــر = حضـــرت شموئيـــل عليـــه الســـلام.
احسان = بادشاهه مقرر ڪرڻ ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت شموئيل عليه السلام کي چاليهن سالن کان پوءِ نبوت ملي. بني اسرائيلن کيس تسليم ڪيو. هڪڙي ڏينهن سيئي بني اسرائيل گڏ ٿي وٽس آيا چيائون ته اسان تي بادشاهه مقرر ڪر، ته اسين ان جي سرداري هيٺ عمالقه قوم سان جنگ ڪريون، چاڪاڻ ته هو اسان جو سڪينه تابوت کڻي ويا آهن، جنهن ۾ نبين سڳورن جون نشانيون پيل آهن. حضرت شموئيل عليه السلام اها ڳالهه ٻڌي ۽ ڪائنڻ انجام قرار وني قبول ڪيو.

[3]

ٻـــڌي ڳالهـــه "ٻـــروچ" چئـــي، چتـــو چيـــائين،
متـــان ڪـــو مـــُـــڙي وجـــي، اهـــو قـــول ڪيـــائين،
ســـين ســـوال قبـــول ڪيـــو، وچـــن ورتـــائين،
بيهـــر ٻڌائيـــن، ڪـــري ٻـــول "ٻـــروچ" چئـــي.
(لعلڻ خان لغاري)

چيائين = حضرت شموئيل عليه السلام ڏانهن اشارو.
سين = بني اسرائيلن ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت شموئيل عليه السلام بني اسرائيلن کي چيو ته اوهان تي بادشاهه مقرر ڪريان ٿو، پر اوهان کي خدا جي راهه ۾ جهاد ڪرڻو پوندو، متان پوءِ اقرار ڪري ڦري وڃو! هنن جواب ڏنو ته اسان کي عمالقه قوم لوڏي ڪڍيو ۽ سڪينه تابوت کڻي ويئي آهي، تنهنڪري اسين وري به واعدو ٿا ڪريون ته انهيءَ قوم سان ضرور في سبيل الله جهاد ڪنداسون.

[4]

ڏسي صورت سواليءَ جي، خاصو ڪيائين خيال،
قادر توسان ڪرم ڪيو، پلي ڪيا اتئي پال،
قطرو ناهي ڪوڙ جو، اها اتئي بات بحال،
مڏيون چڏايئين مال، ٻڌي ڳالهه "ٻروچ" چئي.
(لعلڻ خان لغاري)

سوالي = طالوت. ڪيائين = حضرت شموئيل
عليه السلام ڏانهن اشارو.

مراد: طالوت جڏهن سوالي ٿي حضرت شموئيل عليه السلام وٽ آيو. تڏهن الله تعاليٰ وٽان آيل جبي جو خيال آيس، جنهن لاءِ ڪيس الهام هو ته جنهن جي بت تي پورو اچي، سو بني اسرائيلن جو بادشاهه ٿئي. تنهنڪري اهو جبو جڏهن طالوت کي پهرايائين ته بت تي ٺهڪي آيس ۽ ڪيس بادشاهه ٿيڻ جي مبارڪ ڏنائين.

[5]

منڊ اچي ويئي مامري، بينوس متي بسَر،
سا ته ڪجي تي ڪانه ڪا، ڪن پيا زوري زناوَر،
بچي ويئي بحر کان، ڪٽي پٽ رکي پرور،
ڏنائون ڏهاڳ ڏکيءَ کي، تن پوري ڪئي سا پَر،
اِها عام خبر، آهي ”لعلڻ“ ساري لوڪ ۾.
(لعلڻ خان لغاري)

منڊ = پيٽي. زناور = عمالقه قوم جا ماڻهو.

مراد: عمالقه قوم وارن بني اسرائيلن واري ’سڪينه تابوت‘ کي پچڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي، مگر ناڪام ٿيا. وري باهه ۾ وڌائون ته به پيتيءَ کي ڪجهه به ڪونه ٿيو. نيٺ بيل گاڏيءَ تي رکي پلا ڏاند جوٽي ڍڳن کي وني سونتا هنيائون ته ڍڳا منهن ڪري وني پيگا. هنن جو مطلب هو ته جيئن اها پيتي موٽي بني اسرائيلن کي هٿ نه اچي.

[6]

ڪيئي آيا هئا ڪاڪ تي، ڪري صاف صلاح،
حيلا ڪيائون هنر کي، ڏاهن ڪري ڏاهه،
منهن نه ڏنائون مومل جو، سي پانهه تي ويا پاهه،
سوڍو هليو سنيري، راند وني سو راهه،
محبت رکي مام ۾، ڪيئين ڪاهو ڪاهه،
جڏهن اَمر ٿيو الله، تڏهن مومل ماٽي مينڌري.
(لعلڻ خان لغاري)

ڏاھا = عمالقہ قوم. مومل = پيٽي (سڪينہ
تابوت). سوڍو = طالوت.

مراد: عمالقہ قوم وارن بني اسرائيلن کان سڪينہ تابوت ڦري کين لوڏي ڪڍيو، ۽ اھا پيٽي کولڻ جي ڪوشش ڪيائون، پر کولي نہ سگھيا. آخر اھا ڏڳي گاڏيءَ ۾ وجھي، ڍلن ڏاندن کي رڻ منھن ڏيئي اُماڻي ڇڏيائون. پوءِ حضرت شموئيل عليہ السلام طالوت کي ان پيٽي آڻڻ لاءِ چيو، جنھن اھا پيٽي وڃي ھٿ ڪئي.



# 15- حضرت دائود عليہ السلام

حضرت شموئيل عليہ السلام، طالوت کي بني اسرائيلن جو بادشاھ مقرر ڪيو، جنھن عمالقہ قوم تي ستر هزار بني اسرائيل سان چڙھائي ڪئي. عمالقہ قوم جو سردار جالوت هو، جو تمام قداور هو، تنهن بہ تيار ٿي مقابلو ڪيو، طالوت جا ڪئين ماڻهو مارجي ويا. طالوت جڏهن ڏٺو تہ هاڻي منهنجي هار ٿي ٿئي، تڏهن لشڪر ۾ هوڪو ڏيارايائين تہ، جيڪو ماڻهو جالوت کي ماريندو ان کي پنهنجي حڪومت جو اڌ ۽ ڌيءَ جو سڱ ڏيندس. طالوت جي لشڪر ۾ پهلوان سپاهي هو، جو جالوت کي مارڻ لاءِ تيار ٿي تورو اڳيرو هليو تہ هڪڙي پٿر ساڻس ڳالهايو تہ مون کي کڻ آءٌ جنگ جي وقت توکي ڪم ايندس. آءٌ انهن پهڻن منجهان آهيان، جيڪي الله تعاليٰ حضرت نوح عليہ السلام جي قوم تي وسايا هئا، حضرت دائود عليہ السلام پٿر کڻي توبري ۾ وڌو. اجا اڳتي هليو تہ وري ٻئي پٿر ساڻس ڳالهايو ۽ چيو تہ، مون کي کڻ، جو آءٌ حضرت شعيب عليہ السلام جي قوم تي وَنو هوس. اهو بہ کنيائين. اهڙي طرح ٽئين پٿر ساڻس بہ ڳالهايو ۽ اهو بہ کنيائين. جڏهن ٽيئي پر توبري ۾ وڌائين تڏهن اهي گڏجي هڪ پٿر ٿي پيا.

جنگ جي ميدان ۾ جالوت، حضرت دائود عليہ السلام کي للڪاريو ۽ وار ڪرڻ لاءِ چيو. حضرت دائود عليہ السلام توبري مان اهو پهڻ ڪڍي جالوت کي سيني ۾ اچلائي هنيو تہ ٻئي پاسي کان نڪري هڪ مان ڦري ساڳيا ٽي پٿر ٿي ويا، جن وري وجي لشڪر ۾ ٽاڪوڙو وڌو. اهڙيءَ ريت حضرت دائود عليہ السلام، جالوت کان جنگ فتح ڪري طالوت وٽ آيو ۽ ڪانئس ڪيل واعدي جي طلب ڪئي، مگر طالوت واعدي تان ڦري ويو ۽ سڱ ڏيڻ کان انڪار ڪري چيائين تہ، منهنجي نياڻي حسين آهي، حضرت دائود عليہ السلام جون اکيون شيريون آهن. تنهنڪري کيس سڱ نہ ڏيندس.

حضرت دائود عليہ السلام درويش طبع انسان هو، تنهن کي اهڙي لالچ ڪانہ هئي، سو شهر کان ٻاهر وڃي هڪڙي حجري ۾ الله تعاليٰ جي عبادت ڪرڻ لڳو. ان سان گڏ ٻيا ستر جڻا ٻڻ اتي گذاريندا هئا. طالوت کي جڏهن اها خبر پيئي تڏهن هنن کي قتل ڪرڻ لاءِ لشڪر موڪليائين، جن کي حضرت

دائود عليہ السلام هٿ نہ آيو باقي سندس سپ همراهہ قتل ڪري ڇڏيائون.
طالوت کي حضرت دائود عليہ السلام جي بچڻ جي وجھ تي ڏاڍو افسوس ٿيو ۽ پوءِ الله تعاليٰ جو ڊپ ٿيس جنهنڪري معافي وٺڻ لاءِ حضرت دائود عليہ السلام کي گهرايائين پر هو نہ آيو.نيٺ طالوت هڪ جنگ تي روانو ٿيو اتي مارجي ويو. اميرن وزيرن حضرت دائود عليہ السلام کي آڻي تخت تي ويهاريو ۽ طالوت جي ڌيءَ جا حضرت دائود عليہ السلام کي ڏنل هئي ۽ پاڻ بہ حضرت دائود عليہ السلام کانسواءِ ٻئي ڪنهن کي قبول ڪرڻ نٿي چاهيائين، سا سندس نڪاح ۾ ڏنائون. اهڙيءَ ريت حضرت دائود عليہ السلام بادشاهہ ٿيو.

حضرت دائود عليہ السلام هڪڙو پلارو نبي بہ هو جنهن کي الله تعاليٰ "زبور" ڪتاب عطا ڪيو. سندس آواز ۾ ايترو تہ ميناج هو، جو جنهن وقت زبور پڙهندو هو، ان وقت انسان، حيوان ۽ جبل ساڻس گڏ الله جو ذڪر ڪندا هئا. ان وقت لوهہ کي هٿ ۾ ڪڻندو هو تہ اهو بہ نرم ٿي پوندو هو.

هڪ ڀيري حضرت دائودعليہ السلام پنهنجي محلات تي ٻارن سان گڏ وينو هو تہ هڪ سهڻو پکي اچي محلات ۾ لٿو. ٻارڙن ضد ڪيو تہ اهو پکي وٺي ڏي. ٻارڙن جي ضد پوري ڪرڻ لاءِ حضرت دائود عليہ السلام پکيءَ کي جهلڻ جي ڪوشش ڪئي، مگر هو اُڏامي ويو. پاڻ ان جي پويان پيو ۽ وڃي هڪڙي باغ وٽان نڪتو. اتي 'لسائع' نالي هڪري سهڻي عورت غسل پئي ڪيو جنهن کي ڏسي مٿس عاشق ٿي پيو. پکيءَ جي پڇر ڇڏي موٽي اچي ان زال بابت پڇا ڳاڇا ڪيائين، معلوم ٿيس تہ اها 'اورياهہ' نالي غريب شخص جي زال آهي، جنهن کي جنگ تي موڪلي پاڻ ان کي نڪاح ۾ آندائين. 'لسائع' کي نڪاح ۾ آڻڻ سان سندس هڪ سؤ حرم ٿيا. اها ڳالهہ الله تعاليٰ کي پسند نہ آئي. هڪ دفعي هن بند حجري ۾ عبادت پئي ڪئي تہ ٻہ ملائڪ انساني شڪل ۾ وٽس اچي نڪتا. حضرت دائود عليہ السلام حيران ٿي ڪائن پڇيو تہ توهين هتي ڪيئن آيا؟ مگر انهن مان هڪ چئي ڳالهہ کي مٿائي جواب ڏنو تہ اسين ٻئي پائر آهيون. توهان وٽ هڪ فيصلي لاءِ آيا آهيون. هن کي نوانوي رڍون آهن ۽ مون کي فقط هڪ رڍ آهي، پر هي چئي ٿو تہ اها هڪ رڍ مون کي ڏي تہ پورو سؤ ڪريان. ان لاءِ مون کي گهٽ وڌ ڳالهايو اٿس. هاڻي توهان انصاف ڪريو. حضرت دائود عليہ السلام اها ڳالهہ ٻڌي چيو تہ

نوانوي رڍن وارو تہ ظلم تو ڪري جو ٻئي ياءُ وٽ هڪ بہ نتو سهي. اهو فيصلو ٻڌي اهي شخص غائب ٿي ويا. هنن جي وڃڻ ڪان پوءِ حضرت دائود عليہ السلام کي پنهنجي نوانوي حرمن هوندي بہ هڪ غريب جي زال کي نڪاح ۾ آڻڻ وارو خيال پيدا ٿيو ۽ کيس يقين ٿي ويو تہ اهي ملائڪ ٿي هئا ۽ هاڻي آءُ ضرور عتاب هيٺ ايندس. سو پشيمان ٿي خدا کي ٻاڏائڻ ۽ معافي گهرڻ لڳو. آخر اهو ماڻهو اورياه، جو جنگ ۾ شهيد ٿي ويو هو، تنهن جي تربت تي ان کان بخشائڻ جي خيال سان ويو، مگر تربت مان اهوئي آواز ٿي آيو تہ قيامت تائين بخش نہ ڪندس، پر تڏهن بہ حضرت دائود عليہ السلام پنهنجي پروردگار کان خطا بخشائيندو رهيو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

سودا هليا سنيري، ڪري ترٽئون تياري،
وِيرَ ويرين تي چڙهي، سي مير تيا ماري،
تنهين منجهان هڪڙي، هئي سوپ ڪتي ساري،
عاقل سان اقرار جي، پت نہ هئي پاري،
بات ڪيائين باري، ڪري ٻول "ٻروچ" چئي.
(العلڻ خان لغاري)

هڪڙو = حضرت دائود عليہ السلام.
عاقل = طالوت.

مراد: جڏهن "طالوت" بادشاه ٿيو، تڏهن پنهنجن ماڻهن کي چيائين تہ اوهان مان جيڪو عمالقہ قوم جي سردار جالوت کي يڪي سر ماريندو، ان کي اڌ بادشاهي ۽ ڌيءَ جو سڱ ڏيندس آخر حضرت دائود عليہ السلام، جالوت کي يڪي سر قتل ڪيو، پر طالوت واعدي کان ڦري ويو ۽ حضرت دائود عليہ السلام کي سڱ ڏيڻ کان انڪار ڪيائين.

[2]

سمي آنديون سوڪڙيون، ٿول چٽيون ٿي،
نہ ڪو ساس، نہ ڪوماس، نہ ڪو عضوو انهن کي،
لڪين مرد ماري رکيئون، ٻيو جنيون جوانن کي،
پريسن ڪو پرکي، ڏاهو هي ڏور ڪي.

سمو = حضرت دائود عليہ السلام.

ٽي ڄڻيون = ٽي پٿريون.

مراد: حضرت دائود عليہ السلام، جالوت سان وڙهڻ لاءِ پئي آيو تہ رستي ۾ ٽن پٿرين ساڻس ڳالهايو، تہ اسان کي پاڻ سان کڻ تہ اسين ڪافر جو خاتمو ڪنديونسين. حضرت دائود عليہ السلام اهي پٿريون کڻي هلي جنگ ڪئي، ۽ انهن جي وسيلي جالوت ۽ سندس لشڪر مارجي ويو.

[3]

ويري ڪاڻ وڙهڻ جي، ڪئي ترتئون تياري،
ڪاهي آيا ڪست مان ۽ منڪر تيا ماري،
بانڪو سو بچي ويو، ڪئي صاحب ستاري،
سڌ خبر ساري، آهي ”لعلڻ“ ساري لوڪ ۾.

(لعلڻ خان لغاري)

ويري = طالوت. منڪر = لشڪر.

بانڪو = حضرت دائود عليہ السلام.

مراد: طالوت، حضرت دائود عليہ السلام کي سڳ ڏيڻ کان جواب ڏنو. تڏهن حضرت دائود عليہ السلام ستر ساٿين سان ڳڏجي هڪڙي حجري ۾ ويهي خدا جي عبادت ڪرڻ لڳو. طالوت کي جڏهن اها خبر پئي تڏهن حضرت دائود عليہ السلام کي مارائڻ لاءِ لشڪر موڪليائين، جنهن حضرت دائود عليہ السلام جي ستر ساٿين کي شهيد ڪيو، پر حضرت دائود عليہ السلام ڪانئن بچي ويو. طالوت اِها ڳالهہ ٻڌي ڏاڍو شرمسار ٿيو.

[4]

سهڻيءَ ڪي سڪ ساهڙ جي، تن لڳي جا تار،
هيڪر هن اکين سان، ڏاتر مون ڏيکار،
قادر پنهنجي قدرت سان، تو ڪم ڪري ڪلتار،
جڏهن پيڙو تيس پتار، تڏهن ”لعلڻ“ غم لهي ويا.

(لعلڻ خان لغاري)

سهڻي = طالوت جي ڌيءَ.

ساهڙ = حضرت دائود عليہ السلام.

مراد: جڏهن طالوت، ڌيءَ جي سڳ ڏيڻ کان ڦري ويو، تڏهن سندس

نياڻيءَ جي دل ۾ خيال ٿيو تہ بابو مون کي مڙس ڏيئي وري ڦري ويو آهي، پر الله تعاليٰ گهريو تہ اهو ساڳيوئي مڙس ڏياريندو. تورن ڏينهن کان پوءِ طالوت مري ويو. اميرن اها شهزادي حضرت دائود عليہ السلام کي پرڻائي ۽ کيس ان ملڪ جو بادشاهہ مقرر ڪيو. اهڙيءَ ريت طالوت جي ڌيءَ جي اميد پوري ٿي.

[5]

سڻندا هئا سوڍي جي، گويائي گفتار،
ڪني ٿيندا هئا ڪيترا، ٻڌي پرت پچار،
اَچي ويندا هئا اوڏهين، ڪم ڇڏي ڪل ڪار،
"لعلڻ" لک هزار، تابع ٿي ويا تنهن جا.

(لعلڻ خان لغاري)

سوڍو = حضرت دائود عليہ السلام.
ڪيترا = درندا پرندا وغيره.

مراد: حضرت دائود عليہ السلام جو آواز اهڙو تہ منو ۽ وڻندڙ هو جو زبور پڙهڻ وقت سندس آواز تي ڪيترا پکي ۽ جانور وغيره اچي ساڻس خدا تعاليٰ جي ذڪر ۾ شامل ٿيندا هئا.

[6]

سوڍي مان سيپئي، هئا ڪندا پرت پچار،
ڪندا هئا قرب جي، گوهر سان گفتار،
نماڻي ڏنائين نات جي، مالڪ پاڻ مهار،
جنهن سان پيڙو اهي پتار، تنهنکي "لعلڻ" لوڏو ناهہ ڪو.

(لعلڻ خان لغاري)

سوڍو = حضرت دائود عليہ السلام.
سيپئي = پکي، جبل وغيره. گوهر = الله تعاليٰ.
نات = لوهہ.

مراد: جڏهن حضرت دائود عليہ السلام ذڪر ڪندو هو، تڏهن پکي ۽ جبل بہ هن سان گڏ خدا جي ساراهہ ڪندا هئا ۽ پاڻ ان وقت لوهہ کي هٿ لائيندو هو تہ اهو بہ نرم ٿي پوندو هو.

[7]

مسافر تنهن ماڳ تي، آيو ڪانگ ڪهي،
ڏسي رنگ راجا جو، نريو ڪونہ نهي،

مسافر جي محبت لئي، هليو ڪامل پاڻ ڪهي،
هو هليو ويو هنگلاج ڏي، هي رانوَل پيو رهي،
ڏسڻ سان ڏکي پيو، آيو لعل لهي،
سيئي سورَ سهي، آيو لحظي ۾ ”لعلڻ“ چئي.

(لعلڻ خان لغاري)

مسافر = پکي. ماڳ = محلات.
ڪامل = حضرت دائود عليہ السلام.
هنگلاج = نامعلوم هنڌ. رانوَل = حضرت
دائود عليہ السلام. لعل = حسين عورت.

مراد: حضرت دائود عليہ السلام پنهنجي محلات ۾ ٻارن سان ويٺي وندريو تہ اوچتو هڪڙو سھڻو پکي اچي نڪتو. جنهن کي ڏسي ٻارن ضد ٻڌو تہ اهو پکي ڪيئن بہ اسان کي ملي ٻارن جي ضد پوري ڪرڻ لاءِ حضرت دائود عليہ السلام پکيءَ جي پٺيان پيو ۽ هلندي اچي هڪ باغ ۾ پهتو. جتي هڪ خوبصورت عورت غسل ڪندي ڏسي متس عاشق ٿي پيو.

[8]

ريءَ ريوٽ آئيا، ڪوٽ اندر ڪاهي،
اچي ٻينا ٻت تي، سانگي سڏائي،
ماٺ ڪيو ”مسڻ“ چئي، ويا ڳالهيون ڳالهائي،
مانجهي منجهائي، هاڙهي هوت هليا ويا.

(مسڻ)

ريءَ ريوٽ = بنا اطلاع جي. آئيا = ملائڪن
ڏانهن اشارو. ڪوٽ = حضرت دائود عليہ
السلام جو حجرو. سانگي سڏائڻ = ماڻهو
چوائڻ. مانجهي = حضرت دائود عليہ السلام.

مراد: حضرت دائود عليہ السلام جي حسين عورت سان شادي ٿيڻ بعد سندس بند حجري ۾ اوچتو ٻہ ملائڪ انساني شڪل ۾ تي اندر گهڙي آيا ۽ ڪانئس رڍن وارو فيصلو ڪرايائون. حضرت دائود عليہ السلام اهو خداتعاليٰ جي طرفان هڪڙو اشارو سمجهيو. جو نوانوي زالن هوندي بہ ٻئي غريب جي زال نڪاح ۾ آنديئين. پوءِ گھڻو پڇتايائين.

[9]

وڙهـــي آيـــا ٻـــ ڇڻـــا دانهـــ وٽ دانهيـــن،
ٻــڌي چيــائين، تــ اهــو حــرف آهــي اســان ڏي.

ٻـــ ڇڻـــا = ٻـــ ملائـــڪ.
دانهہ = حضرت دائود عليہ السلام.

مراد: ٻہ ملائڪ رڍن جو فيصلو ڪٽي حضرت دائود عليہ السلام وٽ آيا فيصلي تيڻ بعد دل ۾ خود قبول ڪيائين تہ مون هڪڙي غريب جي زال سان نڪاح ڪري وڏو ظلم ڪيو آهي.

[10]

ســاراهيان ســچو ڌڻــي، جــو صــاحب رب ســبحان،
هــڪ ســائل اچــي ســئين هنئــي، مومــل وٽ مهمــان،
بخــش خطــائون مــون کــي، ڪــر الله لــڳ احســان،
هــن جــوش مــان جــواب ڏنــو، ظــاهر ســاڻ زبــان،
ڪــوري ڏهــي ڇــڏي، تــو ڏهــي ڇــڏي آ ڪانــ،
مــور نــ اچجئيــن ميــڌرا، موتــي هــن مڪــان،
پــوءِ تيــو پريشــان، ســڻي حــرف حســاب جــو.

مــائل = حضــرت دائــود عليــہ الســلام.
مومل = قبر. هن = مڙدو (حضرت دائود عليہ السلام جي پچاڙيءَ واري زال جو اڳيون مڙس).
مينڌرو = حضرت دائود عليہ السلام.

مراد: حضرت دائود عليہ السلام ملائڪن جي اشاري ملڻ بعد پريشان تي پنهنجي آخرين زال جي اڳئين مڙس جي قبر تي بخشائڻ لاءِ آيو. مگر اتي جواب مليس تہ. تو مون سان سخت ظلم ڪيو آهي تنهنڪري مون وٽ وري ڪڏهن بہ معافي لاءِ نہ اچج. ان بعد حضرت دائود عليہ السلام الله تعاليٰ جي دربار ۾ پيچتاءُ ڪري معافي گهري.

### (الف) حضرت دائود عليہ السلام جو انصاف

حضرت دائود عليہ السلام جي زماني ۾ هڪ عورت ۽ ان جو ڇوڪرو گڏ رهندا هئا. سندن گهر ۾ ڏاڙهونءَ جو هڪڙو وڻ بينل هو، جنهن تي گذر سفر

ڪندا هئا. هڪڙي ڏينهن ڇوڪر دل ۾ چيو ته جيڪر الله تعاليٰ هن ڏاڙهون ڪانسواءِ اڄ بي ڪا شي ڪارائي ته ڪهڙي نه چڱي ڳالهه ٿئي. ٿي دفعا ائين چوڻ سان اهو وڻ سڪي ويو. هو ٿي ڏينهن بک تي ويهي رهيا. چوٿين ڏينهن اوچتو ڳوٺ جي وڏيري جو ڳابو گهر ۾ گهڙي آيو ۽ اچي چيائين ته مون کي ڪُهي حلال ڪريو، پوءِ هنن ڳابي کي ڪهي ڪائي ڇڏيو. جڏهن ان وڏيري کي اها خبر پئي. تڏهن حضرت دائود عليہ السلام کي وجي دانهن ڏنائين. حضرت دائود کي رب پاڪ کان ارشاد ٿيو ته اهو ڳابو هن ڇوڪر جو حق هو، جنهن جو پيءُ کي انهي وڏيري ماري هن جو سڀ مال پنهنجي هٿ ڪيو هو. خدائي حڪم جي آڌار تي حضرت دائود عليہ السلام ڇوڪري جي حق ۾ فيصلو ڪيو ۽ پڻ جيڪو مال حق حقاني هوس اهو به وٺي ڏنائينس.

متئين بيان بابت ڏور ڏئجي ٿو.

[11]

جيئن هئي مرضي مير جي، تيئن هو رازق جو رايو،
هنذ انهيءَ "حجم" چئي، اچي ڳوڏي ڳالهايو،
لاهي سانگو سر جو، هن به ڳنو ڪي ڳنوايو،
آيس سختي سر تي، تڏهن سالڪ سڏايو،
ڪري نظير هن کي، هو ڀهڳڻ ٻڌايو،
تيس ساعت سجايو، ته هو مشڪل جهڙو معاملو.

(مير محمد حجام)

مير = ڇوڪرو، ڳوڏو = ڳابو.
سالڪ = حضرت دائود عليہ السلام.
ڀهڳڻ = الله تعاليٰ.

مراد: ڏسو متيون بيان.

## (ب) حضرت دائود عليہ السلام ۽ انصاف جو زنجير

حضرت دائود وٽ جڏهن به ڪي به ڌريون فيصلي لاءِ ايندڀون هيون، تڏهن آسمان مان هڪڙو زنجير لٽڪندو هو، جنهن ۾ سچو ڌوهاري هٿ وجهندو هو ته ڪيس ڏاڍي تڪليف ٿيندي هئي، جنهن مان ڌوهاريءَ جو پتو پئجي ويندو هو، ۽ پوءِ فيصلي ڪرڻ ۾ ڪا تڪليف نه ٿيندي هئس. ان بعد زنجير واپس مٿي هليو ويندو هو.

چون ٿا ته هڪڙي پيري حضرت دائود عليہ السلام وٽ ڪي به ڄڻا

فيصلي لاءِ آيا. جن مان هڪڙي فرياد ڪيو تہ هي ماڻهو منهنجا سؤ رپيا ڪائي ويو آهي. حضرت دائود عليہ السلام انصاف واري ميدان تي آيو تہ زنجير آسمان مان لهي آيو. حضرت دائود عليہ السلام جوابدار کي زنجير ۾ هٿ وجهڻ لاءِ چيو. هن جي هٿ ۾ هڪ لٺ هئي جا فرياديءَ کي جهلڻ لاءِ ڏيئي وجي زنجير ۾ هٿ وڌائين تہ ڪيس ڪابہ تڪليف نہ ٿي. ڇاڪاڻ تہ ان لٺ ۾ اهي امانت وارا سؤ روپيا بند ٿيل هئا. جي ان وقت فرياديءَ جي هٿ ۾ رهيا. انهي واقعي کان پوءِ زنجير وري ڪڏهن بہ نہ لٿو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[12]

ايندو هو عدالت تي، ملهہ متي ميدان،
هن دغا رکي هئي دل ۾، جا بازي سٽي بي ايمان،
پوءِ پنهنجي ماڳ مڪان، ملهہ موٽي ويو "موريو" چئي.
(موريو ڪٽي)

ملهہ = زنجير. هن = جوابدار ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت دائود عليہ السلام جي ڏينهن ۾ عدل لاءِ آسمان کان هڪ زنجير لهندو هو. پر هڪڙي ماڻهو حرفت ڪري ٻئي جي امانت ۾ خيانت ڪئي. ان بي ايمانيءَ کان پوءِ اهو زنجير دوباره نہ لٿو.

[13]

رُس ائين، جيئن رُسي ويو راٺو،
ڪونہ آيو ڪاڪ تي، ڪيو مينڌري ماٺو،
اهڙو سوڊو سياٺو، جو وري نہ آيو ڪاڪ تي.

راٺو = زنجير. ڪاڪ = عدالت جو ميدان.

مراد: ڏوهاري حرفت ڪري عدالت جي ميدان ۾ خيانت ڪئي تنهنڪري وري اهو زنجير نہ لٿو.

## (ج) حضرت دائود عليہ السلام تي عتاب

چون ٿا تہ حضرت دائود عليہ السلام عبادتگاهہ ۾ هميشہ شهر جي ماڻهن سان گڏجي نماز باجماعت پڙهڻ جو انتظار ڪندو هو. هڪ پيري دل ۾ خيال

آيس تہ مون کي پنهنجو اولاديءَ گهڻو آهي، جنهن مان خاصي جماعت تي سگهندي، پوءِ آءٌ بين ماڻهن جو انتظار ڇو ڪريان؟ انهيءَ خيال ايندي ئي نماز شروع ڪري ڏنائين.

الله تعاليٰ کي حضرت دائود عليہ السلام جو اهو فخر پسند نہ آيو. ۽ متس هيءَ آزمائش آئي جو سندس سڀ اولاد فوت ٿي ويو. ان کان پوءِ توبهہ تائب ٿيو ۽ هميشہ وانگر شهر جي ماڻهن سان گڏجي نماز باجماعت پڙهڻ جاري رکيائين. الله تعاليٰ متس وري راضي ٿيو ۽ گهڻو ئي اولاد عطا ڪيائينس.

انهيءَ بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[14]

ڪاهي آيو ڪاڪ تي، سچو سات صحي،
سڀ گهرايائين سومرا، ويو هئس وهم ويهي،
جيڪا دودي ڳالهہ ڪئي، سا مڇي هئائين "موريو" چئي.
(موريو)

آيو = حضرت دائود عليہ السلام ڏانهن اشارو.
ڪاڪ = مسجد. وَهم = جهجهي اولاد جو
خيال. سومرا = پُٽَ. دودو = الله تعاليٰ.

مراد ڏسو مٿيون بيان.

## (د) حضرت دائود عليہ السلام جو ٻار ڏيارڻ وارو فيصلو

ڇون ٿا تہ حضرت دائود عليہ السلام وٽ ٻہ زالون هڪڙي ٻار جون دعويدار ٿي فيصلي لاءِ آيون. هڪ زال چئي تہ هي پٽ منهنجو آهي، ۽ ٻي چئي تہ منهنجو. اهو بہ ٻڌايائون تہ اسين ٻئي هڪڙي شاهوڪار جون زالون آهيون، جو مري ويو آهي ۽ ان جي ملڪيت ورهائڻي آهي، جنهن جو هيءُ وارث آهي. اهو بيان ٻڌي حضرت دائود عليہ السلام فيصلي ڪرڻ ۾ منجهي پيو. ايتري ۾ سندس پٽ حضرت سليمان عليہ السلام اتي اچي نڪتو ۽ پيءُ کي حيران ڏسي ڪانئس حقيقت پڇيائين. حضرت دائود عليہ السلام کيس ساري ماجرا ٻڌائي. حضرت سليمان عليہ السلام يڪدم حڪم ڪيو تہ هي ٻئي زالون هڪڙي ٻار جي دعويٰ ٿيون ڪن، تنهنڪري اهو اڌو اڌ ڪري، هڪڙو اڌ هڪ عورت کي ۽ ٻيو اڌ ٻيءَ کي ڏيو. اهو فيصلو فقط انهيءَ عورت قبول ڪيو جنهن جو ٻچڙو نہ

هو، پر ٻيءَ چيو تہ مون پٽ جي دعويٰ ئي ڇڏي، مون کي نہ پٽ گهرجي نہ ملڪيت، اهو بار پلي هن کي ڏيو. حضرت سليمان عليہ السلام صحيح ماءُ کي سڃاڻي بار کيس ڏياريو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[15]

هو هلي آيون حمير وٽ، تون آهين ملڪ جو مختيار،
دانهہ دريافت نہ ڪئي، ڏسي منجهن ڪو مونجهار،
آيو عمر ڄام اتي، سومرو سچار،
ڇيائين عدالت ڪريان اوهان جي، ڪري اڌو اڌ آچار،
هڪڙيءَ تہ هائو ڪئي تہ ٻئي سان لڳي ويو لاچار،
سا تہ پٽي ڇڏي پري ٿي، پاڳي ڪان بيزار،
مڙئي ڏينس ملڪيت "محمد" چئي، مون وير ڇڏيو وهنوار،
ڪيائين هيٺيءَ کي حقدار، سا خوش رهي ٿي ڪاهڻ ۾.

(محمد فقير ڏيرو)

هلي آيون = ٻن عورتن اشارو.
حمير = حضرت دائود عليہ السلام.
عمر ڄام = حضرت سليمان عليہ السلام.
ڪڙي = ڪوڙي ماءُ، ٻي = سچي ماءُ.
هيٺي = اصلي ماءُ.

مراد: ڏسو متيون بيان.

## (هہ) حضرت دائود عليہ السلام ۽ سندس هڪ حرم

چون ٿا تہ حضرت دائود عليہ السلام کي هڪ سؤ حرم هئا، جن مان هڪڙي بيبيءَ سان گهڻو پيار هوندو هوس. جڏهن سندس وفات جو وقت ويجهو ٿيو تڏهن ان بيبيءَ کيس چيو تہ: توهين خدا جا نبي سڳورا آهيو. توهان جو سوال الله تعاليٰ قبول فرمائيندو، تنهنڪري سوال گهرو تہ هو مون کي بہ توهان سان گڏ ماري، جو آءٌ اوهان جي جدائي سهي نہ سگهنديس. حضرت دائود عليہ السلام سندس ڳالهہ مڃي الله تعاليٰ کي اهو سوال ڪيو. کيس جواب مليو تہ توهان جو حرم پنهنجي وقت تي هيءَ دنيا ڇڏيندو. جيڪڏهن هينئر توهان جي وفات جو غم نہ ڪري تہ کيس توهان جو ديدار ٿيندو رهندو. انهيءَ جواب تي

بيبي راضي ٿي. حضرت دائود عليہ السلام جي وفات تي سيني حرمن روڄ راڙو ڪيو پر اها بيبي هار سينگار ڪري خوش تي ويئي. ان بعد روزمره هن کي حضرت دائود جي زيارت ٿيندي رهندي هئي ۽ بيبي خوش گذارڻ لڳي. اها حالت ڏسي حضرت دائود عليہ السلام جي ٻين حرمن ۽ حضرت دائود عليہ السلام جي والده کي عجب لڳو ۽ شڪ جاڳيو. آخر حضرت دائود عليہ السلام جي والده ان بيبيءَ کان سندس انهيءَ حالت جي پڇا ڪئي، جنهن حضرت دائود عليہ السلام جي اچڻ جو ذڪر ڪري ٻڌايو. تنهن تي هن مخفي جانچ شروع ڪئي ۽ هڪڙي هنڌ لڪي ويهي رهي. ڏنائين تہ برابر حضرت دائود عليہ السلام ان بيبيءَ سان گڏ ساڳيءَ کٽ تي وينو آهي. اهو ڏسي پٽ جي محبت کان پاڻ جهلي نہ سگهي ۽ ان کي ڀاڪر پائڻ لاءِ اندر گهڙي آئي، پر هن جي ڏسڻ سان حضرت دائود عليہ السلام گم ٿي ويو.

ان کان پوءِ حضرت دائود عليہ السلام جو اچڻ بند تي ويو ۽ ٻئي ڄڻيون غم ۾ گذارڻ لڳيون.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[16]

محلن ۾ ماتم ٿيو، هڪ روئي نہ راڻي،
ڪاوڙجي ڪست مان، آيس دڳي ڏجاڻي،
مون ڀانيو ڪي مٿيءَ جا، پئي ڇڄ مٿي ۾ ڇاڻي،
پر تون تہ اڳي کان اڳري، شايد مزا پئي ماڻي،
هاڻي انهي ڳالهہ جي، ڏينم سگهي سمجهاڻي،
نہ تہ سٽي انهيءَ سور ۾، وڃهنديسئين گهاڻي،
اڳيان وڏي ادب سان، پئي ڪري نياز نماڻي،
مون کي مَ مار، جي تون ڳالهہ چڱي ڇاڻي،
هيءَ سيج وڇايم سهڻي لائي، ڪا پلنگ پٽراڻي،
آءٌ وٽان پنهنجي وَرَ کي، ساجن سيباڻي،
پوشاڪون پهريان پٽ جون، ڪيئن پايان پراڻي؟
اٿئي اسم الله جو، ٻيا تي وڃهئين ننگ نباڻي،
حاڪمزادي وڃ هٿي، ڪر لائق لهراڻي،

مون کي وجهہ ۾ مامري، تون بہ سورن سناٽي،
پر هوءَ پير نہ هٿي پوئتي، جنهن پنهنجي پلاٽي،
مورئون مڙي ڪينڪي، وجي ڪنہ لهہ تي لڪاٽي،
پوءِ تہ خان اچي وينو ڪٺ تي، ڪري پنهل پچاٽي،
ڏنائين اکين سان، سو صحيح سجاٽي،
پانيائين، ڪارائي طعام خوشيءَ مان، پياريانس پاٽي،
پر ڪامل هليو ويو ڪيچ ڏي، ڪري مير موڪلاٽي،
پوءِ دانهن ڪري در تي ڪري، ويتر ويڳاٽي،
تي منٿون ڪيائين منذ ڪي، تون هئينءَ سسئي سياٽي،
سمجهيس ڪين تنهنجي ساک تي، آءٌ تيس اياٽي،
ڪامڻ پنهنجي ڪانڌ ڪي، جي هيڪر هٿ آٽي،
تہ هوند تنهنجا ڳڻ ڳائيان، چئي "ڏيرو" ڏهاٽي،
چيائين تہ ماٺ ڪر، معافي ڏي، چو پئي تندوتاٽي،
لوڏيئي لال هٿن سان، تينءَ وينگس ويڳاٽي،
هتي هوتاٽي، هاٽي مور نہ ايندو "محمد" چئي.

(محمد فقير ڏيرو)

هڪ راڻي = حضرت دائود عليہ السلام جي دل وارو حرم. ڏڳي ڏجاٽي = حضرت دائود عليہ السلام جي والده. سهڻو = حضرت دائود عليہ السلام. ڪامل = حضرت دائود عليہ السلام ڪيچ ۾ عالم ارواح.

مراد: ڏسو مٿيون بيان.

## (و) حضرت دائود عليہ السلام جي شداد ڪافر کي تنبيہ

'سامره' شهر ۾ شداد نالي هڪڙو زبردست بادشاهہ رهندو هو. وٽس دولت ۽ مال متاع بي انداز هو. هن جي عمر اٺ سوءِ ورهيہ کن هئي. هو الله تعاليٰ جي هستي کان انڪاري ٿي، پاڻ کي خدا چوائي پنهنجي پوڄا ڪرائيندو هو. الله تعاليٰ جي حڪم سان حضرت دائود عليہ السلام کيس حق جي دعوت ڏني ۽ کيس چيائين تہ تون توبهہ تائب ٿيءُ تہ عذابن کان ڇٽين ۽

بهشت ۾ داخل ٿين. انهيءَ تي شداد جواب ڏنو تہ مون کي خدا جي بهشت جي پرواهہ نہ آهي، آءٌ هن زمين تي پنهنجو اهڙو بهشت نهرائي، هينئر ئي آرام ڪري سگهان ٿو. ائين چئي هن بهشت جي جاءِ جي ڳولا ڪرائي. آخر 'عدن' ۾ بهشت جهڙي زمين هٿ آيس ۽ اتي ئي بهشت نهرائڻ جو حڪم ڏيئي خزانن جا در کولي ڇڏيائين. آخر ٽن سون ورهين کان پوءِ بهشت نهي تيار ٿيو ۽ پاڻ حسين ڪنواريون ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا ساڻ ڪري بهشت جي سير ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو[1] . اجا بهشت جي دروازي وٽ مس پهتو تہ ڪيس عزرائيل گڏيو، جنهن کي ڏسي شداد کي اچي ڪنبٽي ورتو ۽ ڪيس آزيون نيازيون ڪري هڪ پيرو بهشت گهمڻ لاءِ چيائين، مگر عزرائيل هڪ بہ نہ ٻڌس ۽ سندس ساهہ قبض ڪري ورتو.[2] شداد جي مرڻ کان پوءِ الله تعاليٰ اهو بهشت مٽي ڪٽائي ورتو.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[17]

هلي آيو هيج مان، مٿي سانگ سفر،
ٻڌايائين "بروج" چئي، تنهن انڌي کي اکر،
مٺي ڇڏج مستان تون، تهدل توبهہ ڪر،
وِڃا ويندئي وسري، ٻاري سجهي ٻر،
مور مڃي ٿو ڪونہ ڪو، مڙي ويو منڪر،
عمل تنهن کي اُپري، ۽ وڙهيا تي ولر،
"لعلڻ" چئي لشڪر، پوءِ سُجو ڇڏي ويو سات کي.

(لعلڻ خان لغاري)

هلي آيو = حضرت دائود عليہ السلام ڏانهن اشارو. انڌو = شداد. ولر وڙهڻ = نانگ جو ڏنگڻ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

---

[1] قصص الانبياء جي روايت موجب شداد ڪنواريون ڇوڪريون بهشت ۾ اڳيئي ويهاريون هيون، جي بهشت جي ڪجهي وجڻ وقت بہ منجهس هيون ۽ اجا تائين بهشتي مردن جو انتظار ڪري رهيون آهن.

[2] قصص الانبياء جي روايت موجب شداد اجا بهشت جي اندر پير مس رکيو تہ ڪاري نانگ ڪيس ڏنگ هڻي ماري وڌو.

[18]

آدم جـــي اولاد مـــان، ڪـــي عورتـــون آهيـــن،
نـــ ميـــون نـــ مرنديـــون، اجـــا تـــائين آهيـــن،
وينيـــون واجهـــائين، ڪـــامڻيون ڪـــانڌن لئـــي.

ڪامڻيون = شداد جي بهشت ۾ وينل حسين
ڇوڪرين ڏانهن اشارو. ڪانڌ = نيڪ مردن
ڏانهن اشارو.

مراد: شداد ڪافر پنهنجي بهشت ۾ جيڪي ڪنواريون ڇوڪريون ويهاريون هيون، سي اجا تائين بهشتي مردن جو انتظار ڪري رهيون آهن.

[19]

اڇـي انهـيءَ تـڙ تـي، ورتـي ڪنـگ ڪنـڌي،
ڪيرائـي ڪسـت مـان، ڏنئبـن ڏڙي ڪـي ڏنـڌي،
سـرير ۾ "سـرهو" چئـي، ڪـا هيـڙس مـام منـڌِي،
پـوءِ ڇڏي ڪنـگ ڪنـڌي، اُتـاهون اتـي ويـو هليـو.

(سرهو)

تـڙ = شـداد ڪـافر جـي بهشـت جـو دروازو.
ڪنـگ = عزرائيـل (نـانگ جـي صـورت ۾).
ڏُڙو = شداد.

مراد: شداد ڪافر زمين تي بهشت نهرائي، ان کي ڏسڻ لاءِ تي ويو. اجا بهشت جي ٻاهرئين دروازي وٽ هو تہ نانگ کيس ڏنگ هڻي اتيئي ڪيرائي وڌو ۽ سندس بهشت ڏسڻ جي خواهش پوري ٿيڻ نہ ڏنائين.

[20]

منـــڌ ڪـــي ميـــدان ۾، ســـوين ڏنئـــون ســـينگار،
وڳـــا ڏيئـــي وتـــرا، تـــرت ڪيـــائون تيـــار،
ســـين پرييـــن تـــي ســـهٽي، نـــاز پـــري ســـا نـــار،
پنهنجـــن کـــان پـــري ڪـــري، ڏکـــي ڪيـــائون ڏار،
هلـــي ويئـــي هنگـــلاج ڏي، ســـي ٻچـــا ڪنيـــو ٻـــار،
منجهـــان ڪـــڙم ڪلـــوار، "لعلـــڻ" ســـا لـــڏي وئـــي.

(لعلڻ خان لغاري)

منڌ = جنت. نار = جنت. هنگلاج = آسمان.

ٻچا ٻار = غلمان ۽ ڪنواريون ڇوڪريون.

مراد: شداد ڪافر دنيا ۾ جيڪو بهشت ٺهرايو سو شداد جي مرڻ کان پوءِ الله تعاليٰ آسمان تي ڪڻائي ورتو.

[21]

ڇٽي ويو جهاز، وڃي بيٺو بندر تي،
اڪي مان ٻڌي تي، ”آڇر“ چئي اُتي،
”ماڇي“ چئي مٿي، اهي پوڄارا پر تيا.

(آڇر ماڇي)

جهاز = شداد وارو بهشت. بندر = عرش عظيم.

اڪي = ستن بهشتن ڏانهن اشارو.

ٻڌي = اٺن بهشتن ڏانهن اشارو.

مراد: خدا تعاليٰ، شداد جو بهشت مٿي ڪڻائي ورتو. اتي اڳي ست بهشت موجود هئا جي اڪي عدد ۾ هئا. هي اٺون بهشت مٿي ويو ته ڦري ٻڌي عدد تي پيا.

[22]

جيئن ابر جي آسري، تيون سپون روز سڪن،
تيئن ماڙيچاٽيون ماڙ ۾، اُهي عاشقن ڪاڻ اُپين،
جهوريءَ ۾ ”جاڻ“ چئي، جهڙ جي جهانءِ جهڄن،
تئين راضي رحمت جو ڏٺي، جيڪو سار لهي سڪندين،
ڏسن خوش ”ڪني“ چئي، ڪر ڪٽي ڪڪرن،
تيون ڪن عرض الله کي، پاند ڪنيو پلوَن،
هي پاسا پهنوارن جا، انهي بازر سان برسن،
پوءِ مولي! مينهن وسن، تين سرها ماڳ مليرجا.

(جاڻ ڪني)

ماڙيچاٽيون = شداد جي بهشت جون حوررون.

عاشقن = مڙسن. ڪڪرن = وارثن.

مراد: شداد جي بهشت جون حورون، جي مڙسن کي ملٽيون آهن، سي پنهنجي وارثن لاءِ منتظر آهن. پوءِ الله کي عرض تيون ڪن ته اسين کين ڏسون.

پردو ڪڇي ٿو، ڏسن ٿيون ۽ ملڻ لاءِ ٻاڏائين ٿيون. پر الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ واعدي موجب اوهان جي مراد برصواب نہ ٿيندي.

[23]

اهي بند ڪري آنديون هيون بادشاه، هاجو ڪري حمير،
قبر ۽ قيامت جي اُن مائين تان، هئي پرور لاٿي پيڙ،
هئا آديسي اڪسير، سي ڪاهوڙي سپ ڪٺي ويا.

اهي = شداد ڪافر واين حورن ڏانهن اشارو.
حمير = شداد ڪافر. آديسي = ملائڪ.
ڪٺي ويا = شداد ڪافر واري بهشت
ڏانهن اشارو.

مراد: شداد ڪافر پنهنجي نهرايل بهشت ۾ جيڪي ڪنواريون ڇوڪريون حورون ڪري ويهاريون هيون، سي ان بهشت جي ڪڇي وڃڻ ڪري، قبر ۽ قيامت جي تڪليف کان آزاد ٿي ويون.

## (ز) شداد ڪافر ۽ ٻانهي

چون ٿا تہ شداد ڪافر بهشت تيار ڪرائي پنهنجي هڪ ٻانهيءَ کي چيو تہ خدا جو ڪو بهشت آهي، جي اهو آهي تہ ڪٿي آهي؟ پر مون جيڪو بهشت نهرايو آهي، اهو هلي ڏس ۽ مون کي مڃ تہ آءٌ ئي تنهنجو ۽ ٻين جو خدا آهيان. ليڪن هن مائيءَ کيس مڃڻ کان انڪار ڪيو، ۽ چيو تہ خدا تعاليٰ تہ اهو آهي جنهن هر چيز کي پيدا ڪيو آهي ۽ اهو فقط هڪڙوئي عبادت جي لائق آهي، جنهن توکي بہ پيدا ڪيو آهي. اهو ٻڌي شداد غصي ۾ باهہ ٿي ويو، چو تہ ڪيس اڳ ۾ ئي ڪن ماڻهن ٻڌايو هو تہ تنهنجي ٻانهي حضرت دائود عليہ السلام جي هدايت هيٺ ايمان آندو آهي ۽ توکي نٿي مڃي، سو انهي ڪاوڙ کان ٻانهيءَ کي چيائين تہ جي توکي تنهنجي خدا تي ايترو ئي ڀروسو آهي تہ آءٌ توکي باهہ ۾ ٿو وجهان، ڀوءِ ڏسان تہ تنهنجو خدا ڪيئن ٿو توکي بچائي! ائين چئي هن يڪدم تيل جو هڪ وڏو ڪڙاهہ باهہ تي چاڙهايو. جڏهن اُهو تيل ٽهڪڻ لڳو، تڏهن حڪم ڪيائين تہ ٻانهيءَ کي آڻي ڪڙاهہ وٽ ويهاريو ۽ چوڻ لڳو تہ هاڻي اِجها ٿي تنهنجي خدا جي خبر پوي. باهہ ۽ ٽهڪندڙ تيل ڏسي اول تہ ٻانهي ڏهلجي ويهي رهي، پر اوچتو ڏنائين تہ ڪڙاهہ ۾ هڪ ماڪوڙي جيئري تيل تي پيئي تري. تڏهن ڪيس همت ٿي ۽ توڪل جو ترهو

ٻڌي ڪٽاھ ۾ پاڻ اُڇلائي وڌائين. الله تعاليٰ جو شان جو ڪيس ڪاٻہ تڪليف ڪانہ پهتي ۽ ڪلمون پڙي ٻاهر نڪتي[1].

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[24]

خالق خلق خلقي تو خلقي آهي ڪين،
ڪاڄ تنهنجا چورما، چانور ڪائينديس ڪين،
ٻين جو ٿين تہ وڃي ٿي، پر منهنجو الله آهين ڪين،
ٻيا ويندا بهشت ۾، آءُ بهشت بہ ونديس ڪين.

تو = شداد ڪافر ڏانهن اشارو.

آءُ شداد جي ٻانهيءَ ڏانهن اشارو.

مراد: شداد ڪافر بهشت نهرائي تيار ڪرايو. تڏهن پنهنجي هڪڙي نيڪ ٻانهي کي چيائين تہ "هلي منهنجو بهشت ڏس." اها ٻانهي هڪ خدا تعاليٰ کي مڃيندڙ هئي، تنهن شداد کي چيو تہ آءُ نہ توکي خدا ڪري ٿي مڃان، نہ تنهنجا طعام کائينديس ۽ نہ ڪي تنهنجي بهشت ۾ ئي گهڙنديس.

[25]

ليلان ڏنو هو ڪونروُ ڪي، آتڻ ۾ ايندو،
سرهي ٿي "سرهو" چئي، ڏنئين ڪونرو کي کهندو،
پوءِ هٽي ٻانهن هلي ويئي، مون کي چنيسر چا چوندو،
اڄ پڻ تيندو، آزمودو اصيل جو.

(سرهو)

ليلان = شداد جي ٻانهي. ڪونرو = ماڪوڙي.

آتڻ = ڪٽاھ. چنيسر = الله تعاليٰ.

مراد: شداد جي نيڪ ٻانهي تيل جي گرم ڪٽاھ ۾ ماڪوڙيءَ کي ترندو ڏسي ٻي ڏيي ٿي منجهس ٽپو ڏنو.

[26]

سهٽي گهڙي سير ۾، ڪري الله توهار،

---

[1] ٻي روايت موجب شداد ڪافر لوھ جو ٽنپ تپارايو ۽ ان کي ڀاڪر پائڻ لاءِ چيو. ٻانهي تتل ٿنڀ تي سرندي ماڪوڙي ڏسي، ٿنڀ کي ڪٽي ڀاڪر پاتو.

ڪڇـون ڏنـائين ڪــن ۾، جتــي ســريا تــي سينســار،
”منو“ چئي الله جي آڌار، ســاتري تــي پنهنجــي تڙتــي.
(منو)

ســهڻي = شــداد ڪــافر جــي بــانهي.
ســير = ڪٽــاهي. ڪڇـون = مــاڪوڙو.
ڪن = ڪٽاهي.

مراد: شداد جي بانهي ڪٽاهيءَ ۾ ماڪوڙي کي ترندو ڏسي بيپرواهه تـي تپي پئي ۽ الله تعاليٰ جي حڪمت سان ڪيس ڪابه تڪليف نه آئي.

[27]

ڪڙڪــڙ ڪــُــن مَ وَڄ، ڪيــن ڏڄــي تــي ســهڻي،
محبتـــي ميهـــار جـــي، ڏوئـــي پســـان ڏڄ،
آءُ بـــ گهڙئيـــن تـــي اڄ، تـــوڙي ابتـــا آر ڪريـــن.
(شاهه ڀٽائي)

ڪنن ۾ ڪڙڪڙ = ڪٽاهيءَ ۾ تيل جي ٽهڪڻ جو آواز. سهڻي = شداد ڪافر جي بانهي.

مراد: شداد جي بانهي ڪٽاهيءَ ۾ تيل کي ٽهڪندو ڏسي بلڪل نـه ڊنـي ۽ الله تعاليٰ جي خوشنودي لاءِ بيڌڙڪ ان ۾ ٽپي پيئي.

[28]

مٿـــي تـــان نـــ مٿـــي، وئـــي ســـٽيندي ســـير ۾،
نـــ ڪـــو وڄ واهـــڙ ڪـــي، نـــ هـــو گهيـــڙ گهٽـــي،
پـــاٽي ســـپ پٽـــي، ســـهڻيءَ پـــانيو ســـير ۾.

سهڻي = شداد ڪافر جي بانهي.

مراد: شداد ڪافر پنهنجي بانهي کي گرم ڪٽاهي ۾ پوڻ لاءِ چيو تـه هـن الله تعاليٰ تي توڪل رکي پاڻ کـي ڪٽاهي ۾ اڇلايـو ۽ هـن کي الله تعاليٰ جي حڪمت سان تڪليف ڪانه پهتي.

[29]

اســين ســهڻي ســا چئـون، جيڪــا ميهـــر کـــي نـــ مڃـــي،
ڪنيـــو ترارـيـــون ســـير ۾، بيٺـــي ســـاهڙ کـــي ســـڃي،

مٺي متي مهراڻ جو، بيٺي پوري پرم پڇي،
جيئن مائيءَ جي لڄ تي وڃي، تيئن صاحب بينو سرهو ٿئي.

سهٽي = شداد جي ٻانهي. ميهر = شداد. تراريون
سڄڻ = ورنديون ڏيڻ. پرم پڇڻ = هٺ وڃائڻ.
صاحب = الله تعاليٰ. لڄ وڃڻ = سختي اچڻ.

مراد: شداد جي ٻانهي کيس خدا ڪري نہ مڃيو ۽ سندس عبادت ڪرڻ کان انڪار ڪيائين. هن کيس گرم ڪٽاهي ۾ پوڻ لاءِ چيو. ٻانهي الله تعاليٰ تي ڀروسو رکي ڪٽاهہ ۾ پاڻ اُڇلائي ثابت قدم رهي ان جو فخر پڇي ڇڏيو. اتي الله تعاليٰ ان ٻانهي جي سختي سهڻ تي راضي ٿي ان کي سڙڻ کان بچائي ورتو.

[30]

مڃان نہ تنهنجي قدرت کي. ساراهيان نہ توکي،
جي ساراهيان توکي، تہ محشر موچارو ٿي نہ ٿئي.

مڃان = ٻانهيءَ ڏانهن اشارو.
توکي = شداد ڪافر ڏانهن اشارو.

مراد: شداد جي ٻانهي، کيس چيو تہ تون نہ خدا آهين ۽ نہ توکي مڃينديس. جي توکي خدا ڪري مڃان تہ آءٌ ڏوهارڻ ٿينديس ۽ قيامت ۾ شرمسار ٿينديس.

[32]

ڪونهي اَن الله ڪي، ڏيندو ان الله.
سڏکي سڏکي ساهہ. ويندو هن الله جو.

هن = شداد ڪافر ڏانهن اشارو.
اَن = رزق.

مراد: شداد ڪافر کي سندس ٻانهي الله ڪري نہ مڃيو. تنهنڪري ان جو روز بند ڪيائين. تڏهن ٻانهيءَ چيس تہ تو وٽ مون لاءِ اَن ڪونهي تہ مون کي منهنجو الله پاڻهي روز ڏيندو جو سدا قائم آهي، ۽ تون تہ اهڙي وَٽ آهين جو جلدئي سُڏکي سُڏکي ساهہ ڇڏيندين.

# 16- حضرت سليمان عليہ السلام

حضرت دائود عليہ السلام جي عمر جڏهن چار سؤ ورهيہ ٿي، تڏهن جبرئيل هڪ بند دٻلي آڻي حضرت دائود عليہ السلام کي ڏني ۽ کيس چيائين تہ هن دٻلي ۾ هڪ منڊي، هڪ ڇهبڪ ۽ هڪ ڪاغذ پيل آهي، جنهن ۾ پنج سوال لکيل آهن. تنهنجي پٽن مان جيڪو بہ انهن سوالن جا جواب ڏيندو، تنهن کي پنهنجو جاءِ نشين مقرر ڪري، منڊي ۽ ڇهبڪ ان جي حوالي ڪر. حضرت دائود عليہ السلام اهو ڪاغذ پڙهي پنهنجي پٽن کي گهرائي ڪانئن اهي پنج سوال پڇيا. پهريون ايمان، ٻيو حياءُ، ٽيون محبت، چوٿون عقل ۽ پنجون قوت. انسان جي ڪهڙن ڪهڙن حصن ۾ رهن ٿا؟ اهو ٻڌي حضرت دائود عليہ السلام جا ٻيا پٽ خاموش ٿي ويا باقي حضرت سليمان عليہ السلام، جو ان وقت تيرهن ورهين جو هو، تنهن پنجنئي سوالن جا جواب هن طرح ڏنا: پهريون 'ايمان' دل ۾، ٻيو 'حياءُ' اکين ۾، ٽيون 'محبت' رت ۾، چوٿون 'عقل' مٿي (دماغ) ۾، پنجون 'قوت' انسان جي هڏن ۾ رهي ٿي. حضرت سليمان عليہ السلام جا اهي جواب ٻڌي حضرت دائود عليہ السلام کيس پنهنجو جاءِ نشين مقرر ڪري منڊي ۽ ڇهبڪ ان جي حوالي ڪيا. ان منڊيءَ ۾ اها حڪمت هئي جو ڪوبہ شخص اها پائيندو هو، جن ديو ۽ پريون ان جي حڪم ۾ رهندا هئا. ۽ ڇهبڪ ۾ اهڙي ڪلا هئي جو ڪوبہ جن ديو يا انسان ان جي ڌڪ جو تاب جهلي نہ سگهندو هو.

حضرت سليمان عليہ السلام کي الله تعاليٰ جانورن ۽ پکين جي ٻولين سمجهڻ جو علم عطا ڪيو هو ۽ سندس حڪم جنن، ديون ۽ پرين تي هلندو هو. وٽس جنن، پکين ۽ انسانن جون فوجون هونديون هيون، انهن ۾ هر ڪنهن جي جداجدا جاءِ مقرر ٿيل هئي. هڪڙي ڏينهن علي الصباح جڏهن حضرت سليمان عليہ السلام تخت تي ويٺو تيئن سندس نظر 'هدهد' پکيءَ جي خالي پيل جاءِ تي وڃي پيئي. پوءِ ان جي ٻين پکين کان پڇا ڪيائين، مگر ڪنهن کي خبر ڪانہ هئي تہ هدهد ڪيڏانهن ويو آهي. تنهنڪري سيني لاعلمي ظاهر ڪئي. تڏهن 'عقاب' پکيءَ کي ان جي ڳولا لاءِ چڙهيائين. اهو اجا ٿورو اڳيرو ويو تہ هدهد کي ايندو ڏٺائين. پوءِ ٻئي ڳڏجي حضرت سليمان عليہ السلام جي

ڪچهريءَ ۾ آيا. حضرت سليمان عليہ السلام هدهد کي غير حاضر رهڻ جو سبب پڇيو. هدهد چيو تہ سائين! آءُ هڪ اهڙي واقفيت وٺي آيو آهيان، جا توهان اڳ حاصل نہ ڪئي هوندي. اها 'يمن' ملڪ جي خبر آهي، جنهن جي 'سبا' شهر ۾ 'بلقيس' نالي هڪ راڻي حڪومت ڪري ٿي ۽ اها ڪنواري آهي. اتي جي رعيت سج جي پوڄا ٿي ڪري ۽ ساري قوم گمراهہ ٿي چڪي آهي، جنهن کي ڪوبہ نٿو سمجهائي. حضرت سليمان هدهد جي اها ڳالهہ ٻڌي بلقيس ڏانهن هڪ خط حق جي دعوت جو لکي ڏنو ۽ هدهد کي ان جي جواب آڻڻ لاءِ چيائين.

هدهد اهو خط 'بلقيس' راڻي جي دربار ۾ آڻي ڇڏيو. خط تي بادشاهي مهر ڏسي هوءَ حيران ٿي ۽ خط کولي پڙهيائين. دل ۾ چيائين تہ جنهن بادشاهہ جا قاصد پکي آهن، تنهن جي اعليٰ شان ۽ مٿاهين مرتبي هجڻ جو بيو ڪهڙو ثبوت هوندو. پوءِ پنهنجي سردارن سان ذڪر ڪيائين ۽ صلاح مصلحت ڪري ڪجهہ تحفا پنهنجي قاصدن کي ڏيئي حضرت سليمان عليہ السلام ڏانهن روانو ڪيائين. قاصي حضرت سليمان عليہ السلام جو شان ۽ دٻدٻو ڏسي وائڙا ٿي ويا، ويتر جو جنن ۽ ديون تي نظر پين تہ عقل ٿي چرخ ٿي وين. آخر تحفا وغيره حضرت سليمان عليہ السلام کي ڏيئي ڪانئس واپس وڃڻ جي اجازت گهريائون. حضرت سليمان عليہ السلام انهن کي بہ حق جي دعوت جو پيغام رسائي واپس اچڻ لاءِ تاڪيد ڪري روانو ڪيو.

قاصد جڏهن راڻي بلقيس وٽ پهتا ۽ ساڻس حضرت سليمان عليہ السلام جي حڪومت ۽ دٻدٻي جو ذڪر ڪري ڪيس حق جي دعوت جو پيغام ڏنو، تڏهن ان وري آزمائش لاءِ حضرت سليمان عليہ السلام ڏانهن ٻانهيون ۽ ٻانها هڪڙي ئي ويس ۾ علحده علحده ڪري ڏيکارڻ لاءِ، گهوڙي ۽ سندس ڦر جي ٻئي هڪجهڙا ۽ هڪجيڏا هئا سي جدا ڪرڻ لاءِ، ۽ هڪ ياقوت کي بنا سيرائي سوراخ ڪرڻ لاءِ موڪليو ۽ ان سان گڏ هڪ خالي شيشو موڪلي چيو تہ هن ۾ پاڻي وجهي موڪليو جو نہ زمين جو هجي نہ آسمان جو. قاصد آزمائشي شيون پاڻ سان کڻي حضرت سليمان عليہ السلام وٽ حاضر ٿيا. حضرت سليمان عليہ السلام ٻانهيون ۽ ٻانها سامهون ويهاري انهن جا هٿ منهن ڌئاري ڪين جدا ڪيو، گهوڙي ۽ ڦر هڪ ٿاڻ تي بيهاري انهن جي اڳيان گاهہ وجهارايو تہ

گهوڙي (ماڇ) پنهنجي قر ڏانهن نهاريو. مگر قر بيپرواهيءَ سان گاهه کائڻ لڳو. اهڙيءَ ريت انهن کي جدا ڪيائين. وري هڪ ڪينئون گهرائي، ياقوت کي سوراخ ڪڍائي سڳي ۾ پوئي ڇڏيائين. پاڻي لاءِ گهوڙن کي ڊوڙائي انهن جو پگهر شيشي ۾ بند ڪري بلقيس ڏانهن موڪليائين. جڏهن اهي شيون ان کي پهتيون، تڏهن کيس حضرت سليمان عليہ السلام جي دانائيءَ ۾ ڪوبہ شڪ نہ رهيو. پوءِ پاڻ اتان هلي ان وٽ آئي ۽ ايمان آندائين. آخر حضرت سليمان عليہ السلام سان نڪاح بہ ڪيائين.

هڪڙي ڀيري حضرت سليمان عليہ السلام سمنڊ جي سير لاءِ نڪتو. کيس اتي ڪي عجيب گهوڙا ڏسي خيال ٿيو تہ انهن کي هٿ ڪجي. سو ماڻهن کي انهن جي جهلڻ لاءِ حڪم ڏنائين. مگر گهوڙا ماڻهن کي ڏسي سمنڊ ۾ گهڙي غائب ٿي ويا. حضرت سليمان عليہ السلام وري ديون کي حڪم ڏنو تہ ڪهڙي بہ ريت اهي گهوڙا مون وٽ حاضر ڪريو. پوءِ 'سمدون' نالي هڪ ديو گهوڙن جي پاڻي پيئڻ واري جاءِ تي پاڻي بند ڪري، اتي تلاءُ کڻائي ان ۾ شراب وجهائي ڇڏيو. جڏهن گهوڙا گاهه چري پاڻي پيئڻ لاءِ تلاءُ تي آيا، تڏهن شراب کي پاڻي سمجهي پي ويا ۽ ٿوري ئي وقت ۾ نشي ۾ چور ٿي ڪري پيا. ديون کين پڪڙي حضرت سليمان عليہ السلام وٽ حاضر ڪيو.حضرت سليمان عليہ السلام گهوڙن کي ڏسڻ ۾ ايترو مشغول ٿيو جو سج لهي ويو ۽ نماز قضا ٿي ويس، انهيءَ تي الله تعاليٰ کانئس ناراض ٿيو. پوءِ جڏهن توبهہ تائب ٿيو، تڏهن الله تعاليٰ جي حڪم سان سج وري واپس آيو ۽ پاڻ نماز پڙهيائين.

هڪ ڏينهن حضرت سليمان عليہ السلام 'سمدون' ديو کي سمنڊ جي اسرارن ٻڌائڻ لاءِ چيو. سمدون عرض ڪيو تہ ڪجهہ ڏينهن ٿيا جو آءٌ سمنڊ جي تري ڏانهن هليو ويس تہ اتي هڪ شهر ڏٺو هوم، جنهن ۾ 'عنڪور' نالي بادشاهہ رهي ٿو. جنهن کي هڪ تمام حسين ڌيءَ آهي، جا محلات کان ٻاهر بہ ڪانہ ٿي نڪري. اهو ٻڌي حضرت سليمان عليہ السلام، سمدون کي ساڻ ڪري عنڪور بادشاهہ تي چڙهائي ڪئي. ٻنهي جي وچ ۾ جنگ لڳي، آخر عنڪور مارجي ويو ۽ سندس سر وڍي حضرت سليمان عليہ السلام جي اڳيان حاضر ڪيائون. پوءِ ان جي ڌيءَ کي آڻڻ لاءِ حضرت سليمان عليہ السلام حڪم ڏنو تہ ان کي اهڙيءَ ريت آڻيو جو ڪنهن جو بہ هٿ نہ لڳيس. 'سمدون' عرض ڪيو

تہ، شهزادي محل ۾ اندر رهي ٿي ۽ ٻاهر نہ نڪرندي آهي، تنهنڪري اتي موتين جو مينهن وسندو تہ هوءَ ٻاهر نڪري ايندي. ان لاءِ ڪڪر کي حڪم ڪيو وڃي تہ اهو ان کي آڻي حاضر ڪري. حضرت سليمان عليہ السلام، ديون کي حڪم ڪيو. جن سمنڊ مان ننڍا موتي آندا ۽ شهزادي جي محلات ۾ وسايائون. مگر شهزادي ڪو ڌيان نہ ڏنو ۽ محل مان ٻاهر نہ نڪتي، ان کان پوءِ بلور جيڏا موتي وسايائون. تڏهن بہ شهزاديءَ توجهہ نہ ڏنو. آخر جڏهن ڪڪڙ جي آني جيڏا موتي وسايائون، تڏهن ٻانهين جي ٻڌائڻ تي هوءَ موتين جي مينهن ڏسڻ لاءِ ٻاهر نڪتي. حضرت سليمان عليہ السلام جي حڪم تي ڪڪر اڳيئي تيار هئا. تن کيس کڻي آڻي حضرت سليمان عليہ السلام وٽ پهچايو. ان بعد حضرت سليمان عليہ السلام کيس نڪاح جي دعوت ڏني مگر شهزاديءَ شرط وڌو تہ آءٌ پنهنجو پيءُ ڏسي پوءِ شادي ڪنديس. ان تي حضرت سليمان عليہ السلام کيس پٽس جي مارجي وڃڻ جي خبر ڏني ۽ وڌيڪ سسي ڏيکاريائينس، تڏهن بيوس ٿي حضرت سليمان عليہ السلام سان نڪاح ڪيائين.

عنڪور بادشاهہ جي ڌيءَ جڏهن حضرت سليمان عليہ السلام جي نڪاح ۾ آئي، تڏهن هڪ ڏينهن شيطان ان وٽ پرئي مڙس جي شڪل ۾ آيو ۽ ڳالهين ڪندي کيس چيائين تہ افسوس آهي جو تو پنهنجي پيءَ کي وساري ڇڏيو. جيڪڏهن تون سندس شڪل جهڙو 'بوتو' ناهي ان جي پوڄا ڪندي رهندينءَ تہ پٽهين جو روح راضي رهندو. شيطان جي برغلائڻ تي پنهنجي پيءُ جو بت نهرائي ان جي پوڄا ڪندي رهي.

هڪڙي ڏينهن هڪ مڪڙ پنهنجي مائٽن کان مار کائي انصاف لاءِ حضرت سليمان عليہ السلام وٽ آيو. اهو عيد جو ڏينهن هو. تنهنڪري حضرت سليمان عليہ السلام کيس ڪجهہ وقت ترسڻ لاءِ چيو. مگر ايتري ۾ عنڪور جي ڌيءَ اتي اچي نڪتي، جنهن مڪڙ ڏسي حضرت سليمان عليہ السلام کان ان جي گهر ڪئي. حضرت سليمان عليہ السلام اهو مڪڙ کيس ڏيئي ڇڏيو. جنهن وري پنهنجي پيءَ جي بت مٿان قربان ڪري ڇڏيو. الله تعاليٰ کي حضرت سليمان عليہ السلام جي اها لاپرواهيءَ پسند نہ آئي، ۽ کيس جبرائيل جي هٿان عتاب جو پيغام پهچايو تہ مڪڙ سان ظلم ڪرڻ جي عيوض عنقريب توتي سختي نازل ٿيندي ۽ هيءُ بادشاهت جلد ئي تنهنجي هٿان هلي ويندي.

بئي ڏينهن حضرت سليمان عليہ السلام غسل جي خيال سان غلسخاني ڏانهن ويو ۽ دروازي تي بيٺل هڪ ٻانهيءَ کي پنهنجي هٿ واري منڊي ڏيئي، پاڻ اندر گهڙيو حقيقت ۾ اها ٻانهي ديون جو هڪ سردار هو. جو ٻانهيءَ جي صورت ۾ فقط منڊي حاصل ڪرڻ لاءِ اچي بيٺو هو[1] . منڊيءَ ملڻ تي ڇيڇ ۾ پائي حضرت سليمان عليہ السلام جهڙي شڪل ڪري اچي تخت تي ويٺو. حضرت سليمان عليہ السلام ٻاهر نڪتو تہ ٻانهي کيس نہ ملي ۽ منڊي وڃڻ جي ڪري کيس ڪنهن بہ نہ سڃاتو ۽ نہ کي بادشاهہ ڪري مڃيو. تنهنڪري هو لاچار شهر مان نڪري درياهہ جي ڪناري تي مهاڻن وٽ رهڻ لڳو ۽ مزوري ڪري پيٽ پاريندو هو ۽ اتي هڪ مهاڻيءَ سان نڪاح ڪري زندگي گذاريندو رهيو ۽ الله تعاليٰ کان معافي گهرندو رهيو.

هوڏانهن ديون جو سردار حضرت سليمان عليہ السلام جي شڪل ۾ اچي حڪم هلائڻ لڳو. مگر ڪن اميرن کي شڪ پئجي ويو ۽ پاڻ ۾ صلاح ڪري، هڪڙي ڏينهن دربار ۾ هڪ پيرسن شخص کان توريت پڙهايائون. توريت کي ٻڌي، ديون جو سردار اونڌو تي ڪري پيو ۽ منڊيءَ کي درياءَ ۾ اڇلائي ڇڏيائين. قدرت خدا جي جو اها منڊي هڪ مڇيءَ ڳهي ڇڏي. هڪ ڏينهن اها مڇي مهاڻي جي ڄار ۾ اچي ڦاٿي، جنهن حضرت سليمان عليہ السلام کي ڏوئٽو ڪري ڏني. ان مڇيءَ کي چيرڻ سان منڊي وري حضرت سليمان عليہ السلام کي اچي ملي.

مڇي کي چيريندي ڏٺائين تہ منجهس ساڳي منڊي پيئي هئي. جا سڃاڻي ڇيڇ ۾ وڌائين ۽ خدا جا لک لک شڪرانا بجا آندائين. اهڙيءَ ريت کيس وري بادشاهي ملي ۽ رعيت کيس نذرانا ڏيڻ لڳي. انهن مان هڪ جهرڪيءَ مڪڙ جي ٽنگ نذرانو عرض رکيو. جنهن کي حقارت جي نظر سان ڏٺائين تہ وحي نازل ٿيو ۽ الله تعاليٰ وٽان کيس تنبيهہ ٿي، تڏهن وري بہ توبهہ تائب ٿيو ۽ اهو تحفو قبول ڪيائين.

هڪڙي ڏينهن حضرت سليمان عليہ السلام پنهنجي لشڪر سان پئي آيو تہ ماڪوڙين جي سردار کيس ايندو ڏسي سيني ماڪوڙين کي وڏي آواز چيو تہ

---

[1] ٻيءَ روايت موجب حضرت سليمان عليہ السلام ٻانهيءَ کي منڊي ڏيئي اندر گهڙيو تہ پويان هڪڙي ديو حضرت سليمان عليہ السلام جي شڪل ۾ ٿي اچي ٻانهيءَ کان منڊي ورتي.

حضرت سليمان ۽ سندس لشڪر پيو اچي، تنهنڪري اوهين سڀئي پنهنجي ٻرن ۾ لڪي وڃو. حضرت سليمان عليہ السلام جڏهن ان سردار جو آواز ٻڌو تڏهن ونس آيو ۽ ڪيس چيائين تہ چا، آءٌ اهڙو ظالم آهيان جو پنهنجيءَ قوم ڪي لڪڻ جو حڪم ڏنو اٿئي؟ تڏهن ماڪوڙيءَ جواب ڏنو تہ، يانبي! ائين نہ آهي، پر مون اهو حڪم انهيءَ لاءِ ڏنو تہ متان توهان جو لشڪر ماڪوڙين ڪي پنهنجي عبادت جي محويت ۾ پائمال ڪري وجي. حضرت سليمان عليہ السلام ڪي ماڪوڙيءَ جو جواب ڏاڍو وڻيو ۽ پنهنجي لشڪر ڪي خيال سان اڳتي هلڻ جو حڪم ڏنائين.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

آريءَ اماڻيو اوڏهين، ڪري رهبر روانو،
آيو شهر پنيور ۾، ڪٹي خزانو،
ڪدي ڪاغذ هٿ ۾، ڪيو نرمل نيشانو،
پڙهي پروانو، پنهون پنهنجا گڏ ڪيا.

آري = الله تعالىٰ. رهبر = جبرئيل.
خزانو = چهبڪ. منڊي ۽ ڪاغذ.
نرمل = جبرئيل. پنهون = حضرت دائود عليہ السلام.

مراد: الله تعالىٰ جبرئيل هٿان حضرت دائود عليہ السلام ڪي چهبڪ، منڊي ۽ هڪڙو ڪاغذ موڪليو، جنهن ۾ خدا جي طرف کان سوال لکيل هئا. ڪيس جبرئيل چيو تہ توهين پنهنجا فرزند گڏ ڪري ڪين هي سوال ٻڌايو ۽ جيڪو صحيح جواب ڏئي، ان کي پنهنجو جاءِ نشين بنايو. حضرت دائود عليہ السلام حڪم موجب پنهنجا فرزند گڏ ڪري ڪين سوال ڏنا جن جا جواب حضرت سليمان عليہ السلام ڏنا، پوءِ اهوئي جاءِ نشين مقرر ٿيو ۽ ڪيس چهبڪ ۽ منڊي پڻ عطا ٿيا.

[2]

پنهونءَ پنهنجا گڏي ڪري، سٽ ڪيو سعيو،
پڌر پڇو هٿائين تنهن پر، جٿن حڪم هو آيو،
تہ مڙني ڪٹي مات ڪئي، هڪڙي آلايو،

ڏنئين جواب جُنگ کي، جئن فائق فرمايو،
”ٻبر“ چئي ٻيا ٻه هئا، پر هن تي رب سندو رايو،
وڃي حڪم هلايو، پوءِ مڙئي ڏنائين ان کي.
(طاهر ٻبر)

پنهون = حضرت دائود عليہ السلام.
جنگ = جبرئيل. مڙني = حضرت دائود عليہ السلام جي فرزندن ڏانهن اشارو.
هڪڙي = حضرت سليمان عليہ السلام ڏانهن اشارو.
هن = حضرت سليمان عليہ السلام ڏانهن اشارو.
مڙئي = ڇهبڪ ۽ منڊي.

مراد: حضرت دائود عليہ السلام سيني پٽن کي گهرائي پنج سوال پڇيا. سندس سڀ کان ننڍي فرزند حضرت سليمان عليہ السلام صحيح جواب ڏنا. تنهنڪري خدائي حڪم موجب حضرت دائود عليہ السلام جو جاءِ نشين ٿيو.

[3]

پسي ماڙي مومل جي، تو ڪرهي کي هڪلي،
عجب جهڙيون حالتون، مومل جي ٻلي،
لهي سڌ ”سليمان“ چئي، بانڪو آيو ٻنگلي،
تو سوڍي کي سلي، ڳجهيون اندر جون ڳالهڙيون.
(سليمان)

مومل = بيبي بلقيس. بانڪو = هدهد.
سوڍو = حضرت سليمان عليہ السلام.

مراد: هڪڙي ڏينهن هدهد پکي کي حضرت سليمان عليہ السلام غائب ڏٺو. هن اچڻ تي کانئس غير حاضري جو سبب پڇيائين. جنهن ٻڌايو تہ آءٌ اهڙي ملڪ ۾ وڃي نڪتو هوس، جتي هڪڙي حسين ۽ ڪنواري ڇوڪري بلقيس نالي حڪومت ڪري ٿي، جنهن جي اوهان کي شايد خبر نہ هجي. ان جي رعيت سج پرست آهي. جنهن کي هدايت جي گهرج آهي.

[4]

مومل ڏنو مينڌري کي، شيشو سندو شرابُ،
نہ پاڻي زمين جو، نہ هجي آسمان جو آبُ،
پوءِ جوانا ڪر جواب، پاڻي ڪهڙي پار جو؟

مومـــــل = بيبـــــي بلقيـــــس.
مينڊرو = حضرت سليمان عليہ السلام.

مراد: بيبي بلقيس آزمائش لاءِ حضرت سليمان عليہ السلام ڏانهن شيشو موڪلي چيو تہ، هن ۾ اهڙو پاڻي موڪل جو نہ ڪي زمين جو هجي نہ ڪي آسمان جو. حضرت سليمان عليہ السلام گهوڙا ڊوڙائي انهن جو جيڪو پگهر ٿيو، ان مان شيشو ڀرائي، بيبي بلقيس ڏانهن موڪليو.

[5]

عمـر نڪري اوڃتـو، تـو ڪنهـن ڏينهـن سـير ڪـري،
ڏنـائين پنوهـارن پـاڙي ۾، ويـو تـن ڏي ٻيـر ڀـري،
ڏسـي پنوهـار عمـر کـي، ويـا ڳجهـاندر ڳـري،
وينـو ويچـاري، محـب انهـيءَ مذڪـور کـي.

عمـر = حضـرت سـليمان عليـہ السـلام.
پنوهار = سامونڊي گهوڙا. ڳجهاندر = سمنڊ ۾.
محب = سمدون ديو.

مراد: هڪڙي ڏينهن حضرت سليمان عليہ السلام سمنڊ جو سير ڪندي ڪي عجيب سامونڊي گهوڙا ڏٺا، جي ڪيس ڏسي وڃي سمند ۾ لڪا. جن کي هٿ ڪرڻ جي لاءِ سمدون ديو سان صلاح ڪيائين. جنهن گهوڙن جو پاڻي بند ڪرائي، ان جاءِ تي هڪ تلاءُ تيار ڪرائي، شراب وجهائي ڀرائي ڇڏيو. جڏهن گهوڙا گاهہ کائي پاڻي پيئڻ لاءِ تلائن تي آيا تہ شراب پي نشي ۾ بيهوش ٿي ڪري پيا. انهيءَ طرح سمدون ديوَ حضرت سليمان عليہ السلام کي گهوڙا هٿ ڪري ڏنا.

[6]

ريءَ بـادل بونـد ٿـي، واهـ جـا ٿـي وس،
هـي ٻـ گهـڙا ڪٺـي گهيـڙ، اُڪتيـون آهـن مـس،
هجي تن جتن کي جس، جن پهچائي ڏنيون پنهون کي.

بونـد ٿيـڻ = موتيـن جـو مينهـن وسـڻ.
هـي = عنڪـور جي ڏيءَ ۽ ان جـي سـهيلين

ڏانهن اشارو. گهڙا ڪڻ = موتين چوندڻ لاءِ
ٻاهر اچڻ. جت = ڪڪر.
ٻنهون= حضرت سليمان عليہ السلام.

مراد: حضرت سليمان عليہ السلام، عنڪور بادشاھ جي ڌيءَ ڪي هٿ ڪرڻ لاءِ ديون ڪي موتين جي مينهن وسائڻ جو حڪم ڏنو. ديون مٿان موتي وسايا تہ عنڪور جي ڌيءَ پنهنجين سهيلين سان گڏجي اچا موتي چوندڻ جي خيال سان ٻاهر نڪتي مس تہ ڪڪرن ڪين ڪٺي اچي حضرت سليمان عليہ السلام اڳيان پهچايو.

[7]

وڙهي نڪتو وڳ موٴن، ونـي گـورو گـس،
راوت اتي رسيو، جتي هئس ڏاهپ سندو ڏس،
هئي تہ اُني جو وس، پر ٻڌس ڪامل ڪانہ ڪا.

وڳ = مڪڙ جو ڪڙم. گورو = مڪڙ.
راوت = مڪڙ. ڪامل = حضرت سليمان عليہ السلام.

مراد: هڪڙو مڪڙ پنهنجي ڪڙم جي ياتين سان وڙهي، انهن جي خلاف حضرت سليمان عليہ السلام وٽ دانهن ڪٺي آيو. ان وقت حضرت سليمان عليہ السلام وٽ سندس زال، عنڪور بادشاھ جي ڌيءَ ويٺي هئي، جنهن مڪڙ قرباني لاءِ مناسب سمجهي حضرت سليمان عليہ السلام ڪان ونـي پيءُ جي ٻت مٿان قرباني ڪئي. مڪڙ جو انصاف ڪرڻ حضرت سليمان عليہ السلام جي وس ۾ هو، پر هو بيگناھ مارجي ويو. انصاف نہ ڪري مڪڙ راڻيءَ جي حوالي ڪيو، جنهن ڪيس ڪهي ڇڏيو.

[8]

ڪامل ٻڌس ڪانہ ڪا، پر پيو ڪنوات، ڪُسي،
محبت جي ميدان ۾، پيو مير مُسي،
تنهن توٴن راءَ رسي، ڪٺي تيلهو ڏنو تر ڪي.

ڪامل = حضرت سليمان عليہ السلام.
ڪنوات = مڪڙ. راءَ = الله تعاليٰ.
ٽر ڪي تيلهو ڏيڻ = تخت تاج تان لاهڻ.

مراد: حضرت سليمان عليہ السلام مڪڙ جي فيصلي ڪرڻ بدران پنهنجي بيبيءَ ڪي قرباني لاءِ اهو مڪڙ ڏيئي ڇڏيو. انهيءَ سبب الله تعاليٰ متس ڏمريو پوءِ زماني جي گردش ۾ اچي تخت تاج ڪان ڪجهہ عرصو محروم رهيو.

[9]

دانهہ گهڙيو ديوار ۾، ڏيئي نار ڪي نشاني،
اندر ۾ تي اوچتي، بدوءَ ڪي بي ايماني،
ڪاهي آيو ڪاڪ تي، مومل ڪان ونئي سومل سبحاني،
راڻي ڪي هن راز جي، حقي لڳي حيراني،
"قادن" مجي قرباني، ساهڙ ڪٺي صبر ڪيو.

(قادن)

دانهہ = حضرت سليمان عليہ السلام.
ديوار = غسلخانو. نشاني = منڊي.
بدو = ديو. مومل = ٻانهي. مومل = منڊي.
راڻو = حضرت سليمان عليہ السلام.

مراد: جڏهن حضرت سليمان عليہ السلام ٻانهيءَ ڪي منڊي ڏيئي پاڻ غسلخاني ۾ گهڙيو تہ پويان هڪ ديو سندس شڪل ۾ اچي ٻانهي ڪان منڊي ونئي ويو ۽ وڃي تخت تي وينو. حضرت سليمان عليہ السلام انهي راز ڪان حيرت ۾ پيو، آخرڪار الله تعاليٰ جي طرف ڪان تنبيهہ سمجهي اها تڪليف صبر سان سنائين.

[10]

ونو راهہ رسول جي، ڪان لڳندو ڪَس،
سڏ ڪيائين سگهڙ ڪي، ڏيئي ڇپن ڇَس،
ساڏ مليئا ويئي "مري" ڇئي، جيڪي هو ويچاريءَ وس،
هئي سومري جي ساعت سرس، پر مومل ماڻي ويو مينڊرو.

(جاڙو خان مري)

سگهڙ = ٻانهي. سومرو = حضرت سليمان عليہ السلام. مومل = منڊي.

مراد: حضرت سليمان عليہ السلام هڪڙي ڏينهن وهنجڻ ويو، تہ هڪڙو ديو حضرت سليمان عليہ السلام جي شڪل ۾ تي، ٻانهيءَ ڪان حضرت سليمان عليہ

السلام جو وڳو ۽ مندي وني، پائي وجي تخت تي وينو. حضرتؒ سليمان عليہ السلام اهو حال ڏسي صبر ڪري هليو ويو. پوءِ اهو ديو تخت تي وجي وينو. هڪڙي وزير تورات مان 'فتح نامو' پڙهيو، تہ اهو ديو چوٽي پر وجي اونڌو تي ڪريو ۽ اتي پڳو ۽ مندي درياءَ ۾ اڇلايائين. جا پوءِ مڇيءَ جي پيٽ مان نڪتي ۽ حضرت سليمان عليہ السلام کي هٿ آئي ۽ کيس موٽي بادشاهي ملي.

[11]

هو وِيرُ چڙهيو وهہ واهہ تي، ڪا ها ها هوڪ پئي،
ڏاڪو دهشت ڏم ڏمان تي، ڏاڏا ڏوڏ ڳٺي،
پر اُن هيٺيءَ هڪل هنئي، تہ ناهين لَلُ لڪڻ ڪو.

(نبي بخش بلوچ)

ويرِ = حضرت سليمان عليہ السلام.
هيٺي = ڪئلي ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت سليمان عليہ السلام گهڻي شان شوڪت ۽ شاهي لشڪر سان پئي آيو تہ، هڪ ڪئلي پنهنجين ڪئلين کي وڏي آواز سان چيو تہ پڇي پري ٿيو. ڇاڪاڻ اِنسان زمين تي نظر ڪري نہ هلندا آهن، متان اوهان کي لتاڙي ماري ڇڏين.

[12]

مارئي پئي هئي مامري، جڏهن عمر پئي آيو،
ڏن ڏکي ڏار ڪري، سنجهي ڪيائين سعيو،
جڏهن عمران سان ڳالهايو، تڏهن ماڳ ڇڏي ويو مارئي.

(واليڏنو فقير)

مارئي = ماڪوڙي. عمر = حضرت سليمان عليہ السلام. ڏڻ = ماڪوڙين جو ڪٽڪ.

مراد: حضرت سليمان عليہ السلام جي لشڪر کي ايندو ڏسي ماڪوڙين جي سردار پنهنجيءَ قوم کي لڪي وڃڻ جو حڪم ڏنو. جڏهن حضرت سليمان عليہ السلام ماڪوڙين جي سردار کان لڪي وڃڻ جو سبب پڇيو تہ ان کيس لشڪر جي عبادت ۾ رخني پوڻ ۽ ان محويت ۾ ماڪوڙين جي لتاڙجڻ جو سبب ٻڌايو. اهو جواب ٻڌي حضرت سليمان عليہ السلام خوش ٿي روانو ٿي ويو.

**(الف) حضرت سليمان عليہ السلام جو ٻڪرار ۽ باغائي وارو فيصلو**

هڪڙي باغائيءَ جي باغ کي ڪنهن ٻڪرار جي ٻڪرين اچي پيليو. هو حضرت دائود عليہ السلام وٽ دانهن کڻي ويو. جنهن فيصلو ڪري نقصان جي عيوض سيئي ٻڪريون باغائيءَ کي ڏياريون. ٻڪرار، ٻڪريون ڦرائي ڏک ۾ پريل گهر ڏانهن روئندو پئي ويو، تہ واٽ تي حضرت سليمان عليہ السلام گڏيس. جنهن ان کان غمگين ٿيڻ جو سبب پڇيو. ٻڪرار جواب ڏنو تہ توهان جي والد باغ جي نقصان ۾ منهنجون سيئي ٻڪريون باغائيءَ کي ڏياريون آهن. اهو ڪهڙو انصاف آهي، پر حاڪم جي حڪم کي ڪير آڏو ايندو؟ حضرت سليمان عليہ السلام اهو ٻڌي ٻڪرار کي موٽائي حضرت دائود عليہ السلام وٽ وٺي آيو، ۽ پيءُ کان اجازت وٺي، پاڻ فيصلو ڪيائين تہ باغائي، ٻڪرار جون ٻڪريون ٻارهن مهينا پنهنجي حوالي ڪري ۽ نقصان جي عوض انهن جو کير ۽ گيهہ ڪم آڻيندو رهي ۽ ٻڪرار ٻارهن مهينا باغائيءَ جي باغ جي سنڀال ڪندو رهي. ٻارهن مهينن بعد ڏڻ ٻڪرار کي ۽ باغ باغائي کي موٽي ملي. حضرت سليمان جي انهي فيصلي تي ٻڪرار توڙي باغائي خوش ٿيا.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[13]

وِڙهــي نڪتـا واٽ تـان، گوئـرا ونـي گـس،
هن کي اڳي ائين ڪرٺو هو، ويتر ڏاهي ڏنس ڏس،
ٻـڌي ڳالهہ "ٻـروچ" چئـي، ڪـامل لائـي ڪـس،
بيـوس بـار "بلـوچ" چئـي، آيـا سـور سـرس،
ڪيئـن ڪـري ڪـاڏي وڃـي، اڃـي دردن وڃايـا دس،
چڱـي آيـس چـس، جـڏهن گـڏجي ويـا گوهـر سـان.

(بلوچ)

گوئـرا = باغـائي ۽ ٻڪـرار.
ڏاهـو = حضـرت دائـود عليہ السـلام.
گوهر = حضرت سليمان عليہ السلام.

مراد: ڏسو متيون بيان.

## (ب) حضرت سليمان عليہ السلام ۽ ٻيڙي زال

هڪ ٻيڙي زال ڇڄ ۾ اٽو کنيو پئي وئي، تہ اوچتو سخت هوا لڳڻ سبب اٽو اُڏامي ويو. ٻيڙي دانهياڻي بنجي حضرت دائود عليہ السلام وٽ آئي ۽ کيس عرض ڪيائين تہ مون غريب بيوس زال جو اٽو هوا اڏائي ڇڏيو آهي. حضرت دائود عليہ السلام ان کي اصل اٽي کان ٻيڻو اٽو ڏنو، جو هوءَ وٺي خوش ٿي رواني ٿي. اجا دروازي تي ئي هئي تہ حضرت سليمان عليہ السلام گڏيس، جنهن ٻيڙيءَ کان اچڻ جو سبب پڇيو. جنهن ان کي ساڳي حقيقت ٻڌائي. ان تي حضرت سليمان عليہ السلام ٻيڙيءَ کي واپس وٺي والد وٽ آيو ۽ هوا کي گهرائي ان کان اٽي کڻڻ جو سبب پڇيائين. هوا ٻڌايو تہ، هڪ سوداگر جي ٻيڙيءَ کي سوراخ ٿي پيو هو، جنهن الله تعاليٰ کان پناهہ گهري ۽ ان ئي مون کي حڪم ڪيو تہ اهو اٽو کڻي وڃي ٻيڙيءَ جو سوراخ بند ڪر، تنهنڪري مون اٽو کڻي سوراخ پوري، ان جي ٻيڙيءَ کي ٻڏڻ کان بچائي ورتو. پوءِ حضرت سليمان عليہ السلام انهيءَ ٻيڙي واري سوداگر کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ کيس حقيقت کان واقف ڪيو، جنهن وري حضرت سليمان عليہ السلام جي فيصلي موجب واپار مان حاصل ٿيل نفعي جو اڌ ٻيڙيءَ کي ڏيڻ قبول ڪيو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[14]

ٻيڙي هلي ٻاجهہ سان، جنهن منجهہ مهاڻي مير،
ڇنڪي ٿي چوهي ۾ پردو رکنديس پير،
لڳس لاهہ "لعلو" چئي، پاسي منجهہ پسير،
مهاڻا اچي ماندا ٿيا، سڏڪا پرين وچ سير،
چڙهي ويا مهري تي، ڪري دامن دستگير،
لطف سان "لالڻ" چئي، ميٽ منهنجي تقصير،
پرور رکيس پير، پر هن جا ٻہ ٻول ٻيڻا ٿيا.

(العلڻ)

مهاڻا = سوداگر ۽ سندس ماڻهو.
هن = اٽي واري ٻيڙي ڏانهن اشارو.

مراد: ٻيڙيءَ جي ڇڄ مان هوا اٽو کڻي ويئي، جا حضرت دائود عليہ

السلام وٽ دانهياٽي آئي، جنهن اٿو ٻيٺو ڪري ڏنس، مگر حضرت سليمان عليہ السلام ڪيس نقصان جي عيوض ٻيڙيءَ وارن کان نفعي جو اڌ ڏياريو.

### (ج) حضرت سليمان جي دعوت

چون ٿا تہ حضرت سليمان عليہ السلام هڪڙي دفعي سڀني ساهوارن جي دعوت ڪئي. درياءَ جي ڪناري تي ڪروڙين ديڳيون لهرائي قطارون ڪرائي رکايائين. ايتري ۾ هڪڙو غيبي آواز آيو تہ، اي سليمان! اهو رب تعاليٰ جو شان آهي، جو هرڪنهن کي روزي ٿو رسائي، تون ان ڳالهہ کي پهچي نہ سگهندين. ان تي حضرت سليمان عليہ السلام عرض ڪيو تہ الـٰهي! آءٌ تہ فقط هڪڙو پيرو جاندارن جي دعوت ٿو ڪريان. اجا اهو جواب مس ڏنائين تہ سمنڊ مان هڪ مور ميجي نڪتي، جا سمورو طعام کائي هلي وئي ۽ حضرت سليمان عليہ السلام کي چيائين تہ هي طعام مون لاءِ هڪ گرانهہ ٿيو آهي، اجا ٻن گرانهن جي گهرج اٿم. اهو ٻڌي حضرت سليمان عليہ السلام حيرت ۾ پئجي ويو ۽ دل ۾ چيائين تہ بيشڪ الله تعاليٰ رازق آهي ۽ اهوئي هر شيءِ تي قادر آهي.

[15]

مينڌري کي مومل جو، ڪنهن ڏس ڏنو ڏاهي،
هيءُ ٻہ هليو هو اوڏهين، ڪوڏ منجهان ڪاهي،
چڏيائينس مور هن منجهائي، جو سومل سرچيس ڪينڪي.

مينڌرو = حضرت سليمان عليہ السلام.
مومل = دعوت. سومل = مور ميجي.
مراد: ڏسو مٿيون بيان.

### (د) حضرت سليمان عليہ السلام ۽ ڪانگ

حضرت سليمان عليہ السلام هڪڙي ڏينهن مڙني ساهوارن کي دعوت ڪئي، انهن مان هڪڙو ڪانءُ ارمان ۾ اچي ويهي رهيو. حضرت سليمان عليہ السلام پڇيس تہ، تون ڇو نٿو کائين؟ جواب ڏنائين تہ مون سان گڏ هڪڙو ترڙ ڪانءُ رهندو آهي. جڏهن ان کي کارائي ڍؤ ڪرائيندو آهيان، تنهن کان پوءِ آءٌ کائيندو آهيان. اهو اڄڻ ڪان لاچار آهي. ان جي خيال ۾ ويٺو آهيان تہ ان کي هيءَ کاڌو ڪيئن ملندو؟ تڏهن حضرت سليمان عليہ السلام ان کي ترڙ ڪانءُ

لاءِ ڪاڏو ڏياريو. پوءِ هن به تي ڇهنبون پيري باقي اُن ڪسري ڪانءُ ڪي وجهي ڪارايو. خدا جي قدرت سان طعام ڪائڻ شرط ان ڪي پر پيدا ٿيا، ۽ پوءِ ٻئي ڪانگ اُڏامي اچي دعوت ۾ شريڪ ٿيا.

[16]

سڏي هن ڪي ست مان، ڏني آهي آريءَ امانت،
هي به ڪٽي هليو اوڏهين، سورهيه تنهن ساعت،
وجي ثابت ڏنائين "سومار" چئي، ساري سلامت،
موليٰ تيس مدت، اُن جا مطلب مڙئي پورا ٿيا.

(سومار سومرو)

هن = ڪانءُ ڏانهن اشارو. آري = حضرت سليمان عليه السلام. امانت = ڪاڏو.

مراد: ڏسو متيون بيان.

### (هه) حضرت سليمان ۽ ماڪوڙيون

چون ٿا ته حضرت سليمان عليه السلام ماڪوڙين کي چيو ته اوهين مردي سان گڏ قبر ۾ وڃو ۽ اتي ملائڪن جي ان سان جيڪا گفتگو ٿئي، سا اچي مون کي ٻڌايو. جڏهن ملائڪ قبر ۾ گهڙيا ته ڪي ماڪوڙيون ته پڇي ويون ۽ ڪي اتي چيچي ميون ۽ جيڪي پڇي باهر آيون، تن اچي چيو ته سائينءَ هي معاملو اسان جي سمجهڻ ڪان وڏو آهي. هي تڏهن سمجهه ۾ ايندو جڏهن پاڻ مري ڏسبو.

[17]

عمر اماڻيا اوڏهين، چاڙهي ڪي چاري،
واسو وري آيا، سڌ نه آندئون ساري،
جڏهن ايندو متي تي ماري، تڏهن پوندي سي سڌ سور جي.

عمر = حضرت سليمان عليه السلام.
واسو = ماڪوڙيون.

مراد: ڏسو متيون بيان.

## (و) حضرت سليمان عليہ السلام جي وفات

حضرت دائود عليہ السلام جي وفات کان ٿورو اڳ مسجد اقصيٰ (جنهن جو بنياد حضرت دائود عليہ السلام وڌو هو) کي مڪمل ڪرڻ لاءِ حضرت سليمان عليہ السلام کي وصيت ڪئي هئي. جنهن مسجد جي ڪم لاءِ ديون ۽ جنن کي مقرر ڪيو. انهيءَ مسجد جي ڪم تي انتيهہ ورهيہ لاڳيتو ڪم هلندو رهيو. انهي عرصي ۾ ڪم ڪندڙ جن ۽ ديو بہ لاچار ٿي پيا ۽ حضرت سليمان عليہ السلام جي بہ پڇاڙيءَ جو وقت اچي ويو هو. پوءِ خيال ڪيائين تہ منهنجي وفات بعد ڪم بند ٿي ويندو. تنهنڪري مسجد جي اڳيان هڪ حجري ۾ عبادت جي خيال سان لٺ تي ٽيڪ ڏيئي اچي ويٺو. انهيءَ مهل عزرائيل سندس روح قبض ڪري ورتو ۽ سندس جسم اتيئي لٺ جي آڌار تي ويٺو رهيو. سندس جسم کي ويٺل ڏسي جنن ۽ ديو حضرت سليمان عليہ السلام کي جيئرو سمجهي ڪم ڪندا ٿي رهيا. تان جو مسجد اقصيٰ تيار ٿي ويئي. ٿوري عرصي ۾ لٺ کي اوڌوهي اچي لڳي ۽ لٺ ڪمزور ٿي ڪِري پيئي. لٺ جي ڪِرڻ سان حضرت سليمان عليہ السلام جو جسم بہ اچي هيٺ پٽ تي پيو. جنن ۽ ديون جڏهن حضرت سليمان عليہ السلام کي انهيءَ حالت ۾ ڏٺو، تڏهن معلوم ٿين تہ هو وفات ڪري ويو آهي ۽ پوءِ پوڙهي جو افسوس ڪندا رهيا.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[18]

حڪم ٿيو هوس هوت ڏنهون، محبت رکچ من،
ڪوني ڪچهري ڪيائين، جا مانُ لڳي مردن،
وني آيا وير ڪي، هيڏن سان هنرن،
نہ ڪي سهڪو ساهہ ڪري، نہ ڪي ڪڙڪو پوي ڪن،
پوءِ سمجهي سالڪن، جوڙي جاءِ "جيئل" چئي.

(جيئل)

هوت = حضرت دائود عليہ السلام. وير = حضرت سليمان
عليہ السلام ڏانهن اشارو. سالڪن = جنن ڏانهن اشارو.
جاءِ = مسجد اقصيٰ.

مراد: حضرت سليمان عليہ السلام کي حضرت دائود عليہ السلام مسجد

اقصيٰ جي نهرائڻ جو تاڪيد ڪيو هو. تنهنڪري جنن ديون کي گهرائي ڪم ڪرڻ لاءِ حڪم ڏنائين. جڏهن سندس پڇاڙيءَ جو وقت ٿيو. تڏهن لٺ تي ٽيڪ ڏيئي عبادت جي خيال سان اتي بيٺو رهيو. جيتوڻيڪ سندس روح قبض ٿي ويو هو. پر ڪنهن کي به اهو علم نه رهيو. ڇاڪاڻ ته سندس جسم لٺ جي آڌار تي بيٺو رهيو. جڏهن لٺ پري تڏهن جسم جي ڪرڻ سان سندس وفات جي ڄاڻ پيئي.

[19]

ميـر هليـو محـلات ڏي، خـان رکـي هـيءُ خيـال،
ور چڙهيـو ويـريءَ جـي، فهميـدو فـي الحـال،
اڳيـان تنهـن ارغـون جـي، ٽيـو مـرد محـال،
هـن ڪـان قـورو قـري، رمـي ٽيـو رهـوال،
پوءِ ڇڏيئين ملڪ ۽ مال، مهل انهيءَ "موريو" چئـي.

(موريو)

ميـر = حضـرت سـليمان عليـه السـلام.
محـلات = عبادتگاهه. ارغـون = عزرائيـل.
قورو = روح.

مراد: جڏهن حضرت سليمان عليه السلام جي وفات جو وقت ويجهو ٿيو. تڏهن خيال آيس ته منهنجي وفات کان پوءِ متان ديو مسجد جو ڪم اڌ ۾ ڇڏي ڀڄي وڃن. تنهنڪري لٺ تي ٽيڪ ڏيئي عبادت جي خيال سان مسجد جي اڳيان اچي بيٺو. سندس روح ته قبض ٿيو. پر سندس جسم لٺ جي آڌار تي بيٺو رهيو ۽ ديو ڪم ڪندا رهيا.

[20]

مـاروئڙا مليـر ۾، پٽيـن کوهيـن پـاڻ،
ڏهـاڙي ڏوريـن ڏکـڙا، ڀهڳـڻ هنيـو ٻـاڻ،
پوءِ لهي وين آڻ، جـڏهن ويـو سومرو "سـرهو" چئـي.

(سرهو)

ماروئڙا = جن ۽ ديو. ملير = مسجد اقصيٰ.
سومرو = حضرت سليمان عليه السلام.

مراد: جن ۽ ديو مسجد اقصيٰ جو ڪم ڪندا رهيا. جڏهن حضرت سليمان عليه السلام جي لٺ اڏوهي جي کائڻ سان ڪري پيئي. تـڏهن

معلوم ٿين تہ حضرت سليمان عليہ السلام وفات ڪري ويو. پوءِ ڪم ڇڏي افسوس ڪندا رهيا.

[21]

راڻي موڪليون ريت سان، اهي سوڍيون سمجهائي،
هيءُ بہ هليون اوڏهين، ڪوڏ منجهان ڪاهي،
مورانهين انهيءَ منڊ جو، ڇڏيئون لاڳاپو لاهي،
جڏهن ڇڏيئون ڪامڻ ڪيرائي، تڏهن مينڊرو مشهور ٿيو.

راڻو = الله تعاليٰ. سوڍيون = اڏوهيون.
اوڏانهين = مسجد اقصيٰ ڏانهن اشارو.
منڊ = لٺ. ڪامڻ = لٺ.
مينڊرو = حضرت سليمان عليہ السلام.

مراد: حضرت سليمان عليہ السلام لٺ تي ٽيڪ ڏيئي جنن ۽ ديون کان مسجد اقصيٰ پئي ٺهرائي ۽ انهيءَ وچ ۾ عزرائيل سندس روح قبض ڪري ويو. ديون کي ڪا خبر ڪانہ پيئي. جڏهن اڏوهيءَ لٺ جي پاڙ ڪائي ڇڏي ۽ حضرت سليمان عليہ السلام جو جسم ڪري پيو. تڏهن ديون کي سندس وفات جي خبر پيئي.

[22]

بينو آهي بر ۾، جنهن کي سور ناهي پرو،
سناسيءَ جي سور جو، ڪنهن کي نہ آهي پرو،
پوءِ پري پين پرو، هن سناسيءَ جي سور جو.

سناسي = حضرت سليمان عليہ السلام.
سور = موت.

مراد: حضرت سليمان عليہ السلام لٺ تي ٽيڪ ڏيئي مسجد جي اڳيان بينو رهيو. ديو ڪم ۾ مشغول رهيا. جڏهن حضرت سليمان عليہ السلام جو روح عزرائيل قبض ڪيو. تڏهن بہ انهن کي ڪا خبر نہ پيئي پوءِ لٺ کي اڏوهيءَ کاڌو تہ لٺ ڀڃي پيئي ۽ حضرت سليمان عليہ السلام جو جسم ڪري پيو. تنهن کان پوءِ ديون ۽ جنن کي سندس وفات جي خبر پيئي.



# 17- حضرت زڪريا عليہ السلام

بني اسرائيل جڏهن نافرمان ٿيا، تڏهن بابل جي تخت تي مضبوط ٿي ويهڻ کان پوءِ بخت نصر بادشاهه بني اسرائيلن تي ڪاهه ڪئي ته سڀ بيت المقدس ۾ وڃي لڪا ۽ حضرت ارميا عليہ السلام کي عرض ڪري الله تعاليٰ کان معافي جا طالب ٿيا. الله تعاليٰ بخت نصر جي دل ۾ اهڙو خيال پيدا ڪيو، جو هو پوئتي موٽي ويو. حضرت ارميا عليہ السلام کان پوءِ الله تعاليٰ بني اسرائيلن ۾ حضرت زڪريا عليہ السلام کي نبي ڪري موڪليو، جو کين وعظ ۽ نصيحتون ڪندو هو.

حضرت زڪريا عليہ السلام کي اولاد ڪونہ ٿيندو هو. هن الله تعاليٰ کي نيڪ فرزند ملڻ جو سوال ڪيو جو قبول پيو. کيس پيريءَ ۾ حضرت يحييٰ عليہ السلام ڄائو، جنهن تي الله تعاليٰ جو شڪرانو ڪيائين، ۽ بيت المقدس ۾ وڃي عبادت ۾ مشغول رهيو. هڪڙي ڏينهن حضرت زڪريا عليہ السلام عبادتگاهه مان نڪتو تہ ڏٺائين تہ، بني اسرائيل نافرمان ۽ مغرور ٿي ويا آهن، تڏهن کين نصيحت ڪرڻ لڳو، پر هو اُلٽو کيس مارڻ جي خيال سان سندس پويان اچي پيا. حضرت زڪريا عليہ السلام جهنگ منهن ڪري وٺي ڀڳو. اڳيان هڪ وڻ جي ٿڙ کان پناهه گهريائين، جنهن کيس پناهه ڏني[1] . بني اسرائيل جي سندس پويان پئي آيا، سي ان وڻ وٽ اچي منجهي بيهي رهيا، ۽ وڻ کي چوڌاري قري کهاڙن جا ڌڪ پي هنيائون[2] .ايتري ۾ وٽن شيطان آيو ۽ کين 'نمر' جي وڻ جو پن ڏيکاري، ان قسم جو ڪرٽ نهرائي وڻ وڍڻ لاءِ چيائين. بني اسرائيلن ڪرٽ ناهي وڻ کي چيريو تہ ان سان گڏ حضرت زڪريا عليہ السلام بہ بہ اڌ ٿي ويو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

ڪُـــن ڏسـي ڪـاهي پيـو، صوبـو سـلخدار،
هـن تـي لـڏڙن تـي لاٽيـون ڪيـون، مـچ ٿيـن مهنـدار،

---

[1] قصص الانبياء جي روايت موجب وڻ ۾ گهڙڻ لاءِ شيطان صلاح ڏنيس.

[2] قصص الانبياء جي روايت موجب حضرت زڪريا عليہ السلام جي ڪپڙي جو پلاند ٻاهر رهجي ويو هو.

واڳـون وڙهـي وقـوف سـان، وڏا ڏاهـي ڪـي ڏهڪـار،
مـجي قـدرت سندي ڪلتـار، ساهڻ ڪٺـي صبـر ڪيـو.

ڪُن = وڻ جو پور. صوبو = حضرت زڪريا
عليہ السـلام. لـڏڙا = مـاٺهن جـو لشـڪر.
مـــچ = شـــيطان. واڳـــون = ڪـــرٽ.
ڏاهو = حضرت زڪريا عليہ السلام.

مراد: حضرت زڪريا عليہ السلام جي پنيـان ڪافر ڪاهي پيا. حضرت زڪريا عليہ السلام وجي هڪ وڻ ڪان پناھ گهري، جنهن جو ٿڙ ڦاٽي پيو ۽ هـو ان ۾ گهڙي ويو. ايتري ۾ پويان ايندڙ لشـڪر انهـيءَ وڻ وٽ اچي بيـنو. تڏهن شيطان کين نم جو پن ڏيکاري چيو تہ، هن نموني جو لوهي ڪرٽ ناهي وڻ کي چيريو. پوءِ ڪافرن ائيـن ڪيـو تہ وڻ سان گڏ حضرت زڪريا عليہ السلام بہ چيرجي بہ اڌ ٿي ويو.

[2]

سـانديو ڏنيـس صـلاح، ميـر گهڙيـو محـلات ۾،
آئـي رب رضـا، نـہ تـہ سـانديو ڪيئـن صلاحـون ڏئـي؟

سـاندو = شـيطان. ميـر = حضـرت زڪريـا عليـہ
السلام. محلات = وڻ جو پور.

مراد: حضرت زڪريا عليہ السلام جڏهن ڊوڙي وڻ وٽ پهتـو تہ شيطان بينو هو، جنهن کيس صلاح ڏني تہ وڻ ۾ اندر گهڙي وجي ويهي رهہ. آخر خدا جو امر ۽ مرضي ائين هئي، نہ تہ حضرت زڪريا عليہ السلام ڪيئن شيطان جي صلاح تي لڳي ها؟

[3]

ديميـــون دودي راءِ ڪـــي، ويـــون وڪـــوڙي ويـــر،
وجي وينـو وڳهـہ ڪـوٽ ۾، هئـي توڙئـون جي تقصيـر،
سـام وجــي پيــو سـومرو، ابـــڙي وٽ اميـــر،
تيـو مقـابلو "مـري" چئـي، مڙيـو ڪيـن مهميـر،
پوءِ موت بنهي جو ميـر، تيـو جاءِ انهـيءَ "جاڙو" چئـي.
(جاڙو خان مري)

سومرو = حضرت زڪريا عليه السلام.
ابڙو = وڻ. ٻنهي = حضرت زڪريا عليه
السلام ۽ وڻ ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت زڪريا عليہ السلام بني اسرائيلن جي خوف کان ڀڄو ۽ وڻ کيس پناهہ ڏني، جڏهن ان ۾ لڪو تہ ڪپڙي جو پلاند ٻاهر رهجي ويس. شايد الله تعاليٰ کي ائين منظور هو. تنهنڪري دشمنن ڪرت کڻي اچي اهو وڻ وڍيو تہ حضرت زڪريا عليہ السلام بہ وڻ سان گڏ وڍجي ٻہ اڌ ٿي ويو.

[4]

سـڏ تـي سـڏ ڏنـو، ويچـاري وري،
وهاريـائين وجـود ۾، پٽـي دل دري،
ويـو مـرد مـري، ميـر سـان گـڏ "محمـد" چئـي.
(محمد فقير ڏيرو)

ويچـارو = وڻ. مـرد = وڻ.
مير = حضرت زڪريا عليه السلام.

مراد: وڻ، حضرت زڪريا عليہ السلام کي پناهہ ڏني جنهن ۾ وڃي اندر لڪو. ڪافر بہ ڳوليندي اتي پهتا ۽ شڪ آٽي وڻ کي وڍڻ لاءِ ڪرت کڻي آيا. پوءِ وڻ جي چيرجڻ سان گڏ حضرت زڪريا عليہ السلام بہ وڍجي ٻہ اڌ ٿيو.

[5]

جنهن ورتي راهہ رسول جي، سو ٿيندو بهشت سندو باڪو،
ليـلان ۽ مجنـي جـو، سـڱ نـہ سـياڪو،
اوچتـو "احمـد" چئـي، لـڳن ليـاڪو،
قضـا ڪڙاڪـو، مـوت ٻنهـي جـو هڪـڙو.
(احمد خان مري)

ليليٰ = نم. مجنو = حضرت زڪريا عليه السلام.

مراد: حضرت زڪريا عليہ السلام کي وڻ پناهہ ڏني، هو ان ۾ گهڙي ويو. پوءِ شيطان بني اسرائيلن کي نم جو پن ڏيکاري چيو تہ ههڙو ڪوٽ نهرائي اچو تہ آسانيءَ سان وڻ ڪپجي ويندو. حقيقت ۾ وڻ ۽ انسان جو ڪو بنيادي تعلق نہ آهي، الله تعاليٰ جي قدرت، جو ٻنهي جو موت هڪڙي ئي وقت ٿيو.

[6]

يلي آئين، جيءُ آئين، هيءَ آهي جانب! تنهنجي جاءِ،
اگڻ تولاءِ اجاريم، سوڍا تنهنجي ساءِ،
هاڻي تئي تي الوداع، وري تو "واڍو" چئي.

(واڍو)

جانب = حضرت زڪريا عليہ السلام.
اجاريم = وڻ جي پور ڏانهن اشارو.
الوداع ـ ٻيئ = وڍجڻ.

مراد: حضرت زڪريا عليہ السلام کي وڻ خوشيءَ سان پناھ ڏني، پر بني اسرئيلن کي شڪ پئجي ويو، سي پوءِ ڪرت ڪٺي آيا ۽ وڻ کي حضرت زڪريا عليہ السلام سميت چيري ڇڏيائون.



# 18- حضرت عزير عليہ السلام

هڪڙي دفعي حضرت عزير عليہ السلام، بيت المقدس وٽان لنگھيو، جنھن کي بخت نصر بادشاھ تباھ ڪري ڇڏيو هو. قتل شهر ڏسي دل ۾ خيال آيس تہ، هيءُ شهر وري ڪيئن آباد ٿيندو! اهو سوچيندي هڪڙي وڻ هيٺ پنھنجو گڏھ ٻڌي سمهي پيو، جتي ڪيس ننڊ اچي ويئي. الله تعاليٰ کي پنھنجي قدرت جو نظارو ظاهر ڪرڻ منظور هو، سو ننڊ ۾ سندس روح قبض ٿي ويو ۽ سؤ سالن بعد وري جيئرو ٿي اٿيو. انهي عرصي ۾ بخت نصر مرڻ ڪان بني اسرائيلن آزاد ٿي بيت المقدس آباد ڪري ڇڏيو هو. جڏهن حضرت عزير عليہ السلام اک پٽي تہ سڄو شهر آباد ڏٺائين ۽ سندس پير ۾ رکيل انگور بہ اجا تازا رکيا هئا، پر سندس گڏھ جو فقط هڏن جو پڃرو اتي پيل هو. اهو ڏسي حضرت عزير عليہ السلام حيرت ۾ پئجي ويو. ان وقت کيس الهام ٿيو تہ، اي عزير! تون پورا سؤ سال اتي پيو هئين، ان وچ ۾ اهو شهر آباد ٿي ويو آهي، هاڻي جي تون چاهين تہ تنھنجو مئل گڏھ بہ جيئرو ٿي پوندو. حضرت عزير الله تعاليٰ کي عرض ڪيو تہ سندس مئل گڏھ بہ ڀلي زنده ٿئي تہ اکين سان ڏسان. ائين چوڻ سان اک ڇنڀ ۾ گڏھ اٿي کڙو ٿيو. هن الله تعاليٰ جو شڪرانو ادا ڪيو ۽ عرض ڪيائين تہ، پروردگار! تنھنجي اڳيان مارڻ جيارڻ ڪا وڏي ڳالهہ ڪانهي، تون هر شيءِ تي قادر آهين.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

ساراهيان سچو ڌڻي، صاحب رب سبحان،
مير هليو هو ملڪ ڏي، ڪو برُ وني بيبان،
صاحب ڏٺو سج ۾، ڪو گوهر اتي گام،
اچي ويس اندر ۾، ڪو غيرت جو گمان،
پوءِ سال لنگھي ويا صديون، ڪريان ڪهڙي بات بيان؟
قاصد ڪيچئون آئيو، تنهن اچي سمجهايو سلطان،
ڪک ڪهچر گڏي ڪٺي، غازي ڪيو گدام،
قادر جي قدرت سان، اتي پيدا ٿيو پينام،
تازي طويلن ۾، جنهن جوَ چنا ٿي جام،

ڪل پوي تي ڪامَ، قادر جي قدرت جي.
(جاڙو خان مري)

مير = حضرت عزير عليہ السلام. ڳام = قتل شهر.
قاصد = جبرئيل. ڪيچ = آسمان.
ڪک ڪهچر = ڳڌھ جا هڏا ڳڏا.

مراد: ڏسو متيون بيان.

[2]

ڪامل ڪاهي هليو، سوڍو تي سوار،
رکيئين ڳالهہ اندر ۾، ڪو دوست جو ديدار،
وڃي لتو اتي، جتي ڏٺئين الله جو اسرار،
هاڻي جانب جنگ اُماڻيو، جو هو مانجهي مٽيادار،
ساري ڳالهہ سٽائي، ڏسئين ڪولي خبر چار،
وري سوڍو ٿيو سوار، متس راضي تي ”رمضان“ چئي.
(رمضان)

ڪامل = حضرت عزير عليہ السلام.
ڪاهي هليو = ڳڌھ ڏانهن اشارو.
اسرار = قتل شهر. جانب = الله تعاليٰ.
جنگ = جبرئيل.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[3]

هريا پير هنجهہ جا، سِر سُڪي ٿيا سال،
جڏهن پلي ڪيس پال، تہ مناڙيو تو موتي چٽي.

هنجهہ = ڪاڏو. سر = ڳڌھ.
موتي = انگور.

مراد: حضرت عزير وڻ جي ڇانوَ ۾ مانيءَ جي پوٽڙي ٽنگي ۽ ڳڌھ کي وڻ سان ٻڌي ستو هو. سندس سؤ سال سمهڻ ڪري، ڳڌھ سڪي سڙي ويو هو. جڏهن الله تعاليٰ جي مهرباني ٿي تڏهن انگور بہ ڪاڏائين ۽ اهو ڳڌھ بہ جيئرو ٿيو.





# 19- حضرت عيسيٰ عليہ السلام

## (الف) حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو ڄمڻ

بني اسرائيلن ۾ هڪ عابد ۽ زاهد عورت جنت نالي هئي، جنهن کي اولاد تيندوئي ڪونہ هو. تنهن هڪ ڏينهن الله تعاليٰ کان دعا گهري تہ مون کي جيڪو بہ اولاد ٿيندو سو بيت المقدس ۾ نذرانو ڏينديس. الله تعاليٰ سندس دعا قبول ڪئي ۽ کيس هڪ نياڻي ڄائي جنهن جو نالو "مريم" رکيائين.

ان وقت بيت المقدس جي خدمت جو ڪم حضرت زڪريا عليہ السلام جي حوالي هو. بيبي مريم جي والده پنهنجي نياڻي کي کڻي بيت المقدس ۾ آئي ۽ اچي حضرت زڪريا عليہ السلام جي حوالي ڪيائين، جنهن ان جي پرورش ڪئي.

چون ٿا تہ حضرت زڪريا عليہ السلام هڪ ڏينهن بيبي مريم کي اڪيلو ڇڏي ٻاڻ بہ ٿي ڏينهن ڪنهن ڪم سان نڪري ويو. انهيءَ وچ ۾ بيبي مريم لاءِ روزانہ بهشتي ميوا (ڊاک، انگور) ايندا هئا، جنهن تي گذر ڪندي هئي. حضرت زڪريا عليہ السلام جڏهن موٽي آيو ڪانئس کائڻ پيئڻ بابت پڇيائين تڏهن بيبي صاحبہ سائس سموري حقيقت ڪئي[1].

جڏهن بيبي مريم جوان ٿي، تڏهن هڪ ڏينهن جبرئيل وٽس آيو ۽ چيائينس تہ خدا جي حڪم موجب تو مان هڪ پٽ پيدا ٿيڻو آهي جو پيغمبر ٿيندو. بيبي مريم دهلجي ويئي ۽ چوڻ لڳي تہ آءٌ ڪنواري آهيان مون کي پٽ ڪيئن ٿيندو؟ انهيءَ تي جبرئيل چيس تہ ڊڄ نہ، الله تعاليٰ تنهنجي پٽ کي قدرت جو هڪ نشان بنائڻ وارو آهي. پوءِ جبرئيل حضرت آدم عليہ السلام واري نج جا ساهہ پوڻ وقت ڏني هئائين، سا ڦوڪ ذريعي بيبي مريم جي جسم ۾ داخل ڪيائين[2].

جڏهن حضرت عيسيٰ جي ڄمڻ جو وقت آيو، تڏهن بيبي صاحبہ منهن ڪري اٿي هلي. آخر هڪڙي ٻريٽ ۾ حضرت عيسيٰ عليہ السلام ڄائو ۽ ان جي

---

(1) قصص الانبياء جي روايت موجب حضرت زڪريا عليہ السلام جي هوندي بہ بهشت مان ميوا ايندا هئا جي ٻئي ڄڻا کائيندا هئا.

(2) قصص الانبياء جي روايت موجب جبرئيل بيبي مريم کي گل سونگهايو.

سنپيال لاءِ الله تعاليٰ بهشت جون حورون موڪليون. بيبي مريم، حضرت عيسيٰ عليہ السلام ڪي ڏسي سخت پريشان ٿي تہ آءُ پنهنجي عزيزن کي ڪيئن سمجهائي سگهنديس! ايتري ۾ وحي نازل ٿيو ۽ بيبي صاحبہ کي چيائين تہ، تون ڪوبہ فڪر نہ ڪر. جنهن وقت ڪوبہ توکان حضرت عيسيٰ عليہ السلام بابت پڇي تہ تون حضرت عيسيٰ عليہ السلام ڏانهن اشارو ڪري چئجان تہ هن معصوم کان پڇو. ان کان پوءِ بيبي مريم حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي کڻي حجري ۾ آئي. عزيزن جڏهن ڪچ ۾ ٻار ڏٺس، تڏهن ڪيس وڪوڙي ويا ۽ ڪانئس طرحين طرحين جا سوال پڇڻ لڳا ۽ پنهنجي ننگ ناموس تي داغ سمجهي بيبي صاحبہ کي ڇينڀڻ لڳا. بيبي مريم، حضرت عيسيٰ عليہ السلام ڏانهن اشارو ڪري چيو تہ، جيڪي پڇڻو اٿو سو هن ٻار کان پڇو. بيبي صاحبہ جي اها ڳالهہ ٻڌي سڀ ماڻهو حيران ٿيا تہ تازو ڄاول ٻار ڪهڙيءَ ريت ڳالهائي سگهندو. پر نيٺ انهن ماڻهن مان هڪڙي ڄڻي ٻار (حضرت عيسيٰ عليہ السلام) کان احوال پڇيو. جنهن تي الله تعاليٰ حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي ڳالهائڻ جي طاقت بخشي ۽ ان چيو تہ، تحقيق آءُ الله تعاليٰ جو ٻانهو آهيان، ۽ هن مون کي 'انجيل' بخشيو آهي. ۽ مون کي نبي بنايو آهي. حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي واتان اهي لفظ ٻڌي سڀئي خاموش ٿي ويا ۽ ڪين پڪ ٿي تہ بيبي مريم برابر پاڪدامن آهي.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

عمر ڏني مارئي، منجهان شوق شغل،
سا کي ڏينهن ڪيترا، وجي قابو ڪئي ڪامل،
ڪن ڏينهن کان پوءِ "ڏيرو" چئي، شامل ٿي سان سومل،
ڏس قادر جي ڪل، جنهن مان رازق رنگ بنايو.

(محمد فقير ڏيرو)

عمر = حضرت آدم عليہ السلام. مارئي = نيچ.
ڪامل = جبرئيل. سومل = بيبي مريم.
رنگ بنايو = حضرت عيسيٰ عليہ السلام پيدا ڪيو.

مراد: جڏهن الله تعاليٰ حضرت آدم عليہ السلام ۾ ساهہ ڦوڪڻ جو

حڪم ڪيو تہ ساھہ پهريائين مغز تي چڙهيو. ان مهل حضرت آدم عليہ السلام نِچ ڏني اها جبرئيل کي سانڍڻ جو حڪم ٿيو. پوءِ اها ساڳي نچ بيبي مريم جي جسم ۾ جبرئيل ڦوڪي تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام پيدا ٿيو.

[2]

ڪيچئون ڪيچي آئيو، ڪهي منجهہ پنيور،
سسئيءَ ڪي سورن جي، چري چور پچور،
وَنهيين لئي "وساڻ" چئي، سڀ چڏيائون زور،
پوءِ ڪري تڪ تور، ڏاها ڳولج ڏور ڪي.

(وساڻ)

ڪيچئون = الله جي طرفان.
ڪيچي = جبرئيل. پنيور = ذرتي.
سسئي = بيبي مريم. وَنهيون = حضرت عيسيٰ
عليہ السلام.

مراد: الله تعاليٰ حضرت جبرئيل کي بيبي مريم ڏانهن موڪليو. جنهن حضرت آدم عليہ السلام واري سانديل نچ، بيبي مريم جي جسم ۾ داخل ڪئي ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام سرجيو.

[3]

اڪر منهنجي انگ ۾، تو ڪاتب لکيو ڪيئن؟
شال انهيءَ راڄ ۾، مون کي رات نہ پوي هيئن،
ڪنذ ڪٺنديس ڪيئن، منهن ماروءَ ڄام جي.

مون = بيبي مريم ڏي اشارو.
مارو ڄام = الله تعاليٰ. منهن = دنيا.

مراد: بيبي مريم جڏهن حامل ٿي تہ ڪيس وڏو فڪر ٿيو تہ ماڻهو مون کي ڇا چوندا تہ اهڙي پارسا عورت کي حمل ڪيئن ٿيو! هاڻي آءٌ دنيا کي ڪهڙو منهن ڏيکاريندس!

[4]

ڪامڻ! پنهنجو ڪنجرو، ڦاڙي ڪر نہ ڦٽو،
حڪمت جهڙو هار ٿئي، مٽيو ڪر منو،

ڳهٽو ڪري ڳچيءَ ۾، ڪر ڪنگڻ ڪول ڪنو،
پوءِ ٽيندو چوٽيءَ ڦل ڇنو، جيڏين منجهہ "جلال" چئي.
(جلال پٽو)

ڪامڻ = بيبي مريم.
مٽيو = حضرت عيسيٰ عليہ السلام.

مراد: بيبي مريم ڪي فرزند ڄمڻ تي ڏاڍي ڳڻتي تي تہ ٻار کي ڪيڏانهن ڪنديس ۽ ماڻهن کي ڪهڙو جواب ڏينديس!

[5]

نہ ڪي هاڙهي هل، نہ ڪي ويهہ پنيور ۾،
ڪوڙ ڳالهائج ڪينڪي، سچي ساڪَ مَ سل،
جانب ڪاڻ مَ جل، سور وِسار نہ سسئي.

هاڙهو = بيت المقدس. پنيور = بيت المقدس کان
ٻاهر هڪڙو جهنگ. سسئي = بيبي مريم.
جانب = حضرت عيسيٰ عليہ السلام.

مراد: بيبي مريم جڏهن حامل ٿي، تڏهن کيس سخت فڪر لڳو تہ خلق کي ڪهڙو جواب ڏينديس. انهيءَ ڪري هوءَ مسجد اقصيٰ ڇڏي، هڪڙي گوشائتي هنڌ وڃي رهي. پوءِ آواز آيو، اي مريم! تون ڪوبہ فڪر نہ ڪر، اتي ئي الله تعاليٰ جي حڪم سان توکي ٻاٽي ۽ کاڌو پيو ملندو. تو وٽ ڪو ماڻهو اچي تہ ان کي چوءُ تہ مون باس باسي آهي، تنهنڪري آءٌ ڪين ڳالهائيندس. جڏهن کيس حضرت عيسيٰ عليہ السلام ڄائو، تڏهن بيبي مريم ڪجهہ نہ ڳالهايو فقط ان ٻار ڏانهن اشارو تي ڪيائين، جنهن الله تعاليٰ جي حڪمت سان ڳالهائي پنهنجي والده جو غم ۽ فڪر بدلائي خوشي بخشي ۽ عزت برقرار رکي.

[6]

نگّي مان ناسوت ٿيو. جبي مان جبروت،
جنهن جو سندرو ثابوت، تنهن برقعو ڍڪيو پرم جو.

نگّي = نيچ ڏانهن اشارو. ناسوت = نبوت.
جبو = جبرئيل. جبروت = انجيل.
جنهن، تنهن = بيبي مريم ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت آدم عليہ السلام مان نج نڪتي سا جبرئيل محفوظ ڪئي. اهائي بيبي مريم وٽ آئي، جنهن مان حضرت عيسيٰ عليہ السلام پيدا ٿيو. جنهن کي نبوت ملي. الله تعاليٰ جبرئيل هٿان مٿس انجيل نازل ڪيو، ۽ هن ڪانئس تنجڻن ۾ ڳالهارايو، ۽ بيبي مريم جي پاڪدامني ظاهر ڪئي.

[7]

اچي ويو اصيل تي، ڪنن جهڙو ڪم،
گجر غمناڪ تي، وڏو ٿيس وهم،
انهيءَ مهل آلائيو، هن دانهہ هڻي دم،
مون کي مالڪ موڪليو، تون ڪچو پانءِ مَ ڪم،
لٿس غم وهم، مهل انهيءَ "موريو" چئي.
(موريو ڪٿي)

گُجر = بيبي مريم. دانهہ = حضرت عيسيٰ عليہ السلام.

مراد: جڏهن حضرت عيسيٰ عليہ السلام ڄائو، تڏهن ماءُ کي چيائين تہ تون الڪو نہ ڪر، توکان ڪير بہ پڇي تہ مون ڏانهن اشارو ڪج. مون کي الله تعاليٰ نبي ڪري موڪليو آهي. انهيءَ ٻارڙي (حضرت عيسيٰ عليہ السلام) جي تسليءَ ماءُ جو غم وهم سڀ لاهي ڇڏيو.

[8]

نہ ڪي آيا ڄاڃي ڄڄ ڪري، نہ ڪي ڏنو هٿم محب ميهار،
عجيب ڪيئن آيو اڱڻ تي، جو پيهي ويو پاتار،
سهٽيءَ کي ساهڙ جو، وڏو ٿيو ويچار،
جڏهن پڪا ٻڌائينس پار، تڏهن سرهي ٿي سرير ۾.

ميهار = مڙس. عجيب = حضرت عيسيٰ عليہ السلام. پاتار = پيٽ. سهٽي = بيبي مريم. ساهڙ = حضرت عيسيٰ عليہ السلام.

مراد: شاديءَ کان سواءِ بيبي مريم حاملہ ٿي هئي، ڪيس پيٽ واري ٻار (حضرت عيسيٰ عليہ السلام) جو گهڻو فڪر ٿيو. جڏهن ڄائو تہ هيڪاري خلق جي خواريءَ کان فڪرمند ٿي، مگر الله تعاليٰ جي حڪم سان ان ٻار ڳالهايو، تڏهن سندس غم وهم لهي ويا.

[9]

مـاتيءَ مـان مڪـڻ نڪتـو، سـنو سـواءِ سـنباڻ،
سـڻـپ تنهـن ۾ سـوايو، پـرور وڏو پـاڻ،
تڪن ڪئي هٿي تاڻ، وري ماتيءَ سان ”مهيسر“ چئي.
(حاجي فقير مهيسر)

ماتي = بيبي مريم. مڪڻ = حضرت عيسيٰ
عليہ السلام. سنباڻ ڪان سواءِ = شادي ڪرڻ
ڪان سواءِ. سڻپ = جمڻ سان ڳالهائڻ جي
حڪمت. تڪا = بيبي مريم جا دشمن.

مراد: بيبي مريم کي جڏهن حضرت عيسيٰ عليہ السلام ڄائو. تـڏهن دشمن مٿس بهتان مڙهڻ لڳا. مگر الله تعاليٰ حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي ڳالهائڻ جي حڪمت ڏيئي انهن جو منهن بند ڪري ڇڏيو.

[10]

هـو جـو وڻ ولايـت مـان، آڻـي پوکيـائون،
پـاڻي تنهـن جـي پـاڙ ۾، مـور نـہ وڌائـون،
نـہ ڪـو پـن تنهـن جـو، نـہ ڪـا لام ئـي لوڏيـائون،
تـڏهن سـڻائون، جـڏهن، ميـوي مـان معلـوم ٿيـو.

وَڻ = حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو روح.
ميوو = حضرت عيسيٰ عليہ السلام.

مراد: حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي بنا والد جي الله تعـاليٰ بيبـي مريـم جي پيٽ مان پيدا ڪيو. ان جي جمڻ تـي بيبـي مريـم تـي ماٺهو بيهودا الزام رکڻ لڳا. پر ننڍڙي ٻار (حضرت عيسيٰ عليہ السلام) جي ڳالهائڻ سان حقيقت ظاهر ٿي تہ بيبي مريم پاڪدامن آهي.

[11]

ڊاک پڪـي ڇڳـا تيـا. ڪنـي لالائـي لاک،
منهنجـي ميـر مينـڌرا! آهـہ سـومل تـي سـاک،
تو ڏنيون تاڙيون طاق، سي مون نـہ پٽيون آهـن مينڌرا.

منهنجي = بيبي مريم ڏانهن اشارو.
مير ميندرو = حضرت زڪريا عليہ السلام.
سومل = مسجد اقصيٰ.

مراد: بيبي مريم کي حضرت زڪريا عليہ السلام تاتيو پاليو هو. جڏهن ڪيس حضرت عيسيٰ عليہ السلام ڄائو، تڏهن حضرت زڪريا عليہ السلام ڪانئس پڇا ڪئي. بيبي صاحبہ پنهنجي پاڪدامني جي ثبوت ۾ مسجد اقصيٰ کي گواهہ بنائي چيو تہ جيڪا پابندي، توهان مون لاءِ قائم ڪئي، ان کان ٻاهر نہ نڪتي آهيان آءٌ پاڪ ۽ معصوم آهيان.

[12]

ساراهيان سچو ڌڻي، ڏس آگي جي عبرت،
متي منڌ مقابلو، ڪا هئي خان ڪپت،
آيو مير ملير ۾، تنهن ٻاريءَ جي برڪت،
ڪي ڏهاڙا ڪيترا، ڪئي حاڪم حڪومت،
جانب سو ”جاڙو“ چئي، آهي ساڄن سلامت،
اِنهي قادر جي قدرت، سا تون ڳڻي ڳڻيندُون ڪيتري.

(جاڙو خان مري)

منڌ = بيبي مريم. مير = حضرت عيسيٰ عليہ السلام. ملير = دنيا.

مراد: حضرت عيسيٰ عليہ السلام بنا پيءُ پيدا ٿيو هو. ماڻهو بيبي مريم تي بهتان مڙهڻ لڳا. مگر حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي ڳالهائڻ تي خاموش ٿي ويا. حضرت عيسيٰ عليہ السلام ڪيترو وقت ماڻهن کي هدايت ڪئي، آخر الله تعاليٰ کيس چوٿين آسمان تي کڻائي ورتو.

[13]

نہ ڪو ور ونيءَ کيو، نہ ڪي حق نڪاح،
منهن نہ ڏنو هٿائين مرد جو، پر ڄائي هئي پيءَ ماءُ،
تهين جو وياءُ، ڄاپندي ڄام ٿيو.

ونـي = بيبي مريم. وِياءُ = حضرت عيسيٰ عليہ السلام.

مراد: بيبي مريم کي بنا شادي ڪرڻ جي الله تعاليٰ جي حڪمت سان اهڙو ٻار عطا ٿيو جنهن ڄمڻ سان ڳالهايو.

[14]

لوڪان ستي هرڪا، وَرَ ڪان ستي هوءِ،
هار ٻـ ان ڪي هنج ۾، ٻار ٻـ ان ڪي سونهه.

وَرَ ڪان ستي هئڻ = مڙس ڪان سواءِ هجڻ.
ان = بيبي مريم ڏانهن اشارو.

مراد: دنيا جي باعصمت عورتون برابر آهن، پر بيبي مريم اها عورت آهي جنهن کي الله تعاليٰ مرد جي منهن ڏيکارڻ ڪان سواءِ پاڪدامن رکيو ۽ کيس حضرت عيسيٰ عليه السلام جهڙو پيارو پٽ عطا ڪيو.

[15]

ري پاٽيءَ پيدا ٿيو، هڪ گلابي گل،
باغن ۽ بستانن ۾، ڪونهي هن جو مُل،
”جوڪيو“ چئي جهان ۾، جنهن جو شهه ڪيو شغل،
اهڙوئي گل امل، جو آرياٽي ڏسي ارهي ٿي.
(جوڪيو)

گلابي گل = حضرت عيسيٰ عليه السلام.
آرياٽي = بيبي مريم ڏانهن اشارو.

مراد: بيبي مريم الله تعاليٰ جي حڪمت سان ڪنهن ٻـ مرد جي منهن ڏسڻ ڪان سواءِ حضرت عيسيٰ عليه السلام پٽ ڄائو، پر هوءَ خلق جي خواريءَ ڪان فڪرمند رهي.

[16]

هيءَ ٻـ سهٽين ۾ سهٽي هڪ هئي،
پر ناچگائي نار جي، ساري لوڪ سئي،
مرڻ مثال هئي، پر موت نـ ماري اُها.

سهٽي = بيبي مريم.

مراد: حضرت عيسيٰ عليه السلام جي ڄمڻ تي، ماڻهو بيبي مريم تي

بهتان مڙهڻ لڳا. تنهنڪري کيس موت جهڙو غم رهيو. پر حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي ڳالهائڻ کيس ان غم کان آجو ڪيو.

### (ب) حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي ڄمڻ تي عمران جو وسوسو

چون ٿا تہ جڏهن حضرت عيسيٰ عليہ السلام تولد ٿيو، تڏهن بيبي مريم جي والد عمران جي دل ۾ وسوسو ٿيو تہ بنا پيءُ جي ٻار ڪيئن ڄائو؟ انهي ڪري بيبي صاحبہ کان ڪاوڙجي، عبادتگاهہ جي دروازي کان ٻاهر نڪتو. اتي ڏنائين تہ هن جي اندر وڃڻ وقت، ٻاهر وينل ڇوڪرين کي هٿن ۾ جيڪي گڏيون هيون، سي منجهي نندا ٻار ٿي پيا آهن ۽ اُهي ڪنواريون ڇوڪريون انهن کي کير پيون پيارين. اهو ڏسڻ سان هن جي دل جو وهم نڪري ويو ۽ سندس دل ۾ بيبي صاحبہ لاءِ عزت پيدا ٿي ۽ ٻار (حضرت عيسيٰ عليہ السلام) جي ڄمڻ کان الله تعاليٰ جي قدرت جو ڪرشمو سمجهيائين.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[17]

سمجهي مَــڪر مومــل جــو، ڪيــائين هــا هــُــو،
جڏهن راڻيون ڏٺئين روبرو، تڏهن مومـل ونـي ويو مينڌرو.

مومل = بيبي مريم. ها هُو ڪرڻ = ڪاوڙ ڪرڻ.
راڻيون = گُـڏين واريـون ڪنواريـون ڇوڪريـون.
مينڌرو = بيبي مريم جو والد عمران.

مراد: ڏسو مٿيون بيان.

### (ج) حضرت عيسيٰ عليہ السلام ۽ جـَمجـَما سلطان جي ملاقات

جمجما سلطان جي هڪڙي گناهہ کان الله تعاليٰ مٿس اهڙو ناراض ٿيو، جو سندس موت کان پوءِ بہ سندس سسي لٽن ۾ پيئي لتاڙبي ۽ ٺڏبي هئي. هڪ ڏينهن حضرت عيسيٰ عليہ السلام هڪڙي هنڌان لانگهائو ٿيو. تہ جمجما جي اُها کوپڙي رستي ۾ پيل ڏٺائين. اتي کيس خيال آيو تہ ڪنهن پر هن ۾ ساهہ پوي تہ کانئس سندس ٺڏجڻ جو سبب پڇان ۽ ان لاءِ الله تعاليٰ جي دربار ۾ سوال ڪيائين. الله تعاليٰ جي حڪم سان سِريءَ ۾ ساهہ پيو. جنهن ٻڌايس تہ آءٌ جمجما سلطان آهيان. منهنجي راڻين کي گَهڻي ڪوشش جي باوجود ڪو

اولاد ڪونہ تيو. پوءِ هنن مون کي تنگ ڪيو تہ موکل ڏي تہ اولاد ٿئي. لاچار ڪنڌ ڌوڻي مون کين اجازت ڏني. اُن ڪنڌ ڌوڻڻ کان مون تي اهو عذاب نازل ٿيو آهي، جو منهنجي ڪوبڙي اچ تائين رستن تي پيئي ٿُڏجي. حضرت عيسيٰ عليہ السلام کيس فرمايو. اي سلطان! جي چئين تہ مان الله تعاليٰ کان دعا گهري توکي جنت ۾ جاءِ وٺي ڏيان؟ مگر جمجما سلطان وري بہ دنيا ۾ ٿي رهڻ جي خواهش ڏيکاري. پوءِ حضرت عيسيٰ عليہ السلام الله تعاليٰ کي سوال ڪري ستر ورهين جي وڌيڪ حياتي بخش ڪرايس.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[18]

ونو راهہ رسول جي، ڪندو مالڪ موچاري،
بانيڻ هيءَ بروچ کان، ڌار ٿي هٿي ڌاري،
سجڻ تنهن سورن جي، هوءَ ڪنيو گهمي ڪاري،
لڳيو تن لڪن سان، هوءَ وري ويچاري،
برن منجهہ "بلوچ" چئي، پئي وسايئين واري،
لوهن لڪن لوساتي، ڪئي هٿي ڪاري،
هٿي لاکيٺي لٽ ۾، هيس متي موچاري،
هلي هنڌ انهيءَ تي، اچي ڪيچيءَ ڪوڪاري،
آيو آواز اتهين، تہ آهيان سورن سيکاري،
ستيس سيج پلنگ تي، هيس پيڪن جي پياري،
ڪنهن آيس عشق اري ۾، جو ڪيم پهڻ پاتاري،
اچي محب مليس "مري" چئي، ڪيس صاحب ستاري،
معلوم تي مڪران ۾، اها سڌ خبر ساري،
پنهل پرين گڏيو، هوءَ هٿي وَرَ ري ويچاري،
پوءِ تي بيحد بهاري، جاءِ انهيءَ "جاڙو" چئي.
(جاڙو خان مري)

بانيڻ = سري. بروچ = ڏڙ.
لڪن سانَ لڳڻ = تڏجڻ.
ڪيچي = حضرت عيسيٰ عليہ السلام.

اتــانهين = ســـسي ڏانهـــن اشــارو.
عشــق ارو = گناهـ. مكــران = دنيــا.
هوءَ = سِري. وَرُ = ڏڙ.

مراد: ڏسو مٿيون بيان.

[19]

ونــو راهـ رســول جــي، ســدائين كريــو ســعيو،
راجـــا تنهـــن راءِ كـــي، اڇـــي تنـــدن تپـــايو،
پــاڻهي موكــل پــاڻ ڏنئيــن، اڇــي پــاڳ بــ پلايــو،
هــو رب ســندو رايــو، اڇــي ســورٺ ســور پرايــو.

راجــا = جمجمــا ســلطان. تنــدون = زالــون.
سورٺ = كوپڙي.

مراد: جمجما سلطان تي زالن زور ركيو تہ اسان كي اولاد ٿئي كونہ تو ۽ سڀ حيلا كري ٿكيون آهيون. تنهنكري هاڻي اجازت ڏي تہ بت پرستي كيون تہ انهيءَ وسيلي من اسان كي اولاد ٿئي. ان تي سلطان كنڌ ڌوڻي موكل ڏني. ان بعد سلطان كي مٿي ۾ سور پيو، جو مرڻ تائين نہ لٿو. بلك مرڻ كان پوءِ بہ ان جي كوپڙي قبر كان ٻاهر اچي پيئي ۽ رلندي ٿڏبي رهي.

[20]

جيسين هئي گڏ گهوٽ سان، تيســين كيئيــن حكــم هزار،
وِيــر چڙهـــي ويئـــي ڇـــڏي، تـــي پئـــي نـــار نـــكار،
وَٽـــي چكـــي وِهــ جـــي، تـــي ويئـــي ڏوبيـــاڻي ڏار،
پنهـــونءَ كيـــس پـــپ ۾، گويـــائي گفتـــار،
پــوءِ لٿــس غـــم غبـــار، مهـــل انهـــيءَ "موريـــو" ڇئـــي.
(موريو كٿي)

گهـوٽ = ڏڙ. نــار = ســسي. پنهــون = حضــرت عيسىٰ عليہ السلام. غم لهڻ = جمجما سلطان جو وري زنده ٿيڻ.

مـراد: جمجمـا سـلطان جـي سســي جيســين ڏڙ ســان گــڏ هئــي، تيســين حكومت پئي كيائين، مگر جڏهن گمراهيءَ سبب الله تعاليٰ جو عـذاب مٿس

آيو. تڏهن بيڪار ٿي ٿڌبي رهي. پوءِ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي مهربانيءَ سان وري ڏڙ سان ملي ۽ زندگي حاصل ٿيس.

[21]

رانجهوءَ لئي پئي ريهون ڪيئين، هير هئي حيران،
ڪيڙن اُني سان ڪيتا ڪيا، پئي سنجهي صبح سان،
ڪين ملندينءَ "ميهار" چئي، ڇو منڌ ٿي آهين مستان؟
ساراهيان سبحان، جنهن رانجهو ميڙيس رڻ ۾.

(ميهار)

رانجهو = جمجما جو ڏڙ.
هير = جمجما جي سسي.
ڪيڙا = چوپايو مال. ڪيتو ڪرڻ = سسيءَ
کي ٿڌڻ. منڌ = سسي.

مراد: جمجما جي سسي ڏڙ کان سواءِ چوپائي مال پئي ٿڌي، جڏهن حضرت عيسيٰ عليہ السلام ڏني تڏهن هن الله تعاليٰ جي دربار ۾ سوال ڪري ان کي پنهنجي ڏڙ سان ملائي زندگي عطا ڪرايس.

[22]

ڪيائين عرض اميرن کي، منهنجا ويا لهرين ۾ ليا،
گهڙو پڳو منڌ مئي، منهنجا وسيلا ويا،
بڳا جي پيٽن تي، اڇي ڪانڌي ڪنگ ٿيا،
هن سان ساهڙ سک ڪيا، پر مدد ساڻ ميهار جي.

(احمد خان مري)

گهڙو = سسي. پڳا، ڪنگ =
جيت ڪيئان. ساهڙ = حضرت عيسيٰ عليہ
السلام. ميهار = رب پاڪ.

مراد: جمجما سلطان جي سسي ڏڙ کان ڌار ٿي رستن تي ٿڌبي رهي ۽ منجهس جيت ۽ ڪيئان پيا هوندا هئا. جڏهن حضرت عيسيٰ عليہ السلام ڏني، تڏهن الله تعاليٰ کي سوال ڪري، اها سسي وري بہ ڏڙ سان ملارائي، ڪيس زندگي حاصل ڪرائي.

[23]

هڪ هاتي آهه هنگلاج ۾، جنهن جي سوند لاڙ سري،
ملي ڪيئن "مري" چئي، تو وچان پنڌ پري،
ذرو ذري تي ذري، اهو پهلوان پهرائي ڇڏيو.

(احمد خان مري)

هاتي = جمجما سلطان جو ڏڙ. سوند = کوپڙي.
پهلوان = حضرت عيسيٰ عليہ السلام.

مراد: حضرت عيسيٰ عليہ السلام رستي هلندي جمجما سلطان جي کوپڙي ڏٺي. پوءِ خدا کي سوال ڪيائين تہ ياالله! هن کي زندگي عطا ڪر تہ هن کان هن جي ابتر حالت جي حقيقت پڇان. پوءِ الله تعاليٰ جي حڪم سان اُها کوپڙيءَ ڦري سسي ٿي ۽ ان ۾ ساهہ پيو پوءِ حضرت عيسيٰ عليہ السلام سان پنهنجي حقيقت بيان ڪيائين.

[24]

عمر ڪنئي هئي مارئي، هٿي ڇهانگياڻي جهت،
ڪريون پڇيائينس خبرون، ونئي ان ڪي وَٿ،
چئي: رسايئين مارن ڏي ملير ۾، بانهيون وني ڏيئين بٿ،
تي چئي: وڃي سانگين وٿ، گهمان ملڪ ملير ۾.

(احمد خان مري)

عمر = حضرت عيسيٰ عليہ السلام.
ڇهانگياڻي = سسي. مارو = عضوا.
ملير = بهشت. سانگي = عضوا.
ملير = هيءُ دنيا.

مراد: حضرت عيسيٰ عليہ السلام جمجما سلطان جي کوپڙي رستي تي پيل ڏٺي. پوءِ ان کي زندگي عطا ڪرائي کانئس حقيقت پڇي. متس رحم آئي، کيس چيائين تہ توکي تنهنجن بين عضون سان گڏي بهشت موڪليان تہ اتي حورن وٽ هجين. پر سسيءَ جواب ڏنو تہ يا حضرت! اها آس اتم تہ عضون مان گڏجي وري هڪڙو دفعو هن دنيا جي زندگي ماڻيان.

[25]

ونو راهہ رسول جي، محبت ورهايو ماڻ،
ليلان جي هار سان، هئي روح رهاڻ،

ڪانڌ اڇي هيس ڪٽريو، جو رکيئين محبت ساميءَ ساڻ،
ڪانـ ڪڍيـائينس ڪـاڻ، لوڙائـي ڇـڏيائينس لهـور مـان.

(احمد خان مري)

ليلان = سسي. هار = ڏڙ. ڪانڌ = الله تعاليٰ.
سامي = بت. لهور =قبر.

مراد: جمجما سلطان جي سسي حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي عـرض ڪيو تہ مون هن ڏڙ سان گڏ رهي بهتر زندگي گذاري هئي، پر بتـن سـان محبـت رکڻ ڪري، الله تعاليٰ مون تي ناراض ٿيو ۽ منهنجي سسي ڏڙ ڪـان ڌار ڪـري قبر مان ئي ڪيائي رلائي ڇڏيائين.

[26]

ونـو راهـ رسـول جـي، ويـو اتـو سـچ ٻڌائـي سـرور،
ليلـيٰ تـہ مجنـي ڪـان، هئـي ڇنـائي ڇوڪـر،
بـدن هـن جـو بيـران ٿيـو، اڇي منهـن تـي چڙهيـس مـر،
"احمـد" چئـي اَوسـر، مئـي ڪـان پـوءِ ملائيـا.

(احمد خان مري)

ليـلان = سسـي. مجنـون = ڏڙ. ڇوڪـر = اولاد.
اوسر = حضرت عيسيٰ عليہ السلام.

مراد: جمجما سلطان اولاد جي طلب ڪري ئي راڻين ڪي بتن جي پرستش جي اجازت ڏيئي پاڻ تي عذاب آندو. مرڻ بعد سندس سسي پئي تڏي ۽ مٿس مٽيءَ جا مڻ چڙهي ويا هئا. حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي ملاقات ڪرڻ ڪان پوءِ اها ساڳي سسي ڏڙ سان ملي ۽ جمجما سلطان کي دوباره ستر ورهيہ ڄمار نصيب ٿي.

[27]

جنهـن کـي وڏئـي ورهيـہ ٿيـا، ڦوڙائـي ڦٽـي،
اڌ مومـل جـي ڳـل ۾، اڌ ويـو مـاڳ مٽـي،
جـڏهن آيـس ويـر ونـي، تـڏهن آجـي تـي عيبـن ڪـان.

جنهـن = جمجمـا سـلطان ڏانهـن اشـارو.
اڌ = ڏڙ ڏانهـن اشـارو. مومـل = قبـر.
اڌ = سر ڏانهن اشارو. ويـر = حضـرت عيسيٰ
عليہ السلام.

مراد: جمجما سلطان جو سر ڏڙ کان جدا ٿي قبر کان ٻاهر جهنگ ۾ پيئي ڏٺيو جو حضرت عيسيٰ عليہ السلام ڏٺو. تنهن الله تعاليٰ جي دربار ۾ سوال ڪري ڏڙ ۽ سر گڏائي زندگي ڏياريس.

[28]

وٺو راهہ رسول جي، جا وهي پئي وِير،
ڪونرؤ مون سان ڪيس ڪيو، جنهن جي پست وڃائيندو پير،
هاڻي عرض ڪريان ٿي "احمد" چئي، سڻ مون نماڻيءَ نظير،
انهيءَ سڄيءَ وڃايو سير، هاڻ وارث! وَڙُ ولهيءَ سان ڪريو.

(احمد خان مري)

ڪونرؤ = راڻي. نماڻي = جمجما سلطان جي سسي.
وارث = حضرت عيسيٰ عليہ السلام.

مراد: جمجما سلطان جي سسيءَ حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي عرض ڪيو تہ ياحضرت! مون پنهنجي راڻيءَ جي چوڻ تي لڳي پاڻ سان ظلم ڪيو. الله تعاليٰ ان کي پنهنجي سزا پاڻ ڏيندو، توهين مون سان پنهنجي عنايت ڪري مون کي بخشش عطا ڪرايو.

[29]

وٺو راهہ رسول جي، ويو اٿو سڄ ٻڌائي سردار،
سومل ڏس ساميءَ سان، کهڙي ڪئي آهہ ڪار!
سڪ ڦٽايو سودي جو، وري تنهن وٽار،
مومل نڪتي محلات مان، ڇڏي هار سينگار،
ڪيائين حيلا لک هزار، پر راڻو ريڌوئي ڪونہ ڪو.

(احمد خان مري)

سومل = راڻي. ساميءَ = جمجما سلطان.
وٽار = راڻي. مومل = سسي. محلات = ڏڙ.
راڻو = الله تعاليٰ.

مراد: جمجما سلطان جي سسي حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي عرض ڪيو تہ مون سان منهنجي راڻيءَ ظلم ڪيو، جو بت ناهي بت پرستيءَ جي اجازت ورتائين. اولاد جي سڪ ۾ مون اجازت ڏيئي الله تعاليٰ جو ڏمر ڪنيو ۽ بخشش ٿيڻ جي لائق نہ رهيس.

[30]

جنهن ورتي راهه رسول جي، سو حاڪم تيو هلي،
سسئي پنهنجي ڪانڌ سان، هئي بَلي بَلي،
آيا ڏير ڏکيءَ جا، جن سان حجت نا هلي،
سا پٽرن آهه پٽون ڪئي، پيئي چپر ۾ چَلي،
ورايس ماڳ پلي، جو اڌ ۾ مليس "احمد" چئي.

(احمد خان مري)

سسئي = سسي. ڪانڌ = ذڙ.
ڏير = ملائڪ. چپر = رستو.
چَلڻ = ٿڏجڻ. پلو = حضرت عيسيٰ عليہ السلام.

مراد: جمجما سلطان جي سسي الله تعاليٰ جي ڏمر سبب رستن تي پئي رلي ۽ ٿڏي، جڏهن پلاري حضرت عيسيٰ عليہ السلام سان ملاقات ٿيس، تڏهن وري وجي پنهنجي ذڙ سان ملي.

[31]

جنين ورتي راهه رسول جي، سي ويا خير ڪٽي،
مومل هئي محلات ۾، ڪڙمي ساڻ ڪٽي،
راڻو تنهن کان رسي ويو، محبت آهه مٽي
نڪري پوءِ نروار تي، جو ڏينهن پئي ڏٽي،
سَتي تي سٽي، سوڍو مليس سير ۾.

(احمد خان مري)

مومل = سسي. محلات = قبر.
ڪڙمي = ذڙ. راڻو = رب پاڪ.
سوڍو = حضرت عيسيٰ عليہ السلام.

مراد: جمجما سلطان جي سسي قبر ۾ پنهنجي ذڙ سان گڏ هئي پر پوءِ الله تعاليٰ جي ڏمر سان ذڙ کان جدا ٿي، رستي تي پئي ٿڏي، جڏهن حضرت عيسيٰ عليہ السلام سان ملاقات ٿيس تڏهن وري ذڙ سان ملي.

[32]

جنين ورتي راهه رسول جي، تنبن تي تي وِير وَسي،
هير تان رانجهي کان، ويا ڪيڙا جوان ڪسي،

آيو طالب تخت هزاري جو، هن کي رنگ پور ۾ رَسي،
پوءِ ورنـ ساڻ وَسي، ڪامڻ پنهنجي ڪانڌ سان.

(احمد خان مري)

هير = سسي. رانجهو = ڏڄ.
کيڙا جوان = ملائڪ سگورا.
طالب تخت هزاري = حضرت عيسيٰ عليہ السلام.
ڪامڻ = سسي. ڪانڌ = جسم.

مراد: جمجما سلطان جي سسي ملائڪ سگورن ڏڄ کان ڏار ڪري قبر کان ٻاهر ڪڍي ڇڏي، جڏهن حضرت عيسيٰ عليہ السلام سان هن جي ملاقات ٿي تڏهن ان سان پنهنجو حال اوري معافيءَ جي طالب ٿي. پوءِ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي مهربانيءَ سان پنهنجي ڏڄ سان ملي زندگي حاصل ڪيائين.

## (د) حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي شهيد ڪرڻ جي سازش

حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي شهيد ڪرڻ لاءِ ڪن يهودين سازش سٽي. سندن سردار چيو تہ آءٌ پنهنجي هٿ سان حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي ماريندس. هو پوءِ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي حجري ۾ گهڙيو. ان مهل حضرت عيسيٰ عليہ السلام اتي موجود نہ هو. يهودي سردار ٻين همراهن کي اها ڳالهہ ٻڌائڻ لاءِ ٻاهر نڪتو ٿي تہ جبرئيل سندس منهن تي پکڙانديو گهمائي، تہ سندس منهن حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي منهن جهڙو ٿي پيو. پوءِ ٻاهر ٻيٺل يهودين کي چيائين تہ، حضرت عيسيٰ عليہ السلام اندر حجري ۾ ڪونهي. يهودين چيس تہ اهو تون آهين ۽ پڇي تو وجين. سو ڏڪ هڻي ماري رکيائونس. مرڻ کان پوءِ ڏسن تہ سندن سردار مئو پيو آهي.

متئين بيان تي ڏور ڏجن ٿو.

[33]

هرڻ ڏسي هيڪلو، ڪئي مارين ڪا مصلحت،
هڪ ماريءَ چيو ماريندس، هرڻ پنهنجي هٿ.
ڏسو قادر جي قدرت! جو ماري پاڻ مري پيو.

هرڻ = حضرت عيسيٰ عليہ السلام.
مارين = يهودي. نهڪ ماري = يهودين جو سردار.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## پاڳو پيو

پنجتن
[نبي ڪريم ﷺ ۽ اصحاب سڳورا]



# 1- حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم

نبي ﷺ جن جو نور مبارڪ هن ڪائنات لاءِ زمين آسمانن کان اڳ ڏڻي تعاليٰ پنهنجي نور مان خلقيو هو. حضرت آدم عليہ السلام کان جنن جو جهان هو، جنن الله تعاليٰ جي حڪمن جي انحرافي ڪئي، جنهنڪري کين نابود ڪيو ويو هو. باقي انهن مان عزازيل کي قدرت بچايو هو، ڇاڪاڻ جو هو وڏو عابد هو، ۽ کيس درجي بہ درجي آسمانن تي پهچايو ويو ۽ ڇئن مقرب ملڪن ۾ شمار ٿيو.

چون ٿا تہ: عبادت ڪندي ڪندي ستين آسمان تي کيس هڪڙو گنبذ نظر آيو، جنهن کي ڪوبہ دروازو ڪونہ هو. عزازيل ان گنبذ جي اسرار ڏسڻ لاءِ عبادت ڪئي. آخر کيس گنبذ ۾ اندر وڃڻ جي اجازت ملي. هو اندر وڃي ڏسي تہ هڪڙي تختيءَ تي ڪلمون شريف لکيو پيو آهي: لا الٰہ الا الله محمد رسول الله. عزازيل کي ان ڏينهن کان وني نبي ﷺ سان حسد جاڳيو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

چنيسر جي چِت ۾، ڪي پڻ اڳي هو،
مٿئي سندو مامرو، تهان پوءِ ٿيو،
ڪانڌ اڳئي ڪٽريو، حرف رکيئين هارجو.
(شاهہ)

چنيسر = الله تعاليٰ. مٿئو = حضرت آدم عليہ السلام جو سجدو. ڪانڌ = الله تعاليٰ.
هار = سجدو.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[2]

آدم کان اڳي هو، گنبذ منجهہ گرنار،
جنن جوڙيو ڪينڪي، ديون کان هو ڌار،

معلــوم نـــ هــو ملڪــن ڪــي، ري ڏٺــيءَ ڏوِبــار،
جــوڙي جــانب يــار، ڳالهــ ســٽايو ڳجهـــ جـــي.

گرنار = عرش عظيم.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[3]

گســائين گرنــار تـــي، ويـــو هڪــڙي ڏينهـــن هلـــي،
صفت ڏني هيئين سهٽي جي، جنهن جو ويو جيءُ جلي،
مڪــر ڪيـــو "مــاڇي" چئــي، ڪيــائين چــم چلـــي،
جميون ڏيئي چاهـ مـان، تنهـن پنهنجي پيـاس پلـي،
"نظـام الديـن" نـاٿ اڳيئون، اهـا خـاص خبـر ڪلـي،
پوءِ تـرت ڏيئي تلي، ڪدي چڏيئين گـُـر گرنــارمؤن.

(نظام الدين ماڇي)

گرنـار = گنبذ. ويو = عزازيل ڏانهن اشارو.
سهٽي جي صفـت = حضـورﷺ جـن تـي
ڪلمون. نـاٿ = الله تعاليٰ گـُـر = عزازيـل.
گرنار = آسمان.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[4]

هـــو پنوهـــار پـــٽ تـــي، متـــي تنهـــن ميـــدان،
سســئي ڏنــائين ســج ۾، جنهــن جــا شــاهي هئــا شــان،
اهـڙي پـري "پجـارو" چئـي، مـون ڪـڏهن ڏنـي آهـي ڪانـ،
قبضـي لا "ڪاسـائي" چئـي، هـن طرحيـن هنيـا تـان،
ڪونـ مهري ڏنس مان، جنهن ڪي لڳل هو ٻاڻ ٻاروچل جـو.

(فيض محمد پجارو)

پنوهـــار = عزازيـــل. سســئي = پٽـــي.
تان هڻڻ = حضورﷺ جن جو نالو ڏاهي پنهنجو
لڪــڻ. مهـــري = پٽـــي. ٻـــاڻ = نـــالو.
ٻاروچل = حضورﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[5]

اتـــي ”علـــي شـــير“ چٺـــي، وادِو پيـــو ودِي،
ڪارائي هـن جي ڪنجي وئي، مـالڪ ڇڏي مـُـنـدِي،
جنهن کي ڀُڳنديندڙ ڀُڳندي، تنهن کي ڇنڻ وارو ڇا ڪندو.
(علي شير جاگيراڻي)

وادِو = عزازيل. جنهن = پٺي ڏانهن اشارو.

مراد: عزازيل پٺيءَ تي حضور ﷺ جن جو نـالو ڏسي جلي ويو ۽ ان کي ڊاهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو، مگر خدا جي قدرت جو هو پاڻ اتان تڙ جي ويو.

[6]

پچـــر پوئنڪـــــي آيـــو، راڳـــو آيـــو رات،
پٺـــي هنيـــائين وات، پـــر ڏٺـــي ڏڪـــاري ڇـــڏيو.

پچر = عزازيل. وات هڻڻ = ڦرهي کي ڇٽڻ.
ڏڪاري ڇڏڻ = گنبذ کان ٻاهر ڪيڻ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## حضرت عبدالله رضہ جي شادي ۽ نـُور جي منتقلي

چون ٿا تہ: حضور ﷺ جن جو والـد حضرت عبـدالله رضہ، واپـار جـي سانگي ٻاهر ويل هو ۽ سفر تان موٽي پنهنجي ڳوٺ پئي آيو تہ واٽ تي هڪ يهودڻ عورت سندس پيشانيءَ ۾ نور جو تجلو ڏسي سهي ڪيو تہ هن شخص جي پشت مان ضرور ڪا بزرگ هستي پيدا ٿيڻي آهي. تنهنڪري ڪيس سڏي، ساڻس نڪاح ڪرڻ لاءِ عرض ڪيائين. حضرت عبدالله رضہ چيس تہ، اڄ رات آءُ گهر وڃي رهيو آهيان، سياڻي موٽي اچي توسان شادي ڪندس. مائي اها ڳالهہ ٻڌي کيس اچڻ جو تاڪيد ڪيو ۽ ڪانئس موڪلائي رواني ٿي ۽ حضرت عبدالله رضہ پنهنجي گهر پهتو. الله تعاليٰ جي قدرت سـان انهـيءَ ئـي رات حضـرت عبدالله رضہ جي پيشاني مـان نـور منتقل ٿـي بيبي آمنہ جي بطـن ۾ آيـو ۽ حضور ﷺ جن ان رات سرجيا. اها رات جمع جي هئي ۽ سندن سرجڻ سـان قيصر ۽ ڪسريٰ جي ڪوٺن جا ڪنگرا ڪِري پيا.

ٻئي ڏينهن حضرت عبدالله رضہ واعدي مطابق انهيءَ عورت سان نڪاح ڪرڻ جي خيال سـان اوڏانهـن روانـو ٿيـو ۽ ان وٽ پهچي، کيس نڪاح لاءِ

چيائين. مائي اول تہ ڪيس ڏسي خوش ٿي، پر جڏهن هن جي پيشانيءَ تي نظر پيس تہ ڪيس اهو نُور جو اڳ ڏنو هئائين، سو غائب ڏسڻ ۾ آيو. پوءِ ساڻس نڪاح ڪرڻ کان انڪار ڪيائين.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[7]

ڪي جو ڏنائين، مٿي منهن محبوب جي،
انهيءَ مهل عجيب ڪي، پئي ائين اُتائين،
دانهہ پي دلاسو ڏنو، تہ ايندس صباحين،
پر ڪي جو ڏنائين، جو پڇي پهنور پري ٿي.

محبوب = حضرت عبدالله رضہ.
دانهہ = حضرت عبدالله رضہ. پهنور = مائي.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[8]

ڪونايو هن ڪاپڙي، منجهان سڪ سڏير،
تون وڃڻ جون وايون ڪرين، مون ڪي اندر منجهہ اُڪير،
هليو وڃي تو "حجام" چئي، وهندو هتان وير،
تيندم ساهہ سڏير، سوڍا سلامت جي ورين!

(محمد طاهر ببر)

تون = حضرت عبدالله رضہ ڏانهن اشارو.
مون = مائي ڏانهن اشارو.
سوڍو = حضرت عبدالله رضہ.
سلامت ورڻ = ساڳئي نور سان واپس اچڻ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[9]

رات وهامي ڏينهن ٿيو، تجلي وئي تمام،
نگهہ نہ آيو نار ڪي، ڪالهوڪو ڪلام،
هو چاپندي ئي چام، سو پهتو پالڻهار ڪي.

تجلـــي = نبـــي كريـــم ﷺ جـــو نـــور.
نـــار = يهـــودي عـــورت. كـــلام = نبـــي
پاڪ ﷺ جو نور. چام = حضور ﷺ جن.

مراد: حضرت عبدالله رضہ يهودڻ سان نڪاح جو واعدو ڪري گهر آيو ۽ رات جو حضور ﷺ جن جو نور بيبي آمنہ جي بطن مبارڪ ۾ داخل ٿي ويو. ٻئي ڏينهن جڏهن ان مائيءَ وٽ پهتو تڏهن ان کي اڳئين ڏينهن واري تجلي ڏسڻ ۾ نہ آئي پوءِ سائنس نڪاح ڪرڻ کان انڪار ڪيائين ۽ چيائين تہ، جنهن چنڊ جي مون کي ضرورت هئي اهو تہ ڪنهن ٻيءَ خوش نصيب جي جهوليءَ وڃي جهليو.

[10]

نـــ مـــُـــئي هيـــس، نـــ ڪـــاتيءَ ڪنـــو،
جنهـــن مـــون کـــي منـــو، ســـو جـــت نـــ پســـان جـــوءِ ۾.

جـــت = حضـــور ﷺ جـــن جـــو نـــور.
جوءِ = حضرت عبدالله رضہ جي پشت.

مراد: يهودڻ عورت، حضرت عبدالله رضہ جي پيشانيءَ مان اڳئين ڏينهن واري تجلي غائب ڏسي چيو تہ، جنهن ڳالهہ مون کي شاديءَ لاءِ آماده ڪيو. سو هينئر موجود نہ آهي، تنهنڪري هاڻي منهنجو ڪو ارادو ڪونهي.

## نبي ڪريم ﷺ جي ولادت

حضور ﷺ جن جي ولادت سنہ 570ع ۾ سومر جي رات مطابق تاريخ ڏهين ربيع اول مڪہ معظمہ ۾ ٿي. سندن ڄمڻ وقت سڄي شهر ۾ شعاع ٿيو ۽ تجلي سان چوڏهن ئي طبق روشن ٿي ويا. سندن ڏاڏو عبدالمطلب ان وقت ڪعبة الله ۾ هو. هن اتي ڏٺو تہ وڻ ٽڻ، پٿيون وغيره سيئي ڪعبة الله کي سجدو ڪري رهيا آهن. اها حالت ڏسي کيس تعجب ٿيو. پر اتان جڏهن گهر پهتو تہ کيس حضور ﷺ جن جي ڄمڻ جي مبارڪ ڏنائون. تڏهن پڪ ٿيس اهو نظارو هن ٻار جي ڪري ئي ظاهر ٿيو آهي. پوءِ حضور ﷺ جن کي هنج ۾ کڻي بروقت ڪعبة الله شريف ۾ آيو.

چون ٿا تہ: نبي ﷺ جن اڃا والده جي پيٽ ۾ ئي هئا تہ بيبي صاحبہ کي خواب ۾ آواز آيو: توکي فرزند ڄمندو، ان جو نالو "محمد" رکجانءِ، اهو الله جو

نيڪ ۽ پيارو رسول بنبو. انهيءَ بشارت سبب ئي حضور ﷺ جن جو نالو ’محمد‘ رکيائون.

چون ٿا تہ: نوشيروان جي وزير بزرجمهر هڪڙي دفعي دربار ۾ چيو تہ: عرب ملڪ ۾ هڪڙو نبي پيدا ٿيندو، جو گنهگارن جي شفاعت ڪندو. نوشيروان هن جي اها ڳالھ ٻڌي ڪيس هڪ آئينو ڏيکاريو تہ هو نابينا ٿي پيو. پوءِ سندس چوڻ تي ماڻهو ڪيس ڪعبة الله شريف ۾ ڇڏي ويا، جتي حضرت عبدالمطلب سندس پرداخت ڪندو هو. بزرجمهر کي اها خبر هئي، تہ حضور ﷺ جن جي ڄمڻ تي زمين لرزش ۾ ايندي ۽ ساري ملڪ ۾ نور جي روشنائي ٿيندي. جڏهن زمين کي لرزش آئي، تڏهن عبدالمطلب کي عرض ڪيائين تہ جيڪو نينگر اڄ پيدا ٿيو آهي، سو مهرباني ڪري ڪڻي اچ. عبدالمطلب هن جو عرض مڃي حضور ﷺ جن کي ڪڻي ڪعبة الله شريف ۾ آيو. بزرجمهر حضور ﷺ جن جون ڪڙيون مبارڪ پنهنجي اکين تي گھمايون تہ سندس نابينائي غائب ٿي ويئي ۽ ڪيس سڀ ڪجھ ڏسڻ ۾ آيو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[11]

موران مور نہ اڄيون، هي ڪيئن ڊٺ ڊِليون؟
بحري ٻينيون ٻانبڙيون، ٻينيون پر جهليون،
قدرت ڏسي قادر جي، ويس ويڙهي وهم وليون،
جيءَ اندر ”جانڻ“ چئي، هو آيو مير ملهيون،
ڳجھ اندر جون ڳالهڙيون، هن سان سوڍي سڀ سليون،
راڻيون سان رليون، ڊوليو آنديون ڊٺ ۾.

(جانڻ ڪڻي)

هي = وڻ ٽڻ ۽ پٿين ڏانهن اشارو.
ڊٺ ڊلڻ = ڪعبة الله شريف کي سجدو ڪرڻ.
مير = عبدالمطلب. سوڍو = حضور ﷺ جن.
راڻيون = ٻانهون. ڊوليو = حضور ﷺ جن.
ڊٺ = ڪعبة الله شريف.

مراد: حضور ﷺ جن جو ڏاڏو حضرت عبدالمطلب ڪعبة الله شريف ۾ وينو هو تہ ڏٺائين تہ وڻ ٽڻ ۽ پٿيون وغيره سڀ شيون ڪعبة الله شريف کي

سجدو ڪري رهيون آهن. پاڻ حيران ٿيو پر اتان جڏهن گهر آيو تہ خبر پيس تہ حضرت عبدالله رضہ جي گهر فرزند ڄائو آهي. پوءِ دستور موجب حضورﷺ جن کي پنهنجن ٻانهن تي کڻي ڪعبة الله شريف ۾ آيو.

[12]

نہ ڪي موت ماريا، نہ ڪي سور ڀري،
ويون سي وسامي اُن جون، ٻتيون ٻس ڪري،
رُئان ڪيئن تن جي ڪري، جي سڻي ڳالهہ ڳري ويا.

نہ ڪي موت ماريا = ٻتن ڏانهن اشارو.
جڻ ٻتيون: وسامي وڃڻ = ڪوٽ جا ڪنگرا ڪرڻ.
رئان ڪيئن جي تن ڪري = عامر ڏي اشارو.

مراد: چون ٿا تہ: 'عامر' نالي هڪ ڪافر ٻت گهڙيندو هو ۽ انهن جي پوڄا بہ ڪندو هو. جنهن رات نبي ڪريمﷺ جن تولد ٿيا ان رات عامر جي ٻتن سجدا ڪيا ۽ ڪري پچي پورا ٿي پيا ۽ ڪسريٰ جي ڪوٽ جا ڪنگرا پڻ ان رات ڪري پيا. ٻتن جي اها حالت ڏسي عامر مسلمان ٿيو.

[13]

اڄ ٿيون اولهہ پار ڏي، ڳاج مٿان گوڙيون،
اُنو آب اگوندرو، پنيون جنهن ٻوڙيون،
اُنيون ۽ آباد ٿيون، تاڪون ۽ توڙيون،
جانب اڄ جوڙيون، ساري جڳ جهان جون.

اولهہ پار = عربستان ڏانهن اشارو.
ڳاج = مڪي معظمہ ڏانهن اشارو.
جانب = حضورﷺ جن ڏانهن اشارو.

مراد: حضورﷺ جن جي ڄمڻ سان سڄي ملڪ ۾ نور جي روشني ٿي ويئي ۽ ان جي تجلي ڪان چوڏهن ئي طبق روشن ٿي ويا.

[14]

اولهہ ڏنهون ايريو، ڳاڙهو جهڙو ڳچ،
نہ مومل ٻاري باهہ هئي، نہ ڪو مٿل مچ،
ٻارهن هٿ هو ڳدرو، چوڏهن هٿ هو ٻچ.

اولهہ ڏانهن = مکي معظمہ ڏانهن اشارو.
ڳاڙهو = شعاع ڏانهن اشارو.
ڳدرو = حضرت عبدالله. ٻج = حضورﷺ جن.

مراد: حضورﷺ جن جڏهن ڄاوا تڏهن ساري عالم ۾ روشنائي ٿي ويئي. چوڏهن ئي طبق روشن ٿي ويا. نہ ڪا باھہ جي روشنائي هئي، نہ ڪو مچ موجود هو. پر اهو سڀ حضورﷺ جن جي نور جو جلوو هو. انهيءَ ڪري سندن شان پنهنجي والد محترم کان زياده ٿي ويو.

[15]

اڄ ڪيو اولهہ پار کان، مينهن ماندائو،
عالم سڀ آباد ٿيو، ڪيو لکن لاڏائو.
جڏهن سورهيہ ساماڻو، تڏهن لٿا غم شاديون ٿيون.

اولهہ پار = مکہ معظمہ. مينهن جو ماندائو
ڪرڻ = حضورﷺ جن جو تولد ٿيڻ.
لکن جو لاڏائو ڪرڻ = بتن جو ڀڄڻ.
سورهيہ = حضورﷺ جن.

مراد: نبي ڪريمﷺ جن جي تولد ٿيڻ سان ڪافرن جا بت ڀڄي پيا سندن ظهور کان سڄو عربستان آباد ٿي ويو، جتي غم ۽ ڳوندر هوا اتي خوشيون ٿيون.

[16]

منٺ ڏٺو هو مام ۾، عجب ڪو اسرار،
ٻڌائين "بروڄ" چئي، ڪا گوهر جي گفتار،
حڪم ٿي حاضر ٿي، ڪيائين اُهائي ڪار،
درس ٿيا ديدار، لحظي ۾ "لعلڻ" چئي.
(لعلڻ خان لغاري)

منٺ = بيبي آمنہ. مام = ننڊ.
اسرار = خواب. گوهر = الله تعاليٰ.
اها ڪار ڪرڻ = محمد نالو رکڻ.

مراد: بيبي آمنہ کي نبيﷺ جن پيٽ ۾ هئا تہ کيس خواب ۾ آيو تہ تو کي جيڪو فرزند ڄمندو، تنهن جو نالو "محمد" رکجانءِ ڇاڪاڻ تہ اُهو الله جو

نيڪ ۽ پيارو رسول ٿيو. جڏهن حضور ﷺ جن پيدا ٿيا تڏهن سندن نالو "محمد" ئي رکيو ويو.

[17]

جــڏو تـــي جـــوان، آيـــو جـــاءِ امـــن جـــي،
اچـــو ڪـــوٽ عمـــر جـــو، لـــڏيو لامڪـــان،
حـاذق تنهنجـيءَ حويلـيءَ ۾، آيـو مورنهــ هومســتان،
چئـي: ونـي آ پـاڻ سـان، هـو سـيني جـو سـلطان،
اڏن آديســي ڪيــو، تيــس عينــن ڪــي ايمــان،
ويـــس ڏنءُ ڏهـــاڳ جـــو، تيـــس مولـــو مهربـــان،
ڪلي خوش ٿيو خان، لٿس گونـدر "غـلام محمـد" چئـي.

(غلام محمد)

جڏو جوان = بزرجمهر. امن جي جاءِ = ڪعبة الله شـريف. حـاذق = حضـرت عبدالمطلـب.
سيني جو سلطان = حضور ﷺ جن.

مراد: نوشيروان جو وزير بزرجمهر نابينا ٿي ڪعبة الله شريف ۾ اچي رهيو. اتي حضرت عبدالمطلب سندس پرداخت ڪندو هو. بزرجمهر کي اهو معلوم هو تہ حضور ﷺ جن جي ولادت تي زمين ڏيندي ۽ روشني ٿيندي. تنهنڪري زمين جي ڏيڻ وقت حضرت عبدالمطلب کي چيائين تہ جيڪو نينگر پيدا ٿيو آهي، اهو مون وٽ آڻيو. حضرت عبدالمطلب حضور ﷺ جن کي اتي آندو. تڏهن سندن پيرن مبارڪن جون ڪڙيون اکين تي گهمايائين تہ اکيون روشن ٿي ويس.

## دائي حليمان

عربن ۾ دستور هوندو هو تہ، شهر جا امير ماڻهو پنهنجي ٻاول ٻارن لاءِ ٻهراڙين مان دايون گهرائي انهن کي معاوضي تي نپائڻ لاءِ ڏيندا هئا. اهي دايون پندرهين پندرهين ڏينهن ٻار سندن مائٽن کي ڏيکاري ويندي‌ون هيون. جڏهن حضور ﷺ جن پيدا ٿيا، تڏهن بہ ٻهراڙين مان ڪيتريون دايون پنهنجن گڏهن تي سوار ٿي مڪي ڏانهن روانيون ٿيون. انهن ۾ هڪڙي دائي نالي حليما بہ هئي، جنهن جو گڏهہ تمام ڏٻرو هو. تنهنڪري پيون سڀ ڪانئس اڳي شهر ۾ پهچي ويون. جن اميرن جي گهرن ۾ پهچي معاوضي تي ٻار هٿ ڪيا. پر دائي

حليما کي فقط هڪڙو حضرت عبدالمطلب جو گهر حصي ۾ آيو، جو ان وقت جي لحاظ کان مسڪين گهر هو، تنهنڪري دل ۾ ڪجهه مايوسي تيس. مگر جڏهن حضور ﷺ جن کي هنجھ ۾ ڪنيائين، تڏهن ڪيس هر طرف روشني ڏسڻ ۾ آئي ۽ حيران ٿي دل ۾ چوڻ لڳي ته اهڙي روشني اڳ مون ڪنهن به ٻار ۾ نه ڏٺي آهي. حضور ﷺ جن اجا دائي حليما جي هٿن ۾ ئي هئا ته فرشتا واچوڙي جي صورت ۾ اچي کين عرش عظيم تي کڻي ويا. اتي کين آب ڪوثر مان غسل ڪرائي، بهشتي پوشاڪ پهرائي موٽي دائي جي هٿن تي ڇڏي ويا. اهو ڪم اک ڇنڀ ۾ ٿي ويو. دائي هيڪاري حيران ٿي، پر پوءِ حضور ﷺ جن کي خوشيءَ سان کڻي رواني ٿي.

دائي حليمان ٻين داين سان گڏجي گڏهه تي سوار ٿي، ڳوٺ ڏانهن واپس ٿي، ته اهو ساڳيو گڏهه جو ٻين گڏهن کان پويان پيو هلندو هو، سو سيني جي اڳيان تکو تکو هلڻ لڳو. اها حالت ڏسي سڀ دايون تعجب سان ڏسنديون رهيون.

دائي حليمان حضور ﷺ جن کي کڻي گهر آئي. سندس اُرهه جي هڪڙي ڇاتيءَ جي پاسي ۾ تج نه ٿيندي هئي، باقي ٻئي پاسي ٿورو گهڻو کير ٿيندو هوس. انهيءَ ڪري هن اُرهه جو کير وارو پاسو حضور ﷺ جن کي ڏائڻ لاءِ ڏنو، مگر پاڻ ان ۾ وات مبارڪ نه وڌائون ۽ ٻئي پاسي ڏانهن لاڙو ڪيائون. دائي حليمان سندن اهڙو لاڙو ڏسي کين اهو پاسو ڏنو. ان ۾ وات وجهڻ سان کير ۾ اهڙي برڪت آئي جو سندن پيئڻ کان زياده ٿي ويو. اهو معجزو ڏسي دائي حليمان منڙي محمد ڏي نهاريندي سرهي پئي ٿيندي هئي.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[18]

ڪونجون هليون ڪاڪ تي، ڇڏي ٻچا ٻار،
ڪن کي جوئر ملي جهولي ۾، ڪن کي ڪڻڪ ملي ڪلدار،
هوءَ هئي مڙن ڪوئن مهندار، جنهن کي ماڻڪ مليو "موريو" چئي.

(موريو)

ڪونجون = دايون. ماڻڪ = حضور ﷺ
پاڪ. هوءَ = دائي حليمان ڏي اشارو.

مراد: دايون جڏهن پنهنجي ڳوٺ مان نڪري، مکي ۾پهتيون، ته ڪن

کي اميرن جا ٻار مليا تہ کن کي وچولي طبقي وارن جا. مگر دائي حليما کي حضور ﷺ جن حصي ۾ آيا. جڏهن واپس ڳوٺ ڏانهن تيون، تڏهن سندس ڏٻرو ڳڏهہ سيني جي اڳيان تي ويو ۽ پاڻ بہ ٻين داين جي اڳوان تي.

[19]

وس ڪري پئي ريچاري، پر گسائي پيو گرڙو،
سجهندو هو سياٽيءَ کي، هڪ غريب جو گهرڙو،
ٻولي ٻڌي ڀڳڻ جي، تيس ذوق سندو ذرڙو،
وڃي ڪامڻ وڏو ڪار ڪي، جا هلندي هئي هرڙو،
تنهن جو ٻاغ ٻهاريو، ڪلني ڪوڻ ڪرڙو،
ويو تڪيون هٽي ٽرڙو، هوت محابي "حاجي" چئي.

(حاجي مهيسر)

ويچاري = دائي حليمان. غريب = حضرت عبدالله رضہ. ڀڳڻ = نبي ﷺ پاڪ. ڪامڻ = دائي حليمان. ٻاغ = اُرهہ. ٽرڙو = ڳڏهہ.

مراد: دائي حليمان هڪ اپري ڳڏهہ تي چڙهي مڪي ڏانهن تي آئي تہ اهو ٻين جي پويان گهلبو تي هليو. جڏهن مڪي ۾ آئي ۽ ڪيس جڏهن حضور ﷺ جن جي ڄمڻ جي خبر پئي، تڏهن حضرت عبدالله رضہ جي گهر اچي ڪين نپائڻ لاءِ ورتائين. پوءِ تہ سندس سڪل اُرهہ ۾ کير جي برڪت تي پيئي. هوڏانهن وري حضور ﷺ جن جي سواري هيٺ دائي حليمان جو ڳڏهہ موٽندي مهل ٻين کان پنڌ ۾ اڳرو تي، خوشيءَ ۾ ڪڏندو هليو.

[20]

پاڳ رهائي پوئتي، هئي نذر نماٽي،
واري ويس وتاڻن تان، ڪري کهاٽي،
ڳالهہ ٻڌي ڳري وئي. ويتر ويڳاٽي،
مليس جانب "جاگيراٽي" چئي، وريس ورياٽي،
خان اها ڪاٽي، لال تہ لاهوتي ڪئي.

(جيئل جاگيراٽي)

نماٽي = دائي حليمان. جانب = حضور ﷺ جن.

مراد: دائي حليمان جو گڏھ اپرو ھو، تنھنڪري ھوءَ سيني کان پوئتي رھجي ويئي. ٻين داين کي اميرن جا ٻار مليا، مگر ان کي ڀاڳ ۾ حضور ﷺ جن نپائڻ لاءِ مليا. نصيب ھن جي ياوري ڪري ڪيس ٻنھي جھانن ۾ عزت بخشي.

[21]

لڳـــي مـــاٽ منـــڌ کـــي، ھـــاٽي ڪيئـــن ڪـــري،
ٻـــڌي ڳالھـــ "ٻـــروچ" چئـــي، ســـا پئـــي ڳـــچ ڳـــري،
ڪيئـــن ڪـــري ڪـــاڏي وڃـــي، وينـــدڙ ڪيـــن وري؟
ســـائين ســـبب ڪـــري، لاٿـــا غـــم غريـــب جـــا.

(لعلڻ خان لغاري)

منڌ = دائي حليمان. غم لاھڻ = حضور ﷺ جن
جو ڪيس نپجڻ لاءِ ملڻ.

مراد: مڪي جون ٻيون دايون، دائي حليمان تان ھميشہ ٽوڪون ڪنديون ھيون، ھوءَ ھڪ غريب عورت ھئي ۽ وٽس ڪو سگھو سواريءَ جو وھٽ بہ ڪونہ ھو. ان ڪانسواءِ ڪيس ٻار لاءِ تڄ بہ پوري سوري ھئي، انھيءَ ڪري ھوءَ جڏھن بہ ٻار نپائڻ جي ڪم لاءِ شھر ۾ ايندي ھئي، تہ گھڻو ڪري ڏڪاري ئي واپس ويندي ھئي. جڏھن نبي صلعم جن ڄاوا تہ ھن جي نصيب ۾ آيا، پوءِ ھن جا سڄي عمر جا ڏولاوا لھي ويا.

[22]

چنـــڊ ڏنـــو عيـــد تـــي، منھنجـــي روح پسـي ڪيـــو آ رڄ،
عيـــد تـــي آ اڄ، اڳ ڏٺـــي ھيـــم ڪانـــ ڪـــا.

چنـڊ = حضور ﷺ جـن. منھنجـي = دائـي
حليمان ڏانھن اشارو.

مراد: جڏھن دائي حليمان حضور ﷺ جن کي ڪڇي ھٿن ۾ جھليو، تڏھن نينگر ۾ نُور جي تجلي ڏسي دل ۾ چوڻ لڳي تہ مون ڪيئن ٻار نپايا آھن، پر ھھڙو نوراني ٻار اڳ ڪڏھن بہ نہ ڏٺو اٿم. اڄ منھنجي اکين ڄڻ عيد ڪئي آھي.

[23]

منـــڌ کـــي مـــاٽ لڳـــي ۽ ونـــي ويـــس ويچـــار،
ٻيـــوس يـــار "ٻلـــوچ" چئـــي، پئـــي نيٽيـــن وھـــائي نـــار،

بـــاريءَ لاتـــس بـــار، لحظـــي ۾ ”لعلـــڻ“ چئـــي.

(لعلڻ خان لغاري)

منڌ = دائي حليمان. ويچار ونڻ = حضور ﷺ جن

جـو هتـن تـان کڄـي وڃـڻ جـو خيـال ٿيـڻ.

بار لهڻ = حضور ﷺ جن جو واپس اچڻ.

مراد: فرشتا حضور ﷺ جن کي دائي حليمان جي هٿن مان کڻي عرش عظيم تي ويا ۽ اُتي کين آب ڪوثر مان غسل ڪرائي، بهشتي پوشاڪ پهرائي موٽائي ساڳيءَ جاءِ تي ڇڏي ويا.

[24]

سسـئي ڪـي سـاڙيهه ۾، اڃـي تـي ڇـور پڇـور،

ٻـڌي وائـي ونهيـن جـي، هـوءَ ڪـامڻ تـي ڪمـزور،

ٻـڌي ترهـو توڪـل جـو، منـت ڪيـائين مـور،

پـوءِ دهـرا ڪيـائين دور، ونـي هـوت ”حجـم“ چئـي.

(حجم)

سسئي = دائي حليمان. ونهيا = امير ماڻهو.

هوت = حضور ﷺ جن.

مراد: دائي حليمان جڏهن ٻڌو تـہ سيني داين کي اميرن جا ٻار پالڻ لاءِ مليا آهن، پر مون کي هڪڙو غريب يتيم پيو آهي، تڏهن دل ۾ خيال ٿيس. پر پوءِ جڏهن حضور ﷺ جن سندس جهوليءَ ۾ آيا، ۽ سندن معجزا ڏنائين تڏهن تمام خوش ٿي.

[25]

ڪنهـن لاري لاڪيڻـن وڌو. هئجهـن ڪـي هـُـرڪي،

نـہ تيون هڏ هماءُ جي، ويون ڀئـي ڪنهيـن ڀـَـرڪي،

هـن آسـرونديءَ اوڙو ڪيـو، ”جـانڻ“ چئـي جهـُـرڪي،

پاسـي پـارس جـي لڳـي، چـاڪ ويـس چـُـرڪي،

ويـس وهمـن راتـڙي. صبـح ڇـايس سـُـرڪي،

لڪـي هئـس لـوح ۾، ڪـا ٻاجهـہ ڀـري ٻـُـرڪي،

اُنـڙس ڇـول ڇـران ڪـري، ڪونجڙيـون ڪـُـرڪي،

جيڪـا ڪيـن سيباڻـي سٽ ۾، اڄ بيهنس نـا ڀـَرڪي،

راڄ ڳهيلي راڄ ۾، راڄُل تي رڄڪي،
پوءِ مياڻيءَ ۾ مرڪي، تي سنگهران سون جون.

(جانڻ)

لاڪيٺيون = دايون. هنجهه = ٻار.
همائ = محمد بن عبدالله.
هن = بيبي حليمان ڏانهن اشارو.
پارس = نبي ﷺ. ڪونجڙيون = دائي
حليمان جون ٻريون ٻڪريون.
سٽ = ٻيون دايون. راڄُل = دائي حليمان.

مراد: دستور موجب ٻهراڙيءَ جون دايون مڪي جي اميرن جا ٻارڙا پالڻ لاءِ ڪٺي ويندڻيون هيون. حضور ﷺ جن جي گهر ڪابہ دائي ڪانہ وئي، ڇاڪاڻ تہ هو يتيم ۽ غريب هئا. جنهنڪري داين کي اتان انعام گهٽ ملي ها فقط دائي حليمان اچي نبي ﷺ جن کي ڪنيو. خدا جي قدرت سان سندس ٻڪريون بہ سگهيون ان بعد سيڪو وتس ٻار نپائڻ لاءِ آڻيندو هو.

[26]

ڪيئي ڪونجان آئيون، پر پکي، ان جي نہ ٻيو،
جڏو هيس "جاڙو" چئي، پر هن تي قادر ڪرم ڪيو،
پوءِ وَهندو ائين ويو، جو هاڙهي نہ پهتو هڪڙو.

(جاڙو خان مري)

ڪونجان = دايون. پکي ٻوڻ = ملڻ.
اُن = دائي حليمان ڏانهن اشارو.
جڏو = دائي حليمان جو گڏهہ.
هاڙهي پهچڻ = منزل تي اڳ ۾ اچڻ.

مراد: دايون تہ مڪي ۾ گهڻيون ئي آيون هيون. مگر حضور ﷺ جن دائي حليمان جي حصي ۾ آيا. جيتوڻيڪ ان وقت ۾ دائيءَ جو گڏهہ ڏٻرو هو، پر جڏهن حضور ﷺ جن جي متس سواري تي تڏهن سيني کان اڳي ۾ تي هليو.

[27]

هو نيدو ڪنهن نيهيءَ جو، پر صحيح نہ سال آيو،
هن ڪنوات منجهہ قافلي، پئي ڪنجهي ڪٺڪايو،
پر جڏ راڻي جي رهاڻ جو، تيو سنيت ۽ سعيو،

تڏهن مومل چڙهي ميي تي، ڪٺي ڪرهو ڪڍايو،
’بيڙي‘ ڪي ”ٻروچ“ ڏنو، هي سهنجو سوايو،
پر جي سالڪ سمجهايو، ڪٺي ڏاهي هن ڏور ڪي.
(نبي بخش خان بلوچ)

ڪنواٽ = بيبي حليمان جي سواريءَ وارو
وهٽ. قافلو = ٻن داين جا وهٽ.
راڻو = حضور ﷺ جن.
مومل = دائي حليمان.

مراد: بيبي حليمان جي سواريءَ جو وهٽ هلندو ئي ڪونہ هو، سو ٻڻ حضور ﷺ جن جي ڄمڻ ۽ سنڀال بعد تکو ٿيو.

[28]

ساهڙ ٻنا سهڻي، هئي موڳي منڌ ملوڪ،
اُن جو ٻيلي تي پر هو، هت ڏُڌ وهيو تي ڏوڪ،
پريلو پريوئي ڪينڪي، ڪاجا ڪنين ٻيس ڪوڪ،
’بيڙا!‘ ٻڌ ”ٻروچ“ چئي، هيءَ مام آهي معشوق،
تارِي سهڻي تار مان، تنهن ساهڙ جي ٻہ سلوڪ،
اُن جي هاءِ ڳهن جي هوڪ! ڪٺي مڙني ڪي موڳو ڪيو.
(نبي بخش خان بلوچ)

منڌ = دائي حليمان. ٻيلو = سواريءَ جو وهٽ.
سهڻي = دائي حليمان. ساهڙ = حضور ﷺ جن.

مراد: بيبي حليمان جي سواريءَ جو وهٽ، حضور ﷺ جن سنڀال ڪان ٻوءِ تکو ٿيو.

[30]

مومل راڻو ونِي آئي، موتي پنهنجي ماڳ،
وريو ڪرم ڪامڻ جو، سو بيراڳڻ جو ڀاڳ،
لکين رنگ رتول ڪي، سي لڳي ويا لاڳ،
ٻوءِ سوڍيءَ ڪي سهاڳ، سي سائين ڏنا سيگهہ ۾.

مومل = دائي حليمان. راڻو = حضور ﷺ جن.
رتول = دائي حليمان جو گهر.

مراد: دائي حليمان مسڪين عورت هئي، پر جڏهن حضورﷺ جن کي کير پيارڻ لاءِ پنهنجي گهر آندائين، تڏهن هن جو گهر آباد ٿيو ۽ سيني دايـن ۾ يلاري بہ ٿي.

[31]

تخت تماچيءَ چڏيو، هليـو مـاڳ متـي سـو گهـر،
اُتـي ان عاشـق جـي، پيئـي نـوريءَ تـي نظـر،
متي تنهـن مـلاح سـان، ڪئـي سمـي چـام سـَـذر،
حصـو ڏينـدو هـو هـن کـي، پيـو پنهنجـو گـام گـذر،
ڪيئـي ڏهـاڙا ڪيتـرا، هـو سمـي کـي بـہ سـفر،
اِهـا عـام خبـر، آهـي "لعلـڻ" سـاري لـوڪ ۾.

(لعلڻ خان لغاري)

تخت = والده جي گود. تماچي = حضورﷺ جن.
نوري = دائي حليمان. سمو چام = حضورﷺ جن.
هن کي = دائي حليمان جي پٽ ڏانهن اشارو.

مراد: حضورﷺ جن تولد ٿيڻ بعد تيسين ڪنهـن جو بـہ کير نـہ پيتو، جيسين دائي حليمـان کيـن کيـر پيـارڻ لاءِ آئـي. پاڻ سڳورا ان دائـيءَ جـو کيـر پيئندا هئا ۽ ان جي پٽ لاءِ پڻ بچائيندا هئا.

[32]

هئـا هڪـڙيءَ جـاءِ تـي، لاڪيٺـائي لال،
انهـن مـان هڪـڙي جـا، هيٺـا هئـڙا حـال،
"محمدنواز" چئي تنهن محب جي، هئي ماڻهن منجهہ مقال،
جـڏهن پلـي ڪـس پـال، تـڏهن اڳـي کـان اڳـرو ٿيـو.

(محمد نواز ميتلو)

جـاءِ = بيبـي حليمـان جـو سـينو.
لاڪيٺا لال = ہ ٻـبا. پلـو = حضورﷺ جن.
پال ٿيڻ = ٻبي ۾ گهڻو کير ٿيڻ.

مراد: دائي حليمان جي اُرهہ جي هڪڙي پاسي ٿڃ نہ هوندي هئي. جڏهن حضورﷺ جن منجهس وات مبارڪ وڌو تہ کير نهايت گهڻو ٿي پيو. چون ٿا تہ: اها الله تعاليٰ جي ئي منشا هئي تہ جيئن حضورﷺ جن کان سواءِ دائيءَ جي اُرهہ جو اهو ٿڃ کان خالي پاسو ڪير بہ ڪم نہ آڻي سگهي.

[33]

آڏوتــي عشــق ۾، پيــو هــو منجهــ هــڪ پــَــٽ،
چڙهــي وئــي چــوٽ تئيــن، لاهوتــيءَ کــي لــَــٽ،
ســوکو کيــس سيگهه ۾، ســهڻن جــي هــڪ ســَــٽ،
”حــاجي“ چئــي هــَــٽ، کــدي وينــو قــرب جــا.

(حاجي مهيسر)

آ ڏوتـــي = اُرهـ جــو هــڪ پاســو.
پٽ = دائيءَ جو اُرهـ. سهڻا = رسول الله جا
لب مبارڪ. هٽ کڍڻ = ٿڃ تمام گهڻي ٿيڻ.

مراد: دائي حليمان جي اُرهـ جو هڪ پاسو ٿڃ کان خالي هو. حضور ﷺ جن پنهنجا لب مبارڪ انهيءَ خالي پاسي تي رکيا تہ منجهس بي انداز کير پيدا ٿيو.

[34]

بيبنــي ئــي پــر تــي، پانهــ ٿيــو باهــ،
کيئي ورهـ لنگهي ويــا، ســت نــ هيــس کــو ســاهـ،
کيــائينس مهــر ”مــلاح“ چئــي، اهــڙو آهــ الله،
پــوءِ رڙهــي هليــو راهــ، اچــڻ ســاڻ عجيــب جــي.

(ملاح)

پانهہ = اُرهـ جو پاسو. راهہ هلڻ = کير پيدا
ٿيڻ. عجيب = حضور ﷺ جن.

مراد: بيبي حليماز جي اُرهـ جو ساڄو پاسو سدائين ٿڃ کان خالي هوندو هو. جڏهن حضور ﷺ جن ان ۾ وات مبارڪ وڌو تہ ان خالي پاسي ۾ بي انداز کير اچڻ لڳو.

[35]

جنــگ پنهنجــي جــاءِ تــي، هــو محــب بنــان مســتان،
کيئــي آيــا هيــس کيتــرا، دانهــ نــ ڏنــن دان،
هــوت آيــس انهــي هنــڌ تــي، ســوڌ ڏنئيــن سمــان،
آهــي عــام بيــان، کلنــي وٽ ”قلندربخــش“ چئــي.

(قلندربخش برڙو)

جنــگ = بيبي حليمان جي اُرهـ جو ٿــج کــان
خالي پاسو. محب = کير. کيئي = بين بـارن
ڏانهن اشارو. هوت = حضور ﷺ جن.

مراد: بيبي حليمان جي اُرھہ جو ھڪڙو پاسو تہ کان خالي ھو. تنھنڪري ان مان کنھن بہ ٻار ڌائڻ جي ڪوشش نہ ڪئي. جڏھن حضور ﷺ جن اُن خالي پاسي ۾ وات مبارڪ وڌو تہ کير اچڻ لڳو ۽ ان ۾ برڪت آئي.

[36]

منڌ ڪي ملوڪ جو، تيو ڏک ڏمر،
جوان آيو ان جاءِ تي، ويتر چڏيائين ور،
وير لڳو تنھن ورتا ڪي، اھو سھڻو سو نہ سير،
تيو ڪين منجھان ڪينجھر، انھيءَ جو "الھہ بخش" چئي.
(الھہ بخش)

منڌ = دائي حليمان. ملوڪ = حضور ﷺ جن.
جوان = کير. جاءِ = ٻبو.

مراد: دائي حليمان جي اُرھہ جو ھڪڙو پاسو تہ کان خالي ھو. تنھنڪري ھن تہ وارو پاسو حضور ﷺ جن کي ڏنو تہ پاڻ تہ نہ ڌاتائون. دائي وري انھيءَ پاسي تہ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي، پر حضور ﷺ جن خالي پاسي ڏانھن لاڙو ڪندا رھيا. انھيءَ ڪري دائي ڏاڍو ششدر تي، نيٺ لاچار تي اھو خالي پاسو ڪين ڌائڻ لاءِ ڏنو. پاڻ جيئن ئي وات مبارڪ وڌائون تہ ان خالي پاسي ۾ کير تہ تيو. پر نھايت گھڻي انداز ۾.

[37]

اوتارو عاشق جو، خان بنان خالي،
پر مٺي ويو پرينءَ لاءِ، ھوت بنان حالي،
ساميءَ ڏي سھڻيءَ لاءِ، آئي محبت جي مالي،
پوءِ ملي ڏاھي کي ڏالي، تيو مشھور "ميوو" چئي.
(ميوو)

اوتارو = اُرھہ جو ھڪ پاسو.
عاشق = دائي حليمان. خان = کير.
سامي = اُرھہ جو خالي پاسو.
سھڻو = حضور ﷺ جن. ڏالي = کير.

مراد: دائي حليمان جي اُرھہ جي خالي پاسي ۾ بي انداز کير پيدا تيو.

## سينو چاڪ ٿيڻ

حضورﷺ جن ننڍي هوندي، دائي حليمان جي پٽ سان گڏ ٻڪريون چارڻ ويندا هئا. هڪڙي دفعي پاڻ مال وراڻ ويا ته ڪين ڪجهه دير ٿي ويئي، چوڪر ڏنو ته ادو اجا ڪونه موٽيو. تنهنڪري سڌ لهڻ لاءِ اوڏانهن ويو. ڏسي ته ٻه ڄڻا آهن، جن مان هڪڙو حضورﷺ جن کي ليٽائي سندن سينو دن تائين چيري رهيو آهي. اهو حال ڏسي ڊوڙي اچي پنهنجي ماءُ سان احوال ڪيائين. دائي حليما اها ڳالهه ٻڌي روئندي جهنگ ڏانهن رواني ٿي. اچي ڏسي ته حضورﷺ جن خوش چڱا ڀلا آهن ۽ آسمان ڏي نهاري مرڪي رهيا آهن. دائي ڪائنس خبرچار پڇي، پاڻ فرمايائون ته، ٻيو ته ڪجهه ڪونه هو، پر الله تعاليٰ جي طرفان ٻه ملائڪ آيا، جن منهنجو پيٽ چيري پيٽ ۾ هو اهو ڪڍي ڌوئي وري اندر رکي پيٽ سبي ڇڏيائون، پوءِ ٻئي غائب ٿي ويا.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[38]

ڪات ڪلالن هٿ ۾، ٻينا ڪن ڪهڻ جي ڪار،
اَدي وجي ادي جي، ڪئي دانهن مٿي درٻار،
هوءَ منڌ اتي محلات ۾، ٿي روئي زارو زار،
اهڙو رب ستار، جو محب مليو اچي منڌ کي.

ڪلال = ملائڪ. ادو = دائي جو پٽ.
ادو = حضورﷺ جن. منڌ = دائي حليمان.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[39]

برتن بيراڳين جا، هئا سرسا سوايا،
ڪٺي سي خيال مان، آڏوتي آيا،
ڪري صفائي سيني جي، لاڳ تنهين لايا،
"لعلڻ" لڪايا، راز تنهين سي روح ۾.

(لعلڻ خان لغاري)

بيراڳي = فرشتا. آڏوتي = ملائڪ.
تنهين = حضورﷺ جن ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو مٿيون بيان.

[40]

مـــور تـــن هنجهـــن ۾، بينـــو نـــاز كـــري،
جنهور تنهن جي جان تي، چڙيو كاساين قابو كري،
پوءِ كونج كركا كري، وجي مور ڏنو هو ميدان ۾.

(الهه ڏنو نوناري)

مور = حضور ﷺ جن. هنجهه = ٻيا ڇوكرا.
جنهـــور = نـــور. كاســـائي = ملائـــك.
كونج = دائي حليمان.

مراد: حضور ﷺ جن ٻين ٻارن سان ٻكريون پٽي چاريون ته ٻه ملائك آيا جن سندن سينو چاك كيو ۽ جيكي اندر هو سو ٻاهر كڍي، صاف كري وري اندر ركي سبي ڇڏيو. اها خبر جڏهن دائي حليمان كي پئي، تڏهن دانهون كندي اتي آئي، پر حضور ﷺ جن كي باعافيت اچي ڏٺائين.

## حضور ﷺ جن جي ٻكري جو گم ٿيڻ

چون ٿا ته هكڙي دفعي حضور ﷺ جن جي ٻكري جنهن جو پاڻ سڳورا كير پيئندا هئا. سا جهنگ ۾ رهجي ويئي. ٻكرار گهڻيئي ڳولا كئي، پر هوءَ كيس نظر نه چڙهي. آخر سج لهڻ وقت، ٻكري تكڙو تكڙو واپس پئي آئي ته رستي ۾ هكڙو بگهڙ مليس، جنهن كي ڏسي هوءَ دهلجي ويئي. اتي بگهڙ چيس ته مائي ٻكري! تكڙي تكڙي كيڏانهن پيئي وڃين؟ هن مهل توكي كو ڊپ ٻه كونه تو ٿئي! تنهن تي ٻكري وراڻيو ته، نبي آخر زمان جي كير پيئڻ جو وقت تي ويو آهي، انهيءَ اون كري پيئي تكڙي وڃان. باقي ڊپ ڇا جو؟ حضور ﷺ جن جو نالو ٻڌي بگهڙ جو ارادو بدلجي ويو ۽ دل ۾ پڻ خيال كيائين ته، ٻكريءَ كي اكيلو ڏسي متان كو ٻيو جانور كيس تكليف پهچائي، تنهنكري ساڻس گڏجي حضور ﷺ جن جي حويلي مبارك تائين آيو. ٻكريءَ سان گڏ بگهڙ كي ڏسي سڀ ماڻهو تعجب ۾ پئجي ويا.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[41]

ســـئي ســـرتين مـــان، وڃـــڙي منجهـــان وڳـــر،
سهڻي آئي تي سير تريو، جنهن كي محبت ساڻ ميهر،

موملَ ڪان ميدان تي، پڇي خان خبر،
سا مارئي مزمان ڏسي، تي اماڻي عمر،
ماري منگتو ڏسي، چيائون، آهي گهورو سندو سر،
پر بيجل بولايو، تہ هير وجي تي رانجهي در،
اڳيان ”عبدالله“ چئي، آهن ڪيڙي جهڙا ڪر،
پوءِ ليليٰ مجني سان، ڪوني سا ڪانير،
اها عام خبر، مشهور آهي ملڪن ۾.
(عبدالله)

سسئي، سهڻي = ٻڪري.
ميهر = حضور ﷺ جن. موملَ = ٻڪري.
خان = ٻگهڙ. مارئي = ٻڪري.
عمر = ٻگهڙ. منگتو = ٻگهڙ.
هير = ٻڪري. رانجهو = حضور ﷺ جن.
ڪر = ٻين جانورن ڏانهن اشارو.
ليليٰ = ٻڪري. مجنون = حضور ﷺ جن.
ڪانير = ٻگهڙ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[42]

رڙندي وتي پيئي روح ۾، وينگس ويچاري،
سج بہ لهي سانجهي تيو، تيس اوندهہ انڌاري،
اڳيان گڏيو هوس اوچتو، بدُو بيڪاري،
منڊ اها ”موريو“ چئي، بچائي باري،
سسئي ويچاري، خاوند رسي خبر سان.
(موريو ڪتي)

وينگس = ٻڪري. بدُو = ٻگهڙ.
منڊ = ٻڪري. خاوند = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[43]

سگهڙ تنهن سسئي سان، بينو باٻيهل بولي،
برهمڻ! بيني آهين باغ ۾، خبر ڏي کولي،

اتم پيچ پنهل جو، آهيان انهيءَ جي اولي،
پرواهه نه ڪر "پچارو" چئي، ٻڪڙو ڏيندوسئين ٻولي،
مولي ڇڏيا سي ميلي، برابر گڏيا پنيور ۾.

(فيض محمد پچارو)

سگهڙ = ٻگهڙ. سسئي = ٻڪري.
برهمڻ = ٻڪري. پنهل = حضور ﷺ جن.
پنيور = مڪو.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[44]

ڇڇي ڪونج ڪوئن قطار، رلي پئي رڻ ۾،
آڏو مليس اوچتو، ماري هڪ مردار،
وني نالو نر جو، ڪئي ڪونج ڪوڪار،
ماريءَ ڪي مات ڪئي، پيو وهم وڏي ويچار،
ڪري پاڻ پيار، آنديئين ڪونج قطار ۾.

ڪونج = ٻڪري. قطار = ڌڻ.
ماري = ٻگهڙ. نر = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[45]

سسئي ڪي سج ۾، تي اوندهه اويري،
اَيڙ گڏيو هوس اوچتو، ورائي ويري،
چئي ڪين ڇڏيندءِ ڪڏهين، پنهل آ پيري،
ورائي تنهن ويري، آڻي ڏني عجيب ڪي.

سسئي = ٻڪري. اَيڙ = ٻگهڙ.
پنهل = حضور ﷺ جن.
عجيب = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[46]

دشمن تہ سڃڻ تيو، ڏس ڪم ڪيائين ڪيڏو،
ڪار ان جي ڪسي هئي، اهو انصاف ڪيائين ايڏو،
جوڳي گهٽا آهن جوءِ ۾، ناهي انهيءَ جوان جيڏو،
هو پيلي جو پيلو، پر ويو ڪمائي "ڪاسائي" چئي.

دشمن = بگهڙ. اهو انصاف = ٻڪري کي
حضور ﷺ جن وٽ پهچائڻ ڏانهن اشارو.
جوڳي = ٻيا بگهڙ.

مراد: بگهڙ، حضور ﷺ جن جو نالو ٻڌي، ٻڪريءَ کي کائڻ جو ارادو بدلائي، ان سان گڏجي ڪيس مڪي ۾ پهچائي ويو. حقيقت ۾ اها خطري خواهش بدلائڻ حيرت جهڙي ڳالهہ هئي، انهيءَ ڪري ان جو اهو ڪم عزت پريو تي پيو.

## بلور واري واٽ

حضور ﷺ جن، بيبي خديجتہ الڪبريٰ رضہ وٽ شروع ۾ ٻڪرين جي نگهباني ڪندا هئا، پر پوءِ سندن ديانتداري ڏسي شام ڏانهن تجارت جو قافلو تيار ڪرائي ڪين سامان جو مالڪ ۽ مختار بنائي موڪليو. ساڻن سفر ۾ ميسره نالي بيبي صاحبہ جو هڪڙو غلام بہ گڏ هو. گس تي هڪ اهڙيءَ جاءِ تي پهتا جتان شام ڏانهن بہ رستا تي ويا. پاڻ بيهي رهيا، اتي ساٿين مان هڪڙي چيو تہ: هيءَ جيڪا وچين بلور واري واٽ آهي، سا بلڪل ننڍي آهي، پر نهايت مشڪل آهي ۽ ڪئين تڪليفون سهڻيون پونديون، پر هن ٻئي گس ۾ البت ڦيرو ڪرڻو پوندو، مگر سفر نهايت آسانيءَ سان پورو ٿيندو. حضور ﷺ جن اها بلور واري مشڪل واٽ ورتي. اڳتي هليا تہ پاڻيءَ جو نالونشان بہ ڪونہ هو، پر هڪڙي وڻ ڪين چيو تہ اڳتي وڏي کوهہ کوٽيو تہ اوهان کي پاڻي ملندو. اڳتي هلي کوٽيائون تہ پاڻي ڪارو نڪتو، پر حضور ﷺ جن جي دعا گهرڻ سان پاڻي منو ٿي پيو. ان واٽ تي هڪڙي بلا رهندي هئي، جا واٽ ويندڙن کي تڪليف ڏيندي هئي.

چون ٿا تہ ان بلا جو مقصد هو تہ جيئن ڪوبہ ماڻهو هتان نہ لنگهي ۽ جڏهن آخرالزمان نبي هن واٽ تان ايندو، تڏهن ان جي زيارت ڪنديس. پوءِ

جڏهن حضور ﷺ جن اتان اچي لنگهيا. تڏهن ٻلا اچي سندن قدمن ۾ پئي ۽ آئينده لاءِ رستو صاف ٿي ويو. ان رستي تي ٽين تڪليف اها پيش آئي جو اتي هڪڙو مست اُٺ رهندو هو، جو ماڻهن سان وڙهندو هو. ان به جڏهن حضور ﷺ جن جو ديدار ڪيو، تڏهن صبر آيس ۽ وڙهڻ ڇڏيائين. اهڙيءَ طرح واٽ تي جيڪي تڪليفون هيون، سي سڀ دفع ٿي ويون.

حضور ﷺ جن بلور واري واٽ تان شام ۾ اچي پهتا. اتي هڪ نصراني هو، جنهن خواب لڌو هو ته آخري زماني جو نبي پيدا ٿيو آهي[1]. جنهن تي مڪ نه ٿي ويهي، نه متس تڙڪو ٿو ٿئي ۽ ڪڪر هميشه متانئس ڇانو ڪندو آهي. جيڪڏهن ڪنهن سوڙهيءَ جاءِ تان ٿو لنگهي ته اها جاءِ پاڻمرادو ويڪري ٿيو پوي. سڪي ٻنڊ تي هٿ گهمائي ٿو ته اهو سائو ٿيو پوي. تنهن جڏهن هيءَ خبر ٻڌي ته هڪڙو قافلو اچي شهر جي ٻاهران لٿو آهي، ان ۾ هڪڙو اهڙو شخص آهي، جو هڪڙي سڪل ٻنڊ جي پرسان ويٺو ته اهو يڪدم سائو ٿي پيو، تڏهن ڪيس پڪ ٿي ته آخر زماني جو نبي اهو آهي. تنهنڪري هن بيون ڳالهيون جيڪي خواب ۾ ڏٺيون هيون، انهن جي معلوم ڪرڻ لاءِ اتي آيو ۽ سڄي قافلي کي پنهنجي گهر اچڻ ۽ ماني کائڻ جي دعوت ڏنائين. قافلي وارن دعوت قبول ڪئي ۽ ان جي گهر وڃي ماني کائڻ قبول ڪئي. اهو نصراني بت ٺاهيندو هو، هن پنهنجا ٺاهيل بت هڪڙي جاري ۾ رکي ڇڏيا هئا ۽ اندر گهڙڻ جو دروازو اهڙو نهرايو هئائين جنهن مان لنگهڻ لاءِ هرڪنهن ماڻهو کي نئڙي لنگهڻو ٿي پيو. هي پاڻ دروازي وٽ ويهي رهيو. قافلي وارا جڏهن آيا ۽ ان دروازي مان نوڙي تي لنگهيا ته ڪوبه ڦيرو ڪونه ڏنائين. انهيءَ ڪري نصرانيءَ کي پڪ ٿي ته اهو ماڻهو هنن سان هت ڪونه آيو آهي. تنهنڪري آيل مهمانن کان پڇيائين ته: اوهين سڀيئي آيا آهيو يا پوئتي به ڪي ماڻهو رهيل آهن؟ مهمانن جواب ڏنو ته اسين نوَ ماڻهو قافلي جي نگهباني لاءِ ڇڏي آيا آهيون. تڏهن نصراني چيو ته: مان انهن کي به گهرايان ٿو ۽ جيڪڏهن اوهان جو ڪو نقصان ٿيو ته ان کان ڏهوڻو عيوض اوهان کي ڀري ڏيندس. پوءِ ان پنهنجو ماڻهو رستي لاءِ سونهون ڪري موڪليو، جو اتي رهيل سيني ماڻهن کي وٺي آيو، جن ۾ حضور ﷺ جن به هئا. جنهن وقت حضور ﷺ جن دروازي

[1] قصص الانبياء جي روايت موجب، نصراني توريت ۾ حضور ﷺ جن جون نشانيون ڏٺيون هيون.

وٺ پهتا تہ دروازو از خود متي کچي ويو ۽ جيڪي بت جاري ۾ رکيل هئا، سي سڀ ڪِري اچي اڳيان پيرن ۾ ڍير ٿيا. اهو ڏسي نصراني جي دل جا سڀ وسوسا لهي ويا ۽ صدق دل سان مسلمان ٿيو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[47]

ساراهيان سچو ڌڻي، ڏس قادر جي ڪَل،
انهيءَ ڪامڻ جي ڪست جي، هئي هاڪ هڪل،
منڌ ڪيئي ماري ڇڏيا، گهوٽ گهڻي گهائل،
خونياڻي ڪپايا، ڪري ڪاڪ متي ڪرڳل،
ڪاهي تنهن ڪوراڇ ۾، وڃي ڪامل لڌس ڪَل،
پوءِ ڇڏيئين پيايون "بروچ" چئي، جيڪي هئس تيز طبل،
تي موچاري مومل، جاءِ انهيءَ "جاڙو" چئي.

(جاڙو خان مري)

ڪامڻ = بلور واري واٽ.
ڪامل = حضور ﷺ جن.

مراد: ڪوبہ مسافر بلور واري واٽ تان خوف سبب وڃي ڪونہ سگهندو هو، جڏهن حضور ﷺ جن اتان لنگهيا. تڏهن اهي واٽ جون سڀ تڪليفون دور ٿي ويون.

[48]

ڏونگر جي ڏهڪار جي، هئي قافلي ڪي ڪل،
سات سختيءَ ڪان نہ لنگهي، جيڏيون! پاس جبل،
تيڙي خبر ينپور ۾، لتا خوف خلل،
پير پريا هئا پاتڻي، مير منى مرسل،
مير مکي جي مل، ڪئي جاري راٽ جبل جي.

(جاڙو خان مري)

ڏونگر = واٽ. ينپور = مڪہ معظمہ.
پاتڻي = حضور ﷺ جن.

مراد: حضور ﷺ جن قافلي جي منع هوندي بہ بلور واري واٽ تان روانا

تيا. ان رستي وارين سيني بلائن اچي حضور ﷺ جن جي قدمبوسي ڪئي، ان ڪان پوءِ ان واٽ تي ڪنهن کي بہ تڪليف نہ پهتي.

[49]

سِگهي ڪي ڇڏي، ڪيائون سجي جو سعيو،
دانهہ بہ دلگير تيا، پر ڏنائون راءَ سندو رايو،
پوءِ منڌ کي ملوڪ اتي، ڪامل ڪنبايو،
ڏس واليءَ وسايو، انهيءَ کي "الهہ بخش" چئي.
(الهہ بخش)

سگهي =آسان واٽ. سجي = خطري واري
واٽ. راءَ = حضور ﷺ جن. منڌ = بلا.
ملوڪ، ڪامل = حضور ﷺ جن.
انهيءَ = سجي رستي ڏانهن اشارو.

مراد: حضور ﷺ جن خطري واري واٽ تان هليا تہ مشڪل سڀ لٿا ۽ اها واٽ سيني لاءِ آسان ٿي پئي.

[50]

هڪڙي دردوندي دانهہ ڪئي، بابيهل بري،
عرض ڪيائين آري ڄام کي، منجهان ست سُري،
مڙين منيان لڳي، جيڪا ٻڌئون بات بُري،
سالڪ سمڌي ڳالهڙي، جيڪا چنچل چنگ چُري،
پوءِ اُتي هليا اوڏهين، ٿاٽي سپ ٿُري،
وجي گل ڏنائين گلاب جو، سندي سون ذري،
پوءِ تہ آجا ٿيا آزار کان، پين ٿپ ٿري،
ملڪ ٿيو مصري، اُن غازيءَ لاءِ "غلام محمد" چئي.
(غلام محمد)

بابيهل = قافلي جو هڪ ماڻهو.
سالڪ = حضور ﷺ جن. گلاب جو گل = الله تعاليٰ
جو اسم. سون = قيمتي مبارڪ.

مراد: حضور ﷺ جن، قافلي جي هڪڙي ماڻهو کان ڪوهہ جي ڪاري پاٽيءَ هڻڻ جي خبر ٻڌي اتي آيا. الله تعاليٰ جو نالو وني ڪوهہ ۾ قيمتي مبارڪ

وڏائون تہ پاڻي منو تي پيو. جنهنڪري آسپاس جا ماڻھو پاڻيءَ جي تڪليف کان هميشہ لاءِ ڇٽي پيا.

[51]

گهمائي گوهر هنئين، هاڙهي ڪي هيڪر،
لڳي ويس لاهوتيءَ جي، تڪي تيز تبر،
هن جا سامان ڪل سڙي ويا، جيڪي جنگي هيس جوهر،
هن جي پت رکي پرور، راضي تيس "راوت" چئي.

(راوت پرڙو)

گوهر = حضور ﷺ جن. هاڙهو = ڪوهہ.
تير = ڦيٽي. جوهر = ڪاراڻ.

مراد: بلور واري واٽ تي هڪڙي ڪاري ڪوهہ ۾ حضور ﷺ جن ڦيٽي مبارڪ وڌي تہ منو تي پيو. چون ٿا تہ بلور واري واٽ تي هڪڙو ڪارو ڪوهہ هو، جنهن جو پاڻيءَ ڪير بہ واپرائي نہ سگهندو هو. ان ڪوهہ الله تعاليٰ کي سوال ڪيو تہ منهنجي پاڻي کي پهريائين نبي پاڪ جن پرڪين. الله تعاليٰ سندس سوال قبول ڪري، ڪيس ڪارو ڪيو هو. پوءِ جڏهن نبي ﷺ جن منجهس پڪ مبارڪ وڌي تڏهن منو ٿيو ۽ قافلي وارن ڪم آندو ۽ آسپاس لاءِ سهنج ٿيو.

[52]

عورت انجامي، آهي عام سان،
ڏس نصيب نار جو، ڇائي ملي نہ ڇام سان،
نہ نڪيڙي ڇڏي، مير ڪنهن مام سان،
وني گس گرام سان، ڪوڪو چوندو "ڪيريو" چئي.

(ٻولو ڪيريو)

عورت = اُس. ڇام = نبي ﷺ.
تر = الله تعاليٰ. مام = ڪڪر.

مراد: حضور ﷺ جن جي مٿان هميشہ ڪڪر جي ڇانوَ هوندي هئي ۽ مٿن اُس ڪڏهن بہ تڙڪو نہ ڪيو.

[53]

ماروئڙو مارن ۾، هو سو هٿو سربسر،
نہ ڪي وڃي وڳر سان، نہ ڪي ڪري پنهنوارن پر،

پـوري پريـت پنهـوار جـي، هئـي اميـر سـان اپـر،
آهـي عـام خبـر، ملـڪ سڄي ۾ ”موريـو“ چئـي.

مـاروئڙو = ڪڪـر. وڳـر = ٻيـا ڪڪـر.
امير = حضور ﷺ جن.

مراد: حضور ﷺ جن جي مٿان هميشہ هڪ ڪڪر ڇانوَ ڪري بيٺو هوندو هو. حضور ﷺ جن جيڏانهن بہ ويندا هئا تہ هو ساڻن گڏ هلندو هو.

[54]

مينڌري ڏي ماڻهه موڪليائين، ڪري راڻي ڏي رهبر،
تـو ريءَ ميـان مينـڌرا! مـان پانيـان هـي ٻـَـرُ،
والـي وسـيلا وَرُ، مـون جهـڙي مسـڪين تـي.

مينڌرو = حضور ﷺ جن. مـان = ڪـافر ڏانهـن اشارو.

مراد: حضور ﷺ جن بلور واري واٽ تان شام ملڪ ۾ آيا هئا. اتي جي هڪ ڪافر خواب لڌو هو، جنهن ۾ حضور ﷺ جن کي ڏٺو هئائين. پوءِ جڏهن حضور ﷺ جن جا پار پتا پيس، تڏهن سندن دعوت ڪيائين ۽ سندن معجزا ڏسي مسلمان ٿيو.

[55]

دانهـہ تنهـن جـي در تـي، اچـي پـانهن ڌريـو پيـر،
قـادر ڪشـادو ڪيـو، جيڪـو سـوڙهو هيـو سـير،
حشـمت سـاڻ حبيـب جـي، ٽيـا ٻونـڊ ٻچـي ڍيـر،
پـوءِ قند ڇڏيائين قيـر، مهـل انهـيءَ ”موريـو“ چئـي.
(موريو ڪٿي)

دانهـہ = حضور ﷺ جـن. تنهـن = ڪـافر ڏانهـن اشارو. سير = دروازي وارو لنگهہ. ٻونـڊ = بـت.
ڦند قير ڇڏڻ = مسلمان ٿيڻ.

مراد: نصراني جي دعوت تي حضور ﷺ جن آيا تہ سوڙهو در ڪشادو ٿي پيو ۽ بت ڊهي پيا. اهي معجزا ڏسي هو مسلمان ٿيو.

## ’ريان‘ ڪافر جو اسلام تي اچڻ

چون ٿا تہ حضور ﷺ جن کي الله تعاليٰ وٽان حڪم مليو تہ مصر جي بادشاھ ’ريان‘ کي اسلام جي دعوت ڏي. حضور ﷺ جن اھو حڪم ٻڌي مصر ڏانھن روانا ٿيا. اتي پھچي بادشاھي باغ ۾ نماز پڙھڻ جي خيال سان ھڪڙي وھنڊڙ اڏ مان وضو ڪيائون تہ اڏ وارو پاڻي ڪير تي وھي وڃي وڻن جي چُلھن ۾ پيو. باغ جي مالھي اھو ڪير ڏسي ريان بادشاھ سان وڃي حقيقت ڪئي، جا ٻڌي ھو خود باغ ۾ آيو ۽ اچي حضور ﷺ جن سان ملاقات ڪيائين. حضور ﷺ جن ڳالھين ڪندي کيس اسلام جي دعوت ڏني. ’ريان‘ حضور ﷺ جن تي شرط وڌو تہ ھيءُ سڪل ٻنڊ سائو ٿي ڦر ڏئي تہ آءٌ اسلام قبول ڪندس. حضور ﷺ جن الله تعاليٰ جي دربار ۾ سوال ڪيو تہ اھو سڪل ٻنڊ سائو ٿيو ۽ ڦر ڏنائين. ريان سان گڏ سندس ستن سالن جي ڇوڪري بہ گڏ ھئي، جنھن اِھو ڦر (جو چون ٿا تہ انب ھو) ڪاڌو تہ حامل ٿي ۽ اتي جو اتي سفيد ڏاڙھيءَ سان پٽ ڄڻيائين، جنھن شاھدي ڏني تہ، ھي برابر آخري زماني جو نبي آھي. نبوت جي شاھدي ملڻ تي ريان ۽ ساڻس گڏ آيل ماڻھو سڀ مسلمان ٿيا.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[56]

ساراھيان سچو ڌڻي، ٻيو ساراھيان سرور،
جوان آيو ھو جوءِ ۾، ڪنھن اھڙي ساڻ اڪر،
نر چڙھي نھوار تي، ڪو ھٿ وڌو ھيڪر،
راضي ٿيو، رنگ مٺيو، اوڏي مھل اپر،
سو واھڙ وھي ھليو، ڪا ٻڌي ڏم ڏچر،
ڪن تنھن حلال ڪلال جا، سي پر ڪيا پرور،
خوشبوءِ منجھن ”خاصخيلي“ چئي، عطرمشڪ عنبر،
ڪري نيڪ نظر، وڃي ڏاھا ڳولج ڏور ڪي.

(حاجي حامد خاصخيلي)

جوان= حضور ﷺ جن. جوءِ =ريان جي بادشاھي.
نھوار = اڏ جو ڪپ. رنگ = پاڻي منجھي ڪير ٿيو.
واھڙ = اڏ. ڪن = وڻن جا چلھا. ڪلال = ريان.
خوشبوءِ = ڪنمون سگورو.

مراد: حضور ﷺ جن مصر ۾ اچي ريان جي باغ ۾ لٿا ۽ اڏ مان وضو ڪيائون ته اهو پاڻي کير ٿي پيو.

[57]

وير ته انهيءَ ويري ۾، ويو سونهن پريو سلطان،
هوبه ولر ڪؤن وچڙي ويو، پر هيس سورن جو سامان،
پوءِ هن به اچي هوت سان، ڪيو بات بيان،
اشاري عاشق جي سان، بينو پر ڪري پهلوان،
پوءِ مالڪ ٿيو مهربان، انهيءَ سان "الهه بخش" چئي.

(الهه بخش)

ويو = حضور ﷺ جن. هو = وڻ ڏانهن اشارو.
سورن جو سامان هجڻ = مڪي وڃڻ.
هن = ريان ڏانهن اشارو. هوت = حضور ﷺ جن.
پر ڪرڻ = قر جهلڻ. پهلوان = وڻ.
انهيءَ = ريان ڏانهن اشارو.

مراد: حضور ﷺ جن ريان جي شرط تي، سڪل بند کي سائو ڪري ان مان ميوو پيدا ٿيڻ جو معجزو ڏيکاري کيس اسلام تي آندو.

[58]

ڏاها ڳولج ڏور کي، تون چڱو لائي چت،
هوت مکو هٿن سان، کو ماڻهو ڪري محنت،
خبر ملي ته خر کي، پهتي تهتان وجي تت،
ڏسي معجزو مرد جو، هو دهلي ويو درخت،
ڪيائين وصيت وزير کي، تنهن پيتو ساڻ پرت،
هي منو ماکي کان گهڻو، جيئن شير گهٽي شربت،
نوڙيو گهٽي نياز سان، هو هچي ويو حيرت،
هي سڪو وڻ سائو ٿئي، جنهن ۾ مال ٿئي ملڪيت،
آءٌ آٿيان اسلام مٿئي، منهنجا ڪوفين پاسي خط،
تڏهن حڪم سان الله جي، ات وني نوراني رحمت،
هو ساعت ۾ سائو ٿيو، ڪُلين ۾ ڪثرت،
ڏنائين ميوو مٺ ۾، تڏهن ڪيائين هنر جي حرڪت.

هليــو ويــو "حــاميد" چئـي، آئـي نيــاڳي نــہ ســرت،
ڏنـائين مـاڙين ۾ مـورت، تـڏهن ويـس وڃـائون وسـري.
(حاجي حاميد خاصخيلي)

هـوت = حضـورﷺ جــن. خــر = ريــان.
مـاڙين ۾ مـورت = نابـالغ نيـاڻيءَ كـي اڇـيءَ
ڏاڙهيءَ سان پٽ.

مراد: حضورﷺ جن ريان كي ميوي پيدا ٿيڻ جو معجزو ڏيكاريو، تڏهن بہ هن اسلام قبول نہ كيو، پر اهو جڏهن سندس نياڻي كاڏو تہ هوءَ حاملہ ٿي، جنهن بروقت ڏاڙهيءَ سان پٽ ڄائو. اهو معجزو ڏسي هن اسلام قبول كيو.

[59]

ســتين ســالين جــي ســونگڙي، ســتر ســالن جــو ســنگ،
مــاڙيءَ ۾ ملــوڪ ســان، اڇــي راءُ كيــو هــو رنــگ،
جڏهن چارڻ چوريو چنگ، تڏهن ملكن ۾ ڳالهہ مشهور ٿي.

ســـونگڙي = ريـــان كـــافر جـــي ڌيءَ.
ســـنگ = اڇـــي ڏاڙهـــي ســـان پـــٽ.
مـاڙي = بـاغ. ملـوڪ = حضـورﷺ جــن.
راءِ = ريان. چارڻ = ڄاول پٽ.

مراد: ريان جي ڌيءَ اڇي ڏاڙهيءَ سان پٽ ڄائو. جنهن حضورﷺ جن جي نبوت جي شاهدي ڏني.

[60]

بنـا پـر پريـت جـي، هــن ســان قــادر كـرم كيـو،
اڇــــي اجهــــڙوال كــــي، دهـــــرو دان ڏهيـــــو،
ٻـڌي بولـي ٻهڳــڻ جــي، اڇــي پريــن پيــش پيــو،
پــوءِ ختــم كيــل ٿيــو، اتيئـي "الهــ بخــش" چئــي.
(الهہ بخش)

هــن = ريــان جــي ڌيءَ ڏانهــن اشــارو.
دان دهــڻ = اڇـي ڏاڙهــيءَ ســان پــٽ ملــڻ.
ٻهڳڻ = نئون ڄاول ٻار.

مراد: ريان جي ڌيءَ کي بنا شادي ڪرڻ جي اڇي ڏاڙهيءَ سان پٽ ڄائو، جنهن حضور ﷺ جن جي نبوت جي شاهدي ڏني، تڏهن ريان اسلام قبول ڪيو.

[61]

پرين توکي پوک، ٻج نه هيو پاٽي،
قدرت ساڻ ڪريم جي، سا ستت ساماٽي،
پوءِ سچ کي سڃاٽي، مجيائون "موريو" چئي.
(موريو فقير)

پرين = حضور ﷺ جن. پوک پوکٽي = ريان جي ڌيءَ کي حمل ٿيڻ جو معجزو.

مراد: حضور ﷺ جن ريان بادشاهه کي سڪل ٻنڊ مان ميوو پيدا ڪري ڏيکاريو، جو سندس ڌيءَ ڪاڏو ۾ حامله ٿي پٽ ڄڻيو، جنهن حضور ﷺ جن جي نبوت جي شاهدي ڏني. تڏهن ريان ۽ سندس ماڻهن اسلام قبول ڪيو.

[62]

نه ڪي مڱي مڙس سان، نه ڪي ويجهو تيس وَرُ،
پٽ ڄڻيائين پنهنجو، تيو عالم اڪابر،
شفيع جي شريعت جو، نه تيس ڏوهه ڏمر،
تئو ملڪ ۾ مشر، سيني ٻڌو "صالح" چئي.
(صالح)

نه مڱي = ريان بادشاهه جي ڌيءَ ڏانهن اشارو.
شفيع = حضور ﷺ جن.

مراد: ريان بادشاهه جي ڪنواري ڌيءَ کي حضور ﷺ جن معجزي سان انب پيدا ڪري کارايو ته اڇي ڏاڙهيءَ سان پٽ پيدا ٿيس. جنهن ڄمڻ شرط حضور ﷺ جن جي نبوت جي شاهدي سيني ماڻهن جي اڳيان ڏني.

[63]

نه ڪا مجلس مرد جي، نه ڪو هو سالڪ جو سعيو،
تڪڙ پڪڙ جي تار سان، اوچتو آيو،
پوءِ منڌ مزو لايو، حيرت لڳي "حاجي" چئي.
(حاجي)

مرد جي مجلس = شادي ٿيڻ ڏانهن اشارو.
سالڪ = ٻار. مزو لائڻ = اڇي ڏاڙهي سان ٻار جو ڄمڻ.

مراد: ريان جي ڏيءَ کي شادي ڪرڻ ڪانسواءِ اڃي ڏاڙهيءَ سان ٻار ڄائو. حضور ﷺ جن جو اهو معجزو ڏسي سڀ حيرت ۾ پيا.

[64]

ڏاڻ ڏنـــو ڏاهـــيءَ ڪـــي، آديســـي آڻـــي،
ڪـامڻ پنهنجـي قـرب منجهـارون، منـڊ چڏيو مـاٽي،
انهـيءَ صوبـي سـاماٽي، حيـرت لڳـي "حـاجي" چئـي.
(حاجي)

ڏاڻ = ميـوو. ڏاهـي = ريـان جـي ڌي.
آديســـي = حضـــور ﷺ جـــن.
ڪامڻ= ريان جي ڌيءَ. صوبو = پٽ.

مـراد: ريـان جـي ڌيءَ انـب کـائڻ سـان اڃـي ڏاڙهـيءَ سـان پـٽ ڄڻيـو. حضور ﷺ جن جو اهو معجزو ڏسي ماڻهو حيرت ۾ پيا.

[65]

ســهڻي جــي ســيرَ مــوُن، آيــو وينگــس کــي کــو واءُ،
نـه ڪيـائين ڪـار ڪتـڻ جـي، نـه چرخـي سـان هيـس چاهـه،
ســرتين کـــان اڳ ســاعت ۾، هـــن پـــورو ڪيـــو پـــاءُ،
مـــان لڳـــي مڙنـــي کـــي، ڏســـي دانهـــه جـــو هـــي داءُ،
ورتئون سـالڪ ڪوُن هـي سـاءُ، تـڏهن رنـگ لڳـو "راڄپـر" چئـي.
(قادربخش راڄپر)

سهڻو = حضور ﷺ جن. وينگس = ريان جي ڌيءَ.
ڪتـڻ جـي ڪـار = شـادي. چرخـو = پـٽ.
پـــاءُ پـــورو ڪـــرڻ = ٻـــار ڄڻـــڻ.
دانهه = حضور ﷺ جن. سالڪ = پٽ.

مراد: ريان جي ڌيءَ شـادي ڪـرڻ ڪانسـواءِ پنهنجـي سرتين کـان اڳـي پـٽ ڄائو. جنهن حضور ﷺ جن جي نبوت جي شاهدي ڏني ريان ۽ ان جا ماڻهو اهو معجزو ڏسي مسلمان ٿيا.

[66]

ونـــو راهـــه رســـول جـــي، ســـڻو ســـيد جـــي صفـــت،
مـــرد آيـــو ميـــدان ۾، ڏســـو قـــادر جـــي قـــدرت،

پسـي پريشـان ٿيـا، ڪريـم جـي ڪرامـت،
”جمعـو“ چئـي هـو جـوءِ ۾، آيـو ميـر جـي معرفـت،
چاهه مان ”چانديو“ چئي، ٻينو ڪري حاڪم جي حقيقت،
ڪـوري ڪـڍيئين قلـب مـان، ڪچـائي ڪپـت،
هـاڻ منـي ڪـري محبـت، ڏاهـا ڳوليـو ڏور ڪـي.
(جمعو چانديو)

مرد = حضور ﷺ جن. حقيقت ڪرڻ = نبوت
جي شاهدي ڏيڻ.

مراد: ريان جي نابالغ ڇوڪريءَ انب ڪاڏو ۽ اڇي ڏاڙهيءَ سان پٽ ڄڻيائين. جنهن اڇي حضور ﷺ جن جي نبوت جي شاهدي ڏني. تڏهن ريان ڪفر ڇڏي اسلام قبول ڪيو.

[67]

ستن ورهين جي ڇوڪريءَ، ڄائو ستر ورهين جو ٻار،
ڪـدي ڪتـاب نهـار، تـه ڪـاتب ڪيئـن چئـي ويـو؟

ڇوڪري = ريان جي ڌيءُ. ٻار = اڇي ڏاڙهيءَ
سان پٽ.

مراد: حضور ﷺ جن جي معجزي سان ريان جي نابالغ ڌيءَ کي اڇي ڏاڙهي سان پٽ ڄائو.

### بيبي خديجته الڪبري

حضور ﷺ جن بيبي خديجته الڪبريٰ رضه وٽ پهريائين ٻڪرين جي نگهباني ڪندا هئا. سندن اخلاق ۽ معجزا ڏسي ڪين تجارت ڪرڻ لاءِ شام ڏانهن قافلي جو عام مختيار ڪري موڪليائين. ساڻن گڏ بيبي صاحبه جو غلام ميسره به هو. جڏهن شام ڪان واپس آيا ته ميسري بيبي صاحبه سان گهڻي نفعي تيڻ ۽ حضور ﷺ جن جي اخلاق ۽ سندن ڪرامتن جو ذڪر ڪيو جو ٻڌي حضور ﷺ جن لاءِ سندس دل ۾ محبت زياده ٿي ۽ انهيءَ عرصي ۾ هڪ رات بيبي صاحبه خواب لڌو، جنهن ۾ ڏٺائين ته سندس جهوليءَ ۾ چنڊ جهُلي پيو آهي. انهيءَ خواب جي تعبير لاءِ پنهنجي چاچي وٽ ويئي جو هڪڙو نجومي هو. چاچس خواب جو تعمير ٻڌايس ته تنهنجو نڪاح آخر زماني جي

نبيءَ سان ٿيٺو آهي. ڪجهہ عرصي بعد بيبي صاحبہ جو اهو خواب سچو ٿيو، جو عزيزن جي منع هوندي بہ حضورﷺ جن سان نڪاح ڪيائين. جڏهن حضور جن پنهنجي چاچي ابوطالب ڪان اجازت ورتي تڏهن بيبي صاحبہ جي چوڻ پٽاندر سندس سوٽ ورقہ بن نوفل وٽ سندن نڪاح پڙهيو ويو. ان وقت سندس ڄمار چاليهہ ورهيہ ۽ حضورﷺ جن جي پنجويهہ ورهيہ هئي.

حضورﷺ جن دنيا جي زر ۽ مال کان هميشہ پري ڀڄندا هئا. بيبي صاحبہ وڏي مالدار هئي پر سندن صحبت ۾ پنهنجي ملڪيت بہ خدا جي راهہ ۾ مسڪينن ۽ محتاجن کي ڏيئي ڇڏيائين، تان جو هن پنهنجي سڄي ملڪيت خيرات ڪري ڇڏي.

چون ٿا تہ هڪ ڏينهن حضورﷺ جن بيبي صاحبہ کي فرمايو تہ، توهان مان اجا بہ دنيا جي بوءِ پيئي اچي. بيبي صاحبہ عرض ڪيو تہ مون وٽ جيڪي هو، اهو سڀ الله تعاليٰ جي راهہ ۾ خيرات ڪيو اٿم، باقي هڪ چوٽي ڦُل اٿم، اهو بہ حاضر آهي. حضورﷺ جن جي انهيءَ اشاري تي هن اهو بہ خيرات ڪري ڇڏيو.

چون ٿا تہ هڪ دفعي حضور ﷺ جن واپار جي سانگي مسافري تي ويل هئا، ڪين ڪافي وقت گذري ويو تہ بيبي صاحبہ تمام گهڻو فڪرمند ٿي ۽ پنهنجي وفات ڪان اڳ ڪين ڏسڻ جي تمام گهڻي سڪ ٿي، تنهنڪري الله تعاليٰ کي سوال ڪيائين تہ مرڻ کان اڳ نبيﷺ جن کي ڏسان، ۽ هيءَ باس بہ باسيائين تہ حضورﷺ جن جي موٽي اچڻ تي صلواة پڙهي پوءِ ساٽن ملنديس. اجا انهيءَ خيال ۾ هئي تہ حضورﷺ جن اوچتو اچي ويا ۽ بيبي صاحبہ صلواة سڳوري پڙهي ساٽن ملي ۽ ڪيس گهڻي خوشي ٿي.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[68]

سُتي پيئي هئي رات جو، ڪيو سڀ ڇپات،
رنگ ڏنا هئا سيج تي، بيبيءَ پاتون پات،
وجي ڪنهن سان سليائين بات، راز ڏنو هئائين روح جو.

بيبي = خديجتہ الڪبريٰ رضہ.
ڪنهن سان = نجومي ڏانهن اشارو.
راز = خواب (جهوليءَ چنڊ جهلڻ).

مراد: بيبي خديجة الڪبريٰ رضہ هڪ رات خواب ڏٺو تہ سندس جهوليءَ ۾ چنڊ جهلي پيو آهي. اها حقيقت پنهنجي چاچي نجوميءَ سان ڪيائين.

[69]

سسئي ڪي پنهل جي، ڏني بابيهل ٻُرڪي،
ڪيچي آيو ڪوهيارو، ڏسي محب ويني مُرڪي،
سهي سيج ڏي سرڪي، ڏسو رنگ "راڄپر" چئي.

(قادر بخش راڄپر)

سسئي = بيبي خديجة الڪبريٰ.
پنهل = حضور ﷺ جن. بابيهل = نجومي.
ٻُرڪي ڏيڻ = خواب جو تعبير ٻڌائڻ.

مراد: بيبي صاحبہ پنهنجي نجومي چاچي کان خواب جو تعبير ڪرايو، جنهن ٻڌايس تہ تنهنجي شادي آخرزماني جي نبي سان ٿيڻي آهي. اها خبر ٻڌي هوءَ سرهي ٿي ۽ آخر حضور ﷺ جن سان شادي ٿيس ۽ سندس خواب سچو ٿيو.

[70]

سهڻي ساهڙ ڄام سان، هئي سدائين سچي،
لاهي لاڳاپا لوڪ جا، هوءَ بيني منڌ مچي،
لهر لوڏيس ڪينڪي، هوءَ ڪامڻ ٿي نہ ڪچي،
ويئي رمز منجهہ رچي، مهل انهيءَ "منو" چئي.

(منو ملاح)

سهڻي = بيبي خديجة الڪبريٰ رضہ.
ساهڙ = ڄام = حضور ﷺ جن.

مراد: بيبي خديجة الڪبريٰ رضہ عزيزن جي رنجش ڪٺي بہ حضور ﷺ جن سان نڪاح ڪيو.

[71]

ڏس ڪم ڪونروءَ جا، جنهن ڇڏي ليلان ڪي لوڏائي،
رڪيئين چاهہ چنيسر سان، ناهوڪو ناهي،
عجب "ادريس" ڪي آهي، ڪونروءَ جي ڪمن جو.

(ادريس راڄڙ)

كونرو = بيبي خديجہ. ليلان = ملڪيت.
چنيسر = حضور ﷺ جن.

مراد: بيبي خديجۃ الڪبريٰ رضہ حضور ﷺ جن سان نڪاح ڪرڻ بعد پنهنجي سڀ ملڪيت مسڪينن ۽ محتاجن کي خيرات ڪري ڇڏي.

[72]

قطاريل هو قطار ۾، مهري موچارو،
وينو هو وڳ ۾، سينگار ڪريو سارو،
اٺ انهيءَ جو "ادريس" چئي، هو پاڳ به پلارو،
جڏهن عاشق ڪنيس آرو، تڏهن وري نہ آيو وڳ ۾.

(ادريس راڄڙ)

قطار = وارن جي چوٽي. مهري = چوٽي ڦل.
وڳ = وار. اٺ = چوٽي ڦل.
عاشق = حضور ﷺ جن.

مراد: بيبي خديجۃ الڪبريٰ پنهنجي دولت مسڪينن ۽ محتاجن کي خيرات ڪري ڇڏي، باقي سندس وارن جي چوٽيءَ ڦلن مان هڪ چوٽي ڦل وٽس رهيو هو. حضور ﷺ جن جڏهن اهو ڏٺو، تڏهن دنيا جي محبت جو ڪيس اشارو ڪيائين. پوءِ اهو بہ الله جي راهہ ۾ ڏيئي ڇڏيائين.

[73]

در ڏنم دروازا ڏنم، تاڙيون ڏنم طاق،
تنهن ڪان پوءِ طلاق، نار ڏني نر ڪي.

طلاق ڏيڻ = خيرات ڪرڻ. نار = بيبي
خديجہ. نر = چوٽي ڦل.

مراد: بيبي خديجہ سون چاندي خيرات ڪري ڇڏي، باقي هڪ چوٽي ڦل وڃي بچيو هئس، سو بہ حضور ﷺ جن جي اشارو ملڻ تي خيرات ڪري ڇڏيائين.

[74]

تيتر موت نہ مار، جيتر پسان پِرڪي،
الله هن عزرائيل جي، واڳ متاهون وار،
ڏاتر! مون ڏيڪار، هيڪر هوت! اکين سان.

پسان = بيبي خديجتہ الڪبريٰ ڏانهن اشارو.
هوت = حضورﷺ جن.

مراد: حضورﷺ جن واپار جي سانگي مسافريءَ تي ويا. اتي ڪجهہ عرصي ترسڻ ڪري بيبي صاحبہ الله تعاليٰ کان دعا گهري تہ مرڻ کان اڳ هڪوار حضورﷺ جن جو ديدار ڪري اکين کي ٺاريان.

[75]

ويني ڄوليائين ڄاڻ، تہ ڄونديسانس چٽو ڪري،
اوچتو عجيب اچي، پرين پسايس پاڻ،
ڏند چپن ساڻ، ڏني محب مڙي ويس.

ڄونديسانس = بيبي خديجتہ الڪبريٰ رضہ ڏانهن
اشارو. چٽو ڪري = صلواة پڙهڻ ڏانهن اشارو.
عجيب = حضورﷺ جن.

مراد: حضورﷺ جن واپار جي سانگي ٻاهر هئا ۽ ڪجهہ عرصو گذري ويو هو. بيبي صاحبہ سندن اچڻ لاءِ منتظر هئي. پاڻ هيءَ ٻاس ٻاسيائين تہ پاڻ سگورا ايندا تہ صلواة پڙهي پوءِ ساڻن ملنديس. ايتري ۾ حضورﷺ جن اچي سهڙيا ۽ بيبي صاحبہ صلواة پڙهي ساڻن ملي خوش ٿي ۽ پنهنجي سوال اگهامڻ تي حيرت ۾ پيئي، پوءِ الله تعاليٰ جو شڪرانو ڪيائين.

[76]

آيا آس تيام، ٻاروچا پنيور ۾،
پسي پاڪ پنهل کي، تنهن سين نيڻ نريام،
گوندر وساريام، سڪن شاخون ڪڍيون.

ٻاروچو = حضورﷺ جن. پنيور = مڪو معظم.
پنهل = حضورﷺ جن.

مراد: حضورﷺ جن جي واپار تان خير سان موٽڻ تي بيبي صاحبہ جو انتظار لٿو ۽ خوش ٿي، الله تعاليٰ جو شڪرانو ڪيائين.

## وحي جو نزول

نبوت ملڻ کان اڳ حضورﷺ جن ڇا ڪندا هئا جو ڪجهہ ڏينهن لاءِ کاڌي جو سامان کڻي غارِ حرا ۾ وڃي الله تعاليٰ جي عبادت ڪندا هئا. سنہ

610ع ۾ پاڻ جڏهن چاليهن ورهين جا ٿيا، تڏهن مٿن وحي جبرئيل نازل ٿيو. ان وقت غار حرا ۾ عبادت ۾ مشغول هئا. جبرئيل کين چيو تہ "پڙهہ" پاڻ جواب ڏنائون تہ آءٌ پڙهيل نہ آهيان. پوءِ هن حضور ﷺ جن کي ڀاکر ۾ جهلي زور ڏيئي چيو تہ، چئو "اقراءُ باسم ربک الذي خلق" اتي کين پنج آيتون پڙهايائين.

جبرئيل جي وڃڻ کان پوءِ پاڻ گهر آيا ۽ سندن لڱ مبارک ڪوسا هئا. بيبي خديجة الکبريٰ کانئن حقيقت پڇي، جنهن تي پاڻ وحي جي نازل ٿيڻ واري حقيقت بيان ڪيائون. بيبي صاحبہ اهو سمورو قصو پنهنجي سوٽ ورقة بن نوفل کي ٻڌايو جو دين عيسوي رکندو هو. جنهن کيس مبارک ڏيئي چيو تہ ڪوبہ فڪر نہ ڪريو، اهو فرشتو جبرئيل هو جو الله جي طرفان نبين وٽ ايندو آهي.

چون ٿا تہ ورقة بن نوفل اها حقيقت ٻڌي حضور ﷺ جن وٽ آيو ۽ مسلمان ٿيو.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[77]

هو جوڳي ڪنهن جڳ جو، هو آڏوتي اٺگيل،
تنهن کي ناٿ نوازيو، ڏيئي سوکڙي سرکيل،
جا خوشبوءِ هئي ڪتوريءَ جي، سا آندي تنهن عاقيل،
پر جنهن تي نظر ناٿ جو، سو وهسيو نہ تنهن ويل،
اُن جي هبڪار کان هيڪاري، ٿيو اوڪو ۽ اٽڪيل،
پوءِ ٿي سرهائي سڀ ويل، جڏ ٻوءِ ڪتوري ڪُلي پئي.

(نبي بخش خان بلوچ)

جوڳي = جبرئيل. ناٿ = الله تعاليٰ.
سوکڙي = ڪلام پاڪ جي آيت.

مراد: جبرئيل حضور ﷺ جن وٽ الله تعاليٰ جي طرفان ڪلام پاڪ جي آيت ڪٺي آيو ۽ کين اها پڙهايائين.

[78]

مام ٻڌي منڌ جي، سرهو ٿيو سلطان،
هيءُ ڀي هليو اوڏهين، جنهن جو شاهي ڏنائين شان،
جاءِ اُنهيءَ "جانڻ" چئي، هن کي منٿڙي ڏنو مان،

موڪلائـــي تنهــن ميـــر ڪـــوئن، تيـــو رِنـــڌُ رَوانُ،
پــوءِ قيريــو نـــ فرمــان، جنـــگ انهـــيءَ جــاءِ ڪــوئن.
(جاڻ ڪٿي)

مـــام = وحـــي جـــي اچـــڻ جـــي حقيقـــت.
منڌ = بيبي خديجته الڪبريٰ. سلطان = ورقته
بـــن نوفـــل. منـــڙو = حضـــورﷺ جـــن.
رِنڌ = ورقته بن نوفل.

مراد: جڏهن حضورﷺ جن وحي جبرئيل جي اچڻ جي حقيقت بيبي خديجته الڪبريٰ سان ڪئي، تڏهن ان پنهنجي سوٽ ورقته بن نوفل سان اهو ذڪر ڪيو. جنهن ڪيس تسلي ڏني ۽ پاڻ حضورﷺ جن وٽ حاضر تي ايمان آندائين.

## حضرت ابراهيم رضہ جي وفات ۽ ماڪيءَ جي مک

چون ٿا تہ حضورﷺ جن جي فرزند حضرت ابراهيم رضہ جي وفات جو وقت جڏهن نزديڪ ٿيو، تڏهن جبرئيل الله تعاليٰ جو پيغام ڪٺي حضورﷺ جن وٽ آيو ۽ ڪين چيائين تہ، الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ يا حضرت ابراهيم رضہ قربان ڪريو، يا قيامت ۾ اُمت تي شفاعت تيڻ قبول ڪريو ۽ انهن ٻنهي ڳالهين ۾ اوهين مختيار آهيو. پاڻ ڪريمن حضرت ابراهيم رضہ سهسائي اُمت جي شفاعت لاءِ دعا گهري.

چون ٿا تہ حضورﷺ جن مسجد ۾ آيا تہ حضرت ابراهيم رضہ کي قرآن شريف پڙهندي ڏٺائون. قرآن پڙهندي عزرائيل حضرت ابراهيم رضہ جو روح قبض ڪيو.

چون ٿا تہ حضرت ابراهيم رضہ جي وفات وقت حضورﷺ جن کي اکين مان ٻہ لڙڪ وهي اٿي هليا. تنهن تي الله تعاليٰ جبرئيل کي حڪم ڪيو تہ منهنجي پياري جي اکين جا لڙڪ زمين تي ڪرڻ کان اڳ پنهنجي پرن تي روڪ، نہ تہ قيامت تائين زمين مان اوپڙ نہ اپرندو. اهو حڪم ٻڌي جبرئيل جهٽ انهن لڙڪن کي پنهنجي پرن تي روڪيو.

ڪي چون ٿا تہ الله تعاليٰ لڙڪن کي روڪڻ لاءِ مک کي حڪم ڪيو، مگر هوءَ لڙڪ چوسڻ کان عاجز تي، جنهنڪري بدنصيب تي. ان کان پوءِ ماکيءَ جي مک کي حڪم ٿيو، جنهن خوشيءَ سان وجي لڙڪ چوسيا. حضور ﷺ جن

ڪيس دعا ڪئي تہ تون اهڙي مني تيندينءَ جو توکي ماڻهو سدائين ڳوليندا رهندا. اڄ تائين هن جي طلب آهي.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[79]

جوڳيءَ اچي جُوءِ ۾، گويا ڪئي گفتار،
مالڪ مون کي موڪليو، صاحب رب ستار،
ٻن ڳالهين ۾ ڀِڳڻ! اوهان محب آهيو مختيار،
ڪامل هڪ قبول ڪئي، قربئون قربدار،
الله جا اسرار، آهن اڳي ڪوئن ٻہ اڳرا.

جوڳي = جبرئيل. ٻہ ڳالهيون = اُمت جي
شفاعت ۽ حضرت ابراهيم رضہ جي وفات.
ڀِڳڻ = حضور ﷺ جن.

مراد: حضرت جبرئيل حضور ﷺ جن وٽ اچي چيو تہ، الله تعاليٰ مون کي اوهان ڏانهن موڪليو آهي، تہ يا حضرت ابراهيم قربان ڪريو يا اُمت جي شفاعت قبول ڪريو. انهن ٻنهي ڳالهين ۾ اوهين مختيار آهيو. حضور ﷺ جن اُمت تي شفاعت تيڻ قبول فرمائي جو ڪين پنهنجي فرزند کان اُمت پياري هئي.

[80]

سامي سنيري هليو، ڪامل ڪوهيارو،
گوهر جي گفتار جو، ٻڌائين هلڪو هاڪارو،
دانهن جي دل ۾، آيو پرتئون پسارو،
قاصد آيو قريب ڏي، تون آن مانجهي موچارو،
پوءِ نينهن جو نظارو، محب ڪٿي منظور ڪيو.

سامي = حضور ﷺ جن.
گوهر = حضرت ابراهيم.
گفتار = قرآن شريف جي پڙهڻ جو آواز.
دانهن = حضور ﷺ جن. قاصد = جبرئيل.
محب = حضور ﷺ جن.

مراد: حضور ﷺ جن مسجد ۾ ويا تہ حضرت ابراهيم رضہ قرآن شريف پئي پڙهيو. جتي قرآن پڙهندي عزرائيل، سندس روح قبض ڪري ويو.

[81]

ڪوروئـــي ڪـــورو، ڪنهيـــن اُمـــاهيو ڪينڪـــي،
تنهيـــن جـــو تـــورو، تينـــدو جـــڳ جهـــان تـــي.

ڪـــورو هئـــڻ = ڪنـــوارو هجـــڻ.
تنهيـن = حضـور ﷺ جـن جـي فرزنـد
حضرت ابراهيم رضہ ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت ابراهيم اجا صغير ئي هو تہ اُمت جي شفاعت خاطر قربان ٿيو.

[82]

اُتـــي اوطـــاقن تـــان بـــانڪن ڏنـــا بـــل،
تيـن ها مهمـان منڊ جا، تـہ ڏيـن ها ڪـامڻ ڪي ڪـل،
هـــون ارادو اصـــل، پـــر اتـــان ميـــر متـــي چـــڏيا.

اوطاقون = اڪيون. بانڪا = گهوڙها.
منڊ = زمين. مير = جبرئيل.

مراد: حضرت ابراهيم جي وفات تي حضور ﷺ جن جي اکين مان لڙڪ وهي اٿي هليا. جبرئيل، الله تعاليٰ جي حڪم سان انهن کي پرن تي نہ جهلي ها تہ اهي زمين تي اچي ڪرن ها ۽ زمين مان ڪو اوپڙ نہ اپري ها.

[83]

جوڳـــي پنهنجـــي جـــاءِ تـــي، پختـــا هئـــا پتنـــگ،
ڏادي جـي ڏمـر ڪـان، ڪٽـــي دَڙيـــون چـڏيائون دَنـــگ،
آديســـي تـــي آئيـــا، جـــي هئـــا مـــور ملنـــگ،
جملـي هئـا "جـــاڙو" چئـــي، اُهـــي آڏوتـــي اڙبنـــگ،
پهـــي پـــورب پـــار مـــان، آيـــو نـــاٿ نسنـــگ،
وڏئيـــن ويراڳيـــن کـي اچـي وِرهـہ سـندا کـي ونـــگ،
اهـــي رازق ســـندا رنـــگ، بدَاســـون "بـــروچ" چئـــي.

(جاڙو خان مري)

جوڳـــي = لڙڪ. دڙيـــون = اکيــــون.
پـــورب = آسمــان. نـــاٿ = جبرئيـــل.
ويراڳي = لڙڪ.

مراد: حضرت ابراهيم رضہ جي وفات تي حضور ﷺ جن جي اکيـن مـان لڙڪ وهي زمين تي ڪِرڻ تي هئا تہ الله تعاليٰ جي حڪم سان جبرئيل انهن کي پنهنجي پرن تي روڪيو.

[84]

بيـــڙيءَ لتـــا بـــ چڙهـــا، ڪســت منجهـــان ڪـــاهي،
وجهـــي ونـــگ وجـــود مـــان، ســـڙهہ ڳَنڍئـــون ســـاهي،
هـــن ورتـــا ورائـــي، نـــہ تـــہ وجهـــن هـــاقهر ڪـــاڪ تـــي.

بيـــڙي = اکيـــون. بـــ چڙهـــا = لڙڪ.
سڙهہ = اکين کان هيٺ لهڻ لاءِ رستا.
ڪاڪ = دنيا.

مراد: حضور ﷺ جن جي اکين مبارڪ مان لڙڪ وهي اتي هليا. جبرئيـل الله تعاليٰ جي حڪم سان انهن کي زمين تي ڪرڻ کان پنهنجن پرن تي روڪيو نہ تہ دنيا کي تڪليف درپيش ٿئي ها.

[85]

پنهـــون پليـــا ڪينڪـــي، جيڪـــي تـــوڏا هئـــا تڪـــڙا،
سـڏ ســرتين کـــي ڪانـــہ هئـــي، ڪيچـــي قهـــر ڪنـــدا،
مهـــل انهـــيءَ "موئليـــڏنو" چئـــي، هئـــا بـــاروچل بـــڌا،
ورنهـــ ويـــر ونگيـــا، ســـي جـــت نـــ آيـــا جـــُـــوءِ ۾.

(موليڏنو)

پنهـــون = حضـــور ﷺ جـــن. تـــوڏا = ڳوڙهـــا.
ســـرتيون = اکيـــون. ڪيچـــي = ڳوڙهـــا.
بـــاروچل = جبرئيـــل. ورنهـــ = ڳوڙهـــا.
وير = جبرئيل. جُوءِ = زمين.

مراد: حضرت ابراهيم جي وفات تي حضور ﷺ جن جي چشم مبارڪن مان بي اختيار ڳوڙها وهي هليا. الله تعاليٰ جي حڪم سان جبرئيل انهن کي پنهنجن پرن تي جهلي زمين تي ڪِرڻ کان روڪيو.

## قبلو بدلجڻ

الله تعاليٰ جي طرفان مؤمنن تي نماز فرض ٿي. اول بيت المقدس ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهي ويندي هئي، پر پوءِ الله تعاليٰ جي حڪم سان ڪعبة الله شريف قبلو مقرر ٿيو ۽ ان ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهڻ ۾ آئي.

چون ٿا تہ حضور ﷺ جن 'مسجد القبلتين' ۾ بيت المقدس ڏانهن منهن ڪري باجماعت نماز پڙهي رهيا هئا. ٻہ رڪعتون پڙهي التحيات ۾ هئا تہ الله تعاليٰ جي طرفان جبرئيل اچي ڪعبة الله ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهڻ جو حڪم پهچايو. پاڻ هڪدم ڪعبة الله ڏانهن منهن ڪيائون. مقتدين مان ڏهن ڄڻن سندن پيروي ڪري پنهنجو منهن ڪعبة الله ڏانهن ڪيو. انهن کي 'عشرة المبشرين' جو لقب مليو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[86]

مانجهي مرد متير کي، ڪا ڪُـڙڪ ڪن پيئي،
عاشق هئا امير تي، سالڪ سيئي،
کي وريا ڪينڪي، جن کان هاج هٽئون ويئي،
غازي گوءِ ڪٽي ويا، عاقل اتيئي،
انهي مهل "مري" چئي، سرها ٿيا سي ئي،
ڳالهہ ڪيان ڪيهي، واحد جي وڏائيءَ جي.

(حاجي دوست علي مري)

مانجهي = حضور ﷺ جن. ڪُـڙڪ = الله تعاليٰ جو حڪم. سالڪ = ڪل اصحاب. هاج = ڪعبة الله ڏي منهن ڦيرائڻ ڏانهن اشارو. غازي = اُهي ڏهہ اصحاب جن حضور ﷺ جن جي پنيان منهن ڦيريو.

مراد: حضور ﷺ جن بيت المقدس ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهندا هئا. جڏهن کين نماز پڙهندي قبلي بدلائڻ جو حڪم مليو، تڏهن ڪعبة الله ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهڻ لڳا ۽ جماعت مان فقط ڏهن ڄڻن سندن پيروي ڪئي جن کي "عشرة المبشرين" جو لقب مليو.

[87]

ڪامڻ جو پنهنجي ڪانڌ سان، ڏس هو ڪيڏو عورت جو آر،
حاڪمزاديءَ کي بيو حق ڏنائون، سو بہ آهي مانجهي مٺيادار،
طلبيندي تابينو بنهي جو، وني ڇڏيندي وهنوار،
اهڙو ڪو آچار، بڻي جو مور نہ ٿيندو ”محمد“ چئي.

(محمد فقير ڏيرو)

ڪامڻ = مسجد قبلتين. ڪانڌ = بيت المقدس
وارو محراب. بيو حق = ڪعبة الله وارو محراب.
تابينو = ثواب.

مراد: ’قبلين مسجد‘ جو فقط هڪ محراب بيت المقدس ڏانهن هو. مگر حضور ﷺ جن واري وقت ۾ کيس ڪعبة الله ڏانهن بہ محراب مليو. قيامت جي ڏينهن کيس بنهي محرابن جو ثواب ملندو.

## ڪعبة الله شريف ۾ حجر اسود جو رکڻ

ڪعبة الله شريف جي مرمت ٿيڻ سبب حجر اسود هٽائي ٻي جاءِ تي رکيو ويو هو. جڏهن ڪعبة الله جي مرمت مڪمل ٿي تڏهن انهيءَ کي پنهنجي اصلي جاءِ تي رکڻ لاءِ چار قبيلا دعويدار ٿيا. انڪري جنگ لڳڻ جو امڪان پيدا ٿيو. انهيءَ تڪرار هلندي حضور ﷺ جن بہ اتي تشريف فرما ٿيا. کين ڏسي سيني قبيلن مٿن فيصلي جو بار رکيو. حضور ﷺ جن فرمايو تہ هڪ چادر گهرائي، حجر اسود کي ان تي رکي هر قبيلي جو سردار هڪڙي هڪڙي ڪنڊ کان جهلي ان کي کڻي اصلي جاءِ تي رکن. اهو فيصلو بڌي سڀ راضي ٿيا ۽ قبيلن جي وچ ۾ تڪرار بند ٿي ويو.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[88]

وڙهي نڪتا وڳ مان، گورا وني گس،
هنن کي اڳي ائين ڪرٺو هو. ويتر ڏاهي ڏنن ڏس،
بانڪا ڪري بس، وير مڙئي ويهي رهيا.

گورا = چار قبيلا. ڏاهو = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو مٿيون بيان.

[89]

عرشــــيءَ تــــان اچـــي، لڳـــي جتـــن ۾ جنـــگ،
هرڪنهــن پنهنجـي حــق جــو، چوريــو بيـنـي چنــگ،
آيـــو ســـوير صبـــوح جـــو، آريـــاڻي اڙٻنـــگ،
پـوءِ دلبـر ڪـري دنـگ، ڪـئـي هـاج هتــن ســان.

عرشــي = حجــر اســود. جــت = چــار قبيــلا.
حــق = دعــوي. آريــاڻي = حضــور ﷺ جــن.
دلبر = حضور ﷺ جن. هاج = حجر اسود کڻي
چادر تي رکڻ جو اشارو.

مراد: حضور ﷺ جن حجر اسود تان ٽيل تڪرار هٽائڻ لاءِ اهو چادر تي رکي سيني قبيلن کان گڏ کڻائي منجهائڻ جنگ بند ڪرائي ۽ سيني کي راضي ڪيو.

## حضور ﷺ جن ۽ ايمان آڻيندڙن (مومنن) سان تڪليفون

رويت آهي تہ عورتن ۾ اول بيبي خديجتہ الڪبريٰ رضہ ايمان آندو. ڇوڪرن ۾ حضور ﷺ جن جي سوٽ حضرت علي رضہ. مردن ۾ حضرت ابوبڪر رضہ ۽ غلامن ۾ حضرت بلال رضہ. حضور ﷺ جن پنهنجي چاچي حضرت ابوطالب کي اسلام جي دعوت ڪئي، مگر ان چيو تہ مان وڏن جو دين نہ ڇڏيندس، مگر توکي جيڪي الله فرمائي ان تي قائم رهہ. ۽ آءٌ تنهنجو مددگار آهيان. جڏهن قريش قوم جي هڪڙي امير ابوجهل ٻڌو تہ محمد ﷺ نئون دين ڪڍيو آهي ۽ ماڻهو ان جو دين اختيار ڪندا پيا وڃن، تڏهن چيائين تہ افسوس! مون کي اها خبر ڪانہ هئي، نہ تہ هن کان اڳ محمد ﷺ جو سر ڪاٽي ڇڏيان ها. جيتوڻيڪ ابوجهل سندن عزيز هو. پر سيني تڪليفن جو باعث هيءُ ئي شخص هو ۽ آخر تائين حضور ﷺ جن جو سخت دشمن تي رهيو.

چون ٿا تہ ابوجهل جي پٽ عڪرم حضور ﷺ جن تي ايمان آندو هو ۽ سندن ڪچهريءَ ۾ وعظ نصيحت ٻڌي پنهنجي پيءُ کي اچي ٻڌائيندو هو. هڪڙي ڀيري حضور ﷺ جن وعظ فرمايو تہ، والدين جي فرمانبرداري ۾ ڪوتاهي نہ ڪجي. اها نصيحت هن پنهنجي پيءَ ابوجهل کي ٻڌائي. ٻڌڻ کان پوءِ هن هڪڙي پيالي ۾ زهر وجهي کيس ڏنو تہ وڃي پنهنجي نبيءَ کي ڏي.

عڪرمہ پيءُ جي فرمان سان اهو پيالو ڪٽي حضورﷺ جن ڏانهن هليو. پر حضورﷺ جن کي وجي زهر ڏيڻ تي دل نہ تيس ۽ رستي ۾ ئي سچو پيالو پي اچي حضورﷺ جن سان حقيقت ڪيائين. حضورﷺ جن دعا ڪيس ۽ الله تعاليٰ جي ڪرم سان ڪيس ان زهر جو ڪو اثر نہ ٿيو.

چون ٿا تہ خباث بن ارث حضورﷺ جن تي ايمان آندو تہ ابوجهل کي ايڏي تہ ڪاوڙ آئي جو ڪيس گهرائي ماريندو رهيو. هر ڏک سان ڪيس چوندو رهيو تہ محمد (ﷺ) کي مڃڻ کان انڪار ڪر. مگر هو ڪلمون پڙهندو رهيو. تان جو ڪيس ايتري تہ مار ملي جو سندس زبان ٻاهر نڪري آئي. پر دين اسلام تي ثابت قدم رهيو. آخر ابوجهل بيزار ٿي ڇڏي ڏنس.

چون ٿا تہ 'ياسر' نالي هڪڙي شخص پنهنجي سڄي ڪٽنب سميت اسلام قبول ڪيو. انهن ۾ ياسر جي زال ۽ سندس فرزند هو. ابوجهل انهن کي ايتريون سختيون ڏنيون ۽ ايترو ماريو جو هو ٽيئي شهيد ٿي ويا پر اسلام کان انڪاري نہ ٿيا.

چون ٿا تہ ابولهب بہ حضورﷺ جن کي ڏاڍيون تڪليفون ڏنيون، جنهنڪري قرآن مجيد ۾ بہ ڪيس ننديو ويو. هڪڙي ڀيري حضورﷺ جن نماز ۾ هئا تہ اُن جي اوجهري آڻي مٿن اڇلايائين. اها خبر جڏهن پاڻ ڪريمن جي چاچي امير حمزي کي پيئي تڏهن ان ابولهب کي وڃي گهٽي جُٽ ۽ ڦٽڪار ڪئي، ۽ اهڙو ذڪر حضورﷺ جن وٽ اچي ڪين خوش ڪرڻ لاءِ ڪيائين. پاڻ ڪريمن فرمايس تہ چاچا! آءٌ انهيءَ ڳالهہ کان وڌيڪ هن ڳالهہ کان خوش ٿيندس جو توهين ايمان آڻي مسلمان ٿيو. انهيءَ جواب امير حمزي کي ايترو متاثر ڪيو جو حضورﷺ جن تي ايمان آڻي ڪلمون شهادت جو چيائين.

چون ٿا تہ هڪڙي يهودي ڇوڪري توريت پئي پڙهيو. پڙهندي هڪ جاءِ تي حضور جن جو نالو ڏنائين ۽ سندين تعريف بہ پڙهيائين. ان ڇوڪر غائبانہ حضورﷺ جن تي ايمان آندو ۽ ٻين عزيزن ۽ دوستن کي پڻ ٻڌائڻ لڳو تہ هي محمدﷺ سيني نبين ۾ پيارو آهي، جنهن جي توريت بہ شاهدي ٿو ڏئي. اها ڳالهہ ٻين کي ڏکي لڳي، تن هن کي باز آڻڻ لاءِ تڪليفون ڏيڻ شروع ڪيون، تان جو نيٺ هن کي ماري اڌمئو ڪري شهر نيڪالي ڏيئي ڇڏيائون.

چون ٿا تہ ابوفقيہ نالي هڪڙو امير بہ مسلمان کي ڏاڍيون سختيون ڏيندو هو. هن هڪڙي نئين مسلمان 'افلح' کي تمام گهٽي مار ڏني ۽ ڪيس پٿر

تپائي ڏنيپ ڏنائين، مگر هن اسلام کان انڪار نہ ڪيو.

چون ٿا تہ هڪ ڪافرياڻي روز اهڙي جاءِ تي ڪن ڪچرو ڇڏيندي هئي، جتان پاڻ ڪريم ﷺ لنگهندا هئا. هڪ دفعي جيئن پاڻ انهيءَ هنڌان لنگهيا تہ ڪين اهو گند ٻُهر ڏسڻ ۾ ڪونہ آيو. تڏهن پاڻ اصحابن سڳورن کان ان مائيءَ بابت پڇا ڪيائون. هڪڙي پاڙيسري ڪين عرض ڪيو تہ قبلا اها مائي بيمار پئي آهي. پاڻ سڳورن اها ڳالهہ ٻڌي، مائي کي پڇڻ لاءِ سندس گهر آيا. مائيءَ جو حضور ﷺ جن کي گهر ۾ ڏٺو سا دل ئي دل ۾ پاڻ کي ننڍڻ لڳي تہ مون ڪين ڪيترين تڪليفون ڏنيون، پر پاڻ سڳورا مون کي پڇڻ خاطر منهنجي گهر هلي آيا آهن! پوءِ تہ مائيءَ کي اها جاءِ نہ ليي جو ڪٺي حضور ﷺ جن کي وهاري. نيٺ پنهنجي گندي ڪٺي وچايائين ۽ حضور ﷺ جن کي ان تي وهاري ڪانئن ڏنل تڪليفن جي معافي ورتائين ۽ ڪلمون شهادت پڙهي مسلمان ٿي.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[90]

مردود ڏني هئي مرد کي، دلئون دست ڪري،
هن هلائي هاج ۾، ڪامل قياس ڪري،
معلوم ٿيو مير کي، آيو پانهہ پير پري،
جڏهن مانجهي مهر ڪري، تہ هو اڳي کان ئي اڳرو.

مردود = ابوجهل. مرد = عڪرم.
هاج . هلائڻ = پي ڇڏڻ. داناءُ = عڪرم.
مانجهي = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[91]

جيئن تو چيو، تيئن مون ڪيو، تنهن ۾ منهنجو ڪهڙو قصور،
ٻڌي ڳالهہ ٻئي جي، مون تہ سرس ٻرايو سور،
سڪَ سڄڻ تنهنجيءَ منهنجو بدن ڪيو ٻهور،
منڊ تہ مون کي منجهائي وڌو، ماڳهين ڪيو مجبور،
اڃي درد ڪيا اتئي دور، ماڳ انهي تي "مير" چئي.
(مير محمد حجام)

جيئن تـو = حضور ﷺ جـن ڏانهـن اشـارو.
تيئـن مـون = عكـرم ڏانهـن اشـارو.
پيـو = ابوجهـل. سـڄڻ = حضـور ﷺ جـن.
منڍ = زهر جي صراحي.

مراد: عڪرم، حضور ﷺ جن کي اچي خبر ڏني تہ توهان فرمايو هو تہ ماءُ پيءُ جو فرمان مڃجي. مون کي والد اوهان لاءِ زهر جي صراحي ڏني، آءٌ ان جو چوڻ ڪري زهر اوهان ڏانهن کڻي پئي آيس، پر اوهان کي ڏيڻ بدران پاڻ پي ڇڏيم. حضور ﷺ جن شفقت فرمائي کيس دعا ڪئي تہ سندس تڪليف دفع ٿي ويئي.

[92]

ڏسـي دور دريـاءَ جـا، مڙيـو ڪونـہ مـلاح،
ترنـدي ويـو تـار مـان، تـوڙي آيـا اوڙاهـہ،
لڙهيـو پئـي لهـرن ۾، تـہ بـہ وريـو ڪونـہ ورياهـہ،
ڪـري ڪـاهو ڪاهـہ، "لعلـڻ" لـڪ لنگهـي ويـو.
(لعلڻ خان لغاري)

درياهـہ جـا دور = ابوجهـل جـون تڪاليفـون.
ملاح = خباث پٽ ارث.

مراد: خباث بن ارث کي ابوجهل اهڙو سخت ماريو جو هن جي زبان ئي نڪري آئي، پر اسلام نہ ڇڏيائين.

[93]

سـهٽن ڪـي سـڪ سـاهڙ جـ ي، تـن انـدر ۾ تـار،
بيـوس يـار "بلـوچ" چئـي، تـانگهو ٿـي ويـن تـار،
لڙهنـدي سـو لهـرن ۾، مليـن پـاڻ ميهـار،
جـڏهن پيـڙو ٿيـن پتـار، تـڏهن بـڏيءَ جـا بيڙا تيـا.
(لعلڻ خان لغاري)

سـهٽا = ياسـر، سـندس زال ۽ پـٽ.
سـاهڙ = اسـلام. لهـرن ۾ لڙهـڻ = ابوجهـل طرفان تڪليفون پهچڻ.

مراد: هڪ شخص 'ياسر' ڪافر مان مسلمان ٿيو، اُن سان گڏ اُن جو پٽ زال بہ مسلمان ٿيا، تہ ابوجهل کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي ۽ هنن کي سختيون

ڏيڻ لڳو ۽ هنن کي ايترو ماريائين جو هو تيئي آخر شهيد ٿي ويا پر اسلام نہ ڇڏيائون.

[94]

اُنـــو بـــادل عيـــد تـــي، ويـــو آب چڙهـــي،
پـر درياءَ منجهہ دڙي، سا ريـج رجائي ڪانہ ڪا.

انو بادل = حضور ﷺ جن تي نبوت جو اچڻ.
درياءَ = حضور ﷺ جن. دڙي = ابوجهل.
ريج = دين.

مراد: ابوجهل، حضور ﷺ جن جو عزيز هو، مگر ان دين اسلام قبول نہ ڪيو.

[95]

ساجن ڏاڍي سـڪ ۾، هـو صحبـت ۾، سـارو،
دغا رڪـي دل ۾، ڪيـو منڪـر منهـن ڪـارو،
جوان ڏسي تنهن جلديءَ مان، ڪيو ويريءَ تي وارو،
سـوڍو سـرتو ڪونہ ڪـو، ڏسـي ڏيڪـارو،
پوءِ تہ چيائين چپن سـان، نيهـن سـندو نعـرو،
سـالڪ سـويارو، تيـو لحظـي ۾ "لعلـڻ" چئـي.
(لعلڻ خان لغاري)

ساجن = حضور ﷺ جن. سڪ = نماز.
منڪر = ابولهب. جوان = امير حمزو.
چپن سان چوڻ = ڪلمون شهادت جو چوڻ.

مراد: ابولهب، حضور ﷺ جن سان نماز ۾ اڍنگي هلت ڪئي. ان تي حضور ﷺ جن جي چاچي امير حمزي کيس وڃي ٺٺڪار ڪئي. جڏهن امير حمزي اهو ذڪر حضور ﷺ جن سان ڪيو، تڏهن حضور ﷺ جن کيس فرمايو تہ انهيءَ ڳالهہ ڪان وڌيڪ مون کي خوشي هن ڳالهہ تي ٿيندي تہ توهين اسلام تي اچو. اهو جواب ٻڌي امير حمزي ايمان آندو.

[96]

سـوناري سـون ۾ موتـي هـو ڏنـو،
قيمتـي ڪلنئـي ڪـان، لڳـس مٺيـو سـو منـو،
چيـو سـو چٽـو، تـو ٻڌائـي ٻيـن ڪـي.

سونارو = يهودي ڇوڪرو. سون = توريت.
موتي = حضور ﷺ جن جو نالو مبارڪ.

مراد: هڪ يهودي ڇوڪري ڪتاب توريت پڙهندي هڪ جاءِ تي حضور ﷺ جن جو نالو لکيل ڏٺو ۽ ان ۾ سندن تعريف بہ لکيل هئي. اهو پڙهي هن حضور ﷺ جن تي غائبانہ ايمان آندو ۽ اها ڳالهہ پنهنجي عزيزن ۽ دوستن کي بہ ٻڌايائين.

[97]

ڏسي دوڙ درياءَ جو، مڙيو نا مانجهي،
بيوس يار "بلوچ" چئي، تي لڳن ۾ لانجهي،
لڙهيو پئي لهرين ۾، صبح توڙي سانجهي،
ونجهہ هٿي وانجهي، تہ بہ مڙيو کونہ مهراڻ کان.
(لعلڻ خان لغاري)

مانجهي = افلح. لهرن ۾ لڙهڻ = ابوفقيہ جا عذاب سهڻ. مهراڻ = اسلام.

مراد: ابوفقيہ نالي ڪافر، هڪ مسلم افلح کي تمام سخت مار ڏني ۽ آخر ۾ ڪيس پٿر تپائي ڏنپ ڏنا، پر هو اسلام تان نہ ڦريو.

[98]

هلي ۽ تلي، غرض نہ ڪدي گندري،
ميڇيءَ جو "ماڻڪ" چئي، ڇلر ڪين ڇلي،
اهڙي بار، بلي، تہ بہ ڪٽي سمي ملهائي سون ۾.
(ماڻڪ فقير)

گندري = ڪافرياڻي. ڇلر ڪين ڇلڻ = دل صاف نہ رکڻ. سمو = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو مٿي گند اڇلائيندڙ عورت وارو بيان.

[99]

پکي آيو پيهي، ڪينجهر ڏٺي ڪانڌ،
ڇنيءَ چار پاند، ڪٽي ويچاريءَ وڃائيا.

پکو = عورت جو گهر.
ڪانڌ = حضور ﷺ جن.

مراد: جڏهن حضور ﷺ جن اُن گند اُڇلائيندڙ عورت جي گهر ويا تہ اُن عورت وٽ حضور ﷺ جن جي ويهارڻ لاءِ بيو ڪجهہ بہ ڪونہ هو، متي جي پوتي لاهي ڪٽي وڇايائين. ۽ ڪلمون پڙهي مسلمان ٿي.

[100]

مــون تــي مدايــون ڪيــون، ســاري ســپ چمــار،
سيئي معلوم هئا محبوب کي، جيڪي ڪيڙم عيب اپار،
تـن وري ورائـي ڪيـن چيـو، تـہ ڪـا تـوڏي منـڌ ميـار،
مهل انهيءَ "موريو" چئي، وري اڇي لڏئيـن سارسنيار،
هئـي نــار نڪــار، پــر پريــن ڪٽــي پنهنجــي ڪئــي.
(موريو ڪٽي)

مـــون = ڪافريـــاڻيءَ ڏانهـــن اشـــارو.
محبوب = حضور ﷺ جن. تن = حضور ﷺ
جـن انهـــن اشـــارو. منــڌ = ڪافريــاڻي.
پرين = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو گند اڇلائيندڙ عورت وارو بيان.

[101]

پرهـہ ڦٽـي پريـات ٿـي، منهنجــي هينئــڙي لڳي هيــر،
ســلام ســجڻ پـــار جــا، پلئـــي وڏا پيـــر،
هينئـــڙا ٿـــيءُ ســڌير، توکـــي پريـــن پڇـــڻ آيـــا.

منهنجـي = عــورت ڏانهــن اشــارو.
پرين = حضور ﷺ جن.

مراد: حضور ﷺ جن مائيءَ کي پڇڻ ويا تہ هوءَ تمام گهڻو خوش ٿي.

## هجرت

حضور ﷺ جن جڏهن مڪي جي ماڻهن تي بت پرستيءَ ۽ ٻين گناهن کان منع ڪئي ۽ خدا تعاليٰ کي هڪ ڪري مڃڻ ۽ سندس عبـادت ڪـرڻ لاءِ هدايت ڪـرڻ لڳا. تـڏهن اهي مـاڻهو مـتن ڪـاوڙيـا ۽ حضـور ﷺ جـن کـي دولـت ۽ سرداري جي لالـچ ڏنائون تـہ بـہ پـاڻ نـہ مڙيـا ۽ ڪيـن ديـن جي دعـوت ۽ نصيحت ڪندا رهيا.

جڏهن انهن ڏنو ته پاڻ کنهن به طرح انهيءَ ڳالهه کان نٽا رهن، تڏهن سندن دشمن ٿي بيٺا، ڪين ۽ ٻين مسلمانن کي تڪليفون پهچائڻ لڳا. مڪي وارن اسلام وڌندو ڏسي، حضور ﷺ جن کي شهيد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر سندن چاچو ابوطالب حفاظت ڪندو رهيو. آخر ابوطالب، نبوت جي ڏهين سال وفات ڪئي ۽ ان جي بجاءِ حضور ﷺ جن جو ٻيو چاچو ابولهب سندن سنڀاليندڙ ٿيو، پر اهو پاڻ ٻين ماڻهن سان گڏجي حضور ﷺ جن جو دشمن ٿي بيٺو، تنهنڪري لاچار ٿي مڪو ڇڏي، ٻهراڙيءَ جي ڳوٺن ۾ رهڻ لڳا ۽ قديم رسم ۽ رواج موجب جداجدا قبيلن جا جيڪي ماڻهو حج تي اچي گڏ ٿيندا هئا، تن کي وعظ ۽ نصيحت فرمائيندا هئا.

ورهيه ٻن اندر مديني جا ڪي ماڻهو اتي اچي مسلمان ٿيا، انهن سان گڏ حضور ﷺ جن مصعب بن عمير کي موڪليو ته وڃي مديني جي ماڻهن کي قرآن سيکاري ۽ اسلام جي تعليم ڏئي، هن اتي وڃي گهڻن کي مسلمان ڪيو. نبوت جي ٽيرهين ورهيه ۾ اهي مسلمان جڏهن حج تي آيا، تڏهن حضور ﷺ جن سان اهو نهراءُ ڪيائون ته پاڻ لڏي مديني ۾ هلي رهن ته هو هميشه سندن مدد ڪندا رهندا. انهيءَ نهراءُ موجب حضور ﷺ جن ان سال مڪي مان لڏي مديني وڃڻ جي تياري ڪئي، ان لڏڻ کي هجرت سڏيو وڃي ٿو ۽ ان وقت کان وٺي هجري سنه شروع ٿيو، جو اڃاتائين هلندو اچي.

مڪي وارن کي اهو نهراءُ پسند نه آيو. ۽ پاڻ وڏيڪ ڪاوڙيا. ٻين مسلمانن جي مڪي روانه ٿيڻ کان پوءِ جنهن رات حضور ﷺ جن مديني وڃڻ وارا ٿيا، ان رات ڪافرن ڪين سندن ئي گهر ۾ شهيد ڪرڻ جي رٿ ڪئي، پر حضور ﷺ جن کي الله تعاليٰ انهيءَ کان آگاهه ڪيو، تنهنڪري حضرت علي رضه کي پنهنجي هنڌ تي سمهاري، پاڻ حضرت ابوبڪر رضه سان گڏجي روانا ٿيا ۽ واٽ تي "حرا" نالي غار ۾ وڃي ترسيا. مڪي وارا گهر مان نااميد ٿي سندن پنيان پيا ۽ ان غار تائين به آيا. پر الله تعاليٰ غار جي منهن تي اهڙو سبب موجود ڪيو جو هو پلجي ويا. چا ٿيو جو حضور ﷺ جن غار حرا ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ الله تعاليٰ جي حڪم سان ڪوريئڙي غار جي منهن تي ڄار ناهي ڇڏي ۽ هڪ ڪبوتريءَ پنهنجو آکيرو ناهي ان ۾ ٻه آنا پڻ لاهي ڇڏيا. اهو ڏسي مڪي وارن کي اندر ماڻهو هجڻ جو ڪوبه شڪ نه پيو ۽ واپس موٽي ويا.

غار حرا ۾ داخل ٿيڻ تي حضرت ابوبڪر رضہ غار ۾ ڏرڙ ڏسي، پنهنجي چادر ڦاڙي هر هڪ ڏرڙ بند ڪندو رهيو. تان جو چادر وارو ڪپڙو ختم ٿي ويو ۽ باقي هڪ سوراخ رهجي ويو، جنهن تي ڪڙي ڏيئي وينو ۽ حضور ﷺ جن سندس جوڻ تي متو رکي آرامي ٿيا.

چون ٿا تہ هڪ نانگ جنهن ڪنهن بزرگ کان ٻڌو هو تہ نبي آخرزمان، هڪ ڏينهن غار حرا ۾ اچي آرامي ٿيندا، سو پڻ حضور ﷺ جن جي زيارت ڪرڻ لاءِ ڪيتري عرصي کان اچي غار حرا ۾ ان ڏرڙ ۾ ويهي رهيو هو. جنهن تي حضرت ابوبڪر رضہ ڪڙي رکي هئي. نانگ، سوراخ کي بند ٿيل ڏسي حضرت ابوبڪر رضہ جي ڪڙيءَ ۾ چڪ پاتو، جنهن جي ايذاءُ سبب حضرت ابوبڪر رضہ جي اکين مان ڳوڙها نڪري حضور ﷺ جن جي پيشانيءَ مبارڪ تي اچي پيا. جنهنڪري پاڻ سڳورا سجاڳ ٿيا ۽ پنهنجي يار کان ڳوڙهن وهڻ جو سبب پڇيائون. حضرت ابوبڪر رضہ ساڻن نانگ جي ڪائڻ جو ذڪر ڪيو. حضور ﷺ جن ايذاءُ واري جاءِ تي ڦيٽي لاتي تہ زهر جو اثر غائب ٿي ويو ۽ ايذاءُ بہ لهي ويو. سوراخ تان ڪڙي ڪڇڻ ڪري نانگ بہ سري ٻاهر نڪتو ۽ حضور ﷺ جن جي زيارت ڪري واپس هليو ويو.

چون ٿا تہ حضور ﷺ جن جيترا ڏينهن ان غار ۾ هئا اوترا ڏينهن حضرت ابوبڪر رضہ جي نياڻي بيبي اسماءَ روز ڪاڌو ۽ پاڻي پهچائي ويندي هئي ۽ سندس پٽ عبدالله مڪي وارن جون خبرون کين پهچائيندو هو. اتي هڪ ٻڪرار روزانو ٻڪريون چارڻ ايندو هو. ٻڪرين جي اچ وڃ سبب غار ڏانهن ايندڙ ماڻهن جا پير ڊهي ويندا هئا. هڪڙي ڏينهن ڪافرن ان ٻڪرار کان حضور ﷺ جن جي پڇا ڪئي، مگر ٻڪرار انهن کي اهڙو معنيٰ ڀريل جواب ڏنو جو ڪافر سمجهيو تہ هي سچ ٿو ڳالهائي ۽ هي خود حضور ﷺ جن جو دشمن آهي. حقيقت ۾ اهو ٻڪرار ايمان آڻي چڪو هو.

حضور ﷺ جن ٽي ڏينهن غار حرا ۾ وڏيڪ رهيا، چوٿين ڏينهن مڪي شريف مان بہ اصحابي ٻن ڏاچين تي سوار ٿي غار حرا وٽ پهتا. جن مان هڪ ڏاچيءَ تي ٻئي اصحابي سوار ٿي اڳواٽ نڪري ويا ٻي ڏاچيءَ تي حضور ﷺ جن ۽ حضرت ابوبڪر صديق رضہ سوار ٿي مديني طرف روانا ٿيا. سومر جي ڏينهن حضور ﷺ جن مديني جي نزديڪ 'قبا' نالي هڪ ڳوٺ ۾ آيا، جتي

چار ڏينهن رهي پيا. مديني جي ماڻهن کي جڏهن حضور ﷺ جن جي اچڻ جي خبر پيئي، تڏهن ٽولن جا ٽولا زيارت ڪرڻ لاءِ ايندا رهيا ۽ ڪين مديني شريف ۾ هلي رهڻ جي دعوت ڏنائون. پاڻ سڳورا چار ڏينهن 'قبا' ۾ رهي، جمعي جي ڏهاڙي ڏاچيءَ تي سوار ٿي مديني شريف ۾ داخل ٿيا. حضرت ابو ايوب انصاري رضہ جي دعوت ڏيڻ تي، ڏاچيءَ ڪي سندس گهر جي اڳيان اچي وهاريائون ۽ پاڻ حضرت ابو ايوب رضہ جا مهمان ٿي سندس گهر ۾ رهڻ لڳا. اها خبر بڌي اوڙي پاڙي وارن ماڻهن تمام گهڻي خوشي ظاهر ڪئي.

چون ٿا ته حضور ﷺ جن اصحابن سڳورن سميت هجرت ڪري مديني ويا، باقي ابومسلم نالي هڪ اصحابي سڳورو ڪنهن سبب ڪان وڃي نه سگهيو. ٿورن ڏينهن ڪان پوءِ هو مديني ڏانهن پئي ويو ته واٽ تي ابوجهل، سندس زال ۽ پٽ ڪانئس ڪسي ورتا. ابومسلم، حضور ﷺ جن جي سڪ ۾ خدا تي توڪل رکي زال ۽ پٽ کي ڇڏي، مديني هليو ويو. آخر ڪن ڏينهن بعد ابوجهل، سندس زال ۽ پٽ کي ڇڏي ڏنو. جي پوءِ مديني ۾ ابومسلم سان وڃي مليا.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[102]

عاشق ۽ معشوق جي، ڪا عجب لڳي الفت،
لوڪوُن تن لڪي ڪري، اچي سرهي ڪئي صحبت،
۽ ڏاهــ ڪنهن ڏسي وڏا، جو هنر وڏي حرفت،
هو حرڪت ۾ هوشيار هو، پر ڪانه ڪيائين حرڪت،
سي سرجي سنگتي پاڻ ۾، ٿيا سڄڻ سان صحبت،
پر عاشق ۽ معشوق جا، جڏ ماڻ پريا محبت،
تڏ آڪڙ جي اُت آئيا، ڪي دز وڏي دهشت،
منهن نه وجهي شل موليٰ، جن ۾ ماسو نه مروت،
پر قدرت ڏسو ٿا قادر جي، ويا هبڪي ڪنهن حڪمت،
هو دانــ دز دلير هٽا، ٿي آيا هٽا آفت،
خزاني دلخواه جي، هٽن منديان ٿي مصلحت،
پر ملين ڪين ماڳهين، جو هو اصلوُن آمانت،
ڪي ماڻڪ تن کي منهن پيا، سهٽا سلامت،

سي ڪنيائون نہ خار مان، تين موتڻ ملامت،
تڏ ڪچهريون قائم رهيون، چڱيءَ روپ رنگت،
هيءُ عاشق ۽ معشوق هئا، پڌرا سان پاهت،
پر عاشق ۽ معشوق ڪي، اچا پيا البت،
جن جي ڪارڻ جاءِ انهيءَ، رهيو سات بہ سلامت،
”بيڙي“ ڪي ”بروچ“ ڏني، هي ڳهڻو ڳجهارت،
سو مور وڏي ڪنهن مت، پل ڏاهو ڳولي ڏور ڪي.
(نبي بخش خان بلوچ)

عاشق = حضرت ابوبڪر رضہ.
معشوق = حضور ﷺ جن.
ڏاهو = ڪوريئڙو. دُز = ڪافر.
خزانو = حضور ﷺ جن جو سرُ مبارڪ.
ماٽڪ = ڪبوتريءَ جا آنا.

مراد: حضور ﷺ ۽ حضرت ابوبڪر رضہ غار حرا ۾ وڃي داخل ٿيا تہ پويان ڪافر بہ پير کڻي آيا، پر غار جي منهن تي ڪوريئڙي جي ڄار ۽ ڪبوتريءَ جا آنا ڏسي واپس ويا.

[103]

صيفل سعد ڏُريائين، تيا بديعل سان پيڙا،
نہ ڪي خاصي ڏنائون خواب ۾، نہ ڪي ننڊ ٿيا نيڙا،
تہ بہ پيادا اُتي پنڌ پيا، ڇڏيائون مصر جا ميڙا،
نہ ڪي گهوڙا گهوٽن نيا، نہ ڪي لڏيائون ليڙا،
نہ ڪي سونهريون ساڻ ڪنيائون، نہ ڪي ڪنيائون ڪيڙا،
هاٿي جوٽي جنگن ساڻ سٽيا، اچي جنن اُت جهيڙا،
سي رمي روءِ زمين تان، تيا گهٽن ۾ گهيڙا،
جنن ديوَن ڪي جوءِ انهيءَ ۾، آيا آڏيءَ آڏيڙا،
سي جڏهن هتيا هٿ ڇڏي، ڪائي تابا ۽ تيڙا،
تڏهن ارم ولايت جا، لڏائون سنڌا ۽ سيڙا،
پهچي اُتي پوءِ هنيائون، ديون ڪي ديڙا،
”بيڙو“ انهي ٻهڙ ڪي، ڏي گهمائي گيڙا،

پوءِ چني کي چيڙا، ڏاهو انهيءَ ڏور جا.

(نبي بخش خان بلوچ)

صيفل = حضور ﷺ جن. سعد = حضرت ابوبڪر رضہ.
بديعل = هجرت. مصر = مڪو شريف.
جن = ڪافر. گهٽ = غار حرا.
ارم ولايت = مدينو منور. ديو = ڪافر.

مراد: حضور ﷺ جن حضرت ابوبڪر صديق رضہ سان گڏ اول غار حرا ۾ پهتا. جتان مديني منور پهچي ڪافرن سان جنگيون ڪري اسلام کي روشن ڪيائون.

[104]

مارئي نہ چائي، تہ مارو پيا نہ مامري،
پر عمر جي اِنصاف لاءِ، اها سگهڙ سامائي،
پر منڌ انهيءَ جو مان تيو، جڏ عمر اُنائي،
البت عمر اُلڪي ۾ پيو، جنهن اها وچڙي وهائي،
تنهن اصلي عمرڪوٽ ڇڏي، وڃي واري وسائي،
تڏ مارن جو اُت مان تيو، ڏني وڻ وڻ واڏائي،
پر ملوڪت اُن منڌ جي، پئي هاڪ هڪل هائي،
تنهن جو پرتو تر بر ۾ پيو، تي راهين روشنائي،
هند سنڌ عرب عجم ۾، تي سونهي سرسائي،
پر يورپ چين جپان ۾، تي اُن جي اوجرائي،
اُتر ڏکڻ پڇم، توڙي پورب پڌرائي،
چئني قبيلن چمڪي، تنهن ڪئي سگنڌ سرهائي،
پر والي تنهن کي وهي ڏني، کهي جي خنڪائي،
صديون گذريون سال تيا، آهي اڄ بہ اهڙيائي،
مرڻ اُن تان معاف تيو، هوندي جان تان جڙيائي،
اجا تہ نينگر نديڙي آ، جادن منجهہ جائي،
هوءَ جڳان جڳ جوين ۾، هوندي سهٽي سوائي،
"بيڙي" ڪي اڄ "بروچ" آهي، بولي بڌائي،
ڪري سالڪ سگهڙائي، پل ڏاهو ڳولي ڏور ڪي.

(نبي بخش خان بلوچ)

مــــارئي = هجـــرت. مـــارو = اصحـــاب.
عمر = حضــور ﷺ جــن. عمرڪــوٽ = مڪــو شــريف.
واري = مدينو شريف. نينگر ننڍڙي = ٻين سنن
ڪان گهٽ هئڻ ڏانهن اشارو.

مراد : حضور ﷺ جن هجرت ڪان پوءِ ٻيا بہ اصحابي هجرت ڪري مڪي ڪان مديني اچي رهڻ لڳا. ان وقت ڪان هجري سال شروع ٿيو. جو ٻين سنن يعني عيسوي، ساڪ، سنبت وغيره ڪان پوءِ ٿيو. اجا ٻين جي مقابلي ۾ جيتوڻيڪ اهو هجري سن ننڍو آهي. پر الله تعاليٰ ڪيس قيامت تائين قائم رکندو.

[105]

جوڳـــي پنهنجـــي جـــوءِ ۾، وينـــو جـــاءِ جتـــي،
ڪـــامل آيـــا ڪيـــچ ڪـــان، انهـــيءَ جـــاءِ اُتـــي،
اُن رُوحـوُن ڳالهـہ رتـي، ڪٽـي ڪاريـگر ڪـم ڪيـو.
(ظاهر ٻبر)

جوڳـــي = ڪوريئـــڙو. جـــوءِ = غـــار حـــرا.
ڪامل = حضور ﷺ جن ۽ حضرت ابوبڪر رضہ.
ڪيـــچ = مڪـــو شـــريف. جـــاءِ = غـــار حـــرا.
ڪاريگر = ڪوريئڙو.

مراد: حضور ﷺ جن هجرت واري رات حضرت ابوبڪر رضہ سان گڏ غار حرا ۾ اچي وينا. پوءِ ڪوريئڙي پنهنجي ڄار سان غار جو منهن بندي ڇڏيو.

[106]

راڻـو وڏو راڄيـو، چڙهيـو ڪـاڪ مٿـي ڪوهيـار،
تنهـن سـان ڏماچـائي هـو، سـو ڏڳ وڏو ڌهـدار،
پـر مـاڻڻ تنهـن مومـل جـو، هـو وڏي ڪنهـن ويچـار،
مومـل مـاڻي مينڌري، جـو ٿيـو هـون حميـر گـڏ همـوار،
اتـي ڏوئـر پـٽـي جـو نـہ ٿيـو، نـالو ئـي نـروار،
"بيـڙي" ڪـي "ٻـروچ" چيـا، چونـدي گفتـا چـار،
سـو پـورا ڏيئـي پـار، ويهـي ڏاهـو ڳولـي ڏور ڪـي.
(نبي بخش خان بلوچ)

راڻـو = حضور ﷺ جـن. ڪـاڪ = هجـرت.
ڏماچـاڻي = حضـرت ابوبڪـر صديـق رضـہ.

مومـل = ڪاميـابي. حميـر = الله تعـاليٰ.
ڏوئر پئي = ڇوٿون ڪوبہ ماڻهو (نہ هو).

مراد: حضور ﷺ جن حضرت ابوبڪر رضہ سان گڏ هجرت ڪئي، سـاڻن الله تعاليٰ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ مددگار نہ هو. ان جي ئي مهربانيءَ سان ڪين ڪابہ تڪليف نہ آئي ۽ ڪامياب ٿيا.

[107]

جـانب جـاءِ ڇـڏي، وڃـي گهـوٽ ڪيـو ٻيـو گهـر،
ارڏي جـي اگـڻ تـي، اڃـي هـاريءَ ڪـاهيو هـر،
جلـدي تـن جـاتن ڪـي، ويـو تعميـل ڪـري تونـگر،
ٻنـي ڏسـي ڀڳـڻ جـي، لڙي ٻيـو لشـڪر،
اها آهي ڳالهہ مشهور، مـرد انهيءَ جي "ميـوو" چئي.

(ميوو قلپوٽو)

جانب = حضـور ﷺ جن. ٻيـو گهـر = غـار.
اگڻ = غـار جـو منهـن. هـاري = ڪوريئـڙو.
هر ڪـاهڻ = ڄار نـاهڻ. جاتون = تـاجيءَ جو
تندون. ٻني = تاجي. لشڪر لڙڻ = دشمنن جو
موٽي وڃڻ.

مراد: حضور ﷺ جن غار ۾ اچي وينا تہ ڪوريئڙي هڪدم تاجي نـاهي ڇڏي، اهو ڄار ڏسي دشمن پوئتي موٽي ويا.

[108]

ڪـاهي آيـا ڪـاڪ تـي، واڳ ڏٽـي واري،
ڪونـہ گهـڙي گهـاري، ڏسـي رُخ راٽـي جـو.

(لعلڻ خان لغاري)

ڪـاهي آيـا = حضـور ﷺ جـن ڏانهـن اشـارو.
ڪاڪ = غار. راٽو = ڪوريئڙو.

مراد: هجرت واري رات حضور ﷺ جن حضرت ابوبڪر رضہ سان گڏ غار حرا ۾ داخل ٿيا. غار جي منهن تي ڪوريئڙي تاجي ڪيي ڇڏي، جنهـن کي ڏسي سڀ ڪافر موٽي ويا.

[109]

حڪم ٻڌي حاڪم جو، آيو ڪامورو ڪاهي،
اچي محنت ڪيائين "مير" چئي، ناهه وڏو ناهي،
قابو هو انهيءَ قلعي تي، جنهن جو ڏس ڏنو ڏاهي،
ڪئين آيا ڪيترا، هن ڪان قبضو ڪير ڇڏائي،
اها قدرت هئي ڪريم جي، جو ڇڏيو واحد انگ وهائي،
ڪو سالڪ سمجهائي، ڏاها! ڳوليو ڏور ڪي.

(مير محمد حجام)

حاڪم = خدا تعاليٰ. ڪامورو = ڪوريئڙو.
قلعو = ڄار.

مراد: ڪوريئڙي الله تعاليٰ جي حڪم سان غار جي منهن تي تاجي ناهي ڇڏي، ڪافر اتي آيا ۽ ڪوريئڙي کي پنهنجي ڄار ۾ وينل ڏسي موٽي ويا.

[110]

جهوني سان تہ جهان ۾، ٿيو قرب ڪمال،
راضپي سان رازق جي، رءِ مليس رومال،
جاچيندي تنهن جوءِ ۾، هيٺو ڏنائونس حال،
موٽيا راهہ وٺي رکوال، ماڙهي موڻ "حجم" چئي.

(مير محمد حجام)

جهونو = غار. رومال = ڪوريئڙي جو ڄار.
جوءِ = غار ڏانهن اشارو. رکوال = ڪافر.
ماڙهو = غار.

مراد: ڪافر حضور ﷺ جن کي ڳوليندي ڳوليندي غار وٽ اچي پهتا مگر غار جي منهن تي ڪوريئڙي جو ڄار ڏسي ان کي آڳاٽو نهيل سمجهي واپس موٽي ويا.

[111]

ڪيائين قبضي ۾، جا هئي اتڪل ايراضي،
ڪنهن مطلب خاطر مرد پسي، بنائي بازي،
سڄڻ دشمن سيئي، ڪيائين راهہ ويندا راضي،
محبت مجازي، ڪو هيئن رکي "حاجي" چئي.

(حاجي مهيسر)

ايراضـــي = غـــار جـــي منهـــن وارو حصـــو.
مـرد = ڪوريئڙو. سڄڻ = حضور ﷺ جـن.
دشمن = ڪافر. بازي بنائڻ = تاجي ڪيڻ.

مراد: حضور ﷺ جن هجرت وقت غار حرا ۾ وڃي وينا تہ ڪوريئڙي غار جي منهن تي ڄار ناهي ڇڏيو، جنهن کي ڏسي ڪافر واپس موٽي ويا.

[112]

صـــاحب جـــي ســـراءِ، ڪـــي هـــاتڪ وڌو در،
ڪـڏهن ڪونـہ ڏٺوســون، ڪــو اهــڙو ڪاريــگر،
پلـڪ نـہ گذريـو پهـر، تـہ عاشـق ڳالهـہ ادا ڪئـي.
(طاهر ٻبر)

صـاحب = حضـور ﷺ جـن. سـراءِ = غـار.
هـــاتڪ = ڪوريئـــڙو. در = ڄـــار.
ڪاريگر = ڪوريئڙو. ڳالهہ ادا ڪرڻ = غار جي
منهن تي تاجي اُٽي ڇڏڻ.

مراد: غار حرا جي منهن تي ڪوريئڙي جهٽ پٽ ڄار ناهي، ڄڻ هڪ قسم جو در چاڙهي ڇڏيو.

[113]

ڏاهـــا پـــورا ڏيهـــہ ۾، اڳـــي هئـــا اَصـــل،
هـاڻ تـہ لنـڍي بـني لـوڪ ۾، ڪـاهي پيـون آهـن ڪـُـل،
هڪـڙي اَجمـل پـاڻ عقـل سـان، قنـد پڪيڙيـو قـُـل،
سيئي گڏجي "غـلام محمـد" چئـي، ڪيـا هولاچـا هـُـل،
ڪانــہ پيــن ڪــَـل، اُنهــيءَ جــي انصــاف جـــي.
(غلام محمد ڇڃو)

اَجمل = ڪوريئڙو. هولاچاهل ڪرڻ = پيرا ڪٽڻ.
قندُ = ڄار. اُنهيءَ = ڪوريئڙي ڏانهن اشارو.

مراد: ڪافر پير کڻي حضور ﷺ جن جي پنيان آيا، ايتري ۾ ڪوريئڙي غار جي منهن تي ڄار ناهي ڇڏيو، جنهن کي ڏسي هو واپس هليا ويا.

[114]

عمـــر ڪـــدي مـــارئي، ڪوٺـــان اڃـــي ڪـــري،
پيـو شـابس جـڳ ڪـري، عمـر ڪـي "اڪـن" چئـي.
(اڪن وساڻ)

عمر = ڪوريئڙو. مارئي = تاجي.

مراد: حضور ﷺ جن کي غار ۾ وينل ڏسي، ڪوريئڙي غار جي منهن تي ڄار جي تاجي اُٽي ڇڏي، انهيءَ ڪم ڪري ڪوريئڙي کي سيڪو جس پيو ڏئي.

[115]

سائينءَ ياران سيگهه ۾، ڪئي وڪالت وڪيل،
ڪوڙو ڪيو ڪيس کي، عقل ساڻ عقيل،
شاهدن جي شاهديءَ، ڪيا زوراور ذليل،
دور تين دليلَ، جيڪي هين "حاجي" چئي.

(حاجي مهيسر)

وڪيل = ڪوريئڙو. شاهد = ڪبوتريءَ جا آنا. زوراوَر = ڪافر.

مراد: حضور ﷺ جن جي غار ۾ ويهڻ وقت، ڪوريئڙي ڄاري ٻڌي ۽ ڪبوتريءَ آنا لاتا، جن کي ڏسي ڪافرن کي پڪ ٿي تہ هتي ڪوبہ ماڻهو موجود نہ آهي، انڪري هو واپس هليا ويا.

[116]

ڪامل چڙهي ڪونيءَ تي، ڄن ٻڌو چوڪر،
حور هلي ويئي هنڌ تان، نار ڇڏيون نينگر،
ڏسي مٽيا منڌ جا، پوءِ موٽي پيا منڪر،
پين ڪان خبر، مهل ان "موريو" چئي.

(موريو ڪٽي)

ڪامل = ڪوريئڙو. ڪوني = غار.
ڄن = ڄار. چوڪر = ڪوريئڙو.
حور = ڪبوتري. هنڌ = آکيرو.
نينگر ۽ مٽيا = آنا.

مراد: غار جي منهن تي ڪوريئڙي ڄار ناهيو ۽ ڪبوتري آکيرو ناهي، ان ۾ آنا لاهي ويئي، جن کي ڏسي ڪافر موٽي هليا ويا.

[117]

جانب آنديون جاءِ انهيءَ تي، عورتون اندر،
ڪم ڪيو ڪامڻ اتي، نار ڇڏيا هن نر،

سهٽا ڏسي سيگهه ۾، ڪيئون هل حشر،
پوءِ ڏسي انگ اڪر، ويا اتهون "الهه بخش" چئي.
(الهه بخش)

جانب = ڪوريئڙو. عورتون = چار جون تندون.
ڪامڻ = ڪبوتري. سهٽا = ڪبوتريءَ جا آنا.
انگ اڪر = نشان.

مراد: غار جي منهن تي ڪوريئڙي تاجي اُٽي ڇڏي ۽ ان چار جي پير ۾ هڪ ڪبوتري آکيرو ناهي، آنا لاهي ويئي، جڏهن ڪافر پير کڻي ان غار جي منهن تي آيا ته ڪوريئڙي جو چار ۽ ڪبوتريءَ جا آنا ڏسي سمجهيائون ته هي ڪم اڳاتو ٿيل آهي ۽ هن ويجهڙائيءَ ۾ هت ڪوبه ماڻهو آيل ڪونه ٿو ڏسجي. تنهنڪري واپس هليا ويا.

[118]

ونو راهه رسول جي، محبت ورهايو ماڻ،
ماڙيچڻ مليو مان، آيو سومرو ڪري ساڻ،
آٽي قابو ڪئي ڪوٽ ۾، حاڪم همت ساڻ،
تي مارئي به سڃاڻ، پر مليو انصاف عمر ڪي "احمد" چئي.
(احمد خان مري)

ماڙيچڻ = تاجي. مليو = پيٽ.
سومرو = ڪوريئڙو. ڪوٽ = غار جو منهن.
مارئي = ڪبوتريءَ. عمر = ڪوريئڙو.

مراد: ڪوريئڙي غار جي منهن تي تاجي اُٽي ڇڏي، ان جي مٿان ڪبوتريءَ وري پنهنجو آکيرو ناهي ان ۾ آنا رکي ڇڏيا. هن ڪم ۾ ڪوريئڙي جو ڪم ڪبوتريءَ جي ڪم کان وڌيڪ ساراهه جوڳو آهي.

[119]

سهڻو صوبو ڏسي، نامئي پکيڙيو نر،
ڪامڻ آئي ڪيچ ڏهون، جنهن جلد ڪيو جوهر،
پهريدار پلڪ ۾، نروار ٿيو نر،
پوءِ متيائين انگ اڪر، انهن جو "الهه بخش" چئي.
(الهه بخش)

صوبو = حضورﷺ جن.ناميو = ڪوريئڙو.

نر = چار. ڪامڻ = ڪبوتري. جوهر = آڪيرو.

نر = آنو. انگ اڪر = شڪ.

مراد: حضورﷺ جن کي غارَ ۾ ڏسي، ڪوريئڙي چار ناهيو ۽ ڪبوتري آنا لاٿا. دشمن پير کڻي آيا، پر چار ۾ ڪبوترن جا آنا ڏسي، ڪين حضورﷺ جن جي اتي هجڻ جو ڪو گمان ڪونہ آيو ۽ واپس هليا ويا.

[120]

ليلان هڪ لحظي ۾، ڇڏي ڪامل سا تہ ڪدي،
اچي ڪونرو ويني ڪوڏ مان، سا هئي نار نندي،
مڙهي ڏنائون منڌ جي، بيو نہ ڪا گهيڙ گهٽي،
پوءِ ويا هو بہ هٽي، ساعت ۾ "سومار" چئي.

(سومار سومرو)

ليلان = چار. ڪامل = ڪوريئڙو.

ڪونرو = ڪبوتري. مڙهي = آڪيرو.

هو = ڪافرن ڏانهن اشارو.

مراد: حضورﷺ جن کي غار ۾ وينل ڏسي، ڪوريئڙي جهٽ پٽ غار جو منهن تاجيءَ سان مڙهي ڇڏيو ۽ هڪ ڪبوتريءَ تاجيءَ وٽ آڪيرو ناهي، ان ۾ بہ آنا لاهي ڇڏيا. ڪافرن جڏهن غار جي منهن تي اهي شيون موجود ڏٺيون، تڏهن سڀ شڪ دور ٿي وين ۽ واپس موٽي ويا.

[121]

رنگ محل راس ٿيو، ويني محلي تي مومل،
هو بہ هلي هيڪاندا آيا، موڳا تنهين مهل،
پوءِ ڪامڻ هوئي قابل، جنهن موٽائي ڇڏيا "محمد" چئي.

(محمدفقير ڏيرو)

رنگ محل = آڪيرو. مومل = ڪبوتري.

موڳا = ڪافر.

مراد: غار جي منهن تي، تاجيءَ وٽ هڪ ڪبوتري آنا لاهي ويهي رهي، جنهن کي ڏسي ڪافر واپس موٽي ويا.

[122]

صاحب آيو سرحد ۾، برابر بادشاهه،
رستا ويا سڀ روڪجي، نهيو ڏاڍو ناهه،
ملاقاتي محب جو، آيو ڪريو ڪاهه،
ڪيئن ڪري ڪاڏي وڃي، پيو ڏسي سڀ سپاهه،
انهيءَ جو آگاهه، پهتو هوت وٽ ”حاجي“ چئي.

(حاجي مهيسر)

صاحب = حضور ﷺ جن. سرحد = غار.
رستا روڪجڻ = ڏرڙ بند ٿيڻ. ملاقاتي = نانگ.
هوت = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو مٿيون نانگ وارو بيان.

[123]

ڪامل گهڙي ويا ڪُن ۾، تن ۾ مانجهي هو ميهار،
هيس حب حبيب جي، ڪندس يار جو ديدار،
آريءَ ڄام آرام ڪيو، تيو پنهون پهريدار،
منجهي پيو ميهار، تنهن ڪيو جهيڙو جت سان.

(نالي چڳو پالاري)

ڪامل = حضور ﷺ جن ۽ حضرت ابوبڪر رضه.
ڪن = غار. ميهار = نانگ. آري ڄام = حضور جن.
پنهون = حضرت ابوبڪر. جت = حضرت ابوبڪر رضه.

مراد: حضور ﷺ جن ۽ حضرت ابوبڪر رضه غار حرا ۾ آيا. جتي حضرت ابوبڪر رضه سوراخ ڏسي اڳڙين سان بند ڪيا. پر هڪ سوراخ کي کڙي ڏيئي وينو. جنهن ۾ هڪ نانگ حضور ﷺ جن جي ديدار لاءِ وينو هو. ڏرڙ بند ٿيڻ تي نانگ کيس کڙي ۾ ڏنگي وڌو.

[124]

ڪري جهيڙو جت سان، تنهن ويس مٿايو وير،
ساجن ساوا ڪپڙا، نازڪ رتا نير،
پڇيو سوال سڌير، جاڳي جت پنهون کان.

(نالي چڳو پالاري)

جت = حضرت ابوبڪر رضہ. وير = نانگ.

ساجن = حضرت ابوبڪر رضہ.

ساوا ڪپڙا = زهر. سڄڻ = حضور ﷺ جن.

مراد: نانگ جي ڏنگ لڳڻ تي حضرت ابوبڪر رضہ جي اکين مان لڙڪ ڳڙي حضور ﷺ جن جي پيشاني مبارڪ تي پيا، پاڻ سڄاڳ ٿيا ۽ حضرت ابوبڪر رضہ کان لڙڪن ڳاڙڻ جو سبب پڇيائون.

[125]

سالڪ ڏنو سڄڻ کي، جت پنهون جواب،
سائو ويس سور جو، تيس گهڻو آداب،
نيڻن مان "نالي چگو" چئي، وهيس اکين مان آب،
صبر وڏو ثواب، جيڪا رضا رب جي.

(نالي چگو پالاري)

سالڪ = حضرت ابوبڪر رضہ.

سڄڻ = حضور ﷺ جن. سائو ويس = زهر.

مراد: حضرت ابوبڪر رضہ کي نانگ ڏنگيو، زهر جي اثر سبب سندس اکين مان ڳوڙها ڳڙي پيا. مگر پاڻ صبر ۾ رهيو ۽ ڪا دانهن نہ ڪيائين.

[126]

جنگ وينو هو جاءِ تي، عاقل آرامي،
در تنهن ديوار جا، سڀ پوريا سامي،
هڪ جو وَٽ ويجهي هئي، ڪر ويس ڪامي،
هاريائين جَر "جيئل" چئي، نظر ڦيريس نامي،
پوءِ ساڳيو ئي سامي، ساعت ۾ سرهو ٿيو.

(جيئل جاگيراڻي)

جنگ = نانگ. دِر = سوراخ. ديوار = غار.

سامي = حضرت ابوبڪر رضہ.

ڪامي وجهڻ = ڏنگجڻ. نامي = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو مٿيون نانگ وارو بيان.

[127]

جوان هليو جاگير تي، لاهوتيءَ جي لاري،
راڄ رهيو پي راتيان ڏينهان، انهيءَ اوتاري،

جيڪو بڪيل هيو بـَـر ۾، سو پـي ڇـري آيـو چـاري،
مهمـاني مهمـانن کـي ڏنـي، تنهـن سـاعت انهـيءَ سـاري،
جيڪو ماني ري مهمان هيو، تنهن کي ڏنئين ڪامڻ قطاري،
ڪـي سـگهڙ سـنياري، معنـيٰ ڪـن ”ميـوو“ چئـي.
(ميوو قلپوٽو)

جــوان = حضــرت ابوبڪــر رضــ.
لاهوتي = حضور ﷺ جن. راج = غار وارو سوراخ.
اوتـارو = غـار. بڪيـل = نـانگ.
مهمـاني = اڱڙيـن جـو مـُـڇو.
مهمان = سوراخ. ماني ري مهمان = خالي سوراخ
. ڪامڻ = پير جي ڪُڙي.

مراد: ڏسو مٿيون نانگ وارو بيان.

[128]

هئـي ملڪيـت مڙنـي جـي، پـر وڄ تـي وڏئـون ويـر،
هـن کـي محبـت مـچ مچـايو هـو، سـاجهر ويـر سـوير،
جــوان جهليــا هئــا جــان تــي، وڏا داڀ دليـــر،
ڪـامل ڇـڏي ڪـامڻ کـي، خـان ڪيـا آهـن خيـر،
اهڙا ڪم ڪندي ٻي ڪير، جهڙا هـن ڪيـا ”حاجي“ چئـي.
(حاجي مهيسر)

ملڪيـت = حضـور ﷺ جـن. وڄ تـي ويـر
وجهڻ = حضرت ابوبڪر رضـ جو سوراخ تـي
ڪـڙي ڏيـڻ. هـن = نـانگ ڏانهـن اشـارو.
جــوان = حضــرت ابوبڪــر رضــ.
داڀ جهلـــڻ = ڏنـــگ ســـهڻ.
ڪامل = حضور ﷺ جن. ڪامڻ = پـِـڪ.

مراد: غـار حرا ۾ حضرت ابوبڪر رضـ هڪ سوراخ تـي ڪـڙي ڏنـي. ان سوراخ ۾ هڪڙو نـانگ حضور ﷺ جن جي زيارت لاءِ وينـل هـو، تنهـن ڪيس ڏنـگ هنيا. حضور ﷺ جن ڏنگن واري جاءِ تـي پـِـڪ لاتي تـہ زهـر جـو اثـر گهٽجي ويو.

[129]

هڪ تي سواري سـائينءَ جي، ٻـيءَ سـان تـرت لڳو تڪـرار،

مالڪ تن منٺن جو، ڏسي پيو اکين سان اسرار،
خبر پيئي خان کي، لاٿائين عورت تان آزار،
بنري باغ بهار، هڪدم کين "حاجي" چئي.
(حاجي مهيسر)

هڪ = حضرت ابوبڪر رضہ جي هڪڙي ٽنگ.
سواري ڪرڻ = مٿو رکي سمهڻ.
سائين = حضور ﷺ جن. بي = ٽنگ.
مالڪ = حضرت ابوبڪر رضہ. منٺون = ٽنگون.
اکين سان اسرار ڏسڻ = نانگ جا ڏنگ لڳڻ.
خان = حضور ﷺ جن. عورت = ٽنگ.
آزار لاهڻ = زهر جو اثر گهٽائڻ.
بنرو = حضور ﷺ جن. باغ بهار ڪرڻ = نانگ ۽
حضرت ابوبڪر رضہ جو ميلاپ ڪرڻ.

مراد: ڏسو مٿيون نانگ وارو بيان.

[130]

ڪامل جي ڪامڻ سان، شائق ڪيو شور،
موٽائي پيو منڌ کي، محب ڏسان مون مور،
جوان جهليو جان تي، زوروار جو زور،
غازي ڪري غور، هڪ کين "حاجي" چئي.
(حاجي مهيسر)

ڪامل = حضرت ابوبڪر صديق رضہ.
ڪامڻ = ڪڙي. شائق = نانگ.
شور ڪرڻ = ڏنگ هڻڻ. منڌ = ڪڙي.
محب ۽ مور = حضور ﷺ جن.
جوان = حضرت ابوبڪر رضہ. زوراور = نانگ.
غازي = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو مٿيون نانگ وارو بيان.

[131]

نہ ڪي حلميت هن ڪئي، نہ ڪي ڇڏيو ظاهر هن بہ زور،
لڳي جنگ جود مان، شاهي مچي ويو شور،

اهو پلي مرڪي مور، جو هٿيو ڪين "حجام" چئي.

(مير محمد حجام)

هن = حضرت ابوبڪر رضہ ڏانهن اشارو.
هن = نانگ ڏانهن اشارو.
مور = حضرت ابوبڪر رضہ.

مراد: غار حرا ۾ حضرت ابوبڪر رضہ کي نانگ ڏنگ پئي هنيا تڏهن بہ سوراخ تان کڙي پري نہ ڪيائين. متان حضور ﷺ جن کي ڪا تڪليف رسي.

[132]

جانب يار جوڙي آنسي، سوکڙي سائي،
اها منڊ ملوڪ هئي، عجب تي آئي،
اها ڳالهہ عجيب آ، مهريءَ ملهائي،
سُڌ خبر سا ئي، آهي "لعلڻ" ساري لوڪ ۾.

(لعلڻ خان لغاري)

جانب يار = حضور ﷺ جن. سوکڙي = قيٽي.
منڊ = قيٽي. مهري = قيٽي.

مراد: غار حرا ۾ حضرت ابوبڪر رضہ کي نانگ کڙيءَ ۾ ڏنگ هنيو، حضور ﷺ جن ڏنگ واري جاءِ تي قيٽي مبارڪ لاتي تہ سور غائب ٿي ويو.

[133]

ملڻ خاطر مرد جي، هيس من گهڻو مستان،
ڏوريائين ٿي ڏکن ۾، هيس جوان سندو جولان،
ووڙيندي وٽڪار ۾، اڇي خاصو ڏنائين خان،
جڏهن راضي ٿيو رحمان، تيس پوري حب "حجم" چئي.

(مير محمد حجام)

مرد = حضور ﷺ جن. هيس = نانگ ڏانهن
اشارو. خان = حضور ﷺ جن.

مراد: نانگ کي حضور ﷺ جن جي زيارت جو تمام گهڻو شوق هو، جڏهن حضور ﷺ جن غار ۾ آيا تڏهن نانگ زيارت ڪري، ڌڻي تعاليٰ جو شڪرانو ڪيو.

[134]

مارئي تنهن ملير ۾، پئي لکي لوچي ٿر،

ڪيئي ڏهاڙا ڪيترا، پئي بيوس جهاڳي ٻر،
مارونئڙا ماڳن تي، گهمي ايندا هئا گهر،
اها عام خبر، آهي ”لعلڻ“ ساري لوڪ ۾.

(لعلڻ خان لغاري)

مارئي = حضرت ابوبڪر رضہ جي نياڻي.
مليرِ = جبل. مارونئڙا = حضرت عبدالله ۽ ٻڪرار.

مراد: حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي نياڻي، بيبي اَسماءُ غار ۾ روز ماني ۽ پاڻي ڪٺي ڏيئي ويندي هئي ۽ سندس پٽ عبدالله وري خبرون آڻي ڏيندو هو. هڪ ٻڪرار اُتي ٻڪريون چاريندو هو، سو وري غار ڏانهن ايندڙن جا پيرَ ڊاهي ويندو هو.

[135]

ڪلمون پريان تہ ڪافر تيان، گهڙان نہ انهيءَ گهيڙ،
جاڏي راهہ رسول جي، تاڏي نہ پايان پير،
تن سان منهنجو وير، جيڪي پڇن راهہ رسول جي.

ڪلمون پريان = سچ چوان. راهہ = غاروارو رستو. تن سان وير = ڪافرن ڏانهن اشارو.

مراد: ڪافرن غار جي منهن وٽ پهچي، هڪ ٻڪرار کان حضور ﷺ جن جي پڇا ڪئي، ٻڪرار ڪافرن کي اهڙو جواب ڏنو جو ان مان ڪافر اهو تي مطلب ڪڍيو تہ هي حضور ﷺ جن جو دشمن آهي پر حقيقت ۾ هو ايمان وارو هو، جنهن حضور ﷺ جن جي پڇندڙن اڳيان سندن اچڻ جي راهہ بابت ڪجهہ بہ نہ ٻڌايو.

[136]

چوڪي چوپڻ راند جو، ڏس عجب لڳو اسرار،
ڊارا پڻ ٻارهن لڳو، سي ڊريا چڱي ڊار،
پر سارين ٻدران رانديگر، سي هليا تي هموار،
پهرين چيلهو، ٻي چيلهو، ٽي ٻہ چيلهو ڪار،
چوٿين چال چيلهي مان، سي داوَ چليا دووار،
تڏهن جوڙو سارين جوءِ انهيءَ، اچي نڪري تيو نروار،

تـــن ســـان جـــوڙو، هـــاڙهي پيچـــي، تـــي آيـــا انهـــيءَ وار،
هـــي رمـــي رانديـــگر تيـــا، هـــڪ ســـاريءَ تـــي ٻـــ ســـوار،
هـــاڙهي پيچـــي ٻـــيءَ چڙهـــي، ســـي اڳ هليـــا اڳـــوار،
تـــن جـــا داوَن متـــي داوَ لڳـــا، وجـــي وچيـــن چيلهـــي وار،
ڪيڏي تن ڪي ڪٽي، جن نـ ڪيڏي تن هارائي، ڏس آڳي جا اختيار،
”بيـــڙا!“ هـــن ”بـــروچ“ جـــا، اتئـــي ڏور ٻـــ ڏاڪـــي دار،
ڏاڪـــي ڏاڪـــي چڙهنـــدو، اچـــي پهـــچ تـــون ٻئـــي پـــار،
هـــاٺي وڏي ســـان ويچـــار، ڏاهـــا ڳولـــج ڏور ڪـــي.

(نبي بخش خان بلوچ)

چوپڻ راند = هجرت. ڊارا ڊرڻ = جبرئيل جو
نـــازل ٿيـــڻ. ســـاريون = ڏاچيـــون.
رانديگر = حضور ﷺ جن ۽ حضرت ابوبڪر رضہ.
پهريـــون چيلهـــو = پهريـــن مـــنزل.
ٻيو چيلهو = ٻي منزل. ٽيون چيلهو = ٽي منزل.
چوٿـــون چيلهـــو = چوٿيـــن مـــنزل.
داوَ چلـــڻ = ڪاميـــابي حـــاصل ڪـــرڻ.
جوڙو ساريون = ٻہ ڏاچيون. جوءِ = غار حرا.
هـــاڙهي. پيچـــي = ٻـــ اصحـــاب.
هڪ ساري = هڪ ڏاچي.

مراد: حضور ﷺ جن غار ۾ وينا هئا تہ ٻہ اصحابي سڳورا ٻن ڏاچين تي سوار ٿي آيا، جن مان هڪ ڏاچيءَ تي ٻئي اصحابي سڳورا سوار ٿي اڳواٽ هليا باقي ٻي ڏاچيءَ تي حضور ﷺ جن ۽ حضرت ابوبڪر رضہ سوار ٿي مديني طرف روانا ٿيا.

[137]

عمـــر مـــارئيءَ ڪـــي، وڏو قيـــد ڪـــري،
حـــاڪم ڏاڍي حـــب ســـان، پيـــو محـــب لاءِ مـــري،
ســـام رڪـــي هئـــي ســـومري، وڏو ڏيـــسان ڏري،
تـــورو تـــر ڪـــري، ڪٽـــي عمـــر چـــڏي مـــارئي.

عمر = ڪوريئڙو. مارئي = تـاجي.
سام = حضور ﷺ جن.

مراد: ڪوريئڙي غار جو منهن تاجيءَ سان بند ڪيو هو. جڏهن حضور ﷺ جن غار مان نڪري هليا ويا تڏهن اها اُٺيل تاجي ڦٽائي ڇڏيائين.

[138]

مرد سي مياڻيءَ تي، هئا وينا مير ملاح،
ڪونه اچي تنهن ڪُن تي، ڪري ڪاهو ڪاهه،
هن ڪي گندري ڇوڻ گناهه، جنهن جي جهوليءَ چنڊ جهولي پيو.

(لعلڻ خان لغاري)

مرد = حضور ﷺ جن ۽ ابوبڪر صديق رضہ.
مياڻي = ثور جبل جو غار حرا. ڪُن = غارُ.
چنڊ = حضور ﷺ جن.

مراد: حضور ﷺ جن ۽ حضرت ابوبڪر رضہ ثور جبل جي غار حرا ۾ اچي ترسيا ۽ آرام فرمايو هئائون. ڪانئن اڳ اتي ڪوبہ ڪونہ آيو هو. اها غار سندن ئي تشريف فرما ٿيڻ سان وڏي شرف واري ٿي. حضور ﷺ جن ئي منجهس آرام ڪيو.

[139]

راڻو آيو راڄ ۾، سرس ڪري سينگار،
ڇڪن ڇٽ جهلي پيو، وهواهہ تي وٽڪار،
دُرس ٿيا ديدار، لحظي ۾ "لعلڻ" چئي.

(لعلڻ خان لغاري)

راڻو = حضور ﷺ جن. راڄ = مدينو.
ڇٽ جهلڻ = ڏاچيءَ جو ابوايوب جي در تي ويهڻ.
وٽڪار = اوڙو پاڙو.

مراد: حضور ﷺ جن جڏهن مديني آيا، تڏهن ڏاچي جنهن تي سوارَ هئا، سا سڌي اچي ابوايوب انصار جي گهر اڳيان ويهي رهي ۽ حضور ﷺ جن ابوايوب جا مهمان ٿيا. سندن تشريف آوريءَ تي اوڙي پاڙي وارن تمام گهڻي خوشي ڪئي.

[140]

پليو سپ پنيور، جو پنيءَ هوت نہ هليو،
شهر سجاتو ڪينڪي، آرياڻي اتور،

مـــاڙيو تنهيـــن مـــور، ڏيکيـــو جنهيـــن دل ســـان.

(شاهه ڀٽائي)

پنيور = مڪو شريف. هوت = حضور ﷺ جن.
شـهر = مڪـي جـي مشــرڪن ڏانهــن اشـارو.
مــــــور مــــــاڙيو= چوٽڪـــــــارو ٿيـــــو.
دل سان ڏيکڻ = هجرت ڪري هلڻ.

مراد: حضور ﷺ جن جي هجرت ڪرڻ وقت مڪي شريف جا جيڪي ماڙهو ساڻن گڏ مديني شريف روانا ٿيا تن جو ڀاڳ ڀلو ٿيو ۽ بشارت حاصل ڪيائون. جن مشرڪن صحيح معنيٰ ۾ حضور ﷺ جن کي نہ پروڙيو سي اتيئي رهيا.

[141]

بـــــرو هــــــو پنيـــــور، آريــــــاڻيءَ اجـــــاريو،
لاٿـــو ســـب لـــوڪ تـــان، هـــاڙهي ڏٺـــيءَ هـــور،
چوريـون چـُــــرڻ سـڪيون، پنهـون ڪيـائون پـور،
آيـــو ســـو اتـــور، جنهـــن ڏکيـــون ڏک وِيهـــاريون.

پنيـور = مڪـو شـريف. آريـاڻي = حضـور ﷺ جــن.
اجارڻ = حق جي راهہ تـي آڻـڻ. هـور لاهـڻ = ڪفـر ۽ بداخلاقـي جا پـردا هٽـائڻ. چوريـون = اسلام جي پيـروي ڪنـدڙ. چـرڻ سـڪڻ = اسـلام جـي پيـروي ڪـرڻ.
آتور = حضور ﷺ جن. ڏکيون = بلاول ۽ ابـوذر غفاري ڏانهن اشارو. ڏک وِهارڻ = نزديڪ ويهارڻ.

مراد: مڪو شريف ڪفر ۽ الحاد جو گهر بنجي ويـو هـو جنهـن کـي حضور ﷺ جن اسلام جي تعليم سان روشن ڪرڻ گهريو تہ شروع ۾ ڪيـن تڪليفون درپيش آيون، پر پوءِ اهو ساڳيو مڪو شريف حضور ﷺ جن جي هجرت کان پوءِ اهڙو منور ٿيو جو اتي جا دشمن بہ اسلام جا پيـرو بنجي متانئس قربان ٿيا.

[142]

بـڌي ڳالهـہ "بـروچ" چئـي، تهـدل تـي ويـو تيـار،
ونـي واٽ وِنـدر جــي، هليـا تـي حـُـــبدار،

ويري ڪاڻ وڙهڻ جي، سي ڇهتي ويا ڇوڏار،
بيوس يار "بلوچ" چئي، لاشڪ تيو لاچار،
هليو ويو هنگلاج ڏي، ڪٽيو مور سچار،
جڏهن پيڙو تيس پتار، "لعلڻ" غم لهي ويا.
(لعلڻ خان لغاري)

وِندَر = مدينو منور. حبدار = ابومسلم. سندس
زال ۽ پٽ. ويري = ابوجهل ۽ بيا ڪافر.
هنگلاج = مدينو منور. پتار = حضور ﷺ جن.

مراد: حضور ﷺ جن اصحابن سميت هجرت ڪري مديني ويا. باقي هڪ ابومسلم نالي اصحابي ڪنهن سبب ڪان نہ وڃي سگهيو. تورن ڏينهن ڪان پوءِ هو مديني ڏانهن پئي ويو تہ واٽ تي ابوجهل، سندس زال ۽ پٽ کسي ورتو. ابومسلم حضور ﷺ جن جي سڪ ۾ خدا تي توڪل رکي مديني هليو ويو. آخر ڪن ڏينهن بعد ابوجهل سندس زال ۽ پٽ کي ڇڏي ڏنو ۽ پوءِ اهي بہ هن سان اچي مليا.

[143]

پيا سپ ڇڏي ۽ سور ڪنيو ويو ساڻ،
ڪيئي ڏهاڙا ڪيترا، پلي وينو پاڻ،
ملي ويو محبت ۾، جڪيو جنين ڪاڻ،
تيس روح رهاڻ، لحظي ۾ "لعلڻ" چئي.
(لعلڻ خان لغاري)

پيا سپ = پارن ٻچن ڏانهن اشارو.
پاڻ = ابومسلم ڏانهن اشارو.

مراد: ابو مسلم اصحابي، حضور ﷺ جن جي هجرت ڪري وڃڻ بعد ڪٽنب سميت مديني ڏانهن تي ويو تہ ابوجهل سندس زال ۽ پٽ کسي ورتو. حضور ﷺ جن جي محبت ۾ انهن کي ڇڏي ابو مسلم هليو ويو. نيٺ ابوجهل بيزار تي هن جي زال ۽ پٽ کي ڇڏي ڏنو ۽ اهي پڻ اچي هن سان مديني ۾ مليا.

[144]

ڏسيو پد پنهون جا، تي جلي جوڳياڻي،
ڏيان باهہ پنيور کي، هلي وڃان هاڻي،

بيوس يار "بلوچ" چئي، سا سورن ڪئي ساٿي،
پنهل ڪي پاڙهي، سا هاڙهي ملي وئي هوت ڪي.

پنهون = ابو مسلم. جوڳياٽي = ابو مسلم
جي زال. پنيور = ابوجهل جو گهر.
هاڙهو = مدينو.

مراد: ابوجهل، ابو مسلم کان سندس زال ۽ پٽ ڦري ورتو. ابو مسلم ته مديني هليو ويو پر سندس زال، پتار جي فراق ۾ رڙندي رهي. ابوجهل بيزار ٿي انهن کي ڇڏي ڏنو ۽ پوءِ اهي جلدئي اچي مديني ۾ ابو مسلم سان مليا.

**بيبي عائشه**

چون ٿا ته هڪ دفعي حضور ﷺ جن ڪنهن قافلي سان بيبي عائشه کي به پاڻ سان وٺي ويا هئا. موٽندي هڪ هنڌ رات جو آرام ڪري قافلو مديني منور ڏانهن روانو ٿيو. پر بيبي صاحبه اتفاق سان پوئتي رهجي ويئي، جا پوءِ هڪ اصحابيءَ سان گڏجي مديني منوره پهتي. انهيءَ ڳالهه تان حضور ﷺ جن، بيبي صاحبه کان رنج ٿيا. ايتري ۾ جبرئيل بيبي صاحبه جي شان ۾ ڪلام پاڪ جون ڪجهه آيتون کڻي حضور ﷺ جن وٽ آيو. جبرئيل اجا وينو ئي هو ته حضور ﷺ جن، بيبي صاحبه کي پاڻ ڏي ايندو ڏسي، کيس پري کان ئي واپس وڃڻ جو اشارو ڪيو. بيبي صاحبه هيڪاري غمگين ٿي، واپس حرم مبارڪ ۾ آئي ۽ حضرت ابوبڪر رضه جي اچڻ تي، کيس ساري حقيقت ٻڌايائين. حضرت ابوبڪر رضه حضور ﷺ جن وٽ آيو ۽ کانئن بيبي صاحبه کي واپس موٽائڻ جي حقيقت پڇيائين. حضور ﷺ جن کيس جبرئيل جي موجودگيءَ ۽ بيبيءَ صاحبه جي شان ۾ آيتن لهڻ واري حقيقت ٻڌائي. جا ٻڌي حضرت ابوبڪر رضه خوش ٿيو ۽ پوءِ ٻئي ڄڻا گڏجي حرم مبارڪ ۾ آيا.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[145]

منڊ آئي محلي، موچاري مومل،
اڳيون ائين اوچتو، آيس هڪ هڪل،
موٽي مربي کي چيئين، جوش منجهاروئن جل،

مون کي تہ موٽائي ڇڏيئون، ڪانہ پوي تي ڪَل،
ڳوڙها ڪريس ڳل، مهل تنهن ”موريو“ چئي.
(موريو ڪٿي)

مومل = بيبي عائشہ. مربي = حضرت ابوبڪر رضہ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[146]

هنڌ تي ڇڏي حور، پانهہ موٽيو پوئتي،
هيءَ جي اوهان ڏي آئي، سا ڪئين موٽايو مستور،
ڪانگو قاصد آيو، هلي ڏانهن حضور،
انهيءَ جو اوهان ڏي، آهي ڪونہ قصور،
خوش ٿيو ”ڪٿي“ ويو گهر ڏي ڪري گهُور،
وجي ڏنئين مبارڪ مانديءَ کي، هن کي ڇڏي ويا سڀ سور،
پري ڪئي تنهن پسور، مهل انهيءَ ”موريو“ چئي.
(موريو ڪٿي)

حور = بيبي عائشہ. پانهہ = حضرت ابوبڪر
صديق رضہ. ڪانگو = حضرت جبرئيل.

مراد: حضرت ابوبڪر رضہ، بيبي صاحبہ جي ڳالهہ ٻڌي حضور ﷺ جن وٽ آيو. حضور ﷺ جن کيس حضرت جبرئيل جي موجودگي جي خبر ٻڌائي. پوءِ ٻئي ڄڻا گڏ حرم مبارڪ ۾ آيا.

[147]

راڻو رنگ محل ۾، آيو ڪمهلو ڪيهر،
منڌ ويني هئي محلات ۾ ڪومائي قيصر،
جذبي ۾ ”عبد جلال“ چئي، اڄي سورهيہ ڪئي سر،
ٻيئي ڳالهہ پڌر، سوڍيءَ جي تہ سهاڳ جي.
(عبدالجلال)

سورهيہ = جبرئيل. راڻو = حضور ﷺ جن.
منڌ = بيبي عائشہ. سوڍي = بيبي عائشہ.

مراد: بيبي عائشہ، حضور ﷺ جن جي ڏمرجڻ کان غمگين ٿي. جبرئيل

بيبي صاحب جي شان ۾ حضور ﷺ جن وٽ جڏهن الله تعاليٰ کان آيت آندي تڏهن سندن ڏمر لٿو ۽ بيبي صاحب جو غم ويو.

## سئي جو گم ٿيڻ

چون ٿا تہ هڪ دفعي حضور ﷺ جن پنهنجو ڦاٽل پهراڻ لاهي پيوند هڻڻ لاءِ بيبي عائشہ کي ڏنو. بيبي صاحب ڪم ڪار کان فارغ ٿي، پهراڻ ۾ پيوند هڻڻ ويني. بيبي صاحب ٻتي ٻاري اجا ٽوپو ڏيڻ شروع ڪيو تہ اوچتو سندس هٿ مان سئي ڪِري پئي ۽ تيز هوا لڳڻ سبب ٻتي بہ گل ٿي ويئي. پاڻ اونده ۾ سئي پئي ڳوليائين تہ حضور ﷺ جن بہ عشا جي نماز پڙهي گهر آيا ۽ ڏٺائون تہ بيبي صاحب اونده ۾ ڪا شي ڳولي رهي آهي، ان تي ڪانئس پڇيائون. بيبي صاحب سئي گم ٿيڻ جو ذڪر ساڻن ڪيو. اهو ٻڌي حضور ﷺ جن مشڪيا. سندن مشڪڻ تي هڪ ڏند مبارڪ مان سهائو ظاهر ٿيو. جنهن جي تجلي کان سڄي گهر ۾ ايترو تہ شعاع ٿيو جو بيبي صاحب کي سئي جھٽي ڏسڻ ۾ آئي.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[148]

راڻــي ڏنــو هــو مومــل کــي، مٽيــو موچــارو،
ڪٽــي هلــي خوشــيءَ مــان، ســهڻو ســيپارو،
ڪــل چــري ڪڙڪــو ٿيــو، چليــس کيــن چــارو،
ويس نـاتر هٿ مـان نڪري، ٿيس من تـي مونجهـارو،
آيـو سـيد سويارو، ڏنـائين سومل سـتل سـيج تـي.

راڻو = حضور ﷺ جن. مومل = بيبـي عائشـہ.
مٽيو ۽ سيپارو = پهراڻ ڪل چرڻ = آگرين جو چرڻ.
نـاتر = سـئي. سـيد = ڏنـد مبـارڪ.
سومل = سئي.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[149]

زيــب ذري ظــاهر تــي، ڪــا پــوش منجهــان متجــي،
ڪــاري رات کهــان ڳئــي، ماهــ ڪڙيــا متجــي،

پوءِ ويھ تنهين وٽ جيءُ، جنهن جي اھڙي صورت "اسحاق" چئي.

(اسحاق)

زيب = نُور. پوش = حضور ﷺ جن جو وات
مبارڪ. ماھ = ڏند.

مراد: حضور ﷺ جن جي مشڪڻ تي هڪ ڏند مبارڪ مان تجلي ٿي ۽ اونده غائب ٿي ويئي. شاعر ٿو چئي تہ جنهن محبوب جي اھڙي صورت هجي، تنهن جي صحبت ۾ پنهنجي عمر گذارجي.

[150]

ويچاريءَ ڪئُون وات تي، زال ڪري وئي زوري،
هلي وئي "حاجي" چئي، چوئنڪي، مان چوري،
پير ڊانو هيس پلڪ ۾، آچي چوهہ منجهان چوري،
گهوٽ اڳيان گهوري، اچي ناتر نظارو ڪيو.

(حاجي فقير مهيسر)

ويچاري = بيبي عائشہ. زال = سئي. پير = ڏيو.
چوري = هوا. گهوٽ = حضور ﷺ جن.
ناتر = سئي.

مراد: بيبي عائشہ کان سئي وڃائجي ويئي ۽ تيز هوا لڳڻ سبب ڏيو بہ وسامي ويو ۽ اونده ٿي پيئي. جڏهن حضور ﷺ جن آيا ۽ ڳالهہ ٻڌي مشڪيا، تڏهن سندن ڏند مبارڪ جي روشنيءَ ۾ بيبي صاحبہ سئي ظاهر پٽ تي پيل ڏٺي.

[151]

مومل ڪي سومل جو. ڏاڍو ٿيو ويچار،
سورٺ لهي سيج تان، وڃي پيئي پاتار،
سهڻيءَ ڏنا ساهڙ جا، درياهہ ۾ ديدار،
ليلان لڌي وئي لهور مان، بديون ڪٽي بار،
سالڪ آهين سچار، تہ ڏاھا ڳول ڏور ڪي.

مومل = بيبي عائشہ. سومل = سئي.
سورٺ = سئي. سيج = هٿ.

سهڻي = بيبي عائشہ. ساهڙ = حضورﷺ جن.
ليلان = اونداهي.

مراد: بيبي صاحبہ جي هٿن مان سئي ڪري تہ ڪيس اونڌهہ ۾ ڳولڻ جو ويچار ٿيو. جڏهن حضورﷺ جن آيا ۽ سندن مشڪڻ سان تجلي ٿي تڏهن اها اونڌهہ غائب ٿي ويئي.

## بهشت مان طعام اچڻ

چون ٿا تہ هڪ ڀيري حضورﷺ جن ماني کائڻ مهل بيبي عائشہ جن وٽ آيا. مگر ان وقت گهر ۾ ڪجهہ ڪونہ هو ۽ بيبي صاحبہ سخت پريشان ٿي تہ ڪين کائڻ لاءِ ڇا حاضر ڪريان. آخر حضورﷺ جن بيبي صاحبہ کي فڪرمند ڏسي واپس وڃڻ تي هئا تہ ايتري ۾ جبرئيل بهشتي طعام کڻي اچي حاضر ٿيو. جو ويهي کاڌائون.

متئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[152]

مومل اڳيون مير جي، ڪي جو ڳالهايو،
اهو ٻول ٻڌي ڪري، چت چورنگ چايو،
مولا ملڪُ موڪليو، هاديءَ هلايو،
انهيءَ جاءِ ”جانڻ“ چئي، آديسي آيو،
پوءِ پانهہ پهچايو، دم تنهين داتا هن ڪي.

(جانڻ ڪٺي)

مومل = بيبي عائشہ. مير = حضورﷺ جن.
پانهہ = جبرئيل. پهچايو = بهشتي طعام ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو متي جبرئيل جو بهشت مان طعام آڻڻ وارو بيان.

## حضور اڪرم ﷺ جن جو اعتڪاف ۾ ويهڻ

چون ٿا تہ حضورﷺ جن رمضان شريف جي آخري تاريخن ۾ ڏهي ۾ وينا ۽ بيبي عائشہ کي فرمايائون تہ اسانجي اعتڪاف جو ذڪر ڪنهن سان نہ ڪجو. اصحاب سڀئي، جن کي حضورﷺ جن جي صحبت کان گهڙي بہ جدا رهڻ ڏکيو لڳندو هو، تن سندن پڇا ڪئي پر ڪين معلوم نہ ٿيو تہ حضورﷺ

جن ڪتي آهن. آخر حضرت ابوبڪر صديق رضہ گھر اچي پنهنجي نياڻي بيبي عائشہ کان پڇا ڪئي. بيبي عائشہ صاحبہ ٿورو مشڪي، پر ڪو جواب نہ ڏنائين. تنهنڪري حضرت ابوبڪر رضہ کي گمان پيو تہ بيبي صاحبہ کي خبر آهي، سو ڪيس ٻڌائڻ لاءِ زور پريائين. جيتوڻيڪ حضور ﷺ جن جي اعتڪاف مان ٻاهر اچڻ ۾ اڃا ٻہ ڏينهن هئا. يعني ڪين مهيني جا ٻہ ڏينهن وڌيڪ اعتڪاف ۾ رهڻو هو. پر بيبي صاحبہ پنهنجي والد کي جواب ڏنو تہ حضور ﷺ جن سڀاڻي اچي ويندا. الله تعاليٰ بيبي صاحبہ جي ڳالهہ کي سچو ڪرڻ لاءِ اهو مهينو ئي اوڻٽيهن تاريخن وارو چنڊ ڪيو. انهيءَ ڪري حضور ﷺ جن ٻئي ڏينهن اعتڪاف مان ٻاهر آيا.

متئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[153]

وير تہ انهيءَ وير ۾، ويو سونهن پريو سلطان،
گوهر ٻہ اچي گجر سان، ڪيو بات بيان،
پوءِ ڪسر جي پيو ڪامڻ تي، پرين سو پهلوان،
سانگي انهيءَ سگهڙ جي، اچي نر ڏنو نيشان،
پوءِ مالڪ ٿيو مهربان، انهيءَ سان ”الهہ بخش“ چئي.
(الهہ بخش)

وير = حضور ﷺ جن. گوهر = حضرت ابوبڪر رضہ.
گجر = بيبي عائشہ. سگهڙ = حضور ﷺ جن.
نر = چنڊ ڏانهن اشارو.

مراد: حضور ﷺ جن اعتڪاف ۾ وڃي ويٺا. حضرت ابوبڪر رضہ ڳولا ڪري اچي پنهنجيءَ نياڻي کان پڇا ڪئي جنهن ٻڌايس تہ حضور ﷺ جن سڀاڻي ايندا. حالانڪ چنڊ ۾ اڃا ٻہ ڏينهن هئا مگر بيبي صاحبہ جي ڳالهہ سچي ڪرڻ لاءِ الله تعاليٰ اوڻٽيهو چنڊ ڪيو ۽ حضور ﷺ جن ٻئي ڏينهن اعتڪاف کان ٻاهر نڪتا.

## جنگ بدر

هجرت کان پوءِ حضور ﷺ جن کي الله تعاليٰ وٽان آيت نازل ٿي تہ هاڻي مشرڪن کي جتي لهو تتي قتل ڪريو. انهيءَ حڪم موجب حضور ﷺ جن مديني جي ڏهن ورهين واري حياتي ۾ ڪافرن سان پنجويهہ لڙايون ڪيون، جن

مان ستن جنگين ۾ پاڻ موجود هئا ۽ باقي بين ۾ لشڪر اماڻيو هئائون.انهن جنگين مان بدر جي لڙائيءَ جو واقعو هن ريت آهي تہ ابوسفيان شام کان قافلو وٺي، مڪي معظم تي ويو تہ خدا تعاليٰ جي طرفان فتح جي واعدي سان قافلي تي چڙهائي جو حڪم مليو. حضور ﷺ جن هڪ سؤ ماڻهو تيار ڪيا، جن ۾ تيرهن گهوڙي سوار ۽ اسي شتر سوار ۽ بيا پيادا هئا. ابوسفيان کي جڏهن اها خبر پئي تنهن ابوجهل کي لکيو، جو يارهن سؤ سوار وٺي آيو. بدر جي کوهہ جي نزديڪ ٻئي لشڪر مقابل ٿيا. مسلمانن جو لشڪر ٿورو هو تنهنڪري الله تعاليٰ هزار فرشتا مدد لاءِ موڪليا خدا تعاليٰ جي واعدي موجب مسلمانن جي فتح ٿي.

چون ٿا تہ هن لڙائيءَ ۾ الله تعاليٰ جي طرفان حضور ﷺ جن کي ملڪ جبرئيل مٽيءَ جي مٺ ڏني ۽ چيائين تہ هيءَ ڪافرن جي لشڪر ڏانهن اُڇلايو. حضور ﷺ جن جڏهن اها مٽي اُڇلائي تڏهن ڪافر انڌا ٿي وني ڀڳا ۽ مسلمانن جي فتح ٿي.

هن بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[154]

دهشت ڏم درياءَ جي، جت ڏان ڏان ڏو ڏو ڪار،
تيو سوڙهو ساٿ صيفل جو، اڇي سوين وريا سيسار،
پر ڪا جا تين ڪار، جو چُرڻ کان چور ٿيا.

دهشت ڏم درياءَ جي = لڙائي.
ساٿ = اصحاب. سيسار = ڪافر.
ڪا جا ڪار = مٽيءَ جو اُڇلائڻ.

مراد: ڏسو مٿيون بيان.

## جنگ اُحد

بدر جي لڙائي ۾ هارائڻ کان پوءِ ابوسفيان وڏو لشڪر وٺي مديني تي چڙهائي ڪئي. حضور ﷺ جن عبدالله بن زبير کي ستر تيراندازن سان هڪ هنڌ حفاظت لاءِ ڪڙو ڪيو پوءِ لڙائي شروع ٿي. مسلمان غالب ٿيندا ويا ۽ ڪفار ڀڄڻ لڳا. عبدالله بن زبير فتح ڏسي مال غنيمت لٽڻ لاءِ اها جاءِ ڇڏي هليو ويو، جتي حضور ﷺ جن کيس بيهاريو هو. ڪفارن موقعو ڏسي اتان سخت حملو ڪيو، جنهن ۾ ڪيترائي مسلمان شهيد ٿيا.

چون ٿا تہ ڪافرن جي سخت حملي ۾ حضور ﷺ جن جي ڍال تيرن ڪمزور ڪري ڇڏي، جنهنڪري ڪين خطري ۾ سمجهي سعد بن معاذ ڊوڙي اچي آڏو ٿي بيٺو ۽ پنهنجيءَ پٺيءَ تي ڪافرن جا تير روڪيندو رهيو انڪري حضور ﷺ جن ڏي ڪوبہ تير وجي نہ سگهيو.

هن ئي لڙائيءَ ۾ حضور ﷺ جن اصحابن کي مخاطب ٿي فرمايو تہ، ڪير آهي جو اڄ مون تي جان ڏيڻ لاءِ تيار آهي؟ تڏهن زياد بن سڪن انصاري پنهنجي ستن همراهن کي وٺي آڻي حاضر ڪيو ۽ عرض ڪيائين تہ اسين انهيءَ خدمت لاءِ حاضر آهيون. پوءِ اهي اصحاب ڪين گهيرو ڪري بيٺا ۽ ڪافرن سان لڙندا رهيا ۽ نيٺ شهيد ٿيا. اهي اصحاب سڀگورا وڙهي رهيا هئا تہ ڪنهن ڪافر هڪڙو پٿر اُڇلايو جنهن ڪان حضور ﷺ جن جو لب مبارڪ زخمي ٿيو ۽ هيٺين بن ڏندن مان هڪڙو شهيد ٿي ويو.

چون ٿا تہ هڪڙي اصحابي جي جنگ ۾ ترار ڀڄي پئي، هو حضور ﷺ جن وٽ پريشان ٿي آيو. پوءِ حضور ﷺ جن هڪڙي وڻ جي ڀاڙ کي پنهنجا هٿ مبارڪ گهمائي ڪيس وڙهڻ لاءِ ڏني. انهيءَ ڀاڙ جنگ ۾ ٻين جي ترارن ڪان بہ وڌيڪ ڪم ڏنو. اهو اصحابي جنهن ڪافر سان ٿي وڙهيو ان تي غالب ٿي ٿيو.

چون ٿا تہ هن جنگ ۾ حضرت حمزو شهيد ٿيو هو، جنهن کي ڪافرن ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيو هو. سندس همشيره لڙائي جي ميدان ۾ لاش ڏسڻ جي خواهش ڪئي. مگر سندس فرزند ابن زبير ڪيس منع ڪئي، مگر ڀاڻ جواب ڏنائين تہ، تون مون کي ڊيڄار نہ، جنگ ۾ لڙڻ رڳو مردن جو ڪم نہ آهي، اسين بہ الله تعاليٰ جي راهہ ۾ قربان ٿيڻ لاءِ تيار آهيون، ائين چئي هوءَ جنگ جي ميدان ڏي اٿي هلي.

هن جنگ ۾ مديني شريف مان ڪيتريون زالو ڦٽيلن جي ملم پٽي ۽ ٻي خدمت لاءِ ايندڀون رهيون ۽ اهي مجاهدن جي همت افزائي پڻ ڪنديون رهيون. الله تعاليٰ مسلمانن کي هن جنگ ۾ ڪامياب ڪيو.

هن بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[155]

ڏسو محبت مجني مير جي، جنهن تي شوق چڙهي ٿيو شينهن،
جاني نہ هئس ليلان لاڏ ڪي، پئي نر نباهيو نينهن،

أُنــڙس پئــي اوهيــرا کــري، جيئــن ســانوڻ وســي مينهــن،
پــوءِ ڏاهــا اهــو ڏينهــن، تنهــن کــامل تــان قربــان وجــان.
(غلام فريد)

مجنـو ميـر = سـعد بـن معـاذ ليـلان = ڍال.
اوهيـرا کـري مينهـن. وسـڻ = تيـر لڳـڻ.
اهو ڏينهن = اُحد واري لڙائي ڏانهن اشارو.

مراد: اُحد جي لڙائيءَ ۾ نبي ڪريم ﷺ جي ڍال تيرن ڪوهي ڇڏي، سعد بن معاذ ڊوڙي اچي آڏو تيو ۽ جان سپر ڪيائين، تيرن جا مينهن پي وٺا، مگر حضور ﷺ جن ڏانهن هڪ تير بہ وڃڻ نہ ڏنائين.

[156]

بيــت ڏيــان تــو يــائرو! هيئــن حــاڪم هــٿ جــوڙي،
معـاف ڪجو مون مسـڪين کـي، کـو هجـي تفـاوت تـوڙي،
سســـئي ســـوز فـــراق مـــان، پئـــي وِنـــدر ۾ ووڙي،
هـــوت نـــہ ڏســـي هنـــدَ تـــي، پئـــي ڍُڪـــي ۽ ڊوڙي،
غريب کان "غـلام محمـد" چئـي، ويـو گهـوٽ چڙهـي گهـوڙي،
خــان! ٻڌايــو کــوڙي، منهنجــو پنهــل ڪهــڙي پــٽ ۾؟
(غلام محمد)

سســئي = زبــان. وِنــدر = وات.
هــوت = ڏنــد. غريــب = زبــان.
گهوٽ = ڏند مبارڪ.

مراد: اُحد جي جنگ ۾ حضور ﷺ جن جو ڏند مبارڪ شهيد تي پيو. زبان وات ۾ انهي ڏند کي ڳولڻ لڳي.

[157]

سـوڍيون مڙئـي سـهڻيون، هـڪ سـين منجهـہ سـڏير،
شـامل تنهـن جـي شـان ۾، ٻـي مـٽ نـہ تيندي ميـر،
ڪنهـن جي تڪـري ڪانـہ ڪـا، تنهـن سـان جا تصويـر،
تيــو ســاهہ تنهــن ســڏير، لحظـي ۾ "لعلــڻ" چئـي.
(لعلڻ خان لغاري)

سـوڍيون = تـرارون. هـڪ = وڻ جي پـاڙ مـان
ترار تيڻ ڏانهن اشارو.

مراد: اُحد جي جنگ ۾ هڪ اصحاب جي ترار ڀڃي پئي، پريشان ٿي نبي ڪريم ﷺ جن کي اچي ٻڌايائين. حضور ﷺ جن ڇيس تہ اِها سامهون وڻ جي ٽاري پيل آهي، سا ڪٽي اچ. اهو اصحابي حڪم موجب ٽاري ڪٽي آيو. حضور ﷺ جن ان تي پنهنجا هٿ مبارڪ گهمائي اصحابي کي فرمايو تہ تون هن سان وڃي وڙهہ! انهيءَ ٽاري جنگ ۾ اهڙو ڪم ڪيو جو ٻي ڪابہ ترار ان جي مٽ نہ ٿي.

[158]

سسئي شهر ڀنڀور ۾، هئي ڪريل ڪٽياٽي،
آئي آريءَ هٿ ۾، ٿي راڄن جي راٽي،
سسئي سياٽي، پنهونءَ ڪيڙي پنهنجي.

سسئي = ڪجيءَ جي ٽاري ڏانهن اشارو.
آري = حضور ﷺ جن. راٽي = تلوار ڏانهن اشارو. سسئي = ٽاري. پنهون = هڪ اصحاب.

مراد: جنگ اُحد ۾ هڪڙي اصحاب جي جنگ ڪندي تلوار ڀڃي پئي. حضور ﷺ جن هڪڙي ڪجي جي ٽاري تي صلواة پڙهي اصحاب سگوري ڪري ڏني، جنهن تلوارن کان بہ گهڻو ڪم ڪيو.

[159]

مانجهي تن مردن سان، گويا ڪئي گفتار،
بانڪا اِنهي بند تي، هجو خاطر خبردار،
وين وِڃا وسري، پئي مٽين ۾ مونجهار،
”لعلڻ“ ڇئي لاچار، تيو جوکو تنهن جهاز کي.
(لعلڻ خان لغاري)

مانجهي = حضور ﷺ جن.
بانڪا = اصحابي. مٽيا = اصحابي.
جهاز = حضور ﷺ جن.

مراد: حضور ﷺ جن عبدالله بن زبير کي هڪ هنڌ حفاظت لاءِ ويهاريو هو. مگر غنيمت جو مال لٽڻ لاءِ مسلمانن اها جاءِ ڇڏي ڏني، پوءِ ڪافرن کي متن حملي ڪرڻ جو وجهہ ملي ويو. جنهن کان حضور ﷺ جن کي بہ تڪليف پهتي ۽ سندن ڏند مبارڪ شهيد ٿيو.

[160]

سانگياڻي سفر تي، سا ڪرڪي ڪونج هلي،
هلي وئي هنگلاج ڏي، سا جهلئي ڪانہ جهلي،
بيوس يار "بلوچ" چئي، هوءَ پلئي ڪانہ پلي،
وتان وِير ولي، لحظي ۾ "لعلڻ" چئي.

(لعلڻ خان لغاري)

سانگياڻي = بيبي صاحبہ (حضرت حمزه رضہ جي همشيره).
ڪونج = بيبي صاحبہ. هنگلاج = جت حضرت حمزه جو لاش هو.

مراد: اُحد واري جنگ ۾ حضرت حمزه کي ڪافرن شهيد ڪري ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو. پوءِ جڏهن سندن ڀيڻ کي خبر پئي، تڏهن ڀاءُ جي لاش کي ڏسڻ لاءِ اتي هلي، پر سندس پٽ زبير منع ڪيس تہ تون دل نہ جهلي سگهندينءَ، تنهنڪري نہ وڃ. تڏهن پٽ کي چيائين تہ اسلام جي راهہ ۾ مرڻ اسان جو مَرڪ آهي ۽ آءُ ضرور ويندس. ائين چئي جنگ جي ميدان ڏي هلي وئي.

[161]

هليون سانگ سفر تي، ڪونجون ساهي ڪر،
تيون روانيون روهہ ڏي، بيوس جهاڳي بَر،
بَر ۾ بيراڳين سان، وِنديئون سور سچر،
اها عام خبر، آهي "لعلڻ" ساري لوڪ ۾.

(لعلڻ خان لغاري)

ڪونجون = بيبيون سگوريون روهہ = جنگ.
بر = جنگ جو ميدان. بيراڳي = قتيل سپاهي.

مراد: اُحد واري جنگ ۾ قتيلن جي خدمت ڪرڻ لاءِ مديني مان ڪئين بيبيون ٽوليون ڪري اتي هليون. اتي پهچي بيمارن کي پاڻي پيارڻ ۽ ملم پٽ وغيره ڪم ڪرڻ لڳيون. جيستائين جنگ پي هلي تيستائين خدمت ڪنديون رهيون.

## اويس قرني

يمن علائقي ۾ هڪڙي وڏي خاندان 'قرن' ۾ اويس نالي سان هڪ بزرگ باخدا شخص رهندو هو. جنهن پريت حضور ﷺ جن جي فقط نالي ٻڌڻ سان متين ايمان آندو هو ۽ سندس دل ۾ حضور ﷺ جن جي ديدار ڪرڻ جي نهايت گهڻي خواهش رهندي هئي.

چون ٿا تہ حضور ﷺ جن جي زيارت لاءِ اويس قرني جي دل ۾ جڏهن نهايت گهڻي اُڪير ٿي، تڏهن هن پنهنجي ماءُ کان انهيءَ سفر لاءِ اجازت گهري. ماڻس هن شرط تي اجازت ڏنيس تہ زيارت ڪري جلد موٽي ايندين ۽ تنهن کان سواءِ تون پنهنجي دوست سان هڪ جاءِ تي ملاقات ڪج. اهو دوست گهر ۾ هجي يا مسجد ۾ تہ بنهي هنڌن مان هڪ جاءِ تي وڃج. اويس قرني واعدو ڪري گهران نڪتو. سفر ڪري اچي حضور ﷺ جن جي حويليءَ تي پهتو. بيبي عائشہ کيس جواب ڏنو تہ حضور ﷺ جن مسجد ۾ آهن. اويس اهو جواب ٻڌي واعدو ياد ڪري جلد موٽي پنهنجي وطن هليو ويو. حضور ﷺ جن جڏهن آيا تہ بيبي عائشہ کان پڇيائون تہ هت ڪير آيو هو، جو سڄو گهر خوشبوءَ سان واسيل آهي؟ بيبي صاحبہ کين ورندي ڏني تہ اوهان جو دوست اويس قرني آيو هو. حضور ﷺ جن بيبي صاحبہ کان پڇيو تہ توهان هن کي ڏنو؟ جواب ڏنائين، هائو، اسان هن کي ڏٺو. تڏهن فرمايائون تہ تون مون ڏي ڏس ۽ مان توڏانهن ڏسان تہ اها اسان جي ملاقات ٿي. ان بعد حضور ﷺ جن اصحابن کي گهرايو. انهن کي فرمايائون توهين مون ڏي نهاريو ۽ مان توهان کي ڏسان تہ توهان منهنجي دوست سان ملاقات ڪئي ۽ توهان تان دوزخ جي باهہ حرام ٿيندي.

چون ٿا تہ جنگ اُحد ۾ جڏهن حضور ﷺ جن جو ڏند مبارڪ شهيد ٿيو ۽ اها خبر اويس قرني ٻڌي، تڏهن پنهنجو هڪڙو ڏند پيجي ڇڏيائين. پر وري کيس خيال آيو تہ خبر نہ آهي تہ حضور ﷺ جن جو ڪهڙو ڏند شهيد ٿيو آهي! انهيءَ خيال سان سڀي ٻٽيهي ڪڍي ڇڏيائين.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[162]

ڪاهي آيو ڪاپڙي، سامي منجهوئن سڪ،
فراقي فقير هو، جنهن نيڻ وهايا نڪ،"
ادب موئن اصيل پئي، آهہ ڪئي عاشق،
منذ تنهن مهمان ڪوئن، پڇي ڪئي پڪ،
پوءِ سور سلي سالڪ، موٽي ويو "ماڇي" چئي.
(الهورايو ماڇي)

ڪاپڙي = اويس قرني. منذ = بيبي عائشہ.

مراد: ڏسو مٿيون بيان.

[163]

موتـــي ويـــو مـــاچي چئـــي، گذريـــا پلـــڪ پهـــر،
مـــانجهي آيـــو مڪـــان تـــي، دانهـــ پنهنجـــي در،
ميـــر مومـــل ڪـــان پڇـــي، بيهـــي خـــان خبـــر،
ڪهـــڙي خـــوش خوشـــبوءِ آهـــي، چمـــن ۾ چـــوڏر،
عطـــر مشـــڪ عنبـــر جـــي، اچـــي بـــوءِ بهـــر،
ســـاري ڳالهــ سنياســي جــي، ڪئــي پانهــ ســاڻ پــڌر،
پوءِ راڻـي گهرايـو راڄ ڪـي، جيڪـي سـاڏو هـئا بـہ سـڌر،
پوءِ جن تي ڪيائين نيڪ نظر، تن تان لٿا حرف حساب جا.

(الهورايو ماڇي)

مانجهي = حضور ﷺ جن. مومل = بيبي عائشہ.
سنياسي = اويس قرني. راڻو = حضور ﷺ جن.
ساڏو = اصحاب سڳورا.

مراد: ڏسو متيون بيان.

[164]

جوڳـــي وينـــا هـــا جـــوءِ تـــي، قـــابو قلعيـــدار،
انهـن منجهـارون هـڪڙي جـي، تـي پـورب منجهـ پچـار،
هـن گودڙئـي گـلزار، ڪـدي ڇـڏيا سـڀ قلعـي مـان.

(سومارسومرو)

جوڳـــــي = ڏنــــــد. جـــــوءِ = وات.
پورب = حضور ﷺ جن جي ڏنـد شهيد ٿيـڻ
وارو واقعـــو. گودڙيـــو =اويـــس قرنـــي.
قلعو = وات.

مراد: اويس قرنيءَ جڏهن ٻڌو تہ، اُحد جي جنـگ ۾ حضـور ﷺ جـن جـو هڪ ڏند مبارڪ شهيد ٿي پيو آهي. تڏهن پنهنجو بہ هڪ ڏند ڪڍي ڇڏيائين. پر دل ۾ خيال آيس تہ حضور ﷺ جن جو الائجي ڪهڙو ڏند مبارڪ شهيد ٿيو آهي، تنهنڪري هڪ هڪ ڏند ڪري ٻتيهي ئي ڪڍي ڇڏيائين.

[165]

مومـل جـي محـلات ڪـي، اَتـوَ ڪلـون جوڙايـل ڪيـر،
هليـــو اچـــن حڪـــم ســـان، هزاريـــن حميـــر،

جيڪي لنگهڻ در ديوال جو، سي ماريو وجهي مير،
ناتر نمونو ڪريو، پئي سوين اماڻي سير،
تنهن خونياڻي ڪپايا، ڪئين دانهه ڏنڌاگير،
سامي ءَ ٻڌايس سُڌ تنهن جي، ڪنهن قيري ساڻ فقير،
هو بہ حملي ساڻ اتي هئو، سو تہ ٻڌو پاونگير،
پوءِ تہ سورهيہ ٻڌو سندرو، وتي تنهن تان وير،
تنهن مومل ماڻي مينڌري، هئي امالڪ امير،
پت رکجانءِ پير، هن غريب جي "غلام محمد" چئي.
(غلام محمد)

مومل =ٻنيهي. محلات = وات.
ڪلون = ڏاڻون. ڪير = ڏند.
حمير = طعام. ديوال = چپ.
ناتر = زبان. سامي = خابرو.
سورهيہ = اويس. ماڻي = قرني ٻنيهي
شهيد ڪئي.

مراد: اويس قرني حضور ﷺ جن جي ڏند مبارڪ جو ٻڌي پنهنجي ٻنيهي ڪڍي ڇڏي.

[166]

جيسين هئس چاهہ چنيسر جا، تيسين ليلان پئي ڪيا لاڏ،
ڪڍي ڇڏيئين ڪوٽ مان، جنهن جو مڙهيون ڦتي ويا ماڳ،
راڻيءَ جا رتول م، پلا لڳا هئا پاڳ،
اُهي سلطاني سهاڳ، سي مور نہ آيس "ملاح" چئي.
(چتون ملاح)

چنيسر = اويس قرني. ليلان = ٻنيهي.
ڪوٽ = وات.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[167]

اهي ڪنگ هئا ڪيترا، ڪينجهر جي ڪر تي،
ڪاڏائون پيتائون خوب خوشي مان، جام اُنهي جر تي،
چڙهيا تماچيءَ ور تي، پوءِ ڪڍي ڇڏيائين ڪينجهر مان.

ڪنگ = ڏند. ڪينجھر = چاڙيون.
تماچي = اويس قرني. ڪوٽ = وات.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[168]

عمر جو مارئي سان، ڪيڏو هو آر،
ڪين چڏي ها ڪامڻ کي، سڄي سڀ چمار،
پر پانهه پاڙي ۾ بدي، گوهر جي گفتار،
پوءِ ڪڍي چڏيائين ڪوٽ مان، قرب ڪري ڪوهيار،
پوءِ سومري سردار، مور نہ گهري هئي مارئي.

عمر = اويس قرني. مارئي = ٻٽيهي.
ڪامڻ = ٻٽيهي. ڪوٽ = وات.

مراد: اويس قرني حضور ﷺ جن جي ڏندمبارڪ شهيد ٿيڻ جو ٻڌي ٻٽيهي ڪڍي چڏي.

[169]

وينگس وڏي وچ ۾، ڏورئون پئي تہ ڏنا،
ساهڙ کي سڏ سهڻي جي، ٻي ڪانهي لوڪ لکا،
کي پهر ڪونيءَ جا، دونهان پئي تہ دکيا،
اندر هئن بهشت "اڏيو" چئي، چپر چانو متان،
هتين هوت ڪڍيا، قاصد انهيءَ ڪاڪ مون.

(محمد فقير ڏيرو)

وينگس = زبان. پئي ڏنا = ڏندن ڏانهن اشارو.
ساهڙ = اويس قرني. سهڻي = ٻٽيهي.
ڪوني = وات. هوت = اويس قرني.
ڪاڪ = چاڙيون.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[170]

منڌ رکيا محلات ۾، پينگهي ۾ پنهوار،
لوڏ لوڏيائين ڪينڪي، نکري تي نروار،
وس نہ پڇي ويچاريءَ جو، تي نيٽين وهائي نار،

لکين هئس عيب "ڏيرو" چئي، آهي گولي گنهگار،
طالب هئس طبيلي ۾، کنهن وڏي ئي ويچار،
ساهڙ لهي سار، گڏ چڏيا هئا گجر سين.
(محمدفقير ڏيرو)

منڌ = ٻنيهي. محلات = وات.
پنهوار = ڏند. ساهڙ = اويس قرني.
گجر = زمين.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[171]

ليما هئس لامن ۾، ان جو برسيو بينو هو باغ،
ڏس مداشو مالهي جو، جنهن مڙهيو وجايس ماڳ،
انهيءَ سوڍي ڏيئي سهاڳ، مومل ماٽي مينڌري.

ليما = ڏند. لامون = چاڙيون. باغ = وات.
مالهي = اويس. سوڍو = اويس قرني.
مومل = ٻنيهي.

مراد: اويس قرني حضور ﷺ جن جي ڏند شهيد ٿيڻ جو ٻڌي پنهنجي ٻنيهي ڪڍي ڇڏي.

[172]

جانب جيئري کيو، ڌوٻڻ کي ڌار،
ماڻهو شهر ڀنڀور جا، اها عام کن پچار،
هن سور سنا "سرهو" چئي، جانب لئي جيڪار،
ناهي منڌ ميار، پرين پورهيت ئي نه کئي.
(سرهو جاگيراڻي)

جانب = اويس قرني. ڌوٻڻ = ٻنيهي.
جانب = حضور ﷺ جن جو ڏند مبارڪ.
منڌ = ٻنيهي. پرين = اويس قرني.

مراد: اويس قرنيءَ، حضور ﷺ جن جي ڏند مبارڪ شهيد ٿيڻ ڪانپوءِ پنهنجا ٻنيھ ڏند ڪڍي ڇڏيا.

[173]

جئــري جــت جــدا ڪئــي، ڏوبــڻ هئــي ٻــي ڏار،
قلــم قـــادر هـــٿ ۾، وهـــايس ڏينهـــن جـــي ڏاتـــار،
هــن ســور ڪـاڏا "ســرهو" چئـي، جــانب لئــي جيڪــار،
ڪـــاهي منـــڌ ميـــار، پـــاڻ ڇـــڏي هئيـــن پٽريـــن.
(سرهو جاگيراڻي)

جــت = اويــس قرنــي. ڏوبــڻ = ٻئيهــي.
هن سور = ٻئيهي. جانب = حضور ﷺ جن
جـــو ڏنـــد مبـــارڪ. منـــڌ = ٻئيهـــي.
پاڻ = اويس قرني.

مراد: اويس قرني، حضور ﷺ جن جي ڏند مبارڪ جي شهيد ٿيڻ جو ٻڌي پنهنجي ٻئيهي ڪڍي ڇڏي.

[174]

ڪنــگن ڪــي ڪــي ســال، جــاليندي ٿيــا جــَــر ۾،
ڇــُـڳندا هئـا چاهــ مــان، ڪينجهــر جــي ڪــَــر ۾،
آيــا وارث جــي ور ۾، جنهــن ســيئي نـــاٽ نهوڙيـــا.

ڪنــگ = ڏنــد. جــر = وات. ڪينجهــر = وات.
وارث = اويس قرني. ناٽ = ڏند.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[175]

ٻئيهـ لاهـ هئـا ٻنـيءَ ۾، هئـي ڪـونـگرن جـي قطـار،
گهڙيــا هئـــا گرنـــار ۾، ڪنهـــن ســـوناري ســنگهار،
پوءِ ورائـي وينجهـار، ڪـونگرا لاهي ڇڏيا ڪـاڪ جـا.
(الهـ ڏنو نوناري)

لاهـ. ڪونگرا = ڏند. وينجهار = اويس قرني.
گرنار = وات. ڪاڪ = ٻئيهي.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[176]

گودڙيــــا گرنـــــار ۾، هئـــــا قـــــابو قلعيـــــدار،
تنهن منجهان هڪڙي جي، وجي پئي پورب منجهـ پچار،

پوءِ سامي ساڻ سنيار، ڪڍيا گودڙيا گرنار مان.

گودڙيا = حضور ﷺ جن جا ڏند مبارڪ.
گرنار = وات. پورب = اويس قرني جو ڳوٺ قرن.
سامي = اويس قرني.

مراد: حضور ﷺ جن جي هڪڙي ڏند مبارڪ شهيد ٿيڻ جو ٻڌي اويس قرني پنهنجا سڀ ڏند ڪڍي ڇڏيا.

[177]

ٻٽيهه لاهه ٻنيءَ ۾، هئا گوهر ۽ غازي،
تن منجهان وَهو ڏاند ويهي رهيو، ڪري ٻيهڻ جي بازي،
پوءِ ڪري پاڻ قاضي، تنهن پٽي لاهه پري ڪيا.
(الهه ڏنو نوناري)

لاهه = ڏند. ٻني = وات مبارڪ.
وهو ڏاند = حضور ﷺ جن جو ڏند مبارڪ.
تنهن = اويس قرني ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[178]

ٻٽيهه لاهه ٻنيءَ ۾، هئا ثابت سيئي،
انهن منجهارئون هڪڙي جي، پچار پورب ۾ پيئي،
هن ساري سيئي، ڪڙميءَ لاهه ڪڍي ڇڏيا.

لاهه = ڏند. ٻني = وات.
هڪڙو = حضور ﷺ جن جي ڏند مبارڪ
ڏانهن اشارو. ڪڙمي = اويس قرنيؒ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[179]

تختا تهوارون تيا، چات چنا چرها،
سالڪ سمجهائي رکيا، ڪٽي قيرائي قرها،
سمي تنهن سان سهج ڪيا، جي نوريءَ سان گهر هئا،
سي تيا آهن سون ربي سرها، مهل انهيءَ "موريو" چئي.
(موريو)

تختا = ڏند. ٺهوارون ٽيا = پڳا.
ڦرڻا = ساڳيا ڏند. سمون = الله پاڪ.
نوري = زبان.

مراد: حضور ﷺ جن جو ڏند مبارڪ جڏهن اُحد جي جنگ ۾ شهيد ٿيو ۽ اها خبر اويس قرنيءَ کي پهتي، تڏهن هن پنهنجا سڀ ڏند پٽي ڇڏيا.

[180]

بنا ڏسڻ ڏاهي، ڪڍي عار ڪيو انور،
اڇي جهيڙيائين تنهن جنگ سان، ثابت منجهه ٿي سر،
مقرر هئس ماڳ تي، هيٺ مٿي نوڪر،
هيڪل تنهن همت ڪري، تالان ڪيا تونگر،
اها خفتين کي بہ خبر، هوندي قصي جي "قادربخش" چئي.
(قادر بخش)

ڏاهو = اويس قرني. انور = اويس قرني.
جنگ = ڏند. سر = ٻتيهي. نوڪر = ڏند.

مراد: اويس قرني کي پريت جڏهن حضور ﷺ جن جي ڏند مبارڪ شهيد ٿيڻ جي سڌ پئي، تڏهن پنهنجي ٻتيهي هڪ هڪ ڏند ڪري ڪڍي ڇڏيائين.

[181]

مانجهي جي موت جي، ڪن پيس ڪا ڪوءِ،
وجهي ور واسينگ جان، جوڳيءَ ڇڏيائين جوءِ،
پوءِ ڇنديائين ڇبي کي، خان ڇڏي سڀ خوءِ،
اهڙي ڪيائين هوءِ، جو پڌرو ٿيو پر ۾.

مانجهي = حضور ﷺ جن جو ڏند.
جوڳي = ڏند. ڇبو = وات.

مراد: اويس قرني کي خبر پئي تہ حضور ﷺ جن جو هڪ ڏند مبارڪ شهيد ٿي پيو آهي. ان جي افسوس ۾ هڪ هڪ ڪري پنهنجا سڀ ڏند ڪڍي ڇڏيائين، ڇاڪاڻ تہ ڪيس خبر نہ هئي تہ حضور ﷺ جن جو ڪهڙو ڏند مبارڪ شهيد ٿيو آهي.

[182]

وٽيو نه ڏڻ ڏنار کي، ڇيڪ ڇڏيائين ڇر ۾،
نه کي کھيٽو ڇڏيائين گھر ۾، نه کي ياڏ ڇڏيائين پر ۾،
ڏِس سائين جي سر ۾، پاڄِئي جو پلو ٿيو.

ڏڻ = ڏند. ڏنار = اويس قرني. کھيٽو = ڏند.
ياڏ = ڏاڻ. سائين = حضور ﷺ جن.
سر = اُمت. پاڄيو = اويس قرني.
پلو ٿيو = جنتي ٿيو.

مراد: حضور ﷺ جن جو ڏند مبارڪ اُحد جي جنگ ۾ شهيد ٿيو ۽ جڏهن اويس قرني اُن بابت ٻڌو، تڏهن هن پنهنجو هڪڙو ڏند پڃي ڇڏيو. مگر گمان رهيس ته حضور ﷺ جن جو الائجي ڪهڙو ڏند شهيد ٿيو آهي، تنهنڪري پنهنجا سڀ ڏند هڪ هڪ ڪري پڃي ڇڏيائين. انهيءَ صداقت جي ڪري حضور ﷺ جن جي اُمت ۾ هڪ پلارو شخص شمار ٿيل آهي.

[183]

اُتم اُمالڪ اڳرو، اڇي ٿيو عاشق اندر ۾،
گوهر کي ته "غلام محمد" چئي، ٿيو مونجهارو مقدر ۾،
هي اوڪو پنڌ پهاڙ جو، ٿيو ڏورڻ ڏونگر ۾،
پرين تان پگهرجي پيو، چڙهي ويس جوش جگر ۾،
هئي حمايت هن جي، ناتر نا ٻي تر ۾،
عين لڳي عجب ٿيو، تي واهه واهه وندر ۾،
پوئتان منڌ مري پيئي، جا سام ثمر سر ۾،
پائرو! اُتوَ پر ۾، اوهين ڏاها ڳوليو ڏور کي.

(غلام محمد)

عاشق = اويس قرني. اوکو پنڌ = ڏند ڪڍڻ.
گوهر = اويس قرني. ناتر = ٻيٺهي.
منڌ = ٻيٺهي. سامَ = ٻيٺهي.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[184]

ساراهيان سچو ڏٺي، تي جڳائي صفت ستار،
رکو روزا پڙهو نمازون، اتو ڪرت چڱيري ڪار،
راٽيون راٽا سوڍا هئا، سيئي خلقيا خلقٹهار،
هئا تہ مڙئي هڪ جيڏا، اهي اتو سندن پورا پار،
قرب تني جو ڪيڏو، تو جاٹي جاٹٹهار،
هلندا هئا هڪبئي سان، ڏيئي چنبو چنبي ڍر،
پين وڇوڙو ورهين جو، تي ويا ڏرتيءَ تن ڏار،
ساري سپ چمار، وري گڏيا ڪين ”غلام محمد“ چئي.
(غلام محمد)

راٽيون = ڏانون. راٽا، سوڍا = ڏند.

مراد: اويس قرني پنهنجا سپ ڏند هڪ هڪ ڪري ڪڍي ڇڏيا.

[185]

عمر جو مارئي سان، ڪيڏو هئو آر،
ڪين ڇڏي ها ڪامڻ ڪي، سالڪ سپ چمار،
پانهہ انهيءَ پاڙي مان، گوهر ٻڌي گفتار،
ڪڍي ڇڏيائين ڪوٽ موڻ، قرب ڪري ڪوهيار،
”جلال“ چئي جڳ ۾، اتو عام پچار،
ڀڳڻ سا بيهار، ماڳ نہ آندي مارئي.
(جلال)

عمر = اويس قرني. مارئي = ٻٽيهي.
ڪامڻ = ٻٽيهي.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[186]

ٻڌي واڪ وير جو، ٻيو ڪوئي ڪونہ ڪٿي،
جنهن ڪي مندمام جي، سو پٽيو پيو پٽي،
مثل موج درياءَ جي، پيو هاتنگ ڪين هٽي،
تيو قرار ڪامل کي، وڏئين جوڏيون ڪئين جهٽي،
پيو ڏوريو ڏينهن ڪٿي، هاڙهي ۾ تہ ”حجم“ چئي.
(ميرمحمد حجم)

واڪ = ڏنـــد شـــهيد ٿيـــڻ جـــو ذڪـــر.
وير = حضور ﷺ جن. سو = اويس قرني ڏانهن اشارو.
پٽيو پيو پٽي = هڪ هڪ ڪري پيو ڏند ڪڍي.
هاتنگ = اويس قرني.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[187]

درس ڇـــڏي هئـــي داســـڙي، ليـــلان لوڏائـــي،
دوڙ ڪيـا پئـي دادلـي، پـر ڇـڏي مٽيـي مـارائي،
پـوءِ لال ڇـڏي لاهـي، اُن سـيجن تـان "سـرهو" چئـي.
(سرهو جاگيراڻي)

داسـڙو = اويـس قرنـي. ليـلان = ٻٽيهـي.
مٽيو = حضور ﷺ جن جو ڏند مبارڪ. لال;
ان = اويـــس قرنـــي ڏانهـــن اشـــارو.
سيجون = ڇاڙون.

مراد: اويس قرني حضور ﷺ جن جي ڏند مبارڪ شهيد ٿيڻ جو ٻڌي پنهنجي ٻٽيهي ڪڍي ڇڏي، ڇو تہ هن ڪي پنهنجي محبوب جي هرهڪ چيز سان پيار هو.

[188]

مـارن منجهـان مـارئي، هئـي پهنـوارن جـي پـاڙي،
سـانگين سـان "سـرهو" چئـي، هئـي وچ تنهيـن واڙي،
ڇڏي عمـر نيڪـاڙي، جـا تـي مـاندي محلـي مـارئي.
(سرهو جاگيراڻي)

مارُو = ڏندن. مارئي = زبان. پهنوار = ڏند.
واڙو = وات. عمـــر = اويـــس قرنـــي.
محلو = وات. مارُئي = زبان.

مراد: حضرت اويس ٻٽيهي ڪڍي وات ۾ فقط زبان کي اڪيلو ڇڏيو.

[189]

ليـلان وڏي لاڏ سـان. هئـي سـرتين منجهـه سـڌر،
تـي سـونهين سـرتين وچ ۾، هئـي وڏي سـاڻ وڳـر،
دلئـون داسـڙو اڇـي، ڪـاوڙيس ڪسـت ڪسـر.

جاءِ انهي "جاڙو" چئي، ويهڻ تہ ڏنس ور،
پوءِ چِڙي چنيسر، جا لوڏي هئي لهور مان.
(جاڙو خان مري)

ليلان = ٻتيهي. سرتيون = مهارون.
وڳر = ڏندن جو ميڙ. داسڙو = اويس قرني.
چنيسر = اويس قرني. لهور = وات.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[190]

وٺو راهہ رسول جي، محبت ورهايو ماڻ،
چاهہ چنيسر جو هو، ڪو لاڏ بہ ليلان ساڻ،
جاءِ انهيءَ "جاڙو" چئي، هئس جوڙ بہ جيڏين ساڻ،
ڪسريو قصي ڪوئروءَ جي، پوءِ ڪانہ ڪديائين ڪاڻ،
هو دل مٿي ويو داسڙو، جيڪو هو ڪونڌر ڪانڌ ڪواڻ،
پوءِ هنيائين پٿ تي، پهنا پوٽيون پاڻ،
اهو ارٿ الائي چڏيئين، جيڪو هئو هيرن ساڻ،
سالڪ سُرت سڄاڻ! اوهين ڏاها ڳوليو ڏور ڪي.
(جاڙو خان مري)

چنيسر = اويس قرني. ليلان = ٻتيهي.
قصو = حضور ﷺ جن جي ڏند مبارڪ شهيد
ٿيڻ وارو ذڪر. ڪوئرو = احد واري جنگ.
داسڙو = اويس قرني. پهنا = ڏند.
پوٽيون = ڏانون. ارٿ = وات. هيرا = ڏند.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[191]

سانگيئڙا سهڻا هئا، جي ويڙهيچا ولهار،
اڇي وينا اوڏڙا، وڄهي پيهيون سي پنهوار،
مارن سان هيءَ مارئي، پئي ڪري خوشي سان ڪينڪار،
هلي اڇي حاڪم سان، اها ڪنهن پرتئون ڪئي پچار،
پوءِ ٻُڌڻ سان "بروچ" چئي، هن رنجايا ريدار،

سرتين کي اهو سور ٿيو، سي ڪن نہ ڪتڻ جي ڪار،
اها ڪاهڙ خبر چار، وڃي پئي آهہ پهنواريءَ جي.
(جاڙو خان مري)

سانگٽيڙا = ڏند. مارو = ڏند. مارئي = زبان.
حاڪم = اويس قرني. پچار = حضور ﷺ جن
جي ڏند مبارڪ شهيد ٿيڻ جي ڳالهہ.
ريدار = ڏند. سرتيون = مهارون.
ڪاهڙ = حضور ﷺ جن ڏانهن اشارو.
پنهواري = پنيهي.
مراد: ڏسو مٿيون بيان.

[192]

مومل جي محلات ۾، ڏٽيءَ ڏڻ ڪٽي ڏاريا،
وينا ڪاڪ ڪنڌين تي، اڏي اوتارا،
آيا تي جنهن ڪم تي، هئا سدائين سويارا،
پوءِ تہ جوان گڏيو هن "جاڙو" چئي، جنهن ڪيا وارن تي وارا،
تنهن اتاهون لاهوتي لڏائي چڏيا، تن جا پيا پري پسارا،
پوءِ تہ سومل پئي ساريا، تن مان وانگي وريوئي ڪونہ ڪو.
(جاڙو خان مري)

مومل = زبان. محلات = وات.
ڏٽي = ڏند. ڪنڌيون = مهارون.
جوان = اويس قرني. لاهوتي = ڏند.
سومل = زبان. وانگي = ڏند.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[193]

سهٽي صورت وند هئي، هيس محبت ساڻ ميهار،
بيلي منجهہ "بروچ" چئي، هئي سوگهي ساڻ سنگهار،
پوءِ تہ آئي موز مهرياڻ کي، تي ويا ڏارو ڏار،
ڪڍي ڪنڌين جا چڏيا، پيڪڙ تنهن پنهوار،
چرڻ چوڙيلين چڏيو، توڙي ويءَ هجن وينجهار،

”جـــاڙو“ چئـــي جنســـار، ميهـــر لاٽـــا منـــڌ جـــا.

(جاڙو خان مري)

سهڻي = ڏنـدن جي ٻٽيهـي. ٻيلـو = وات.

مهريـــــــــــاڻ = اويـــــــس قرنـــــــي.

ڏارو ڏار ٽيـڻ = هـڪ هڪ ٽي نڪـري وڃـڻ.

ڪنڌيون = ڏانون. پيڪڙ = مهارون (پاڙون).

ڀهنوار = اويس قرني. چوڙيليون = ڇاڙيون.

ميهر = اويس قرني. منڌ = زبان.

مراد: ڏسو مٿيون بيان.

[194]

عمـــر يتيمـــن مـــان، فقـــط هـــڪ هـــو مســـتانو،
نــ ڪـو ڏوهـ ٻيـن جـو، نــ ڪـو خطـائيءَ جـو خـانو،
ســانگين جــو ”ســرهو“ چئـــي، اُتـــي هـــو آســـتانو،
مـگر خـان پنهنجـو خـانو، ڪيـو اُجڙ ڪـاڻ عجيب جـي.

(سرهو جاگيراڻي)

عمـــر = ڏنـــد. خـــان = اويـــس قرنـــي.

سانگي = ٻيا ڏند. عجيب = حضورﷺ جن.

مراد: حضورﷺ جن جي هڪڙي ڏند مبارڪ جي افسوس ۾ اويس قرني فقط هڪ ڏند ڪڍيو، پر جڏهن ڪيس گمان آيو تـ حضورﷺ جن جو الائجي ڪهڙو ڏند مبارڪ شهيد ٿيو آهي! تنهنڪري ٻيا ڏند بـ ڪڍي ڇڏيائين، يعني سڄي ٻٽيهي ختم ڪري ڇڏيائين.

[195]

ٻـــڏي وائـــي ويـــر جـــي، هـــن خـــاصو ڪيـــو خيـــال،
هنـــڌ انهـــيءَ ”هڪـــڙو“ چئـــي، لٽـــائي ڇـــڏيائين مـــال،
غم نـ تيس ”غـلام قـادر“ چئـي، پنهنجـو اهڙو ڏسـي حال،
انهـــي تـــي امـــداد تيـــو، هيـــرو جواهـــر لعـــل،
اهـــو اٿـــو احـــوال، پـــرت ونـــدن جـــو پـــاڻ ۾.

(غلام قادر هڪڙو)

وائـي = ڏنـد مبـارڪ شـهيد ٿيـڻ جـي خبـر.

وير = حضورﷺ جن. پنهنجو = اويس قرني
ڏانهن اشارو. مال = سڀ ڏند. هيرو جواهر
لعل = ڪيلو، ڪير ۽ رپ (نرم ڪاٺو).

مراد: ڏسو متيون بيان.

[196]

بڌي مذڪور مٽئي جو، اچي ڪاوڙيو ڦهار،
مات لڳي منڌ ڪي، تيو ليلان سان لاچار،
ڪڍي ڇڏياءِ ڪوٽ مان، جيڪي هئا ڪوئروءَ جا قربدار،
"منو" چئي اهي عورتون ۽ اپار، سي درس تڙايا داسڙي.
(منو)

مٽيو = حضورﷺ جن جو ڏند مبارڪ.
ڦهار = اويس قرني. ڪوٽ = وات.
ڪوئرو = زبان. قربدار = ڏند.
عورتون = مهارون. اپار = سڀ ڏند ٻئيهي.
داسڙو = اويس قرني.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[197]

ٻڌي ڪُٽڪ ڪنواٽ جي، هن وڳ ڇڏئو ماري،
ٻَٽ متان پيارل لئي، سڀ اٽ ڇڏيئين اُتاري،
سرهو ٿيو ساري، وري اُٺ نه آيا وڳ ۾.

ڪنواٽ = حضورﷺ جن جي ڏند ڏانهن اشارو.
هُن = اويس قرني ڏانهن اشارو. وڳ = ٻٽيهه ڏند.
ٻَٽ = ڇاڙي. پيارل = حضورﷺ جن. اُٺ = ڏند.

مراد: ڏسو متيون بيان.

[198]

ماڙيون مرگهه ملوڪ جون هيون درس وڏي ديدار،
تن ۾ هڪڙي مومل موچاري هئي وٽج ڪندي واپار،
ڪو جو وريو واءُ وصال جو پئي خان بي خبر چار،
ڪنگرا ان ڪاڪ جا ڏکي ڪيا هن ڏار،

حال جنين جا هيٺا تيا پيا سرتين چڏيا سينگار،
وري سي وينجهار، روبرو نہ مليا "روشن شاھ" چئي.
(روشن شاھ)

ماڙيون = چاڙيون. سرتيون = مهارون.
مومل = زبان. واءُ = ڏند مبارڪ جي خبر.
خان = اويس قرني. ڪُنگرا = ڏند.
سرتيون = چاڙون. وينجهار = ڏند.

مراد: ڏسو مٿيون بيان.

[199]

پونءِ ٻڌائي راس ڪئي، هن ڪامل ڪويسر،
حاجت نہ هيس هر قار جي، نہ ڪي مندي ساھر،
ڪاڻ نہ جنهن ڪي ڪيڻ جي، هوءَ اُجارِي انور،
ريءَ ٻج پيدا تيا، قابو منجهہ ڪپر،
وصف اتن وٽن جا، هو ڦُٽي نہ ڪن ڦر،
ڏک ڏين تا ڏيلَ جي، جيئن اُپ منجهہ ڪڪر،
نہ ڪي واهولي وڍيا، نہ ڪي تابيا ساڻ تبر،
پوءِ اُنهيءَ ڪڙمي ڪوِ يسر، موڙي ڪڍيا مام سان.

ڪامل = الله تعاليٰ. پوُن = ٻٽيهي.
ڪڙمي = اويس قرني.
انور = اويس قرني. هُو = ڏندن ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو مٿيون بيان.

[200]

خبر ٻڌي هئي خان، جڏهن مارُوءَ جي تنهن مير،
تنهن پهنور سڀ پري ڪيا عورتون ۽ اهير،
ڪئي اهڙي هاج حمير، جا سئيسون ڪانہ "سومار" چئي.
(سومار سومرو)

خان = اويس قرني. مارو = حضورﷺ جن
جو ڏند مبارڪ. پنهور = ڏند.
عورتون = ڏانون. آهير = ڏند.

مراد: ڏسو مٿيون بيان.

[201]

مارئي مارن وٽ، سنري سدائين،
وٽي نہ هيس وار جي، موجون ماڻيائين،
سات سموري لڌيو، ووءِ ووءِ ڪيائين،
پوءِ ايهين چيائين تہ ”ڪين سندو ڪاپڙي.

مارئي = زبان. مارو = ڏند.
ڪاپڙي = ڏند.

مراد: اويس قرنيءَ جي ڏندن نڪرڻ ڪان پوءِ زبان ويچاري اڪيلي رهجي ويئي.

[202]

ڪامورن ۾ ڪليڪٽر هو، جو پيو ڊيوٽيءَ تان ڊهي،
اها ڳالهہ ملڪن ۾، عام هُلي ويئي،
صاحب لوڪ ڪري سهي، اهو ڦاٽڪ ٺي ڦٽائي ڇڏيو.
(طاهر ٻبر)

ڪليڪٽر = ڏند. ڊيوٽي تان ڊهڻ = شهيد ٿي
پوڻ. صاحب لوڪ = اويس قرني.
ڦاٽڪ ڦٽائي ڇڏڻ = ٻنيهي ڪڍي ڇڏڻ.

مراد: ڏسو مٿيون بيان.

[203]

اڇا اوڊي ڪپڙا، آيا سانگ مٿي سانگي،
هو ويچارا ويهي رهيا، آڏي جهوپڙيون جهانگي،
پوءِ اُها نار هئي نانگي، جنهن ڪامڻ سڀ ڪڍي ڇڏيا.
(طاهر ٻبر)

اڇا = صاف تيل. سانگي = ڏند.
ويچارا = ڏند. جهوپڙيون. = مهارون.
نار = انبوري. ڪامڻ = انبوري.

مراد: اويس قرني، حضور ﷺ جن جي ڏندمبارڪ شهيد ٿيڻ جو ٻڌي پنهنجا ڏند انبوري سان ڪڍي ڇڏيا.

[204]

گـل چنـو گلنـار ۾، هـت بـدن تيـس پيـران،
پوءِ انهي سورٺ جـو سامان، لاهوتـيءَ لُـتي ڇڏيو.
(طاهر ٻبر)

گـل = ڏنـد. گرنـار = اُحـد جـي لڙائـي.
سـورٺ = زبـان. سـامان = ڏنـد.
لاهوتي = اويس قرني.

مراد: ڏسو متيون بيان.

[205]

خبـر پئجـي وئـي خـان کـي، طـرح هلـي وئـي تـار،
هن بہ رخ رکيو اوڏنهون، جتي وينا هئا ڳوٺ ٻڌيو ڳنوار،
گهتـي تـن گهيتـارن کـي، کيئيـن ڏڙ سسـيءَ کـان ڌار،
اُنيـون ۽ اونـار، وڳ تڙيـائين ويڙهـ مـان.

خبر = حضور ﷺ جن جي ڏند شهيد ٿيڻ جي ڳالهہ.
خـان = اويـس قرنـي. طـرح تـار = اُحد واري جنـگ.
ڳنـوار = ڏنـد. گهيتـارن = ڏنـدن. ڏڙ = ڏنـد.
سسيون = مهارون. اُنيـون = ڏانـون. اونـار = ڏنـد.
ويڙهـ = وات.

مراد: جنگ اُحد ۾ حضور ﷺ جن جي ڏند مبارڪ شهيد ٿيڻ جي خبر ٻڌي. اويس قرني پنهنجي ڏندن ۽ ڏاڻن کي ڪڍي ڇڏيو.

[206]

ارڏيءَ جـي اڱـڻ تـي، نـاز ڪـري پيئـي نـار،
ڪم ڪري پيئي ڪامڻي، اها ورنهہ وٽ وينجهـار،
ٻـڌي گفتگـو گوهـر جـي، اتـي ڪـامل ڪئـي ڪـار،
پوءِ پـرس تپـائي پـار، اتهـون "الهـ بخـش" چئـي.
(الهہ بخش)

ارڏي = زبـان. نـار = ٻتيهـي. ڪـامڻ = ٻتيهـي.
ورنهـ = ٻتيهـي. وينجهـار = زبـان.
گوهر = حضور ﷺ جن. ڪـامل = اويس قرني.

ڪـــار = ڏنـــدن پيجـــڻ ڏانهـــن اشـــارو.
پرين = اويس قرني. ٽپائي پار = وات مان ڪڍي ڇڏڻ.

مراد: حضور ﷺ جن جو هڪ ڏند مبارڪ شهيد ٿي پيو. اها خبر جڏهن اويس قرني ٻڌي، تڏهن پنهنجو هڪ ڏند ڪڍي ڇڏيائين. پر وري خيال آيس تہ حضور ﷺ جن جو الائجي ڪهڙو ڏند شهيد ٿي پيو آهي! تنهنڪري ساري ٻتيهي ڪڍي ڇڏيائين. قدرت ان لاءِ ڪيوڙي جي ڦري پيدا ڪئي.

[207]

اهـــا منـــڌ محلـــي ۾، هئـــي ســـهج وڏي ســـينگار،
جيڪي ٿي در لنگهيا ديوار جو، سي ماري ڪيائين مار،
گجـــر پئـــي گنوائيـــا. ڪئيـــن ســـورهيہ ســـوَ هـــزار،
انهي ڪامڻ جي "ڪنيار" چئي، هئي ڪرت اهائي ڪار،
ســامي تنهــن ســوڍي ڪــي، اهــو پڪــو ڏنــو هــو پــار،
ٻـڌي ڳالهـہ "بيــڙو" چئــي، ٿيــس وهــم وڏو ويچــار،
هٿا ٻيا ٻـہ جوان جونجهار، پر اها مومل موهي مينڌري.
(جاڙو خان مري[1] )

منڌ = ٻتيهي. محلو = وات. گجر = ٻتيهي.
گنوائيا = هضم ڪيا. سوَ هزار = طعام.
سامي = قاصد. سوڍو = اويس قرني.
پڪو پار = حضور ﷺ جن جي ڏند مبارڪ
شهيد ٿيڻ وارو بيان. مومل = ٻتيهي.
مينڌرو = اويس قرني.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[208]

ڪَنو هيو ڪامڻ سان، مانجهي سان مقدر،
خبر ٻـڌي خان جي، مٿايائين انگ اڪر،
پوءِ راضي آهي رهبر، اهڙي عاشق تي "اِمام بخش" چئي.
(اِمام بخش جلباڻي)

---

[1] [207] ڏور جاڙو خان مريءَ جو چيل آهي. پر قرب ۾ پنهنجي دوست بيڙي فقير ڪنيار جو نالو ڏنو آهيس.

ڪامڻ = ٻتيهي. مانجهي = حضور ﷺ جن.
مقدر = سچي عمر. خان = حضور ﷺ جن
جو ڏند مبارڪ. انگ اڪر متائڻ = ٻتيهي
ڪڍي ڇڏڻ. عاشق = اويس قرني.

مراد: حضور ﷺ جن جي ٻتيهي مبارڪ مان جڏهن هڪڙي ڏند مبارڪ شهيد ٿيڻ جي خبر اويس قرني ٻڌي تہ پنهنجي ٻتيهي ڪڍي ڇڏيائين.

[209]

گوهر غازيءَ سان هيا، سڀ سونهن پريا سلطان،
ڪامل تنهن ڪچهريءَ مان، جاءِ ڇڏي هڪ جوان،
پوءِ ورنهہ جي وڃڻ جي، خبر ٻڌي هئي خان،
پرڪيو ڪين "پتي" ڇئي، ۽ مڙيو ڪين مستان،
ساز نہ ڏنا "سيفل" ڇئي، سسئيءَ اُهي سامان،
هئا مانائتا مهمان، پر هوت ڇڏي ويا هيڪلي.
(سيفل پتي)

گوهر = ڏند. غازي = حضور ﷺ جن.
سلطان = ڏند. هڪ جوان = حضور ﷺ جن جو ڏند
مبارڪ. ڪچهري = ٻتيهي. ورنهہ = شهيد ٿيل
ڏند. خان = اويس قرني. سسئي = اويس
قرني جي زبان. مهمان = اويس قرنيءَ جا ڏند.
هوت = ڏند. هيڪلي = زبان ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو مٿيون بيان.

## معراج

سنہ 620ع ۾ حضور ﷺ جن جي عمر مبارڪ جڏهن پنجاهہ ورهيہ تي مهينا ٿي ڪين معراج حاصل ٿيو. ماهہ رجب جي ستاويهين تاريخ، بهشت جي داروغي 'رضوان' کي الله تعاليٰ طرفان بهشت کي سينگارڻ جو حڪم مليو ۽ دوزخ جي داروغي 'مالڪ' کي دوزخ جي باهہ وسائي ڇڏڻ جو حڪم ٿيو. ان بعد الله تعاليٰ جبرئيل ۽ ميڪائيل کي ارشاد ڪيو تہ منهنجي محبوب کي بهشتي براق تي سوار ڪري مون وٽ آڻيو. جبرئيل بهشت ۾ آيو، اتي هڪ براق کي غمگين حالت ۾ ڏسي ڪانئس انهيءَ جو سبب پڇيائين. براق چيو تہ حضور ﷺ جن جي سواريءَ جو ٻڌي غم ۾ اچي ويو آهيان تہ اها نعمت الائجي

ڪنهن کي نصيب ٿيندي، تنهنڪري ڪائڻ پيئڻ ڇڏي ويٺو. جبرئيل دلداري ڏيئي چيس تہ اي براق! تون ڪو غم نہ ڪر. الله تعاليٰ پنهنجي محبوب جي سواريءَ لاءِ توکي ئي مقرر فرمايو آهي. اهو ٻڌي براق گهڻو سرهو ٿيو ۽ خوشيءَ ۾ نچڻ لڳو.

چون ٿا تہ جبرئيل براق ساڻ ڪري حضور ﷺ جن وٽ آيو ۽ کين ننڊ ۾ ڏسي الله تعاليٰ جي حڪم موجب پنهنجو منهن حضور ﷺ جن جي قدمن تي رکيائين. حضور ﷺ جن ٿڌاڻ محسوس ڪري سجاڳ ٿيا ۽ جبرئيل کان حد کان وڌيڪ ٿڌاڻ بابت پڇيائون. جبرئيل وراڻيو تہ، يارسول الله! الله تعاليٰ اڄ رات لاءِ ئي منهنجو منهن ٿڌو ڪيو هو، جو اهو توهان جي مبارڪ قدمن سان لڳڻو هو. ان کان پوءِ جبرئيل، حضور ﷺ جن کي عالم ملڪوت جي سير ۽ الاهي تجلي ڏسڻ لاءِ الله تعاليٰ جو پيغام پهچايو ۽ کين براق تي سوار ٿيڻ لاءِ عرض ڪيو.

حضور ﷺ جن جي سواريءَ سان سڀ ۽ ڪبي ستر هزار ملائڪ گڏ هئا. ڪعبة الله کان نڪري ٿورو اڳيرو ٿيا تہ رستي ۾ هڪ ڪراڙي عورت هار سينگار ڪري سندن اڳيان اچي حاضر ٿي. عرض ڪيائين تہ، يانبي! مون کي بہ پنهنجي نظر سان نوازيو. مگر حضور ﷺ جن ان ڏانهن ڪو توجهہ نہ ڏنو ۽ اڳتي هليا ويا. اڳتي هلي جبرئيل عرض ڪيو تہ، اها عورت، دنيا هئي. حضور ﷺ جن اچي بيت المقدس پهتا، اتي آسمان مان ملائڪن اچي سندن استقبال ڪيو. ان بعد سڀني نبين جا روح سندن استقبال لاءِ اچي حاضر ٿيا، جن سڀني کي حضور ﷺ جن بہ رڪعتون نماز پڙهائي. پوءِ اتان کين براق کڻي مٿي روانو ٿيو. پهرئين آسمان تي حضرت آدم عليہ السلام، ٻئي تي حضرت يحييٰ عليہ السلام ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام، ٽئين تي حضرت يوسف عليہ السلام ۽ چوٿين تي حضرت ادريس عليہ السلام سندن استقبال ڪيو.

چون ٿا تہ چوٿين آسمان تي حضور ﷺ جن کي چار نهرون، پهرين آب ڪوثر، ٻي شراب طهورا، ٽي کير ۽ چوٿين ماکيءَ جي ڏسجڻ ۾ آيون. جن کي ڏسي جبرئيل کان نهرن جي نڪرڻ واري جاءِ بابت پڇا ڪيائون. جبرئيل الله تعاليٰ جي حڪم سان حضور ﷺ جن کي اتي وٺي آيو، جتان نهرون نڪري رهيون هيون. جتي کين هڪ گنبذ ڏسڻ ۾ آيو، جنهن جي چئني ڪنڊن مان چارئي نهرون ٿي نڪتيون. گنبذ ۾ اندر گهڙي ڏٺائون تہ ان گنبذ جي چئني ڪنڊن تي ”بسم الله الرحمٰن الرحيم“ لکيل هو ۽ هرهڪ اکر مان هڪ قسم

جو سيمون جاري هو، جنهنڪري سندس چئني ڪندن مان چار نهرون نڪري ستنئي بهشتن جي وچ تي وهي رهيون هيون.

چون ٿا تہ انهن نهرن کي استعمال ڪرڻ جو حق فقط انهن کي هوندو، جن حضورﷺ جن تي ايمان آندو هوندو.

چون ٿا تہ حضورﷺ جن معراج تي ويندي، واٽ تي هڪ دهشتناڪ درياءُ ڏسي خيال ڪيو تہ شايد اهو درياءُ منهنجي اُمت کي غرق ڪندو. تڏهن آواز آيو تہ اي منهنجا حبيب! آءٌ انهيءَ درياءَ جو پاڻي، تنهنجي اُمت تي برسات ڪري وسائيندو آهيان. اهو آواز ٻڌي پاڻ سڳورا سرها ٿيا ۽ اڳتي هليا.

چون ٿا تہ حضورﷺ جن چوٿين آسمان تي اُنن جي هلندڙ هڪ قطار پيتين سان لڏيل ڏسي، جبرئيل کان ان بابت پڇا ڪئي. جبرئيل الله تعاليٰ جي حڪم سان کين ٻڌايو تہ ان انن جي مٿان ڪٽيل پيتين ۾ آنا پيل آهن ۽ هرهڪ آني ۾ هڪ جهان آهي. پوءِ حضورﷺ جن هڪ پيتي کولي، منجهس جيڪي آنا پيل هئا، انهن مان هڪ کي پڳائون تہ کين هڪ جهان نظر آيو، جنهن ۾ هڪ مسجد شريف ڏٺائون، جتي هڪ بزرگ نابين اصحابي پاڻيءَ جو ڪوٺرو پريو وينو هو. جنهن لاءِ چون ٿا تہ، اهو محسن اصحابي هو، جنهن الله تعاليٰ کي عرض ڪيو هو تہ، ياالله! منهنجو روح تيسين قبض نہ ٿئي، جيسين نبي آخرزمانﷺ جي زيارت ڪريان. الله تعاليٰ سندس اهو سوال قبول ڪيو هو. آخر حضورﷺ جن محسن وٽ آيا ۽ ان کان پاڻيءَ جي طلب ڪيائون. محسن اصحابي حضورﷺ جن کان سندن نالو پڇيو. حضورﷺ جن کيس ٻڌايو تہ آءٌ نبي آخر زمان آهيان. اهو ٻڌي محسن اصحابي جي اکين ۾ نور جي تجلي پيدا ٿي ۽ حضورﷺ جن جي زيارت ڪري دم ڏنائين. محسن اصحابي جي وفات تي حضورﷺ جن سندس جنازي نماز پڙهي پوءِ کيس هٿن سان دفن ڪيو.

چون ٿا تہ حضورﷺ جن سواري جڏهن چوٿين آسمان تي وحدت جي درياءَ وٽ پهتي، تڏهن اتي هڪ پکي سندن زيارت لاءِ ڪُجھ عرصي کان اُجيو بکيو وينل هو. جنهن الله تعاليٰ کي نبي آخرزمان جي ديدار لاءِ عرض ڪيو هو، ۽ الله تعاليٰ ئي کيس وحدت جي درياءَ تي ويهڻ لاءِ فرمايو هو. نيٺ معراج واري رات حضورﷺ جن جي زيارت نصيب ٿيس.

حضورﷺ جن چوٿين آسمان جو سير ڪري، پنجين آسمان تي پهتا تہ

حضرت هارون عليہ السلام سندن استقبال ڪيو ۽ ڇهين آسمان تي وري حضرت موسيٰ عليہ السلام سان ملاقات ٿين، جنهن ڪين ٻڌايو تہ الله تعاليٰ توهان جي اُمت تي ڪي ڪم فرض ڪندو، توهان سوچي سمجهي انهن کي قبول ڪجو، ڇاڪاڻ تہ توهان جي اُمت بلڪل ضعيف آهي ۽ سندس عمر تمام ٿوري آهي.

چون ٿا تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام حضور ﷺ جن کي ٻڌايو تہ توهان کان پوءِ توهان جي اُمت رُلي ويندي. ان تي حضور ﷺ جن ڪيس مشڪي جواب ڏنو تہ منهنجي اُمت مان اهڙا ماڻهو پيدا ٿيندا، جن کي اڳين نبين جهڙي عزت نصيب ٿيندي. اهو ٻڌي حضرت موسيٰ عليہ السلام اهڙي ماڻهوءَ ڏسڻ جي خواهش ظاهر ڪئي. حضور ﷺ جن هڪ طرف آڱر جو اشارو ڪيو تہ امام غزالي جو روح اچي حاضر ٿيو. حضرت موسيٰ عليہ السلام روح کان نالو پڇيو. روح وراڻيو تہ، منهنجو نالو محمد غزالي آهي، آءٌ وقت جو عالم آهيان. انهيءَ تي حضرت موسيٰ عليہ السلام چيس تہ مون تہ، توکان فقط نالو پڇيو هو، تو اجائي ڊيگهہ جو ڪئي؟ محمد غزالي چيس تہ، اي موسيٰ! الله تعاليٰ توکان جڏهن طورسينا تي پڇيو هو تہ هٿ ۾ ڇا اٿئي؟ تڏهن تو جواب ڏنو تہ، هٿ ۾ لٺ اٿم؟ هيءَ ڪٺي ٻڪريون چارڻ ويندو آهيان ۽ ان سان وڻن مان پن ڇاڻيندو آهيان، سو توهان بہ تہ ايڏو ڊگهو جواب ڏنو هو. ايتري ۾ حضور ﷺ جن، محمد غزاليءَ کي ڪُڪ ۾ آڱر هڻي اشارو ڪري چيو تہ نبين سان ايتري حجت نہ ڪبي آهي.

چون ٿا تہ جڏهن امام غزالي ڄائو تڏهن سندس ڪک تي انهيءَ آڱر جو نشان ٿيل هو ۽ ڪک مان ڪير پيو وهندوهوس. امام غزالي جڏهن وڏو ٿيو، تڏهن وقت جو عالم ٿيو، پنهنجي دوستن ۽ شاگردن کي پنهنجي علم سان فيضياب ڪيائين.

ڇهين آسمان جي سير کان پوءِ حضور ﷺ جن جي ملاقات دوزخ جي داروغي ’مالڪ‘ سان ٿي، جنهن ڪين دوزخ جي عذابن جو بيان ٻڌايو، جو ٻڌي نهايت غمگين ٿيا. آخر ستين آسمان تي پهتا. جتي حضرت ابراهيم عليہ السلام سندن استقبال ڪيو ۽ بهشت جي داروغي ’رضوان‘ ساڻن ملاقات ڪئي. هن ڪين بهشت جي نعمتن جون ڳالهيون ٻڌائي چيو تہ، يارسول الله! توهان جي اُمت ٻين سڀني پيغمبرن جي اُمتين کان اڳ بهشت ۾ داخل ٿيندي. رضوان ڪين جنت الفردوس جو سير ڪرايو. ان کان پوءِ پاڻ بيت المعمور ۾ ويا، جتي ڪين ڪير،

ماکي ۾ شراب طهورا جا ٽي پيالا پيش ڪيا ويا، جن مان پاڻ فقط ڪير پيتائون. اتي ملائڪن ڪين ٻڌايو تہ. جي شراب طهورا جو پيالو پيئو ها، تہ توهان جي اُمت دنيا جي نشي ۾ مخمور هجي ها ۽ جي ماکي جو پيالو پيئو ها، تہ دنيا جي عيش ۾ غرق هجي ها. پر الحمدالله جو اُمت جي پلائڻ لاءِ توهان ڪير جو جام پيتو. ان کان پوءِ جبرئيل ڪين سدرة المنتهيٰ تي وٺي آيو.

چون ٿا تہ حضور ﷺ جن جڏهن سدرة المنتهيٰ وٽ پهتا، تڏهن هڪ گنبذ ڏسي جبرئيل کان ان بابت پڇا ڪيائون. جبرئيل الله تعاليٰ جي فرمان موجب ڪين گنبذ ۾ اندر وٺي ويو، جتي پنج ڪرسيون رکيل هيون، جن مان وچ واري ڪرسي جا اعليٰ قسم جي نهيل هئي، سا اونڌي ٿيل هئي. اهو ڏسي حضور ﷺ جن، جبرئيل کان ڪرسيءَ جي اونڌي ٿيڻ جي حقيقت پڇي. جبرئيل ٻڌايو تہ. جڏهن آسمان ٽي نهيا، تڏهن هيءَ ڪرسي بہ توهان جي نور مان نهي ۽ ملائڪ هميشہ ڪيس طواف پيا ڪندا هئا.

روايت آهي تہ جبرئيل حضور ﷺ جن کي ٻڌايو تہ. اها اونڌي ٿيل ڪرسي عزازيل جي آهي، هو جڏهن نافرمان ٿيو ۽ ٽڙجي ويو، تڏهن کان سندس اها حالت آهي.

چون ٿا تہ حضور ﷺ جن ان ڪرسيءَ تي وينا، جيتوڻيڪ ڪرسي نور جي تجلي سبب جَهرڪي رهي هئي، پر حضور ﷺ جن جي ويهڻ کان پوءِ سندس اهو تجلو غائب ٿي ويو. مگر جڏهن حضرت آدم عليہ السلام جي نهيل جسم کي عزازيل سجدو نہ ڪيو تڏهن کان اها ڪرسي اونڌي آهي ۽ باقي چئن ڪرسين تي چار ملائڪ ويهندا آهن.

سدرة المنتهيٰ وٽ پهچڻ کان پوءِ جبرئيل اڳتي نہ هليو ۽ چيائين تہ آءٌ پنهنجي حد کان اڳتي هلي نٿو سگهان. اتي اسرافيل نوراني تخت سان اچي حاضر ٿيو. حضور ﷺ جن کي ان تي سوار ڪري اڳتي هليو، پنهنجيءَ حد تي اچي اڳتي هلڻ کان انڪار ڪيائين، اتي الله تعاليٰ طرفان خطاب آيو تہ. اي حبيب! اڳتي هليو اچ. آواز ٻڌي حضور ﷺ جن پيرن مبارڪ مان جتي لاهڻ جو ارادو ڪيو تہ وري آواز آيو، اي حبيب! جُتيءَ سميت هليو اچ، تہ عرش کي آرام نصيب ٿئي. حضور ﷺ جن عرض ڪيو تہ. اي پروردگار! حضرت موسيٰ عليہ السلام کي طورسينا تي جُتي لاهڻ جو حڪم مليو هو، هي عرش مرتبي

۾ طورسينا کان هزار بار بهتر آهي، آءُ انهيءَ تي جُتيءَ سوڌو ڪيئن هلان؟ آواز آيو تہ، موسيٰ کي جُتي لاهڻ جو حڪم انهيءَ ڪري ڏيو هو تہ اتي طورسينا جي خاڪ سندس پيرن کي لڳي تہ بزرگي حاصل ڪئيس ۽ هتي وري تنهنجي جُتي جي خاڪ عرش کي لڳندي تہ ان کي بزرگي ڏيندس. پوءِ حضور ﷺ جن جُتيءَ سميت عرش تي هليا.

عرش جو سير ڪندي ڪين حضرت ابوبڪر رضہ جي آواز جهڙو آواز ٻڌڻ ۾ آيو ۽ حيران ٿي الله تعاليٰ کان پڇيائون. جواب مليو تہ اسان هڪ فرشتي جو آواز ابوبڪر جهڙو ڪيو آهي ڇاڪاڻ تہ هو توهان جو "غار جو دوست" آهي، ان جو آواز ٻڌي سرها ٿيندئو.

ان کان پوءِ ستر هزار نور جا پردا لنگهي، قاب قوسين ۾ پهتا ۽ احديت جو نور ڏسي سر سجدي ۾ رکيائون. اتي الله تعاليٰ فرمايو تہ، اي منهنجا حبيب! جيڪي گهرڻو اٿئي سو گهر. حضور ﷺ جن سر سجدي ۾ رکي عرض ڪيو تہ. ياالــٰـهي! منهنجي اُمت جا گناهہ بخش ڏين! ارشاد ٿيو تہ مون اڌ گناهہ بخشيا. حضور ﷺ جن باقي اڌ گناهن جي بخشش لاءِ بہ عرض ڪيو. حڪم ٿيو تہ، جيڪو بہ صدق دل سان هڪ دفعو ڪلمون پڙهندو، ان جا گناهہ بخشيندس. پر شرڪ ۽ ڪفر ڪندڙ کي ڪڏهن بہ بخشش نہ ڪندس.

الله تعاليٰ حضور ﷺ جن جي اُمت لاءِ هر روز پنجاهہ وقت نماز ۽ سال ۾ ڇهہ مهينا روزا رکڻ فرض ڪيا، مگر حضور ﷺ جن عرض ڪيو تہ منهنجي اُمت ايترو بار کڻي نہ سگهندي. تنهن تي وري پنجويهہ وقت نماز ۽ ٽي مهينا روزا فرض ٿيا، پر حضور ﷺ جن ايتري تي بہ راضي نہ ٿيا ۽ آخر پنج وقت نماز ۽ ٽيهہ روزا فرض ٿيا.

چون ٿا تہ بهشت جو سير ڪندي، حضور ﷺ جن ماٺهوءَ جي پيرن جي آهٽ جو آواز ٻڌو ۽ ان بابت الله تعاليٰ کان پڇيائون. جواب مليو تہ اهو آواز حضرت بلال رضہ جي پيرن جو آهي، جو تهجد نماز پڙهڻ لاءِ اٿيو آهي.

حضور ﷺ جن ستين آسمانن جو سير ڪري، بهشت مان نوراني ويس پهري، جبرئيل سان گڏ جڏهن پنهنجي جاءِ تي واپس آيا، تڏهن دروازي جو ڪڙو لڏندڙ ڏٺائون ۽ بستري تي هٿ لاتائون تہ اهو بہ ڪين گرم ڏسڻ ۾ آيو.

الله تعاليٰ پنهنجي محبوب سان ملاقات سبب، معراج واري رات کي

ارڙهن سالن جي عرصي جيتري رات مقرر ڪئي. انهيءَ ڪري ٻي ڪابہ رات، سندس برابري ڪري نہ سگهي.
متئين بيان بابت ڏور ڏجن تا .

[210]

سالئون سال لنگهي ويا، گوندَر ۾ گهڙندي،
نہ ڪو ڪائڻ خوشيءَ جو، نہ ڪو پانهہ ساءُ پئندي،
پوءِ راڻي جي ريهندي، گوندر غم لهي ويا .

پانهہ = بُراق. راڻو = حضور ﷺ جن.

مراد: حضرت جبرئيل بهشت مان حضور ﷺ جن جي سواري لاءِ براق ونڻ ويو. جتي هڪڙو براق ڏبرو ڏنائين، جيڪو انهيءَ فڪر ۾ هو تہ خدا جي محبوب جي سواري الائي ڪنهن کي نصيب ٿيندي. انهيءَ غم ۾ ڪائڻ پيئڻ وسري ويو هوس ۽ ڪمزور ٿي ويو هو. پوءِ جڏهن حضور ﷺ جن متس سواري ڪئي تڏهن لحظي ۾ سندس سالن جا غم گوندر لهي ويا .

[211]

ٻڌي ڳالهہ "ٻروچ" چئي، اچي تيس وهم وڏا ويچار،
فراقن قتي وڌو، پيو نيٽين تمائي نار،
چوئنڪ انهيءَ تي "چانديو" مليس مانجهي مٽيادار،
لهي ويس غم غبار، مطلب تيس "مجنون" چئي.
(مجنون چانديو)

اچي تيس = براق ڏانهن اشارو.
مانجهي = حضور ﷺ جن.

مراد: حضور ﷺ جن جي سواريءَ جو ٻڌي، براق ڳڻتيءَ ۾ ڳرندو ويو. جڏهن حضور ﷺ جن متس سواري ڪئي، تڏهن سندس غم لهي ويا ۽ گهڻو سرهو ٿيو.

[212]

سامي هليا سنيري، ڪري ترتئون تياري،
هليا ويا هنگلاج ڏي، ڪري منزل موجاري،

حڪم تي حاضر ٿيا، جانب جونجهاري،
سڌ خبر ساري، ٻڌايائون ”بروچ“ چئي.
(العلڻ خان لغاري)

سامي = ملائڪ. هنگلاج = مدينو شريف.

مراد: الله تعاليٰ ملائڪن کي حڪم ڪيو ته، حضور ﷺ جن کي معراج تي وٺي اچو. پوءِ جبرئيل ۽ ميڪائيل براق ساڻ ڪري اچي حضور ﷺ جن وٽ حاضر ٿيا. پاڻ براق تي سوار ٿي هليا ۽ ڪين انهن عالم ملڪوت جو سير ڪرايو.

[213]

حڪم سان هوت وٽ، پهتو ڪري پرواز،
ويو ڏسي ورونهه ۾، ڪيئين عقل جو انداز،
ڪامل وڏو ڪار ڪي، جو هو سمجهايل سراز،
خان ب خبردار ٿي، رهبر پڇيس راز،
پوءِ نوڙت ڪري نياز، ڪيئين حقيقت ”حاجي“ چئي.
(حاجي مهيسر)

هوت = حضور ﷺ جن. ورونهه = ننڊ.
عقل جو اندازو ڪرڻ = منهن قدمن تي رکڻ.
ڪامل = وحي. خان = حضور ﷺ جن.

مراد: حضور ﷺ جن کي ننڊ ۾ ڏسي جبرئيل پنهنجو منهن سندن قدم مبارڪن تي رکيو. حضور ﷺ جن تڏاڻ محسوس ڪري سجاڳ ٿيا ۽ جبرئيل کان انهيءَ تڏاڻ جي حقيقت پڇيائون. جبرئيل ڪين ٻڌايو ته الله تعاليٰ هن موقعي واسطي منهنجو منهن تڏو ڪرڻ فرمايو آهي.

[214]

راٺو ستو مومل وٽ، هو موچاريءَ مهل،
تان سينهڙو ڏؤنر آئيا، جي ساتي هٺا سمذل،
چيائونس چگيان ڪري، چڏ راٺا! رنگ محل،
حڪم آهي حمير جو، ته هلي آءُ هن پل،
سو ڪاڪان هلي آئيو، عمرڪوٽ اَجهل،
اُت سودا سلامي ٿيا، جي راوَ وڏا رٺمل،

پوءِ هلي ويو حمير وٽ، سڀ راز ٿيا رلمل،
"بروچ" ڏني بيڙي کي، هئي جهٽ پٽ ۾ هڪ جهل،
سو ڏيئي عقل ساڻ اُڇل، ڪا ڏورِ وجهي هن ڏورَ کي.
(نبي بخش خان بلوچ)

راڻو = حضور ﷺ جن. مومل = ڪنڌ.
سينهڙو ۽ ڏوئنر = جبرئيل ۽ ميڪائيل.
حمير = الله تعاليٰ. ڪاڪ = دنيا.
عمرڪوٽ = بيت المقدس.
سوڍا = ٻيا نبي ۽ ملائڪ وغيره.

مراد: حضور ﷺ جن بستري تي ننڊ ۾ هئا تہ الله تعاليٰ جي طرفان ملائڪ جبرئيل ۽ ملائڪ ميڪائيل کين معراج تي وٺي هلڻ لاءِ حاضر ٿيا. کين بيت المقدس ۾ نيائون جتي ٻين نبين ۽ ملائڪن سندن استقبال ڪيو. آخر کين عالم ملڪوت جي سير لاءِ وٺي ويا. اتان عرش عظيم تي تجليات الاهي ڏسڻ ۾ محو ٿيا.

[215]

مهٽي منڌ سهٽي هئي، عالم جو اظهار،
هڪڙا قيمتي ڪپڙا، ٻيا هزارين هار،
ٻين سيني مڃي، پر مڃي ڪانہ ميهار،
تنهن ويل ذرار، ڍوليي ڪڍي هئي در ڪان.

سهٽي = دنيا. ميهار = حضور ﷺ جن.
تنهن ويل = معراج وارو وقت.
ڍوليو = حضور ﷺ جن.

مراد: معراج تي ويندي حضور ﷺ جن جي اڳيان، دنيا هار سينگار ڪري آڏو آئي، پر حضور ﷺ جن نور الاهي ڏسڻ جي اِشتياق ۾ ان ڏانهن ڪو توجهہ نہ ڏنو.

[216]

سامين ڪي سريرَ ۾، سڪندي ٿيا ها سال،
لاهي لاڳاپا "لعلڻ" ڇئي، هئا پردي سين پائمال،

هلي آيا حسب مان ۽وري ڪيئون وصال،
”لعلڻ“ سيئي لال، آڏوتي اُتي رهيا.
(لعلڻ خان لغاري)

سامي = سيني نبين ڏانهن اشارو.
پردو = ممات. آڏوتي = سڀ نبي.

مراد: بيت المقدس ۾ سيني نبين جي روحن اچي حضور ﷺ جن جي زيارت ڪئي ۽ سندن پويان نماز پڙهي.

[217]

سوڍو هليو سير تي، پانهه پاتا پير،
جوڳي ڏنائين جوءِ ۾، اُتي شير دلير،
ڪهي آيا ڪاپڙي، ٻيا ڪانئر ايندا ڪير،
جيڪي شاهي شير دلبر، سي آڏوتي اُتي هئا.
(لعلڻ خان لغاري)

سير = معراج جي رات وارو نظارو.
جوڳي = ٻيا نبي سڳورا.
جوءِ = آسمان. ڪاپڙي = حضور ﷺ جن.
آڏوتي = ٻيا پيغمبر.

مراد: حضور ﷺ جن معراج تي ويا تہ جداجدا آسمانن تي نبي سڳورا موجود ڏنائون ۽ انهن سندن استقبال ڪيو.

[218]

وتو راهہ رسول جي، ڪريو تات تنهين جي تن،
راجا جي رنگ محل ۾، سوڍيون ٿيون سُجهن،
مومل سومل سهجان، چوٿين مرادي منجهن،
سوڍو چڙهي سوار ٿيو، وجي ڏنائين پار پرين،
اُهي ”احمد“ عيدون ڪن، جيڪي رفيق راڻي سان ٿيا.
(احمد خان مري)

راجا = الله تعاليٰ. رنگ محل = چوٿون آسمان.
سوڍيون = نهرون، مومل، سومل، سجهان،
مرادي = چارئي نهرون. سوڍو = حضور ﷺ جن.

پار ڏسڻ = نهرن جي نڪرڻ واري جاءِ ڏسڻ.
اُهي = حضور ﷺ جن جا اُمتي.
راڻو = حضور ﷺ جن.

مراد: حضور ﷺ جن چوٿين آسمان تي چار نهرون ڏٺيون. چون ٿا تہ انهن نهرن مان فقط حضور ﷺ جن جي اُمت بهرور ٿيندي.

[219]

وارث ڏنا هئا واٽ سان، عجب لک اسرار،
تنين منجهان هيڪڙو، سُڻ تون سماچار،
وڻ هڪ شاخان اُن جون چوڪيون هيون چار،
هرڪو رنگ جدا هيو، جدا مزو مننار،
پوءِ "فيضل" شڪر گذار، جو سمي آئي سڪ ٿيا.
(فيضل)

وارث = حضور ﷺ جن. چار شاخون = چار نهرون.
سمون = حضور ﷺ جن.

مراد: حضور ﷺ جن چوٿين آسمان تي چار نهرون ڏٺيون، جن مان هرهڪ جو رنگ ۽ ذائقو جداجدا هو. جن مان سندن ئي اُمت بهرمند ٿيندي.

[220]

ڪلاچي سندي ڪُن تي، جوڙو آيو جوان،
ڏسي دورَ درياءَ جا، اتي بانڪو ٿيو بيران،
هي وجي جهوريندو جهان کي، ڪندو ديوانو دوفان،
سمي جام "سومار" چئي، ڪيا اوسيڙا اَرمان،
اُتهين اچي ڪان، ڏنائين موج مهراڻ جي.
(سومار سومرو)

ڪلاچيءَ جو ڪُن = معراج.
بانڪو = حضور ﷺ جن.
هي = درياءَ ڏانهن اشارو. جهان = اُمت.
سمو جام = حضور ﷺ جن.
اُتهين = معراج ڏانهن اشارو.

مراد: حضور ﷺ جن جڏهن چوٿين آسمان تي هڪ دهشت پريو درياءُ ڏسي ڪين اُمت جو فڪر ٿيو، مگر الله تعاليٰ ڪين ٻڌايو تہ انهيءَ درياءَ جو پاڻي

توهان جي اُمت تي رحمت جي برسات ڪري وسائيندو آهيان. پوءِ معراج تان موٽڻ وقت انهيءَ درياءَ جي دهشت ختم ٿيل ڏٺائون.

[221]

اُها هلي پئي هلي، جنهن سان وڏئين روح رلي،
امير چيو وزير کي، انهيءَ جاءِ جهلي،
ڏي سڌ خبر سلي، حقيقت هن حال جي.

هلي پئي = انن جي قطار ڏانهن اشارو.
امير = حضور ﷺ جن. وزير = جبرئيل.

مراد: حضور ﷺ جن چوٿين آسمان تي اُنن جي قطار ڏٺي، جنهن تي پيتيون لڏيل هيون. سندن پڇڻ تي جبرئيل کين پيتين جي راز کان واقف ڪيو.

[222]

ڪاهيندو ويو ڪيچ ڏي، اُهو جت جيڏيون،
صندوقان سرواٹن ڪي، ڪلهن تي ڪيڏيون،
اُنن تي "الهڏنو" چئي، آهن مال مڏيون،
قبي ۾ ڪاهل ڪي لنگهيا، سال ڪيئن صديون،
اُنهيءَ ويل اديون! گڏيس محب "مهر" چئي.

(الهڏنو مهر)

ڪيچ = مدينو. جت = اُٺ.
قبو = آنو. ڪاهل = محسن.
محب = حضور ﷺ جن.

مراد: حضور ﷺ جن چوٿين آسمان تي انن جي قطار ڏٺي، جن تي پيتيون ڪڙيل هيون، حضور ﷺ جن هڪ پيتي کولي ۽ ان ۾ آنا ڏسي، هڪ آنو ڀڳائون ته کين هڪ جهان نظر آيو، جنهن ۾ هڪ اصحابي محسن نالي ڏٺائون، جو سندن زيارت خاطر ڪوئرو پاٽيءَ جو پريو وينو هو. آخر حضور ﷺ جن جي زيارت ڪري وفات ڪيائين. حضور ﷺ جن سندن جنازي نماز پڙهي، کيس هٿن سان دفن ڪيو.

[223]

جوڳي ڪنهن جـُـڳ ڪان، هو راٽي ري ماندو،

ڪــامل ڏٺــي ڪــاڪ جــو، الله ڪٺــي آنـــدو،
هـي ويـر نـہ تيـو وانـدو، هـن ويچـاري وصـال ڪيــو.

جوڳــي = محســـن اصحـــابي.
راڻو = حضور ﷺ جن.

مـراد: محسـن اصحـابي، حضـور ﷺ جـن جـي زيـارت لاءِ مشـتاق هـو، آخـر حضور ﷺ جن معراج واري وقت ڪيس زيارت ڪرائي ۽ ان ڪان پوءِ هن وفات ڪئي.

[224]

خــان ورتــو خوشـــيءَ منجهـــان، دانهـــ ڏئــي دولـــت،
ڪنــي ڪيئيــن ڪــامڻ ســان، ڪانــ ڪيــائين غفلــت،
ويهــي رهيـــو انهـــيءَ وچ تـــي، واهـــ رکـــي وحـــدت،
پرينءَ هن جي پوري ڪئي، جيڪا هئي مرد سندي محبت،
هن بہ حق ڏنو حاڪم کي، تڏهن جـوان ڪئـي جميعـت،
ايڏي ڪيـائين محنت، تـڏهن منڊ مـاڻيـائين "ميـر" چئـي.

(مير محمد حجام)

خان = محســن. ڪــامڻ = مســجد.
منڊ = جنازي نماز.

مراد: حضور ﷺ جن معراج تي ويا، محسن نالي اصحابي الله تعاليٰ کي عرض ڪيو هو تہ مون کي نبي آخر زمان جو ديدار نصيب ٿئي. پوءِ پاڻي جو هڪڙو ڪوئـرو ڪٺـي، آنـي ۾ نهيـل مسـجد ۾ مشـتاق بنجـي ويهـي رهيـو. حضور ﷺ جن جي زيارت ڪري هـن وفـات ڪئـي ۽ حضـور ﷺ جـن ان جي جنازي نماز پڙهي.

[225]

نـہ ڪـي هـو ڌرتـيءَ تـي، نـہ ڪـي منجهـ آسمـــان،
ڪنهيـــن سمجهيـــو ڪينڪـــي، رازق ريءَ رحمـــان،
آڳـي ڪيــس احســـان، مهـل تنهيـــن "موريـو" چئـي.

(موريو ڪٺي)

نہ ڪي هو = محسن اصحابي ڏانهن اشارو.
نــہ ڌرتــي، نــہ آسمــان تــي = پيتــي ۾.

احسان ڪرڻ = حضور ﷺ جن جي زيارت
ڪرائڻ.

مراد: محسن اصحابي ڪڪڙ جي آني ۾ حضور ﷺ جن جي زيارت لاءِ مشتاق هو. آخر الله تعاليٰ ڪيس حضور ﷺ جن جي زيارت ڪرائي.

[226]

جيءُ آئين جاني، جانب! هجيئي جس،
ڪوري لاٿئي قلب تئون، ڪن ورهين جي ڪس،
تو مان چندن چس، تي مسافر مون ڪي اچي.

جانب = حضور ﷺ جن. مون ڪي = محسن
ڏانهن اشارو. مسافر = حضور ﷺ جن.

مراد: حضور ﷺ جن جي زيارت ڪري محسن اصحابي خوش ٿيو ۽ پنهنجو اشتياق پورو ڪري وفات ڪيائين.

[227]

جا هَٽَ اندر جيءَ، ساهڙ ڏٺي ساهه ڪي،
سا هَٽَ چڙي نه ساهه جي. سا هَٽَ ساهڙ ريءَ،
ساهڙ ميڙ سميع. ته ساهَٽَ چڙي ساهه جي.
(شاهه)

هَٽَ = سڪ. ساهڙ = حضور ﷺ جن.

مراد: محسن اصحابي، الله تعاليٰ کي عرض ڪيو ته جيسين نبي آخرزمان جي زيارت ڪريان تيسين منهنجو ساهه قبض نه ٿئي. الله تعاليٰ سندس عرض قبول ڪيو ۽ حضور ﷺ جن جي زيارت ڪري پوءِ وفات ڪيائين.

[228]

ساراهيان سچو ڌڻي، جو صاحب سبحان،
سائل اُتي صدا ڪئي، مهت ملي مون مان،
قرب ۽ ڪرم جي، تو وٽ ڪمي آهي ڪانه،
پوءِ وير هن ڪان واعدو ورتو. دانهه ذري ڏيان،
هو به وجي وينو ولايت ۾، جتي نه ڪي طنبو نه ڪي طولان،
اُنا پي مينهن منداٿتا. پي گوڙن ڪيا گهمسان،

پوءِ اچي سامهون تنهن سناسيءَ سان، ڪيائين بات بيان،
ڌُهرا ڏنائينس دان، هنڌ انهيءَ ”حجام“ چئي.
(مير محمد حجام)

سائل = پکي. مهت ملي = زيارت ٿئي.
وير = خدا تعاليٰ. ولايت = وحدت جو درياءُ.
سناسي = حضور ﷺ جن.

مراد: هڪڙي پکي، خدا تعاليٰ کي عرض ڪيو ته تنهنجي محبوب جو ديدار نصيب ٿئيم. حڪم ٿيس ته ڪاڏو پيتو بند ڪرين ۽ انتظار ڪري سگهين ته ديدار ملندءِ. پوءِ اهو پکي وڃي وحدت جي درياءَ جي ڪناري تي وينو. نه پاڻي تي پيتائين ۽ نه ڪاڏو تي ڪاڏائين ۽ حضور ﷺ جن جي زيارت جو منتظر رهيو. تان جو معراج رات سندن زيارت ڪري خوش ٿيو.

[229]

منڌ انهيءَ مرد سان، شاهي مڃائي بيني آهي شور،
ڪيئن ڪري ڪيڏانهن وڃي، پونس پيا قلب منجهه ڪور،
پوءِ ته مانجهي اچي مور، ڪيس مطلب ”مير“ چئي.
(مير محمد حجام)

منڌ = اُڄ. مرد = پکي. مانجهي،
مور = حضور ﷺ جن.

مراد: پکيءَ کي اُڄ تمام سخت هلاڪ ڪيو. مگر ديدار جي شوق ۾ پاڻي نه پيتائين. نيٺ حضور ﷺ جن جي زيارت ڪري خوش ٿيو.

[130]

ٻڌائي ”بروچ“ چئي، ڪا جا بات بشير،
وڃي ڪر وريام تون، تهدل هيءَ تقرير،
اَچي تنهن عجيب ڪي، ڪيو عرض امير،
پوءِ ڪيئي دفعا ڪيترا، تي واپس آيو وير،
سرهو ٿيو سرير، ٻڌي ڳالهه ”بروچ“ چئي.
(العلڻ خان لغاري)

بشير = حضرت موسيٰ عليه السلام.
وريام = حضور ﷺ جن. تقرير = نماز جي

وقتن ڏانهن اشارو. عجيب = الله تعالىٰ.
امير = حضور ﷺ جن.

مراد: حضور ﷺ جن ڇهين آسمان تي حضرت موسىٰ عليہ السلام سان ملاقات ڪئي. جنهن ڪين اُمت تي فرض مقرر ٿيڻ بابت سندين اُمت جي ٿوري عمر ۽ ڪمزور هئڻ بابت چيو. جڏهن حضور ﷺ جن جون الله تعالىٰ سان راز نياز جون ڳالهيون ٿيون، تڏهن اُمت لاءِ روزانو پنجاهہ وقت نماز ۽ ڇهہ مهينا روزا مقرر ٿيا، ان بعد پنجويهہ وقت نماز ۽ ٽي مهينا روزا ۽ آخر ۾ جڏهن پنج وقت نماز ۽ هڪ مهينو روزا ٿيا، تڏهن پاڻ گهڻو خوش ٿيا.

[231]

ونو راهہ رسول جي، جا وهي پٽي تي وير،
ساڃ چيو سيفل کي، پويان رلي ويندءِ پير،
جوڳي آيو اٿئي انهيءَ جوءَ ڪان، تنهن ڪان واري پيچ وزير،
”احمد“ ڇئي انهيءَ امير، ڏنس پورا پار پهاڙ جا.

(احمد خان مري)

ساڃ = حضرت موسىٰ عليہ السلام.
سيفل = حضور ﷺ جن. جوڳي = غزالي.
امير = غزالي. پهاڙ = طورسينا.

مراد: حضور ﷺ جن کي معراج وقت ڇهين آسمان تي حضرت موسىٰ عليہ السلام مليو. کين چيائين تہ اوهان ڪان پوءِ توهان جي اُمت بيواهہ ٿي ويندي. حضور ﷺ جن کيس فرمايو تہ منهنجي اُمت مان اهي ماڻهو پيدا ٿيندا، جن کي اڳين نبين جهڙي عزت ٿيندي. حضور ﷺ جن اتي غزالي ڏانهن اشارو ڪيو، حضرت موسىٰ عليہ السلام، غزالي سان گفتگو ڪئي، جنهن ۾ هن عالمانہ سوال جواب ڪيو. فقط نالي پڇڻ تي غزالي پنهنجي مڪمل حقيقت ڏني تہ حضرت موسىٰ عليہ السلام اعتراض ڪيو. جنهن جي جواب ۾، هن حضرت موسىٰ عليہ السلام کي سندس ئي طورسينا تي ڏنل جواب ياد ڏياري اعتراض رد ڪيو.

[232]

دلبر ڏنو دوست کي، ڏوراپو سان ڏک،
پوئلڳن سان پنهنجي تو، واهہ وڏائي وک،

سڏ ڪر پنهنجي سنگتيءَ ڪي، تہ اچي لائق منجهان لڪ،
گوهر ڪيو غلام ڪي، سڏ منجهارون سڪ،
نوڪر منجهان نياز جي، بيشڪ بينو برڪ،
”فيضل“ چئي فائق اُتي، تيو سوڍي سان سنمڪ،
پوءِ سهٽي سندا سڪ، پايو آيو پاند ۾.

(فيضل)

دلبر =حضرت موسيٰ عليہ السلام.
دوست = حضور ﷺ جن. پوئلڳ = اُمتي.
سنگتي = غزالي. گوهر = حضور ﷺ جن.
غلام = غزالي. سوڍو = حضور ﷺ جن.
سهٽو = بشارت.

مراد: معراج تي حضور ﷺ جن ڪان اشاري ملڻ تي حضرت موسيٰ امام غزالي جي روح سان سوال جواب ڪيو، اهو غزالي جڏهن دنيا ۾ آيو، تڏهن حضور ﷺ جن ڪان مليل بشارت سان وقت جو وڏو عالم ۽ امام ٿيو.

[233]

وٺو راهہ رسول جي، اُتو سچ بڏائي سردار،
آيو پنهون پنيور ۾، ڪٽي ڪتوريءَ بار،
ورهايو وينجهار، پيو ڏئي سوڪڙيون سنگتين ڪي.

(احمد خان مري)

پنهون = غزالي. پنيور = هيءَ دنيا.
ڪتوري جو بار = پاسي مان نڪرندڙ ڪير (جتي حضور ﷺ جن آڱر رکي هئي).

مراد: حضور ﷺ جن معراج واري رات حضرت موسيٰ عليہ السلام ڪي غزالي ڏانهن اشارو ڪري توجهہ ڏياريو هو. چون ٿا تہ جڏهن غزالي ڄائو. تڏهن ان اشاري جي اثر ڪان سندس ڪک مان ڪير وهندو هو. ڪيس بشارت ملڻ ڪري، هو وقت جو وڏو عالم ۽ امام ٿيو ۽ حضور ﷺ جن جي اُمت مان گهڻو مؤمنن ڪي پنهنجي علم ۽ حڪمت سان گهڻو فيض پهچايائين.

[234]

اها منڊ ملوڪ هئي، ليلان وڏي لاڏ،
تي سونهين سرتين وچ ۾، هنڙس سهج سهاڳ،

مٺئي جي مقابلي، هن پوريءَ ڦٿو پاڳ،
سو در نه آيو داسڙو، موٽي تنهين ماڳ،
ڏکيءَ کي ڏهاڳ، آيو جاءِ انهيءَ ”جاڙو“ چئي.

(جاڙو خان مري)

منڌ ۽ ليلان = عزازيل واري ڪرسي.
سرتيون = ٻيون ڪرسيون.
مٺيو = حضرت آدم عليہ السلام کي سجدو.
داسڙو = عزازيل.

مراد: حضور ﷺ جن معراج تي ويا ته اتي پنج ڪرسيون ڏٺائون، جن مان هڪ ڪرسي اونڌي ٿيل هئي. جبرئيل کان پڇيائون. جنهن ٻڌاين ته اها ڪرسي عزازيل جي هئي، جنهن حضرت آدم عليہ السلام کي سجدو نه ڪيو، ۽ تڙيو ويو. پوءِ اها ڪرسي عزازيل جي ڏک ۾ اونڌي ٿي ڪري پيئي.

[235]

جنين ورتي راهہ رسول جي، سي چندن ويا چري،
جنين ڇوڙ نه ورتو ڇڳن جو، سي ويا خان ڪري،
راجا جي رنگ محل ۾، هيون سوڊيون سون زري،
ٻيون پيڙيون هيون هن کي، هيءَ موملَ ڳاٽَ ڳري،
راٺو تنهن کان رُسي ويو، پيئي منڌ مري،
ڏِسڻ واري کي ڏک ٿيو، هيءَ ڪامڻ ڪيئن ڪري؟
اهڙو وگهہ وَرِي، ايندس ڪونہ ”احمد“ چئي.

(احمد خان لغاري)

راجا = الله تعاليٰ. خان = عزازيل.
رنگ محل = سدرة المنتهيٰ.
سوڊيون = ڪرسيون. موملَ = وچ واري
پنجين ڪرسي. راٺو = عزازيل.
ڏسڻ وارو = حضور ﷺ جن ڏانهن اشارو.

مراد: حضور ﷺ جن سدرة المنتهيٰ وٽ پهتا ته اتي هڪ ڪرسي اونڌي پيل هئي، ۽ چار ڪرسيون ان جي چوڌاري سڌيون رکيون هيون. حضور ﷺ جن جي پڇڻ تي جبرئيل کين حقيقت کان واقف ڪيو ته اها اونڌي ڪرسي عزازيل

جي تڙجڻ کان پوءِ انهيءَ حالت ۾ آهي باقي، چار ڪرسيون اسان چئن ملائڪن مقربن جون آهن.

[236]

لاهوتي لوءِ ۾، ٻڌي ٻاروچي ٻولي،
دلبر کي دل سان لڳي، تہ آهي لائق سندي لولي،
فڪر تيس "فيضل" چئي، پر سمجھڻ تيس سولي،
پوءِ جيءُ جانب جي جهولي، محبن وٽ منظور هئي.
(فيضل)

لاهوتي = حضور ﷺ جن. لوءِ = عرش عظيم.
ٻاروچي = ٻولي = حضرت ابوبڪر رضہ جو آواز.

مراد: معراج واري رات آسمان تي حضور ﷺ جن حضرت ابوبڪر رضہ جو آواز ٻڌو ۽ ان بابت جبرئيل کان پڇيائون. جبرئيل عرض ڪيو تہ الله تعاليٰ حضرت ابوبڪر رضہ جو شان وڌايو آهي جو هڪڙي ملائڪ جو آواز حضرت ابوبڪر رضہ جي آواز جهڙو ڪيو آهي.

[237]

محب اچي محلات ۾، پانهي پاتو پير،
ڪامل ڪنان ئي پڇيو، ڪمري ۾ آهي ڪير؟
الاهي آواز تيو، اتي سالڪ جو آهہ سير،
هن ۾ قند نہ ڪي قير، هيءَ خبر ٻڌ "ڪتي" چئي.
(قادر بخش ڪتي)

محب = حضور ﷺ جن. محلات = بهشت.
سالڪ = حضرت بلال.

مراد: حضور ﷺ جن بهشت جو سير ڪندي، ڪنهن آدميءَ جي پيرن جي آهٽ ٻڌي، انهي آواز معلوم ڪرڻ جو ارادو ڪيائون تہ الله تعاليٰ جي بارگاهہ مان آواز آيو تہ منهنجا محبوب! اهو آواز تہ تنهنجي پياري بلال جي پيرن جو آهي، جو تهجد جي نماز لاءِ اُٿيو آهي.

[238]

سوڍي گھٽي هئي سقري، متي رنگ محل،
ڪئين هئا ڍوليا ڍٽ ۾، ٻيا پئي سوين سڪيا سيتل،

واجهـــائيندا ويـــر ويـــا، جـــي هئـــا اڪـــابر عقـــل،
هٿ نہ آين در ديوار جو، ڪانہ پيپن ڪرف ڪنجيءَ جي ڪل،
ڪنهن نہ ماڻي "محمد" چئي رڳي پئي ٻڌئون هاڪ هڪل،
ڏوئـر پـتـي، ڏماچـاٽي سـيـنهڙو، اچـي سـاڻس ٿيـا شـامل،
اتـي هليـا هئـا هوڏهيــن، مـانجهي سـي ئـي مَــل،
سي ڪاتب بينا ٻاهر ڪوٽ جي، مهنـد نـہ هئـي موڪـل،
راڻــو وجـــي روءِ تيـــو، مليـــس محبـــت مـــان مومـــل،
تنهن ڪي تہ هئا زيور، زيب، زريون، ٻيا هيرا، هـار امـل،
پسر سـوڍي جـي شـان ۾، تيـس جهڪـا تيـز طبـل،
پـوءِ تـہ حـاڪم وينـس هنـج ۾، ڪئـي مينـڏري محفـل،
مقابل محبوبـن پـاڻ ۾، الائجـي، ڪهـڙي ڪئـي ڪوئنسـل؟
پوءِ تہ گهوٽ گهميو سپ گهٽيون، جيڪي طرح هئا تجمل،
اها هئي ڪاڪ ڏني ڪامل، ٻين پئي ڏس ٻڌ "ڏيرو" چئي.

(محمدفقير ڏيرو)

ڪنهن نہ مـاڻي = اونڌي تيـل ڪرسيءَ ڏانهن
اشارو. ڏونر پتي، ڏماچائي سينهڙو = جبرئيل.
ميڪائيل ۽ براق. ڪـوٽ = سـتون آسمـان.
محبوبـن = الله تعـاليٰ ۽ حضـور ﷺ جــن.
ڪوئنسل = فاوحيٰ اليہ ما اوحيٰ.

مراد: ڪي چون ٿا تہ حضور ﷺ جن جڏهن رفرف جي تخت تي پهتا تہ اتي هڪ اونڌي تيل ڪرسي ڏٺائون ۽ جبرئيل کين ٻڌايو تہ اها ڪرسي خاص اوهان لاءِ اونڌي تيل آهي. جنهن تي ويهڻ جو ٻئي ڪنهن کي بہ حڪم نہ آهي. ان ڪان پوءِ پاڻ ڪرسيءَ تي وينا. چون ٿا تہ ان ڪرسيءَ تي ويهڻ وقت الله تعاليٰ ۽ حضور ﷺ جن پاڻ ۾ راز نياز جون ڳالهيون ڪيون.

[239]

ســوڍي جـــي ســک ڪـــاڻ، مومـــل منـــڌ ســـڪي،
سهجوئن آيس سوڍو، ڪئي هئي ڪلندي منهن خوشي،
ڪـــي ورهيــــ ڪيتـــرا، هـــيءَ ڳتيـــن ۾ ڳتـــي،
ات ساتياڻي سک ڪيو، نہ ڪي سوڍي سـور سـٽي،

هت سارا نہ آندي سوڍي، هت ڏور رهي ڏکي،
اها سوڍي سان گڏبي، آخرت منجهہ "ڏيرو" چئي.
(محمد فقير ڏيرو)

سوڍو = حضور ﷺ جن. هيءَ = ڪرسي ڏانهن اشارو. ساٿياڻي = ڪرسي.

مراد: حضور ﷺ جن رفرف جي تخت تي جيڪا اونڌي ٿيل ڪرسي ڏٺي سا سالن جا سال حضور ﷺ جن جي انتظار ۾ هئي. جڏهن حضور ﷺ جن اتي پهتا تڏهن هوءَ گهڻو خوش ٿي، حضور ﷺ جن ان تي ويهي الله تعاليٰ سان راز نياز جون ڳالهيون ڪيون.

[240]

آريءَ عاشق موڪليو، چنون پنهونءَ پار،
نماڻي آه ننڊ ۾، سئي ستي ڪنوار،
اڄ معشوق منهنجا، مون ڪي منهن ڏيکار،
آءُ ڏسان توکي، تون دلبر دلڙي نار،
ستي لوڪ سهڻا! تون لنگهي آءُ پار،
ڪشمير ڪيچ جا، اچي چانگي ڪي چار،
سٽي نياپو "نالي چڳو" چئي، ويو آري پار،
ڳجهہ ڳالهايائون ڳالهڙي، جنهن جي ٻاڦ نہ پئي ٻهار،
پياري گهوٽ پنهون ڪي، هئي ڪا سرخي سونهن موچار،
پوءِ ڪري ساهہ سينگار، پرجهي آئي پنهونءَ سان.
(نالي چڳو)

آري = الله تعاليٰ. چنون = جبرئيل. نماڻي، سسئي = دنيا. جانگو = براق. سرخي = جنتي.

مراد: الله تعاليٰ ملائڪ جبرئيل موڪلي حضور ﷺ جن کي معراج تي گهرايو. پاڻ معراج تي ويندي جڏهن عرش عظيم تي هلڻ تي تيار ٿيا تڏهن پنهنجي پيزار مبارڪ عرش تي عظمت سببان لاهڻ لڳا. مگر الله تعاليٰ ڪين ان جي لاهڻ کان منع فرمائي ۽ پنهنجي محبوب کي فرمايو تہ

انهيءَ نعلين جي خاڪ ئي عرش کي شرف بخشڻ واري آهي. تڏهن حضور ﷺ جن نعلين سان اڳتي هليا.

[241]

ڪني ڪسَ مان پيدا ٿي، ناز پري سا نار،
دولهه جي دربار، پٽ سمي سان پيلهه هئي.

ڪني ڪس = چم. ناز پري نار = جُتي.
دولهه = الله تعاليٰ. سمو = حضور ﷺ جن.

مراد: معراج تي حضور ﷺ جن بارگاهه الاهيءَ ۾ جُتي ساڻ ويا.

[242]

پنهون نڪتو پنيور مان، ڪري سسئي ساڻ،
چڏيائين ٿي چپرين، پلي پنهنجو پاڻ،
آري ڏنس اهڃاڻ، تڏهن منڊ وني هليو "محمود" چئي.
(محمودشيخ)

پنهون = حضور ﷺ جن. پنيور = مدينو شريف.
سسئي = جُتي. چپرين چڏڻ = عرش تي لاهڻ.
آري = الله تعاليٰ. منڊ = جُتي.

مراد: حضور ﷺ جن معراج تي ويندي عرش عظيم جي شرف ڪان جُتي مبارڪ تي لاتي ته الله تعاليٰ جو فرمان ٿيو ته جُتي نه لاهيو. جو اها ته پاڻ هن عرش کي شرف بخشڻ واري آهي، تنهنڪري حضور ﷺ جن جُتيءَ سميت بارگاهه الاهي ڏانهن هليا.

[243]

ڏي مارئي مارن کي، تون عمر چام امير،
پلي سانگي سڪيا هجن، پيا گهمن منجهه ملير،
تنهنجو نانءُ ڪنئي نيڪي، پيا ڪندا نر نظير،
سومري سڌير، ڏني اجڙوال "اميربخش" چئي.
(اميربخش ڪٽي)

مارئي = جُتي. سارو = پير.
عمر = حضور ﷺ جن. سانگي = پير.
ملير = عرش عظيم.

مراد: حضور ﷺ جن عرش عظيم تي پهچي، پيرن مان جُتي تي لاٿي تہ الاهي اَمر ٿيو تہ پيرن مان جُتي نہ لاهيو پوءِ جُتيءَ سميت عرش تي پي هليا.

[244]

ميـــون منــــڌ ڪٽـــي، آيـــو راجـــا ڏي راٽـــي،
اهـا آئـي طنبـو تمـاچي وٽ، تـي مرڪـي مهـاٽي،
جـڏهن سمـي سيباٽي، تـڏهن گـڏ نيـائين گنـدري.

ميـــون = جبرئيـــل. منــــڌ = جـــُـــتي.
راجـا = حضـور ﷺ جـن. راٽـي = جـُـتي.
طنبو = عرش عظيـم. سمون = حضور ﷺ جن.
گندري = جُـتي.

مراد: معراج واري رات، حضور ﷺ جن جُتيءَ سميت عرش عظيم تي ويا.

[245]

ڪـامڻ جـي ڪتنب مـوُن، ڇجـي ويئـي چوڪـر،
ويچـاريءَ ودي وجـــي، پلـــن ســـندي پـــر،
جتـي جـاءِ نـہ جنهـن جـي، آئـي اتـي نـار نظـر،
سـهٽي سراسـر، تـي هـوت محـابي "حـاجي" چئـي.
(حاجي مهيسر)

ڪـــامڻ = زميـــن. چوڪـــر = دز.
پلا = حضور ﷺ جن جا پيـر مبـارڪ.
نار = دز. هوت = حضور ﷺ جن.

مراد: حضور ﷺ جن جڏهن معراج تي ويا، تڏهن سندن جُـتيءَ تي دز چڙهيل هئي ۽ پاڻ جُتي مبارڪ عرش عظيم جي شرف ڪان لاهي تي هليا، مگر الله تعاليٰ جو ارشاد ٿيو تہ توهان جُـتيءَ سان اچو تہ اُنهيءَ جي دز سان ئي عرش کي شرف ۽ بزرگي عطا ٿئي.

[246]

مومـل ڪـي منهنجـا پريـن، چنـي نـہ تـون ڇـڏ،
اها گولـي ساڻ گڏ، موڪل آهي توڪي منهنجا پريـن!

مومل = جُتي مبارڪ. پرين = حضور ﷺ جن.

مراد: حضور ﷺ جن عرش تي جُتي تي لاتي تہ الله تعاليٰ کين جُتيءَ سان هلي اچڻ جو ارشاد ڪيو.

[247]

مييــن مگڻـــي پـــاڻ ۾، جــڏهن ورهـــائي وٽ،
انـــڙ چـــام اپٽيـــا، هئـــا هيـــري ســـندا هـــٽ،
پــوءِ موتيــن ســندا مــٽ، چونــدي پريــا هئــا چــارٽي.
(شاهہ)

ميون = الله تعاليٰ. مگڻو = حضور ﷺ جن.
انڙ چام = الله تعاليٰ.

مراد: حضور ﷺ جـن جي معراج تـي وڃڻ ڪري، ڪيـن الله تعاليٰ وٽان ڪئيـن نعمتـون مليـون ۽ حضـور ﷺ جـن پنهنجـي اُمـت لاءِ پـڻ بخششـون ۽ نعمتون گهري حاصل ڪيون.

[248]

مييــن مگڻــي پــاڻ ۾، ڪئــي جـا ڳالهــہ ڳجهــي،
دائييــن بـائيين بـانهيين، سـوجهي تـان نــہ ســُجهي،
ويــاوير ومـــاس ۾، بيـــا عـــاقل پيـــا اجهـــي،
ڪوڙيــن جــي ڪبيـــر ري، ويئـــي مـــت منجهـــي،
هـڪ بيجل تـي ٻجهـي، ٻـي خبـر هئـي ڪنگهـار ڪـي.
(شاهہ)

ميـون = الله تعـاليٰ. مگڻـو = حضـور ﷺ جــن.
وير = ملائڪ. عاقل = نبي سڳورا.

مراد: حضور ﷺ جن معراج جي رات عـرش تـي پنهنجـي سـيني حقيقتـن کان واقف ٿيا ۽ بارگاهہ الاهي ۾ الله تعاليٰ کي ايترو قريب ٿيا جو ملائڪ ۽ بيا نبي سڳورا حيرت ۾ ٿي رهيا ۽ پاڻ جيڪي الله تعاليٰ سان راز نياز جون ڳالهيون ڪيائون، تن جي ٻئي ڪنهن شخص کي خبر نہ پئي.

[249]

آديســـين ارواح تـــــان، لاڳ ســــيئي لاهيــــا،
ڪٺــي ســهاڳ ســفر جــا، تــن ناهــہ وڏا ناهيــا،
ڏنئــون جامــا جــان کــي، جنهــن پــاڪ پهـري پايــا،

جوڳـــي چــڏي جـــوءِ کـــي، وري آســـڻ تـــي آيـــا،
”لعلـــــڻ“ لڪايـــــا، راز تنيـــــن ســــــي روح ۾.
(لعلڻ خان لغاري)

آديســــي = فرشـــتا. لاڳ = ڪپـــڙا.
ســفر جــا ســهاڳ = بهشـــتي وڳـــا.
جوڳي = حضور ﷺ جن.

مراد: معـراج واري رات ملائڪـن حضور ﷺ جـن کـي نورانـي پوشـاڪ پهرائي، عالم ملڪوت جو سير ڪرائي، ڪين وري ساڳئي هنڌ تي ڇڏي ويا.

[250]

هـــوت گهمـــايس هتـــڙا، پلـــي آيـــس پـــاڻ،
الاهـــي وقـــت اُڙهـــو پئـــي، ڪانـــ هيـــس ڪـــا ڪـــاڻ،
ســـاڻ پنهنجـــي ســـنگتيءَ پئـــي ڪيئيـــن رانـــد رهـــاڻ،
جڏهن آيو وير وتاڻ، تڏهن تي حالت ڏٺئينس ”حاجي“ چئـي.
(حاجي مهيسر)

هوت = سردار. پـاڻ = دروازي جـو ڪـَـڙو.
ســـــنگتي = طــــــاق (در جـــــــو).
وير = حضور ﷺ جن. وتاڻ = گهر.

مراد: حضور ﷺ جن معراج تي ويا ۽ وري واپس موٽيا تـ ڏنـائون تـ در جو ڪڙو جنهن حالت ۾ پاڻ ڇڏي ويا هئا انهيءَ ئي حالت ۾ لڏي رهيو هو.

[251]

غـرض خـاطر گوهـر جـي، ٻيـا ڪـاهيءَ منجهـ خـرار،
عـــوام ڪـــي عـــورت جـــي، نـــ پئـــي خبـــر چـــار،
ويهـــي ڪيـــائون ورونهـــ، ڪـــامل ســـاڻ قـــرار،
تنهن پانهـ جي پچار، آهي هاڻ توئين ”حاجي“ چئـي.
(حاجي مهيسر)

گوهـــر = حضـــور ﷺ جـــن. ڪـــاهي = رات.
خـرار پـوڻ =ارڙهـــن ســـالن جـــو عرصـــو پـــوڻ.
عـورت = معـراج واري رات. ڪـامل = الله تعـاليٰ.
پانهـ = حضور ﷺ جن.

مراد: معراج واري رات جنهن ۾ ارڙهن سال پئجي ويا هئا. پر عام کي انهيءَ رات جي خبر نہ پيئي تہ ايترو عرصو گذري ويو.

[252]

سڌايائين سک موڻ، هيو ڪلني ڪوڻ نہ ڪٿر،
هنڌ انهيءَ "حجم" چئي، داد ڏنس دلبر،
ويچاريءَ کي وٽڪار ۾، لڳي ويا تہ پهر،
موٽي آيو ماڳ تي، نہ پئي ڪامڻ کي ڪر،
ملڪن ۾ مشهور ٿي، سهٽي گل گُجر،
پئي ٻالهہ پڌر، سهٽي جي ساراهہ جي.

(ميرمحمد حجام)

ڪلني = نبين سڳورن ڏانهن اشارو.
ڪٿر = حضور ﷺ جن ڏانهن اشارو.
دلبر = الله تعاليٰ. ويچاري = رات.
ڪامڻ = رات. گجر = رات.
سهٽو = حضور ﷺ جن.

مراد: معراج واري رات ملڪن جي عالم ۾ ارڙهن سالن جي عرصي جيتري ٿي، جنهن ۾ حضور ﷺ جن عالم ملڪوت جو سير ڪيو ۽ بارگاهہ الاهيءَ ۾ قرب حاصل ڪري ان رات کي ممتاز فرمايو.

[253]

سوڍيون سيئي هڪ جهڙيون، پر هڪڙي ٿا ناز پري نار چون،
سا مور حجاب نہ کولي، گونگهٽ وچ گلزار چون،
جنهن جي ملڻ لئي لکين ماندا، عاشق عام اپار چون،
عام ليکي عورت آهي، گڏ گوهر سان گرنار چون.

سوڍيون = راتيون. ناز پري نار = معراج واري رات.
گوهر = حضور ﷺ جن. گرنار = عرش عظيم.

مراد: راتيون سڀ چڱيون پر معراج جي رات سڀني کان پلاري ٿي ان ۾ الله تعاليٰ جي محبوب عالم ملڪوت جو سير ڪيو ۽ عرش عظيم تي پير گهمائي قرب حاصل ڪيو.

[254]

خاوند پنهنجي خدمت ۾، قبوليو نر چڏي ناري،
سڀجي عمر سائين سان، تنهن گوليءَ گذاري،
موڪل ملي منڌ کي، تي ڪامڻ قراري،
مِٿين موچاري، آهي هاڻي تائين ”حاجي“ چئي.
(حاجي مهيسر)

نر = ڏينهن. ناري = رات.
مٿ = ٻيون راتيون.

مراد: الله تعاليٰ حضور ﷺ جن جي معراج لاءِ رات کي ئي منتخب ڪيو ۽ اها رات سڀني راتين ۾ پيلاري ٿي.

[255]

هيون عورتون آرام ۾، سي سيئي برحال،
پلوءَ نہ ڪٺي پري پئي، سيفل تان سر حال،
پير بانو بديع الجمال، انهيءَ رنگ رتي ”راڄپر“ چئي.
(قادربخش راڄپر)

عورتون = راتيون. پاؤ نہ ڪٺڻ = اونده جو
پردو نہ هٽڻ. سيفل = حضور ﷺ جن.
بديع الجمال = معراج واري رات ڏانهن اشارو.

مراد: حضور ﷺ جن جي معراج واري رات جو ٻين سڀني راتين کان شان نرالو ٿيو.

## ڪافر جي ٻانهيءَ سان همراهي ڪرڻ

چون ٿا تہ حضور ﷺ جن معراج تان موٽيا تہ رستي تي هڪ عورت ويڳاڻي ڏٺائون. حضور ﷺ جن ڪانئس غم جو سبب پڇيو. عورت چيو تہ: مان هڪ ڪافر جي ٻانهي آهيان. ۽ ان جي لاءِ جنڊ پهندي آهيان. اڄ بيمار آهيان تنهنڪري ملول آهيان تہ هيءُ ڪم ڪيئن ٿيندو. حضور ﷺ جن اها ڳالهہ ٻڌي مائيءَ تي رحم آڻي سندس ڪم پاڻ ڪيو.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[256]

پري تنهن پرديس ۾، هن ڪي وڪوڙيو وِرهن،
چوڙنگ چاهہ رکي، اچي حال پڇيس هرفن،

ڪيئيـــن حقيقــت حـــال جـــي، آڏو عجيبـــن،
گوهــر گودڙيــو ڪٽــي، آيــو منــڏان جــي مــاڳن،
هـــن جـــا دڪ دور تيـــا، هٿـــان جـــي هوتـــن،
اهڙا پرين پيا پسجن، جن جو عاجز آهيـان "عبد" چئي.
(عبدالمجيد سولنگي)

هـــن = پـــانهيءَ ڏانهـــن اشـــارو.
چوڙنگ = حضور ﷺ جن. گودڙيو = چنڊ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## چنڊ جو چيرجڻ

چون ٿا ته حبيب نالي هڪ يهوديءَ کي ڌيءَ ڄائي، جا گوشت جي بدي وانگر بدصورت هئي. هن ڪئين علاج ڪرايا، پر ڪتان به فائدو نه ٿيو. آخر حضور ﷺ جن کان شفا وٺڻ پئي آيو ته واٽ تي ابوجهل مليس، جنهن سان اهو ذڪر ڪيائين. ابوجهل چيس ته خسيس سوال جي ڪري پنهنجو دين ٿو ڇڏين! نيٺ پاڻ ۾ صلاح ڪري، حضور ﷺ جن وٽ آيا ۽ ڪانئن چنڊ جي چيرجڻ جو معجزو طلب ڪيائون. حضور ﷺ جن فڪرمند ٿيا ته ايتري ۾ جبرئيل نازل ٿيو ۽ حضور ﷺ جن کي الله تعاليٰ جو پيغام پهچائي چيائين ته، توهان اشهد آڱر سان چنڊ کي اشارو ڪريو ته چنڊ چيرجي ٻه اڌ ٿي پوندو. الله تعاليٰ جي ارشاد موجب چنڊ ڏانهن اشارو ڪيائون ته چنڊ چيرجي ٻه اڌ ٿي پيو ۽ ٻئي اڌ هڪ ٻئي کان پري ٿي بيٺا. ابوجهل وري چيو ته، هاڻي ٻئي اڌ گڏ ٿين. حضور ﷺ جن وري به آڱر جي اشاري سان ٻئي اڌ ڳنڍي ڏيکاريا. اهو معجزو ڏسي حبيب ڪلمون پڙهي حضور ﷺ جن تي ايمان آندو. پر ابوجهل چيو ته اهو جادو آهي ۽ ايمان نه آندائين. گهر اچڻ تي حبيب کي معلوم ٿيو ته جنهن مهل چنڊ جو معجزو ٿيو هو، ان مهل سندس ڇوڪري به تندرست ٿي ويئي هئي. حبيب هيڪاري خوش ٿي ناٺي جا اُٺ پرائي، بيت المال لاءِ حضور ﷺ جن ڏانهن موڪليا. پر ابوجهل انهيءَ قافلي کي ڦيرائي، پنهنجي طرف ڪيو. جڏهن اصحابن حضور ﷺ جن سان اهو ذڪر ڪيو، تڏهن قاصدن کان پڇا ڪيائون، جن ٻڌ ڪوڙ ڪري ٻڌايو ته هي خزانو ابوجهل ڏانهن آندو اٿئون. حضور ﷺ جن وري انن کان پڇا ڪئي، جن سيني جي اڳيان سچي ڳالهه

ڪري ٻڌائي، جا ٻڌي قاصد شرمسار ٿيا ۽ پوءِ حضور ﷺ جن اهو خزانو بيت المال ۾ جمع ڪرايو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[257]

سوڊي سين ۾ سالڪ هئي، مومل مٺيادار،
نار ٻـ وڏي ناز مان، ڪيس ڏڙ سسيءَ ڪان ڏار،
اچي لڳو قدمين ڪامل جي، هلي سو هيڪار،
مرد ڪرايس "محمد" چئي ساڳئي هنڌ سينگار،
هن ٻـ روبرو رنگ ڏنا، درس اتي ديدار،
اُتلي آيو پوئتي، اچي پڇيائين خبر چار،
مهندان مليس مبارڪون، هي ٿي ويو باغ بهار،
ماڻڪ موتي هيرا، لعلون ۽ جنوهار،
ڪٺي ڏنائين خوشيءَ مان، بيا پري انبار،
وات تي ونگي وڏي، ڪوڙي تنهن قطار،
اُتي ٽـ ماڻهن جا اچي، مڙيا سوَ هزار،
قاصد ٻـ ڪوڙ ڪري ويا، جيڪي نياڳا نڪار،
گونگن ڪئي گفتار، مال وني ويو "محمد" چئي.

(محمدفقير ڏيرو)

سوڊي = اشهد اڳر. ڏڙ سسيءَ ڪان ڏار ٿيڻ = چنڊ ٻـ ڦاڪون ٿيڻ. ڪامل = حضور ﷺ جن.
هن = حبيب ڏانهن اشارو. ڪوڙو = ابوجهل.
قاصد = جت. گونگا = اُٺ.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[258]

بندن بانڪي ڪي وڏي، امير ڪي اڙي،
لال آيو لاهوت ڏنهون، تنهن اچي پرت پڙهي،
ناز پري نار اُتي، ڪئي جا خان ڪڙي،
يڪدم آيو "حاجي" چئي، هن گهاري ڪين گهڙي،
اُتي پرت پڙي، مانجهيءَ جي ميدان ۾.

(حاجي مهيسر)

بندن = ڪافرن. بانڪو = حضور ﷺ جن.
اميـر = حضور ﷺ جن. لال = جبرئيل.
لاهوت = عرش عظيم. ناز پري نار = اشهد آڱر.
خان = حضور + جن. هن = چنڊ ڏانهن اشارو.

مراد: ڪافرن حضور ﷺ جن کان چنڊ چيرجڻ جو معجزو طلب ڪيو. حضور ﷺ جن وٽ جبرئيل آيو ۽ الله تعاليٰ جي طرفان ڪين ارشاد تيو ته چنڊ کي آڱر سان اشارو ڪريو. حضور ﷺ جن اشهد آڱر سان چنڊ ڏانهن اشارو ڪيو ته چنڊ چيرجي ٻه اڌ ٿي پيو.

[259]

ساميءَ جي مگ ڪئي، امير سان عڪس،
دوست ڏنهون دلاسون آيو، تيو ورنه پنهنجي وس،
هن ته ڪئي بس، پر هن جا مطلب تيا "موريو" چئي.
(موريو ڪتي)

مگ = ابوجهل. امير = حضور ﷺ جن.
دوست = الله تعاليٰ. ورنه = حضور ﷺ جن.
هن = ابوجهل ڏانهن اشارو.

مراد: ابوجهل، حضور ﷺ جن کان چنڊ کي ٻه اڌ ڪرڻ جو معجزو گهريو. پاڻ الله تعاليٰ جي حڪم سان اشهد آڱر جو اشارو ڪري چنڊ کي ٻه اڌ ڪيو. حضور ﷺ جن پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب تيا پر ابوجهل ايمان نه آندو.

[260]

ورنهه ڪي ويچار تيو، بڌي بيرنگ اُلٽو بند،
ورندي آئي وير ڏي، اتي خان تيو خورسند،
هڪ نَر جي نسل مان ڪيو، عورت ڪم اَمند،
هن سان مائٽ مٽ ملت هئا، بي پانهه جي پيوند،
هن جي اهل عظيم جو، هو بالا بخت بلند،
"بهاول" چئي پلو آهي، صاحب نام صمند،
پوءِ ڪو راهه پروڙي رَند، ڏاهو انهيءَ ڏور جو.
(بهاول مهر)

ورنهه = حضور ﷺ جن. بيرنگ اُلٽو.

بند = شق القمر (چنڊ کي اڌو اڌ ڪري
ڏيکارڻ). ورندي اچڻ = وحي جو پيغام ڪٿي
اچڻ. نَر = هٿ. عورت = اشهد آڱر.
مائٽ مٽ = ٻيا عضوا.

مراد: ڪافرن، حضور ﷺ جن کان چنڊ چيرڻ جو معجزو گهريو. حضور ﷺ جن اشهد آڱر جي اشاري سان چنڊ کي ٻه اڌ ڪري ڏيکاريو.

[261]

فسادي فساد جي، ڪٿي ڪني ڪهاٽي،
هوت تنهن سان هائو ڪئي، ڇاٽي سجاٽي،
هڪدم پنهنجي همراهه کي، ڏنائين سونهين سنگتياٽي،
رُوءِ ڏسي راٽي، هو هتيو ڪين ”حاجي“ چئي.

(حاجي مهيسر)

فسادي = ابوجهل. ڪهاٽي ڪرڻ = چنڊ
چيرڻ لاءِ چوڻ. هوت = حضور ﷺ جن.
همراهه = هٿ. سنگتياٽي = اشهد آڱر.
راٽي = آڱر. هو = چنڊ ڏانهن اشارو.

مراد: ابوجهل حضور ﷺ جن کان چنڊ چيرڻ جو معجزو گهريو. حضور ﷺ جن آڱر جو اشارو ڪيو ته چنڊ چيرجي ٻه اڌ ٿي پيو.

[262]

ٻـڌي ٻولي ٻاقيس، اندر ۾ ارمان،
چوريائين چتو ڪري، سٽي فائق جو فرمان،
هو چـڏي هن کي، تيو رند راهه روان،
معلوم تيو مڙني کي، نر سندو نيشان،
تيو مانائتو مهمان، هنذ انهيءَ ”حجم“ چئي.

(مير محمد حجام)

فائق = الله تعاليٰ. فرمان = آڱر سان اشارو ڪرڻ.
نر = حضور ﷺ جن. هو = اڌ چنڊ ڏي اشارو.
هن = ٻئي اڌ ڏانهن اشارو. مهمان = چنڊ.

مراد: ڪافرن، حضور ﷺ جن کان چنڊ ٻه اڌ ڪرڻ جو معجزو گهريو. حضور ﷺ جن خيال ۾ پئجي ويا. آخر الله تعاليٰ جو ارشاد ٿيو ته چنڊ ڏي آڱر

جو اشارو ڪريو، حضور ﷺ جن جي اشاري سان چنڊ جا ٻہ اڌ ھڪ ٻئي ڪان پري ٿي بيٺا.

[263]

ليليٰ ڏاڍي لاڏ مان، تي ناز ڪيا نيشان،
موھي وڌائين مجني کي، تيو محبت ۾ مستان،
پيادل ھليو پنڌ ۾، تيو حُسن تي حيران،
وڏي ڏنائين وينگس کي، جان ڪري قربان،
ڏري پنھنجو ڏيان، اوھين ڏاھا ڳوليو ڏور کي.

ليليٰ = اشھد آڱر. مجنون = چنڊ. وينگس = آڱر.
جان قربان ڪرڻ = چنڊ جو ٻہ اڌ ٿيڻ.

مراد: ڪافرن کي معجزو ڏيکارڻ لاءِ حضور ﷺ جن چنڊ کي آڱر سان اشارو ڪيو تہ چنڊ يڪدم ٻہ اڌ ٿي پيو.

[264]

ھلي اچي ھوت سان، ڪيائون بات بيان،
آندو پي عجيب اتي، سھڻو سو سلطان،
پوءِ ماڳ موٽيو مھمان، اوڏانھن "الھہ بخش" چئي.
(الھہ بخش)

ھوت = حضور ﷺ جن. ڪيائون = ابوجھل ۽
حبيب ڏانھن اشارو. بات = چنڊ چيرڻ جو سوال.
عجيب = حضور ﷺ جن. سلطان = چنڊ.

مراد: ڪافرن، حضور ﷺ جن کان چنڊ ٻہ اڌ ڪرڻ جو معجزو گھريو. حضور ﷺ جن اشھد آڱر جي اشاري سان چنڊ کي ٻہ اڌ ڪيو، ۽ اھي اڌ ھڪبئي کان پري ٿي بيٺا. ابوجھل انھن جي گڏجڻ لاءِ چيو. حضور ﷺ جن ٻيو پيرو اشارو ڪيو تہ ٻئي اڌ گڏجي ويا.

[265]

منڌون گھٽيون ملڪ ۾، پر ھڪ صورت سونھاري،
ڏيئي محبت من سان، عشق رکيو آري،
ڳجھي جيڪا ڳالھڙي، سا پت انھيءَ پاري،

سـُـــنڌ اِهــا ســاري، ”لعلــڻ“ آهــي لــوڪ ۾.

(لعلڻ خان لغاري)

منڌون = آڱريون. هـڪ = اشـهد آڱـر

ڏانهن اشارو. آري = حضـور ﷺ جـن.

ٻجهـي ٻالهـ = چنـڊ ڏانهـ شـارو.

پت پارڻ = چنڊ ٻه اڌ ٿيڻ.

مراد: حضور ﷺ جن پنهنجي هٿ جي آڱر سان چنڊ کي اشارو ڪيو تـه چنڊ چيرجي ٻه اڌ ٿي ويو.

[266]

نڪـري شـهر پنيـور مـان، منـڌ رکـي مصلحـت،

ســاجن ســٺي ســڏڙا، پنهــون بــاري پــَـــت،

سسئي جيڏو ست، بـي ڪـامڻ ڪنـدي ڪانـ ڪـا.

(لعلڻ خان لغاري)

پنيـور = هـٿ جـو چنبـو. منـڌ = آڱـر.

ساجن = چنڊ. پنهون = چنڊ. سسئي = آڱر.

مراد: حضور ﷺ جن، چنڊ کي آڱر جو اشارو ڪيو تہ اهو ان آڱر مبارڪ جي اشاري تي ٻہ اڌ ٿي پيو.

[267]

تنـدون هيـون تنبـور تـي، جڙيـل سـان جنسـار،

تنهـن دم ڪٽـي تڪـڙي تڪـي چاڙهيـائين تـار،

سـوالي آهيـان سـر جـو، نـاهي دنيـا جـي درڪـار،

گهريـائين گهـور سـان، پيـو سـڌي پئـي سـتار،

ڪنـڌ وڍي ڪاپـار، ڏنـائين لحظي ۾ ”لعلـڻ“ چئـي.

(لعلڻ خان لغاري)

تنـــدون = آڱريـــون. تنبـــور = هـــٿ.

تار = اشهد آڱر. ڪنڌ وڍڻ = ٻه اڌ ٿيڻ.

مـراد: حضـور ﷺ جـن چنڊ ڏانهـن آڱر مبـارڪ جـو اشـارو ڪيـو تـه هـو يڪدم اڌو اڌ ٿي پيو.

[268]

سگهڙ سينو ساهيو، تہ لکي ويو لشڪر،
شهزاديءَ شڪار ڪيو، ناز پريو نينگر،
جاءِ انهيءَ "جانڻ" چئي، اُن سان راضي ٿيو رهبر،
ڪونج بہ ڪٽي ڪر، وڃي سرخرو ٿي سات سان.

(جانڻ ڪٽي)

سگهڙ = اشهد آڱر. لشڪر = ٻيون آڱريون.
شهزادي = آڱر. نينگر = چنڊ.
ڪونج = اشهد آڱر. سات = ٻيون آڱريون.

مراد: حضور ﷺ جن اشهد آڱر سان چنڊ ڪي اشارو ڪيو تہ چنڊ ٻہ اڌ ٿي پيو ۽ آڱر مبارڪ سر فرار ٿي موٽي ٻين آڱرين سان وڃي ٻيڙي ٿي.

[269]

لشڪر منجهون لاڏڪي، ڪئي خان ڪڙي،
ڏسي مذڪور منڌ جو، آيو لاهوتي لڙي،
ڪيائين سلام سڄڻ جو، گهاريائين ڪانہ گهڙي،
پوءِ ويو مير مُڙي، اوڏانهين "الهہ بخش" چئي.

(الهہ بخش)

لشڪر = آڱرين جو ميڙ. لاڏڪي = اشهد آڱر.
مذڪور = اشارو. منڌ = آڱر. لاهوتي = چنڊ.
سڄڻ = حضور ﷺ جن.

مراد: چنڊ کي جڏهن حضور ﷺ جن جي هٿ جي اشهد آڱر سان اشارو ٿيو تڏهن هو چيرجي ٻہ اڌ ٿي پيو ۽ وري جڏهن ٻيو اشارو ٿيس تڏهن ٻئي اَڌ گڏجي هڪ ٿي ويا.

[270]

جوڳياڻي جلهہ ڪري، ڪيو واسينگ ٿي وارو،
هو بہ پلٽيو پٽ ۾، نرمل هڻي نعرو،
ڪيڏي مام هئي مهمير جي، ڪيڏو پرينءَ پيارو،
جڳ وسي سارو، ڪلمي جي تہ قرار سان.

جوڳياڻي = اشهد آڱر. واسينگ = چنڊ.

مهمير = حضور ﷺ جن.

مراد: حضور ﷺ جن جي اشهد آڱر جي اشاري سان چنڊ هڪدم ٻه اڌ ٿيو. اهو معجزو ساري جهان ڏٺو.

[271]

نہ ڪي اڪيون عورت ڪي، نہ ڪي ڪن ڪنوار،
حڪم ٻڌي هوت جو، ڦٽي وڃي پار،
منڊ موتي ماڳ تي، ڪري شيل شڪار،
ڪير هڻي ڪينڪي، تنهن جهڙي تہ ترار،
نالو تنهن تي نر رکيو، سونهن ٻيري سرڪار،
هڙني کي ڏئي هار، هلي ويئي "حاجي" چئي.
(حاجي مهيسر)

عورت = اشهد آڱر. هوت = حضور ﷺ جن.

شيل شڪار ڪرڻ = چنڊ ٻہ اڌ ڪرڻ.

سونهن ٻيري = اشهد آڱر. هڙني = ٻين آڱرين.

مراد: حضور ﷺ جن جي اشهد آڱر جي اشاري سان چنڊ ٻہ اڌ ٿيو. اها آڱر مبارڪ ٻين سيني آڱرين ۾ سرخرو ٿي.

[272]

نہ ڪو محابو نار جو، نہ ڪا ڏيٺ ويٺ،
دوراڻي ديس تئون، صوبو آندائين سيٺ،
"حاجي" چئي هيٺ، وهاريائين وير ڪي.
(حاجي مهيسر)

نار = اشهد آڱر. دوراڻو ديس = آسمان.

صوبو = چنڊ. هوت = حضور ﷺ جن.

مراد: حضور ﷺ جن جي اشهد آڱر جي اشاري سان چنڊ تابعدار ٿي ٻہ اڌ ٿيو.

[273]

سهٽيون مڙيئي سهٽيون، پر سهٽيءَ متان چٽ،
انهيءَ جاءِ "جانڻ" چئي، ڍوليءَ ڍاريو ڍٽ،
سارو تر تيلهي آئي، وينگس وجهي وٽ،

انهيءَ مومل مٺ، ٻي ڪامڻ تيندي ڪانہ ڪا.

(جاڻ ڪٿي)

سهٽيون = آڳريون. سهٽي = اشهد آڱر.
ڍٽ = چنڊ. ٽر = آسمان. مومل = اشهد آڱر.

مراد: حضور ﷺ جن جي اشهد آڱر جي اشاري سان آسمان ۾ چنڊ ٻہ اڌ ٿيو. اهي اڌ هڪٻئي کان پري ٿي بيٺا ۽ اها آڱر مبارڪ مرتبي ۾ ٻين آڱرين کان وڏيڪ ٿي.

[274]

سيفل ڏسي بديعل کي، ٿيو ترت تيار،
سانگو نہ ڪيئين ساڏ جو، هئس بادشاهي برقرار،
مرد جي ميار، لاٿائين"لونگ" چئي.

(لونگ)

سيفل = چنڊ. بديعل = اشهد آڱر.
ساڏ = ٻيو اڌ. مرد = حضور ﷺ جن.

مراد: اشهد آڱر جو اشارو ڏسي، چنڊ ٻہ اڌ ٿيو ۽ اهي اڌ هڪٻئي کان پري ٿيا، پر وري ٻہ آڱر جي اشاري سان واپس وجي گڏيا ۽ ساڄيو چنڊ آسمان تي چمڪڻ لڳو ۽ حضور ﷺ جن جو هيءُ معجزو دنيا ۾ مشهور معروف ٿيو.

[275]

وڏا ولر وير ڪي، هئا چوقبلو چوڌار،
قوم هيس ڪيتري لکين لک هزار،
سيني مرڪردو "سرهو" چئي، هو ورنهہ سو وينجهار،
اُڙدن مان اُنهيءَ تي، ڪئي ٻيچ ٻجار،
سورهيہ ٻہ سنيري وهايس، ڪاني منجهہ ڪاپار،
ڏس آڳي جا اختيار، جو هو ڏسڻ سان ڏکي پيو.

(سرهو)

وير = چنڊ. قوم = تارا. ٻجار = حضور ﷺ جن.
سورهيہ = حضور ﷺ جن. ڪاتي = آڱر.

مراد: چنڊ کي پنهنجي قوم گهڻيئي هئي، مگر اشهد آڱر جي اشاري سان ٻہ اڌ ٿي پيو. چنڊ پنهنجي تارن جي لشڪر ۾ ڏاڍي تجمل سان سردار بنيو بيٺو

هو، پر حضور ﷺ جن جي آگر مبارڪ جي اشاري سان ٻہ ٽڪر ٿي ويو. هيءُ بيشڪ الله تعاليٰ جو امر هو جو هڪ ننڍي شيءِ هڪ وڏي چيز تي غالب ٿي.

[276]

چغــل اچــي چغلــي هنئـــي، متـــان مـــرد ملـــوڪ،
عاشـــق جـــي اختيـــاري، ملـــي ويئـــي معشـــوق.
هـن ڪـان محبـت ملـڪ ڇـڏايو سـائڻ جـي سـلوڪ.
"حـاجي" چئـي هـوڪ، محـب جـي تـي ملـڪ ۾.

(حاجي مهيسر)

چغـــــل = ابوجهــــــل. مــــرد = چنـــــڊ.
عاشق = الله تعـاليٰ. معشـوق = حضـور ﷺ
جن. ساٿڻ = اشهد آگر. سلوڪ = اشارو.

مراد: ڪافرن جي معجزي گهرڻ تي حضـور ﷺ جـن، الله تعـاليٰ جـي حڪم سان چنڊ کي اشهد آگر جو اشارو ڪيو تہ هو ٻہ اڌ ٿي ويو.

## هرڻي وارو معجزو

چون ٿا تہ حضور ﷺ جن جي وقت ۾ هڪ ماري ڪوڙڪي (دام) جي وسيلي شڪار ڪري پنهنجو گذران حاصل ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن جهنگ ۾ گهمندي هرڻيءَ جي پيرن جا نشان ڏٺائين. رات جو انهن نشانن واري جاءِ تي ڪوڙڪي منڊي، پاسو وٺي سمهي رهيو. هرڻي بہ پنهنجن ٻچـن کـي ڇـڏي اڪيلي چرندي اتي اچي نڪتي، جتي ڪوڙڪي منڊيل هئـي ۽ اوچتـو ان ۾ ڦاسي پئي. ماريءَ کي ايڏي ننڊ اچي ويئي جو صبح ٿي ويو ۽ سڄي رات ۾ سجاڳ نہ ٿيو. ان ڏينهن اتفاق سان حضور ﷺ جن بہ صبح جو سويل ڪنهن ڪم سان مديني کان ٻاهر وڃي رهيا هئا ۽ اتان اچي لانگهائو ٿيا جتي هرڻي ڦاٿل هئي. هرڻي حضور ﷺ جن کي ڏسي عرض ڪيو تہ يانبي! مون کي هن دام مان آزاد ڪرايو تہ آءٌ پنهنجن ننڍڙن ٻچڙن کي کير پياري وري موٽي اچان. حضور ﷺ جن کي رحم اچي ويو ۽ هرڻي کي ڪوڙڪيءَ مان آزاد ڪري، پاڻ اتيئي ويهي رهيا. ٿوري دير بعد ماري ننڊ مان سجاڳ ٿيو ۽ خبر لهڻ لاءِ ڪوڙڪيءَ واري جاءِ تي آيو. اتي هرڻيءَ جا پير ڏسي ڪيس پڪ ٿي تہ منهنجو شڪار انهيءَ شخص وڃايو آهي، تنهنڪري حضور ﷺ جن ڏانهن ڪاوڙ مان

نهاري هرڻي بابت پڇڻ لڳو. حضور ﷺ جن. ماريءَ کي هرڻيءَ جي ٻچن کي کير پياري موٽي اچڻ واري حقيقت ٻڌائي ۽ چيائين تہ جيسين هرڻي نہ ايندي تيسين ان جي عيوض آءٌ ويٺو آهيان. پر ماريءَ کي اعتبار نہ آيو تہ ڪو آزاد ٿيل جانور خوشيءَ سان وري موت جي منهن ۾ پوڻ لاءِ ايندو. سو حضور ﷺ جن سان غصي ۾ تڪرار لائي بيهي رهيو تہ تو منهنجو هرويرو شڪار وڃايو آهي.

هوڏانهن هرڻي حضور ﷺ جن سان واعدو ڪري سڌي ٻچڙن وٽ آئي، جي پڻ ماءُ جي دير ڪرڻ تي انتظار ۾ سندس واٽ نهاري رهيا هئا. پري کان ماءُ کي ايندو ڏسي خوشي ڪرڻ ۽ نينگ ٽپا ڏيڻ لڳا ۽ ماءُ کان دير ڪري اچڻ جو سبب پڇڻ لڳا. هرڻيءَ پنهنجي قاسڻ ۽ حضور ﷺ جن جي هٿان آزاد ٿيڻ ۽ واعدي موجب واپس وڃڻ جو ذڪر ٻچن کي ٻڌائي، کين جلد کير پيئڻ لاءِ چيو. هرڻيءَ جي ٻچن جڏهن اها ڳالهہ ٻڌي تڏهن ماءُ کي چيائون تہ، هاڻي ٿين کير نہ پيئنداسون. تون جلد هل تہ هلي حضور ﷺ جن وٽ حاضر ٿيون. پوءِ سيئي گڏجي ساڳي جاءِ ڏانهن هليا. ماري جيڪو حضور ﷺ جن سان تڪرار لايو بيٺو هو، تنهن هرڻيءَ کي ٻچڙن سوڌو ايندو ڏٺو تہ شرمسار ٿيو. حضور ﷺ جن کيس چيو تہ پنهنجي امانت قابو ڪر. پر هو نهايت پشيمان ٿيو. حضور ﷺ جن کان معافي گهري، ۽ آئينده شڪار ڪرڻ کان بس ڪيائين. پوءِ حضور ﷺ جن تي ايمان آڻي مسلمان ٿيو ۽ خوشيءَ سان هرڻي کي ڇڏي ڏنائين، جا ٻچڙن کي ساڻ ڪري جهنگل ڏانهن رواني ٿي ويئي.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[277]

جتن جا جوءِ ۾، تا ونــدر ۾ وڳ وڙڪــن،
گــڏيل آهــن گــام ۾، تـــوڙ نــــہ متـــو تـــن،
ولـر مـان اُٿِ ونـي آيـو، جيڪـا پئـي پـڏائي پورهيتـن،
ســنيري ســويلو هليــو، متـــي ڪــاڪ ڪنڌيــن،
روز ويندو هو رات جو، شل ڪڙ نہ پئي ڪنهن جي ڪن،
لاڙي ڇــڏيندو هــو ليــٽ تـــي، جتـــي چورنــگ چــرن،
ڇــڙي ڪــري ڇــڏي وينــدو هــو، پنــڌ ڪــري ســو پيــرن،

اتي گل قل ميوا ڪيترا، ٻيا چندن وڻ چون،
چرندي هئي چاڳلي، لاڙيو متي لڪن،
موڙيئين ڏار ميندي جا، ساڻ ڏندن ۽ ڏانن،
پئي حقيقت حمير کي، ويو ڏنهن ويڙهين،
تنهن ڪئي آپت اٺ سان، ڪيائين ناڪيلي منجهان نڪن،
پوءِ ڳالهيون تيون ڳڻجن، هر هر تن جون "حاجي" چئي.

(حاجي موسو پاٽوجو)

اُٺ = ڪوڙڪي. سنيري هليو = ماريءَ
ڏانهن اشارو. چاڳلي = هرڻي.
حمير = حضور ﷺ جن. اُٺ سان آپت ڪرڻ
= ڪوڙڪيءَ مان هرڻي آزاد ڪرڻ.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[278]

نر پنهنجي نار سان، ڪندو هو تہ گذر،
جاتي بيهاري ناتي بيهي، ڪري حيلو سو تہ هنر،
هوءَ ڪميٽي قهر وڏو ڪري، ماري لڪين پئي لشڪر،
هڪ ڏينهن ڪيائين زور ضعيف کي، واڏو وجهي ور،
اچي منهن پيو تنهن مرد جي، جو سونهن پريو تہ سير،
چيو تنهن چرئي کي، عاقل انگ اکر،
تہ پٽ پاڙان هي پٽيل جون، تہ تيئي موچارو محشر،
هن پيي چوڻ وني کم چگو ڪيو، راضي ڪيائين رهبر،
آهي عام خبر، ملڪن ۾ "محمد نواز" چئي.

(محمدنواز ميتلو)

نر = ماري. نار = ڪوڙڪي.
ڪميٽي = ڪوڙڪي. ضعيف = هرڻي.
مرد = حضور ﷺ جن. چريو = ماري.
عاقل = حضور ﷺ جن. پٽيل = ڪوڙڪي.

مرد: ماريءَ جي ڪوڙڪيءَ ۾ هرڻي اچي ڦاتي ۽ حضور ﷺ جن ڪيس آزاد ڪيو. ماري ڀريائين تہ حضور ﷺ جن سان تڪرار ڪيو. مگر پوءِ

هرڻيءَ جي موٽي اچڻ تي شڪار کان توبهه ڪري ڪوڙڪي اڇلي حضور ﷺ جن کان معافي وٺي مٿن ايمان آندائين.

[279]

نيشان ڏسي نار جا، تيو عاشق آزاري،
ويهڻ بيهڻ وِهه تيس، تيو چارئي پهر چاري،
منڊ سندي محبت ۾، هن سڙڪ سينگاري،
ڪنهن سبب ڪامڻ ڪي ڪيو لالچ لاچاري،
پوءِ هوت ڪٽي، هن هاري، هنڌ انهيءَ "حاجي" چئي.
(حاجي مهيسر)

نيشان = پير. نار = هرڻي. عاشق = ماري.
سڙڪ سينگارڻ = دام وجهڻ. لالچ = بک.
هوت = حضور ﷺ جن.

مراد: ماريءَ هرڻيءَ جي پيرن جا نشان ڏسي دام وجهي ان کي ڦاسايو. حضور ﷺ جن جي ڪرم سان هوءَ آزاد ٿي. جانور جي واعدي وفائي سبب حضور ﷺ جن سرخرو ٿيو.

[280]

منڊ تي مورت جي، شاهديءَ وڏو شور،
نه ته ڪير سجاڻي ڪامڻ ڪي، هئي گام پنهنجي ۾ گور،
هن هنر سان هٿ ڪيو، چغل وڏو چور،
پر حاضر نه هيو حاضريءَ تي، ويو ڪم ۾ ڦاسي ڪور،
قربدار ڏسي ڪيس ڪي، غازيءَ ڪيو غور،
پوءِ تنهن زوراوَر جو زور، هليو ڪونه "حاجي" چئي.
(حاجي مهيسر)

منڊ = هرڻي. مورت = زمين.
ڪامڻ = هرڻي. چغل = پير جو نشان.
ڪم ۾ ڦاسڻ = ننڊ اچڻ. ڪور = ماري.
قربدار = حضور ﷺ جن. غازي = حضور ﷺ جن.
زوراوَر = ماري.

مراد: ماريءَ جي هرڻي جي پيرن جا نشان ڏسي ڪوڙڪي منڊي ، ان ۾

هرڻي قاسي پئي، پوءِ حضور ﷺ جن جي ڪرم سان هرڻي ان ڪوڙڪيءَ مان آزاد ٿي پنهنجي ٻچن وٽ پهتي.

[281]

نــاهي نــاهوڪو ڪــري، ڪيئينــس متــانس ڪيــس،
هــن ڪــي وراند وائــڙو ڪيــو، لڳــس هيــس ڪيــس،
هــو آيــا ڪيــن آفيــس ۾، ڪنهــن دپ ڇــڏايس ديــس،
هو راڄن جو هو رئيس، تنهن حاضري ڦيريس "حاجي" چئي.
(حاجي مهيسر)

متانس = ڪوڙڪيءَ ڏانهن اشارو. ڪيس = قاسائڻ
لاءِ قند. هن = هرڻي ڏانهــن اشــارو. وارنــد = دام.
آفيس ۾ ڪين اچن = دام ڏانهن نـه اچڻ. دپ سان
ديس ڇڏڻ = نند ۾ پوڻ. رئيــس = حضــور ﷺ جــن.
حاضري ڦيرائڻ = هرڻيءَ جي ٻچن سميت جند ڇڏائڻ.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[282]

منشــا ڪــري مــن ۾، رکيئيــن ڪــامڻي ڪــوٽ انــدر،
هاڻ تـه منڌ وني ويس "مجنون" چئي، تي بنهين بيخبر،
هوءَ بـه لڙي آئي ڪنهن لهـ سـان، گـام انهـيءَ تـي گجـر،
خبر نـه هئس انهـيءَ خلل جي، پـر قلـم لکيـو هـو قـادر،
اڙجي وئي تنهن عورت مـان، تـي وئـي ملڪـن ۾ مشـر،
جڏهن نـامي ڪيـس نظـر، تـڏهن جـدا تـي جـوءِ کـان.

ڪــامڻي = ڪوڙڪــي. منــڌ = ننــد.
تي ويو بيخبر = مــاريءَ ڏانهــن اشــارو.
گجــر = هرڻــي. عــورت = ڪوڙڪــي.
نـاميو = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان

[283]

اول نــانءُ الله جـــو، آهـــي صـــاحب رب ســـبحان،
نـــاتر ٻـــانهي نـنــد جـــي، هئـــي نســـوري نـــادان،

مينڌري ملڪيت ڏيئي، ڦيرائي وڏي جوان،
هئي سوڍي وڏي ڏيان، پر انهيءَ ڪامڻ ڪيرائي وڏي.
(احمد خان لغاري)

ناتر = دام. نند = ماري. مينڌرو = ماري.
ملڪيت = ڳنڍيون. سوڍي = هرڻي.
ڪامڻ = دام.

مراد: هرڻي جيتوڻيڪ چالاڪ هئي. پر ماريءَ جي ڪوڙڪيءَ ڪيس ڦاسائي وڌو.

[284]

ڪار اصل ڪوئن ڪسي هيس، خريداري خاص،
ڏيئي ڇڏيائين ڏائڻ کي، ڪو لنڍي کي تہ لباس،
بي معلوم بزار مان، هوءَ سا ائي پئي اُداس،
هئي هن کي هميشہ، ڪا چڪ وجهڻ جي چاس،
ڪئين ڪيائين ڪيتريون، نر ناريون سڀ ناس،
هوت لاٿس هراس، هنڌ انهيءَ "حاجي" چئي.
(حاجي مهيسر)

ڪار ڪسي هئڻ = شڪار تي گذر هئڻ.
ڏائڻ، لنڍي = ڪوڙڪي. بزار = جهنگ.
هوءَ = هرڻي ڏانهن اشارو. نر، ناريون = هرڻ،
هرڻيون. هوت = حضور ﷺ جن.

مراد: ماري، جنهن جو شڪار تي گذران هو، تنهن شڪار لاءِ ڪوڙڪي منڍي ڇڏي هئي، هرڻي بہ چرندي اچي ان ۾ ڦاٿي، پر حضور ﷺ جن ان کي آزاد ڪرايو.

[285]

عاشق عورت تي تي، خفا ڪيا ڪَر،
وڪوڙي ويا ويچاريءَ کي، موڳي جا تہ مڪر،
ڪامڻ اهڙو ڪم نہ ڏنو هو، تيا هن لاءِ حشر،
دشمن تنهن جو دُور ٿيو، پردو رکيس پرور،
تنهن سان قرب ڪثر، هوت ڪيا هئا "حاجي" چئي.
(حاجي مهيسر)

عاشــــق = مـــــاري. عــــورت = هرڻـــي.
موڳو = مـاري. مڪـر = دام. ڪـامڻ = هرڻـي.
دشمن = ماري. هوت = حضورﷺ جن.

مراد: هرڻي ماريءَ جي دام ۾ اوچتو اچي ڦاتي، هن اهڙي تڪليف ڪڏهن ڪانه ڏٺي هئي، تنهنڪري ڏاڍي پريشان ٿي، مگر حضورﷺ جن جي ڪرم سان هوءَ ان دام مان آزاد ٿي.

[286]

منـــڌ مـــورت ڪـــي، ســـڪ مـــوٺن ســـنيرايو،
وينـــو هئـــس وجـــود ۾، هـــيءُ روح انـــدر رايـــو،
سڄ پڄ سـنگ انهـيءَ، ڪيـو ڪـامڻ ڪـي ڪـايو،
پوءِ ٿيس سفر سجايو، جڏهن هوت آيس ”حاجي“ چئي.

(حاجي مهيسر)

منـــڌ = بـــڪ. مـــورت = هرڻـــي.
ســانگ = ڪــاڏو. ڪــامڻ = هرڻـــي.
هوت = حضورﷺ جن.

مراد: بڪ سبب هرڻي ڪاڏي لاءِ نڪتـي، مگر انهيءَ ڪاڏي ڪيس نقصان پهچايو، جو ماريءَ جي دام ۾ اچي ڦاتي ۽ پوءِ حضورﷺ جن جي اچڻ ۽ سندن ڪرم سان ئي هوءَ آزاد ٿي.

[287]

ســـيني ســـان ســـاٿيهه ۾، پئـــي ســـير ڪيـــائين ســـرها،
قضـــا آئـــي ڪـــُـن ۾، هـــن جـــا تـــُـرت وڏا تـــُـرها،
ســـــاريون ســـــڏڙا ڪـــــري، دلبـــــر ڪـــــي دُرهـــــا،
عاشـق آٿي آجـا ڪيـس، جيڪـي ور ڪيـس نـــ پئيـل هـا،
دليل ڪري دلها، لهو ڪنهن ڪنهن حيلي سان ”حجام“ چئي.

(حاجي حجام)

ســيني ســان = عضــون ســان. ســاٿيهه = جهنگــل.
دلبر = حضورﷺ جن. عاشق = حضورﷺ جن.

مراد: هرڻي بيفڪر ٿي جهنگل ۾ پئي چري تـ اوچتو دام ۾ وڃي ڦاتي جتان حضورﷺ جن آزاد ڪيس.

[288]

سهڻيءَ ڪسي سير ۾، وڏو واڳونءَ وڪوڙي،
دانهون ڪري تي درد مان، تي تڙي پتوڙي،
ميهر منهن موڙي، سهڻي ڪڍي سير مان.

سهڻي = هرڻي. سير = ڪوڙڪي.
واڳون = ماري. ميهر = حضور ﷺ جن.

مراد: هرڻي ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاسڻ کان پوءِ دانهون ڪرڻ ۽ پاڻ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي، مگر حضور ﷺ جن اچي ڪيس ان بند مان آزاد ڪيو.

[289]

موڳي ڪي مورت جي منڊ وڏو ماري،
نہ تہ ڪين مڙي ها ڪامڻ موئن، جا آيس اوتاري،
پلا تنهن جا پاڳ تيا، پئي پرينءَ پناري،
جنهن مهل ڇتو جادوءَ کان، پيو ساري سنياري،
پيو هو پساري، هوت سان "حاجي" چئي.

(حاجي مهيسر)

موڳو = ماري. مورت = ننڊ.
ڪامڻ = هرڻي. پرين = حضور ﷺ جن.
جادو = ننڊ. هوت = حضور ﷺ جن.

مراد: ماري دام وجهي سمهي پيو ۽ هو اهڙي تہ غفلت جي ننڊ ۾ غلطان ٿيو جو ڪيس خبر نہ رهي تہ دام ۾ هرڻي قاتل آهي، هرڻيءَ سان تہ نصيب يا وري ڪئي جو اتفاق سان سندس ڇوٽڪاري لاءِ حضور ﷺ جن اچي نڪتا. جن ڪرم ڪري ڪيس دام مان ڪڍيو. پر ماري سجاڳ ٿيڻ سان حضور ﷺ جن کي اتي ڏسي ساڻن تڪرار ڪرڻ لڳو.

[290]

جڙ ڪيس زنجيرن ۾، تيڙم پير ڪتا،
موڪل ڏي مليسر وڃان، ڪنديس ڪانہ جتا،
ويڙهيچن وتان، رهي اچان راتڙي.

تيڙم = هرڻيءَ ڏانهن اشارو. موڪل ڏي = حضور ﷺ
جن ڏانهن اشارو. ملير = هرڻي جي رهڻ واري جاءِ.
ويڙهيچا = هرڻيءَ جا ٻچا.

مراد: هرڻيءَ، حضور ﷺ جن کي ڏسي دام مان ڇڏائڻ جي التجا ڪندي چيو ته مون کي آزاد ڪرايو ته آءٌ پياسي ٻچڙن کي کير ڌارائي وري موٽي تي اچان.

[291]

چئن انن پاڻ ۾، گهاتو ڪيو پي گهاءَ،
ٻن ڇٽن "بروج" چئي، پئي تي سرتئين ڪيو سماءُ،
پنڌرهين اتي پلٽڻ جو، ستيو ڪديو ٻي ساهه،
ٻيا وري ڪهيو وجهن پيا ڪُني ۾، اچين ڪونه اُباءَ،
ڏوئي هن جي ڏاڍي هئي، نتي لڳيس وجود ڪي واءُ،
پوءِ پلڪ ۾ پئجي ويس، دشمن سندو داءُ،
هن کي ڪامڻ ڇڏيو ڪينڪي، نه ته لوڏي ڪديس هالاهه،
ڪيائين عرض عجيب کي، جيڪو هو سخي شهنشاهه،
يرا! "بخشيو" چئي ٻچاءُ، هن جو واهه جو وير وهي ويو!

(بخشڻ خان شر)

چار = پير. اُن = ڪر. گهاتو گهاءُ تيڻ = زمين تي
نشان تيڻ. ٻه = اکين جا تارا. سماءُ = ڏسڻ.
پندرهون = وات. پلٽڻ = سلا ءِ گاهه. ٻيا = ڏندن
ڏانن ڏانهن اشارو. ڪُنو = پيٽ. ڏوئي = زبان.
دشمن = ماري. داءُ = ڪوڙڪي. ڪامڻ = نند.
لاهه ڪڍڻ = ڪُهي ڇڏڻ. عجيب = حضور ﷺ
جن. ٻچاءُ = ضامن

مراد: هرڻي هيڏانهن هوڏانهن نهاري بيفڪر ٿيو پئي چري ته اوچتو ماريءَ جي وڌل دام ۾ ڦاسي پئي. پر ماري نند ۾ غلطان ٿي ويو هو نه ته ويچاري هرڻيءَ جو خير نه ٿئي ها. اتي اتفاق سان حضور ﷺ جن جي اچڻ تي، هرڻي ساڻن دل جو حال اوريو ءِ سندن ئي طفيل هرڻيءَ جو ٻچاءُ ٿيو.

[292]

مِٽن منجهان منڌ کي، ٿيو نار کي نقصان،
لاڙي وڏئون لالچيءَ جو، درس اوڏانهون ڏيان،

پيش اچي پيو اتي، هن عورت کي ارمان،
انهيءَ سان احسان، هوت ڪيو "حاجي" چئي.
(حاجي مهيسر)

مٽ = پير. منڊ = هرڻي. نار = هرڻي.
لالچي = ماري. عورت = هرڻي.
ارمان = ٻچن کي ڏارائڻ جو خيال.
هوت = حضور ﷺ جن.

مراد: هرڻي جي پيرن جي نيشانن ماريءَ کي دام وجهڻ لاءِ لالچايو پوءِ هوءَ ڪوڙڪيءَ ۾ اچي ڦاٿي، پر حضور ﷺ جن ڪيس آزاد ڪري ڇڏيو. ماري دام وجهي وجي سمهي رهيو هو. جڏهن ان ۾ هرڻيءَ ڦاسي پئي، تڏهن ڪيس ٻچن کي کير ڏارائڻ جو انتظار ٿيو. اوچتو حضور ﷺ جن اتي اچي نڪتا. جن ان سان پال پلائي ڪيس ٻچن ڏانهن موڪلڻ لاءِ آزاد ڪيو.

[293]

ليليٰ ڇيو مجنيءَ کي، ٻاريءَ لڳ ٻيهي،
چورنگ ڇيو ڪيو، تيو سانول کي نه سيءُ،
نندي نيون پٽيون، هلي آيو هيءُ،
ليليٰ ٻه اچي حاضر ٿي، جانب منهنجا جيءُ!
نندو نوين هليو، تون حاڪم اڳ ۾ ٿيءُ.
پوءِ سرور آهي سميع، ڏسو رنگ "راڄپر" چئي.
(راڄپر)

ليليٰ = هرڻي. مجنو = حضور ﷺ جن.
نندو = ماري. نيون پٽڻ = اڪيون ڪولڻ.

مراد: هرڻيءَ، حضور ﷺ جن سان ٻچن کي کير ڏارائي موٽي اچڻ جو واعدو ڪيو، ان تي حضور ﷺ جن رحم آڻي ڪيس دام مان آزاد ڪيو. ايتري ۾ ماري ننڊ مان سجاڳ ٿيو ۽ حضور ﷺ جن سان ڪاوڙ ۾ پيي ڳالهايائين ته هرڻي ٻه ٻچن سوڌي اچي حاضر ٿي. جنهن کي ڏسي ماري پشيمان ٿيو ۽ حضور ﷺ جن کان معافي وٺي متن ايمان آڻي مسلمان ٿيو.

[294]

سهڻي ته ساهڙ جي پئي نيڪ نظر،
نه ته ٻڏي وڃي ها "بروچ" چئي، تئين ها ڪنن ۾ قبر،

ڳالهہ ھُلي ساري ملڪ ۾، وڃي پئي ڪاھڻ منجھہ خبر،
"منو" چئي ٻڌي ساھڻ جي سانير، اچي منڊ ملي ميھار ڪي.
(منو بروچ)

سھڻي = ھرڻي. ساھڻ = حضور ﷺ جن.
ڪاھڻ ۾ خبر پوڻ = ھرڻي جي ٻچن کي خبر پوڻ.
منڊ =ھرڻي. ميھار = حضور ﷺ جن.

مراد: حضور ﷺ جن ھرڻي کي قاتل ڏسي متس رحم آڻي ڪيس آزاد ڪيو نہ تہ ماري جي ور چڙھي وڃي ھا تہ سندس ڪاڄ ٿئي ھا ۽ واعدي موجب جڏھن موٽي حضور ﷺ جن جي حضور ۾ تي آئي تہ اھا خبر سندس ٻچن کي پئي تہ اھي بہ ماءُ سوڌا حضور ﷺ جن وٽ اچي حاضر ٿيا.

[295]

منڊ پئي مامري، آئي اجل ھت عورت،
اوڏو جڏھن اصيل ٿيو، ڏنائين جمالي جلوت،
پاسي ڪيائين پھنوار ڪوئن، اھا عداوت،
ھُن ڪري صبوريت، اچي مامَ مڃي "مھر" چئي.
(بھاول مھر)

منڊ = ھرڻي. اجل = ڪوڙڪي.
اصيل = حضور ﷺ جن. پھنوار = ھرڻي.
عداوت = ڪوڙڪي. ھن = ماري ڏانھن اشارو.

مراد: ھرڻي ماريءَ جي ڪوڙڪي ۾ ڦاسي پئي، اوچتو حضور ﷺ جن آيا، جن ھرڻي کي آزاد ڪيو. جا ٻچڙن کي کير پياري موٽي آئي. ماري اھا حالت ڏسي ايمان آندو.

[296]

ماڙيءَ سر مدام، ماڙ نھاري مارئي،
ڪڏي ڪوٽن مان ڪئي، آڇي عمر ڄام،
باندي ڇڏيا بند مان، ويريءَ ڪان وريام،
سات سلامت سام، ماڙ رسي وڃي مارئي.

مارئي = ھرڻي. عمر = حضور ﷺ جن.
ويري = ماري. وريام = حضور ﷺ جن.
سات = ھرڻي ۽ سندس ٻچا. ماڙ = ھرڻيءَ جي رھڻ واري جاءِ.

مراد: حضور ﷺ جن هرڻيءَ کي ماريءَ جي دام مان آزاد ڪيو جا پنهنجي ٻچڙن کي کير پياري واعدي موجب ٻچڙن سوڌي موٽي آئي. حضور ﷺ جن جي ڪرم کان متاثر ٿي ماريءَ هرڻيءَ کي ڇڏي ڏنو.

[297]

هڪ ٻـ ويس هٿن مان، جڏهن ٻئي ٻڌس ٻرو،
ورتائين وهندو ٿي، تڏهن تار ترو،
ڏينهن ڏسي شينهن ٿيو، تڏهن پيس پرو،
ڪوٽي ڪي ڪرو، هوت ڪيو "حاجي" چئي.

(حاجي مهيسر)

هڪ = شڪار ڏانهن اشارو. ٻيو = ننڍ ڏانهن اشارو. وهندو ٿي = بيداري. تار ترو ونڻ = ننڊ واري حالت ۾ بي سُڌ ٿيڻ. ڏينهن ٿيڻ = ننڊ مان جاڳڻ. ڪوٽو = ماري. هوت = حضور ﷺ جن.

مراد: ماري کان هڪ تہ شڪار ويو تہ ڪيس ننڊ اهڙي آئي جو ڏينهن ٿي ويس. سجاڳ ٿيڻ تي حضور ﷺ جن سان تڪرار ڪيائين، پر آخر سندن ڪرم ڏسي ايمان آندائين.

[298]

پٽيائين اڪيون، تہ حاضر ڏنائين خان،
منڍ ڏني هئائين ڪانہ ڪا، جنهن ۾ طمع هيس تمام،
اوڪو هليو اصيل سان، جو هو ڪر عقل کان خام،
پوءِ ٿيو مسلمان، جڏهن نوڙت ڏنائين نادانن جي.

خان = حضور ﷺ جن. منڍ = هرڻي.
اصيل = حضور ﷺ جن. ڪر = ماري.
نادان = هرڻي ۽ ان جا ٻچا.

مراد: ماري جڏهن سجاڳ ٿيو تہ حضور ﷺ جن کي وينل ڏٺائين ۽ هرڻي دام مان ڇٽل ڏسي حضور ﷺ جن کي ڏوهہ ڏيڻ لڳو. اجا انهيءَ تڪرار ۾ هئا، تہ پريان هرڻي ۽ ان جا ٻچا اچي رهيا هئا. حضور ﷺ جن سان هرڻيءَ جي واعدي وفائي ڏسي ڪانئس معافي گهريائين، ۽ ان بعد ايمان آڻي مسلمان ٿيو.

[299]

ونو راهه رسول جي، ويو اَتو سچ بڌائي سرور ڙي،
مرد وينو هو منڌ وٽ، پنهنجي کيو پَر ڙي،
وارث تنهن وينگس جي، اچي گوڙ بڌو گر ڙي،
پوءِ ٽيڙي ڇڏي ترڙي، جڏهن عورت ڳالهايو ابا ڪري.

(احمد خان مري)

مرد = حضور ﷺ جن. منڌ = ڪوڙڪي.
وارث = ماري. وينگس = ڪوڙڪي.
ترڙو = ماري. عورت = هرڻي.
ابا = سندس ٻچا.

مراد: حضور ﷺ جن هرڻيءَ کي آزاد ڪري پاڻ ڪوڙڪيءَ وٽ ويهي رهيا. ماري ننڊ مان سجاڳ ٿي، حضور ﷺ جن سان تکو ڳالهايو. جڏهن هرڻي کي ٻچن سوڌو ايندي ڏٺائين تڏهن پشيمان ٿيو.

[300]

سامي آيو سيگهه ۾، اچي ڏٺائين السٽي اسرار،
پڇيائين پرينءَ کان، هٿ ٻڌي هيڪار،
هُت ڪوڙ هوئي ڪونه ڪو، ڪيس سچي ڳالهه سچار،
چيائين اڱي ائين ڪڏهن نه ٿيو، ساري سڀ چمار،
جڏهن ايندين ڏنائين اکڻ تي، پيو نيٽين وهائي نار،
پوءِ ته مورئون موڪلائي ويو، ڪري توبه جي تنوار،
اها ساري خبر چار، وجي ٻڌايائين برادر کي "بخشو" چئي.

(بخشو شر)

سامي = ماري. السٽي اسرار ڏسڻ = ڪوڙڪي
خالي ڏسڻ. پرين = حضور ﷺ جن.

مراد: ماري ننڊ مان سجاڳ ٿيو ۽ ڪوڙڪي خالي ڏسي حضور ﷺ جن کان پڇا ڪيائين. حضور ﷺ جن کيس ٻڌايو ته هرڻي واپس ايندي، مگر هن کي اعتبار نه آيو. ايتري ۾ هرڻي به ٻچن سان گڏجي اچي حاضر ٿي جنهن کي ڏسي ماري معافي جو طلبگار ٿي ايمان آندو.

[301]

پورھئـــي ۽ پـــار مـــان، ڪيـــن پريـــائون تـــس،
رازق اســـان ڪـــي روز ڏنـــو، ميـــان! اڄ مـــس،
سو وير تـو وڃـائي ڇڏيو، ڪـري ھيٺـي سـان حدس،
ڪانـ اڇـي تـي ڇـس، موٽـائي ڏي ملـوڪ تـون.

(آچر ماڇي)

اســـان = مـــاري ڏانهـــن اشـــارو.
وير = حضور ﷺ جن. ھيٺو = ماري.

مراد: مـاري حضـور ﷺ جـن کي ھرٽـي دام مـان ڇڏائڻ جي ڪـري تيـز نموني سان گفتگو ڪري چيو تہ رازق اهو شـڪار اسان لاءِ روزينو ڪيو آهـي، جيڪو تو اسان کان وڃايو آھي، تنهنڪري اهو موٽائي ڏي.

[302]

ڪجهـــــ ڏس پـــاڻ ڏي، ڪجهـــــ ڏس مـــون ڏي،
اڃـا ”علـــي شـــير“ چئـــي، آءُ تڪيـــان پيـــو تـــو ڏي،
ڪـڏھن ڪيـــن ھلنديـــن، ھتـــان ڀھڳـــڻ ٻـــانهن لـــوڏي،
گـــڏ ويهـــاري گـــوڏي، وننـــدس عيـــوض اڃـــو ڪـــري.

(علي شير)

پـــاڻ = حضـــور ﷺ جـــن ڏانهـــن اشـــارو.
مون = ماري ڏانهن اشارو. ڀھڳڻ = حضور ﷺ جن.
عيوض = ھرٽيءَ جو پلاند.

مراد: ماري حضور ﷺ جن کي چيو تہ ھرٽيءَ جي عيوضي ڏيڻ کان سواءِ آءُ توکي ھتان نہ ڇڏيندس.

[303]

ڪـــامڻ لاءِ ڪـــامل ســـان، گـــَري ڪئـــي گفتـــار،
مهنـــدان تنهـــن موچـــاري، ورنـــدي ڏنيـــس وينجهـــار،
عـورت ڏسـي اعتبـار، ڪيـائين ڪـامل تـي ”ڪـوش“ چئـي.

(ڪوش)

ڪـامڻ = ھرٽي. ڪـامل = حضـور ﷺ جـن.
گـرو = مـاري وينجهـار = حضـور ﷺ جـن.
عورت = ھرٽي.

مراد: ماري، حضور ﷺ جن سان هرڻي ڇڏڻ جي باري ۾ ڳاوڙ مان ٽڪو ڳالهايو. ان تي حضور ﷺ جن چيس ته هرڻي اجها تي واپس اچي. پر هن کي اعتبار نه آيو. جڏهن هرڻي موٽي آئي تڏهن اعتبار آيس ۽ مسلمان ٿيو.

[304]

سهڻيءَ جي ساهه جو، ٿيو ڏم کي ڏمر،
ڪيئن سختيون ساهڙ تي، وڏي زور زبر،
سهڻي انهيءَ مهل سير ۾، اچي ڪيو اوجر،
پوءِ ڊوڙي جهليائين در، اُنهيءَ مهل "اونو" چئي.
(اونو)

سهڻي = هرڻي. ڏم = ماري.
ساهڙ = حضور ﷺ جن.

مراد: ماري هرڻيءَ جي ڳالهه تان حضور ﷺ جن سان تڪرار ڪيو. پر هرڻيءَ جي موٽي اچڻ تي شرمندو ٿيو ۽ معافي وٺي مسلمان ٿيو.

[305]

واردات ڏسي وائڙو ٿيو، ڏاڍو سيٺيو سوار،
ڇوڻ نه وني چڱي مڙس جو، پيو ترت ڪري تڪرار،
ڪڏهن ڪندس ڪينڪي، اهڙي راڄ متان اعتبار،
پئجي ويو پيروي ڪندي، توتي بازوءَ سندو بار،
پوءِ راڄ ڪرايس روبرو، هئو زورو زميندار،
اهڙو ئي آچار، هي هڪ ٻڌو سي "حاجي" چئي.
(حاجي فقير مهيسر)

سوار = ماري. چڱو مڙس = حضور ﷺ جن.
راڄ = جانورن ڏانهن اشارو. پيروي ڪرڻ = ڇوڻ
ونڻ. بازوءَ سندو بار پوڻ = هرڻي جي نه اچڻ ڪري
ان جو عيوض ڏيڻ. راڄ = ٻچن سوڌي هرڻي.
زميندار = حضور ﷺ جن.

مراد: ماري ڪوڙڪي خالي ڏسي حضور ﷺ جن سان تڪرار ڪيو. حضور ﷺ جن چيس ته هرڻي اجها تي اچي، مگر هن کي اعتبار نه پيو اچي ۽ چئي ته جانور ڪيئن واپس ايندا! پر جڏهن هرڻي ٻچن سوڌي موٽي آئي، تڏهن پشيمان ٿي معافي ورتائين ۽ مسلمان ٿيو.

[306]

مـوذيءَ جـي مـڏِيءَ کـي، سـخيءَ کـيـو سـُـج،
اُن کـروڙ کـيـا کـامل سـان، جـوان کـرايـس جـج،
مـن مـاري مـج، هـوت کـيـس "حـاجـي" چـئـي.

(حاجي فقير مهيسر)

مـوذي = مـاري. مـڏي = کوڙکـي.
سـخي = حضـور ﷺ جـن.
ڪامل = حضور ﷺ جن. من مارڻ = توبهہ ڪرڻ.

مراد: هرڻيءَ وجي ماري جي کوڙکيءَ ۾ ڦاتي، جنهن کي حضور ﷺ جن ڇڏايو. ماريءَ بکواس ڪئي، پر هرڻي ٻچن سميت اچي حاضر ٿي. حضور ﷺ جن چيس تہ ڏس هک جا تي شکار اچي گڏ ٿيا اتئي. اها حالت ڏسي ماري پشيمان ٿي معافي ورتي.

[307]

وجـي روئنـدي واٽ سـان، پرپـٺ پيـر پـري،
جبلـن کـان "جـانڻ" چئـي، ڪُٽئـون ڪنهـن ڳـري،
متـان ملڪـالموت جـي، اچـي منجهـہ اري،
جـي اچـي اري ۾ وجـي، متـان ٻوهـو هـُـت ٻـري،
تہ کهـڙو ڏينهـن قيـام جـي، متـي منهـن ڪـري،
تيتـَـر ڪيـن مـري، جيتـَـر کوهيـارل ڪـاهي ڏسـي.

(ملان جانڻ ڪٽي)

روئندي وجي = هرڻي ڏانهن اشارو.
کوهيارل = حضور ﷺ جن.

مراد: هرڻي حضور ﷺ جن سان واپس موٽي اچڻ جو واعدو ڪري ٻچن ڏانهن رواني ٿي. واٽ تي الکو ٿي پيس تہ متان اوچتو موت اچي وجي ۽ واعدو پورو نہ ٿئي تہ قيامت جي ڏهاڙي حضور ﷺ جن جي اڳيان ڪانباري ٿي پوان.

[308]

اڪئيـن وهـايو آب، تـا تڪيـن واٽ ونـدر جـي،
اڳـڻ آنـدن سـپرين، قسـمت ڪنهـن ڪـولاب،

هئا تہ جهونا "جانڻ" چئي، سخا جا سحاب،
آيل ڪين ادب ڪان، هلڻ ڪوئن حجاب،
موقعي ڪنهن مهتاب، مليا محبوبن ڪي.
(ملان جانڻ ڪٽي)

نڪين = هرڻيءَ جي ٻچي ڏانهن اشارو.
سپرين = حضور ﷺ جن. جهونا سحاب = هرڻيءَ
جا ٽڻ. محبوب = حضور ﷺ جن.

مراد: هرڻيءَ جا ٻچا ماءُ جي واٽ تڪي رهيا هئا تہ هرڻي بہ اچي نڪتي، جنهن جا ٽڻ کير سان ڀريا پيا هئا. پر ان کان پنهنجي قاسڻ ۽ واعدي ڪرڻ جي ڳالهہ ٻڌي، ماءُ سان گڏجي حضور ﷺ جن وٽ آيا.

[309]

بابو وينا هئا ٻر ۾، سامي ڪري سنگ،
رڙهي آئي رامڪلي، تي جا نار نسنگ،
اوريئين حال اُنهن سان، هن ڪي ورندي پيو ونگ،
پوءِ هيءَ ترسي هو تڪڙا، "طاهر" چئي آهن تنگ،
گڏجي هليا گلو ڪري، سامي ڪري سنگ،
جوڳي جهاڳي جهنگ، رڙهي رسيا راهہ تي.
(محمدطاهر ٻبر)

بابو = هرڻيءَ جا ٻچا. رامڪلي = هرڻي.
انهن = هرڻي جي ٻچن ڏانهن اشارو.
راهہ = اها جاءِ جتي حضور ﷺ جن وينا هئا.

مراد: هرڻيءَ جا ٻچا ماءُ جي انتظار ۾ واٽ تڪي رهيا هئا تہ هرڻي بہ اچي نڪتي، جنهن کان ساري حقيقت ٻڌي، ماءُ سان گڏجي حضور ﷺ جن وٽ آيا.

[310]

مارو منهنجي ماڳ تي، پيا جهنگ گذارين جهانگي،
ڪنوڻ ڏسي خوش ٿيا، سرها ٿيا سانگي،
ٻڌئون ڳالهہ "بروچ" چئي، اتي اٺانگي،
وينو ڪونہ وانگي، هليا ويا "هادي بخش" چئي.
(هادي بخش)

مارو = هرڻيءَ جا ٻچا. ڪنوڻ = هرڻي.
اٺانگي ڳالهه = هرڻيءَ جي ڦاسڻ جو قصو.

مراد: هرڻيءَ جا ٻچا پنهنجي جاءِ تي خوش وينا هئا. سندن ماءُ جا ڪجهه دير سان آئي، تنهن ڪي ڏسي سرها ٿيا. مگر جڏهن ماءُ جي واتان ماريءَ جي چار ۾ ڦاسڻ ۽ حضور ﷺ جن جي ضامن پوڻ واري ڳالهه ٻڌائون تڏهن هڪدم ماءُ سان گڏجي روانا ٿيا.

[311]

مــامَ انهــيءَ مذڪــور ڪــان، عاشــق ٿيــا آگاهـــ،
صدقو ڪيائون "سومر" چئي، پنهنجو ساهه پساهه،
ويــر هليــا وحــدت ســان، غيـــر ڪـــدي گمراهـــ،
چورنــگ اهــو چاهـــ، مـــانجهي مـــن مٿـــي ويـــا.

(سومر فقير ڪانهو)

مامَ = حضور ﷺ جن جي ضامن پوڻ جي
خبر. عاشــق = هرڻــيءَ جــا ٻچـــا.
چاهه = ٻڪ.

مراد: ٻچڙن ماءُ جي واتان حضور ﷺ جن جي ضامن پوڻ جي خبر ٻڌي ڪير ڏائڻ جي پچر ڦٽي ڪري ماءُ سان گڏجي حضور ﷺ جن ڏانهن روانا ٿيا.

[312]

ونــو راهــ رســول جــي، جــا وهــي پئــي وِيــر،
پلي پاس "ٻروچ" چئي، هئي جوانــن جــي جــاگير،
هــو ورثــو وِيــرن جــو، هنــن جــو آڏائــون هــو اڪسير،
اُتــي آئــي "احمــد" چئــي، وســي بيٺــي ويــر،
اُهي ملاح هئا مهمير، جو داٺو نہ ڪديائون ديري مان.

(احمد خان مري)

جوان = هرڻي جا ٻچا. جاگير = هرڻي.
ورثو ماءُ (هرڻي). آڏائون = کير.
ملاح = هرڻيءَ جا ٻچا. داٺو = کير جو ڍُڪ.
ديرو = هرڻيءَ جا ٿڻ.

مراد: هرڻي ٻچڙن وٽ آئي، انهن کانئس دير ڪرڻ جو سبب پڇيو. هرڻيءَ

ڪين ساري حقيقت ٻڌائي. جيتوڻيڪ ٻچا ٻڪيا هئا، مگر اها حقيقت ٻڌي ٽٽن ۾ وات نہ وڌائون ۽ ماءُ سان گڏجي حضور ﷺ جن وٽ آيا.

[313]

عاشق هيا عورت تي، ناميا اُهي نر،
ٻولي ٻڌي ڀڳڻ جي، ويا پانهہ ڇڏي پڇر،
هلي وڃي هوت وٽ، تيا سهڻا سي سير،
پوءِ دان ونـي دلبر، آيا اوڏهون ”الهہ بخش“ چئي.

(الهہ بخش)

عورت = هرڻي. نر = هرڻيءَ جا ٻچا.
ڀڳڻ = حضور ﷺ جن. هوت = حضور ﷺ جن.

مراد: هرڻيءَ جا ٻچا ڪير پيئڻ لاءِ منتظر وينا هئا. ماءُ جي واتان حضور ﷺ جن جو نالو ٻڌي ڪير پيئڻ جي پڇر ڇڏي ڏنائون ۽ يڪدم ٻنا ڊپ جي حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ وڃي حاضر ٿيا. پر حضور ﷺ جن جي ڪرم ۽ ماريءَ جي پشيمان ٿيڻ سبب ڪين آزادي ملي ۽ ماءُ سان گڏجي ماڳ تي موٽي آيا.

[314]

آفرين انهن کي، جيڪي طمع ڏسي نہ ترسيا،
ڪامڻ پنهنجي ڪول ڪيون، بيشڪ آيا برسيا،
وِير تني کي ورتا، ڏنا حلال ڪري ”حاجي“ چئي.

(حاجي فقير مهيسر)

ڪامڻ = ٻڪ. وِير = حضور ﷺ جن.
ورتا = تڻ.

مراد: هرڻي ٻچن سان جڏهن ذڪر ڪيو تہ حضور ﷺ جن کي ضامن ڏئي آئي آهيان، تڏهن ڪير نہ ڌاتائون ۽ ماءُ سان گڏجي ماريءَ ڏانهن آيا.

[315]

وائي ٻڌي وير جي، هئا تنگ، ويا سي تہ هتي،
جنهن جي هئس اميد ”الهہ بخش“ چئي، محبن دل متي،
پوءِ ويا خان ڪني، تيا سرها سڀ سرير ۾.

(الهہ بخش)

وير = حضور ﷺ جن. تنگ = هرڻيءَ جا ٻچا.
جنهن = ڪير ڏانهن اشارو.

مراد: هرڻيءَ جي ٻچن ماءُ جي واتان حضور ﷺ جن جي حقيقت ٻڌي، تہ ماءُ جي ڪير پيئڻ جي ٻچر ڪٽي ڇڏيائون. اهڙي ويساهہ رکڻ سان، پنهنجي ماءُ کي بہ صحيح سلامت پاڻ سان وٺي آيا.

[316]

ڪين ڇڏين ها ڪونگن ڪي، پر اڙيا منجهہ اڪر،
هو ويجها تيا وَسونءَ ڪي، وجي بانڪا جهاڳي بر،
پوءِ سهنجا تيا سفر، ڪُلين جا "قادر بخش" چئي.
(قادر بخش)

ڪونگ = ٽڙ. وسونءِ = اها جاءِ جتي حضور ﷺ
جن وينا هئا. بانڪا = هرڻيءَ جا ٻچا.

مراد: هرڻيءَ جا ٻچڙا ماءُ جي ٿڻن کي ڪين ڇڏين ها. پر حضور ﷺ جن جو نالو ٻڌي هتي بينا ۽ ماءُ سان گڏجي حضور ﷺ جن وٽ آيا. جتي ماريءَ ڪان جند آزاد ٿين ۽ ماءُ سان گڏجي ماڳ تي آيا.

[317]

ڪڏهن هٿن ها ڪينڪي، پر هٿايا ها حرفن،
رکي محبت من ۾، آيا سڄڻ ڏي ساعتن،
سيئي ڇٽا منجهئون سورن، حب ۾ "حجام" چئي.
(مير محمد حجام)

حرف = هرڻيءَ جو حضور ﷺ جن سان ڪيل
واعدي ڏانهن اشارو. آيا = هرڻيءَ جي ٻچن
ڏانهن اشارو. سڄڻ = حضور ﷺ جن.

مراد: هرڻيءَ جي ٻچي کي ڪير جي گهرج هئي ۽ هرڻيءَ جي موٽي اچڻ تي ضرور ڪير ڏائين ها. پر حضور ﷺ جن جي ضامن پوڻ جي خبر ٻڌي هئي ويا ۽ ماءُ سان گڏجي حضور ﷺ جن وٽ آيا. جتان ڪين وري صحيح سلامت موٽي وڃڻ جي موڪل ملي.

[318]

چيلن چيو نہ ڪيس، جيڪي ساڏو هئس سَر،
گنگا گوسائين نہ ويا، جا گنگا هئن گذر،

هلڻ لاءِ هنگلاج ڏي، سامي تيا تہ سير،
جمنا جي "جاڻ" چئي، ڪٿي بابن ورتي پير،
گُر جي گوساين تي، تي عنايت اپر،
پوءِ گنگا سندي گهر. اهي ڪايوني ڪاهي ويا.

(ملان جاڻ ڪتي)

چيلا = هرٽي جا ٻچا. گُر = حضور ﷺ جن.
گوسائين = هرٽي جا ٻچا. گنگا، جمنا = هرٽي.

مراد: هرٽيءَ ٻچن ڪي حضور ﷺ جن جي ضامن پوڻ جي ڳالهہ ٻڌائي تنهنڪري ڪير نہ پيتائون ۽ ٻڪايل ئي ماءُ سان گڏ حضور ﷺ جن ڏانهن هليا آيا. پوءِ سندن ئي ڪرم سان آزاد ٿي موٽي ماڳ تي آيا.

[319]

ونو راهہ رسول جي، ويو اتو سچ ٻڌائي سردار،
جوان هئا پنهنجي جاءِ تي، شاهہ ٻہ شاهوڪار،
ٻچ ونڻ بني لاءِ، ايندا هئا هاري حصيدار،
خبرون ٻڌئون ڪاهڙ ۾، تيو ڪمدار آهي قهار،
ويا ڀڪي ڇڏي ڀهنوار، عزت لاءِ "احمد" چئي.

(احمدخان مري)

جوان = هرٽيءَ جا تڻ. ٻچ = ڪير.
هاري = ٻچا. ڪمدار = ماري.
ڀهنوار = ٻچا.

مراد: هرٽيءَ جا ٻچا ماءُ جو ڪير ڏائڻ آيا تہ ماءُ ڪين حضور ﷺ جن جي ضامن پوڻ جي خبر ٻڌائي، جا ٻڌي هنن ڪير ڏائڻ جي ڀچر ڇڏي ڏني ۽ ماءُ سان گڏجي حضور ﷺ جن وٽ آيا.

[320]

ڪاند ٻڌي ڪامڻ جي، سنيريا اڻ سڏيا،
نيڪي ٻڌي نَسر جي، ڪٿي لڏ لڏيا،
منهن آيا نَر جي، ڪيون گوڙ گڏيا،
هن پاهت ٻلوَ ڇڏيا، هنن موڻ هٿ ڪيي "حاجي" چئي.

(حاجي فقير مهيسر)

ڪامڻ = هرڻي. اڻ سڏيا = هرڻيءَ جي ٻچن
ڏانهن اشارو. محب = حضور ﷺ جن.
گڏيا = هرڻي ۽ ٻچن ڏانهن اشارو.
ٻلوَ ڇڏڻ = ضد ڇڏڻ.

مراد: هرڻيءَ جا ٻچڙا ماءُ سان گڏجي حضور ﷺ جن وٽ آيا. ماري جانورن جو اهو رنگ ڏسي حضور ﷺ جن تي ايمان آڻي، هرڻي ۽ سندس ٻچن کي آزاد ڪري ڇڏيو.

[321]

ٻـڌي منادي مرشد جي، روپوش ٿيا راضي،
حُر آيا پنهنجي هوت ڏي، گوڙيون ڪندا غازي،
اُنهن جو انصاف ٿيو، تُري تارازي،
محبت مجازي، ڪو هيئن رکي ”حاجي“ چئي.

(حاجي فقير مهيسر)

مرشد = حضور ﷺ جن. روپوش = هرڻيءَ جي
ٻچن ڏانهن اشارو. حُر = هرڻي جا ٻچا.
هوت = حضور ﷺ جن. غازي = هرڻي جا ٻچا.

مراد: هرڻيءَ جا ٻچڙا، حضور ﷺ جن جي ضامن پوڻ جي خبر ٻڌي ماءُ سان گڏجي آيا. ماري، جانورن جي واعدي وفائي ڏسي مسلمان ٿيو ۽ هرڻيءَ کي ٻچن سميت واپس وڃڻ جي اجازت ملي.

[322]

مارن منجهان مارئي، ڪنهن ارادي آندي،
ظالم جهلي زور سان، بند ڪئي باندي،
پوءِ الله ڪٺي آندي، مارن سوڌي مارئي.

(حاجي فقير مهيسر)

مارو = هرڻي جا ٻچا. مارئي = هرڻي.
ارادو = قوت گذران. ظالم = ماري.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

### لعل ۽ ڪينئون

چون ٿا تہ هڪڙي ڀيري حضور ﷺ جن جي آزمائش لاءِ، ابوجهل هڪڙي پيتيءَ ۾ لعل وجهي، ان کي ڪپڙي سان ڍڪي حضور ﷺ جن وٽ ڪٺي آيو ۽

ڪائنس پڇيائين تہ هن پيتيءَ ۾ ڇا آهي؟ حضور ﷺ جن اڃا ويچار پئي ڪيو تہ ايتري ۾ وحي نازل ٿيو ۽ حضور ﷺ جن کي ٻڌايائين تہ پيتيءَ ۾ هڪڙي لعل آهي. اُن لعل ۾ هڪڙو ڪينئون آهي، جنهن کي ڪائڻ لاءِ هڪڙو سائو پن وات ۾ آهي. حضور ﷺ جن، ابوجهل کي اها سموري حقيقت ٻڌائي، پر هن منڪر اعتبار نہ ڪيو، پر ضد ۾ لعل ڀڳائين تہ ان ۾ ڪينئون ڏٺائين جنهن جي وات ۾ سائو پن ڏسي نهايت شرمندو ٿيو. ان بعد بہ ضد کان اسلام تي نہ آيو. پوءِ لعل جي ڀڄڻ جي ارمان ٿيس ۽ اها ڀڳل لعل کڻي واپس موٽي آيو.

چون ٿا تہ ابوجهل آزمائش لاءِ جيڪا لعل حضور ﷺ جن وٽ آندي هئي، ان ۾ جيڪو ڪينئون هو سو خود حضور ﷺ جن جي ديدار لاءِ آتو هو. جڏهن لعل ڀڳي تڏهن ان مان نڪتل ڪينئين حضور ﷺ جن جو ديدار ڪيو ۽ سندس اميد پوري ٿي.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[323]

ڪپت رکي قلب ۾، هليو ڪامل وٽ ڪاهي،
ڏي حقيقت هن جي، هن ۾ لڪيو ڇا آهي،
هاٿي نائونءَ کي نينگريءَ جي، تو سالڪ ڳالھ سٺائي،
تہ لڪيو هن جو بروچ سان، اصل ڪوئن آهي،
پوءِ ڇڏيئين لُٽ ۾ لوڙهائي، سٺي ڳالھ سڙي پيو.

ڪامل = حضور ﷺ جن. نائون = ابوجهل.
نينگري = لعل. سالڪ = حضور ﷺ جن.
بروچ = ڪيڙو.

مراد: ابوجهل لعل پيتيءَ ۾ بند ڪري آيو. حضور ﷺ جن ڪيس لعل جو نالو ٻڌايو، پر ان ۾ جيڪو ڪينئون هئو تنهن جو ذڪر بہ ساڻس ڪيو. پوءِ لعل ڀڄڻ تي ساري حقيقت ظاهر ٿي پئي. ابوجهل کان قيمتي لعل نقصان ٿي ويئي ۽ پاڻ شرمندو ٿي واپس وريو.

[324]

قابو اڳي هو ڪُن ۾، هن کي پيتيءَ ۾ پاتائين،
اها صندوق "سومار" چئي، عاقل وٽ آندائين،

مــون کــي ميلــج مــون پريـــن، ســـپاجها ســـائين!
بيشــڪ انهــيءَ بنــد مــان، ڪــڍيس عجيــب اتــاهين،
جڏهن دوست ڏيکيائين، تڏهن هــن جا ڏک دور ٿيا.
(سومار سومرو)

ڪُن = لعل. هن کي = ڪينئين ڏانهن اشارو.
عاقل = حضور ﷺ جن. مون کي = ڪيڙي
ڏانهن اشارو.

مراد: ابوجهل، حضور ﷺ جن وٽ جيڪا لعل پيتيءَ ۾ بند ڪري آندي هئي. اها جڏهن پڳي تڏهن حضور ﷺ جن جي فرمودي جي تصديق تـي ۽ انهيءَ مان نڪتل ڪينئين حضور ﷺ جن جو ديدار ڪيو.

[325]

نـہ زميـن تـي نـہ آسمان تـي، هئـي مـرد جـي تـہ مـڏي،
پختـــي هئـــس پتـــر ڪـــوُن، نـــہ هئـــس جـــاءِ جـــڏي،
مطلـــب رکـــي مـــن ۾، ڪنهـــن لالچـــيءَ لـــنڌي،
هئـــــس دغـــــا دل ۾، منجهـــــس روح رڏي،
تنهـن جـي هـوڏ هـڏي، هـوت پڳـي ”حـاجي“ چئـي.
(حاجي فقير مهيسر)

مـرد = ڪينئـون. لالچـي = ابوجهــل.
هوت = حضور ﷺ جن.

مراد: ابوجهل پيتي ۾ لعـل بند ڪري، حضور ﷺ جن وٽ ڪٺي آيو ۽ ڪانئس پڇيائين تہ هن ۾ ڇا آهي؟ حضور ﷺ جن ٻڌايو تہ انهيءَ ۾ لعل ۽ لعل ۾ ڪينئون آهي. جڏهن لعل پڳائون تہ ان مان برابر ڪينئون نڪتو.

[326]

ويڙهـــي آيـــو ويـــسن ۾، خوشـــيءَ مـــان ڪٺـــي،
هـــن پـــانيو ايتـــري، پـــر تـــي پئـــي ڳالهـــ گهٽـــي،
پوءِ جا واحد ڳالهہ وٺي، هن کي سمجهايئون ”صديق“ چئي.
(صديق)

ويڙهي آيو = لعل ڏانهن اشارو. هن = ابوجهل
ڏانهن اشارو. ڳالهہ گهٽي ٿيڻ = لعــل ۾
ڪيڙو هئڻ.

مراد: حضور ﷺ جن بند ٽيل لعل جو تہ ٻڌايو، پر ان جي اندر ڪينئين جي جيڪا حقيقت ٻڌائي، ان جي ابوجهل کي بہ خبر ڪانہ هئي.

[327]

لاهوتـــي لوڙهـــي ۾، هيـــو لـــُـــنگ پـــڌل لاٽـــان،
ڪٽـــي آيـــا خـــان ڏي، تنهـــن مـــرد جـــو ميخـــان،
نـــَـــر اهـــو نيشـــان، هـــوت ڏنـــن "حـــاجي" چئـــي.

(حاجي مهيسر)

لاهوتـــي = ڪيـــڙو. لوڙهـــو = لعـــل.
لاٽـان = ڪيـڙو. خـان = حضور ﷺ جـن.
مـــرد = ڪيـــڙو. ميخـــان = لعـــل.
نر = حضور ﷺ جن. هوت = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[328]

هـــڪ ڪـــاٺ ٻيـــو ڪپـــڙو، ٽيـــون هـــٿ هـــو،
ان جـــو "فقيـــر محمـــد" چئـــي، ان کـــي پتـــو ڪونـــہ پيـــو،
جنهن سان سائين سبب ڪيو، سو پيو ڦري فوجن وچ ۾.

(فقيرمحمد)

ڪـاٺ = پيتـــي. ڪپـــڙو = رومـــال.
ان جـــو = ڪينئيـــن ڏانهـــن اشـــارو.
ان کي = ابوجهل ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[329]

مٽيـــو تنهـــن مـــورک جـــو، هـــزارن جـــو هـــو،
سامهون ڪيئيـن سالڪ کي، تـہ پـائيءَ جـو تـي پيـو،
هٽنـدي هـٿ ويـو، مـورک پنهنجـي مـــُــنهن تـــي.

مٽيـــو = لعـــل. مـــورک = ابوجهـــل.
سالڪ = حضور ﷺ جن.

مراد: ابوجهل، حضور ﷺ جن جي فرمودي تي اعتبار نہ ڪري لعل پڳي

تہ نہ رڳو حضور ﷺ جن جو فرمودو صحيح نڪتو، پر پاڻ بہ شرمندو ٿيو ۽ قيمتي لعل ضايع ٿيڻ ڪري ان تي افسوس ڪندو ويو.

## پٿر جي شاهدي ڏيڻ

چون ٿا تہ هڪ ڏينهن ابوجهل، حضور ﷺ جن وٽ آيو ۽ ڪين چيائين تہ ندي جي پرئين پر وارو هو پٿر ندي تري اچي توهان جي نبوت جي شاهدي ڏئي تہ پوءِ توهان کي نبي ڪري مڃيندس. حضور ﷺ جن سندس اها ڳالهہ ٻڌي خاموش رهيا. ايتري ۾ وحي نازل ٿيو ۽ ڪين چيائين تہ توهان پٿر کي اشارو ڪريو تہ هو خدا جي حڪم سان اها ندي تري اچي نبوت جي شاهدي ڏيندو. حضور ﷺ جن نديءَ جي ڪپ تي ويهي پٿر کي آڱر جو اشارو ڪيو تہ اهو ندي تري آيو ۽ اچي شهادت جو ڪلمون پڙهي، نبوت جي شاهدي ڏئي وري بہ ندي تري ساڳيءَ جاءِ تي وڃي پيو. ابوجهل اهو معجزو ڏسي بہ ايمان نہ آندو پر اٿلندو حضور ﷺ جن کي جادوگر سڏيندو رهيو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[330]

جانب تنهن جوان کي، ڪٺي گهوٽ بہ گهرايو،
لاهوتي لامڪان مان، هڪڙو آديسي آيو،
تنهن اچي شهر گرنار ۾، اهو واڄو وڄايو،
ماڻهن کي ماٺ لڳي، هن کي ڇڏي، هيءُ عطائي ڪيئن آيو!
پوءِ جڏهن ويو ورايو، تہ موتي بينو ماڳ تي.

جوان = پٿر. گهوٽ = حضور ﷺ جن.
لاهوتي = پٿر. لامڪان = نديءَ جي ٻي پر.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[331]

چڙهي چونگاريو، ڪيو ڪُن ڪڙوال،
تندون جي طلب جون، تن ساهڙ کي ساريو،
هن کي تار منجهان تاريو، مهل انهيءَ "موريو" چئي.
(موريو ڪٿي)

چڙهـي = پٽـر ڏانهـن اشـارو.
ساهڙ = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[332]

صـاحب تيـري صـاحبي، عجـب ديکيسـون،
پـن ٻوڙيـن پاتـال ۾، پاهــڻ تـارين تـون،
هـت ٻـه تونهيـن تـون، هـُت ٻـه تنهنجـو آسـرو.
(رسالو)

پاهڻ تارن = حضور ﷺ جن جي پٿر تارڻ ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## ڪارڪ جي سڙيل ڪڪڙيءَ مان وڻ پيدا ٿيڻ

چون ٿا ته مڪي جي ڪافرن پاڻ ۾ صلاح ڪري هڪڙي ڪارڪ جي سڙيل ڪڪڙي حضور ﷺ جن وٽ آندي ۽ کين چيائون ته جيڪڏهن تنهنجو الله وڏي طاقت وارو آهي ته اسان کي هن ڪڪڙيءَ مان هڪڙو سائو ڪجيءَ جو وڻ پيدا ڪري ڏيکار ته پوءِ اسين توتي ايمان آڻينداسون. حضور ﷺ جن فڪرمند ٿيا ته وحي نازل ٿيو، جنهن کين خوشخبريءَ ڏني. پوءِ حضور ﷺ جن ڪافرن کان اها ڪڪڙي وٺي هڪڙي هنڌ کڏ ۾ پوري ان جي مٿان وضو ساريو ته ڪافرن جي ڏسندي ئي ان مان ڪجيءَ جو سلو نڪتو. جو وڌندي وڌندي وڻ ٿي ويو. نه فقط ايترو بلڪ ڦر به جهليائين. ان جون ڪجيون اتي ڪاڏيون ويون ته اندران سڙيل ڪاريون کوکيون نڪتيون. بنا ڪڪڙيءَ ڪجيون عرب ملڪ ۾ اجائين مشهور آهن.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[333]

ڪـدي ڪونـج ڪـُـن مـان، ڏنـائون مـرد ميهـار،
سُتت ڪريـو سيگهه مـان، ته مـن ڪرڙو ٿئيس قـرار،
پر سڄڻ ماٿهو موڪليو، ته تون ويرَ نه ڪر ويچـار،
پـوءِ خـان هنئـي ڪـڏ ۾ تـڏهن وينگـس چوڙيـا وار،
ڪجـل پـاتو ڪنـوار، انهـيءَ رات "رمضـان" چئـي.
(رمضان)

کونج =ڪڪڙي. ڪن = باهه
جي دونهين. ميهار = حضورﷺ جن.
سڄڻ = الله تعاليٰ. ماڻهوءَ = وحي.
خان = حضورﷺ جن. وينگس = سڙيل
ڪڪڙي. وار = گوشا. ڪجل = ڪاري ڪڪڙي.
ڪنوار = ڪجي.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[334]

سُڪل هئي سالن ڪان، پيو ساڙي ڪيائونس سوڪ،
پوک وانگر پوکيئون، ڏيئي پاٽي منجهان توڪ،
ڦُٽي ڦر جهليائين، پيا ميوا جهليائين موڪ،
تنهن کي کائيندو سارو لوڪ، قيام تائين "قاسم" چئي.
(قاسم)

سڪل = ڪڪڙي. ڪيائونس = ڪافرن ڏانهن اشارو.
پوکيئون = حضورﷺ جن ڏانهن اشارو.

مراد: حضورﷺ جن سڪل سڙيل ڪکري پوکي ته ان مان وڻ پيدا ٿيو، جنهن ميوو يعني ڪجيون جهليون. عربستان ۾ اهي بنا ڪکڙيءَ ڪجيون مشهور آهن ۽ قيامت تائين انسان کائيندا رهندا.

[335]

منشا رکي من ۾، ڏنائين گهاتن کي تان گهرُ،
ورتائين آزمودو اصيل کان، ڏيئي ويتر تنهن کي وَرُ،
پوءِ فائق ورتو ڦر، انهن کؤن "الهه بخش" چئي.
(الهه بخش)

گهاتو = ڪکڙيون. اصيل = حضورﷺ جن.
فائق = حضورﷺ جن.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## ڏيي وارو معجزو

چون ٿا ته هڪڙي دفعي حضرت بلال رضه حضورﷺ جن کي ٻڌايو ته هڪڙي يهودي نجوميءَ اعلان ڪيو آهي ته اڄ رات اهڙو سخت طوفان اچڻو آهي، جنهن ۾ گهڻو نقصان ٿيندو. وڻ ڪرندا ۽ جاين جڳهين کي به نقصان ٿيڻ

جو امڪان آهي، تنهنڪري اڄ رات ڪنهن بہ گهر ۾ باهہ يا روشني نہ هجي متان سڄو شهر سڙي وڃي. حضور ﷺ جن اها ڳالهہ ٻڌي، حضرت بلال رضہ کي فرمايو تہ توهان دستور موجب منبر تي ڏيو ٻاري رکو ۽ خدا جي قدرت جو رنگ ڏسو. حضرت بلال رضہ حڪم موجب ڏيو ٻاري رکيو. طوفان برابر آيو، پر ڏيو نہ وسامو ۽ ساري رات روشني ڪندو رهيو. ڪافرن جڏهن ان طوفان ۾ بہ ڏيي کي ٻرندو ڏٺو، تڏهن ڪيترن ئي حضور ﷺ جن جو اهو معجزو ڏسي مٿن ايمان آندو.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[336]

وٺو راهہ رسول جي، چلو اِنهيءَ چاري،
مومل جي مذڪور جو، هو ورد وينا واري،
ڪامل آيو ڪاڪ تي، هو الله آذاري،
پوءِ گُجر آئي گَجندي، تڪي جيئن تاري،
اتي ڏوئر پئي، ڏماچاٽي سينهڙو، هئا ڪنڌي ڪناري،
گهائي هن گهوٽن جا، چڏيا هئا عضوا اُڏاري،
ڪُهنگ ڪيرائي چڏيئين، پيا سوين سمهاري،
موٽي نہ وري مليا تن جا، ڪي ڏڙ سسيءَ ڏاري،
هئا ناتر سپ نهوڙيا، ۽ مُڄ ڪيئين ماري،
راٽي سان بہ ريب ڪيئين، پر وٽ ڏنئين واري،
هي بينس مرد مقابلي، تنهن منڌ وڌي ماري،
جن تي مجيو ڪين "مري" چئي، سي هوڏ وينا هاري،
پوءِ پيا پرين پناري، اچي جاءِ انهيءَ "جاڙو" چئي.
(جارو خان مري)

مومل = جهڪَ. ڪامل = ڏيو.
ڪاڪ = منبر. ڏوئر = وڻ.
ڏماچاٽي = وڻ. گجر = جهڪَ.
گهوٽ = وڻ. ڪُهنگ = وڻ.
ناتر = جهڪَ. راٽو = ڏيو.
جن = ڪافرن ڏانهن اشارو.
پرين = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[337]

حڪم سان اُن هنڌ تي، ڪري ويو جوش وڏو جولان،
ڪيئي ڪيرايائين ڪست ۾، ڪيئي ٿيا هيبت ۾ حيران،
مرد مُڪو مقابلي ۾، انهيءَ جاءِ جوان،
سورهيہ سنيري بيٺو، خوشيءَ منجهارئون خان،
ان ڪيو حملو هوت تي، ڏهليو ڪين دوران،
حسب موئن "حجام" چئي، تہ راضي هو رحمان،
سوپ ڪٿي سلطان، پانهہ بيٺو پڙ ۾.

(مير محمد حجام)

جولان = طوفان. مرد = حضور ﷺ جن.
جوان = ڏيو. سورهيہ پانهہ = ڏيو. اُن = طوفان
ڏانهن اشارو. سلطان = حضور ﷺ جن.

مراد: سخت طوفان لڳڻ سبب ڪافي نقصان ٿيو. ڪيترائي وڻ ٽڻ ڪري پيا، پر ڏيو منبر تي ٻرندو رهيو.

[338]

منجي مجيو محبوب جو، اهو انگ اڪر،
قاضيءَ هن کي ڪماليت سان، ٻيهاريو مٿي بَر،
وَليون اُن تي وري ويون، ڪري گل گوهر،
"طاهر" چئي تڪليف ۾، هو سهٽو ٿيو سڌر
چارئي ماهہ چلي ويا، پوءِ سٽائو ٿيس سفر،
جنهن کي ڪلمي جي پچر، تنهن کي لهرين لوڏيئي ڪينڪي.

(محمدطاهر ٻبر)

مجنون = ڏيو. محبوب = حضور ﷺ جن.
قاضي = حضرت بلال. وَليون = هوائون.
چار ماهہ = چار پهر.

مراد: حضور ﷺ جن ڏيي کي ٻارائي منبر تي رکائي ڇڏيو. ساري رات سخت هوا لڳي پر اهو ڏيو چارئي پهر رات جو ٻرندو رهيو.

[339]

ڪاريهر ڪر ڪنيو، ڪري زبان ظاهر،
جوڳي آيس ان جاءِ تي، نعرو هڻي نر،

جام پڙهيائين جادو کي، پر پهتس کين اثر،
هئس صاحب جو ثمر، رهيو تازو "تڳيل شاهه" چئي.
(تڳيل شاهه)

ڪاريهر = ڏيو. زبان = وٽ. جوڳي = طوفان.
جادو = طوفان جو زور.

مراد: سخت طوفان لڳندي بہ ڏيو ساري رات ٻرندو رهيو. ڇاڪاڻ تہ حضورﷺ جن پاڻ ٻارائي منبر تي رکايو هو. جنهن کي الله تعاليٰ وسائڻ نہ ڏنو.

[340]

وير ويهاري وچ ۾، نَسر سان گڏي نار،
دُز پئي دهمان ڪيا، پر آهي آگي جي اختيار،
ڏسي سوڙهه سنگهارن تي، تي پاس ڪيائين پهنوار،
جتي راضي هئي سرڪار، هتي انهيءَ جاءِ ڪان "جيئل" چئي.
(جيئل)

ويرُ = حضورﷺ جن. نَسر = ڏيو. نار = وَٽ.
سنگهار = ڏيو. دز = طوفان. سوڙهه = جهڪ.

مراد: حضورﷺ جن پنهنجي هٿن سان ڏيي جي وٽ ان ۾ رکي، حضرت بلال کي ٻارڻ لاءِ ڏنو هو. جنهن جي وٽ طوفان ۾ بہ ساري رات ٻرندي رهي.

[341]

لڳي ميخ مجنى کي، ڏنس ورچ وير،
ليليٰ مليس لاڏلي، جيڪا پري ڏياريس پير،
اهڙي مستي ڪئي مير، جو ڪنهن نہ ڪئي "ڪاسائي" چئي.
(فيض محمد ڪاسائي)

ميخ = وٽ. مجنون = ڏيو.
وير = حضورﷺ جن. ليليٰ = روشني.
پري = وٽ. پير = حضورﷺ جن.
مير = ڏيو.

مراد: حضورﷺ جن جي هٿن سان ڏيي ۾ وٽ وجهي، ٻارائي منبر تي رکايو، جو ساري رات سخت طوفان لڳڻ تي بہ روشني ڏيندو رهيو.

[342]

عمر آندي مارئي، ڳوٺ منجهان ڳولي،
سا خان ويهاري کٽ تي، ٻاجهارل ٻولي،
پوءِ تنهين جي اولي، نه ٿيو جوکو ان جاءِ کي.

عمر = حضور ﷺ جن. مارئي = وٽ.
خان = حضرت بلال رضه. کٽ = ڏيي واري پيالي.

مراد: حضور ﷺ جن ڏيي ۾ وٽ وجهي ٻارائي منبر تي رکايو. جنهن ساري رات روشني ڪئي ۽ نه وسائو.

[343]

هڪڙي ريج رڄائي، نه ڪي چڙهيل هٿس نار،
سنگ نه تنهن جو ساڻو ٿيو، هٿس ڪڙمي قربدار،
آهي زورو زميندار، اهو هر ڪنهن کوڻن "حاجي" چئي.
(حاجي فقير مهيسر)

ريج = تيل. رڄائي = وٽ ڏانهن اشارو.
سنگ = وٽ. ڪڙمي = حضرت بلال.
زميندار = حضور ﷺ جن.

مراد: حضور ﷺ جن پنهنجي هٿن سان حضرت بلال رضه کي ڏيو ٻارڻ لاءِ ڏنو، جنهن ۾ پيل تيل ساري رات وٽ کي رسندو رهيو، انهيءَ ڪري اها سڄي رات ٻرندي رهي.

[344]

چوڻ سان چوڳان ۾، ڪونج هلي ڪاهي،
هزارن جا هڪل سان، لاڏ وڏئين لاهي،
جارائتو "جانڻ" چئي، هن وڏا اوتڙ اُٿلائي،
چورنگ چاڙهيو چاڳلو، سورهيه سنيرائي،
مرد بيٺو ميدان ۾، ڪيهر ڪَر ساهي،
اِها عام خبر آهي، ته ڪيئن نوايائين نات کي.
(جانڻ ڪٽي)

ڪونج = هوا. چورنگ = منبر. چاڳلو = ڏيو.
سورهيه، ڪيهر = ڏيو.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[345]

ٻـڌي حڪـم حـاڪم جـو، پيـا گهيــڙ نهــارين گهــٽ،
ويندي ڏنائون ولائت ڏانهن، ڇيائون اڇهو جوان ڏينـدس جهـٽ،
هو هلي آيو هٽ، پـر ڪـاڻ نـہ ڪڍيـائين "ڪاسـائي" ڇئـي.
(فيض محمد ڪاسائي)

حـاڪم = حضـور ﷺ جن. جوان = طوفـان.
هو = طوفان ڏانهن اشارو.

مراد: ڏيو سخت طوفان ۾ بہ روشن رهيو.

[346]

هن جو پـردو پـرور رکيـو، نـہ ڪـامڻ ڪـي هـو ڪـوٺ،
عاشـق انهـيءَ عـورت تـي، ٿيـا لکيــن لــوٽ بــوٽ،
نـر سندو نـوٽ، آهـي هـر ڪنهـن ٻـڌو "حـاجي" ڇئـي.
(حاجي فقير مهيسر)

هن = ڏيي ڏانهن اشارو. ڪامڻ = وٽ. عاشق = واءُ
جا جهوٽا. عـورت = لاٽَ. نـر = حضـور ﷺ جـن.
نوٽ = معجزو.

مراد: حضور ﷺ جن ڏيـو بـارائي منبـر تـي رکـايو جـو سـاري رات لاٽـون ڪري ٻرندو رهيو. هوا جا ڪيترائي جهوٽا لڳا پـر هـو نـہ وسـاڻو. حضـور ﷺ جن جو اهو معجزو عام خاص وٽ مشهور ٿيو.

## بسم الله جي برڪت سان نانگ مان هار ٿيڻ

چون ٿا تہ هڪڙي يهودي جي ڌيءَ حضـور ﷺ جـن جـي گهـر اينـدي وينـدي هئي، اتي حضور ﷺ جن ڪي هر ڪم ڪندي ڏسندي هئي تہ پاڻ بسـم الله ڇئـي ڪم شروع ڪندا هئا. اها ڇوڪريءَ بہ حضـور ﷺ جـن جـي پيـرويءَ ۾ هرڪـو ڪـم بسم الله ڇئي ڪندي هئي. پـِس اهـو حـال ڏسـي اڇـي ڪـاوڙيو ۽ دل ۾ ڇيائين تہ هيءَ ڌيءَ هڪڙي ڏينهن ضرور پنهنجو دين بدلائيندي. سو ڪيس مـارڻ جي خيال سان هڪـڙي جوڳـيءَ کـان ڪـاريهر نـانگ گهرائـي طـَـس ۾ وجهـي ڇڏيائين. هڪڙي ڏينهـن ڌيءَ کي ڇيـائين تـہ طـَس مـان فلاڻـي شيءِ ڪـڍي اچ. ڇوڪريءَ بسم الله ڪري طس ۾ هٿ وڌو تـہ نـانگ ڦري نوَ لکو هـار تـي پيـو ۽ ڇوڪري اهو ڪڍي ڳچيءَ ۾ پائي اچي پيءُ جي اڳيان بيني ۽ ٻڌايائين تـہ توهـان

جيڪا شيءِ چئي اها تہ ان ۾ ڪانہ هئي باقي هار پيو هو. يهودي پاڻ حيران ٿيو ۽ خبر پيڇڻ تي کيس سڄي حقيقت معلوم ٿي تہ اهو حضور ﷺ جن جو معجزو آهي جو نانگ مان ڦري هار ٿيو آهي ۽ پوءِ پاڻ صدق دل سان اسلام تي آيو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[347]

سانديي ڇڏيائين ساهہ سان، جيڪا پرين ڪئي هئي پريءَ مان پچار،
هن جا دوست ڦري دشمن ٿيا. سٽي گويائي گفتار،
لڪائي ڇڏيائون لاڏڪي ڪان، جنهن کي هئي نہ خبر چار،
هن سان ساٿي ٿيو رب ستار، سا مرڪي پئي "مري" چئي.

(جاڙو خان مري)

پرين = حضور ﷺ جن. پري = ڇوڪري.
پچار = بسم الله ڏانهن اشارو.
هن جا دوست = ڇوڪريءَ جا مائٽ.
لڪائي = نانگ ڏانهن اشارو.
لاڏڪي = ڇوڪري.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[348]

ساڌ بہ انهيءَ ساڙ ۾، پانيو تہ ڇڏيان ملڪان کي ماري،
پر هن سان تہ هئي بديعل پيڙي، جنهن کي پئي سَرسَر سنڀاري،
ڏڏڪندو ديو آيو، ڇڏيو هو وزير ويهاري،
سو وڙهيو کين وينگس سان، آيس ٻُڪين ٻُهاري،
ڪامڻ انهيءَ قرب ۾، ڇڏي سيفل سينگاري،
جڏهن تي هوڏ وينو هاري، تڏهن هلي مجيايئين "محمد" چئي.

(محمد فقير ڏيرو)

ساڌ = يهودي. ملڪان = ڇوڪري.
بديعل = بسم الله. ديو = نانگ.
وزير = يهودي. وينگس = ڇوڪري.
ڪامڻ = ڇوڪري. سيفل = الله تعاليٰ.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[349]

ساراهيان سچو ڏڻي، ساراهيان رب ستار،
بيگناهہ غريب تي، تي وئي ورانئن جي وارو وار،
سپاهيءَ سٽ ڪري، سوگهو ڪيو سوار،
لنگهائي ڇڏيو لاڪب ۾، اچي صوبيدار،
ڪمشنر ڪاوڙجي آيا، تن ويهي ڪيو ويچار،
هو گهٽو ڪاوڙيل قهار، پر ڪچيو ڪين "ڪوريجو" ڇئي.
(ساجن ڪوريجو)

غريب = ڇوڪري. سپاهي = يهودي.
سوار = نانگ. لاڪپ = طَس.
ڪمشنر = مائيءَ جا مائٽ.
قهار = نانگ.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[350]

وٽي ڪين ويراڳين ڪي، جيڪا ڪامڻ ڪري تي ڪار،
هيءَ بہ وجي پئي اوڏهين، جيڏانهن تڪ وهي تي تار،
جنهن سان موليٰ ڪئي ماڻ، سا تہ پئي پسجي سهٽي سڪ سان.

ويراڳي = يهودي. ڪامڻ = ڇوڪري.
ڪار = بسم الله ڇوڻ ڏانهن اشارو.
تڪ وَهڻ = نانگ ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[351]

سڄڻ هجن مون ساڻ سنوان، سچ تي ڇوان،
پوءِ ڇا ڪنديون مان، متن جون مدايون.

سڄڻ = حضور ﷺ جن. مان = ڇوڪري ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[352]

منڌ پنهنجي محلي ۾، ڪيا پئي خوشيون ۽ خيال،
پيا بہ ڪئين هئا اتي ڪيترا، پر هئي لعلن ۾ لال،
ويري تہ هن سان وڙهي چڪا، پر هن جا سائين سئا هئا سوال،
پلي ڪيس پال، انهيءَ مهل ”احسان“ چئي.
(احسان حجام)

منڌ = چوڪري. ويري = نانگ ۽ پيءُ.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[353]

ڏسي مذڪور منڌ جو، هن سين سڏايو،
صلاح اوهين سهٽي ڏيو، سيگهہ ڪري سعيو،
هڪڙي ڪاريگر ڪم رتي، ٻولي ٻڌايو،
جو وٽي ويس وجود ڪي، هن حڪم هلايو،
اهو جوان آٽي جلدي، مون ڪي مرد ملايو،
رسايونس راٽي وٽ، تئي سوال سين جو سجايو،
پوءِ ڪامڻ ڪمايو، انهيءَ پيار سانَ ”پجارو“ چئي.
(فيض محمد پجارو)

منڌ = چوڪري. هن = چوڪريءَ جو
پيءُ. سين = ڪافرن ڏانهن اشارو.
ڪاريگر = ڪافر. جوان = نانگ
ڪامڻ = چوڪري.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[354]

نہ ڪي گهريائين، نہ ڪي ستايائين سرور،
هن تي رهبر راضي ٿيو، تيس نيڪ نظر،
مليس پهنوار پاڙي ۾، ويڙهيچن جا ولر،
تن ڪي سينگاري سيگهہ مان، تين سهٽا جي سڌر،
اها عام آهي خبر، چوڌر قريل ”فيض محمد“ چئي.
(فيض محمد)

هـُـن = چوڪـري ڏانهـن اشـارو.

پهنوار = هار. ويڙهيچا = موتي.

مراد: يهودي جي ڌيءَ حضور ﷺ جن جي پيرويءَ ۾ بسم الله چئي ڪم شروع ڪندي هئي. پٽس هن لاءِ بدي چاهي جو نانگ طس ۾ ويهاري چڏيائين. الله تعاليٰ حضور ﷺ جن جي طفيل اها بدي چڱائيءَ ۾ بدلائي ڪيس نوَ لکو هار عطا ڪيو.

[355]

ڏم نـہ ڪـر ڏمـر، پـل نـہ مـون ڪـي پـاڻ ڪـوُن،
سـهـٽي ڪـي سـير ۾، سـاهڙ آهـي ٿمـر،
موڙهـا مَ يـانءِ مڪـر، ڏس نـور نـوازي آهيـان.

ڏم = يهودي. مون ڪي = چوڪري ڏانهن اشارو.
سهٽي = چوڪري. سـاهڙ = حضـور ﷺ جـن.
موڙهو = يهودي. نُـور = بسم الله ڏانهن اشارو.

مراد: ڏهيو متيون ڏنل بيان.

[356]

سـهٽيءَ ڪـي سـڪ سـاهڙ جـي، هئـي جـيءَ انـدر جهڙڪـا،
ڪـاهيو پـوي ڪـن ۾، جـاتي سـير ڪـري سـڙڪا،
ٻـوڙني، ٻڌائـي ڪينڪـي، انهـيءَ پلـي جـا پڙڪـا،
اچي رب راضـي تيس "راوت" چئي، ٻڌئيـن محبت جا مٽڪا،
پـوءِ والـي ڪيـس وڙڪـا، جـو مليـو ميهـار منـڊ ڪـي.
(راوت ٻرڙو)

سـهٽي = يهـودي جـي ڌيءَ.
ساهڙ = حضـور ﷺ جـن. ڪـن = نـانگ
وارو طـس. مٽڪـا = هـار.
ميهار = قيمتي هار. منڊ = چوڪري.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## جهار هڪلڻ

چون ٿا تہ هڪڙي ڪڙمي پيهي تي چڙهي پنهنجي پڪل پوک تان جهار پئي هڪلي، جهار تمام گهڻي هئي ڪانياٽيءَ جو ڳوڙهو هڪڙي پاسي هٽي تہ

اتان جهار اتيو پئي پاسي وجيو ويهي. ڪڙمي نهايت تنگ تي پيو. ان پوک جي دنگ ڪان رستو هو، جتان ماڻهو پيا لنگهندا هئا. اهو ڪڙمي آئي وئي کي جهار هڪلڻ لاءِ پيو چوندو هو. هڪ پيري حضورﷺ جن ان رستي تان اچي لانگهائو ٿيا ته هاري به هڪل ڪري جهار اڏارڻ لاءِ ڪين چيو. حضورﷺ جن کي خيال آيو ته پکين کي چوٽي تان ڪيئن اڏاريان، پر وري ڪين خيال آيو ته هن شخص اميد رکي مون کي چيو آهي، تنهنڪري پاڻ اعوذباللهِ ۽ بسم الله چئي والشمس سورة پڙهيائون ته پکي پڇي ويا ۽ وري هاري کي تنگ نه ڪيائون. چون ٿا ته اها پوک به نهايت ڀلي ٿي.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[357]

هڪڙو بخشي جهڙو پڙ هئو، پر هئو جوان جمالي،
نالو تنهن جو مون کي ڪونه اچي، ڳالهه ڪريان تو ڳالهي،
عقل هوش ان کي، ڏنو هو قادر ڪمالي،
بيا ڪن به ٿي، هن هڪ ڪيو حالي،
لنگ ٻڌي لال ٿيو، ٿيو نانگو نوالي،
لاچار پائي گنجي پنن تي، نه سر پيرن سر پالهي،
پورهيو ته پاڻ کان پلن ڪيو، هن جي کهڙي گلا ڪريان گوالي؟
صبح کان سانجهيءَ تائين، پيو هٽي متو موالي،
تڏهن به پاندي پوري نه پوي، ڪري سوال تي سوالي،
هو به سخي شهنشاهه هو، تنهن خان به نه ڇڏيو خالي،
هيرا لعل جواهر ڏنائينس، مُنيون پري مالي،
پوءِ ته ڍاپي وينو ڍؤ ڪري، خوش ٿيو خوشحالي،
بعضي بانهن سيرانديءَ رکي سمهي، يا اتي پوي آهلي،
بعضي پڙهي شڪرانا رب جا، جو داتا هئس دعالي،
جيڪو ولهين جو والي، تنهن ڪيو غرض "غلام محمد" چئي.

(غلام محمد)

جوان = هاري. هڪ = پيهي ڏانهن اشارو.
متو هٽڻ = جهار هڪلڻ. پاندي پوري نه پوي = جهار

کـــايو وجـــي. شهنشـــاهه = حضـــورﷺ جـــن.
هيرا لعل = والشمس سورة. ڏاڍي ويهڻ = جهار هلي
وجڻ. ولهن جو والي = حضورﷺ جن.

مراد: حضورﷺ جن هڪڙي بنيءَ وٽان لنگهيا تہ پيهي تي وينل هڪڙي ڪڙميءَ کين پکين کي هڪلڻ لاءِ چيو. حضورﷺ جن سورة "والشمس" پڙهي تہ پکي اتي اُڏامي ويا ۽ وري ان بنيءَ ڏانهن نہ آيا. انهيءَ پوک ۾ اهڙي برڪت پيئي جو اهو ڪڙمي نهايت خوش گذارڻ لڳو ۽ رب جا شڪرانا بجا آندائين.

[358]

جوڳـــي جوڳيـــائيءَ ســـان، بينـــو ســـير كـــري،
هـــو ملنـــگ ميـــڙي ڏئيـــس، هـــوءَ اجلائـــي پئـــي پـــري،
هن سان پڇي سگهي تو ڪينڪ ي، بينو ڳٽين منجهہ ڳري،
ڇـڏيو ڪـامل قـرب ڪـري، مـرد انهـيءَ سـان "مـراد" چئـي.
(مراد لاشاري)

جوڳـــي = هـــاري. جوڳيـــائي = كانيـــائي.
ملنگ = مٽيءَ جا ڳوڙها. هُن = جهـار ڏانهـن
اشـــارو. ڪـــامل = حضـــورﷺ جـــن.
قرب ڪرڻ = آيتون پڙهڻ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[359]

جيئن ڏسي مهمان منڊ وٽ، تہ اچيس ڪامڻ سندو قياس،
بيشـــڪ ڪنيئيـــن بئنـــڪ مـــان، آنديئيـــن خزانـــو خـــاص،
پـــرچـــونَ وجيـــو پـــاڻ ڪـــري، اهـــي ريـــال ڪـــري راس،
ڏئـــي پيـــو حـــال آهـــر هـــن كـــي، ڪـــري وقـــت پـــاس،
هـــوت لاٿـــس هـــراس، تيـــو بهـــار "بخشـــو" چئـــي.
(بخشو شر)

مهمان = پکي. منڊ = بني. ڪامڻ = بني.
بئنڪ = ڌرتـي. خزانـو = مٽـيءَ جـو پنـوڙو.
پـــرچـــونَ ۽ ريـــال = ڳوڙهـــا.
آهـر ڏيـڻ = كانيـائيءَ ۾ هـڪ هـڪ ڳوڙهـو
وجهي هٽڻ. هوت = حضورﷺ جن.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[360]

عاقل پنهنجي آڪيري تي، پئي جوان ڪيو جهيڙو،
منڌ جو تنهن ماڳ تي، محڪم ڏنئين ميڙو،
سامي چيو صوبي کي، جڏهن نر ڏنئين نيڙو،
مانجهي اتي منڌ کي، ڪٺي وير ڏنو ويڙهو،
پوءِ ڪيو نار نکيڙو، پئي ڪل ڪي ڪل ”قادربخش“ چئي.
(قادر بخش)

آڪيرو = پيهو. جوان = هاري. منڌ = جهار.
سامي = هاري. صوبو = حضور ﷺ جن.
ويڙهو= والشمس جو حلقو. نار = جهار.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[361]

بيراڳڻ هن کي بيزار ڪيو، تڏهن هٿائين صوبي کي ستايو،
ڪامل اتي ڪامن ڪنئين، ۽ ڀڳڻ ڀولايو،
هو آجو ٿيو انهيءَ آفت کؤن، هن جو خيال خوشيءَ ۾ آيو،
پوءِ ڪري ڳالهه ٻڌايو، هن قصي جي ”قادربخش“ چئي.
(قادربخش)

بيراڳڻ = جهار. صوبو = حضور ﷺ جن.
ڪامل = حضور ﷺ جن.
ڪامڻ = والشمس سورة.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[362]

اربيليءَ عورت سان، هيو پانهه جو ئي پيار،
هُن سٽايو سڄڻ کي، پر جوان ڪري سو جارُ،
ڪم ڪيو ڪامل تنهن جو، پر هاتنگ تي هوشيار،
پُرس مَٽايس پار، اُتهون ”الهه بخش“ چئي.
(الهه بخش)

اربيلي عورت = پوک. پانهه = ڪڙمي.
سڄڻ، ڪامل، هاتنگ، پرس = حضور ﷺ جن.
مٽايس = جهار ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[363]

وڙهيو پٺي ويچاريءَ سان، جهڙون هنيائين پٺي جهٽ،
ڪيائين عرض امير کي، خان انهيءَ ڪَٽ،
لالڻ لاٿس لَٽَ، مهل انهيءَ ”مير“ چئي.
(ميرمحمد حجام)

ويچاريءَ = جهار. امير = حضور ﷺ جن.
ڪَٽ = پيهو. لالڻ = حضور ﷺ جن.

مراد: هڪڙي ڪڙميءَ کي جهار هلاڪ ڪيو هو. هاري رستي تي حضور ﷺ جن کي ڏسي ڪين جهار هڪلڻ لاءِ چيو. حضور ﷺ جن سورة والشمس پڙهي ته جهار هلي ويئي ۽ وري انهيءَ بنيءَ ڏانهن نه آئي.

[364]

ناهيون وينو هو ناهوڪو، ملڪيت تي ماڙو،
هنيون ويندا هئا هن جو، ڏڳ ويندا ڏاڙو،
ڪڪ ڪيو هٿئين ڪُل ئي، اوڙو ۽ پاڙو،
ڪنهن رمز سان راڙو، ويس هوت لاهيون ”حاجي“ چئي.
(حاجي فقير مهيسر)

ملڪيت = پوک. ماڙو = پيهو. ڏڳ ويندا = پڪي.
رمز = والشمس پڙهڻ ڏانهن اشارو.
هوت = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[365]

سهڻو هليو سير تي، خوسيءَ منجهئون خان،
سوالي تنهن کي سوال ڪيو، پر صوبي کي ساڏان،
گل ڪنيو گوهر اتي، اچي راضي ٿيو رحمان،
پوءِ سگهڙ چڏي سامان، وئي عورت ”الهه بخش“ چئي.
(الهه بخش)

سهڻو = حضور ﷺ جن. سوالي = ڪڙمي.
گل = قرآن مجيد جو رڪوع (والشمس).
عورت = جهار.

مراد: حضور ﷺ جن هڪ پوک جي پر ڏٺي لنگهيا تہ ان پوک جي هاريءَ کين اتان جهار ڪي هڪلڻ لاءِ چيو. حضور ﷺ جن "والشمس" وارو رڪوع پڙهيو تہ جهار هميشہ لاءِ ويندي رهي.

[366]

آنهير تڏهن ٻالهايو، جڏهن هو گهوڙي متي سوار،
گهوٽ ٻالهہ قبول ڪئي، جا هن ويهي ڪيو ويچار،
هوت هليا ويا هنگلاج ڏي، چڏي ويا ڪونج ڪنوار،
ايءَ آهي قدرت ڪريم جي، ڪيئن تا نيائين ننديا بار،
ويرا! ڪري ويچار، ڪي بيان هن بيت جو.

آنهير = هاري. گهوڙو = پيهو.
گهوٽ = حضور ﷺ جن. هوت = پکي.
ڪونج = پوک.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[367]

چائي ڪوڻ اڳي چار، وڏو هئس سامي سوايو،
منڊ پسيا ماڳ تي، هن سرس ڪيو سعيو،
لاڳ ڏنائين تي لاڪيٽيءَ ڪي، چوڏس چتايو،
گودڙئي ڏنا هٺا گوهر اتي، هن وري واجهايو،
ڪوٺ هڪڙي قبلي تي، ڪٺي عاقل آڏايو،
باروتخانو بهوت ڪري، هن ويرين تي وسايو،
هن ڪي لاهوتي لوڏايو، نہ تہ هئي ليلان وڏي لاڏ سان.

چائي ڪوڻ اڳ = پوک ڏانهن اشارو.
چار = لوڙهو. سامي = هاري.
منڊ = پوک. پسايا = سلا.
لاڳ ڏيڻ = پاٽي ڏيڻ.
گودڙيو = هاري. ڏنا هٺا = پکين ڏانهن اشارو. ڪوٺ = پيهو. باروت = ڪانياٽي

۽ ڳوڙهـــا. ويـــري = پکـــي.
لاهوتي = حضور ﷺ جن. ليلان = جهار.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[368]

وٺــو راهـــ رســـول جــي، پـــڙهو صلــواة صحـــي،
روڪـــي ڪٽــي رڪيـــبَ هٿــا، ٻهڳــڻ جهليــا ٻئــي،
هــن گهــوڙي گهمائي ڪيتـري، هـاٽي تـي لاچـار پيــو لهــيَ،
مـــرد ڏنـــائين ميـــدان ۾، واهـــ جـــي اَتـــس وهـــي!
تـــڏهن تلهـــڙَ تـــَـــڙيبڙَ ســـان، همـــت ســـاڻ هنئـــي،
گوهـــر گـــوءِ ڪنئــي، غـــازي تـــڏهن ”غـــلام محمـــد“ چئـــي.

(غلام محمد)

رڪيـــبَ = ڪانيـــاٽيءَ جـــا ڪشـــا.
ٻهڳـــڻ = هـــاري. گهـــوڙي = ڪانيـــاٽي.
مرد = حضور ﷺ جن. تلهڙُ = سورة الشمس.
گوهر = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[369]

پنڌرهـــن هيـــون پـــريءَ ســـان، ســـورهين ســـاهيڙي،
ســـترهون ســـاجن ڏيئـــي، ڪنيـــو عاشـــق اُنـــائي ڙي،
نيڪـــو تنهـــن نـــاڪر جـــو، چـــڏيائين نـــاهي ڙي،
”علــي شــير“ چئــي آهــي ڙي، مشـــهور ڳالهـــ ملڪـــن ۾.

(علي شير جاگيراڻي)

پنڌرهـــن = پنڌرهـــن آيتـــون. ســـورهين = بســـم الله.
سترهين = اعوذبالله. ساجن، عاشق = حضور ﷺ جن.
ناڪر = هاري.

مراد: هـاري حضور ﷺ جن کـي چيـو تـہ جهـار ٻنيءَ کـي چڏي نـہ تـي. حضور ﷺ جن اعوذبالله ۽ بسم الله چئي سورة والشمس جو حلقو ڏنو تـہ جهـار هلي ويئي ۽ وري ان حلقي اندر نـہ آئي.

[370]

ڪَـنـي ڏسـي ڪـامڻ سـان، تـہ سـور وجيـس سـٽيو،
چو تـہ هيءُ بـہ عـاشق انهيءَ تـي، هـو بينـو مـرد مـٽيـو،
ڪـاڙهـي وجـي ڪينڪي، اهـو لـُڪـُـن پئي تـي لـَـٽيو،
انهي خـان بـہ آهـي ڪتيـو، تيـو بهـار "بخشـو" چئـي.

(بخشو شر)

ڪنـي ڏسـڻ = پڪيـن ڏانهـن اشـارو.
ڪـامڻ = بنـي. عاشـق = هـاري.
ڪـاڙهو ۽ لـُـڪن ۾ لتـڻ = جهـار هڪلـڻ.
خان = حضورﷺ جن.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[371]

گهٽي تہ ڪامڻ هن جي قبضي هئي، پر ڪجهہ نـار هٿس نڪتـل،
تنهـن ڪـي ويريـن اڇـي ورايـو، هـِـن بـہ ڪيـا تيـز طبـل،
ٻڌائونس ڪانہ "بروچ" چئي، چو تہ نہ هئي ايڏي مدعيءَ جي منزل،
جـي سـجاڻي هـا صوبـي ڪـي، تـہ ائيـن نـہ چئـي هـا عـاقل،
تـہ بـہ پلـي لاتـس پـُـل، تيـو بهـار "بخشـڻ" چئـي.

(بخشو شر)

ڪـامڻ = بني. قبضي ڪندڙ = بنيءَ جو هـاري.
نـار = بنـيءَ جـي ڪنـڌ. ويـري = پڪـي.
تيـز طبـل = جهـار ڪـي هڪلـون ڏيـڻ.
مدعي جي منزل = ڳوڙهو نـہ پهچڻ ڏانهن اشارو.
صوبو = حضورﷺ جن. ائين عاقل کي چوڻ = جهار
هڪلڻ. پلو = حضورﷺ جن.

مراد: هاري پيهي تي چڙهي پکي هڪلي رهيو هو پر بنيءَ جا ڪي حصا اهڙا هئا جن تائين هن جي ڪانياٽيءَ جو ڳوڙهو يا سندس هڪلون نہ ٿي پهتيون. هن آئي وئي کي جهار هڪلڻ لاءِ پئي چيو. اتفاقن حضورﷺ جن بہ بنيءَ جي پر ڏيئي اچي لنگهيا. هاري کين نہ سجاڻي جهار هڪلڻ لاءِ چيو. حضورﷺ جن هاريءَ تي رحم آڻي والشمس سورة پڙهي تہ جهار هلي ويئي.

## بـَـدي مان حور تيڻ

چون ٿا تـه عربستان جي ويجهو هڪڙي علائقي ۾ محمـود نـالي هـڪ شخص قبيلي جو سردار رهندو هو. اسلام جي واڌاري کي ڏسي اهو اندر ۾ پيسو پچرندو هو. ڪيس هڪ ڌيءَ ڄائي جا بـَدي هئي. ان کي ڏسي هن خيال ڪيو تـه ماڻهو جو محمد جا پوئلڳ ٿيندا پيا وڃن، سو ڇو نـه انهيءَ جو آزمودو وٺان. پوءِ بيا ماڻهو بـه ساڻ ڪري مديني ۾ آيو ۽ حضور ﷺ جـن سان ملي پنهنجي اچڻ جو ذڪر ڪري بديءَ جي حقيقت عـرض ڪيائين. حضـور ﷺ جن بـديءَ جي ڳالهه ٻڌي ڪجهه فڪر ۾ پيا تـه وحي جبرئيل نـازل ٿيو ۽ حضـور ﷺ جن کي ٻڌايائين تـه جنهن صندوق ۾ بـدي پيـل آهي، تنهـن تـي اوهيـن پنهنجـو هـٿ گهمـايو. حضور ﷺ جن ان شخص سان گڏجي سندس طنبوءَ ۾ آيا ۽ بـديءَ واري صندوق تي هٿ گهمايائون تـه اندران هڪڙي ٻار جي ڪلمي پڙهڻ جو آواز آيو، جو سڀني ٻيڌلن ٻڌو. پوءِ پيٽي کوليائون تـه ان ۾ هـڪ حور جهڙي حسين ڇوڪري ليٽيل ڏٺائون، جنهن جي پيشـاني نـور جي تجلي وانگر چمڪي رهي هئي. اهو معجزو ڏسي محمود سردار ۽ بيا سڀ مسلمان ٿيا.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[372]

ڪـري جلهـ جلدائـي، هليـو ڪسـت منجهئـون ڪـاهي،
پتـل ڪنيـائين پـاڻ سـان، ڪـو لوڪئـون لڪـائي،
سـامهون اچـي صـراف اڳيـان، ڪـي تـو ڳهلـو ڳالهـائي،
آهـي ميـر مٽئـي ۾، ڏي ورنهـ وينجهـائي،
ايـڏي حـب "حـاميد" چئـي، آيـو آهيـان پلئـي ۾ پـائي،
هـاٽي ڏي سـالڪ سمجهـائي، تـه وهواهـ تئـي وٽڪـار ۾.

(حاجي حاميدخاصخيلي)

ڪـاهي هليـو = محمـود ڏانهـن اشـارو.

پتل = بدي. صراف = حضور ﷺ جن.

ڳهلو = محمود سردار.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[373]

رات منجهان ڏينهن تيو، پئي پکين منجهہ پچار،
آيو ڪاريگر ڪم تي، جو هو حاذق گهڻو هوشيار،
ڏيئي ريهہ رمز سان، هُن ترتئون ڪيو تيار،
هنيائينس پنو پريت جو، تي جوت گهڻي جنسار،
ڏنائينس ٻڙو ٻاجهہ جو، تي چوڏهين چنڊ چمڪار،
سپني پريين سلامت تي، هوءَ نار ٻري سا نار،
ڪلمون تنهن قلب مان، پڙهيو ڪوڏ منجهان ئي ڪنوار،
ڪري پيو قدمن تي، هو هٿ ٻڌي هيڪار،
آهيان دربان تنهنجي در جو، ڪو ساري سڀ چمار،
خيال منجهان "خاصخيلي" چئي، تي لُنءَ لُنءَ منجهہ لغار،
اهڙو صاحب رب ستار، جو پتل مان ڪٽي پارس ڪيئين.

(حاجي حاميدخاصخيلي)

ڪاريگر = حضور ﷺ جن. ريهہ ڏيڻ = هٿ ڦيرائڻ.
نار = تازي چاول ٻـڌي. هو = محمود بادشاهہ ڏانهن
اشارو. پتل مان پارس ٿيڻ = بديءَ مان حُور بنجڻ.

مراد: محمود سردار، حضور ﷺ جن کي پنهنجي ڌيءَ بدصورت بديءَ جي ڄمڻ جو ذڪر ٻڌايو. پاڻ فڪرمند ٿيا تہ وٽن وحي جبرئيل آيو ۽ ڪين صندوق تي هٿ گهمائڻ لاءِ عرض ڪيائين. حضور ﷺ جن صندوق تي هٿ گهمايو تہ ان اندران ٻار ڪلمون پڙهڻ لڳو ۽ پوءِ پيتي کولي ڏٺائون تہ بديءَ جي بدلي هڪ حور جهڙي ڇوڪري سمهيل هئي.

## آيتہ الڪرسي جو ڪڙو

چون ٿا تہ هڪڙي مالوند مائي جهنگ ۾ رهندي هئي ۽ سندس مال يا تہ چورائجي ويندو هو يا جانور کائي ويندا هئا. هڪڙي ڀيري اتفاقن حضور ﷺ جن اتان اچي لنگهيا، مائيءَ کين ڏسي عرض ڪيو تہ منهنجو مال چورائجي تو يا جانور کايو ٿا وڃن، دعا ڪريو تہ انهن آفتن کان مال پناهہ ۾ رهي. پاڻ کيس آيتہ الڪرسي سيکاريائون ۽ چيائونس تہ، مال جي ڇوڏاري ليڪو ڪدي اها آيتہ الڪرسي پڙهي ڇڏيندي ڪر.

چون تہ مائي حضور ﷺ جن جي فرمودي موجب عمل ڪري آيت الڪرسيءَ جو مال تي ڪڙو چاڙهي ڇڏيو. پوءِ مال وٽ چور يا جانور تي آيو تہ ان ڪڙي مان ٻاهر نڪري نہ سگهندو هو. بلڪ منڊ ٿندو تي پوندو هو. انهيءَ ڪري مائي جو مال حفاظت ۾ رهيو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[374]

سسئي ڪي سچ ۾ سالڪ سمجهايو،
ڪڙو چاڙهيئين ڪوٽ سي. رکي رب سندو رايو،
جيڪو تي آيو، سو ڦاٿو تي ڦاهي ۾.

سسئي = مالوند مائي. سالڪ = حضور ﷺ جن.
ڪڙو چاڙهڻ = آيت الڪرسي پڙهڻ. ڪوٽ = مال جو وٿاڻ.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## ڳري پٿر جو هٽڻ

هڪڙي دفعي اصحاب سڳورا مديني منوره جي ٻاهران کاهي کوٽي رهيا هئا تہ هڪ پٿر ڏٺائون. جنهن کي ڪڍڻ جي گهڻي ڪوشش ڪيائون. پر اهو پنهنجي جاءِ تان اصل نہ چُريو. اصحابن سڳورن حضور ﷺ جن سان اها خبر ڪئي. حضور ﷺ جن پاڻ اتي آيا ۽ چنجور ڪڻي ان پٿر کي هنيائون تہ هڪدم پٿر مان ٽي دفعا شعلا نڪتا. حضور ﷺ جن فرمايو تہ اسلام بہ مؤمنن جي ايمان ۽ همت سان دنيا ۾ ائين روشن ٿي ويندو. پوءِ اهو پٿر پنهنجي جاءِ تان آسانيءَ سان هٽي ويو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[375]

مهميزن سان مير جي، پيو خوب ڪُلي،
مرد پروڙي مام کي، سچي ڳالهہ سلي،
مدت پڇاڻئون ماڳ تي، ويا حملو ڪري نہ هلي،
تين بيحد يي تہ پلي، هاڙهي ۾ "حجم" چئي.
(ميرمحمد حجام)

مير = حضور ﷺ جن. پيو = پٽر ڏانهن اشارو.
ڪُلڻ = تجلا ڪرڻ. مرد = حضور ﷺ جن.
سچي ڳالھ = اسلام جي ساري دنيا ۾ روشن ٿيڻ ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## قيصر بادشاھ جي پشيماني

قيصر بادشاھ، حضور ﷺ جن تي بيخبريءَ ۾ هٿ اُلاريو هو. پوءِ جڏهن ان کي خبر پئي تہ اهي نبي آخرالزمان حضور ﷺ جن هئا، تڏهن پشيمان ٿي اهو هٿ وڍي اچي سندن قدمن ۾ ڪريو ۽ معافي طلبيائين. حضور ﷺ جن کين معافي عطا ڪري، وڍيل هٿ پانهن سان ملائي مٿس ڦيٽي لاتائون تہ خدا جي قدرت سان اهو هٿ اڳيئي جهڙو ٿي پيو. پوءِ ڪيترائي تحفا حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ رکي روانو ٿيو.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[376]

جت آيو ڪنهن جُوءِ ڪان، اچي ڀهران ڪيئين ڀاڪار،
سالڪ اتي ويو سڌ تي، وري انهيءَ وار،
ڪري پيو قدمن تي، ڪيائين فڪر ۾ ڦٽڪار،
اتي اڳيان وري، نيٽيئن وهايائين نار،
سائين! هئس اڻ معلوم آدمي، هئي نہ خبر چار،
تڏهن دست درازي تي، عاشق ڪيم اولار،
جڏهن ساجن سُڌ پيم، تڏهن ڪيم اڳ اتاهين ڏار،
پوءِ هليو آهيان هيڏانهن، ڪيا اتم ڦٽا پچا پار،
ڪلهن تي ڪيهون ڪيون، حيلا ڪيئون هزار،
وڳ ڇڏيا اتم، ويڙهہ ۾، جيڪي نيندا چور چڪار،
پر مون تان مڙني جي ڇڏي، پرين جي پچار،
ڪاهي آيس ڪوڏ مان، الله جي آذار،
منهنجي محبت توڏي، ڪا تَن اندر ٿي تار،
بخش خطائون ڪارڻ خدا، هيٺي ڪي هيڪار،

پوءِ تہ لاٿس لعاب لالڻ، جو تيس عضوا اڳئين ڊار،
جڙون تنهن جوان جون، ويون لڳي ري لُهار،
انهيءَ مهل اتي هو، تي ويو باغ بهار،
تہ اڳ بدمر پئي اوڏهين، تنهنجا پرين! اهڙا پار،
هاڻ تہ روبرو رنگ ڏنو اتم، جاءِ انهيءَ جهونجهار،
بيشڪ تون پنيور ۾، پيو موجون ڪر مختيار،
تون نہ آهين حاڪم سيني هوتن جو، پنهل تان پڳدار،
توکي ڪيائين ڏٽي ڪيچ جو، آريءَ ڏنا اتئي اختيار،
تولاءِ هي رنگ محل راس تيو، جڙيو سان جنسار،
موتيا، گلابي مُگرا، جتي آهي گلن جو گلزار،
مشڪ ڪتوريون عطر عنبير، انهيءَ هنڌ گهٽي هبڪار،
منيون ماڪيون مصريون، تيون وهن نديون ڪوٺ ڪنار،
خاصيون ٻانهيون خدمت ۾، اڇن هر رنگ پايو هار،
اتي پيا ٻہ آهن بنگلا پر ۾، چوطرف چوڌار،
اهي بہ تيندا نصيب انهن کي، جيڪي تنهنجا تابعدار،
آڏو هاڙهي حب ۾، بينو ڏونگر ڪري ڏهڪار،
جيڪي نہ هلندا مرد تنهنجي مرضيءَ تي،
تن کي اهو جبل نہ ڏيندو جهلڪار،
لنگهي ويندي لطف سان، تنهنجي ڪوهيارل قطار،
پيا تان ٻاهر بيهندا، اڇي عرضدار،
وٺندو اضافا اُن کان پوءِ کاهيندا ڏڻ ڏنار،
تون آهين سهڻو سپين ۾، عاقل عقلدار،
مولئي موچاري ماڳ تان، توکي خلقيو خلقڻهار،
اول ۽ آخر جي رکيئين ياري توسان يار،
ميرا! توکي معراج ڪرايئين، درس ڏنئي ديدار،
ڪيئين توسان ڪچهريون، ڏاڍي خيال خمار،
حورون ملڪ حيران تيا، ڏسي سونهن تنهنجي سردار،
موتي آئين ماڳ تي، اُمت جا آذار!

دايون بايون دروا هٽيون، تيون سهسين ڪن سينگار،
لهي ويا لوڪ ساري جا، گوندر غم غبار،
تنهنجو ڪو مٽ نہ ڪيائين "محمدﷺ" چئي، محب منا منار!
ٻول ٻاروچل پاريندو، جنهن ڪيا توسان سخن سچار،
ڪلمي جي تنوار، ڏوهہ بخشيائين "ڏيرو" چئي.

(محمد فقير ڏيرو)

جت = سوالي. سالڪ = حضور ﷺ جن.
اڳ = عضوو (هٿ).

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## بيمار ٻڪريءَ جو چڱو ڀلو ٿيڻ

اُم بعد نالي هڪ هڪ بدوياڻي عورت وانهڙن کي ترسائي کين مهمانيءَ طور کير پياري روانو ڪندي هئي. هڪڙي پيري ان مائي، جي گهر وٽان حضور ﷺ جن لنگهيا تہ هن کين ترسايو ۽ رواج موجب کير جو ٿو پيري پيئڻ لاءِ ڏنائين. حضور ﷺ جن اهو پي کيس دعا ڪئي ۽ جيئن ئي بان روانا ٿيڻ لڳا تہ مائيءَ کين عرض ڪيو تہ منهنجي هڪڙي ٻڪري بيمار آهي. ان کي بہ دعا ڪريو تہ تندرست ٿئي تہ ان جو کير مهمانن کي ڪم اچي. حضور ﷺ جن ٻڪريءَ تي هٿ ڦيرائي دعا گهري تہ اها نہ رڳو چڱي ڀلي ٿي، پر تلهي متاري بہ ٿي پئي پوءِ کيس پنهنجي هٿن مبارڪ سان ڏڏائون.

چون ٿا تہ ان ٻڪريءَ ۾ ايترو تہ کير ٿيو جو ڪيترن ئي ماڻهن ان جو کير پيتو تہ بہ گهٽ نہ ٿيو. اها ٻڪري انهي برڪت سبب اتي مشهور ٿي وئي.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[377]

پڙهي نہ ڪي پروڙي، اها ديواني دفتر،
ڳٽي ڪتابئون ڇڏي اها، موٽائي ماستر،
هن وجي قرب ڪيو قاضيءَ سان، جو ساٿي ٿيس سرور،
اها ڪونج ڪٽي ڪر، تي رواني "روشن شاهہ" چئي.

(روشن شاهہ)

قاضي = حضور ﷺ جن. ڪونج = ٻڪري.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[378]

سارنگ آيو سيگهہ مان، ڪري ترتئون تياري،
اڇي ڪوٺ عمر تي، ڪئي بادل بهاري،
ڦٽل پَدَ ڦلاريا، تيا سانوڻ سُداري،
صاحب ستاري، ڪئي لحظي ۾ ”لعلڻ“ چئي.
(لعلڻ خان لغاري)

سارنگ = کير. ڪوٺ عمر = ٻڪريءَ جو
اوھ. پَدَ = ٿڻ.

مراد: ڏهين متين ڏنل بيان.

[379]

هڙ هاربي ۾ هوشيار هئي، پر هن جي وهندي وئي لٽجي،
سڪي وئي صاف سا، ڪنهن سختيءَ کان سٽجي،
نہ ڪا ونگا وهي ان تي، نہ سا ڪاتيءَ سان ڪٽجي،
هوءَ پوريل پئي پٽجي، ڪنهن همت واري هٿ سان.

هوءَ = ٻڪري. وهندي = کير ڏيڻ.
ونگار وهڻ = ڪوبہ علاج نہ ٿيڻ. هٿ = حضور ﷺ
جن جي هٿ مبارڪ ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## کير ۾ برڪت پوڻ

چون ٿا تہ هڪڙي دفعي ابوهريره کي ڏاڍي بک لڳي. هن خيال ڪيو تہ نماز کان پوءِ حضور ﷺ جن کي عرض ڪري، کانئن ماني وٺي کائيندس. پر جڏهن نماز کان سيئي مومن فارغ ٿيا تہ حضور ﷺ جن ازخود کيس سڏ ڪيو ۽ پاڻ سان گڏ وٺي جاءِ تي آيا. حضور ﷺ جن جو دستور هوندو هو تہ نماز کان پوءِ جيڪي بہ محتاج وٽن ايندا هئا، تن کي ڪجهہ نہ ڪجهہ کارائيندا پيرايندا هئا. سو ابوهريره کي هڪ کير جي پيالي ڏيئي فرمايائون تہ هنن محتاجن کي هي کير وجي پيار. ابوهريره حيرت ۾ پيو تہ هي پاءُ ڏيڍ کير تہ مون هڪڙي لاءِ بہ پورو ڪونهي، سو آءٌ ڪهڙي منهن سان ٻين کي بہ پياريان.

تنهن تي حضور ﷺ جن سهي ڪيو تہ ابوهريره کي شڪ جاڳيو آهي. پوءِ پاڻ فرمايائون تہ تون وجي پيار. پاڻهي الله تعاليٰ هن ۾ برڪت وجهندو. آخر ابوهريره اهو کير وجي پيارڻ شروع ڪيو تہ هڪڙي شخص پي ڍؤ ڪري ٻئي کي پيالي موٽائي تي ڏني. ابوهريره ڏنو تہ پيالي ۾ کير اوتروئي موجود هو. پڇاڙيءَ ۾ پاڻ بہ پي ڍؤ ڪري پيالي موٽائي ڏنائين.

متئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[380]

چارڻ چلي اچي، راجا وٽ رهيو،
ٻيجل ٻوليو ڪينڪي، تنهن کان ڪنگهارا اڳي سرڪنيو،
هن جو ارادو "عبدالله" چئي، اڳئي هو اهو،
پر قدرت ڪم ڪيو، نہ تہ دانهہ پيو هو دهلجي.
(عبدالله)

چارڻ = ابوهريره. راجا = حضور ﷺ جن.
ٻيجل = ابوهريره. ڪنگهار = حضور ﷺ جن.
اهو = ابوهريره ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## سڙيل باغ سائو ٿيڻ

چون ٿا تہ راهب نالي هڪ يهوديءَ جو باغ سڙي ويو هو. هن توريت پڙهندي حضور ﷺ جن جا پار پتا معلوم ڪيا هئا. تنهنڪري کيس يقين هو تہ اهڙي سڳوري نبيءَ جي قدمن گهمائڻ سان منهنجو باغ سائو ٿيندو. پوءِ چا ڪيائين جو هڪ خاص هنڌ تي ڪٺ وجهائي ويٺو هوندو هو ۽ اتان جيڪو قافلو لنگهندو هو تنهن جي دعوت بہ ڪندو هو ۽ ان ۾ حضور ﷺ جن کي بہ پيو ڳوليندو هو. تان جو هڪ ڀيري حضور ﷺ جن اچي اتان لنگهيا. کين ڏسي ان کي توريت جا ڏسيل نشان ياد آيا ۽ کيس پڪ ٿي تہ هي اهوئي شخص آهي. پوءِ کين عرض ڪري باغ ۾ وٺي آيو. چون ٿا تہ ٿورن ئي ڏينهن ۾ اهو ڪيتري عرصي جو سڙيل باغ وري تازو ۽ سائو ٿي پيو ۽ پاڻ بہ حضور ﷺ جن تي ايمان آڻي مسلمان ٿيو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[381]

قلم کھڙو ڏوھ ڏيان، آھي ڏوھ منھنجي ڪرمن،
ڏکيا سکيا ڏينھڙا، گذاريان منجھ غمن،
اتم سڪ سڄڻ جي، پرين مانَ اچن،
آيس مليس محلين، تيس مزا منجھ منگھن،
اھڙا محبت مينھن وسن، ھر ڪنھن وٽ "حجام" چئي.
(ميرمحمد حجام)

ڏيان = راھب ڏانھن اشارو. سڄڻ = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## ٻڪريءَ لاءِ دعا

ھڪڙي ٻڪري جھنگ ۾ گڏ تيل ڍنگرن جي ڪنھن کُھڙ ۾ آنا لاٽا ھئا ۽ اتي انھن تي آرو ڪيائين. ٻچا ڦٿا تہ ھاري بہ ان ڏينھن کھڙ ساڙڻ لڳو. اھو حال ڏسي ٻڪري حضور ﷺ جن وٽ فرياد ڪٽي آئي، ڪين عرض ڪيائين تہ: يانبي الله! منھنجا ٻچا اڄ جلي خاڪ ٿي ويندا. حضور ﷺ جن ان لاءِ دعا گھري. ٻڪري موٽي اچي ڏسي تہ آسپاس جا ڍنگر رک ٿيا پيا آھن، پر اڪيري وارو ڍنگر سلامت پيو آھي، جنھن کي ھاريءَ ڪڏي پريرو ڪري ڇڏيو آھي.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن تا.

[382]

مارئي ملڪ مليس ۾، ڪيون پئي خوب خوشيون،
جڏھن آئي عمرڪوٽ ۾، اچي رني رت رسيون،
پوءِ تہ ڏنائونس پڪ "پريو" چئي، وجي ڏنئين ھار ھسيون،
تيون واھڙ منجھ وسيون، تڏھن مارئي گھمي ملڪ ملير ۾.
(پريو ماڇي)

مارئي = ٻڪري. عمرڪوٽ = حضور ﷺ جن
جي ڪچھري. ھار ھسيون = ٻچا.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## ڦُلن ۾ برڪت

ھڪڙو سوالي حضور ﷺ جن وٽ آيو ۽ اچي سوال ڪيائين. حضور ﷺ جن ان وقت ڦلا ڪائي رھيا ھئا، سو انھن مان مُٺ ڀري ان کي ڏنائون. سواليءَ

ڪي ويچار ٿيو تہ هن مان ڇا ڀيٽ ڀربو ۽ لاچار گهر ڪٺي آيو. سندس زال اهي ڦلا ڏسي خوش ٿي، انهن مان پنهنجي ٻارن کي کائڻ لاءِ ڏيندي ويئي. ۽ اهي ڦلا اوتري جا اوترا پيا هئا. جن مان مڙس کي بہ ڏنائين ۽ پاڻ بہ کاڌائين، پوءِ بہ اها لپ نہ کٽي. مڙس کان حقيقت معلوم ٿيڻ تي حضور ﷺ جن جي انهيءَ ڪرم جي تعريف ڪرڻ لڳي.

چون ٿا تہ اها لپ مائيءَ سانڍي رکي جنهن مان ڏکئي وقت تي پنهنجي ضرورت پوري ڪندي هئي.

مراد: مٿئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[383]

لاڪيٽو ڪنهن لاچار ڪان، ٿيو منگتو مڱڻهار،
ويو هلي در حبيب جي، ڏنائين ڪولي خبرچار،
مليو دان درويش کي، وڏو ٿيس ويچار،
ڪوليو تنهن خوشيءَ مان، هو ننگ سجاتو نار،
پوءِ ٿيا باغ بهار، مهل انهيءَ "موريو" چئي.
(موريو ڪٺي)

لاڪيٽو = غريب شخص (سوالي).
حبيب = حضور ﷺ جن. دان = ڦلا.
نار = سواليءَ جي زال. باغ بهار
ٿيڻ = ڦلن ۾ برڪت پوڻ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## کجور جي ککڙيءَ مان کير نڪرڻ

هڪ سوالي حضور ﷺ جن وٽ خيرات لاءِ آيو. خدا تعاليٰ جو شان جو وٽن گهر ۾ خيرئي خير هو. پاڻ بيبي صاحبہ کي فرمايائون تہ اهڙي ڪا شيءِ آهي جا هن سواليءَ کي ڏجي؟ بيبي صاحبہ اٽي گهر ۾ ڳوليو تہ بي ڪا شيءِ هٿ ڪانہ آئي باقي هڪڙي کارڪ جي ککڙي اٽي حاضر ڪيائين. حضور ﷺ جن اها کٽي سواليءَ کي ڏني، جنهن اها کٽي وات ۾ وڌي تہ ان مان کير نڪرڻ شروع ٿيو جو پي ڍؤ ڪيائين.

چون ٿا تہ ان شخص کي جيڏيءَ مهل ضرورت ٿيندي هئي تہ اها ککڙي ڪٺي

وات ۾ وجهندو هو. کير مان ڍؤ ڪري اها وري پلاند ۾ قابو ٻڌي ڇڏيندو هو.
متئين بيان بابت ڏور ڏجن تا.

[384]

مطلب ڪـڍي منـڌ مـوُن، ڪيئـون عـورت اگهـاڙي،
مـورت اهـا مــُـلڪ ۾، گهـوٽ هئـي گهـاڙي،
سـوال ونـي سـائينءَ وٽ، هـڪ ڏورئـون آئـي ڏاڙهـي،
ڳئـون تنهـن ڪـي ڳـاڙهي، هـوت ڏنـي ”حـاجي“ چئـي.
(حاجي فقير مهيسر)

منڌ = ڪجور جي ڪڪڙي. گهوٽ = حضور ﷺ جن.
ڏاڙهـي = سـوالي. ڳئـون = ڪجـور جـي ڪڪـڙي.
هوت = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[385]

نـہ ڪـي ڪيـر ڪتڻـي، نـہ ڪـي مـاڳ مـري،
گـوري جـا ”گـابر“ چئـي، چـانگي ڪيـن چـري،
پنهنجـي ڏيـان ڏري، حضــرت ڏنـي هئـي هتـن سـان.
(گابر)

چانگي = ڪجور جي ڪڪڙي.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[386]

ڪـامل ٻوتـي پـي ڪـري، ڦتـي ڪيـو هـو ڦـوڳ،
ڪيفـي نشـو ان ڪـي چڙهيـو، جنهـن پيتـو هـو جـوڳ،
متـان پـاندئين پـوڳ، هـو پينـار مـان پـُـر تيـو.

ڪـامل = حضـور ﷺ جن. ٻوتـي = ڪـارڪ.
ڦوڳ = ڪارڪ جي ڪڪڙي. اُن = سـائل ڏانهـن
اشارو. پينار = سائل.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## اَن جي ٻُـڪيءَ ۾ برڪت

هڪـڙي مـائي حضـورﷺ جن جي خدمـت ۾ اٽـي جـو سـوال ڪيــو. حضورﷺ جن اُن مائيءَ کي اَن جي ٻـڪي ڏيئي فرمـايو تـہ جنـڊ کي اسـان جا سلام وجي ڏي ۽ هيءَ ٻڪي اُن ۾ وجهہ تہ توکي اٽو ملندو. مائي گهر اچي جنـڊ کي سلام ڏنا ۽ اها اَن جي ٻڪي جنڊ ۾ وڌائيـن. خدا جي قـدرت جـو جنـڊ جي مٿان اَن اچڻ شروع ٿيو. جنڊ هلڻ لڳو ۽ اٽو وهڻ لڳو. مائيءَ پنهنجا مـَـٽ ماٽا سڀ اٽي سان ڀريا تـہ بہ جنڊ مان اَٽو وهڻ بند نـہ ٿيـو. آخرڪـار اَن مـائيءَ همت ڪري جنڊ جي مٿئين پڙ کي هيٺئين پڙ کان جدا ڪيو. تڏهن جنڊ جو هلڻ ۽ اَٽي جو وهڻ بند ٿيو.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[387]

ٻـــــڌي گـــــل گوهـــــر جـــــا، ارڏي رکيـــــو آر،
جـــانب ورتـــو جوڳـــيءَ کـــي، جـــوان ڪـــري ســـو جـــار،
مطلـــب ڪيـــائين منـــڌ جـــا، تـــي ڪـــامڻ بيقـــرار،
همـت ڪيـائين خيـر سـان، اتـان پـرس مٿيـو هـو پـار،
تنهـن جـو نـالو آهـہ نـروار، اڄ تـائين ”الهـہ بخـش“ چئـي.
(الهہ بخش)

گـل = سـلام. گوهـر = حضـورﷺ جــن.
ارڏي = اَن. جـانب = جنـڊ. جـوان = اَٽـو.
منڌ = سوالڻ عورت. همت ڪرڻ = جنڊ جو
مٿيون پـُڙ لاهڻ. حمير = جنڊ جو مٿيون پـُڙ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[388]

موڪليـــل محبـــوب جـــي، ڪيـــو لاڏ ڪـــيءَ لقـــاءُ،
ڪـامڻ ويهـاري ڪچهـريءَ ۾، ڪيئيـن آڏوتـــيءَ کـي آءُ،
هلـــڻ چلـــڻ هـــن جـــو، جيئـــن واڪـــا ڪـــري واءُ،
تنهـن جـو سـُڌ سماءُ، پئـي هر هر لڏائيـن ”حـاجي“ چئـي.
(حاجي فقيرمهيسر)

محبوب = حضور ﷺ جن. لاڏڪي = اَن جي
ٻُڪي. ڪامڻ = اَن جي ٻُڪي. ڪچهري = جنڊ
جي ٻن پڙن جي وچ واري جاءِ. آڌوتي = جنڊ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## مانيءَ ۾ برڪت

هڪڙو اصحابي سگوري هڪڙي ڏينهن حضور ﷺ جن ۽ ٻين ڪن اصحابن سڳورن کي خدا ڪارڻ دعوت ڏيئي وٺي آيو. سندس گهر ۾ اَٽو ٿورو هو. جنهن مان اصحابيءَ سڳوري جي زال ڪجهه مانيون پچائي رکيون. مهمان هئا اَسي، سو اصحابي سڳورو لاچار شرمندو ٿي اهي مانيون ڪٽي اچي حضور ﷺ جن جي اڳيان رکيون. سيني گڏجي ڪاڌو ۽ ڍؤ ڪري اٿيا. پر اصحابيءَ سڳوري ڏٺو تہ مانيون اجا بہ بچيون پيون آهن.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[389]

هلـــي آيـــو هيـــج مـــان، تـــڙ تمـــاچي جـــام،
چـــُـــلي آيـــو چپريـــن، محبـــت رکـــي مـــام،
منـــڌ تنهـــن مـــلاح جـــي، هئـــي ســـا تنـــگ تمـــام،
وڌائـــي گـــل غريـــب ڪـــي، جهجهـــا تنهـــن ڪـــي جـــام،
"لعلـــڻ" لڳـــي لام، ســـَمي ڪٽـــي ســـُرهي ڪئـــي.

(لعلڻ خان لغاري)

تـــڙ = اصحـــابيءَ ســـڳوري جـــو گهـــر.
تماچي = حضور ﷺ جن. ملاح = اصحابي
سڳورو.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## ڳنڍيل جاڙن ٻارن جو جدا ٿيڻ

هڪڙي اصحاب سڳوري کي ٻہ جاڙا ٻار ڄاوا جن جون پٺيون ڳنڍيل هيون. هو اهي ٻار حضور ﷺ جن وٽ کٽي آيو. حضور ﷺ جن ٻنهي ٻارن جي وچان ڦٽي وڌي تہ ٻئي جدا ٿي ويا ۽ اصحابي سڳورو خوش ٿي پنهنجا پٽ کڻي ويو.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[390]

هڪ تلاءُ مان پيدا تيا، جابر ٻئي جوان،
پيچ انهن جا پيچن سان، هئا آدم ٻئي انسان،
”طاهر“ چئي پري تيا پهلوان،
ڪاني ساڻ قريب جي.

(طاهر ٻبر)

تلاءُ = پيٽ. پيچ پيچن سان هجڻ = ٻنا گڏيل
هئڻ. ڪاني = ڦٽي.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان

[391]

هين ڪي رتائون روح ۾، ڪي منشائون من،
تيو بهار ”بلوچ“ چئي، ٽڙيو پيا ٽڙن،
هاڻ تہ خوشيءَ مان غم تيو، اچي ويچار وين،
پوءِ تہ هڪ ڪٽي هاڪاريو، جنهن ڏنو ساڻ اکين،
سا تہ مطلب ڪريو اچي ”مجنون“ چئي، هير ڪيو هٿن،
پوءِ تہ سرها تيا سانگين سان، لهي لحم وين،
جيڪو پاسي هوندو پنجتن، تنهن کي لهر لوڏيندي ڪانہ ڪا.

(مجنون)

هين رتائون = ماءُ پيءُ ڏانهن اشارو. هڪ = اصحاب
سڳورو. هير = ڦٽي. لحم لهڻ = پنيون جدا تيڻ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## ٻليءَ جو جُبي مبارڪ تي سمهڻ

چون ٿا تہ هڪ دفعي حضور ﷺ جن اصحابن سڳورن سان مجلس ڪري رهيا هئا تہ هڪ ٻلي حضور ﷺ جن جي بيخبريءَ ۾ اچي سندن جبي مبارڪ تي چڙهي سمهي رهي. نماز جو وقت ٿيو تہ حضرت بلال بانگ ڏني. حضور ﷺ جن جيئن نماز لاءِ اُٿيا تي تہ جبي تي ٻلي ستل ڏٺائون. حضور ﷺ جن ٻليءَ تي رحم آڻي ان کي اُٿارڻ جي بجاءِ پنهنجي جبي مبارڪ جو اهو ٽڪر ڪپي ڇڏيو، جنهن تي ٻلي ستل هئي. پوءِ پاڻ وڃي جماعت کي نماز پڙهايائون.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[392]

مـُـــنڌ مجلـــي متئـــون، هئـــي زالـــن جهـــڙي زال،
گهمـــي پئـــي گهٽيـــن ۾، ســـا ڪـــالهوٽي ڪالهـــ،
ملـــي ويـــو مـــُـــنڌ کـــي، ماســـو اتـــي مـــال،
جـڏهن پلـي ڪيـس پـال، موچـاري تـي ”محســن“ چئـي.
(محسن لڪمير)

منڌ = ٻلي. محلو = حضور ﷺ جن جو جبو
مبارڪ. پلو = حضور ﷺ جن.

مراد: هڪ ٻليءَ حضور ﷺ جن جبي مبارڪ تي سندن بيخبريءَ ۾ سمهي رهي. ٻانگ ٻڌي حضور ﷺ جن نماز لاءِ تي اُٿيا تہ ٻليءَ تي نظر پين. هڪڙي جانور تي رحم فرمائي جبي مبارڪ جو ٽڪر ڪپي ڇڏيائون پر ٻليءَ جو آرام نہ ڦٽايائون.

[393]

هـڪ ٻـہ هيـس بسـتري، ٻـيءَ جـو پهتـس اچـي پيغـام،
پاڙيـــائين پـــرت جـــو، انهـــن ســـاڻ انجـــام،
ميـــاري منـــڌن جـــو، نـــہ تيـــو ويـــر وريـــام،
اهـڙو نـر نظـام، آهـہ هـوت اسـان جـو ”حـاجي“ چئـي.
(حاجي فقير مهيسر)

هڪ = ٻليءَ ڏانهن اشارو. هم بستري = ٻليءَ
جـو حضـور ﷺ جـن جـي جبـي مبـارڪ تـي
مهـــڻ. ٻـــي = ٻـــانگ ڏانهـــن اشـــارو.
منـــڌون = هـــڪ ٻلـــي ٻـــي نمـــاز.
هوت = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[394]

لڳـــي ويـــو لاهوتـــيءَ ســـان، نـــار ســـندو نـــاتو،
پيـــر وجـــي پلنـــگ تـــي، پـــَـــريءَ هـــو پـــاتو،
خـان ڪـري ڪـاتو، ڏنـس هـڪ ايڪـڙ ”حـاجي“ چئـي.
(حاجي مهيسر)

لاهوتـــي = ســـردار. نـــار = ٻلـــي.
پلنـگ = جـُـبو مبـارڪ. پـري = ٻلـي.

خان = حضور ﷺ جن. ايڪڙ = جبي
مبارڪ جو ٽڪر.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[395]

ويڙهيچــــن جـــي وچ ۾، ڪـــامڻ هئـــي تــــ قـــرار،
ڪُــلي ڪورٽ ڪريـم جي، جيڪـا درس وسـي دربـار،
فهميـدي فيصلـو ڪيـو، اهـڙو صحيـح ڪـري سـرڪار،
گولـــي تـــي گـــذار، تنيـــن جـــي "تڳيـــو" چئـــي.

(تڳيو)

ويڙهيچــا = جبـــي مبـــارڪ جـــا پلانـــد.
ڪامڻ = بلي. فهميدي = حضور ﷺ جـن.
فيصلو ڪرڻ = جبي مبارڪ جو ٽڪر ڪپڻ.

مراد: حضور ﷺ جن جي جبي مبارڪ جي ٻنهي پلاندن جي وچ تي بلي ستل هئي، حضور ﷺ جن جبي مبارڪ جو اهو ٽڪر ڪپي وجي نماز ادا ڪئي.

[396]

جـــانب جـــي جـــاگير ۾، هـــن آراڌي ڪئـــي آٿَ،
هــت بـــ نـــر هنيـــو نعـــرو، جـــوڙي هنيـــائين جـــاٿَ،
پوءِ تہ هن کي ماڳ چڏائي "ميـر" چئي، ڪـامل ڪيس ڪاٿَ،
اهـــو وارث ونـــي واٿ، وجـــي ڪنـــي تيـــو ڪـــامڻ ســـان.

(ميرمحمد حجام)

جــــانب = حضـــــور ﷺ جـــــن.
جاگير = جبو مبارڪ. هن = بليءَ ڏانهن
اشــارو. نــر = حضــرت بــلاول رضــ.
نعرو = بانگ. ڪامڻ = نماز.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[397]

وينـــي وينگـــس کـــي، نيٺيـــن آئـــي ننـــڊ،
نـــ کـــي جـــانب جاڳـــائي، دوســـت منـــي دلبنـــد،
فڪــر ســاڻ فنــد، تنهــن پانهـــ پورائـــي ڪئـــي.

وينگس = بلي. جانب = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[398]

ســڌ ڏنــي ســائين کــي، نعــرو هڻــي نــائڪ،
منــڌ خــاطر ملــوڪ جــو، عضــوو وڏيــو عاشــق،
محـب پهتـو مـنزل تـي، جتـي هئـا شـاهه سـندا شـائق،
لاڪيٺي جـا لائـق، آهـن هـر ڪنهـن سـان ”حـاجي“ چئـي.

(حاجي مهيسر)

نـائڪ = حضرت بـلاول رضـہ. منـڌ = بلـي.
ملوڪ = جبو مبارڪ. عضوو = جبي مبارڪ
جـو ٽڪـرو. عاشـق = حضـور ﷺ جـن.
محـب = حضـور ﷺ جـن. مـنزل = مسـجد.
شائق = جماعتي. لاڪيٺو = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[399]

پــاڙي جــو پريــنءَ کــي، ڪيــڏو هيــو قيــاس،
ڪــوري ڏنئيــن ڪمــال جــو، منــڌ اڳيــائون مــاس،
اهڙو خـاوند خـاص، آهـي هـوت اسـان جـو ”حـاجي“ چئـي.

(حاجي مهيسر)

پاڙي جو = بليءَ جي سمهڻ ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[400]

ليلـيٰ خـاطر مجنـي کـي، ڏنـي صـاحب سـا سـختي،
پريـنءَ اتـي پتـي، ڏنـي ڪـامڻ کـي ”ڪنيـار“ چئـي.

(بيڙو ڪنيار)

ليلـيٰ = بلـي. مجنـون = جـُـبو مبـارڪ.
صاحب = حضور ﷺ جن. ڪامڻ = نماز.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[401]

عمـر مـارئيءَ لئـي، ڪيــو تڪــيءَ تــي تــورو،
ڪــري قيــاس ڪــامڻ جــو، ڦوليئيــن نــہ ڦــورو،
ســاجهر ســويرو، حــاصل تيــو وجــي حــق ســان.

عمر = حضور ﷺ جــن. مــارئي = نمــاز.
تڪي = بلـيءَ ڏانهــن اشــارو. ڪــامڻ = بلـي.
ڦورو = جبي مبارڪ ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## اصحابي سڳوري کي چادر ڏيڻ

چون ٿا تہ هڪڙو اصحابي سڳوري فجر نماز جماعت سان پڙهي، دعا گهرڻ کان اڳ هليو ويندو هو. هڪڙي ڏينهن حضور ﷺ جن سلام ورائي نماز کان فارغ ٿيا، ڏنائون تہ اهو شخص سلام ورائي تڪڙو تڪڙو وڃڻ لڳو ۽ دعا لاءِ بہ نہ ترسيو. حضور ﷺ جن ان شخص کي سڏ ڪري ڪانئس تڪڙو وڃڻ جي حقيقت پڇي. هن ٻڌايو تہ اسين گهر ۾ زال ۽ مڙس بہ ڄڻا آهيون. اسان وٽ چادر فقط هڪڙي آهي، ٻيون نمازون تہ واري سان پڙهون ٿا، مگر فجر واري نماز تي تڪڙ ڪرڻي پوي ٿي تہ متان سج اڀري وڃي ۽ نماز قضا ٿي پوي. حضور ﷺ جن اصحابي سڳورو جي اها ڳالهہ ٻڌي پنهنجو ڪلهن تان چادر لاهي ان کي ڏني. گهر اچڻ تي پنهنجيءَ گهر واريءَ سان حقيقت ڪيائين، جا ٻڌي هوءَ مڙس تي ڀاڻ ناراض ٿي ۽ کيس چيائين تہ تو تڪڙ ڪري چادر آندي آهي، جي ائين نہ ڪرين ها تہ الله تعالىٰ طرفان توکي هزارين نعمتون حاصل ٿين ها.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[402]

ســــاراهيان ســــچو ڌڻــــي، خــــالق خلقٿهــــار،
هلــي چــارڻ آيــو، جنهــن کـــي ســڏايو ســرڪار،
لاهــي اهــا لاڪيٽــي، ڏنيــس راجــا راءِ ڪنگهــار،
سورٺ ســُـڪ ڦٿــي ويــو، چئــي شـل مريـن مگٿهـار،
ملئــي هـا حـق هــزار، جــي مــڙي وڃيــن هــا منگتــا!

چـــــارڻ = اصحـــــابي ســـــڳورو.
سرڪار = حضور ﷺ جـن. لاڪيٽي = چادر.
راجــا راءِ ڪنگهـــار = حضـــور ﷺ جـــن.
ســـورٺ = اصحـــابي جـــي گهـــر واري.
مگٿهار = اصحابي. منگتو = اصحابي.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[403]

ٻــــ پکـــــي، پــــر ھکـــــڙو، اوکــــــي آيــــــن رات،
جڏھن ڏاتر ڏنين ڏات، تڏھن مطلب تين "موريو" چئي.
(موريو ڪٽي)

ٻـــ پکــــي = اصحـــــابي ۽ ســــــندس زال.
پر = چند ڏانهن اشارو. ڏاتر = حضورﷺ جن.
ڏات = چادر ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## الله تعاليٰ جي پنهنجي محبوب جي نگهباني

هڪڙو ڪافر وڏو ناظرو هو، تنهن خيال ڪيو تہ حضورﷺ جن ماڻهن کي گمراھ پيا ڪن، تنهنڪري ڪين نظر هڻان تہ جيئن ماڻهن کي هدايت ڪري نہ سگهن. اهو خيال ڪري حضورﷺ جن ڏانهن روانو ٿيو. ايتري ۾ جبرئيل مسجد شريف ۾ حضورﷺ جن وٽ آيو. پاڻ ان وقت خطبو پڙهي رهيا هئا. جبرئيل حضورﷺ جن کي ڪافر جي اچڻ جو اطلاع ڏئي ويهي رهڻ لاءِ چيو. ڪافر جڏهن مسجد ۾ اندر آيو تہ حضورﷺ جن ويهي رهيا ۽ ڪافر جي نظر ٿي مٿن ڪانہ پيئي ۽ هن جي نظر جو اثر بہ گم ٿي ويو.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[404]

ڪامڻ کي ڪارانهي جي، هن ڇڏي هئي ڪثرت ڪرائي،
نيڪــي انهـــيءَ نينــگر جـــي، پيـــو بيــن کــي ٻڌائـــي،
خــان خــاطر خــاصي ڪـــري، هليـــو ســـوڪڙي ســنيرائي،
پــر ســُــتو ڏيئـــي ويـــو ســـهٽي کـــي، عاشـــق الائـــي،
راجـا هــن جــي روپــوش ڇــڏي هٽــي، مــانجهي مٿــائي،
ويئـي گولـي گسـائي، مـاڳ انهـيءَ تــوئن "ميــوو" چئــي.
(ميوو ڦل پوٽو)

ڪـــامڻ = نظـــر. هـــن = ڪـــافر ڏانهـــن اشـــارو.
خان = حضورﷺ جن. سوڪڙي = نظر ڏانهن اشارو.
ســـهٽو = حضـــورﷺ جـــن. عاشـــق = جبرئيـــل.
گولي = نظر. ماڳ = مسجد.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## الله تعاليٰ سڀ جو رازق آهي

حضور ﷺ جن ۽ ٻيا اصحاب هجرت ڪري مديني منوره ۾ آيا تہ انصارن کي مهاجر تقسيم ٿي مليا تہ فلاڻو انصار فلاڻي مهاجر جي کاڌي وغيره جو بندوبست ڪري. انهن مان هڪ انصار ڪنهن ٻئي سان ذڪر ڪيو تہ مان پنهنجي ٻچن تائين مس پورو آهيان، سو ايڏو بار ڪئين کڻي سگهندس! جڏهن اها خبر حضور ﷺ جن تائين پهتي تڏهن ڏورو رنج ٿيا. وحي آيو تہ اهو انصار شيطاني وسوسي ۾ آيو آهي. ڪيس هڪ جهرڪي ڏيئي حڪم ڪريو تہ ان کي فقط پاڻيءَ جو ڍؤ ڪرائي ڏيکاري. حضور ﷺ جن ان انصار کي هڪ جهرڪي پاڻي پيارڻ لاءِ ڏني، مگر هو ڪيس ڪتان بہ پاڻيءَ جو ڍؤ ڪرائي نہ سگهيو ۽ آخر حضور ﷺ جن وٽ اچي عاجزي ڪري چوڻ لڳو تہ آءٌ هن جهرڪيءَ کي ڍؤ ڪرائي نٿو سگهان. تڏهن حضور ﷺ جن فرمايو تہ اهو الله تعاليٰ ئي رازق آهي جو سڀ کي روز تو رسائي، باقي انسان کي طاقت نہ آهي جو ڪنهن کي روز ڏيئي خوش ڪري سگهي.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[405]

منٽ ڏني هٿائين مرد کي، جا نازڪ هئي نار،
هن حيلا سڀ هلايا ۽ لُڇي ٿيو لاچار،
موٽي آيو مير وٽ، داناءَ جي دربار،
هِن کي سائين پاڻ سنيار، منهنجي ناهي جاءِ "جيئل" چئي.
(جيئل)

مُنٽ = جهرڪيءَ ڏانهن اشارو.
مرد = اصحاب. نار = جهرڪي.
مير = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[406]

ڪا جا صلاح سرير ۾، آئي عمر چام،
مهري مرد کي ڏني، سالڪ ڪري سام،
خوشيءَ منجهئون کڻي هليو، غازي پري گام،

تنهين مهل ”منگهن“ چئي، هن ڪيا وڏا وَس وريام،
هن ۾ مير رکي هئي مام، نہ تہ ڇا هو وَس ويچاريءَ جو.
(منگهن)

عمر ڄام = حضور ﷺ جن. مهري = جهرڪي.
مرد = اصحاب. سالڪ = حضور ﷺ جن.
مير = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[407]

ڏسي عجب رنگ الله جا، تيو بنهہ سو بيزار،
سڏي صاحب هن ڪي، هي عاشق ڏنو آزار،
چئي ڪئين ڪريان ڪيڏانهن وڃان، ڪپي تو تہ خرار،
پوءِ تہ وري آيو تنهن وير وٽ، جيڪو هو محب منو مننار،
سائين! پکو اگئي هوس انهيءَ پؤ ڪان، پر توبہ واهہ ڏسيم واپار،
چو موڪا مت وئي اتئي، اهو اتئي آگي جو اسرار،
وري وڃ پوئتي، وڃي ڪر پنهنجي سان تون پيار،
اهڙو اُلٽو آر، وري مور نہ ڪيائين ”مير“ چئي.
(ميرمحمد حجام)

صاحب = حضور ﷺ جن. هيءُ = جهرڪي ڏانهن
اشارو. ويرُ = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## ڪلمي جو بقاءُ

سوا لک نبين جا آيا. هر ڪنهن نبيءَ جو پنهنجو ڪلمون رب تعاليٰ وٽان مقرر ٿي ايندو هو. هڪ نبيءَ کان پوءِ ٻئي نبيءَ جي اچڻ سان اڳيون ڪلمون مٽيو ٿي ويو، تہ پر حضور ﷺ جن تي جيڪو ڪلمون طيب ”لا الہ الا الله محمد رسول الله“ نازل ٿيو، سو قيامت تائين رهندو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[408]

کهندو متان ڪاڪ مان، راٺو ٿي آيو،
رهندو آيو راڄن ۾، پر ڪنهن نہ رهايو،
جڏهن هت آيو، تڏهن راٺو رهي پيو راڄ ۾.

ڪاڪ = خدا وندي دربار. راڻو = ڪلمون.
راڄـــــن = هرهـــــڪ نبـــــي وٽ.
هـــت = حضور ﷺ جـن ڏانهـن اشـــارو.
راڻو = ڪلمون.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## نماز جي برڪت

قيامت جي ڏينهن نمازي مومنن جي سجاڻپ سندن گوڏن ۽ نراڙ جي نشانن مان پوندي. جيڪي گنهگار هوندا سي بہ نماز جي برڪت سان پل صراط اُڪري ويندا.

[409]

آريءَ جـــي انـــن ڪـــي، ظـــاهر زيـــب زَريـــون،
ٻيـــا بوتـــا هلـــن بـــار ســـان، ڪٽيـــو خـــوب ڀريـــون،
پوءِ ترڪـن ڪيـن تريـون، انهـن تـوڏن جـون تڙييـڙ ۾.

آري = حضـــور ﷺ جـــن. اُن = نمـــازي.
بـار = گناهن ڏانهـن اشارو. بوتـا = گنهگـار
بندا. توڏا = گنهگار بندا. تڙييڙ = پل صراط
ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## حضور ﷺ جن جي نالي مبارڪ جو اثر

هڪ يهودي ڇوڪري توريت پڙهندي حضور ﷺ جـن جو نـالو ان ۾ ڏٺـو. هن ڪي اهو نالو اهڙو تہ وڻي ويو. جو جيڪي يهودي ملندا هئس، انهن ڪي اهو نالو ڏيکاري چوندو هو تہ ڏسو هي نالو ڪيترو نہ منو ۽ پيارو آهي ۽ هلو تہ هلي انهيءَ پياري پيغمبر جو دين قبول ڪريون.

متئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[410]

ســـوناري ســـون ۾، هڪـــڙو موتـــي هـــو ڏِٺـــو،
ســو تـــہ وڻـــي ويـــس وجـــود ۾، تيـــس مڙنـــي ڪـــان منـــو،

تـو ڏيڪـاري ڏينهـن کـي، تـہ هـي سـهڻو آهـي سـنو،
چيـــو ســـو چٽـــو، پيـــو ٻڌائـــي "بـــروچ" چئـــي.
(جاڙو خان مري)

سـونارو = يهـودي ڇوڪـرو. سـون = توريـت.
موتي = حضور ﷺ جن جو نالو.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## حضور ﷺ جن لاءِ پيشنگوئي

حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ هڪڙي يهودي ڇوڪري اچي پنهنجي پيءُ راهب جا سلام عرض رکيا ۽ کين چيائين تہ منهنجي والد توريت ۾ اوهان جي اچڻ جي پيشنگوئي پڙهي هئي. هن مون کي ٻڌايو هو تہ تنهنجي وقت ۾ ههڙن نشانن سان حضور ﷺ جن پيدا ٿيندا. انهن کي منهنجا سلام پهچائجانءِ ۽ کين عرض ڪجانءِ تہ مون کي پنهنجي مهر ڪرڻ کان نہ وسارجو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[411]

لک ســلامن نيــل، منهنجــا چئجــان محبــوب کــي،
پــانڌي چئــج پريــن کــي، ڳــر جبرائيــل جليــل،
تـہ تنهنجـي چـانگ چيـول هئـي، مـان کـي سـڪ سـبيل،
مـان تـوَن مهـر اصيـل، لاهجـان نــہ لاڳـاپي جـا ڏٽـي.
(غلام رسول ماڇي)

منهنجــا = راهــب ڏانهــن اشــارو.
محبــــوب = حضــــور ﷺ جــــن.
پانڌي = راهب جو پٽ.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## حضرت عثمان رضہ کي ڪنجي ڏيڻ

جڏهن مڪو شريف حضور ﷺ جن فتح ڪيو تڏهن اصحابن سڳورن سان صلاح ڪيائون تہ هاڻي ڪعبة الله شريف جي ڪنجي ان جي نگهبان ڪان ونجي. انهيءَ مقصد سان اصحابن سڳورن سان گڏجي اتي آيا ۽ حضرت علي رضہ کي ڪعبة الله جي ڪنجيدار حضرت عثمان رضہ کان ڪنجي ونڻ لاءِ

موڪليائون. حضرت علي رضه ڪنجي وٺي آئي حضور ﷺ جن کي ڏني، پر انهيءَ مهل وحي نازل ٿيو ته ڪنجي واپس حضرت عثمان رضه کي ڏيو جو اهو به دين تي اڳي چڪو آهي. تنهنڪري حضور ﷺ جن ڪنجي حضرت عثمان رضه کي واپس ڏني.

متئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[412]

عمـــر مـــارئي کـــي، کيـــو کٺـــي قيـــد اميـــر،
ڏاڙو ڏَراڙن ســـــان، هلـــــي کيـــــو حميـــــر،
پـــوءِ ثـــابت رکـــي ســـير، کٺـــي ڏنـــائين کيـــت کـــي.

عمر = حضور ﷺ جن. مارئي = ڪنجي.
حمير = حضور ﷺ جن. کيت = حضرت عثمان رضه ڪنجيدار.

## دائي حليمان جي لاءِ عزت

حضور ﷺ جن کي ننڍپڻ ۾ دائي حليمان نپايو ۽ تاتيو هو. وٽن هڪڙيءَ جنگ ۾ ان جي ڌيءَ کي قيدياڻي ڪري وٺي آيا. حضور ﷺ جن کيس فرمايو ته، جي تون اسلام قبول ڪري اسان وٽ رهين ته به تنهنجي مرضي، پر جي موٽي پنهنجي ماڳ وڃڻ گهرين ته به توکي اختيار آهي. مائيءَ وڃڻ گهريو ۽ حضور ﷺ جن کيس عزت سان واپس ڪيو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[413]

ميـــر چيـــو هـــو منـــڌ کـــي، کـــل نـــه هٿـــي کـــائي،
بيخبـــري ۾ "بلـــوچ" ڇٽـــي، تـــون معـــاف ڪجـــان مـــائي!
رهيـــن تـــه اِهـــو راڄ تنـــي، وڃيـــن تـــه کـــر وائـــي،
اُٺلـــــي جـــــا آئـــــي، وري پنهنجـــــي ويڙهـــــه ۾.

(لعلڻ خان لغاري)

مير = حضور ﷺ جن. منڌ = دائي حليمان جي ڌيءَ.
مراد: ڏسو متئين ڏنل بيان.

## سخي جي لاءِ عزت

جڏهن مسلمانن فارس ۾ ڀيا ملڪ فتح ڪيا، تڏهن مال غنيمت سان گڏ ڪي مرد ۽ زالون قيد ٿـي حضور ﷺ جن جي دربار ۾ آيا. حضور ﷺ جن انهن کي فرمايو تہ جيڪڏهن توهين ايمان آڻيندئو تہ اوهين قتل ٿيڻ کان بچندئو. انهن ۾ هڪڙيءَ عورت حضور ﷺ جن وٽ پنهنجو احوال عرض رکيو. جنهن مان حضور ﷺ جن کي معلوم ٿيو تہ اها عورت سخي حاتم طائي جي اولاد مان آهي. پاڻ انهي نيڪ مرد جي صدقي سيني قيدين کي آزاد ڪري ڇڏيائون.

متئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[414]

ڪامل ڪانيون ميڙيون، ڀڳڻ ڀارڻ ڪاڻ،
اجان پيڙ نہ ڪيائون باهہ جو، تہ ٿيڙس روح رهاڻ،
انهيءَ هڪ ڪانيءَ ڪاڻ، ڪامل سڀ ڪدي ڇڏيون.

ڪامل = حضور ﷺ جن. پيڙ نہ ڪرڻ = قتل نہ ڪرڻ. ڪاني = حاتم جي اولاد مان هڪ زال ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## يتيم لاءِ محبت

هڪڙي ڀيري حضور ﷺ جن عيدگاهہ تي عيد نماز پڙهائڻ لاءِ وڃي رهيا هئا. تہ واٽ تي ڏٺائون تہ ڪي ڇوڪرا پاڻ ۾ راند روند ڪري رهيا آهن ۽ ٿورو پريرو هڪ ڇوڪرو روئي رهيو آهي. ڇوڪري کي سڏي ان کان روئڻ جو سبب پڇيائون. ڇوڪري حضور ﷺ جن کي نہ سڃاڻي چيو تہ: سائين! منهنجو پيءُ حضور ﷺ جن سان گڏ ڪافرن سان جنگ ڪندي مارجي ويو آهي ۽ منهنجي ماءُ ٻيو مڙس ڪيو آهي جنهن مون کي گهر مان تڙي ڪڍيو آهي. هنن ڇوڪرن کي ڏسي مون کي ڏک ٿو ٿئي تہ جيڪڏهن منهنجو پيءُ جيئرو هجي ها تہ آءٌ بہ اڄ عيد جي ڏينهن هنن ڇوڪرن وانگر نوان ڪپڙا ڪريان ها. حضور ﷺ جن اها ڳالهہ ٻڌي ڇوڪري کي مٿي تي هٿ گهمائي پاڻ سان گڏ وٺي حويليءَ تي

آندائون ۽ چوڪري کي چيائون ته: ٻچا! اڄ کان تون منهنجو پٽ آهين، عائشه تنهنجي ماءُ آهي، علي رضه تنهنجو چاچو آهي، فاطمه تنهنجي ڀيڻ آهي، ۽ هي حسن ۽ حسين تنهنجا ڀائر آهن. پوءِ کيس وهنجاري سهنجاري ڪپڙا ڍڪائي عيدگاهه ۾ وٺي ويا.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[415]

وٺـــو راهـــه رســـول جـــي، وهـــي جـــا ٿـــي ويـــر،
آهـــه ڪـــري عـــرض ڪيـــائين، دانهـــن ڪئـــي دلگيـــر،
هـائو چئـي حـاضر چيئيـن، تنهـن کـي ورنـدي ڏنـي ويـر،
تنهـن جو پاڳاري پيـر، ڪيو غرض "غـلام محمـد" چئـي.
(غلام محمد)

دلگيـــــر = يتيـــــم چوڪـــــر.
پاڳارو پير = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## حضور ﷺ جن جي ٻار کي دلداري

چون ٿا ته هڪڙي چوڪري دوزخ جي حقيقت ٻڌي ته ان ۾ ماڻهو ۽ پٿر سڙندا. هن خيال ڪيو ته باهه ڀرپائين تلهين ڪانين کي ته ڪانه ٿي لڳي پر سنهين کي جلد ٿي لڳي ۽ انهن کي ساڙيو ٻاريو ڇڏي. شايد الله تعاليٰ به ڀرپائين اسان ننڍن کي دوزخ ۾ وجهندو. انهيءَ خوف کان هو پيو روئندو هو. هڪڙي ڏينهن حضور ﷺ جن کيس روئندو ڏسي، ان کان روئڻ جو سبب پڇيائون. چوڪري پنهنجوخيال حضور ﷺ جن کي ٻڌايو. تڏهن پاڻ کيس دلداري ڏيئي فرمايائون ته، ابا! ننڍن ٻارن تي دوزخ جي باهه حرام آهي. اهو ٻڌي چوڪر تمام گهڻو سرهو ٿي هليو ويو.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[416]

گوهـــر گـــڏيس گـــس ۾، پڇيـــس خـــان خبـــر چـــار،
اوريئيـــن حـــال انهـــيءَ ســـان، نيـــڻ ٺمـــائي نـــار،
ڪلاچـي جـي ڪـن جـي، اتـم لـُـنءَ لـُـنءَ منجهـه لغـار،

متان ڦينجها وجهي باهہ ۾، ڪري مچ ميهار،
وڏي گوهر ڪي گفتار، ان صغير جي ”سومار“ چئي.
(سومار سومرو)

گوهر = حضور ﷺ جن. اوريئين = ان ڇوڪر
ڏانهن اشارو. ڪن = دوزخ. ڦينجها = ننڍا ٻار.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[417]

ورنهہ تنهن وات تي، دانهہ ٻڌي دڙ،
گونرو اتي غم مان، رويو ڪري رڙ،
هلي حبيب پڇيو، ڪهڙي وئي تئي هڙ؟
گونري چيو غم مان، ڪائيندم ٻگهڙ،
مسڪين تي ”ماڻڪ“ چئي، ورنهہ ڪيو وڙ،
انهيءَ جي اڙ، ڪوڙئين ڇڏايا ڪيترا.
(ماڻڪ خان لغاري)

ورنهہ = حضور ﷺ جن. گوندر = ڇوڪرو.
ٻگهڙ = دوزخ.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## آسماني طعام

هڪڙي ڪافر کي اولاد ٿيندو ئي ڪونہ هو. هن حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ اچي اولاد لاءِ سوال ڪيو. حضور ﷺ جن جي دعا سان کيس پٽ ڄائو. زال پنهنجي مڙس کي چيو تہ هيءُ پٽ اسان کي حضور ﷺ جن جي دعا سان الله تعاليٰ عطا ڪيو آهي، تنهنڪري ان جي ئي ساراهہ ڪرڻ جڳائي. پوءِ مائيءَ جو دستور هوندو هو تہ پٽ کي کابہ شيءِ ڏيندي هئي ۽ جي ڇوڪرو پڇندو هو تہ، اما! هيءَ ڪنهن ڏني آهي؟ تہ ماڻس جواب ڏيندي هيس تہ الله ڏني آهي. انهيءَ ڪري ڇوڪري کي يقين ٿي ويو تہ سڀڪجهہ الله تعاليٰ ڏئي ٿو. هڪڙي ڀيري اهو ڇوڪرو ٻين ٻارن سان گڏ راند ڪرڻ ويو. ٻيا سڀ ڇوڪرا! پنهنجي ڪاڌي لاءِ ماني ٻڌي کڻي آيا، مگر هي ڇوڪرو نلهو آيو. ٻين ڇوڪرن هن کان پڇيو تہ توڪاڌو ڇو ڪونہ آندو آهي“ هن ورندي ڏني تہ مون کي الله تعاليٰ ڏيندو. ڇوڪرا اجا اهيئي ڳالهيون ڪري رهيا هئا تہ ڏسن تہ

پاسي ۾ هڪڙو ڊڪيل ڊاڪون رکيو آهي، جو ان ڇوڪري ڪٺي ڇيو تہ ڏنوَ تہ الله تعاليٰ مون کي ڪاڏو موڪليو آهي. ٻيا ڇوڪرا اهو ڊاڪون ڏسي حيران ٿيا ۽ ان ڇوڪري جي ڳالهہ ٻڌي نندپڻ ۾ ئي ايمان آندائون.

متئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[418]

اڪـــن مـــان انـــب پيـــدا ٿيـــو، خلقيـــو خلقڻهـــار،
اڪ انبـــڙي پـــاڻ ۾، ويهـــي ڪيـــو ويچـــار،
تہ هـي جـو ڏنـو گـل گـلاب جـو، ڏيهہ ڏٺـي ڏاتـار،
انهـــيءَ جـــي آڌار، اڪ مڙيئـــي انـــب ٿيـــا.

اڪ = ڪافر. انـب = پـٽ. اڪ انبـڙي = زال ۽ مڙس. گلاب جو گل = پٽ. انب ٿيا = مسلمان ٿيا.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## حضور ﷺ جن جي ديدار لاءِ سڪ

چون ٿا تہ هڪڙي ڪئليءَ کي حضور ﷺ جن کي ڏسڻ جي ڏاڍي سڪ پيدا ٿي. پوءِ هوءَ حضور ﷺ جن جي ديدار لاءِ اُتي هلي، پر گس ۾ اڇي منجهي پئي. اتي جبرئيل پاريهر جي صورت ۾ اچي اڳيان بيٺس، ۽ ڪئلي اُن جي پير تي چڙهي اچي ڪچهريءَ ۾ پهتي ۽ ديدار ڪري سرهي ٿي.

متئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[419]

گهڻي پياس پنهل جي، سسئي کي سڪ اندر ۾ ساهہ،
پـر بيـوس ويچـاري هئـي، هـي رمـي کهـڙيءَ راهـہ؟
اڳيون جر تر بر "بنگل" چئي، هيءَ ڪاڏي ڪري ڪاهہ،
پـوءِ قـاصد آيـس ڪيـچ ڏانهـن، تيـس وسـيلو واهـہ،
پوءِ جت منجهارئون چاهہ، وجي پسيائين پنهل ڄام کي.
(بنگل شيخ)

سـئي = ڪئلـي. قـاصد = جبرئيـل.
پنهون = حضور ﷺ جن.

## سومهڻي نماز لاءِ تاڪيد

چون ٿا تہ هڪ اصحابي سڳوري گذران لاءِ اُٺ خريد ڪيو هو. جڏهن هو سنجهي مان ڪيس لڏڻ جو خيال ڪندو هو تہ پينڊ وغيره ٽوڙائي پڇي ويندو هو ۽ وري صبح جو اصحابي سڳورو ڳولي ايندو هوس. نيٺ اهو اصحابي سڳورو اُٺ سوڌو حضور ﷺ جن وٽ آيو ۽ اُٺ جي شڪايت ڪيائين. حضور ﷺ جن اُٺ کان پڇڻ جو سبب پڇيو. ان تي اُٺ جواب ڏنو تہ: منهنجو مالڪ سومهڻي جي نماز ڪانہ ٿو پڙهي، تنهنڪري ان وقت آسمان کان هڪ چپ ايندي ڏسي ڊڄندو آهيان. جنهنڪري انهيءَ ڊپ ۾ وٺي ڀڄندو آهيان تہ نير ٽٽي پوندا آهن. اهو ٻڌي حضور ﷺ جن اصحابي سڳوري کي سومهڻي نماز پڙهڻ لاءِ تاڪيد ڪيو. جڏهن اصحابيءَ سڳوري نماز پڙهڻ شروع ڪئي، تڏهن اُٺ نہ ڀڳو ۽ هو ان تي بار ڍوئي گذر سفر ڪندو رهيو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[420]

پورهيت پنهنجي پورهئي لاءِ، هو ميو ملهايو،
مالڪ ملهہ ميي جو، هو سؤ سٽايو،
هن ڏيئي پئسا پورا، ڪرهل هو ڪاهيو،
وني آٿي وقوف سان، هن اگڻ جهڪايو،
وڏئينس پينڊ پختا، هن جو تيو سوڌو سجايو،
خوف مجهئون "خاصخيلي" چئي، هن ڇوهئون ڇنايو،
جيڪي ڏنئين رب جو رايو، ڪيئين حال حبيب سان.

(حاجي حاميد خاصخيلي)

پورهيت = اصحابي سڳورو. خوف تيڻ = آڏي جو چپ ڏسڻ. حبيب = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## اڪين ڏٺي شاهدي

چون ٿا تہ هڪڙي ڪاسائي حضور ﷺ جن جي ڪچهريءَ ۾ هڪڙو مسئلو اچي پڇيو تہ هڪڙو ڪتو ڏهيءَ جي چونري جي پرسان لنگهي ويو ۽ چونريءَ جو ڍڪ بہ لٿو پيو هو. هاڻي انهيءَ ڏهي کي حلال سمجهجي يا حرام.

پاڻ فرمايائون تہ جنهن صورت ۾ ڪتي ڪي چونريءَ ۾ ڪنهن منهن هٽندو نہ ڏنو آهي تہ اها حلال آهي. پر ڪاسائيءَ شڪ آندو ۽ اها ڏهي ڪم نہ آندي. هڪڙي ڏينهن هن جيئن هڪ ڇيلي ڪي تڪبير وجهي ڪاتي پٽ تي رکي تہ هڪ سرڻ ان تي رت ڏسي اها ڪٽي ويئي. ڪاسائي سرڻ جي پنيان پئي ويو. اتفاق سان سرڻ جي چنبن مان ها ڪاتي ڪري پيئي ۽ اچي هڪ گهٽيءَ ۾ وينل بار جي مٿان پيئي ۽ ان جو پيٽ ڦاڙي وڌائين. ڪاسائي بہ ويجهو وجي پهتو هو. پيا ماڻهو بہ بار جي دانهن تي مڙي آيا. سيني ڪاسائي کي ڏوهاري سمجهي ڪٽي قابوڪيو ۽ هن کي حضور ﷺ جن وٽ وني آيا. تڏهن پاڻ سڳورن ڳالهہ ٻڌي ماڻهن کان پڇيو تہ هن ڳالهہ جي اوهان مان کهڙو شاهدي تو ڏئي تہ هن ڪاسائيءَ کي، بار کي ڪاتي هٽندي ڏنو؟ انهن ماڻهن مان ڪنهن بہ اکين ڏٺي شاهدي نہ ڏني. تڏهن حضور ﷺ جن ان ڪاسائيءَ کي بيڏوهي ڪري ڇڏي ڏنو ۽ پوءِ ان کان پڇيائون تہ. ڏهي حلال هئي يا حرام؟ ڪاسائي ڏاڍو شرمندو ٿيو ۽ حضور ﷺ جن کان معافي وني روانو ٿيو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[421]

گندا ڪيئي گمان، جاچيئي ڪين "جتوئي" چئي،
جڏهن ڏني هيئي روءِ رانول جي، پوءِ آنديءِ چو نہ ايمان،
پوءِ ٿئين پشيمان، جڏهن موچڙا لڳئي موت جا.

(جتوئي)

گندو = ڪاسائي. رانول = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## ڏڪيل آڱر جي دوا

چون ٿا تہ هڪ دفعي حضور ﷺ جن جي آڱر مبارڪ ڏڪي پئي. هوشيار هوشيار حڪيمن هام هڻي ان جو علاج ڪيو ۽ مختلف دوائون استعمال ڪيائون. حضور ﷺ جن دوائن کان پڇي معلوم ڪيو تہ اهي شفا ڏيڻ کان مجبور هيون، جنهنڪري آڱر جي تڪليف ۾ ڪو فرق نہ ٿيو. آخر هڪ ٻڍڙي بدويءَ جهنگ جي ٻُوٽي (ڊِپ) مان نهيل دوا، هڪ دٻليءَ ۾ پيل آڻي حاضر ڪئي. جنهن کان پڻ حضور ﷺ جن معلوم ڪيو تہ اها الله تعاليٰ جي حڪم

سان شفا ڏيڻ جو مرتبو حاصل ڪندي. پوءِ پاڻ اها دوا جا ڏسڻ ۾ معمولي هئي پر اُن جو استعمال ڪري شفا حاصل ڪيائون ۽ غريب بدويءَ تي مهربان ٿي ڪيس جهجهو انعام ڏئي، خوش ڪري روانو ڪيائون.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[422]

ليلان شهر لهور جي، هٺي وينهي ديرو،
بايون، بانهيون ڪيتريون، پڳائونس نہ پيرو،
ڪونرو آئي ڪرُ ڪٺي، نياڳيءَ سان ڪيائين نبيرو،
پٽي ڪديائينس آڪيرو، جو هلي ويئي ”حاجي“ چئي.

(حاجي مهيسر)

ليلان = بيماري. لهور = جهنگ.
بايون، بانهيون = دوائون.
نياڳي = بيماري.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[423]

بيهاريائينس پلين سان، وجهي ويچاريءَ ڪي واڳ،
پرين ٻڌائي پلڪ ۾، تنهن جي پاليندڙ ڪي پاڳ،
پلا تنهن جا پاڳ، تيا هنڌ انهيءَ ”حاجي“ چئي.

(حاجي مهيسر)

پليون = بين حڪيمن جون دوائون.
ويچاري = ڏپ واري دوا. واڳ = دبلي.
پرين = حضور ﷺ جن. پاليندڙ = دوا ناهيندڙ.
پاڳ = انعام.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[424]

زميندارن سان زيٺجي، ڪيو جريب واري جار،
”حاجي“ چئي، هن پي وجي نالو ڪيو نروار،
خاصو ان خرار، تنهن ڪي بيشڪ بٺئي جو مليو.

(حاجي مهيسر)

زميندار = هوشيار حڪيم. جريب وارو = مسڪين
بدويءَ ڏانهن اشارو. آن خرار = انعام.

مراد: حضور ﷺ جن جي ڏکيل آگر جو علاج هوشيار حڪيمن ڪيو پر ڪين فائدو نہ ٿيو. آخر هڪڙي بدويءَ جي معمولي علاج سان ڪين شفا حاصل ٿي.

[425]

سوين آئيون سهٽيون، ساهڙ وٽ سهي،
هڪ وٽي هئي هوت ڪي، جيڪا راجا وٽ رهي،
سا ساهڙ ڪري سهي، ميهر لاٿي من سان.

سهٽيون = دوائون. ساهڙ = حضور ﷺ جن.
هڪ = ڏيڻ واري دوا ڏانهن اشارو.
هوت = حضور ﷺ جن. راجا.
ميهر = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[426]

ساهڙ ۽ سهٽي، سرس ڪري آيا سينگار،
سهٽي گهڙي وئي سير ۾، جنهن مرڪايو ميهار،
"بصر" ٿي بهار، ڏاها ڳولي ڏور ڪي.
(بصر سهتو)

ساهڙ = بدوي. سهٽي = ڏيڻ جي بوڙي مان
ٺهيل دوا. سير = بيماري. ميهار = بدوي.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[427]

پيسي ڪوئن پري هو، سو تہ هزارين هوءِ،
ساري ڪري ويو سوَ ڪان، سو سري ڪنئي پوءِ،
سوَ مان ڪسيروئي ڪين ٿيو. هو لک ڪان لنگهي ويوءِ،
ڪي حصا ڪروڙ ڪان ويو، پدم پاند نہ پوءِ،
اهي اتس پار "اڏيو" چئي، اهي سالڪ سمجهي ڏيوءِ،
سون سيپوئي ٿوءِ، اگڻ آئي عجيب جي.
(اڏيو مهر)

پري هو = بيغرض بدويءَ ڏانهن اشارو.
سو = هوشيار حڪيمن ڏانهن اشارو.
سو = دوائون. سري ڪٽڻ = استعمال ٿيڻ لاءِ
آچ ڪرڻ. ڪسيرو = شفا.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[428]

سنيري هليو سيگهه موُن، پانهه ڪيو پهلوان،
چوڻ چورنگ جي سان، ڪيائين سپ قصو ساڏان،
پوءِ پڪڙجي پيو ملڪ ۾، ويو هو چڏي ماڳ مڪان،
پوءِ موليٰ ڏنو مان، انهيءَ کي "الهه بخش" چئي.

(الهه بخش)

پهلوان = غريب بدوي. چورنگ = حضور ﷺ جن.
ڪيائين = دبليءَ جي ڪک ڏانهن اشارو.
هو = ايذاءُ ڏانهن اشارو. انهيءَ = غريب بدوي
ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## عڪاسه اصحابي سڳوري جو مهر نبوت کي چمڻ

چون ٿا ته حضور ﷺ جن حجته الوداع تان موٽي اچڻ تي سيني اصحابن کي گڏ ڪري اعلان ڪيو ته هاڻي دين مڪمل ٿي چڪو اسين آخرت جي سفر جي تياري ڪري رهيا آهيون تنهنڪري جنهن به ماڻهوءَ جو اسان ڏانهن ڪو حساب رهيل هجي ته اسان ڪان وٺي چڏي. اهو اعلان ٻڌي اصحابن کي پنهنجي محبوب جي جدائيءَ جو غم ۽ افسوس ٿيو پر هڪڙي عڪاسه نالي اصحابيءَ حضور ﷺ جن جي اڳيان حاضر ٿي عرض ڪيو ته: يارسول الله! ننڍي هوندي راند ڪندي توهان منهنجي اگهاڙيءَ پني تي هڪ لڪڻ هنيو هو. تنهنڪري ان جي عيوض وٺڻ چاهيان ٿو. اها ڳالهه ٻڌي سڀ اصحابي غمگين ٿي ويا. ڪي ان عڪاسه تي سخت ڪاوڙيا ۽ ڪيترن پنيون اگهاڙيون ڪري عڪاسه کي هڪ لڪڻ جي عيوض سؤ سؤ لڪڻ هڻڻ لاءِ چيو پر عڪاسه ضد ٻڌي ڏانهن نهاريندو رهيو. آخر حضور ﷺ جن سيني کي ماٺ ۾ رهڻ جو اشارو فرمائي پنهنجو جبو مبارڪ لاهڻ لڳا. ان تي ٻيا اصحابي ته روئڻ لڳا

پر عڪاسہ دل ئي دل ۾ خوش ٿي رهيو هو. جڏهن حضور ﷺ جن جبو مبارڪ لاهي پني اگهاڙي ڪئي تہ مهر نبوت جو سيني ديدار ڪيو ۽ عڪاسہ لڪڻ اچلائي مهر نبوت کي وجي چميو ۽ روئي معافي ورتائين. اها حالت ڏسي بين اصحابين بہ عڪاسہ جي ڳالهہ جو مقصد سمجهيو. پوءِ زيارت جي خوشي ۾ عڪاسہ تان بہ سندن ڪاوڙ لٿي. چون ٿا تہ. مهر نبوت تي هڪ سؤ سٺ پردا چڙهيل هئا. جڏهن حضور ﷺ جن پني مبارڪ اگهاڙي ڪئي تڏهن الله تعاليٰ اهي هڪ هڪ ڪري لاٿا تہ جيئن مؤمن زيارت ڪري خوش ٿين.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[429]

حمير هڪڙي ڏينهن، هئا سڏايا سلطان،
هئي معلوم مڙني کي، پر ڪنهن پڇي هئي ڪان،
راڻي پنهنجي رمز سان، هو پڙ ڳالهايو پان،
جي جاڙون ڪيئي جوان، سي هينئر ونندوساءِ "هگورو" چئي.
(هگورو)

حمير = حضور ﷺ جن. سلطان = اصحابي.
معلوم هئڻ = مهر نبوت جي خبر هئڻ.
راڻو = عڪاسہ اصحابي. جاڙون ڪرڻ = راند
۾ لڪڻ هڻڻ. جوان = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[430]

ويهي وزيرن وچ ۾ سڏايا سڀ سلطان،
هندو منجهن هڪڙو، بيا سڀئي مسلمان،
رهي ڪيهي حساب جو، تو پانهہ پڇي پاڻ،
سڀئي هئا سرت سجان، پر ڪنهن نہ چوريو ڪينرو.

وزير = اصحابي. سلطان = حضور ﷺ جن.
هندو = عڪاسہ اصحابي. پانهہ = حضور ﷺ جن.

مراد: حضور ﷺ جن ڪنهن جي رهيل حساب ڪتاب ڏيڻ جي آڇ ڪئي تہ بيا سڀ خاموش رهيا. فقط عڪاسہ اصحابي پنهنجي رهيل عيوض جي گهر ڪئي.

[431]

عمـــــر ڏارو ڏاريــــــو، چوُپـــــڙ چـــــوڏاري،
مـــرد ڪٺـــي ويـــو مـــام ســـان، رانـــد ســـيا ســـاري،
ســا عمــر اختيــاري، ڏنــي هئــي پــاڻ "اڏيــو" چئــي.
(اڏيو مهر)

عمر = حضور ﷺ جن. ڏارو ڏارڻ = حساب
ڪتاب جي ڳالهہ چوڻ. مــرد = عڪاسہ.
راند ڪٺڻ = مهر نبوت ڏسڻ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[432]

ونـــو راهــہ رســـول جـــي، وري پيـــڙا تيـــو پـــائي،
منـــڌ ڪنهيـــن مـــاڳ تـــي، ڪـــامڻ هئـــي ڪـــائي،
ســـهڻي صورتونـــد هئـــــي، اهـــا ســـگهڙ ســـوائي،
ســيفل ٻــڌو ســندرو، تنهــن بــہ ڪئــي ســالڪ سـچائي،
منــع تنهــن ملــوڪ ڪــي، تــي هئــي اتــي اهــائي،
اڳيـوُن مـل اتئـي مهـراڻ ۾، توڪــي خــان! وينــدا ڪــائي،
هــن جــو برهــہ بديعــل ســان، ســا ٻــي واري نـــہ وائـــي،
عــاقل ايــرم شــهر تــي، ڪــري ڪاهــہ ڪٺــي ڪــاهي،
مــرد ڏنــي هئــي مــائي، جــاءِ انهــيءَ "جــاڙو" چئــي.
(جاڙو خان مري)

منڌ = مهر نبوت. سيفل = عڪاسہ اصحابي.
مــل = اصحـــابي. مهــــراڻ = ڪچهـــري.
بديعل = مهر نبوت، عاقل = عڪاسہ اصحابي.
ايرم شهر حضور ﷺ جن جو بدن مبارڪ.
مائي = مهر نبوت.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[433]

اڇـــي پيـــو عشـــق عمـــر ڪـــي، مـــارئيءَ جـــو مـــن،
تـــہ منـــڌ آهـــي مـــاڙ ۾، وينگـــس منجهـــہ وطـــن،

سنيري هليو سومرو، منڌ ان جي ماڳن،
اهو ڪم عمر ڪي، رسايو ريبن،
مارن ڪي منيان لڳي، آيا جوش منجهان جُلبن،
جڏهن ڏات ڏني ڏوتين، تڏهن تين بهاري ”بهاول“ چئي.
(بهاول مهر)

عمر = عڪاسه اصحابي. مارئي = مهر نبوت.
منڌ = مهر نبوت. وطن = حضور ﷺ جن جو
بدن. سومرو = عڪاسه. مارو = بيا اصحابي.
ڏات = مهر نبوت.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[434]

لائق لشڪر ۾، نر هنيو نعرو،
اتي جوان ”جلال“ چئي، وير گهريو وارو،
دهشت ۾ دهلجي ويو، اُڙد سڄو سارو،
جڏهن ڪيو ناتر نظارو، تڏهن وهه واهه تي وٽڪار ۾.
(جلال پٽنو)

لشڪر = اصحابي. نر = حضور ﷺ جن.
وير = عڪاسه اصحابي.
وارو = لڪڻ هٽڻ جو عيوضو.
اڙد = اصحابن ڏانهن اشارو. ناتر = مهر نبوت.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[435]

نه ڪاڄ نه وهاڻءُ، ڪيائين ڪوٺ گهٽي،
آيو، اُتي ويهي رهيو، ملان ونجهه هٽي،
لتيس گهوٽ مان گهٽي، سڪ ساعت ۾ ”سرهو“ چئي.
(سرهو جاگيرائي)

ڪوٺ ڪرڻ = اصحابن ڪي سڏائڻ.
ملان = عڪاسه اصحابي.
گهوٽ = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[436]

روءِ تيو راوَ جي، خان چڏي سا ڪت،
"محمدنواز" چئي محب سان، هو نوان ڪري پيو نَت،
جڏهن پاهو ڏنائين پرينءَ ڪي، تڏهن سورهيہ ڏني سٽ،
پوءِ ميهر لاهيا مُت، مڙني جي مَن تئون.

(محمد نواز ميتلو)

راوَ = حضور ﷺ جن. خان = عڪاسہ اصحابي.
محب = حضور ﷺ جن. پاهو = مهر نبوت جو
نشان. ميهر = حضور ﷺ جن.
مڙئي = سڀ اصحابي.

مراد: عڪاسہ اصحابي بهاني سان مهر نبوت ڪي ظاهر ڪرايو. ان ڪي چمي ڏئي پنهنجو مقصد بہ پورو ڪيائين ۽ ٻين ڪي بہ ديدار ڪرائي انهن جي ڪاوڙ ڍري ڪرايائين.

[437]

ساراهيان سچو ڌڻي، جو خالق خلقٺهار،
راڳيندڙ هن راجا وٽ، آيا جوان سيئي جهونجهار،
پري پان بہ آيو، سو مڙس انهيءَ پار،
تنهن جاجڪ جهوناڳڙهہ ۾، اچي ٻيجل ڪئي ٻاڪار،
سوَ تجويزون تنهن سان، ۽ حيلا ڪيئون هزار،
پر هيءُ چارڻ چُري ڪين تو، ٻينو تند هٽي اتي تار،
تيو مطلب مڱڻهار، جاءِ انهيءَ "جاڙو" چئي.

(جاڙو خان مري)

راڳيندڙ = اصحابي. راجا = حضور ﷺ جن.
جهوناڳڙهہ = حضور ﷺ جن جي ڪچهري.
چارڻ = عڪاسہ اصحابي. مطلب تيڻ = مهرنبوت کي چمڻ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[438]

ٻڌي گفتو غازيءَ جو، آيو جاءِ انهيءَ جوان،
ڪامل تنهن ڪچهريءَ ۾، هئا سڀ سرت سجان،

مـــرد چيـــو ميـــر كـــي، ظـــاهر ســـاڻ زبـــان،
ان منـڌ جـي محـلات ۾، هئـي كـل كنهـن كـي كانـہ،
پـوءِ هـن كـي داتـا ڏنـو دان، پلـو تيـس "پٺـي" چئـي.

(پٺي)

غازي = حضور ﷺ جن. جوان = عكاسہ اصحابي.
ميـر = حضـور ﷺ جـن. منـڌ = مهـر نبـوت.
محلات = حضور ﷺ جن جي پٺي مبارڪ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[439]

خبـر بـڌي خـان جـي، ويتـر كيـائين ويچـار،
جوان بہ اتـي جلد منجهئـون، كئـي گوهـر سـان گفتـار،
سـهٽا سـپيئي سـيگهہ ۾، اُهـي هـاتنگ تيـا هوشـيار،
ويـر ڏنـي هئـي ورنـدي، اِهـا محبـن كـي منـٺـار،
پوءِ كئي ستـاري سـتار، انهـيءَ تـي "الهہ بخـش" چئـي.

(الهہ بخش)

خان = حضور ﷺ جن. جوان = عكاسہ اصحابي.
گوهر = حضور ﷺ جن. سهٽا = سيئي اصحاب.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[440]

فقيـر قيـري ڏئـي، اچـي سـَين هنئـي وٺ سـلطان،
راولـــن رنـــج تيـــو، تـــي پيـــا پريشـــان،
جـڏهن ڏاتـر ڏنـن ڏان، تـڏهن لٿـو فكـر فقيـرن جـو.

فقيـــر = عكاســـہ اصحـــابي.
سلطان = حضور ﷺ جن. راول = اصحابي.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[441]

اڙانگـي جـي عجيـب اچـي، وائـي كئـي وات،
آيـا سـي عبـرت ۾، جيكـي مڙئـي هئـا محـلات،

صوبـي پـوءِ سـامين جـي، برھـ متـائي بـات،
ھن بہ انعام ڪيا ارڏي جي، جيڪـي سهٽا هٿا سات،
تن جون ڏينهان رات، ڪيان ڪهاٽيون "قادر بخش" چٽي.
(قادربخش راڇپر)

اڙانگو = لڪڻ. عجيب = عڪاسہ اصحابي.
سپ = اصحابن ڏانهن اشارو. محلات = حضورﷺ
جن جي مجلس. صوبو = حضورﷺ جن.
سامي = بدن تي پهريل پوش.
بات متائڻ = لاهڻ. هن = عڪاسہ ڏانهن
اشارو. ارڏي = مهرنبوت. سهٽا = چپ (عڪاسہ جا).

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[442]

چگائي تو ڪريائو، چپ ڪريو، چو تا اڇو خار ۾؟
جي تا ڏوھہ سمجهو، تہ ڏيو دانهن سرڪار ۾.

چگائي = مهر نبوت جو ديدار.
ڪريائو = عڪاسہ اصحابي ڏانهن اشارو.
اڇو = اصحابن ڏانهن اشارو.
سرڪار = حضورﷺ جن.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[443]

نر ڪٺي ويو نيت سان، ڪري وينن ڪان ٺي وار،
پوءِ وڙهيا هٿا پاڻ ۾، اڳ نہ ڪيئون آچار،
اتي سڀ "اڏيو" چٽي، هٿا چگائي ڪي چار،
مٽد ناهہ ميار، ڏٺائون پٽي ڏينهن جو.
(اڏيو مهر)

نر = عڪاسہ اصحابي. وينل = بيا اصحاب.
وار ڪٽڻ = مهر نبوت ڏسڻ.

مراد: عڪاسہ اصحابي لڪڻ هٽڻ جو بهانو ڪري مهرنبوت جي ديدار ڪرڻ ۾ بين اصحابن ڪان گوءِ ڪٽي ويو، جو پاڻ تہ ديدار ڪيائين، پر بين اصحابن ڪي بہ ديدار ڪرايائين.

[444]

پڙهہ بسم الله گل کليو، سؤ سٺ جنهن جوين،
چانگو ول چري ويو، جنهن جو مين رتو آ من،
انهيءَ ول جو پن، کومائجي تہ ڪروڙ لهي.

گل = مهرنبوت. چانگو = عڪاسہ اصحابي.
ول = مهر نبوت.

مراد: عڪاسہ اصحابي حضور ﷺ جن کان هڪ لڪڻ جو عيوضو طلبيو حضور ﷺ جن پهراڻ لاٿو ۽ مهرنبوت تي هڪ سؤ سٺ نوراني پردا هٽا جي الله تعاليٰ جي حڪم سان پاسي ٿيا تہ عڪاسہ اصحابي گهڻي اشتياق سان ان مهرنبوت کي وجي چميو ۽ ٻين اصحاب سڀني بہ ديدار حاصل ڪيو.

[445]

عاشق تہ عزازيل، ٻيا مڙيئي سڏڙيا،
منجهان سڪ سبيل، لعنتي لال ٿيو.
(رسالو)

عزازيل = عڪاسہ. ٻيا = اصحابي.
اصحابن ڏانهن اشارو. سڪ = مهر نبوت
ڏانهن اشارو. لال ٿيڻ = چمڻ.

مراد: عڪاسہ اصحابيءَ مهر نبوت جي ديدار ڪرڻ لاءِ هڪڙو بهانو ڪيو، نيٺ هن ان کي چمي پنهنجو مقصد حاصل ڪيو.

[446]

موليٰ جي ملڪ ۾، هئي هڪ زمين،
سج ڏنائين هڪ ڏهاڙي، قدرت سان ڪريم،
وري ڏسندي ڪين، قيامت تائين "ڪالو" چئي.
(ڪالو)

موليٰ = حضور ﷺ جن، ملڪ = بدن مبارڪ.
زمين = مهر نبوت. سج ڏسڻ = ظاهر ٿيڻ.

مراد: حضور ﷺ جن جي جسم مبارڪ تي مهر نبوت تيل نشان عڪاسہ اصحابيءَ جي پنهنجي عيوضي وٺڻ جي بهاني سان هڪ ڀيرو ظاهر ٿيو ۽ وري قيامت تائين نہ ظاهر ٿيندو.

## نبي ﷺ جن جي وفات

چون ٿا ته حضور ﷺ جن هڪ دفعي گهر ۾ ڳالهين ڪندي فرمايو ته اڃا وار موت جي نشاني آهن. اهي لفظ سندن نياڻي بيبي فاطمه به ٻڌا هئا. جڏهن ڪجهه وقت بعد حضور ﷺ جن جي سونهاري مبارڪ ۾ اڇا وار ڏٺائين تڏهن اها ڳالهه ياد آيس ۽ غمگين ٿي روئڻ لڳي. حضور ﷺ جن ڪانئس روئڻ جو سبب پڇيو. تڏهن چيائين ته توهان هاڻي اسان وٽ شايد ٿورو عرصو رهو. ڇاڪاڻ ته توهان جي سونهاريءَ مبارڪ ۾ اڇا وار پئجي ويا آهن. حضور ﷺ جن ڪيس آٿت ڏيئي ماٺ ڪرائي.

چون ٿا ته حضور ﷺ جن جي لاڏاڻي کان ٿورو وقت اڳ عزرائيل، اعرابيءَ جي صورت ۾ حضور ﷺ جن جي دروازي تي اچي ٺڪڙو ۽ ڏاڍيان سڏ ڪيو. جو ٻڌي بيبي خاتون جنت ڏکي وئي ۽ خبر وٺڻ لاءِ هڪڙي مائيءَ کي ٻاهر موڪليائين. جنهن اچي ٻڌايو ته هڪڙو اعرابي آهي. اهو ٻڌي حضور ﷺ جن انکي اندر اچڻ جي اجازت ڏني. جڏهن ڏٺائون ته عزرائيل آهي تڏهن ڪيس فرمايائون ته مون سمجهيو ته الله طرفان جبرئيل آيو آهي، پر هاڻي توکي پنهنجي ڪم ڪرڻ جي اجازت آهي. پوءِ عزرائيل حضور ﷺ جن جو روح ساڻ ڪري روانو ٿيو.

حضور ﷺ جن جي وفات جي خبر ٻڌي ڪيترن اصحابن کي يقين نه ٿيو. ايتري قدر جو حضرت عمر رضه تلوار اُگهاڙي ڪري چوڻ لڳو ته: جيڪو ماڻهو چوندو ته حضور ﷺ جن وفات ڪري ويا آهن تنهن جي سسي هن تلوار سان اُڏائي ڇڏيندس. آخر حضرت ابوبڪر رضه آيو جنهن حضرت عمر رضه ۽ ٻين اصحابن کي وفات لاءِ يقين ڏياريو. ان کان پوءِ سيني گڏجي حضور ﷺ جن جي ڪفن دفن جو بندوبست ڪيو.

چون ٿا ته زمين آسمان جو پاڻ ۾ اچي مقابلو ٿيو. زمين چيو ته منهنجو مرتبو مٿانهون آهي ڇاڪاڻ ته حضور ﷺ جن مون تي پيدا ٿيا آهن ۽ آسمان چيو ته منهنجو شان مٿي آهي ڇاڪاڻ ته حضور ﷺ جن معراج تي اچي منهنجو سير ڪيو ۽ الله تعاليٰ سان راز نياز جون ڳالهيون ڪيون پر حضور ﷺ جن زمين تي ئي رحلت فرمائي ۽ کين زمين ۾ ئي دفن ڪيو ويو. تنهنڪري زمين زياده خوش ٿي ۽ ان آسمان کان شان ۾ گوءِ کنئي.

چون ٿا تہ حضور ﷺ جن جي سواريءَ واري اُٺ جڏهن جهنگ ۾ چرڻ ويندي هئي، تہ وڻ کيس ڏار ۽ ٽاريون لاڙي ڏيندا هئا ۽ هوءَ کائي ڍؤ ڪري موٽندي هئي. جڏهن حضور ﷺ جن وفات ڪئي تڏهن مٿان تي ڪِري پئي، کاڌڻ پيئڻ بند ڪري ڇڏيائين ۽ سندن وڇوڙو سهي نہ سگهي ۽ دانهون ڪري مري وئي. ڏاچيءَ جي موت تي سڀ اصحابي سڳورا سندس محبت ڏسي حيران ٿيا ۽ حضور ﷺ جن جي غم ۾ وڏيڪ روئڻ لڳا.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[447]

اوني ڪان اوني آيا، سي ٿي سڄاٽا،
وسريل هئا ورهين جا، سي اڃي سُور ساماٽا،
هي درد جا داٽا، وري چڙهيا آهن ”وادو“ چئي.
(انب وادو)

اوني = اڃا وار. سي = حضور ﷺ جن جي بڌايل
ڳالهہ ڏانهن اشارو.

مراد: بيبي فاطمہ، حضور ﷺ جن کان ٻڌو هو تہ اڃا وار موت جي نشاني آهن، جڏهن سندس نظر حضور ﷺ جن جي منهن مبارڪ تي پئي، ۽ اڃا وار ڏٺائين تہ اها ڳالهہ ياد آٽي روئڻ لڳي ۽ سمجهيائين تہ حضور ﷺ جن هاٽي اسان وٽ ٿورو وقت هوندا.

[448]

ڏسُ جن جو ڏور هو، سي پيا منجهہ پڌر،
منڌ اڳيان مرد جي، جال هاريو پئي جَر،
پُڇڻ تنهن کان پاڻ لڳا، تو ڪيريا ڪيئن ڪکر،
”جيئل“ چئي جيتر، سورٺ ڳالهہ سچي ڪئي.
(جيئن جاگيراٽي)

سي = اڇن وارن ڏانهن اشارو.
مرد = حضور ﷺ جن. منڌ = خاتون جنت.
پاڻ = حضور ﷺ جن. ڪکر = ڳوڙها.
سورٺ = خاتون جنت.

مراد: حضرت بيبي خاتون جنت حضور ﷺ جن جي سونهاري مبارڪ ۾

اڇا وار ڏسي روئڻ لڳي. حضور ﷺ جن جي پڇڻ تي سندن فرمايل ڳالهه بيان ڪري ٻڌايائين تہ اوهان فرمايو هو تہ اڇا وار موت جي نشاني آهن.

[449]

نــار ڏنـا هئـا نـرت مـان، بيشــڪ ســي بــاري،
هـو اورنـگ اتيئـي هئـا، تـن کـي چورنـگ هئـا چـوڏاري،
جنهن کـي هئـي سڌ ساري، تنهـن کـي نيڻـن نير ٿمي پيـو.

نـار = خـاتون جنـت. اورنـگ = اڇـا وار.
چورنگ = ڪارا وار.

مراد: خاتون جنت حضور ﷺ جن جي سونهاري مبارڪ ۾ اڇا وار ڏسي روئي ڏنو.

[450]

آلَ اڏاميــو پــون، واڪــا ڪيــو وڻــن ۾،
ســنيها ســپرين جــا، ڏوران بيهــو ڏيــن،
اهي ڪنـگ نـہ ڪوڙا تيـن، جـي آيـا عجيبـن پـار کـان.

آل = اڇــا وار. وڻ = ســونهاري.
سپرين = الله تعاليٰ. ڪنگ = اڇا وار.

مراد: سونهاريءَ ۾ اڇا وار پوڻ آخري وقت جي نشاني آهي ۽ اها ڳالهہ قدرت پاران سچي ٿيندي آئي آهي.

[451]

پکـي پيهـي آئيـن، کهـڙي هـاج حميـر؟
تـو ڏسـي مـون پـوءُ تيـو، سـونکو منجهـہ سـرير،
ميـان منجهـہ ملير، مـون کـڏهن نـہ ڏنـو ايتـرو.

حمير = عزرائيل. مون = خاتون جنت ڏانهن
اشارو. ملير = دنيا.

مراد: عزرائيل اعرابي جي صورت ۾ تي حضور ﷺ جن جي حويليءَ جي دروازي تي ٺڪڙو ۽ وڏي آواز سڏ ڪيو، جو ٻڌي خاتون جنت دهلجي وئي.

[452]

ڪانگل! قريبن جا، توکي ڪالهہ اُڏايو ڪن،
اسان تہ ائين پانئيو، آهين سندو سپرين،
هاٽي بيا وڻ ڏيئي بن، اڃي ويھ اکين تي.

ڪانگل = عزرائيل. قريب = الله تعالىٰ.
سپرين سندو هئڻ = جبرائيل ڏانهن اشارو.

مراد: عزرائيل جڏهن اعرابي جي صورت ۾ حضور ﷺ جن جي اڳيان حاضر ٿيو، تڏهن حضور ﷺ جن فرمايو تہ اسان پانيو تہ جبرائيل هوندو پر توکي هاٽي سڃاتوسون ۽ توکي پنهنجي ڪم ڪرڻ جي اجازت آهي.

[453]

ماندا اڳيئي مرد هئا، جو ويو هنن لال لهي،
ڪنين بڌو هئائون ڪينرو، پيا راٽا تت رهي،
ٻڌايائين "بروچ" چئي، ڪري سوڍل ڳالهہ سهي،
پوءِ هليا ڪامل ڪيچ کهي، جتي منزل هئي محبوب جي.
(بروچ)

مرد = اصحابي. لال = حضور ﷺ جن.
راٽا = اصحابي. سوڍل حضرت ابوبڪر رضہ.
محبوب = حضور ﷺ جن. ڪيچ = بيو جهان.

مراد: حضور ﷺ جن جي وفات تي ڪيترن اصحابن کي يقين نہ پئي آيو، پر جڏهن حضرت ابوبڪر رضہ کين وفات بابت سمجهايو تڏهن يقين آندائون. پوءِ گڏجي حضور ﷺ جن جي ڪفن دفن جو بندوبست ڪيائون.

[454]

اڄ پڻ ريڏو راڻ، آيم رات سهاڳ جي،
مٽيا مون منجهہ گهٽا هئا، پر اڄيا ملهہ ڪيو اُهاڻ،
پوءِ دوڪا دل مٿاڻ، ليلان جا لهي ويا.
(حاجي خان ڪورائي)

راڻ = حضور ﷺ جن. مٽيا = بيا نبي.
املهہ = حضور ﷺ جن. ليلان = زمين.

مراد: زمين تي چئي تہ منهنجي پيٽ ۾ بيا نبي سڳورا بہ گهڻئي آيا. پر اڄ حضور ﷺ جن جي اچڻ تي مون کي سهاڳ سريو آهي.

[455]

عمر مارئيءَ سان، جوتي بينو جنگ،
تہ: تون پهنواري پٽ جي، آهين نماڻي نسنگ،
تان مڃ تون منهنجي، مان آهيان راءُ وڏو کنهن رنگ،
مون وٽان وِيرن جي، آهي لاهوتين جو لنگهہ،
تڏهن مارئيءَ عمر کي چيو، چٽو چوري چنگ،
تہ آهيان پهنواري پٽ جي، مان نماڻي نسنگ،
مون منجهہ عيب "الهرکيو" چئي، پر آهي ننگيءَ متي ننگ،
کُنن منجهہ "کلوئي" چئي، هوءَ کنگالڻ هئي کنگ،
سا تہ وير وٽي کنئي، ولهي وارث ونگ،
چيائين: دوست منهنجي هنج ۾، جيکو دوست کري دنگ،
سچي ڳالهہ مارئي کئي، جنهن توري چڏيا آهن تنگ،
پوءِ عمر امنا مڃي مارئي جي، لڳو ڀهڳڻ سندو ڀنگ،
انهيءَ جوابن ۾ جنگ، هن کوُن خانزادي کئي وئي.
(الهرکيو کلوئي)

عمر = آسمان. مارئي =زمين. وير = نبي سڳورا.
وير ۽ وارث = حضور ﷺ جن. دوست = حضور ﷺ
جن. هنج ۾ هجڻ = تدفين ٿيڻ.

مراد: آسمان ۽ زمين جي مقابلي ۾ زمين جو شان مٿانهون ٿيو. آسمان تي برابر نبين سڳورن ۽ حضور ﷺ جن پير گهمايا آهن، پر حضور ﷺ جن پيدا بہ زمين تي ٿيا ۽ آخري آرامگاهہ بہ هميشہ لاءِ زمين تي ٿين.

[456]

کامڻ هلي کاهہ کري، ڏسي وسونت ويچاري،
هٿ ٻڌي هکلان کري، منهنجي کڏ اتئي ڦهاري،
بچائجان انهيءَ بدوءَ کوُن، بيا بر ٻجهن باري،
منهن ڏئي موٽايائين ان کي، کيائين سائل سچاري،
"والينا" قيامت تائين قراري، تي راٺي پنهنجي راڄ جي.
(واليڏنو حجام)

ڪامڻ = اُٺ. وسونت = حضور ﷺ جن.
بدو = اُٺ جو مالڪ.

مراد: حضور ﷺ جن جي آڏو هڪ اُٺ دانهن ڪندي اچي بيٺي ۽ فرياد ڏنائين تہ هي بدو مون تي بار بہ گهڻو ٿو وجهي ۽ ڪاڏو بہ پورو ڪونہ ٿو ڏئي، حضور ﷺ جن اها اُٺ خريد ڪري پنهنجي سواريءَ لاءِ رکي.

[457]

آديسي اصل ڪئون، ڪدين نہ ڪنهن جي ڪاڻ،
خان خاطر خاص ڪن پيا، راڻيءَ سان رهاڻ،
ڪر نمايو ڪامڻ ڏي، ڪن پيا وير سندي واڪاڻ،
جيڪا هئي عورت ڪي اوڏڻ، سا سامين لاٿي "سومرو" چئي.

آديسي = وڻ. خان = حضور ﷺ جن. راڻي = اُٺ. ڪامڻ = اُٺ. وير = حضور ﷺ جن. عورت = اُٺ. سامين = وڻ.

مراد: حضور ﷺ جن جي سواريءَ واري اُٺ، جڏهن جهنگ ۾ چرڻ ويندي هئي تڏهن وڻ پنهنجا ڏار ۽ ٽاريون لاڙي کيس کائڻ لاءِ ڏيندا هئا ۽ ڪڏهن بہ بکايل نہ موٽي.

[458]

سسئي پئي سور پٽيا، وڏي ڏک ڏمر،
پنهل آيس اوچتي، تنهن سان خاصي ڪيائين خبر،
پچي ڪيائين پورا، ۽ پٽي ڇڏيائين پر،
نڪو ڪائڻ خوشيءَ جو، نڪو گهارڻ گهر،
تون پروش ڪر پرور، هن نماڻيءَ نادان جي.
(واليڏنو حجام)

سسئي = اُٺ. پنهل = حضور ﷺ جن.
نماڻي = اُٺ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[459]

لڳو سور سسئي کي، جنهن ڪان پنهل ٿيو پري،
ور بنا ڙي جيڏيون! منهنجي ڪانہ سري،

ڪوهيارل ڪهي ويم، جانب جدا ڪري،
پيا وڇوڙا ورهين ڪي، جن ري ساعت ڪين سري،
ڪل نفس ذائقته الموت، ڪنهن تان ڪين ٽري،
”حاميد“ تنهن حبيب سان، شل منهنجي پت پري!
پرزا پاڻ ڪري، وڃي پهچنديس چام پنهونءَ ڪي.
(حاميد خاصخيلي)

سسئي = حضور ﷺ جن جي سواري واري
اُٺ. پنهل = حضور ﷺ جن.

مراد: حضور ﷺ جن جي وفات بعد سندن سواريءَ واري اُٺ ڪاٺ ڇڏي ڏنو ۽ حضور ﷺ جن جو وڇوڙو سهي نہ سگهي، ۽ دانهون ڪندي اوچتو ڪِري پئي ۽ مري وئي.

[460]

عورت ڪي عجيب جو، هو تن اندر ۾ تير،
معلوم هيو مڙني کي، هن جو نيڪ نظير،
پو سچو رکي سير، وئي اُتاهون ”الهہ بخش“ چئي.
(الهہ بخش)

عورت = اُٺ. عجيب = حضور ﷺ جن.
مڙني = اصحابن ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.



# ب - حضرت ابوبڪر صديق رضہ

حضرت ابوبڪر صديق رضہ جو اصل نالو عبدالله هو پر سڀ کان اول حضور ﷺ جن جي نبوت جي تصديق هن ڪئي تنهنڪري کيس صديق يعني سچار جو لقب مليو. سندس نسب حضور ﷺ جن سان ڇهين پيڙهيءَ تي وڃي تو ملي. پاڻ شروع کان وني نهايت نيڪ دل هوندو هو ۽ اسلام تي اچڻ کان اڳ بہ ڪڏهن شراب نہ پيتائين. پاڙيسرين ۽ غريبن جو هڏ ڏوکي اهڙو هو جو ٻين جا ڪم هلي وڃي ڪندو هو.

چون ٿا تہ حضرت ابوبڪر صديق رضہ حضور ﷺ جن جي مجلس ڏانهن وڃي رهيو هو تہ هڪ مائيءَ کي بار کڻي ويندو ڏٺائين جا آهستي آهستي وڃي رهي هئي. کانئس پڇڻ تي هن ٻڌايو تہ آءٌ بيمار آهيان. پاڻ ان کان اها پري وني مائيءَ کي گهر تائين ڪڻائي ويو.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[1]

سامي هليو سنرو، گس وٺي گرنار،
ڪامڻ ڏنائين ڪسڪندي، نماڻي سان نار،
پڇيائين تنهن پريءَ کان کولي خبر چار،
ڪري ويراڳيءَ ويچار، لائس بار "ٻچل" چئي.
(محمد ٻچل)

سامي = حضرت ابوبڪر صديق رضہ.
گرنار = حضور ﷺ جن جي مجلس ڏانهن اشارو. ڪامڻ = بيمار مائي.
ويراڳي = حضرت ابوبڪر صديق رضہ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## حضرت بلال رضہ جي آزادي

حضرت بلال رضہ حبشي نسل جو، اميد بن خلف جو غلام هو. جڏهن حضور ﷺ جن تي ايمان آڻي مسلمان ٿيو تڏهن سندس مالڪ هن کي مارڻ شروع ڪيو ۽ کيس طرح طرح جا عذاب ڏيڻ لڳو. چون ٿا تہ هڪڙي ڏينهن

حضرت بلال رضہ کي سندس مالڪ ماري رهيو هو تہ حضرت ابوبڪر صديق رضہ اتان اچي لنگهيو ۽ اتي مار جو سبب معلوم ڪري اميد ڪان حضرت بلال رضہ خريد ڪري ڪيس آزاد ڪرايائين. ان بعد حضرت بلال رضہ حضور ﷺ جن وٽ رهڻ لڳو حضور ﷺ جن ان جي مٺي آواز سبب ڪيس بانگ ڏيڻ جو ڪم حوالي ڪيو.

چون ٿا تہ حضرت بلال رضہ بانگ ڏيڻ ۾ 'اشهد' جي بدران 'اسهد' چوندو هو انهيءَ تي ڪن مؤمنن حضور ﷺ جن کي اچي چيو تہ حضرت بلال رضہ غلط بانگ ٿو ڏئي تنهنڪري بيو ڪو بانگو مقرر ڪريو. حضور ﷺ جن اهو ڪم هڪ ٻئي اصحابيءَ جي حوالي ڪيو. حضرت بلال رضہ اهو ٻڌي گهٽي ڏک سان هڪڙي غار ۾ وڃي ويٺو ۽ "اشهد اشهد" چوڻ لڳو پر "اسهد" تي ٻڌائين. نيٺ هڪڙي هٿ ۾ ڇري ۽ ٻئي هٿ ۾ زبان جهلي، زبان کي چوڻ لڳو تہ جيڪڏهن ٻئي ڪنهن بہ بانگ ڏني تہ توکي ڪپي ڇڏيندس. انهيءَ طرح ڪيس ڪيئي راتيون گذري ويون. هوڏانهن جنهن اصحابيءَ کي بانگ ڏيٺي هئي سو فجر جي بانگ لاءِ رات جي وچ ۾ ئي تيار ٿي اچي مسجد ۾ ويٺو. خدا قدرت جو رات ايڏي تہ ڊگهي ۽ انڌاري ٿي جو بانگي کي بانگ ڏيڻ جو وقت ئي هٿ نہ آيو. پاڻ ۽ ٻيا مؤمن انتظار ڪندا رهيا. آخر انهيءَ وقت حضور ﷺ جن وٽ وحي نازل ٿيو جنهن پيغام آندو تہ الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ، اسان کي بلال جو "اسهد" چوڻ، اشهد ڪان وڌيڪ پيارو آهي. تڏهن حضور ﷺ جن حضرت بلال رضہ کي گهرائي ڪانئس بانگ ڏيارايائون تہ جلدئي ٻاڪ ڦٽي ۽ مؤمنن نماز ادا ڪئي. چون ٿا تہ نماز کان پوءِ ماڻهن ڏٺو تہ وڏو ڏينهن مٿي چڙهي ويو آهي، ۽ ماڻهن کي اها بہ خبر ڪانہ پئي تہ انهي رات ۾ بيون بہ ڪيئي راتيون گذري ويون آهن. حضرت بلال رضہ جي دل جي مراد پوري ٿي ۽ سندس زبان سلامت رهي.

چون ٿا تہ حضور ﷺ جن جي وفات کان پوءِ حضرت بلال رضہ گهٽي ڏک کان بانگ نہ ڏئي سگهندو هو. هڪ دفعي ڪن اصحابن ۽ امامن سڳورن جي زور پرڻ تي بانگ ڏيڻ شروع ڪيائين جڏهن "اشهد" ان محمد رسول الله" لفظ چيائين تہ حضرت محمد صلعم جي نالي مبارڪ وٺندي گهٽي ڏک ۽ غم کان ممبر تان ڪري پيو ۽ دم ڏنائين.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[2]

دانهــــ ڏنــــو ڏڳ ســـــان، گـــس وينـــــدي غريــــب،
جيڪو قاتل هو قند ۾، تـ بـ پـي هونگاريائين حبيب،
پـوءِ تـ ڇـڏايائين ڇڪتاڻ مـان، اهـو نـاز پريـو نجيـب،
وريو انهي نر جو نصيب، تيس ڪيڏو قرب "ڪنيار" چئي.
(بيڙو ڪنيار)

دانهـــ = حضـرت ابوبڪـر صديـق رضـ.
غريب = حضرت بلال رضـ. قند = ڪافرن وٽ
هئـــــڻ. ڇڪتـــــاڻ = مـــــارڪٽ.
نـاز پريـو = حضرت بـلال رضـ ڏانهـن اشـارو.
نر = حضرت بلال رضـ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[3]

ســــوڊو ســــامي كـــي ڏســـي، پيــــو تـــو ڳـــچ ڳـــري،
هلـــي آيــــو حـــُـــب مــــان، پــــاڻهي پيــــر پـــري،
لاٿـــــائين بنــــد "بلـــــوچ" چئـــــي، ڏاڍا قـــــرب ڪـــــري،
جنهن جي ساعت ڪانـ سري، تنهن کي آجو ڪيائين آزار کان.
(لعلڻ بروچ)

سوڊو = حضـرت ابوبڪـر صديـق رضـ.
ســـامي = حضـــرت بــــلال رضـــ.
جنهن = حضرت بلال رضـ ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[4]

ڏســــي مــــرد محـــــلات ۾، ڪيـــــو عجيبــــــن آر،
قـــرب ڏنـــائونس ڪيتــــرو، بهتـــر رکيئونـــس بــــار،
پــوءِ تـــان ڪــامل ڪــاهي، هليــو، وڃــي ســهڻو تــو ســوار،
هئس پريںءَ جو پيار، جو رسيو وڃي فيض کي "فيض محمد" چئي.
(فيض محمد)

مرد = حضرت بلال رضـ. محلات = مسجد عجيـب
= حضور ﷺ جن. بار = بانگ ڏيڻ ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت بلال رضہ کي جڏهن حضرت ابوبڪر صديق رضہ آزاد ڪرايو تڏهن هو حضور ﷺ جن جي مجلس ۾ اچي حاضر ٿيو. سندس ڳالهائڻ مني هئڻ سبب حضور ﷺ جن بانگ ڏيڻ جو ڪم سندس حوالي ڪيو.

[5]

چارڻ چنگ هٿ ڪري، ڳڙهہ پاسي ڳايو،
راڳ نہ وٽيو راوَ ڪي، جيڪو بيجل بولايو،
جيڪي ڳائيندڙ ڳايو، سو منظور ٿيو "موريو" چوي.

چارڻ = حضرت بلال رضہ. ڳڙهہ = مسجد
شريف ڏانهن اشارو راڳ = بانگ.

مراد: حضرت بلال رضہ مسجد نبوي ۾ بانگ ڏيندڙ هو پر هو زبان جي هڪڙائي ڪان "اشهد" جي بدران "اسهد" چوندو هو. ڪن اصحابن جي اعتراض سبب حضور ﷺ جن اهو ڪم هڪڙي ٻئي اصحابي جي حوالي ڪيو مگر الله تعاليٰ وٽان وحي جبرائيل اچي حضور ﷺ جن کي چيو تہ: الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ اسان کي حضرت بلال رضہ جو "اسهد" چوڻ "اشهد" ڪان وڌيڪ پيارو آهي. تڏهن حضور ﷺ جن وري بہ اهو ڪم حضرت بلال رضہ جي حوالي ڪيو.

[6]

وس ڪري پيو ويچارو، پر پئي ڪامڻ ڪين ڪري،
منڊ سندي منزل ڪوئن، هيو پنڌ پري،
آخر اهائي عورت، آئي منجهہ آري،
جڏهن آيو شاهہ شرعي، تڏهن ٿيو هرڪو خوش "حاجي" چئي.
(حاجي مهيسر)

ويچارو = حضرت بلال رضہ. ڪامڻ = زبان.
اري اچڻ = ڪاتي هيٺ اچڻ.
شاهہ = حضور ﷺ جن.

مراد: حضرت بلال رضہ جي بانگ تي اصحابن جي اعتراض سبب هو زبان کي ڏوهاري سمجهي وڍڻ لاءِ تيار ٿيو. پر جڏهن حضور ﷺ جن وٽ وحي اچي انهيءَ اعتراض کي لاٿو تہ حضور ﷺ جن وري بہ اهو ڪم حضرت بلال رضہ جي ئي حوالي ڪيو. تڏهن هو الله تعاليٰ جي دلداري ۽ حضور ﷺ جن جي ڪرم ڪان نهايت خوش ٿيو ۽ سندس زبان بہ سلامت رهي.

[7]

سادي مان سنو ٿيو، ڪري عجب افعال،
ڊيوٽي ڏيندو هو دل سان، موجب حقيقت حال،
هڪ ڏينهن ڪنٽرول پيو قربدار تي، ڏاڍو ڪوڙو ڪال،
ساعتون سٺ منٿن واريون، سڪان لائن سال،
ڏسي ماحول ملڪ ۾، خلقت ڪيو خيال،
پر انصافي انگل اربلي جو، باري ڪيو بحال،
اها "شيرل" قيل مقال، مشهور تي ملڪن ۾.

(شيرل)

سادو = حضرت بلال رضہ.
ڊيوٽي = بانگ ڏيڻ. ڪنٽرول = اشهد
چوڻ ڏانهن اشارو. خلقت = نمازين
جي جماعت.

مراد: حضرت بلال رضہ ڪي بانگ ۾ "اسهد" چوڻ سبب حضور ﷺ جن ان ڪم کان آجو ڪري اهو ڪم ٻئي اصحابيءَ جي حوالي ڪيو. اهو اصحابي فجر جي بانگ چوڻ لاءِ اچي مسجد ۾ حاضر ٿيو. پر انڌاري رات ايڏي ته ڊگهي ٿي پئي جو ان کي بانگ ڏيڻ جو وقت هٿ نه آيو ۽ نمازي پڻ انتظار ۾ رهيا. ان وقت حضور ﷺ جن وٽ وحي نازل ٿيو ۽ جڏهن ساڳيو بانگ ڏيڻ جو ڪم حضرت بلال رضہ جي حوالي ٿيو تڏهن ان بانگ ڏني ۽ نماز پڙهي وئي.

[9]

ڪڙي هئي ڪوهہ تي، هٿ عمر جي آئي،
سوگهي ڪيائين "سرهو" چئي، وير ڪئي وائي،
پوءِ باريءَ بچائي، مارئي عمر مير کان.

(سرهو)

ڪوهہ = وات. عمر = حضرت بلال رضہ.
مارئي = زبان.

مراد: حضرت بلال رضہ بانگ ۾ "اسهد" چوڻ کان پنهنجي زبان کي ڏوهاري سمجهي ڪيس وڍڻ لاءِ تيار ٿيو. پر الله تعاليٰ جي عنايت سان اها وڍجڻ کان بچي وئي.

[9]

ايـــڏو ڏينهـــن چڙهيـــو، پـــر پريـــن كيـــن موٽيـــو،
نـــ هيـس گـپ چـڪ دڳ تـي، نـــ هـو مينهـن وُٺـو،
ڪهـڙي جهـل جهليـو، نـــ تـــ اچـڻ كـاڻ اُبهـرو هـو.

پرين = سج.

مراد: حضور ﷺ جن جڏهن حضرت بلال رضہ جي بانگ ڏيڻ جو ڪم ٻئي اصحابيءَ جي حوالي ڪيو تہ فجر جي بانگ لاءِ ڪيس وقت ئي هٿ نہ آيو. رات وڏي پئي جڏهن حضرت بلال رضہ اچي بانگ ڏني ۽ مومنن نماز پڙهي تہ پوءِ ڏسڻ ۾ آيو تہ سج ڪافي چڙهيل هو. شاعر چوي ٿو تہ سج فقط ظاهر نہ ٿيو هو مگر ڏينهن ٿي چڪو هو. ۽ حضرت بلال رضہ جي عهد سبب ئي الله تعاليٰ ان کي ظاهر نہ ڪيو.

[10]

موملـــ ڪـــي مينـــڌري، ونـــي قـــابو قيـــد ڪيـــو،
وڏ وڏ وائـــــي وات ۾، ٻـــــڌي ڪونـــــ ٻيـــــو،
راڻـــو رنـــگ محـــلات ۾، انهـــيءَ ويـــل ويـــو،
اوندهـــ مـــان سـوجهرو ٿيـــو، ٻـــري ڪونـــ ڏيـــو،
پـوءِ سـوڍي صلـح ڪيـو، موملــ چـڏي مينـڌري.
(جعفر ڏيرو)

موملـ =زبـان. مينـڌرو = حضـرت بـلال
رضـــ. راڻـــو = حضـــور ﷺ جـــن.
رنـــگ محـــلات = مســـجد شـــريف.
سوڍو = حضرت بلال رضہ. موملـ = زبان.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[11]

ڪـــــڙي هٿـــــي ڪوهــــ تـــــي، مـــــارئي موچـــــاري،
عمـــر اچـــي ان تـــي، ڪئـــي ڪـــامل ڪهـــاري،
ڏڪـــي ڪديـــائينس ڏڻ ڪـــان، وئـــي وس ڪـــان ويچـــاري،
ســـٽي ســـخن ســـومري جـــو، آيـــو اتـــانهين آري،

جيڪو نہ سخن ڪيو آهي سومري، تہ پارس پٽ پاري،
ملي موڪل مارئي کي، تہ ڏيهہ ۾ ڏيڪاري،
وينگس آئي ويڙهہ ۾، تہ بلڪل بهاري،
جنهن جي ڪيئين تي صفت ساري، تنهن ڏنس مان ”ماٽڪ“ چئي.

(ماٽڪ خان چانديو)

مارئي = حضرت بلال رضہ جي زبان.
کوهہ = وات. عمر = حضرت بلال رضہ.
ٿهاري = وڏڻ ڏانهن اشارو.
ڏکي ڪرڻ = زبان چڪي ٻاهر ڪڍڻ.
سومرو = حضرت بلال رضہ. آري = جبرائيل.
پارس پٽ پارڻ = هَڪڙ زبان خدا وٽ قبول
پوڻ. ڏيهہ ۾ ڏيکاري ٿيڻ = سچ اُبرڻ.
وينگس = ٻانگ. ويڙهہ = مدينو.
بهاري = خوشي. صفت ڪرڻ = چوڻ.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[12]

عمر مارئيءَ سان ڪئي هٿي، گويائي گفتار،
ڪڏهن ڇڏيندوسئين ڪينڪي، آهين اوڳي ايلپهنوار،
اجها تي ڪوڪ ڪين سين جو آهي تو متان تڪرار،
هئي مارئي تي ميار، پر لحظي ۾ ان تان لٿي.

عمر = حضرت بلال رضہ. مارئي = زبان.
ڪوڪ = بانگ ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[13]

حاڪم هن تي حملو ڪيو، تي هيٺي هچاري،
ڪئين لنگهيون ڪيتريون، هن لاءِ وڏي ويچاري،
جڏهن پرين ڪئي پياري، تڏهن مرڪي آئي ملير ۾.

حاڪم = حضرت بلال رضہ. هچاري = زبان.
ڪئين = راتين ڏانهن اشارو.
پرين = حضور ﷺ جن.

مراد: حضرت بلال رضہ زبان سان عهد ڪيو تہ جي ٻئي ڪنهن ٻانگ ڏني تہ ڪيپي اُچلائيندوسانءِ. انهي وچ ۾ ڪئين راتيون لنگهي ويون، پر هو وينو رهيو تان جو حضور ﷺ جن جي موڪليل اصحابيءَ ڪيس ڳولي اچي هٿ ڪيو جنهن ٻانگ ڏيڻ لاءِ حضور ﷺ جن جو پيغام ڏنس تڏهن خوشي تي اچي ٻانگ ڏنائين.

[14]

هڙني اچي حاضر تي، ڪيائون صوبي کي سوال،
ان نہ ڪپي ڪپڙو، نہ کي مڏيون خزانا مال،
هي سر توتان گهوريون، جان جسم جمال،
ڪمال ڪچيو ڪينڪي، ويتر جو وهايئين جال،
پوءِ مڙني کي مجبور ڪيو، جيڪي هئا هيرا موتي لعل،
سوڍو متي سوار ٿيو، ٻي ڪانہ ڪيائين مقال،
ويجهو ٿيو وصال، اهو گل "غلام محمد" چئي.

هڙني = اصحابن ڏانهن اشارو.
صوبو = حضرت بلال رضہ.
سوال = ٻانگ ڏيڻ. سوار ٿيڻ = ممبر تي
چڙهڻ. وصال = مرڻ. هيرا، موتي،
لعل = امام حسن رضہ ۽ حسين رضہ ۽
اصحاب.

مراد: حضور ﷺ جن جي وفات بعد حضرت بلال رضہ گهٽي ڏک ۽ صدمي سبب ٻانگ ڏئي ڪونہ سگهندو هو. ڪجهہ عرصي بعد امام صاحبن ۽ ڪن ٻين اصحابن جي زور پرڻ تي لاچار هن ٻانگ ڏني. ٻانگ ڏيندي حضور ﷺ جن جي نالي مبارڪ ونڻ سان وجد ۾ اچي متان تي ڪريو ۽ دم ڏنائين.

[15]

منڌ هلي محلات مان، سا پرتئون ڪري پنڌ،
هلندي هوت پنهوءَ ڏي، ساٿا تي ويا سنڌ،
پهتي ڪانہ پريڻءَ ڪي، اڪين آيو انڌ،
ڪامڻ چڏي ڪنڌ، گر تي ويئي غار ۾.

منـــڌ = بـــانگ. محـــلات = وات.
پهتـي ڪانہ = بـانگ. پـوري نـہ ٿيـڻ ڏانهـن
اشارو. پريـن = حضورﷺ جـن جـو نـالو.
ڪامڻ = زبان. ڪنڌ = حضرت بلال رضہ.

مراد: حضرت بلال رضہ ڪان سڄي بانگ پوري نہ ٿي سگهي. پر اهو حضورﷺ جن جي نالي مبارڪ تائين پهتو تہ وصال ڪري ويو.

[16]

تنـــــد وڳـــــــي، ٿيـــــو اتـــــي راڳ،
ادا! انهـــــيءَ لاڳ، تنبـــورو پـــــرزا ٿيـــــو.

تنــد = زبـــان. راڳ = بـــانگ.
تنبورو = حضرت بلال رضہ.

مراد: حضرت بلال رضہ بانگ ڏيندي وصال ڪيو.

[17]

عاشـــقن ڪـــي انـــدر ۾، ٿيـــو خـــوب خيـــال،
پريـــنءَ جـــي پســـڻ لئـــي، بانڪـــا ٿيـــا بيحـــال،
پـوءِ سـيفل اڳيـوُن ساڏ جـي، ڪيـو هيٺـون حـال،
بديعـــل لتـــي بـــاغ ۾، ڪـــري جلـــوي ســـاڻ جمـــال،
ســـامي آيـــا ســـي ســـور ۾، ڏســـي قـــرب ڪمـــال،
پـوءِ پلـي ڪيـو پـال، آديســيءَ تـي ”عبـدالله“ چئـي.
(عبدالله)

عاشـــــق = اصحـــــاب ســـــڳورا.
پرين = حضورﷺ جن. بانڪا = اصحاب.
ساڏ = حضرت بلال رضہ. بديعـل = بـانگ.
بـاغ = مسـجد نبـوي. سـامي = اصحـاب.
پلو = الله. آديسي = حضرت بلال رضہ.

مراد: حضرت بلال رضہ، حضورﷺ جن جي وفات بعد حضرت امام حسين رضہ جن جي چوڻ تي بانگ ڏني، انهيءَ حالت ۾ وفات ڪيائين ۽ سيني اصحابن سندس حضورﷺ جن سان بي انتها محبت جو مثال ڏنو.

[18]

مـــڙي آيـــا مـــرد ڪـــي، ســـيئي مـــانجهي مٽيـــادار،
هـــيءُ ڪـــر ڪـــر "ڪاســائي" چئـــي، ديـــر نـــ ڪـــر دلـــدار،
هوتان پٺي ويو فڪر ۾، "فيض محمد" چئي، پيونيڻ وهائي نار،
تـڏهن بـ پچر نـ چڏيئينس "پچـارو" چئـي، جـوان سي جونجهـار،
پـــوءِ ريجهـــائي روانـــو ڪيئونـــس، وجـــي پســـيائين پـــار،
هـــن جـــو ڪـــوڪ بـــڏي ڪلتـــار، تيـــس مطلـــب مـــن جـــا.

(فيض محمد)

مرد = حضرت بلال رضہ. سپ = اصحابن
ڏانهن اشارو. هي ڪر ڪر = بانگ ڏانهن
اشارو.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي عمل جي پختگي

چون ٿا تہ حضور ﷺ جن جي وفات بعد جڏهن حضرت ابوبڪر صديق رضہ خليفو ٿيو تڏهن ڪن مالدار اصحابن پنهنجي مال جي زڪواة ڏيڻ پاڻ تي هڪڙو بار سمجهيو ۽ مڙني گڏجي صلاح ڪئي تہ وقت جي خليفي حضرت ابوبڪر صديق رضہ وٽ هلي ان جي معافي وٺون. انهيءَ لاءِ گڏجي هڪڙو وفد ناهي حضرت ابوبڪر صديق رضہ وٽ آيا ۽ پنهنجي اچڻ جو مقصد ٻڌائي زڪواة نہ ڏيڻ جي اجازت گهريائون. حضرت ابوبڪر صديق رضہ کين جواب ڏنو تہ: حضور ﷺ جن، الله تعاليٰ جي حڪم سان سيني مسلمانن تي زڪواة ڏيڻ فرض مقرر ڪيو آهي، مون کي ڪهڙي طاقت آهي جو الله تعاليٰ ۽ رسول ﷺ جي حڪمن کي آڏو اچان. اهو دليل ٻڌي سيئي واپس ويا. نيٺ انهن جي ضد سبب حضرت ابوبڪر صديق رضہ سندن خلاف جنگ ڪئي.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[19]

مـــڙي اچـــي ميـــر ڪـــي، ڏنئـــون اوڏا تـــي احـــوال،
تـــ ســپ مجـون ٿـا سـرت سـان، جيڪـو قـرب ڪمـال،
پـورو ڪنداســـون پريـت سـان، جيڪـي حـق حـلال،

هڪ معافي ڏي مهمير تون، سائين سڻ سوال،
سٽي حقيقت اُن جي، فائق سا في الحال،
جواب انهن کي جانب ڏنو، جو هئو لاڪيٽو لڄپال،
گهوٽ چئي مان گهٽ نہ ڏيندو، ماسو ڪو مثقال،
توڙي سج الهندي ڪوُن اڀري يا حسن چنڊ ڏي هلال،
توڙي اڀ لهي اوڏو تئي يا زمين تئي زوال،
توڙي ست ئي سمنڊ سڪي وڃن، چڏن جاءِ جبال،
تہ بہ مورهون مڙندس ڪينڪي جيسين وڃي تئي وصال،
پوءِ سيئي سمجهي ويا، پلي ڪين پال،
پريننءَ جي پيرويءَ تي، شل رکي رب جلال!
ڏيکاري ڏاتر مون، جانب جو جمال،
ڪيو نور نهال، ڪامل جي ”ڪنيار“ کي.
(پيڙو ڪنيار)

مڙي اڇي = مالدار اصحابن ڏانهن اشارو. مير = حضرت ابوبڪرصديق رضہ.
سپ = شريعت جا احڪام.
حق حلال = شريعت جو حڪم.
معافي = زڪواة ڏانهن اشارو.
مهمير = حضرت ابوبڪر صديق رضہ.
فائق = حضرت ابوبڪر صديق رضہ.
جانب = حضرت ابوبڪر صديق رضہ.
گهوٽ = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## ناجائز خرچ کان پاسو

چون ٿا تہ حضرت ابوبڪر صديق رضہ پنهنجيءَ خلافت جي وقت ۾ هڪڙي ڏينهن پنهنجي حويلي ۾ ماني کائڻ آيو تہ دسترخوان تي مانيءَ سان گڏ حلوو (مٺائي) ڏٺائين. پڇا ڪيائين تہ هي حلوو ڪٿان آيو آهي؟ گهر مان جواب مليو تہ ماني لاءِ جيڪو روزانو حصو بيت المال تان ايندو آهي ان مان اسان تورو تورو ڪري بچايو آهي، انهيءَ بچت مان اڄ اسان حلوو گهرايو آهي.

اهو ٻڌي گهر وارن کي هدايت ڪيائين تہ جيڪي اوهان پٽي بچايو آهي اهو اسان جي حصي کان وڌيڪ هو. تنهنڪري اسان کي ايترو ملڻ گهرجي جنهن مان اسان جي گهرج پوري ٿئي. انهيءَ وقت بيت المال جي خزانچيءَ ڏي حڪم موڪليائين تہ اسان جو روزانو حصو هاڻي هيترو گهٽائي موڪليندا رهو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[19]

هڪڙي ڏينهن حبيب اڳيان، رکيئون سهڻو سينگاري،
پڇي حقيقت هن جي پانهہ پاڳاري،
ورندي ڏنائون وير کي، ساري سنياري،
پوءِ سيني کي سٽايو، ورنهہ ويچاري،
تہ هتان آهي هلڻو، ڪنهن ماڳ بہ موچاري،
"ڪل نفس ذائقة الموت" آهہ، وار نہ ڪنهن واري،
دم دنيا ۾ ٿورڙا، پيو سيڪنهن تاڙو تنواري،
اهي ڏاج اتي شل پاڻ کي ڏاتر ڏياري،
پوءِ تہ نر نياپو موڪليو، انهيءَ اوتاري،
پوءِ تہ ڪنجيدار کم ڪئي، جيڪا هئي ورچ واڌاري،
هن روايت کي روح سان ڪو پرتئون پچاري،
تہ ڪيڏو انصاف عجيب ڪيو ڪامل ڪراري،
وجان صدقي سؤ واري، انهيءَ ڪامل تان "ڪنيار" چوي.

(بيڙو ڪنيار)

حبيب = حضرت ابوبڪر صديق رضہ.
مهڻو = حلوو. پانهہ = حضرت ابوبڪر صديق رضہ. ورندي ڏنائون = گهر جي ماڻهن ڏانهن اشارو. ورنهہ = حضرت ابوبڪر صديق رضہ.
ماڳ = دارالبقاءُ. تاڙو = عزرائيل. نر = حضرت ابوبڪر صديق رضہ. اوتارو = بيت المال.
ڪنجيدار = بيت المال جو خزانچي. ورچ = روزانو حصو.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.



# ج - حضرت عمر رضہ

حضرت عمر رضہ حضورﷺ جن جي عزيزن مان هڪ بهادر شخص هو. اسلام کان اڳ حضرت عمر رضہ جي خاندان کي وڏي عزت هوندي هئي. شروع شروع ۾ ٻين ڪافرن وانگر حضرت عمر رضہ بہ اسلام جو دشمن هوندو هو. جيڪو بہ شخص نئون مسلمان ٿيندو هو تہ ان کي تڪليف ڏيڻ جي ڪوشش ڪندو هو. هن جڏهن ڏٺو تہ حضورﷺ جن جا پوئلڳ گهڻا ٿيندا وڃن تڏهن هڪڙي ڏينهن ڪاوڙجي، ترار ڪڍي حضورﷺ جن کي شهيد ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو. رستي ۾ نعيم بن عبدالله ڪانئس پڇيو تہ: عمر! ڪيڏانهن ٿو وڃين؟ حضرت عمر رضہ کيس جواب ڏنو تہ (حضرت) محمدﷺ جي ڳولا ۾ وڃي رهيو آهيان جنهن مڪي ۾ فساد پيدا ڪري ڏنو آهي. تڏهن نعيم چيس تہ تون پهرين گهر جي تہ خبر وٺ جو تنهنجي ڀيڻ فاطمہ ۽ تنهنجو ڀيڻويو سعيد مسلمان ٿي ويا آهن. حضرت عمر رضہ زياده ڪاوڙجي ڀيڻ جي گهر آيو. اجان ٻاهر ئي هو تہ هن اندران قرآن شريف جي پڙهڻ جو آواز ٻڌو. جڏهن اندر گهڙيو تہ هڪڙو اصحابي حباب نالي، جو سعيد ۽ فاطمہ کي مخفي طرح قرآن پڙهائڻ ايندو هو، اهو کيس ڏسي وڃي لڪو ۽ ٻيبي فاطمہ اهي قران شريف جا ورق لڪائي ڇڏيا. حضرت عمر رضہ ان وقت سخت ڪاوڙيل هو، تنهن سعيد کي مارڻ شروع ڪيو تہ ٻيبي فاطمہ مڙس کي بچائڻ لاءِ آڏي آئي تہ ان کي بہ ايترو ماريائين جو رت ۾ ڳاڙهي ٿي وئي، پر پوءِ ٻيبيءَ همت جهلي حضرت عمر رضہ کي چيو تہ توکي جيڪي وڻي سو ڪر باقي اسين مسلمان ٿي چڪا آهيون ۽ اهو دين هرگز نہ ڇڏينداسون.

چون ٿا تہ ٻيبي فاطمہ اهي قرآن شريف جا ورق لڪائڻ لاءِ هڪڙي تنور ۾ اُڇلايا هئا. جڏهن حضرت عمر رضہ هن کي ماري ٿڪو ۽ اسلام تي ان جا پختا پير ڏٺائين تڏهن پاڻ قرآن شريف جي ٻڌڻ جو خواهشمند ٿيو. پوءِ ٻيبي صاحبہ، حباب اصحابيءَ کي سڏ ڪيو جنهن اهي اُڇلايل ورق گرم تنور مان ڪڍيا تہ سلامت نڪتا. ان بعد حضرت عمر رضہ قرآن شريف ٻڌي حضورﷺ جن وٽ حاضر ٿي مسلمان ٿيو ۽ پنهنجي بيخبريءَ جي معافي طلبيائين. چون ٿا تہ حضرت عمر رضہ جي مسلمان ٿيڻ کان پوءِ ٻين اصحابن کي بہ همت آئي ۽

مسلمان جي اسلامي رڪن لڪي ادا ڪندا هئا ۽ بانگ ڏئي ظاهر نماز نہ پڙهندا هئا. سي هاڻي ظاهر ظهور عبادت ڪرڻ لڳا. جڏهن حضرت عمر رضہ اسلام تي آيو تہ انهيءَ ڏينهن حضور ﷺ جن فرمايو تہ اسان ابوجهل ۽ عمر لاءِ الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ سوال ڪيو هو تہ هنن ٻنهي شخصن مان دين کي وڏي قوت ملندي. اهو ٻڌي عمر ترار ڪڍي بيهي رهيو ۽ بانگ ڏياري حضور ﷺ جن کي جماعت سان نماز پڙهڻ جو عرض ڪيائين. پاڻ عرض قبول فرمائي جماعت سان نماز پڙهيائون.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

ورنهہ ڪي وچ ۾، ويو گڏيو وينجهار،
ليليٰ مجني سين، ڪري پيئي ڪوڏ ڪنوار،
ليليٰ تي "لغاري" چئي، ڪاوڙيو قهار،
موٽي آيو ماڳ تي، حڪم سين هيڪار،
ليليٰ ويني ڪهي، اها پرت پچار،
مجنون منڌ هٿان، پيهي ويو پاتار،
قاضيءَ هئي ليليٰ سين، جنگ ٻڌي جهونجهار،
ڪامڻ ڪڍيو ڪُن مان، مجنون مٺيادار،
مجني جو "ماڻڪ" چئي، ونگو نہ تيو هو وار،
درس ڪري ديدار، هليو در حبيب جي.

(ماڻڪ خان لغاري)

ورنهہ = حضرت عمر رضہ. وير = هڪڙو اصحابي.
ليليٰ = حضرت عمر رضہ جي ڀيڻ.
مجنون = قرآن شريف جو ورق. منڌ = حضرت عمر رضہ جي ڀيڻ. پاتار ۽ ڪن = تنور.
هليو = حضرت عمر رضہ ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[2]

مصلحت سان مردودن جي، هليو جلوو ڪائي جوان،
"فيضل" چئي فائق تي، تيو راضي رب رحمان،

انصاف ڏسي اکين سان، هوت ٿيو حيران،
جوان آيو اُن جاءِ تي، جت هيو محبوبن مڪان،
"ناريجا" تنهن نرمل جي، تيءُ قدمن تان قربان،
پوءِ ٿيو تنهن جو احسان، آهي سڄيءَ اُمت تي.
(فيضل ناريجو)

مردود = ڪافر. جوان = حضرت عمر رضہ.
فائق = قرآن شريف جو ورق.
انصاف = تنور مان ورق جو بچڻ.
محبوب = حضور ﷺ جن.
نرمل = حضور ﷺ جن.

مراد: حضرت عمر رضہ تنور مان قرآن شريف جو لڪيل ورق صحيح سلامت نڪتل ڏسي حيران ٿيو.

[3]

مومل محلي وچ ۾، ويني گهورون گهوري گهور،
راڻو آيو رات جو، جيئن چوريءَ اچن چور،
ڪلَ ڏنائين ڪائي ۾، تڏهن لٽس هنئين تان هور،
پوءِ گهورون گهوري گهور، آديسيءَ وٽ آيو.

مومل = حضرت عمر رضہ جي ڀيڻ.
راڻو = حضرت عمر رضہ. ڪائو = ورق.
آديسي = حضور ﷺ جن.

مراد: حضرت عمر رضہ جي ڀيڻ ڪلام پاڪ جون آيتون پڙهي رهي هئي ۽ حضرت عمر رضہ بہ آهستي آهستي گهر ۾ گهڙيو تہ ڀيڻ جو پڙهڻ ٻڌائين. جنهن ڪيس ڏسي دٻ ۾ لڪيل ورق تنور ۾ اڇلايو. پوءِ جڏهن تنور مان اهو ورق سلامت نڪتو ۽ ڪلام پاڪ ٻڌائين تڏهن حضور ﷺ جن وٽ اچي مسلمان ٿيو.

[4]

ڪامڻ قريبن جي، سڪ سانڍي منجهہ ساهہ،
اوريائين اور عجيب سان، منهن پايو منجهہ ماهہ،
وارث ڏنائين ويجهڙو، آيس ڪاوڙ ڪري ڪاهہ،

هن لعل لکايو کينکي، اُڇليائين منجهه آڙاههَ،
ٻاريءَ ٻچائي ورتو، انهيءَ آتش منجهئون الله،
پوءِ شڪ لٿا کان شاهه، مهل انهيءَ ”موريو“ چئي.
(موريو فقير)

کامڻ = حضرت عمر رضہ جي ڀيڻ.
قريب = حضور ﷺ جن. ماهه = ورق.
وارث = حضرت عمر رضہ. عجيب = ڪلام
پاڪ. لعل = ڪلام پاڪ جو ورق.
آڙاهه = تنور. شاهه = حضرت عمر رضہ.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[5]

راڻو پنهنجي راڄ ۾، هو طرح وڏي تجمل،
مومل جي مذڪور جي، ڪانه هيس ڪل،
ڪاهي آيو ڪاڪ تي، هئي هام هڪل،
تنهن تي ڀڪي ڀيلائي اتيا، ڇُري ڇيئين ڪل،
پوءِ موٽيو انهيءَ مهل، پئي راڄا وٽ رس تيا.
(انب واڍو)

راڻو = حضرت عمر رضہ.
مومل = حضرت عمر رضہ جي ڀيڻ.
ڪاڪ = حضور ﷺ جن جي دربار.
ڀيلائي = حضور ﷺ جن جا اصحاب.
راڄا = حضور ﷺ جن. رس تيڻ = ڪليو
اسلامي فرض ادا ڪرڻ ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت عمر رضہ ڀيڻ وٽان قرآن پاڪ ٻڌي نهايت نرم دل تي پيو ۽ اچي حضور ﷺ جن جي قدمن ۾ ڪِري مسلمان ٿيو. هن جي مسلمان ٿيڻ کان ٻين اصحابن کي ٻه همت ٿي.

[6]

سرڪي ساهڙ يار جي، سرڪيون پئي سرڪي،
اچيو منڌ ميهار وٽ، مرڪيون پئي مرڪي،

ڏسي قهر ڪُن ۾، هيءَ ڪرڪيو پئي ڪرڪي،
پوءِ جهرڪيو پئي جهرڪي، جا روئي پئي "رنگريز" چئي.
(قادربخش ڪٽي)

سرڪي = قرآن مجيد جي آيت.
ساهڙ = حضور ﷺ جن. سرڪڻ = پڙهڻ.
منڌ = حضرت عمر رضہ جي ڀيڻ.
ميهار = حضور ﷺ جن. ڪن = تنور.

مراد: حضرت عمر رضہ جي ڀيڻ حضرت عمر رضہ جي خوف کان قرآن مجيد لڪي پڙهندي هئي. جڏهن وٽس حضرت عمر رضہ آيو تہ قرآن پاڪ جو لڪيل ورق تنور ۾ اُڇلائي ڏاڍي غمگين ٿي.

[7]

مومل مچ مچايو، ٻانهوٽا ٻاري،
ساجن سيڳ هٿ ۾، ڊول ٻينس ڊاري،
قضا تي ڪاري، نہ تہ ڪير اچي هن ڪُن ۾.

مومل = حضرت عمر رضہ جي ڀيڻ.
ساجن = حضرت عمر رضہ. سيڳ = اگهاڙي
تلوار. ڪُن = تنور.

مراد: حضرت عمر رضہ ڪاوڙجي پنهنجي ڀيڻ وٽ آيو تہ ٻاهر ئي هن کي قرآن پڙهندو ٻڌائين. جڏهن هو اندر گهڙيو تڏهن ٻيبي صاحبہ خوف ۾ اهو قرآن شريف جو ورق تنور ۾ لڪائي ڇڏيو.

[8]

سهڻيءَ وڏو سير ۾، لوڪئون لڪائي،
ڳجهہ اندر جون ڳالهڙيون، پئي ڳري ۽ ڳالهائي،
ميهر ملهائي، ڪٽڪي نڪتو ڪُن مان.

سهڻي = حضرت عمر رضہ جي ڀيڻ.
وڏو = قرآن شريف جي ورق ڏانهن اشارو.
سير = ٻاهہ. لوڪ = حضرت عمر رضہ ڏانهن
اشارو. ميهر = حضور ﷺ جن.
ڪن = تنور ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت عمر رضہ جي ڀيڻ ڪلام پاڪ جو ورق حضرت عمر رضہ جي خوف کان باھہ ۾ اُڇلايو پر اھو سلامت نڪتو.

[9]

روئنديءَ تي "رنگريز" چئي، رب تيو راضي،
جنھن کي اوٽ الله جي، تنھن کي ڪوھہ ڪري قاضي،
چا منجھوئن چا تيو، ڪيڏي برھہ اھا بازي،
پوءِ عاشق ڪئي آزي، تيا خوش سڀ "ڪتي" چئي.

(قادربخش ڪتي)

روئندي = حضرت عمر رضہ جي ڀيڻ ڏانھن
اشارو. چا منجھان چا تيڻ = حضرت عمر رضہ
جي مسلمان تيڻ ڏانھن اشارو.
عاشق = حضرت عمر رضہ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[10]

مَتي تان نہ مَتي، ويئي ستيندي سير ڏي،
نہ ڪا واھہ وڃڻ جي، نہ ڪا گھيڙ گھٽي،
شابس تنھن نار کي، جنھن جھٽ ۾ ڳالھہ جھٽي،
پاڻ بہ ويئي ڪتي، ٻاجھون ڪيائين ٻين تي.

نار = حضرت عمر رضہ جي ڀيڻ.
ٻيا = حضرت عمر رضہ ۽ ٻين اصحابن ڏانھن اشارو.

مراد: جڏھن حضرت عمر رضہ پنھنجي ڀيڻ کي اسلام تان ھٽڻ لاءِ ماري تڪو تڏھن ٻيبي صاحبہ کيس چيو تہ توکي جيڪي وڻي سو ڪر پر اسلام تان ھرگز نہ ھٽنديس. جڏھن حضرت عمر رضہ ٻيبي صاحبہ جي ايڏي صداقت ۽ پختائي ڏٺي تڏھن پاڻ بہ ان کان قرآن پاڪ ٻڌڻ جو خيال ڪيائين. جو ٻڌي حضور ﷺ جن جي ڪچھريءَ ۾ وڃي ايمان آندائين. سندس ايمان آڻڻ سبب حضور ﷺ جن ۽ ٻين اصحابن کي نھايت گھڻي خوشي ٿي.

## بيت المقدس جي فتح

حضرت عمر رضہ فلسطين جي فتح ڪرڻ لاءِ حضرت عمرو بن العاص کي مقرر ڪيو. جنهن فلسطين جا ڪيترائي شهر هٿ ڪيا، باقي وڃي بيت المقدس رهيو، جو عيسائين جو مذهبي مرڪز هو. جنهن کي هن گهيرو ڪيو پر اهو گهيرو گهڻو عرصو جاري رهيو. نيٺ شهر وارن جي پاران هڪڙي پادريءَ صلح ڪرڻ گهريو تہ مسلمانن جو خليفو خود اچي تہ اسين آڻ مڃيون. حضرت عمر عيسائين جو اهو شرط منظور ڪري بيت المقدس جي سفر تي روانو ٿيو. انهيءَ سفر ۾ حضرت عمر رضہ سان فقط هڪ اُٺ هو جنهن تي واري واري سان پاڻ ۽ غلام سواري ڪري رهيا هئا. جڏهن بيت المقدس جي ويجهو پهتا تہ ان وقت اُٺ تي غلام سوار هو ۽پاڻ مهار وٺي پيادو هلندو آيو ۽ سندس بدن تي جيڪي ڪپڙا پيل هئا تن ۾ ڪيتريون چتيون لڳل هيون. بيت المقدس جا عيسائي هيءَ سادگي ۽ درويشي ڏسي عجب ۾ پئجي ويا. ان بعد ماڻهن آڻ مڃي ۽بيت المقدس مسلمانن جي هٿ آيو.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[11]

جڏهن باغ بنجي بهار ٿيو، تڏهن مالهي ڪئي ميار،
تہ باغ ۾ بهاري گهڻي، سراول نہ اچي اغيار،
رکيائين راءِ راڻي لاءِ، جو مالڪ هو مختيار،
جڏهن ڪيائون دادلي جو ديدار، تڏهن عجب لڳو انهن کي.

باغ = بيت المقدس. بهار ٿيو = فتح ٿيڻ
ڏانهن اشارو. مالهي = پادري. اغيار = ٻيو
ڪوبہ شخص. راڻو = حضرت عمر رضہ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## حجراسود حضرت عمر رضہ جي نظر ۾

جڏهن حضرت عمر رضہ بيت الله ۾ حجراسود کي چميون ٿي ڏنيون، تڏهن ان ڏانهن نهاري چيائين تہ اي حجراسود! تون هڪ معمولي ڪارو پٿر آهين، پر جيئن تہ حضور ﷺ جن توکي چميو آهي، انهيءَ عزت سبب آءٌ بہ توکي چمي ٿو ڏيان.

[12]

ونو راهہ رسول جي، جا وهي پيئي وير،
چا راڻا رنگ تنهنجو، چا هستي هن حمير،
پر اها مومل توکي مير، آهي الله ڏياري "احمد" چئي.
(احمدخان مري)

راڻو = حجر اسود. حمير = حضرت عمر رضہ.
مومل = چمي. مير = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## نيل درياءَ ڏي خط

چون ٿا تہ مصر جي ماڻهن جو دستور هو تہ جڏهن هڪڙي عورت سينگاري نيل درياءَ ۾ لوڙهيندا هئا تڏهن درياءَ موج ۾ ايندو هو. جڏهن حضرت عمر رضہ جي زماني ۾ مصر مسلمانن جي قبضي ۾ آيو، تڏهن مصر جي دستور جي حضرت عمر رضہ کي بہ خبر پئي. تنهن هڪڙو خط بسم الله سان شروع ڪري قاصد جي هٿان مصر جي گورنر عمر بن عباس ڏي موڪليو تہ هيءُ درياءَ ۾ وجهو تہ هو پاڻهي موج ۾ اچي ملڪ کي سرسبز ڪندو.

چون ٿا تہ اهو ڪاغذ جڏهن نيل ۾ وڌو ويو تہ درياءَ برابر جوش ۾ آيو ۽ ڪنارن تائين پاڻي اچي وهڻ لڳو. پوءِ اهو پراڻو دستور عورت کي لوڙهڻ جو هميشہ لاءِ بند ٿي ويو.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[13]

بدي مذڪور مڙني جو، تيو امير کي ارمان،
ڪيئين سهي سيگهہ موئن، مليس فهميدو فرمان،
داناءَ تنهن دولهہ کي، ڏنو ناز پريو نيشان،
هن ڪيو جلوو جوش مان، شاهي سمجهي شان،
ويو پسرِ مٿي پروان، حيلي سان "حجم" چئي.
(ميرمحمد حجام)

تيو = عمر بن عباس ڏانهن اشارو.
داناءُ = حضرت عمر رضہ. دولهہ = درياءُ.

نيشـان = بسـم الله سـان شـروع ڪيـل خـط.
هن = نيل درياءَ ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[14]

ڏسـي منـڌ ملـوڪ جـي، ارڏي رکيـو آر،
سـتت هليـو سـيگهہ ۾، نـاميو تـي نـروار،
عبـرت ۾ عـالم پيـو، ڪـامل تيـو قـرار،
بـانڪي لاتـن بـار، انهـن تئـون ”الهـہ بخـش“ چئـي.
(الهہ بخش)

منڌ = چنـي. ملـوڪ = حضـرت عمـر رضہ.
ارڏو = دريـاءُ. بـانڪو = حضـرت عمـر رضہ.
انهن = مصر جا ماڻهو.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## حضرت عمر رضہ جو عدل

چون ٿا تہ حضرت عمر رضہ جي ڪچهريءَ ۾ هڪڙي يهودڻ عورت ٻار ڪڇي آئي ۽ فرياد ڪيائين تہ هن ٻار جي پيءُ مون کي پنهنجي فريب ۾ ڦاسايو. ان جو نتيجو هي ٻار ٿيو آهي، انهيءَ ڪري منهنجي مائٽن مون کي گهر مان ڪڍي ڇڏيو آهي. هاڻي هن ٻار جي پيءُ کي حڪم ملي تہ هو منهنجي ۽ ٻار جي نگهباني ڪري. حضرت عمر رضہ مائيءَ کان پڇيو تہ اهو ڪير آهي جنهن اهڙو ڪم ڪيو آهي؟ تڏهن مائيءَ سندس فرزند ابوشهم جو نالو ٻڌائي سچي حقيقت عرض رکي. حضرت عمر رضہ پنهنجي پٽ کي گهرايو، جنهن ڏوهہ جو اقرار ڪيو. پاڻ يڪدم شريعت جي قانون موجب سؤ درن هڻائڻ جو حڪم ڪيائين. اهو حڪم ملڻ تي جلاد يڪدم اچي حاضر ٿيو ۽ حڪم جي تعميل تي ۽ ابوشهم انهيءَ حالت ۾ مري ويو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[15]

مـارئي هئـي مليـر ۾، تـڏهن عمـر ڪيـو آر،
حوالي تـي هـوت جـي، تـڏهن سسـئي ڪيـو سينگار،
هيـر رانجهـي پـاڻ ۾، گـڏجي ڪئـي گفتـار،

ليلان ۽ چنيسر جو، هو هردو متي هار،
سورٺ ٻڌو سندرو، جڏهن ريڏو راءِ کنگهار،
ملي تنهن ميهار کي، ڏنو سهڻيءَ سماچار،
گهائي وڏو گهوٽ کي، مومل مٽيادار،
انهيءَ ست سريءَ جو فقير کي، ڏيو پتو کڏي پار،
نہ تہ متان رکو ميار، ٻئي دفعي "ٻروچ" تي.

(حاصل فقير)

مارئي، سسئي، هير، سورٺ،
سهڻي، مومل = يهودڻ عورت.
عمر، هوت، رانجهو، چنيسر ۽
راءِ کنگهار = ابوشهم. ميهار = حضرت عمر
رضہ. گهوٽ = حضرت عمر رضہ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[16]

وٺو راهہ رسول جي، جو تڏي لڳي آ هير،
عيب کوليا انهيءَ جا، پريئنءَ سي تان پير،
لٿا لاهي لڱن تان، کيو اگهاڙو امير،
هڪڙو لُنگ ڏنو هٿس لاڏلي، هيءُ تنهنجو حق حمير،
گوهر تي "غلام محمد" چئي، نور وٺا پئي نير،
وهو اهہ اتي وير، اهو جو خان کٽي ويو.

(غلام محمد)

انهيءَ = ابوشهم ڏانهن اشارو. امير = حضرت
عمر رضہ. لاڏلو = حضرت عمر رضہ.
حمير = ابوشهم. گوهر = ابوشهم.
وير = حضرت عمر رضہ. خان = ابوشهم.

مراد: حضرت عمر رضہ شريعت جي حڪمن جي تعميل ڪرائڻ ۾ ترِ بہ نہ هٽيو ۽ ابوشهم آخرت جي عذاب جي بدران دنيا جي تڪليف سهي عزت حاصل ڪئي.



# د - حضرت عثمان رضہ

حضرت عثمان بن عفان رضہ حضور ﷺ جن جي چئن يارن مان هڪڙو مالدار اصحاب هو. مالدار هجڻ سبب پاڻ عثمان "غني" جي نالي سان سڏبو هو. ايڏو تہ غريبن جو غمخوار هوندو هو جو پنهنجي واپاري قافلن جا قافلا خدا جي راهہ ۾ خيرات ڪري ڇڏيندو هو.

چون ٿا تہ نوَ هجريءَ ۾ حضور ﷺ جن ٽيهہ هزار مجاهدن جو لشڪر وٺي تبوڪ جي لڙائيءَ لاءِ اُسهيا. لشڪر ۾ انن جي کوٽ هئي تنهنڪري ارڙهن ماڻهن جي حصي ۾ هڪڙو اُٺ ٿي آيو. جنهن تي واري واري سان مجاهد تي سوار ٿيا ۽ ڪاڏي جو سامان پورو نہ هئڻ سبب تورو اڳتي هلي تڪليف ٿيڻ لڳي. تڏهن حضرت عثمان رضہ اها حالت ڏسي مديني ڏانهن ماڻهو ڊوڙايا ۽ پنهنجو واپاري اَن ۽ ٻيو ڪاٺڻ جو سامان انن سميت گهرائي لشڪر کي مدد پهچائي. حضور ﷺ جن فرمايو تہ اسان کي الله تعاليٰ هڪ نئون دين عطا فرمايو آهي ان ۾ هڪ اهڙي مجاهد مومن جي ضرورت هئي، جيڪو خزاني ۽ هٿيارن سان ان جي مددَ ڪري. سو الله تعاليٰ اسان کي عثمان ان ڪم لاءِ بخش ڪيو آهي.

چون ٿا تہ حضرت عثمان رضہ جيئن جيئن پنهنجي دولت الله تعاليٰ جي راهہ ۾ پئي ڏني تيئن تيئن اها وڌندي وئي.

مراد: متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

حبيب هئي هڪڙي ڏينهن، پريءَ ڪئي پڇار،
تہ جانب مون کي جاگير ڏني، ملڪن جي مختيار،
سا تہ نئين نهورَ گهٽي، جنهن لئي ٿي هاري ڪتاهزار،
نار پڙانيون هرلا، ٻيا هر ڪيٺون هروار،
ڪمدار بہ ڪتاتي ڪاراوا، جيڪي ڪن سولي سار سنڀار،
سي مولا مون کي مليا، جن سي هلت ڪيا هوشيار،
جن ڪيڙڻ ڪيت شروع ڪيو، جيڪي هئا ساميتا سچار،
هڪ سيچو صاحب مون ڏنو، جنهن ڏنو ڪاٻاڙو قربدار،
هن دل سندي دلدار، ڪيا قرب "ڪنيار" چئي.

(ٻيڙو ڪنيار)

حبيب = حضور ﷺ جن. جانب = الله تعاليٰ.
جاگير = دين اسلام. نهور = نئون دين.
هاري = مومن. نار، هرلا.
کيٽون = هٿيار ۽ ٻئي سامان ڏانهن اشارو.
ڪمدار = مجاهد سپهه سالار.
ڪيٽ ڪيڙڻ = اسلام جو پيغام پهچائڻ.
سيڄو = حضرت عثمان رضہ.
صاحب = الله تعاليٰ. ڪاٻاڙو = خزانو ۽
هٿيارن پنوهارن جو سامان.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[2]

"بيڙي" ڪي "بروچ" هيءَ، آهي بولي ٻڌائي:
تہ بخت هئا هن پاڳئي جا، جنهن وجي وهائي،
سا اڇڻ سان آر ڪري، وني ويائي،
واڙا پاٽا پرجي ويا، تي پٿين پڌرائي،
پر هن سانديو نہ پئي سُوا ڪي، جنهن ويامي وڏائي،
ڪارڻ ڪنهن قريب جي، هن پئي ماڳهين موٽائي،
هن وڳر پئي واري ڏنا، ڪري پِڙين پالهائي،
پرجئن تي واڙين واندائي، تئن هن سوا پئي سرسيون ڪيون.

(نبي بخش خان بلوچ)

پاڳيو = حضرت عثمان رضہ. سا = مايا ڏانهن
اشارو. سوا = مايا. قريب = حضور ﷺ جن.
وڳر واري ڏيڻ = قافلن جا قافلا الله تعاليٰ جي راهہ
۾ ڏيڻ.

مراد: حضرت عثمان رضہ، حضور ﷺ جن جي صحبت ۾ رهي جيئن جيئن پنهنجي مايا الله تعاليٰ جي راهہ ۾ پئي ڏني تيئن تيئن اها وڌس پئي وڌي.

## قرآن شريف جمع ڪرڻ

جبرائيل الله تعاليٰ وٽان اچي حضور ﷺ جن وٽ حڪم احڪام پهچائيندو هو. اهي پاڻ مومنن کي ٻڌائيندا رهيا. انهن مومنن ۾ ڪي اهڙا مومن هئا جن کي انهن حڪمن واريون آيتون ياد رهنديون هيون، پر ڪن کي

اهي دل تان لهي تي ويون. حضرت عثمان رضہ اها ڳالهہ محسوس ڪري انهن آيتن کي گڏ ڪري هڪڙي ترتيب ڏني. جنهنڪري الله تعاليٰ جي حڪمن جو مجموعو قرآن مجيد جي صورت ۾ مؤمنن وٽ موجود ٿيو. جو اڄ تائين موجود آهي ۽ قيامت تائين موجود رهندو.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[3]

مـــاڻڪ موتـــي ميـــر وٽ، پئـــي الاهـــي آيـــا،
تنهـن هـڪ بـہ رکيـو ڪونـہ ڪـو، پئـي ويـر تـہ ورهايـا،
سي صرافـن سـانديي رکيـا، بـر! ضـرور تيـن هـا ضايعـا،
ڀهڳـــڻ هـــن "ٻـــروچ" چئـــي، اڄـــي چڱـــي چوندايـــا،
جـڏهن هـن مـرد ميڙايـا، تـڏهن پلسـان هـار پـري ٿيـو.

(نبي بخش خان بلوچ)

مـاڻڪ، موتـي = قـرآن مجيـد جـون آيتـون.
مير = حضورﷺ جن. وير = حضورﷺ جن.
صـــــراف = اصحـــــاب ســــــڳورا.
چڱو = حضـرت عثمـان رضہ ڏانهـن اشـارو.
هار = قرآن مجيد.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.





# هـ - حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ

حضرت علي بن ابوطالب حضور ﷺ جن جو سوٽ هو. ٻارن ۾ هن ئي حضور ﷺ جن تي ايمان آندو هو. حضور ﷺ جن کي جڏهن نبوت عطا ٿي تڏهن حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ جي عمر فقط ڏهہ ورهيہ هئي. حضرت علي جي والد حضرت ابوطالب جو مڪي معظمہ ۾ وڏو اثر رسوخ هو. جڏهن ڪافر حضور ﷺ جن کي ستائيندا هئا تڏهن حضرت ابوطالب ئي سندن مدد ڪندو هو. حضرت ابوطالب جي مالي حالت سني نہ هئي انهيءَ ڪري حضور ﷺ جن چاچي جي بار هلڪي ڪرڻ لاءِ حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ جي پالڻ جو بار پنهنجي سر تي ڪنيو. انهيءَ ڪري حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ کي شروع کان وني حضور ﷺ جن جي صحبت نصيب ٿي. هجرت جي پهرئين يا ٻئي سال حضور ﷺ جن جي نياڻي بيبي فاطمہ سندس نڪاح ۾ آئي.

حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ جي بهادري ۽ شجاعت جو مثال ملڻ مشڪل آهي. سندس زماني ۾ ڪوبہ شخص سندس مقابلو نہ ڪري سگهندو هو. گهڻو ڪري سيني اسلامي جنگين ۾ شريڪ ٿي اسلام جو جهنڊو بلند ڪيائين. سندس بهادريءَ جا ننڍپڻ جا بہ ڪيترائي مثال آهن.

چون ٿا تہ مڪي جا ڪافرن جو هڪڙي هنڌ ڪو ميڙ هو ۽ هنن مهمانيءَ لاءِ اُٺ ڪٺو هو. اتان حضور ﷺ جن اچي لنگهيا. پاڻ ميڙ کي مخاطب ٿي اسلام جي دعوت ڏنائون. پر ڪافرن ننوليون ڪيون ۽ متن اُٺ جي اوجهريءَ جو گند اڇلائڻ لڳا. اتي حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ، جو ننڍيءَ عمر جو هو ۽ کجور جي ککڙين سان راند ڪري رهيو هو، تنهن جرئت ۽ همت ڪري انهن ڪافرن کي اهي ککڙيون هنيون. چون ٿا تہ اهي ککڙيون جنهن ڪافر کي ٿي لڳيون تنهن جي جسم مان پار ٿي ٿي ويون ۽ هو دانهن ڪري ٿي ڀڳو تان جو سڀ ڪافر ميڙ ڇڏي ڀڄي ويا.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[1]

سـوڍي گهڻـو سمجهـاين، پـر مجيـن نـہ منڪـر،
آڏيـون ورنديـون حمير ڪـي، پيـا سـڏيون ڏيـن سـوئر،

جانب انهيءَ جاءِ تي، آيو لڙي سان لشڪر،
هنيائين ڏڪ هٿن سان، دل گهرئي دلبر،
ڪيائين ڦٽ ڦڪن ڪي، لڄي تيا لوئر،
تي گيدي ڏانهن گهر، ڀڄي ويا ”محمد“ چئي.
(محمد ڏيرو)

سوڍو = نبي ﷺ. جانب = حضرت علي ڪرم الله وجهه رضہ. لشڪر = ڪجين جون ڪڪڙيون. گيدي = ڪافر.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## خيبر جي جنگ

مسلمانن کي جڏهن مڪي معظمہ جي ڪافرن کان آرام مليو تہ وري مديني منوره جي يهودين سان منهن ڏيڻو پيو جي مسلمانن جا وڏا دشمن هئا. حضور ﷺ جن انهن سان ڪيتريون ئي رعايتون ڪيون مگر جڏهن بہ انهن کي موقعو ملندو هو تہ مسلمانن کي نقصان پهچائڻ کان نہ رهندا هئا انهيءَ ڪري انهن جي شرارتن کان محفوظ رهڻ لاءِ انهن کي مديني کان ٻاهر ڪڍيو ويو ۽ انهن جو وڏو تعداد مديني کان پري خيبر جي قلعي ۾ وڃي رهڻ لڳو. مگر اتي بہ هو پنهنجي شرارتن کان نہ رهيا ۽ ويهہ پنجويهہ هزار فوج ڪٺي ڪيائون.

حضور ﷺ جن کي يهودين جي تياري جي خبر ملي تڏهن اول حضور ﷺ جن انهي معاملي کي صلح سان طي ڪرڻ چاهيو پر هنن صلح جي ڪابہ صورت پيدا ٿيڻ نہ ڏني ۽ جنگ ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا. هنن کلئي ميدان تي مقابلو ڪرڻ جي بدران قلعي ۾ پاڻ کي محفوظ ڪري قلعي جو دروازو بند ڪري ويهي رهيا. اسلامي لشڪر حضور ﷺ جن جي حڪم هيٺ خيبر جي قلعن ڏانهن وڌيو ۽ اتي پهچي محمود بن مسلمہ جي هٿ هيٺ، هڪ ’ناعم‘ نالي قلعي تي حملو ڪيو مگر محمود شهيد ٿيو. انهيءَ جي شهادت کان اسلامي لشڪر جوش ۾ اهو قلعو تہ هٿ ڪيو پر رفتہ رفتہ ٻيا قلعا بہ فتح ڪيائين. خيبر جو آخري قلعو ”قموص“ هو جنهن جي فتح ڪرڻ لاءِ مسلمانن کي گهڻو وقت لڳو. جڏهن حضور ﷺ جن ڏٺو تہ هن کي گهيري ڪرڻ ۾ گهڻو وقت لڳي ويو آهي، تڏهن حضور ﷺ جن حضرت ابوبڪر رضہ صديق رضہ جي

اڳواٽي هيٺ قلعي تي حملو ڪرڻ لاءِ لشڪر موڪليو پر اهو فتح ڪري نہ سگهيو. ان بعد حضرت عمر رضہ کي موڪليائون پر اهو بہ ڪامياب نہ ٿيو. آخر ۾ حضور ﷺ جن حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ کي انهيءَ جنگ لاءِ چونڊيون جنهن نهايت جانبازي سان اهو قلعو فتح ڪيو.

چون ٿا تہ حضور ﷺ جن خيبر جي جنگ ۾ حضرت ابوبڪر رضہ ۽ حضرت عمر رضہ جي فتحياب نہ ٿيڻ ڪري فڪرمند ٿيا ۽ جنگ ڪندي ڪين اوڻيتاليهہ ڏينهن گذري ويا هئا. جڏهن چاليهون ڏينهن ٿيو تڏهن الله تعاليٰ جي طرفان وٽن وحي آيو. جنهن الله تعاليٰ جو پيغام پهچايو تہ هن جنگ ۾ حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ کي اڳواٽي ڏيو تہ جنگ ۾ فتح ٿئي. صبح جو حضور ﷺ جن حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ کي ماڻهو موڪليو. ۽ پاڻ فرمايائون تہ اڄ پهريائين پهريائين جيڪو شخص علي ڪرم الله وجهہ رضہ جو منهن ڏسندو ان تي دوزخ جي باهہ حرام ٿيندي. اصحاب حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ جي اچڻ جي واٽ ڏسڻ لڳا. پر سلمان فارسي سندس اچڻ جي انتظار ۾ آسمان ڏانهن نهارڻ لڳو. حضور ﷺ جن پڇيس تہ تون مٿي ڇالاءِ نهاري رهيو آهين؟ سلمان عرض ڪيو تہ حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ زمين تان هلي نہ ايندو پر هو آسمان کان ايندو تنهنڪري آءٌ اوڏانهن پيو نهاريان. پر پوءِ سيني ڏنو تہ حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ دُلدُل تي سوار آسمان تان اچي حضور ﷺ جن وٽ حاضر ٿيو. ان وقت حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ جون اکيون اٿيل هيون پر حضور ﷺ جن انهن تي ڦيٽي مبارڪ لڳائي تہ اکين جي سور جي شڪايت يڪدم لهي وئي. پوءِ پنهنجو نبوي جهنڊو کيس عطا ڪيائون. پاڻ دُلدُل تي سوار ٿي، لشڪر کي ترتيب ڏئي، خيبر جي قلعي 'قموص' تي حملو ڪيائين.

چون ٿا تہ قموص جي قلعي کي چوڌاري کاهي کوٽيل هئي. حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ قلعي جو در اکيڙي کاهيءَ تي رکيو تہ جيئن لشڪر لنگهي وڃي، پر کاهي دروازي کان هٿ کن ويڪري هئي پاڻ کاهيءَ ۾ لهي طاق جي چيڙي جهلي بيٺو تہ طاق مٿان لشڪر لنگهي ويو. جڏهن حضور ﷺ جن تي لنگهيا تڏهن حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ کين چيو تہ سردار نبين جا! جلد مٿيو جو اهو سڄي دنيا جو بار مون تي اچي ويو آهي. تڏهن حضور ﷺ جن

جلد ئيءَ سان تختو لنگهي ويا ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ سرهو ٿيو. چون ٿا تہ ڪاهي سٺ هٿ اونهي هئي. اصحابن حضور ﷺ جن کان پڇيو تہ ايڏي اونهي کاهيءَ ۾ حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ ڪيئن بيٺو آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ علي جبرائيل جي پرن تي بيٺو آهي.

چون ٿا تہ خيبر جي لڙائيءَ ۾ مرحب يهوديءَ سان وڙهندي سندس هٿ مان ڍال ڇڏائجي وئي پر انهيءَ ئي وقت هڪڙو طاق ڪٽي ڍال جي عيوض ڪم آندائين. مرحب جو وار خالي ڏيئي ان جي سر تي اهڙي تلوار هنيائين جو ان جي مٿي کان ڏندن تائين هلي ويئي ۽ هو زمين تي وجهي ڪِريو.

چون ٿا تہ خيبر جي جنگ ۾ جڏهن وڏا وڏا سردار مارجي ويا تڏهن بہ حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ جوش ۾ اڳتي وڌندو ويو پر حضور ﷺ جن کيس فرمايو تہ علي! هاڻي بس ڪر جو الله تعاليٰ اسان کي فتح ڏني آهي. ان کان پوءِ حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ پنهنجي تلوار نيام ۾ وڌي ۽ اچي حضور ﷺ جن جو قدمبوس ٿيو.

مٿئين بان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[2]

غمگين ٿي پيو گوهر، اتي لاڪيٽو لعل،
سوال ڪيو هئائين سهٽي کي تون پلا ڪر پال،
سٽت آيو سيگهہ ۾، ڪٽي عاشق ڏي احوال،
هن پي سٽايو سچڻ کي، آيو جوش ڪيو جلال،
پورو ڪيائين پلڪ ۾، جيڪو خاصو هيڙن خيال،
پوءِ ٿيا باغ بحال، امر اهيئي "الله بخش" چئي.

(الله بخش)

گوهر = حضور ﷺ جن. سهٽو = الله تعاليٰ.
هن = جبرائيل. خيال = حضرت علي ڪرم
الله وجهہ رضہ کي خيبر جي فتح لاءِ موڪلڻ
ڏانهن اشارو.

مراد: جڏهن خيبر جي لڙائيءَ ۾ اسلامي لشڪر کي ڪاميابي حاصل نہ ٿي ۽ وقت گهٽو لڳي ويو تڏهن حضور ﷺ جن فڪرمند ٿيا. ان وقت جبرائيل آيو جنهن حضور ﷺ جن کي الله تعاليٰ جي طرفان حضرت علي ڪرم الله وجهہ

رضہ جي سرداريءَ هيٺ لشڪر موڪلڻ جو ارشاد ڪيو. پوءِ حضور ﷺ جن انهيءَ حڪم موجب حضرت علي ڪرم الله وجهه رضہ کي گهرائي ڪيس نبوي جهنڊو ڏئي اُماڻيو.

[3]

هڪ تہ هليو ويو حاڪم ڪان پر نوَ ئي ويس نڪري،
جانب کي انهيءَ جاءِ تي تي ڏاڍي ڳالهہ ڳري،
آيو قاصد ڪيچ مؤن، ڍولئي وٽ ڍري،
سنيااليو سهٽي کي تہ لاهي پُل پري،
ڪامڻ تي آيو ڪينڪي، پرانهون آندس پري،
ورنهہ تنهن وري، بهار ڪيا "بخشو" چئي.

(بخشڻ خان شر)

هڪ = مهينو. نو = ڏينهن ڪل اوڻيتاليهہ ڏينهن. جانب = حضور ﷺ جن. ڳالهہ ڳري ٿيڻ = خيبر جي نہ فتح جو ويچار ٿيڻ. قاصد =جبرائيل. ڪيچ = عرش. ڍوليو = حضور ﷺ جن. سنياليو = گهرايو. سهٽو = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ. پل پري = ڪافرن جي هٺ وڏائي ڏانهن اشارو. ڪامڻ = زمين. پرانهون آڻڻ = آسمان تان آڻڻ. پري = دلدل. ورنهہ = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.

مراد: خيبر جي لڙائيءَ کي اوڻيتاليهہ ڏينهن گذري ويا هئا. حضور ﷺ جن جي فڪرمند ٿيڻ تي ڇاليهين ڏينهن الله تعاليٰ وٽان وحي ٿيو جنهن حضرت علي لاءِ ارشاد ڪيو حضور ﷺ جن حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ کي گهرايو جو دلدل تي چڙهي مينهن واچ وانگر آسمان تان اچي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ حضور ﷺ جن ڪيس خيبر جي لڙائي ۾ موڪليو جنهن اها لڙائي فتح ڪئي.

[4]

جاڏي منهن ماڻهن جو، هن تاڏنهن منٿي تاڻ،
ڏسي ڏاهپ ڏاهي جي، پريءَ پڇيس پاڻ،
منٿي کي محبوب جا، انهيءَ ڏنا اهڃاڻ،

هوت آيو "حاجي" چئي، اچي موج ڪئي مهراڻ،
پلي اهي پاڻ، اچڻ سان اُجرا ڪيا.

(حاجي مهيسر)

هن = سلمان فارسي ڏانهن اشارو.
ڏاهو = سلمان فارسي. پرين = حضور ﷺ
جن. محبوب = حضرت علي ڪرم الله وجهه
رضہ. هوت = حضرت علي ڪرم الله وجهه
رضہ. پلو = حضرت علي ڪرم الله وجهه رضہ.
پاڻ = خيبر جو قلعو.

مراد: حضور ﷺ جن الله تعاليٰ جي حڪم مطابق حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ کي خيبر جي جنگ لاءِ موڪلڻ سبب ڪيس ماڻهو موڪليو. حضور ﷺ جن فرمايو تہ اڄ حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ کي جيڪو شخص پهريائين ڏسندو ان تي دوزخ جي باهہ حرام آهي. اهو ٻڌي اصحاب حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ کي ڏسڻ لاءِ انتظار ڪرڻ لڳا پر سلمان فارسي آسمان ڏانهن پئي نهاريو. حضور ﷺ جن جي پڇڻ تي عرض ڪيائين تہ علي (عليہ السلام) آسمان کان ايندو تنهنڪري اوڏانهن نهاري رهيو آهي.

[5]

منڌون گهٽيون هيون ملڪ ۾ پر هڪ صورت سهاڳي،
اچي تن عاجزن سان، ولهين سان واڳي،
ڏسي خان خوش ٿيا ان پَر ۾ بيراڳي،
صورت اها ساڳي، پر واحد ڪٿي وڏي ڪئي.

منڌون = راتيون. هڪ = چاليهن رات.
عاجز = ٻين اوڻيتاليهن راتين ڏانهن اشارو.
خان = اصحاب. بيراڳي = حضرت علي
ڪرم الله وجهه رضہ.

مراد: خيبر جي جنگ چاليهہ راتيون هلي انهن ۾ اوڻيتاليهہ راتيون ڪاميابي نہ ٿي، ۽ آخري چاليهين رات جنهن ۾ حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ جي اُها جنگ فتح ڪئي. اهائي رات جيتوڻيڪ ٻن راتين جهڙي هئي پر الله تعاليٰ خيبر جي فتح سبب ان جو شان وڌايو آهي.

[6]

جـوان جـُـلبي مـان، ڊول هئـي تـان ڊاري،
تـي پيـو اهنـج هـن سـان، آيـسَ بـار وڏو بـاري،
چـڙ آزاد مـون کـي، تئـي بيشـڪ بهـاري،
فرحـت سـان "فيـض محمـد" چئـي، ڪـر ترتئـون تيـاري،
اُڻ تـُـڻ نـہ ڪـر عجيـب هـي، وينـو آهـي آري،
هـُن جي بہ هٽي پت پرينءَ پاري، هت پارس "پجارو" چئي.
(فيض محمد پجارو)

جوان = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.
هـن = دُلـدُل ڏانهـن اشـارو.
آري = حضور ﷺ جن. پرين = حضور ﷺ جن.

مراد: چون ٿا تہ خيبر جي جنگ لاءِ جڏهن حضور ﷺ جن جو حڪم حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ کي پهتو تڏهن هن دلدل تي سنج رکي زور سان تنگ ڇڪي هو سوار ٿي ٿيو تہ دُلدُل کيس عرض ڪيو تہ ياعلي! مون کي آزاد ڇڏ تہ آءٌ توکي اتي اک ڇنڀ ۾ پهچايان جتي الله تعاليٰ جو محبوب تنهنجي انتظار ۾ آهي. حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ متس سوار ٿيو تہ هن پنهنجي واعدي موجب کيس ترت آڻي حضور ﷺ جن وٽ پهچايو ۽ انهيءَ ڪري حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ بہ الله تعاليٰ جي محبوب جي حڪم جي جلد پيروي ڪري سرخرو ٿيو.

[7]

بـڌي حڪـم حـاڪم جـو، هڙئـي ٿيـا تـہ هوشـيار،
بينـا اچـي "بخشـو" چئـي، ڪـُـل ٿـي ڪـري قطـار،
مـارُن مـال پهرايـا، ويـا جـُـوءِ ڇـڏي جونجهـار،
تن مان هڪڙو ڏيو ڏسـو آئيو، پيو ڪري گوهر سان گفتار،
اهـا خبـر چـار، پيـو ويجهـو پڌائـي ويـر کـي.
(بخشو شر)

حاڪم = حضور ﷺ جن. ڪل ٿي =
جملـي اصحـاب. ڏيسـو = سـلمان
فارسـي. گوهـر = حضـور ﷺ جـن.
وير = حضور ﷺ جن.

مراد: حضور ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ کي اڳي ڏسي خبر ڏيندو ان تي دوزخ جي باھہ حرام آهي. انهيءَ حاڪم تي سيني اصحابن دل ۾ اميد رکي پر سڀ ڪان اول حضرت سلمان فارسي رضہ حضور ﷺ جن کي اها خبر ڏني.

[8]

هٿا ٻہ چٽا ٻروچ چئي، ٽلي آيو ٽيو،
ڪامڻ هو انهن کي، اتي قيد ڪيو،
قدرت ساڻ ڪريم جي وهي قلم ويو،
تني منجهان هڪڙو ڪري پٽ پيو،
تنهن تي ڏاڍي تيز مان وري لشڪر ويو،
سو پلي پلو ڪيو، پيو اهڙو مور نہ ٿيو "ماڻڪ" چئي.
(ماڻڪ خان چانديو)

ٻہ چٽا = خيبر جي قلعي جي دروازي جا طاق.
ٽيو = ڪڙو. ڪامڻ = ڪاهي.
هڪڙو = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ
ڏانهن اشارو. اشڪر = اسلامي فوج.
پلي = حضور ﷺ جن. پلو = حضرت علي
ڪرم الله وجهہ رضہ ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ جڏهن خيبر جي قلعي تي حملو ڪيو تہ ڪوٽ جو دروازو بند هو ۽ قلعي کي چوڌاري کاهي کوٽيل هئي. حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ دروازي جو طاق پٽي کاهيءَ تي رکيو طاق جي نندي هئڻ سبب پاڻ تري ڏئي ان کي جهلي بيٺو. ان تان اسلامي لشڪر لنگهي وڃي قلعي تي سهڙيو ۽ فتح حاصل ڪيائين.

[9]

ويندي ويري وات تين، مشڪل ڳالهہ محال،
پانهہ آيو پڙ ۾، جنهن چوهٺون ڏنو چال،
پٽي ستيائين پڙ تي، هنيائين قوت ساڻ ڪمال،
اتي ويريءَ رونش بڌي، خطرو نہ آندائين خيال،
پر جڏهن پيس نظر نرتي، تنهن ساڻ هيٺو ڪيائين حال،

مــاري تنهــن مدعــيءَ کــي، پٽــي کيــائين پائمــال،
پــوءِ ســورهيہ تيــا ســرهيال، مهــل تنهــن "موريــو" چئــي.
(موريو)

ويـــــري = ڪـــــوٽ جـــــو دروازو.
پانهہ = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.
نــر = حضــرت علــي ڪــرم الله وجهــہ رضـــہ.
مدعي = دروازو.

مراد: خيبر جي قلعي جو دروازو نهايت مضبوط هو پر حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ جي هڪڙي ئي حملي سان پٽجي اچي ڪِريو. قلعي کي چوڌاري کاهي هئي جنهن تي حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ لشڪر کي لنگهڻ لاءِ رکيو تہ چوٺو ٿي پيو. پاڻ ان کي ترين تي جهلي لشڪر کي ان تان لنگهايو ۽ اسلامي لشڪر کي فتح حاصل ٿي.

[10]

لشـــڪر ويـــو لاڏڪـــي ڪـــان، نـــامئي ڪـــان نـــروار،
ســورهيہ ســنياليو ســرت ســان، دُرســت پنهنجــو دلــدار،
پريــن اچــي پڳــدار، هنــن جــو هــٽ ڪيــو "حــاجي" چئــي.
(حاجي مهيسر)

لشـــڪر = اوڻيتاليهـــ ڏينهـــن. لاڏڪـــو.
نــاميو = حضــور ﷺ جــن. دلــدار = حضــرت
علي ڪرم الله وجهہ رضہ. پريـن = حضـرت علـي
ڪرم الله وجهہ رضہ. پڳدار = چـاليهون (آخـري)
ڏينهن.

مراد: خيبر جي جنگ کي اوڻيتاليهہ ڏينهن گذري ويا هئا آخر حضور ﷺ جن حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ کي گهرايو جنهن چاليهين ڏينهن اچي ڪوٽ خيبر فتح ڪيو.

[11]

اچــي پيــو هــو ان تـــي، ڪـــو قســـمتي ڪٽـــو،
هـــزارن مـــان هليـــو ويـــو اهوئـــي هـــڪ چٽـــو،

هلـي چلـي پيــو الائــي، ڪهــڙيءَ پــُـونءِ پــُـٽو،
پيا سـيئي ڳالهـ سـٺو. انهـيءَ مـرد جـي ”مـاڻـڪ“ چئـي.
(ماڻڪ خان چانڊيو)

ان = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ ڏانهن
اشارو. قسمتي ڪٺو = حضرت علي ڪرم الله
وجهہ رضہ کـي خيبر جي جنـگ لاءِ چونـڊڻ.
هڪ ڄٺو = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ
ڏانهــن اشــارو. پــونءِ = خيبــر جــو قلعــو.
مرد = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.

مراد: حضور ﷺ جن الله تعاليٰ جي حڪم سان حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ کي خيبر جي جنگ لاءِ چونڊيو. هن بهادري سان هزارن ڪافرن تي فتح حاصل ڪئي ۽ انهيءَ مضبوط قلعي ۾ شان سان گهمي رهيو هو.

[12]

آيــو پاڳــارو پتــڻ تــي، بيشــڪ تــي بهــاري،
هئـي سـڪ سـين کـي، جيڪـي هئـا جـوان جونجهـاري،
گـوري پڇيــو گوهــر کــان، اهــا ســڌ خبــر ســاري،
ٻڌائـي پريـن پوئـواري، قـرب منجهـان ”ڪاسـائي“ چئـي.
(فيض محمد ڪاسائي)

پاڳارو = حضور ﷺ جن. پتـڻ = ڪاهي.
گورو = سلمان فارسي. گوهر = حضور ﷺ
جن. خبـر = اونهـي ڪاهيءَ ۾ حضـرت علـي
ڪرم الله وجهہ رضہ جو ويهڻ.

مراد: خيبر جي ڪاهيءَ تان لشڪر لنگهي وڃڻ کان پوءِ جڏهن حضور ﷺ جن آيا تڏهن سلمان فارسي ڪانئس پڇيو تہ ايڏي اونهـي ڪاهيءَ ۾ علي (عليہ السلام) ڪيئن ويهي سگهيو آهي؟ حضور ﷺ جن کيس اها خبر ٻڌائي تہ علي جبرائيل جي پرن تي ويٺو آهي.

[13]

ائيـن قـاضي ڪنهـن کي نـہ چيـو، جيئن چيو سـاڌ بـہ سـيفل کـي،
جـو دم رهنـدؤ هتـي، تـہ پوئتـي اميـد نـہ تيـنـدو ”احمـد“ چئـي.
(احمد خان مري)

قاضي = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.
ساڌ = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.
سيفل = حضور ﷺ جن.

مراد: جڏهن خيبر جي ڪاهيءَ تان حضور ﷺ جن تي لنگهيا تڏهن حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ ڪين عرض ڪيو تہ ٻنهي جهانن جا سردار! مون ڪي طاقت نہ آهي جو توهان جو بار آءٌ ڪڻي سگهان. انهيءَ ڪري جلد اُڪري وڃو.

[14]

اچي ٻيٺا تلهي تي، هڪڙو سڪندر ٻيو نادر،
کهي ويو ڪيترو، لڪين پيو لشڪر،
تڏهن عرض ڪيو البيلي، ڪي جانب جلد تر،
تہ دادلا دلبر، هلندو وڃ "حاجاڻو" چئي.

(احمد فقير حاجاڻو)

سڪندر ۽ نادر = حضور ﷺ جن جي پيرن
ڏانهن اشارو. البيلو = حضرت علي ڪرم الله
وجهہ رضہ. جانب = حضور ﷺ جن.

مراد: حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ حضور ﷺ جن کي ڪاهيءَ جي تختي تان جلد نڪرڻ لاءِ عرض ڪيو.

[15]

ٻارنهن آنا "ٻروج" چوي، رهيو نہ هيو پورو،
گوهر هن کي گل ڏنا، تيو عاقل اُجورو،
چک ڏني تي چيڪ ڪري، وجي ساجن سمورو،
چاق تيو چهرو، شوقئون "شاهنواز" چوي.

(شاهنواز)

ٻارهن آنا = منو تختو. گوهر = حضرت علي ڪرم الله
وجهہ رضہ. گل = هٿ. چک ڏيڻ = حضور ﷺ جن جو
تختي تي چڙهڻ. چيڪ ڪرڻ = دنيا جو بار تيڻ.

مراد: جڏهن حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ ڪاهيءَ تي اڻ پورو تختو هٿ ڏئي جهليو ۽ لشڪر جي لنگهي وڃڻ کان پوءِ حضور ﷺ جن تي لنگهيا تڏهن حضرت علي ڪين عرض ڪيو تہ اهو بار ڪڻڻ منهنجي وس کان ٻاهر آهي،

تنهنڪري جلد اُڪرڻ جو ڪرم ڪريو. حضور ﷺ جن سندس عرض مڃي، جلد لنگهي ويا تہ ڪيس گهٽي سرهائي ٿي.

[16]

حصو ڪنيائين همت سان، هٿي دانهن کي درڪار،
جوان بہ اتي جلد منجهارون، ڪامل ڪئي هٿي ڪار،
پوءِ راضي آ سرڪار، امير انهيءَ تي "الهہ بخش" چئي.
(الهہ بخش لغاري)

حصو = در جي اڌ ڏانهن اشارو.
دانهن = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.

مراد: خيبر جي لڙائيءَ ۾ حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ ڪان هٿ مان ڍال ڇڏائجي وئي، جنهنڪري دروازي جو هڪ طاق پٽني، هٿ ۾ ڪري ان ڪان ڍال جو ڪم ورتائين ۽ الله تعاليٰ جو حڪم سان فتح ڪيائين.

[17]

اُتي سارنگ سنبهيو، اُسري الاهر،
بادل ميگهہ ملار تيا، ڪارونيار ڪڪر،
ڪِري پيل پُر تيو، تيا بارلن بحر،
منجهہ غبار گروڙ تي، چُتا چاٽ چپر،
آگم اوهيرا ڪيا، رسي راوَ خبر،
دامين دوڙ ڪئي، سي سُسي ويا سَر،
مهل انهيءَ "موريو" چئي، ويا طبقن جا تڪبر،
زابر زوراور، پوءِ وارث جهليو وچ کي.
(موريو ڪٽي)

سارنگ = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.
ڪري پيل = لشڪر ڏانهن اشارو.
غبار = لڙائي. گروڙ = خيبر.
آگم = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.
راوُ = حضور ﷺ جن. داميون = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ. سر = ڪافرن ڏانهن اشارو.
زابر زوراور = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.
وارث = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.
وچ = ترار.

مراد: خيبر جي جنگ ۾ فتح تي وڃڻ کان پوءِ حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ پنھنجي ترار سان قلعي ۾ ڪافرن کي پڪاريندو، للڪاريندو رهيو. جڏهن حضورﷺ جن انکي چوائي موڪليو تہ ڪافر پيش پئجي چڪا آهن ۽ هاڻي وڙهڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي، تڏهن حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ پنھنجي تلوار نيام ۾ وجهي اچي خدمت ۾ حاضر ٿيو.

## شريعت جو بار

چون ٿا تہ حضرت علي رضہ جڏهن خيبر جي جنگ فتح ڪئي تڏهن اصحابن سندس تعريف ڪئي ۽ پاڻ بہ ان ڳالھہ ۾ فخر ونڻ لڳو. هو هڪڙي هنڌان جهنگل مان اچي لنگهيو ۽ هڪڙي سوار کي گهوڙي تي چڙهيل ۽ سندس هڪڙي هڙ هيٺ ڪري پيل ڏٺائين. جڏهن ويجهو ٿيو تڏهن سوار کيس چيو تہ جوان! هيءَ هڙ تہ کڻي ڏجانءِ! حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ اها هڙ تي کنئي پر اها کيس ايترو تہ ڳري لڳي جو گوڏن تائين کڻي سگهيو ۽ سوار کي ڏئي نہ سگهيو. تڏهن اُن سوار نمي اها هڙ هٿ جي مدد سان اُمالڪ کڻي متي ڪئي ۽ هليو ويو. اها حقيقت حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ مديني ۾ اچي حضورﷺ جن کي ٻڌائي. حضورﷺ جن کيس فرمايو تہ اهو اسلامي شريعت جو بار هو. سوار اسين پاڻ هئاسين. توهان کي ڏيکاريوسون ٿي تہ اهو ڪيڏو نہ ڳرو بار آهي جنھن کي توهين کڻڻ کان عاجز آهيو. حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ اهو جواب ٻڌي حضورﷺ جن جي قدمن ۾ ڪِري پيو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[18]

ميڙي پن پير جا، غازيءَ ڪيا هئا گڏ،
سمي ڪري سڏ، ورتو آزمودو اصيل جو.

پير جا پن = شريعت جا اصول.
سمو = حضورﷺ جن. اصيل = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[19]

ميـڙي سـيڙي گـڏ ڪـري، پـڙ ٻـڌي پـري،
پرڪـڻ خـاطر پريـنءَ جـي، هـن ڪٺـي ڏرتـيءَ تـي ڏري،
ڪـامل ڪنئـي ڪسـت مـان، پـر ذري ڪانـہ چـُـري،
جنهـن جـي هئـي پـري، سـو ڪٺـي خـان ڪـڙو تيـو.

پڙ = حضور ﷺ جن. پري = شريعت جو بار.
پرين = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.
ڪامل = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.
خان = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[20]

هـاتنگ انهـيءَ هنـڌ تـي، خـان ڪيـو تـہ خيـال،
آنـدو هـو تـہ عجيـب اُتـي، مثـل سـو برحـال،
سـهٹي سـورهيہ ڪـي ڪيـو، سـهجٹون هـي سـوال،
سـُـتت اتـي سـگهہ ۾، ڪيـائين جـوت جمـال،
پر تيل هو قرب ڪمال، انهيءَ سان "الهہ بخش" چئي.
(الهہ بخش)

هـاتنگ = حضـرت علـي ڪـرم الله وجهـہ رضـہ.
خيال = فتح جو فخر. عجيب = حضور ﷺ جن.
سهٹو = حضور ﷺ جن. سورهيہ = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ. سوال = ڪـِريل پري ڪٹڻ ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## ميلڪ ڪافر سان مقابلو

چون ٿا تہ ميلڪ ڪافر جڏهن ٻڌو تہ حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ جنگين ۾ فتحون پيو پائي ۽ اسلام پيو وڌائي، تڏهن لشڪر گڏ ڪري حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ سان وڙهڻ لاءِ تيار ٿيو. پر سندس وزيرن انهيءَ ڳالهہ تـان ڪيس روڪيو. تـڏهن موتـي ڪٺـي ويـس مٺـائي مدينـي ۾ واپـاري بنجـي آيـو ۽ اچـي

حضور ﷺ جن کي مليو. حضور ﷺ جن کانئس خبرچار پڇي تہ پاڻ ٻڌايائين تہ آءٌ هيرن موتين جو واپاري آهيان ۽ واپار ڪرڻ لاءِ هت آيو آهيان. ان وقت شهزادا امام حسن ۽ حسين مجلس ۾ موجود هئا. انهن جي روبرو ميلڪ کي هيرا حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ نذر رکيا. حضور ﷺ جن اهي شهزادن کي ڏنا جي کڻي حويليءَ ڏانهن پئي ويا تہ ميلڪ بہ ڪچهري مان اٿي. اڇي امامن کي مليو ۽ انهن کي ٻين اهڙن ماڻڪن ڏيڻ جو فريب ڏئي کين مديني کان ٻاهر وٺي ويو. جڏهن سج لٿو تہ ڏهن گهر ۾ سندن پڇا ٿي. گهڻي ڳولا بعد سندن پتو نہ پيو.

هوڏانهن ميلڪ شهزادن کي وٺي جڏهن پنهنجي منزل ڏانهن ٿي ويو تہ جبير نالي هڪ شخص شهزادن کي ڏسي ميلڪ کان شهزادن جي گهرُ ڪئي پر ميلڪ جي انڪار ڪرڻ سبب ترار کڻي مقابلي لاءِ تيار ٿيو. پر زخمي ٿي ڪِري پيو ۽ بيهوش ٿي ويو. ميلڪ ان کي مئل سمجهي هليو ويو. هو جڏهن هوش ۾ آيو. تڏهن ڪوبہ ماڻهو موجود نہ هو ۽ سندس اهڙي حالت هئي جو هلي چُري نہ ٿي سگهيو. تنهنڪري رت سان هڪڙي اڱڙي تي اکر لکي رکيائين تہ ڪو ماڻهو اچي تہ موڪليان.

چون ٿا تہ هڪڙو واڇوڙو لڳو جنهن ۾ اها چٺي اُڏامي حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ جي حويليءَ ۾ وڃي ڪِري جنهن مان هن کي ميلڪ جي انهيءَ فريب ۽ ساڻس لڙائي ٿيڻ جي خبر پئي. حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ لشڪر وٺي اچي ميلڪ سان مقابلي لاءِ روانو ٿيو.

هوڏانهن ميلڪ شهزادن کي گهر ۾ آڻي بند ڪيو هو. چون ٿا تہ ميلڪ کي چوراسي راڻيون هيون انهن شهزادن کي ڏسي کين پيار ۽ سڪ سان ڪارايو پياريو ۽ ميلڪ کي چوائي موڪليائون تہ هنن شهزادن کي ڪابہ تڪليف ڏيندين تہ اسين توسان وڙهنديونسين. ميلڪ اها ڌمڪي ٻڌي ترار کڻي محلات ۾ آيو جتي ٻيون تہ ماٺ ڪري ويهي رهيون باقي چار ڇٽيون وڙهي، شهزادن تان قربان ٿيون.

حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ بہ اهائي وات وٺي پئي آيو جنهن تي جبير زخمي ٿيو پيو هو. ان کي ساڻ ڪري اچي ميلڪ سان مقابلو ڪيائين ۽ ڪافرن کي ماري شهزادن کي وٺي مديني ۾ آيو.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[21]

ڏاڍي پــي ڍهڪــار ڪوڻ ڪيئـين سـهٽيءَ جـي سـينگار،
جا هئي ضرورت هـڻ ڪي، سـو ڪـر ڪـيس ڪلتـار،
لڪيـــو لاهوتـــڻ جـــو تيـــو، اصلـــي ايلپهنـــوار،
جــوان ڇـڏيس وجــي جــاءِ تــي، پــانوَ رکــي پيــار،
نکــت ڏســي نــار ۾ تيــا عاشــق ڪــي اعتبــار،
پــوءِ آيــو ڪيــن قــرار، هــوت ڪــي "حــاجي" چئــي.

(حاجي مهيسر)

سهٽي = چنـي. هـڻ = جبيـر ڏانهـن اشـارو.
لاهوتــڻ = چنــي. ايلپهنــوار = واڇــوڙو.
نکــت = اکــر. نــار = چنــي. عاشــق،
هوت = حضـ ت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.

[22]

چــار ويهــون ۽ چــار، ڪهڙيــون ســپ گهــڙا ڪٽــي،
ڪــني ٻوڙيــون ٻـانهون، ڪنـي ڪـئي الله توهـار،
تنــي منجهــان چــار، مليــون ڄحــي مهــار ڪــي.

چــار = چئــن راڻيــن ڏانهــن اشــ
ميهار ڪي ملڻ = قربان ٿي وڃڻ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## الله جي واٽ ۾ جنگ

هڪڙي لڙائيءَ ۾ حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ هڪ ڪافر جو پاڻ ۾ مقابلو ٿيو، جنهن ۾ حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ اُن ڪافر کي ڪيرائـي سندس سيني تي چڙهي ويٺو ۽ خنجر ڪڍي ڪيس مارڻ تي هو تہ ڪافر ڏانهن ٿيڪي اُڇلائي. ان تي حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ يڪدم ڪافر جي مارڻ جو خيال لاهي، اُٿي بيهي رهيو. ڪافر حيرت ۾ پيو تہ هن مون کي مارڻ بدران پاڻ ڇڏي ڏنو، تڏهن چيائين تہ علي! مون توسان برائي ڪئي پوءِ ان هوندي بہ تو مون کي ڇو ڇڏي ڏنو؟

حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ فرمايو تہ مون توسان اسلام جي

خاطر الله جي واٽ ۾ جنگ تي ڪئي، پر جڏهن تو برو ڪم ڪيو تڏهن نفس کي چڙ آئي، نفس خاطر کي مارڻ مسلمان جو ڪم نہ آهي. ڪافر اهو ٻڌي اسلام تي ايمان آندو.

[23]

ويري ڪاڻ وڙهڻ لئي، نڪري تيو نسنگ،
هلي آءُ مرد ميدان تي، ۽ متي پِڙ پتنگ،
طالب بينو ڪونہ ڪو، جوتي بينو جنگ،
هڪل ساڻ هڇي ويو، تنهن دم تي پيو تنگ،
ڪري قيد ويهي رهيو، وجهي تنهن کي ونگ،
ٻُري بچڙائي ڪرلي، دُرڙي ڪيو دنگ،
هليو سو حاڪم سان، اندو تي آڻ ڊنگ،
ڳٽي بينو ڳالهڙي، تيو راضي ڏسي رنگ،
عاشق تيو اَڙٻنگ، جو بخشيائين "بلوچ" چئي.

(لعلڻ خان لغاري)

ويري = ڪافر. طالب = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ. حاڪم = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ. عاشق = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## دعا جي مقبوليت

هڪڙي هنڌ هڪڙي ڏيڏري خوشيءَ ۾ پئي ڪرڪي. اُهي ڏينهن ڏڪار جا هُئا. ماڻهن نفسي نفسي پئي ڪئي. اتان حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ اچي لنگهيو. ڏيڏريءَ کان پڇيائين تہ ههڙي ڏڪار ۾ تون خوش پئي ڏسجين؟ ڏيڏريءَ چيو تہ مرنديس نہ پويان پوءِ بہ تنهنڪري سَرهي تي صاحب کي ساراهيان. حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ فرمايو تہ بيشڪ الله تعاليٰ مهربان آهي. سڀ تي اهوئي رحمت ڪري ٿو. چون ٿا تہ ائين چوڻ سان مينهن اچي پيو ۽ جلدئي ملڪ سرسبز ٿي ويو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[24]

مارئي پنهنجي ملڪ ۾، ويني ڪئي پهنوارن جي پَر،
تـ ـــــر گـڏيس اوچتو، سو دهشت پريو در،
تنهن چيس ڏي حقيقت حال جي، ڏکي ڪهڙي ڏر؟
چي: ويني ڪريان پر، ويڙهيچن جي "واڍو" چوي.

مارئي = ڏيڏري. پهنوار = الله جي نيڪ بندن ڏانهن
اشارو. عمر = حضرت علي ڪرم الله وجهه رضه.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[25]

مينڊري مومل سان، لُنءِ لُنءِ ڪئي هئي لات،
تون بہ ڏي حقيقت حال جي، جيڪا اتئي وائي وات،
راضي تي "رڪيل" تي، جا هئي باتوني بات،
پوءِ جيڪا هئي سجڻ وائي وات، سا ڪٺي پرينءَ پڌري ڪئي.
(رڪيل درس)

مينڊرو حضرت علي ڪرم الله وجهه رضه.
مومل = ڏيڏري. سجڻ = حضرت علي ڪرم
الله وجهه رضه. پرين = الله تعاليٰ.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## حضرت علي ڪرم الله وجهه رضه لاءِ محبت

چون ٿا تہ حضرت علي ڪرم الله وجهه رضه سفر ۾ هڪڙي اصحابيءَ وٽ وڃي مهمان ٿيو. اهو اهڙو تہ مسڪين هو جو وٽس هڪ ماني کان سواءِ گهر ۾ کاڌي لاءِ ڪجهه ڪونہ هو. اصحابيءَ زال سان ذڪر ڪيو جنهن پڻ گهڻو ڏک ڪيو. آخر پاڻ بک ۾ سمهي اها ماني حضرت علي ڪرم الله وجهه رضه کي کائڻ لاءِ ڏنائون. حضرت علي ڪرم الله وجهه رضه جڏهن ماني کائي اٿيو ۽ معلوم ٿيس تہ هنن مسڪينن وٽ اهائي هڪڙي ماني هئي تڏهن کانئن پڇيائين تہ توهان ائين ڇو ڪيو! هنن ٻنهي جواب ڏنو تہ هيءَ تہ ماني هئي پر اسان جو ساهہ بہ اوهان تان قربان آهي.

متئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[26]

ڪـــــهي هليــو ڪــاپڙي، جــيءَ ســندو جــاني،
لاهوتـــي لهـــي پيـــو، صـــاحب ســـلطاني،
حــرف چيــائين هنــن ڪـــي، ظـــاهر زبـــاني،
ٻـڌي ڳالهـ "ٻـروچ" چئـي، تيـا حـاضر حيرانــي،
ڪئـي تـن قربـاني، ٻنهيـن گــڏ "ٻـروچ" چئــي.
(لعلڻ خان لغاري)

ڪاپڙي = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.
هنن ڪي = زال مڙس ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## ڏکويل لاءِ همدردي

هڪڙي پوڙهي زال ڏُکو ڏُکو ڪري گيهہ گڏ ڪيو ۽ وڪڻڻ لاءِ شهر ۾ ڪنيو پئي آئي تہ ٿانءُ آيس ۽ گيهہ سمورو هارجي ويو. حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضهاتان اچي لنگهيو. جنهن مائيءَ سان همدردي ڪئي ۽ ساڻس گڏ ويهي هٿن سان زمين تان گيهہ ڪٺي ٿانءُ ۾ وجهڻ لڳو. چون ٿا تہ اهو ٿانءُ اوتروئي پريو جيترو مائيءَ آندو هو ۽ گيهہ بہ خالص رهيو. مائي خوش ٿي گيهہ ڪٺي وڪڻڻ وئي.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[27]

ســومل جــا مومـل تـــي، ويـنـي ڪـري ڏک ڏمـــر،
ڍوليو آيو هوس ڍٽ مان، جنهن اچي پڇيس خان خبر،
ڪـانڌ بـــ تنهــن ڪنـوار ڪـي، ڏنـــا وراڪـــا ور،
پوري ٿيس ساڻ ثمر، خوش ٿي هلي "خاصخيلي" چئـي.

ســومل = پوڙهــي مـــائي. مومـــل = زميـــن.
ڍوليو = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.
ڪـانڌ = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.
ڪنوار = ڌرتي. ثمر = گيهہ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[28]

يـــا ڳ ڦـــــتو پـــوريءَ جـــو، تـــي نمـــاٽي نـــار،
هٿي هٿي ڪريو هٿ هٽي، هاڻ ڪهڙي ڪنديس ڪار،
پوءِ سوڍي لڌس سار، تڏهن تيس مطلب ”مري“ چٽي.
(جاڙو خان مري)

پـــوري، نمـــاٽي = پوڙهـــي مـــائي.
سوڍو = حضرت علي ڪرم الله وجهه رضه.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[29]

پـــريءَ ڪنيـــو پـــرت مـــوٺ، نـــاز پريـــو نينـــگر،
ويـــڙس ويـــر هتـــن مـــوٺ، ســـو نـــر ڪيـــو نيڪـــر.
غـــم تيـــو آهـــي گوهـــرِ ڪـــي، آيـــو ســـهٽو ســـو تـــه ســـير،
ڏنـــس هـــوت هتـــن ســـان، هـــن ڪـــامڻ ســـاهيو ڪـــرُ،
پـــوءِ ويـــو ڏک ڏمـــر، انهـــيءَ جـــو ”الهـــه بخـــش“ چٽـــي.
(الهه بخش)

پـــري = پوڙهـــي زال. نينـــگر = گيهـــه.
نـــر = گيهـــه. گوهـــر = پوڙهـــي زال.
سهٽو = حضرت علي ڪرم الله وجهه رضه.
هوت = حضرت علي ڪـرم الله وجهه رضه.
ڪامڻ = پوڙهي زال.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[30]

وســـتون ويـــڙو ڪينڪـــي، ويـــو لاهوتـــي لاچـــار،
نمـــاٽي نـــار ڏســـي، اتـــي ڪـــامل ڪـــئي هٿـــي ڪـــار،
پيس لنگهي ويو پار، آيو انهيءَ مهل ”الهه بخش“ چٽي.
(الهه بخش)

لاهوتـــي =گيهـــه. نـــار = پوڙهـــي زال.
ڪـامل = حضـرت علـي ڪـرم الله وجهه
رضه. پيس = گيهه.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[31]

تخت تنهن جو تالان ٿيو، ويس ڍاهه ڍهي،
هن جي حالت هوبهو اچي، سهڻي ڪئي سهي،
ساڳيو سنگتي ساڻ ڪري، ڏنس ڪامل ات ڪهي،
وينو ناهوڪو نهي، نڏ تنهن سان "گل بهار" چئي.
(گل بهار سومرو)

تخت = گيهه جو ٿانءُ. تنهن جو = پوڙهي زال
ڏانهن اشارو. سهڻو = حضرت علي ڪرم الله
وجهه رضه. سنگتي = گيهه.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[32]

ليلان نڪتي لهور مان، مٽيون هٿ ڪري،
سو به ڪري ڀڄي ٽيس پرزا، بيني ڳچ ڳري،
من ڪا واهه وري، سٽائي ڪري سات سان.

ليلان = پوڙهي زال. مٽيون = گيهه.
سٽائي ڪري = حضرت علي ڪرم الله وجهه رضه
ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## بيبي حنيفه سان شادي

چون ٿا ته حنيفه نالي هڪ پهلوان عورت هئي جنهن تمام ڳريون ڀڄريون نهرايون هيون. انهن ۾ جيڪا سڀ کان ڳري هئي اها پاڻ کڻي ويندي هئي ۽ شرط رکيائين ته جيڪو هيءَ منهنجي ڀڄري کڻندو اهو آءُ مڙس ڪنديس. انهيءَ ڀڄري کڻڻ لاءِ ڪئين پهلوان پئي آيا مگر ڪوبه اها ڀڄري کڻي نه سگهيو حضرت علي ڪرم الله وجهه رضه به ان ڀڄريءَ تي زور آزمايو. پاڻ امالڪ اها ڀڄري کنيائين ۽ شرط موجب بيبي حنيفه ساڻس شادي ڪئي.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[33]

مومل جي ماڙيءَ ڪي، هيون سونيون انگاسيون،
ڪيئي مرد موٽي ويا، ڏيئي عاشق اوباسيون،
پوءِ در پڄي تاڪبون، وڃي مومل ماڻي مينڌري.

مومل = بيبي حنيفہ. مرد = پهلوانن ڏانهن
اشـــارو. در ۾ تـــاڪيون = پڄريـــون.
مينڌرو = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[34]

ونـــو راهـــ رســـول جـــي، محبـــت ورهـــايو مـــاڻ،
اهـــا منـــڌ ملـــوڪ هئـــي، ڪـــا صورتونـــد ســـڄاڻ،
نـــالي نـــر پڪـــي، پســـند نـــہ ڪيـــائين پـــاڻ،
مـــاڙيءَ منجهـــان منـــڌ جـــي، تـــي تڙيـــا تهمـــت ســـاڻ،
آيـــو جوڳـــي جـــُـــوءِ ۾، حـــاڪم هلـــي هـــاڻ،
اڇـــي اونچـــل ڪـــوٽ جـــو، مـــاڳ تيـــو مهمـــاڻ،
هن ڪي بانور هئا "بلوچ" چئي، جو ڪانہ ڪديئين تي ڪاڻ،
تنهـــن نـــات نمـــاٽي چـــڏيا، هئـــا ڪونـــڌر ڪـــل ڪـــراڻ،
منهـــن مقـــابل "مـــري" چـــوي، ڪيـــائين گفتـــا گوهـــر ســـاڻ،
وينـــو سناســـي ســـيج تـــي، هلـــي حڪـــم ســـاڻ،
اُتـــي پـــوريءَ قـــُـــل فقيـــر جـــا، ڪـــي ڀهڳـــڻ لڳـــا ٻـــاڻ،
ســـالڪ ســـُـــرت ســـڄاڻ، اوهيـــن ڏاهـــا ڳوليـــو ڏور ڪـــي.

(جاڙو خان مري)

منڌ = بيبي حنيفہ. جوڳي = حضرت علي ڪرم
الله وجهہ رضہ. اونچل ڪوٽ = بيبي حنيفہ جو محلات.
ڪونڌر = ٻيا پهلوان. گوهر، سناسي = حضرت
علي ڪرم الله وجهہ رضہ. پوري = بيبي حنيفہ.
قل = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[35]

اهڙي ڪنوڻ ڏنيسين ڪانہ ڪا، جا ڪڪرن ڪي پئي ڪـَـتي،
ڪئيـــن بـــادل برســـي آيـــا، ســـي لوڙهـــ ٻـــہ چـــڏيائين لـــَـتي،
تـــہ اُتـــر ڪـــان اوهيـــرو آيـــو، ســـو ٻـــہ پـــورب ۾ پـــَـلتي،
ويو جهٽ پٽ ڪنوڻ جهتي، ادا انهـــيءَ مهـــل "موريـــو" چـــوي.

(موريو ڪتي)

کنوڻ = بيبي حنيفہ ڏانهن اشارو.
بادل = پهلوان. لوڙهہ. لٽڻ = جيتڻ.
اوهيرو = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ
ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[36]

ونو راهہ رسول جي، اها وهي ٿي وير،
ڪامڻ جي ڪست جو، ڪن تا نر نظير،
هلي آيا هاڪَ تي، حاڪم ۽ حمير،
ڪي هارائي هرج پيا، ڪي موٽي ويا مهمير،
ڪي واري وينگس وَنگيا، عاقل ۽ امير،
آيو مينڌرو ملڪ ۾، جو هو ملڪَ مٿاهون مير،
سو راٺو راند ڪٺي ويو، ساڻ دهشت ڏنڌاگير،
ڍولئي ڍٽ سڌاريو، هوءَ دانهہ ٿي دلگير،
جيءَ اندر ۾ "جاڙو" چوي، اڃي ٿيس اُڪير،
پوءِ پٺي نبڻ وهايا نير، ڪامڻ انهيءَ ڪاڪ ۾.

(جاڙو خان مري)

ڪامڻ بيبي حنيفہ. حاڪم حمير = پهلوانن
ڏانهن اشارو. مينڌرو. راٺو = حضرت علي
ڪرم الله وجهہ رضہ. ڍٽ = مدينو شريف.
دانهہ = بيبي حنيفہ. ڪاڪ = بيبي حنيفہ جو ملڪ.

مراد: چون ٿا تہ بيبي حنيفہ جي پجري ڪٽڻ جو شرط حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ ڪٽي، بيبيءَ سان نڪاح ڪري مديني روانو ٿيو. ان جي وڃڻ ڪان پوءِ بيبي حنيفہ حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ جي جدائيءَ ۾ روئندي رهي.

## محتاج لاءِ همدردي

چون ٿا تہ مسجد نبوي ۾ حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ جماعت سان نماز ٿي پڙهي تہ هڪ ضرورتمند سائل خيرات لاءِ صدا هنئين. حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ ٻڌڻ سان پنهنجي چيچ ۾ پيل مُندي تڪبير لاءِ هٿ مٿي

ڪري اهڙي طرح اُجلائي جو وجي اُن سواليءَ جي جهوليءَ ۾ پئي ۽ پاڻ نماز ۾ مشغول رهيو. سندس نماز قائم ٿي ۽ سواليءَ جو سوال بہ پورو ٿيو.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[37]

ساجن بينو سنگتين سان، دل دلبر کي ڏيئي،
سيتل اچي سڏ ڪيو، وڃي ڪامل جي ڪَن پيئي،
ڀهڳڻ ڪم بيئي، اُنهيءَ مهل پورا ڪيا "محمد" چئي.

(محمد فقير)

ساجن = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.
سنگتي = اصحاب. دلبر = الله تعاليٰ.
سيتل = سوالي. ڪامل، ڀهڳڻ = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[38]

ساراهيان سچو ڏڻي خالق خلقڻهار،
جاجڪ جهوناڳڙهہ ۾ آيو گڏ مٿي گرنار،
راجا رنگ محل ۾ هو خيمي منجهہ ڪنگهار،
الله جي آس ڪري ڪٺي ٻارٽ ڪئي ٻاڪار،
جاءِ انهيءَ "جاڙو" چئي، مليو هوس سورن جو سينگار،
تيو مطلب مڱڻهار، اِهو مونيو ميراثي وجي.

(جاڙو خان مري)

جاجڪ = سوالي. جهوناڳڙهہ = مسجد نبوي.
راجا = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.
رنگ محل = مسجد نبوي.
ڪنگهار = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.
ٻارٽ = سوالي. سورن = چيچ.
سينگار = ويڙهہ. مڱڻهار = سوالي.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[39]

میر بہ ڏسي منڊ سان، ڪري پيو بانڪي سان بيان،
گل ڏنائين گجر جو، پر سڄاڻي سلطان،
موليٰ ڏنا مانَ، انهيءَ امير کي "الهہ بخش" چئي.
(الهہ بخش)

میر = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.
منڊ = نماز. ڪري پيو = سوالي ڏانهن اشارو.
بانڪو = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.
گل = ويڙهہ. گجر = آگُر.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## تميم انصاري کي سڃاڻڻ

چون ٿا تہ حضور ﷺ جن جي حياتيءَ ۾ تميم انصاريءَ کي ڪي ڪافر کڻي ويا، چاڪاڻ تہ هو هڪڙو وڏو عالم هو ۽ اسلام جي تبليغ ڪندو هو. حضور ﷺ جن حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ سان ذڪر ڪيو تہ تميم موٽي ايندو ۽ تون ئي ان کي سڃاڻندين. ٻئي ڪنهن کي بہ اهڙي خبر نہ هئي. حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ جي زماني ۾ هو مديني ۾ آيو تہ ڪنهن بہ ڪونہ سڃاتس. سندس غير حاضريءَ ۾ هن جي زال جدائيءَ ۾ پيئي روئندي رڙندي هئي. نيٺ هن جي مديني ۾ واپس اچڻ تي حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ حضور ﷺ جن جو فرمودو ياد ڪري کيس سڃاتو ۽ آڻي سندس زال سان ملايو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[40]

ونو راهہ رسول جي ۽ پيڙا تيسو پائي،
ڏوہڻ جو ڏاڙو تيو، جنهن جي ڪَل نہ پئي ڪائي،
هن جو هوت هڃي ويو، ڪٺي ڏُڙن دغائي،
هن جو گهتي گهوت کڻي ويا، سي تيا توڏا توائي،
هاٺي ووڙي پئي پنهنجي ور کي، آهي سورن ستائي،
پئي ليلهائي لڪن ۾، جا گهورن هئي گهائي،
چيتا شينهن چُرن مان، آيا ڀهون ٻيلائي،

ممون ڳوهون ڳورنهاريون، آيس ڪري سنبت سوائي،
پوءِ جاءِ انهيءَ "جاڙو"چئي، هئي باري بچائي،
انهيءَ محب بہ ملائي، ڪامڻ پنهنجي ڪانڌ سان.
(جاڙو خان مري)

ڏوبڻ = تميم انصاري جي زال.
هوت = تميم انصاري. هچي ويو = ڪافر
کڻي ويا. دز = ڪافر. ور = تميم انصاري.
چيٽا. شينهن بيلائي وغيره = بيا انصاري.
انهي محب = الله تعاليٰ. ڪامڻ = تميم جي
زال. ڪانڌ = تميم انصاري.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[41]

آڏوتي آئيو، جوڳي ساڻ پيوت،
ڪنهن ڪين سڃاتو، اهو آڏوتي اَبدوت،
تڏهن تيو ثابوت، جڏهن لاهوتيءَ لال ڪيو.
(عثمان ميربحر)

آڏوتي، جوڳي = تميم انصاري.
لاهوتي = حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## نماز جو مسئلو

چون ٿا تہ بيبي خاتون جنت نماز پڙهي رهي هئي تہ حضرت علي رضہ دروازي تي اچي ڪڙو هنيو. ڪڙي جو آواز ٻڌي بيبي صاحبہ فڪر ۾ پئجي وئي جو هڪ طرف خدا جو فرض هو تہ ٻئي طرف مڙس جو حق ادا ڪرڻو هو. پر پاڻ تڪڙو فيصلو ڪري، نماز ڪي ڇڏي وڃي در ڪوليائين ۽ حضور ﷺ جن جي اچڻ تي اهو مسئلو ڪانئن پڇيائين. حضور ﷺ جن فرمايو تہ تو جيڪي وکون مڙس جي حق ادا ڪرڻ لاءِ پريون سي پڻ ثواب ۾ شامل ٿي ويون.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[42]

سسئي شهر پنيور مان، لنگهي ڏونگر ڏاک،
اتي آري ڄام جي، هاڙهي ٻڌئين هاڪ،

وجـــي ملـــي وَر ســـان، تـــاڙيون پجـــي طـــاق،
پيـاريءَ ســان رب پـاڪ، ڪيـا لڪيــن وڙ ”واڍو“ چئــي.
(انب واڍو)

سسئي = خاتون جنت. آري ڄام = حضرت علي
ڪرم الله وجهہ رضہ. هـاڙهو = گهـر جـو دروازو.
تاڙيون، طاق = نماز جي مشغولي.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[43]

مٽيـــو منـــڌ هٿـــان، پيتـــيءَ ۾ پٿـــون ٿيـــو،
ســچو تـــان ”ســيد“ چئـــي، لهـــي لڪ ســوَا،
پڳـــي پڇاڙـــا، پدمـــن ڪـــان پـــري ٿيـــو.
(رسالو)

مٽيـــون = خـــدا جـــو فـــرض (نمـــاز).
منڌ = حضرت بيبي فاطمہ رضہ.

مراد: حضرت بيبي فاطمہ رضہ نماز پڄي مڙس جو حق ادا ڪيو. ڪيس حضورﷺ جن فرمايو تہ ان نماز جو اجر مڙس جي فرمانبرداريءَ جي ثواب زياده ڪيو.

## ذڪر جي برڪت

حضرت بيبي فاطمہ رضہ کي گهر ۾ اڪيلي هئڻ سبب ڪم جي گهڻائي کان تڪاوٽ ٿيندي هئي.

بيبي صاحبہ حضورﷺ جن سان اهڙو ذڪر ڪيو حضورﷺ جن ڪيس نماز کان پوءِ تسبيح ۾ الله تعاليٰ جي نالي ـکي چار دفعا ذڪر ڪرڻ جو ڏس ڏنو. بيبي صاحبہ سندن فرمودي موجب پابندي سان ورد ڪيو ۽ ڪيتري بہ ڪم ڪرڻ سان ڪيس ٿڪ نہ ٿيندو هو.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[44]

ڏنـــي دانهـــن دلبـــر کـــي، ســـُـڻ حـــاڪم حقيقـــت،
جـــانب تـــہ اتـــم جـــان ۾، ڪـــامل ســـا قـــوت،

مـــُــنڌون مـــلاءِ مـــون كـــي، كـــر عـــاقل عنـــايت،
ويـــر هـــن كـــي ورنـــدي ڏنـــي، مـــور كـــري مصلحـــت،
چوئـنـڪ ڏسيئين تـو چاهـ مـان، تنهـن سان مني! كـر محبـت،
پـــوءِ هـــن بـــ اوريـــو پئـــي انـــدر ۾، واهـــ ركـــي وحـــدت،
ايڏي كـيـائين الفت، جيكـا محب ڏسـي هيـس ”ميـر“ چئـي.

دلبـــر = حضـــور ﷺ جـــن. منـــڌون = نوكريـاڻيون. مـــون كـــي = حضـــرت بيبـي فاطمـ ڏانهـن اشـارو. چونـڪ = چار دفعا.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.



## و- حضرت امام حسن رضہ ۽ حضرت امام حسين رضہ

حضرت امام حسن رضہ ۽ حضرت امام حسين رضہ حضور ﷺ جن جا ڏهٽا حضرت علي رضہ جا فرزند هئا. حضرت امام حسن رضہ وڏو هو جو سنہ 2 هجريءَ ۾ ڄائو ۽ حضرت امام حسين رضہ سنہ 4 هجري ۾ ڄائو. هڪ ڀيري حضرت عباس رضہ جي گهر واري بيبي اُم الفضل خواب ۾ ڏٺو تہ ڪنهن شخص هن کي حضور ﷺ جن جي گوشت جو ٽڪر آڻي ڏنو آهي. جڏهن سجاڳ ٿي تڏهن ڪيس ڏاڍو فڪر ٿيو ۽ صبح جو اُٿڻ سان اهو خواب اچي حضور ﷺ جن کي ٻڌايائين. حضور ﷺ جن فرمايو تہ اهو خواب اهڙو تہ چڱو آهي جو انهيءَ ڪري تنهنجو شان وڏو ٿيندو. تنهنجي لاءِ اها خوشخبري آهي تہ حضرت بيبي فاطمہ رضہ جي فرزند جي تون دائي ٿيندينءَ جا منهنجو ئي جگر آهي. بيبي صاحبہ خوش ٿي رواني ٿي. پوءِ جڏهن حضرت امام حسن رضہ ڄائو تہ ان جي پرورش بيبي اُم الفضل جي حوالي ٿي.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

آيــو مـــاٽڪ منـــڌ ڏي، حيـــران ٿـــي هيڪـــر،
هيـــس ســـچائي مـــن ۾، غـــازي ڏانهـــن گوهـــر،
اچـي عـرض رکيـائين درگاهـہ ۾، پـوءِ امير ڏنـس آڌر،
پـــوءِ رکـــي آس انـــدر، لٽڪـــي پئـــي لـــوڪ ۾.

(درل پٽو)

مـــاٽڪ = گوشـــت جـــو ٽڪـــر.
غازي، امير = حضور ﷺ جن.

مراد: بيبي اُم الفضل حضور ﷺ جن سان خواب جو ذڪر ڪيو تہ پاڻ ڪيس دلداري ڏنائون تہ تنهنجو ڀاڳ ڀلو ٿيو آهي جو حضرت بيبي فاطمہ رضہ جو اولاد جو منهنجو ئي جگر آهي، ان کي تون نپائيندينءَ. اها خوشخبري ٻڌي بيبي صاحبہ خوش ٿي ۽ انهيءَ اميد ۾ رهڻ لڳي تہ حضرت بيبي فاطمہ رضہ کي الله تعاليٰ ڪڏهن ٿو فرزند عطا ڪري!

[2]

مليـــو اچـــي منـــڌ کـــي، ڪـــامڻ پـــانئي ڪـــس،
ســـياڻيءَ انهـــيءَ ســـور جـــو، وينگـــس ڪيـــو وس،

سمجهي مام ملوڪ، پوءِ ڏاهي ڏنس ڏس،
تنهنجو شان سرس، تيندو جيڏين ۾ ”جلال“ چوي.
(جلال پٿو)

مليو = حضور ﷺ جن جي گوشت ڏانهن
اشارو. منڊ = بيبي اُم الفضل.
ملوڪ = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[3]

لڳي مات منڊ کي، عجب ڏسي اسرار،
پڇيائين پير پري، هلي سر هيڪار،
ٻڌي ڳالهه ”بروچ“ چئي، گوهر ڪئي گفتار،
اتئي ياڳ پلو تيو، تون من توئن لاهه مونجهار،
”لعلڻ“ چئي لاچار، لحظي ۾ لهي ويو.
(لعلڻ خان لغاري)

منڊ= بيبي اُم الفضل. اسرار = خواب.
گوهر = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[4]

منڊ سندي محلات ۾، جوڙو آيو جوان،
ڏسي ڏيل ڏري ويئي، تي هرگز جا حيران،
ڪيائين حال حبيب سان، سو ظاهر ساڻ زبان،
ٻُڌي ڳالهه ”بروچ“ چئي، بانڪي ڪيو بيان،
پوءِ خلل ويو خفقان، لحظي ۾ ”لعلڻ“ چئي.
(لعلڻ خان لغاري)

منڊ = بيبي اُم الفضل. محلات = خواب.
جوان = گوشت جو ٽڪر حبيب،
بانڪو = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[5]

لٽڪــي پئــي لــوڪ ۾، اڇــي هــن آس پــُـني،
ڪوهيــارل آيــس ڪيــچ ۾، تــي سـرهي سـرس نــي،
پــوءِ تــي صفــا صــاف نــي، دنيــا ۾ "دُرل" چئــي.

(درل پٽو)

لٽڪي پئي = بيبي اُم الفضل ڏانهن اشارو.
هــــن = بيبــــي اُم الفضــــل.
ڪوهيارل = حضرت امام حسن رضہ.

مراد: بيبي اُم الفضل، حضرت بيبي فاطمہ رضہ ڪي فرزند ڄمڻ ۽ پاڻ ان جي دائي ٿيڻ جي جيڪا اميد رکي هئي سا الله تعاليٰ ان جي پوري ڪئي جو ڪيس حضرت امام حسن رضہ جي دائي ٿيڻ جو شرف مليو.

## حضور ﷺ جن جي امام حسن رضہ سان محبت

حضور ﷺ جن حضرت امام حسن رضہ سان تمام گهڻو پيار ڪندا هئا. حضور ﷺ جن نماز ۾ سجدي ۾ هوندا هئا تہ اڪثر حضرت امام حسن رضہ سندن پنيءَ مبارڪ تي چڙهندو هو ۽ جيستائين پاڻ خود نہ لهندو هو تيستائين حضور ﷺ جن سجدي مان متو مبارڪ نہ ڪڍندا هئا.

چون ٿا تہ هڪڙي ڀيري حضور ﷺ جن نماز ۾ سجدي ۾ هئا تہ حضرت امام حسن رضہ سندن پني مبارڪ تي اچي وينو ان وقت جبرئيل اچي پيغام ڏنو تہ الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ اوهين تيستائين سجدي مان نہ اٿو جيستائين اسان جو محبوب حضرت امام حسن رضہ پاڻهي نہ لهي. پوءِ جڏهن امام حسن رضہ پاڻهي لٿو تڏهن حضور ﷺ جن سجدي مان متو مبارڪ ڪنيو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[6]

ســاجن آيــو ســات ۾، اچــي لالَ ورايــس لاتــگ،
هنڌ اُنهـي "هاشـم" چئـي، ڪئـي جـو ڪهيـس ڪـانگ،
متـان ڪـرُ ڪٺـي ڪيـري وجهيـن، سـپ رسـائج سـانگ،
جڏهن پالها تيـس پلانـد، تـڏهن عاشـق ڳالهـہ ادا ڪئـي.

(هاشم)

ساجن = حضور ﷺ جن. سات = جماعت.
لال = حضرت امام حسن رضہ.
ڪانگ = جبرائيل. عاشق = حضور ﷺ جن.
ڳالهہ = نماز.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[7]

نہ ڪانءُ ڪيڏيائين ڪامل جي، نہ پريءَ جي پرواهہ،
منڊ سنيرائي ملوڪ تي، ڪيائين ڪاهو ڪاهہ،
"حاجي" چوي هوت ڪي، ملي سهڻي صاف صلاح،
ڏنا اهڙا ڪم الله، تہ بہ ڏاتر ڏمريو ڪينڪي.

(حاجي مهيسر)

ڪامل = حضور ﷺ جن. پري = نماز منڊ = لانگ.
هوت = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[8]

محبت جي ميدان ۾، ڪئي پي ڪامل پنهنجي ڪار،
پريت سان پيار رکي، ڪيئين قابو قربدار،
رنج نہ ڪجانءِ رانجهن ڪي، تون ناري رکج نار،
سٺي صلاح سهڻي جي، هن ڪيو آيت تي اعتبار،
پوءِ جڏهن پرچي اٿيو پهنوار، تڏهن جوان ويو"جان محمد" چئي.

(جان محمد)

محبت جو ميدان = مسجد نبوي.
ڪامل = حضور ﷺ جن. ڪار = نماز.
قربدار = حضور ﷺ جن. رانجهن = حضرت امام
حسن رضہ. سهڻو = الله تعالي. آيت = الله تعالي
جو پيغام. پهنوار = حضرت امام حسن رضہ.

مراد: حضور ﷺ جن مسجد ۾ نماز پي پڙهي ۽ حضرت امام حسن رضہ اچي سندن پٺيءَ مبارڪ تي چڙهي وينو. ايتري ۾ جبرائيل حضور ﷺ جن ڪي پيغام ڏنو تہ جيسين حضرت امام حسن رضہ پنهنجي خوشيءَ سان نہ لهي

تيسين توهين سجدي ۾ رهجو. جڏهن حضرت امام حسن رضہ لٿو تڏهن حضور ﷺ جن بہ سجدي مان اُٿيا.

[9]

ڏسي وجهہ ويهي رهيو، ورنهہ وڏيءَ وير،
ڏاڍو دور درياهہ کي، اُتي موجون پئي کيون مير،
هو خواجہ وهيو تي خيال سان، ثابت رکيو سير،
هُو دهليو کين درياهہ کان، هتي سو حمير،
هينئڙي آيس هير، تڏهن وهڻ کان وڏو ٿيو.

ورنهہ = حضرت امام حسن رضہ.
درياهہ = حضور ﷺ جن.
خواجہ = حضور ﷺ جن. وهڻ = نماز پڙهڻ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## بهشتي وڳا

چون ٿا تہ هڪڙيءَ عيد جي موقعي تي حضرت امام حسن رضہ ۽ حضرت امام حسين رضہ، حضرت بيبي فاطمہ رضہ ۽ ناني جي خدمت ۾ نَون ڪپڙن پهرائڻ لاءِ عرض ڪيو. بيبي صاحبہ ۽ حضور ﷺ جن ڏاڍو فڪرمند ٿيا جو ان وقت ڪوبہ نئون ڪپڙو موجود ڪونہ هو. ايتري ۾ الله تعاليٰ جبرائيل کي حڪم ڪيو تہ بهشت مان ڪپڙن جا وڳا ڪٽي جلد وڃي پهچاءِ متان شهزادا ڏکٿارڪا ٿين. جبرائيل ويس مٽائي حويليءَ جي دروازي تي ڪڙو ڪڙڪائي بهشتي وڳا ڏئي ويو.

چون ٿا تہ امام صاحبن بهشتي وڳا ڍڪي حضور ﷺ جن کي چيو تہ ماٺهو اُنن تي چڙهيو عيد نماز لاءِ پيا وڃن ۽ اسين بہ اُنن تي چڙهي هلون.حضور ﷺ جن کي پيار ڏئي فرمايو تہ آءٌ توهان جو اُٺ آهيان توهين مون تي سوار ٿيو. پوءِ ٻئي امام صاحب حضور ﷺ جن جي ڪلهن مبارڪن تي چڙهيا ۽ وارن جون چڳون هٿن ۾ جهلي اُٺ وانگر هلائڻ لڳا. وري امام صاحبن حضور ﷺ جن کي چيو تہ ٻين جا اُٺ رڙن پيا پر اسان جو اُٺ ڇو نہ ٿو رڙي؟ تڏهن حضور ﷺ جن بہ اُٺ جي اهل ڪري رڙ ڪئي. چون ٿا تہ جبرائيل

اچي حضور ﷺ جن کي رڙ ڪرڻ کان منع ڪئي ۽ چيائين تہ الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ توهان وڏيڪ آواز نہ ڪريو ۽ زياده پيار چڱو نہ آهي، اسان وٽ توهان جو تمام گهڻو پيار آهي.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[10]

ڪٽـــي وج تـــہ خـــوش ٿئـــي، هـــاڙهي ۾ بلـــوچ،
ســـگهو وج پهـــچ، مهـــل انهـــيءَ "موريـــو" چـــوي.
(موريو ڪٿي)

ڪٽـــي وج = ويـــس. هـــاڙهو = مدينـــو.
بلوچ = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[11]

اونـــي چڙهيـــا اُٺ تـــي، پهـــري پوشـــاڪون،
مهـــارون مـــردن هـــٿ ۾، تـــوڏي ڪيـــون ٽٽڪـــون،
اُٺ جـون آري ڄـام کـي، وجـي ڪنيـن پيـون ڪٽڪـون،
پـوءِ بيهـر هـي ٻهڪـون، ميـان تـون متـان ڪريـن!
(الهورايو ماڇي)

اوني = حضرت امام حسن رضہ ۽ حضرت امام حســـين رضـــہ ڏانهـــن اشـــارو.
اُٺ = حضـــور ﷺ جـــن ڏانهـــن اشـــارو.
مهـــارون = وارن مبـــارڪن جـــون چڱـــون.
آري ڄام = الله تعاليٰ. ڪٽڪـون = اُنـن واريـون رڙيون. ميان = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[12]

اعلـــيٰ شـــان اُٺ جـــو، عـــرش ۾ آهـــي،
ميـــر چڙهيـــا ميـــي تـــي، واڳـــون ورائـــي،
ســـوارن کـــان بـــہ ســـهڻو، کـــوڏ ڪرهـــل آهـــي،
ســو ســالڪ ســڻائي، مـــاهيت هـــن مذڪـــور جـــي.

اُٺ = حضور ﷺ جـن ڏانهـن اشـارو.
مير = امام سڳورا. ميو = حضور ﷺ جن
ڏانهن اشارو. واڳون = وارن جـون چڳـون.
سوار = امام سڳورا. ڪرهل = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## بهشتي ميوا

چون ٿا تہ مديني ۾ هڪڙا بہ واپاري امام صاحبن کي کائڻ لاءِ ميوو آڻي ڏيندا هئا. جي ڪنهن سبب ڪان ڪجھ وقت مديني ۾ نہ آيا. تڏهن امام صاحبن پنهنجي والد حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ ڪان پڇيو تہ اهي واپاري ڪٿي آهن؟ حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ جواب ڏنو تہ ڪنهن ضروري سبب ڪان نہ آيا آهن. ايتري ۾ الله تعاليٰ جي حڪم سان جبرائيل هڪڙي واپاريءَ جي شڪل ۾ بهشت جا ميوا ڪڻي آڻي امام صاحبن کي ڏنا جي ڪائي ڏاڍا خوش ٿيا. هنن جي خوش ٿيڻ تي جبرائيل وري بہ بهشتي ميوا کين ڏئي ويو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[13]

جـامو جـامي تـي ڪـري، اچـي ڪيـائين اظهـار،
بـانڪن هـن سـان بهـاري ڪئـي، نـہ هيـن خبرچـار،
هـو بـہ موتيـو پـٺ تـي، نـہ هئـس پـورو طعـام تيـار،
پوءِ ڪيـائين بيشـڪ بيشـمار. مهـل تنهيـن "موريـو" چـوي.
(موريو)

ڪيـائين = جبرائيـل ڏانهـن اشـارو.
بانڪا = حضرت امام حسن رضہ ۽ حضرت
امام حسين رضہ. طعام = ميوا.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## حضور ﷺ جن جي امام صاحبن لاءِ محبت

هڪ ڀيري حضور ﷺ جن حضرت امام حسن رضہ کي چپن تي چُمي ڏني ۽ حضرت امام حسين رضہ کي ڳلي تي. حضرت امام حسين حضور ﷺ جن ڪان پڇيو تہ چو ادا کي چپن تي چميوَ ۽ مون کي ڳچيءَ تي؟ حضور ﷺ

جن فرمايو تہ: بابا! ڪو وقت ايندو جو حضرت امام حسن رضہ کي دشمن زهر ڏيندا. ان لاءِ ڪيس چپن تي چمي ڏني اٿم تہ زهر ڪڙو نہ لڳيس ۽ دشمن تو کي شهيد ڪندا ان ڪري توکي ڳچيءَ تي مني ڏني اٿم تہ تلوار جو ايذاءُ نہ ٿئي. توهين ٻئي منهنجو ٿي جگر آهيو ۽ مون لاءِ ٻئي هڪ جهڙا آهيو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[14]

سـڏي هنــن کــي ســَـت مــان، ڏنــي هئــي چنــدن چـَــس،
تن مان هڪڙو ڪامل ڪاوڙجي اُٿيو، تہ هجي جانب توکي جَــس،
جي مـون مـان اٿئي ڪـَس، تہ مـور نہ ايندوسئين "موريـو" چـوي.

(موريو)

هنن = حضرت امام حسن رضہ ۽ حضـرت امـام حسين رضہ ڏانهن اشارو. چندن = حضور ﷺ جن.
چس = چمي. ڪامل = حضرت امام حسين رضہ ڏانهن اشارو. جانب = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## پنجتني چادر

چون ٿا تہ هڪڙي ڏينهن حضرت امام حسن رضہ ۽ حضرت امام حسين رضہ ٻئي راند ڪندي گم ٿي ويا. گهر ۾ بيبي فاطمہ گهڻو انتظار ڪيو پر جڏهن ڪجهہ وقت گذريو تڏهن حضور ﷺ جن ڪين ڳولڻ لاءِ نڪتا. امام صاحب مديني کان ٻاهر هڪڙي ڪجيءَ جي وڻ هيٺ وجي سمهي پيا. حضور ﷺ جن اتي پهتا تہ ڏسن تہ وڻ جي ڇانوَ ۾ آرامي آهن. پاڻ ڪجهہ وقت ترسيا پر ڏنائون تہ اهو ڇانوَ متان نہ لٿو. جڏهن جاڳيا تڏهن حضور ﷺ جن کي ٻڌايائون تہ اسان ماني ڪاڌي آهي باقي اُڃ لڳي اٿئون، حضور ﷺ جن پنهنجي زبان مبارڪ ڪين چوسائي تہ سندين اُڃ لهي وئي.

چون ٿا تہ جڏهن امام صاحب ڪجيءَ جي هيٺ آيا تہ اتي ڪين بک لڳي. جبرائيل الله تعاليٰ جي حڪم سان ڪين بهشتي طعام ڪارائي ويو. جڏهن سجاڳ ٿيا تہ حضور ﷺ جن زبان مبارڪ چوسائي سندين اُڃ لاٿي. اتي حضور ﷺ جن کي جو ڪجهہ وقت لڳو تہ حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ ۽

بيبي فاطمہ رضہ بہ ڳوليندي اتي اچي نڪتا. چون ٿا تہ جڏهن پنج ئي سڳورا گڏ ٿيا تڏهن الله تعاليٰ جي حڪم سان جبرائيل مٿن چادر نازل ڪئي جا ”پنجتني چادر“ (آيت تطهير) سڏجي ٿي.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[15]

روئـــي رات نهاريـــان، ڪـــي آرڻ آديســـين،
ڪونہ ڏسان ٿي ڪاڪ ۾، ڪو ڪيچي منجهہ ڪڪن،
قــاتي ٿـــو فـــراق ۾، منهنجـــو هيئـــڙو لاءِ هوتيـــن،
”الهہ بخش“ چئي عجيبن، الائـي ڪهـڙو سـفر سنيائيو.
(الهہ بخش)

نهاريـــان = بيبـــي فاطمـــہ ڏانهـــن اشـــارو.
ڪـاڪ = حويلـي مبـارڪ. هـوت = حضـرت
امـام حسين رضہ. ڪيچـي = حضـرت امـام
حسن رضہ ۽ حضرت امام حسين رضہ.

مراد: هڪڙي ڏينهن حضرت امام سڳورا رانـد ڪندي پري انڪري ويا. جڏهن ڳچ وقت ٿيو تہ بيبي فاطمہ کي سندن موٽي نہ اچڻ جو فڪر ٿيو.

[16]

عمـر مـُــڪي هئـي مـــارئي، پـــرت منجهـــان پهنـــوار،
ويســـلي وينگـــس تـــي پئـــي، نـــازڪ هـــوءَ نـــار،
تـہ مـنَ مـارو مـون قبـول ڪـن، دليئـون سـا درڪـار،
جڏهن ملـي منـذ مـارن کـي، تـڏهن سـرهي ٿـي سـنگهار،
وَڌِ خوشـــي تـــي وار، بـــر تـــر ”بهـــاول“ چـــوي.
(بهاول)

عمـــر = الله تعـــاليٰ. مـــارئي = مـــاني.
ڪيچي = امام سڳورا. مارو = امام سڳورن
ڏانهـــن اشـــارو. وينگـــس، نـــار، منـــڌ،
سنگهار = ماني ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

مراد: امام سڳورا جڏهن راند ڪندي، مديني ڪان ٻاهر نڪتا ته ڪين بک لڳي، جبرائيل ڪين بهشتي طعام ڪارايو جو ڪائي خوش ٿي ڪجيءَ جي وڻ هينان سمهي پيا.

[17]

ڪنور ڪماڻا ڪاڪ جا، پيا ”جاڻڻ“ چئي جهرڪي،
پيتائون پُر تيا، تازي ڪنهن تالاب مان صنوبر سُرڪي،
چنبيلي چرڪي، نيلوفر نوان ڪيا.

(جاڻڻ خانپوري)

ڪنور = حضرت امام حسن رضہ ۽ حضرت امام حسين رضہ.
تالاب = حضور ﷺ جن جو وات مبارڪ.
چنبيلي = حضور ﷺ جن جي زبان مبارڪ.
نيلوفر = حضرت امام حسن رضہ ۽ حضرت امام حسين رضہ.

مراد: حضرت امام حسن رضہ ۽ حضرت امام حسين رضہ سجاڳ ٿيا ته ڪين سخت اُڃ لڳي جنهن ۾ سندن چپ خشڪ ٿي ويا. حضور ﷺ جن پنهنجي زبان مبارڪ ڪين چوسائي ته سندن اُڃ لهي وئي.

[18]

جهنُا ڪيا ”جاڻڻ“ چئي، لاڪيڻا ڪنهن لونجهہ،
ڏنائون ڏهي، ڪڍي ٻاهر ڪونج،
لٿي ملوڪن مونجهہ، انهيءَ ڪاڻِ ”ڪتي“ چئي.

(ملان جاڻڻ ڪتي)

لاڪيڻا = حضرت امام حسن رضہ ۽
حضرت امام حسين رضہ. ڪونج = زبان مبارڪ.
ملوڪ = حضرت امام حسن رضہ ۽
حضرت امام حسين رضہ. مونجهہ = اُڃ.

مراد: حضور ﷺ جن امام سڳورن کي زبان مبارڪ چوسائي ته سندن اُڃ لهي وئي.

[19]

هن جون سرتيون ۽ ساهيڙيون، لڏي ويون لس،
هڪڙي وينگس ويهي رهي، سنا جاچي سرس،

اڳ تہ لڪندي هئي اَنهير ڪان، ڪري وڏائي وس،
ڏني مڱيندي مس، ڏنئن انهي "ڏيرو" چوي.

(محمد فقير ڏيرو)

سرتيون ۽ ساهيڙيون = چانئون.
وينگس = هڪ چانو. سنا = امامن سڳورن
ڏانهن اشارو. انهير = چنڊ. مڱيندو = سج.

مراد: امامن سڳورن تان ڪجيءَ جي چانوَ نہ لٿي جيستائين پاڻ اتي هئا.

[20]

ڏاچين ڪي تہ ڏاوڻ هئا، پر هن جون گوريون هيون گورَ،
پر هڪڙي پوراف رهي پوئتي، سا تي سين ۾ شهزور،
"محمد" چوي مورَ، پي ورتا چسڪا چندن جا.

(محمد فقير ڏيرو)

ڏاچيون = ڪجيون. گوريون = چانئون.
پوراف = هڪڙي چانوَ. چندن = امام سڳورا.

مراد: حضرت امام حسن رضہ ۽ حضرت امام حسين رضہ جي راند ڪندي جيستائين ستا رهيا تيستائين چانوَ اڳتي نہ چري پر اتيئي بيٺي رهي.

[21]

هليا تي هنگلاج ڏي، سامي ڪري سنگ.
هڪ ويهي رهيو واٽ تي، ٻڌي لاهوتي لنگ،
پوءِ جوڳي گهٽو ئي جنگ، پر هليو نہ هنگلاج ڏي.

سامي = پاڇولا. هڪ = پاڇي ڏانهن اشارو.
هنگلاج = شام جي وقت اوير طرف.

مراد: امامن سڳورن جي مٿان وڻ جو پاڇو بيهي رهيو. ٻيا پاڇولا سڀ هليا ويا پر اهو پاڇو بيٺو رهيو ۽ پنهنجي وڃڻ واري طرف نہ ويو.

[22]

ڪرمي قائم پنهنجي نار تي، هردم هوشيار چون،
جوڳ مُٽي تو جائي، پر جڏهن پورا پهر تين،
هڪ ڏينهن برسات ڏئي بيهي رهيو، اُهو ڏاهو ڏاند چون،

چمڪا ڏنا هٿائين چشمن جا، آندو پرور پاٽي پٽن،
وهندي ڏنا هٿا ويچاري، پوءِ جلد گڏيو جوڙن،
اها سالڪ ڳالهه سلن، انهيءَ قصي جي ”قادربخش“ چوي.
(قادر بخش)

ڪڙمي = سچ جو پاچو. جوڳ = الهندي يا ايرندي ڏانهن هلڻ. پورا پهر = بنپهرن جو وقت. برسات = امام سڳورن جي مجلس. ڏاهو ڏاند = پاچو. چمڪا = نور جا تجلا. ڏنا هٿائين = جبرائيل ڏانهن اشارو. چشمان = پنجتن پاڪ. پاٽي = پنجتني چادر جو پاچو. ويچارو = ڪجهيءَ جي وڻ واري پاچي ڏانهن اشارو. جوڙا = سچ جا بيا پاچا.

مراد: امام سڳورا ڪجهيءَ جي وڻ هينان سمهي پيا ته وڻ جو پاچو امامن سڳورن تان تيستائين نه لٿو جيستائين پاڻ اتي موجود هئا. سندن وڃڻ کان پوءِ اهو پاچو وڃي بين پاچن سان مليو. انهيءَ هنڌ تي پنجتن پاڪ جي مٿان جبرائيل چادر (آيت تطهير) آندي.

[23]

سوڊا سان صلح ڪيائين، هو ته پاءُ سندو مومل،
ڪيئين ڪچهريون ڪوڏ مان، ”محمد“ چوي ان مهل،
جڏهن هليا ڪاڪ مٿي ڪامل، تڏهن پاڻ به پيو پنڌ ۾.
(محمد فقير ڏيرو)

سوڊا = امام سڳورا. پاءُ = پاچو. مومل = ڪجهي. ڪاڪ = گهر. ڪامل = امام سڳورا.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[24]

ڪڏهن بڌيسين ڪانڪا، ڪا عملدار سان آڏي
جاءِ انهيءَ جائي تي، تنهن تونگر سان تاڏي،
ڳڙي وئي گاڏي، جڏهن ڪونه ڏنا هوئين ”قادربخش“ چئي.
(قادربخش)

عملدار = سچ. تونگر = سچ.
گاڏي = اها چانوَ جا امامن سڳورن جي مٿان
هئي. ڪونہ ڏنائين = پنجتن پاڪ ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[25]

بيا سپ وريا، هو وريوئي ڪين،
مجي امر الله جو، بيٺو سر زمين،
ترنگن ڪي تعظيم، ملي مهل تنهن "موريو" چوي.
(موريو)

بيا سپ = وٽن جا پاڇا.
هو = حضرت امام حسن رضہ ۽ حضرت امام
حسين رضہ جي مٿان وڻ واري پاڇي ڏانهن
اشارو.

مراد: حضرت امام حسن رضہ ۽ حضرت امام حسين رضہ راند ڪندي هڪ وڻ هيٺ سمهي پيا. بيا وٽن جا پاڇا تہ سج لڙڻ سبب لڙي ويا، مگر انهيءَ وڻ وارو پاڇو امامن سڳورن مٿان بيٺو رهيو.

[26]

ڪڏهن وجي ڪينڪي، پرمانجهي جڏي ويس مور،
هن يي ملڪ ۾ پنهنجن جي، وجي تلي ورتي تور،
پوءِ ڪري ڪوتڪ تور، هن قصي جي "قادربخش" چئي.
(قادر بخش)

مانجهي = امام سڳورا. هن = وڻ جي پاڇي
ڏانهن اشارو. پنهنجا = بين پاڇن ڏانهن اشارو.

مراد: جيستائين امام سڳورا روانا نہ تيا تيستائين وڻ جو پاڇو مٿائن چانوَ ڪري بيهي رهيو.

[27]

ڊولئي آندي ڊث ڏانهن، سوڪڙي سائي،
خاصي "خدابخش" چوي، عجيبن ڏانهن آئي،
ساعت اهائي، جو سومرن ۾ سنڌو پيو.
(خدا بخش)

ڊولئي = جبرائيل. سوڪڙي = پنجتني چادر
ڏانهن اشارو. عجيبن = پنجتن پاڪ.
سومرا = پنجتن ۽ ٻيا اصحاب.

مراد: جبرائيل پنجتني چادر (آيت تطهير) آڻي پنجتن جو شان بلند ڪيو.

[28]

مينهن بيٺي آهي مُنيءَ تي، وَچون وييون ولهار،
هڪڙي وچ ويهي رهي، وير ڏسي وينجهار،
محل انهيءَ ”ماڻڪ“ چئي، تي گلن متان گلزار،
اهڙو رب ستار. جو مليون ٻئي واڏايون وچ ڪي.

(ماڻڪ لغاري)

مينهن = ڪيتي. وچون = ٿارين جون ڇانئون.
وچ = ٿاريءَ جي ڇانوَ (جا امامن جي متان هئي).
وير = حضرت امام حسن رضہ ۽ حضرت امام
حسين رضہ. ٻہ واڏايون = ڪڙي پنجتن گڏ
ٿيڻ جي ۽ ٻي چادر جي لهڻ جي.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[29]

وير ته انهيءَ ويڙهيءَ ۾، ويا سونهن پريا سلطان،
موجود تيا ملوڪ اُتي، پرين سي پهلوان،
هاتنگ انهيءَ هنڌ تي، ٻيا ڇڏيا بات بيان،
اتي ”الهہ بخش“ چوي، تين آگي جا احسان،
پوءِ خوش ٿيڙا خان، جڏهن آئي منڌ ملوڪن ڏنهون.

(الهہ بخش)

وير = حضرت امام حسن رضہ ۽ حضرت جسين رضہ.
ملوڪ = حضور ﷺ جن، حضرت علي ڪرم الله
وجهہ رضہ ۽ خاتون جنت. هاتنگ = وڻ. ٻيا بات
بيان ڇڏڻ = پنهنجي ڇانوَ ٻئي پاسي نہ ڪرڻ. منڌ
= پنجتني چادر. خان = پنجتن پاڪ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## الله تعاليٰ جي نگهباني ۾

هڪ دفعي امام سڳورن پئي راند ڪئي، تہ حضور ﷺ جن امامن جي وارن مبارڪن مان دز پئي ڇنڊي. ان وقت وحي نازل ٿيو. جنهن چيو تہ سائين! هن وقت شهزادن تي مٽيءَ جي دز بہ سهي نٿا سگهو. مگر جڏهن ڪربلا جي ميدان ۾ مٽن تيرن جو وسڪارو ٿيندو، تڏهن اتي ڪير هوندو؟ تڏهن حضور ﷺ جن فرمايو تہ اتي الله تعاليٰ جي حواليءَ نظر ۾ هوندا. ائين فرمائي ڏکوئجي امامن کي ڀڪلي لاتائون.

[30]

مارئي مارن ڪان، ڇني ڪيائين ڏار،
وهم وڏو ٿيو وير ڪي، جو رُنو زارو زار،
"سرهو" ڇئي سرڪار، جو اعليٰ آهي الله جي.
(سرهو)

مارئي = مٽي. مارو = وار.
وير = حضور ﷺ جن.

مراد: ڏسو مٽيون ڏنل بيان.

## حضرت امام حسين رضہ لاءِ حضرت عمر رضہ جو پيار

چون ٿا تہ حضرت عمر رضہ جي فرزند کي حضرت امام حسين رضہ ننڍپڻ ۾ "ٻانهي جو پٽ" ڪري سڏيو، تنهنڪري هن وڃي پنهنجي والد حضرت عمر رضہ کي دانهن ڏني. حضرت عمر رضہ کيس چيو تہ تون موٽي حضرت امام حسين رضہ کان اهي اکر لکائي اچ. حڪم مڃي هو حضرت امام حسين رضہ کان لکائي آيو. پوءِ حضرت عمر رضہ کيس پيار ڪري فرمايو تہ هي انهيءَ چوکر جا اکر آهن، جيڪو حضور ﷺ جن جو جگر آهي، اهوئي توکي قيامت ۾ بہ ڪم ايندو.

[31]

ٻڌي لفظ لاهوتيءَ جا، اڇي پيش ڪيائين پڳدار،
چيائين: هڪدم وڃي هوت وٽان، وٺي آ نازڪ تون نروار،
انهن جي آٽڻ لاءِ، ڏنس سواري سردار،
گهر ڪئي وڃي گهوٽن جي، جاءِ انهيءَ جهونجهار،

پــاڻ پنهنجــي هٿـــن ســـان، ڏنــس معـــافي ڇـــاڙهي مننـــار،
ڪٽـــي آيـــو خوشـــيءَ مـــان، اهـــي ڪـــامل قربـــدار،
چوٽـــو ڏنـــائين چاهـــ مـــان، پـــاڪر پاتـــائين پوتـــار،
هاٽي ڏيو ويـر ڪـري ويچـار، تـہ آنديـن ڪهڙا عجيب عمر چئـي؟
(محمد عمر سومرو)

لاهوتـي = حضـرت امـام حسـين رضہ.
پڳـــدار = حضـــرت عمـــر رضـــ.
جهونجهـار = حضـرت عمـر رضہ جو پٽ.
اهي ڪـامل قربـدار = "بـانهي جـا پـٽ"
لفظن ڏانهن اشارو. پوتار = حضرت عمر رضہ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## امام حسن جي شهادت

حضرت علي رضہ جي وفات بعد حضرت امام حسن رضہ خلافت جو اعـلان ڪيو ۽ ماڻهو سندس بيعت ڪري رهيا هئا تہ امير معاويہ اها خبر ٻڌي سندس خلافت لڙائي ڪئي. نيٺ صلح ٿيو پر هميشہ انهيءَ خيال ۾ هو تـہ ڪنهـن طرح حضرت امام حسن رضہ کي مارايان. انهيءَ لاءِ سندس اهيلہ بيبي جعده کي لک درم رشوت ڏئي پاڻ سان ملايو تہ هوءَ حضرت امام حسـن رضـہ کي زهر ڏئـي انهيءَ لالچ تي جعده امام حسـن کي زهر ڏنـو. زهر جو اثـر وڌنـدو ويـو ۽ پـاڻ ستيتاليهن ورهين جي عمر ۾ شهادت پاتائين.

چون ٿا تہ زهر حضرت امام حسن رضہ سان ڳالهـايو هـو پـر پاڻ رضـا رب جي سمجهي خوشيءَ سان شهادت جو پيالو پيتائين.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[32]

مومـــل جـــي ملـــڪ ۾ هئـــي، هيبـــت وڏي هـــاڪ،
ڪيئي ناٿ نوائي ڇڏيائين، جيڪي تيس پئي مٿئون مـرد مشـتاق،
معلـــوم نـــہ هيـــو مينـــڌري کـــي تـــہ ڪنـــدي مـــُـــنڌ مـــذاق،
ســـومل مومـــل ســـان ملـــي، ڪـــامڻ هئـــي تـــہ قـــزاق،

ائين هو امر "اميربخش" چئي، لکيو پرور پاڪ،
پوءِ ڇڏي ڪاڪ، مٺتو اوطاق، ڏوليو ويو ڏث ڏي.
(اميربخش ڪٿي)

مومل = زهر جي پڙي.
مينڌرو = حضرت امام حسن رضہ.
منڌ = زهر جي پڙي. سومل = بيبي جعده.
ڪامڻ = جعده. ڪاڪ = دنيا.
ڏث = دارالبقاءِ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[33]

سسئي پنهل ڪي، بيني سڌ ڪري،
منهنجي اڄ نہ ارڏو، تي مان ۾ باهہ ٻري.
پنهل ٻہ سسئي ۾ وڌا قابو هٿ ڪري،
قضا ڪيئن ٽري، اَمرِ الاهي آئيو.

سسئي = زهر جي پڙي. پنهل = حضرت امام حسن رضہ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[34]

تڙي هئي توڙ ڪئون، توڙئون هيءَ تڙي،
عشق جي الله ڏنهون، اچي اَنگهہ اڙي،
سِاميءَ جي صحبت جي، لڳي جيءَ جڙي،
پوءِ قابو تڙ ڪڙي، جتِ هيڪل تيڙي هوت ري.

تڙي = بيبي جعده ڏانهن اشارو.
عشق = زهر. سامي = حضرت امام حسن رضہ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[35]

ساراهيان سچو ڌڻي، خالق خلقڻهار،
مالڪ وٺ محبوب جي، هئي پريڻ جي پچار،

سودو اهو سهج مان، وَٺجون هوئين واپار،
اچي پرياڻ پورو ٿيو، انهي انجام سندو اقرار،
صاحب هو سڏايو، تنهن ڪم جو ڪار مدار،
وڄ وهي تون وير وٽ، وجي ڪر پنهنجي پر پهنوار،
هلي اچي حاضر ٿيو، اهو داخل وٽ دلدار،
مون ڪسي مالڪ موڪليو، تو دانهه جسي دربار،
حڪم حاڪم جو ٿيو، هاڻي مون تي ناهه ميار،
مون ٻڌائڻ ڪم "ٻروچ" چئي، پوءِ اڳتي تو اختيار،
اها ٻولي ٻيجل جي ٻڌي، ٿيو سو خوش ڪنگهار،
هو جوان وڏو جهونجهار، جنهن ڪلي ورتو خوشيءَ سان.
(جاڙو خان مري)

محبوب = حضرت امام حسن رضہ.
ڪارمدار = زهر. دانهه = حضرت امام حسن رضہ.
ٻيجل = زهر. ڪنگهار = حضرت امام حسن رضہ.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[36]

سٽي سمجهي سالڪا، پُسرجهي پائج پير،
هاڻي مون ڪئون دير، ڪامل ٿيندءِ ڪانڪا.

سالڪ = حضرت امام حسن رضہ.
مون = زهر ڏانهن اشارو.
ڪامل = حضرت امام حسن رضہ.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[37]

ساراهيان سچو ڌڻي، صاحب رب سبحان،
اصلي الست ڪان، توکي مليل آهي مان،
ٻڌان پيو "ٻروچ" چئي، تنهنجا شاهي شان،
مون ڪان مُڙي لنگهجان، تون آهين سوڍو سرت سجان،
هليس حڪم ساڻ، هاڻي پر ڪندس پنهنجي.

مـــــون = زهـــــر ڏانهــــــن اشــــــارو.
تون = حضرت امام حسن رضہ ڏانهن اشارو.

مراد: چون ٿا تہ زهر حضرت امام حسن رضہ کي ٻڌايو تہ آءٌ زهر آهيان پر الله تعاليٰ جي رضا سمجهي قبول ڪيائين.

[38]

آريءَ اُتـــــــاهين اُمــــــــاٽيو، آيــــــــــو وٽ پنهـــــــــــل،
تنهــن ڪــان خــان بـــ پڇيــون خبــرون، ڪٺــي وڌس ٻــڪ ٻــاروچل،
اها هئي ڪيچ ڌڻيءَ جي ڪل، تڏهن ويو راند ماري ”محمد“ چئي.
(محمد فقير ڏيرو)

آري = الله تعاليٰ. پنهل = حضرت امام حسن رضہ.
امـــــاٽيو = زهــــــر ڏانهــــــن اشــــــارو.
خـــان = حضـــرت امـــام حســـن رضــــہ.
ڪيچ ڌڻي = الله تعاليٰ.

مـراد: حضرت امـام حسـن رضـہ زهـر جـي سـببان شـهادت حـاصل ڪـئـي. جيڪڏهن الله تعاليٰ جي مرضي نہ هجي ها تہ زهر پنهنجو اثر ڪري نہ سگهي ھ.

## ڪربلا جو واقعو

امير معاويہ جي مرڻ ڪان پوءِ يزيد ماڻهن کي بيعت لاءِ گهراـو. مـ ـهن لالچ ۾ اچي ان کي پنهنجو حاڪم ڪري مڃيو مگر بني هاشمر ۽ ٻين ڪن مسلمانن هن جي بيعت ڪرڻ ڪان انڪار ڪيو. يزيد کي ٻئي ڪنهن جو بہ ايترو خيال ڪونہ تيو، باقي حضرت امام حسين رضہ ڪان ڊنو تنهنڪري هن مديني جي حاڪم وليد کي لکيائين تہ اهو حضرت امام حسين رضہ ڪان بيعت وٺي نہ تہ ڪنهن طرح سان قتل ڪيو وڃي. حضرت امام حسين رضہ مديني کي غير محفوظ سمجهي پنهنجي اهلبيت سان گڏ مڪي معظمہ ڏانهن روانو ٿيو مگر اتي بہ مخالفت ڏنائين انهيءَ ڪري ڪوفي وڃڻ جو ارادو ڪيائين، ڇاڪاڻ تہ اتي جي ماڻهن کيس پاڻ وٽ اچي رهڻ لاءِ خط لکيا هئا. حضرت امام حسين رضہ ڪوفي پهچڻ ڪان اڳ پنهنجي سؤٽ حضرت ابو مسلم کي ڪوفي موڪليو تہ ماڻهن ڪان وفاداريءَ جو واعدو وٺي. حضرت ابومسلم رضہ اتي پهتو تہ ماڻهن سندس شاندار استقبال ڪيو ۽ ارڙهن هزارن بيعت ڪئي، تڏهن حضرت ابومسلم رضہ حضرت امام حسين رضہ کي ڪوفي اچڻ ۽ خلافت

سنڀالڻ لاءِ لکيو. يزيد کي اها خبر پئي تہ ڪوفي جي ماڻهن بيعت ڪئي آهي، تنهنڪري اتي عبيدالله بن زياد کي گورنر ڪري موڪليائين. هن اتي پهچي حضرت امام حسين رضہ جي محبن تي ظلم ۽ سختي شروع ڪئي ۽ حضرت ابو مسلم اها حالت ڏسي هاني نالي هڪڙي شخص وٽ وڃي رهيو تہ عبيدالله ان تي بہ سختي ڪئي. نيٺ حضرت ابو مسلم طوعہ جي مڪان ۾ وڃي پناهہ ورتي. جڏهن اتي بہ دشمنن مڪان کي گهيرو ڪيو تڏهن حضرت ابومسلم اگهاڙي تلوار کڻي بهادريءَ سان دشمنن جو مقابلو ڪيو پر نيٺ شهيد ٿيو.

هوڏانهن حضرت امام حسين رضہ جو ڪوفي وڃڻ لاءِ مڪي مان روانو ٿي چڪو هو ۽ کيس حضرت ابومسلم رضہ جي شهادت جي خبر پئي ان وقت پاڻ اڃي ڪوفي جي سرحد وٽ پهتو هو تہ کيس حر نالي سپهہ سالار، هڪ هزار لشڪر سان هو تنهن حضرت امام حسين رضہ کي اچي روڪيو جو ابن زياد جي حڪم سان آيو هو. لاچار پاڻ واپس ٿي ڪربلا جي سرزمين تي پهتو تہ اتي بہ عمر سعد چار هزار لشڪر وني پهتو. حضرت امام حسين رضہ کيس ٻڌايو تہ اسين لڙائي جي غرض سان نہ آيا آهيون، تنهنڪري اسان کي مڪي معظمہ وڃڻ جي اجازت ملي. پر عمر سعد ابن زياد کان حضرت امام حسين رضہ جي مڪي وڃڻ جي اجازت گهري پر ابن زياد نہ رڳو اجازت نہ ڏني پر پاڻ اهو حڪم ڏنائين تہ جيستائين حضرت امام حسين رضہ يزيد جي بيعت نہ ڪري تيستائين فرات نديءَ جو پاڻي بہ انهن لاءِ بند ڪيو وڃي ۽ آخر ۾ شمر جي معرفت حضرت امام حسين رضہ لاءِ حڪم ڏنائين تہ جيڪڏهن يزيد جي بيعت نہ ڪري تہ سندس ساٿين کي قتل ڪيو وڃي. حضرت امام حسين رضہ شهيد ٿيڻ قبوليو پر يزيد جي بيعت نہ ڪيائين ۽ پاڻ اهلبيت سان مشورو ڪري خيما قائم ڪري خندق کوٽائي تہ دشمن پنيان نہ حملو ڪري.

ابن زياد شمر کي هزارين لشڪر ڏيئي، وڙهڻ لاءِ موڪليو جنهن حضرت امام حسين رضہ کان بيو ڀيرو بيعت طلب ڪئي مگر حضرت امام حسين رضہ انڪار ڪيو ۽ لڙائي شروع ٿي وئي. حضرت امام حسين رضہ سان ٻاهتر ماڻهن جي فوج هئي جيڪا هزارين دشمنن سان وڙهي شهيد ٿيندي وئي. ابن زياد جي پاران آيل حر سالار پنهنجي فوج مان نڪري اچي حضرت امام حسين رضہ جي ساٿين سان گڏيو ۽ بهادريءَ سان وڙهي شهيد ٿيو. ان وقت حضرت امام حسين رضہ پنهنجي

نياڻي شهزادي قاسم جي نڪاح ۾ ڏني. نڪاح بعد شهزادي قاسم پنهنجي حرم کي رضا تي راضي رهڻ جي نصيحت ڪري وچي جنگ جي ميدان تي پهتو ۽ ڪئين دشمن ماري پوءِ شهيد ٿيو. جڏهن سڀ ساٿي شهيد ٿي ويا تڏهن حضرت امام حسين رضہ خيمي ۾ وڃي بيمار فرزند حضرت امام زين العابدين سان ڪي ڳالهيون ٻولهيون ڪيون ۽ آخر ۾ اهلحرم کي صبر ۽ رضا جون نصيحتون فرمائي ميدان جنگ ۾ هزارين زخم سهي ڪيترن دشمنن کي قتل ڪيو. نيٺ ضعيف ٿي گهوڙي تان لهي زمين تي وينا ۽ شمر تلوار ڪڍي اچي سندس ويجهو ٿيو. ان ڪان ڏينهن ۽ وقت پڇيائين جنهن جواب ڏنو تہ جمعي جي ڏينهن ۽ نماز جو وقت آهي تڏهن حصرت امام حسين رضہ فرمايو تہ مون کي مهلت ڏي تہ آءٌ الله تعاليٰ جو فرض ادا ڪري وٺان، ائين چئي پاڻ نماز شروع ڪيائين ۽ هڪڙي رڪعت پڙهي ٻيءَ جي سجدي ۾ هو تہ شمر ڪيس شهيد ڪيو.

چون ٿا تہ ڪربلا جي واقعي ٿيڻ ڪان گهڻو اڳي حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ هڪ ڏينهن ننڊ مان ڇرڪ ڀري اُٿيو ۽ اکين مان ڳوڙها وهڻ لڳس تہ حضرت امام حسين رضہ ڪانئس پڇيو تہ بابا سائين! توهين ڇا لاءِ ايترو پريشان آهيو؟ حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ فرمايو تہ رت جي درياءَ ۾ تنهنجو سر لڙهندو ڏسي ڇرڪ ڀري اُٿيو آهيان. تڏهن حضرت امام صاحب فرمايو تہ جيڪڏهن الله تعاليٰ جو امر ائين هوندو تہ مون کي قبول آهي.

چون ٿا تہ حضرت امام حسين رضہ جڏهن ڪوفي مان آيل خطن جي پروسي تي مڪي شريف مان روانو ٿيو تہ سيني مؤمنن کي خبر پئي تہ حضرت امام حسين رضہ روانو ٿو ٿئي پر جن کي ڪربلا جي ميدان ۾ شهادت جو رتبو حاصل ٿيڻو هو اهي ئي حضرت امام حسين رضہ سان گڏ روانا ٿيا.

چون ٿا تہ جڏهن حضرت ابومسلم رضہ شهيد ٿيو تہ حارث ملعون جي زال حضرت ابومسلم رضہ جي فرزندن کي لڪائي ڇڏيو. حارث کي حڪم مليو تہ معصومن کي هٿ ڪري. هن گهڻئي ڳوليو پر معصوم نہ مليس رات جو جڏهن سُتو تہ اوچتو ٻارن جي روئڻ جو آواز ٻڌائين. زال ڪان پڇيائين پر هن پاڙي وارن ٻارن جي روئڻ جو بهانو ڪيو مگر هن اعتبار نہ ڪيو ۽ ڳولا ڪري وڃي ٻار هٿ ڪيا. مائيءَ گهڻئي آزيون نيزاريون ڪيون مگر هن نہ مڃيون. تڏهن

ڪاوڙ ۾ ترار سان مائيءَ کي قتل ڪري ڇڏيائين ۽ پوءِ معصومن کي ٻاهر وٺي ويو ۽ درياءَ جي ڪناري تي شهيد ڪيائين.

چون ٿا ته حضرت امام حسين رضہ شام وارو رستو وٺي اڳتي هليو ۽ ڪربلا جي ميدان تي پهتو تڏهن سندس گهوڙو اڳتي نہ هليو ۽ هڪلڻ تي بہ ڪنڌ هيٺ ڪري بيٺو رهيو. نيٺ حضرت امام صاحب اتي لهي پيو ۽ سڀني ساٿين کي لهڻ لاءِ حڪم ڪيائين.

چون ٿا تہ ڪربلا جي ميدان تي جڏهن حضرت عباس رضہ جون وڙهندي ٻئي ٻانهون ڪپجي ويون تڏهن فرات نديءَ تان پاڻيءَ جي ڪَلِي ڇڪ ۾ وجهي ڪنيو پئي آيو تہ تير لڳڻ سان ڪَلِيءَ مان پاڻي وهي ويو ۽ پاڻ ڪري پيو. تڏهن حضرت امام حسين رضہ کيس فرمايو تہ عباس! اڄ مون کي 'ادا' ڪري سڏ. مگر حضرت عباس رضہ جواب ڏنو تہ آقا! بابي حضرت علي رضہ سان ڪيل انجام نہ پڄندس جنهن سان مون واعدو ڪيو هو تہ حضرت امام حسين رضہ کي آقا ڪانسواءِ نہ سڏيندس.

چون ٿا تہ ڪربلا جي ميدان تي دشمنن سان وڙهڻ لاءِ هڪڙي پيرسن مجاهد حبيب مظهر نالي اجازت گهري. حضرت امام حسين رضہ کيس فرمايو تہ تون پيرسن آهين تنهنڪري تون آرام ڪر مگر حبيب عرض ڪيو تہ يا امام المؤمنين مون تہ حضور ﷺ جن سان بہ واعدو ڪيو هو تہ آءٌ توهان جو غلام ٿي رهندس سو هينئر تہ منهنجو بخت مٿانهون ٿيندو جيڪڏهن آءٌ توهان تان قربان ٿيان. اجازت وٺي وڃي دشمنن سان وڙهيو ۽ ڪئين ڪافر ماري پوءِ شهيد ٿيو.

چون ٿا تہ جنگ هلندي جنن جو سردار حضرت امام حسين رضہ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. عرض ڪيائين تہ آءٌ حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ جو خادم آهيان مون کي اجازت ملي تہ دشمنن سان جنگ ڪريان مگر حضرت امام حسين رضہ فرمايس تہ انسانن سان جنن کي ويڙهائڻ عقل جي خلاف آهي ۽ اسين الله تعاليٰ جي رضا تي راضي آهيون تنهنڪري تون واپس هليو وڃ. پوءِ ڏکويل ٿي واپس هليو ويو.

چون ٿا تہ ابن زياد امامن جا سر مبارڪ ڪٽائي شام ۾ يزيد وٽ پيش ڪيا. جنهن جي زال جڏهن اهي سر ڏٺا تڏهن يزيد کي گهٽ وڌ ڳالهائي ٻاهر

نڪري وئي. يزيد چڙ ۾ پنيانئس ماڻهو موڪليا پر هوءَ هٿ نہ آئي. پوءِ يزيد ڪان حضرت امام زين العابدين رضہ سر هٿ ڪري دفنايا.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[39]

سُــــــــتي ڏنـــــو ســــهڻي، دهشــــــتي دريــــــاءُ،
لال بـــہ ڏنــائين لڙهنــدو، تيــو ڪــامل ڪـــي ڪهڪــاءُ،
معلــوم ڪيــائين ملــوڪ ڪـي جيڪــو هــو عاشــق ڪـي ايــذاءُ،
ويــــر ڏنـــي هڻـــي ورنـــدي، جيڪـــو ڪنـــدو امـــر اللہ،
جن صدقي ڪيو ساھ، تن ڪي آهي انعام "الهہ بخش" چئي.

(الهہ بخش)

سهڻو = حضرت علي ڪرم اللہ وجهہ رضہ.
لال = حضرت امام حسين رضہ جو سر مبارڪ.
ڪامل = حضرت علي ڪرم اللہ وجهہ رضہ.
وير = حضرت امام حسين رضہ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[40]

اول نــام اللہ جـــو، پيـــو تـــہ ڪيــائين ســوڍو ســوپارو.
سومل پئي سڏ ڪري، تہ چڙهي هن چاڙهيءَ تان ڪو اوپارو.
ويـر وجـي تـو ڪونـہ ڪـو، جا اهـا مومـل ڪنـدو مـارو.
راڻـــي راڄ ونـــي وجـــي هنيـــو نـــاتر ڪـــي نعـــرو،
جـو موتـي موچـارو، سـو ڏنـائينس انعـام "احمـد" چئـي.

(احمدخان مري)

سوڍو = حضرت امام حسين رضہ.
سومل = ڪربلا. مومل = ڪربلا.
راڻو = حضرت امام حسين رضہ.
راڄ = قبيلو. ناتر = ڪربلا.
موتي = شهادت.

مراد: حضرت امام حسين رضہ مڪي معظمہ مان ڪوفي ڏانهن روانو ٿيو تہ جن کي ڪربلا جي ميدان تي شهيد ٿيڻو هو انهن مجاهدن ئي سات ڏنو.

[41]

امر سان عجيب جي، ويو هاتنگ تان نہ هلي،
ڏسي اسرار الستي، اوڏهن دانهہ دل جهلي،
سالڪ بہ تنهن صوبي سان، آئي ساري ڳالهہ سَلي،
پوءِ ويو خان ڪِلي، اوڏانهين ”الهہ بخش“ چوي.
(الهہ بخش)

عجيب = حضرت امام حسين رضہ.
هاتنگ =حضرت ابومسلم رضہ.
اسرار = امر الاهي. دانهہ = حضرت ابومسلم.
سالڪ = ابومسلم. صوبو = امام حسين رضہ.
خان = حضرت امام حسين رضہ.

مراد: حضرت امام حسين رضہ ڪوفي مان خطن اچڻ سبب اتي جي خبرچار وٺڻ لاءِ حضرت ابومسلم کي روانو ڪيو. جتي ارڙهن هزارن مؤمنن بيعت ڪئي. اها خبر هن حضرت امام حسين رضہ کي ڏني. ان بعد ئي حضرت امام حسين رضہ مڪي معظمہ مان روانو ٿيو.

[42]

سوين سامي آيا، تيا ڪَني ڪل گهڻا،
”لعلڻ“ ليکو ناهہ ڪو، ڳڻي ڇا ڳڻيان،
منڪر ڪل مُڙي ويا، جن پايا ڳل جٺيان،
جيڪي واحد کي وڻيا، سي غازي گوءِ ڪڻي ويا.
(لعلڻ خان لغاري)

سامي = ڪوفي جا ماڻهو. غازي = امام ابو
مسلم ۽ سندس ساٿي.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[43]

مٺڪا اهي مليرجا، مان اکين تي رکنديس،
سانديڻديس سِڪ منجهارئون، ساهہ اندر سيبائيندس،
پوءِ موٽائي منجنديس، مٺڪا اهي مليرڏي.

مٹڪا = امام ابو مسلم جا ٻه پٽ.
مان = حارث جي زال ڏانهن اشارو.
ملير = مدينو شريف.

مراد: امير مسلم جا معصوم حارث ملعون جي زال لڪايا هئا. جو ته هن کي اولاد ڪونه هو. ابن زياد جي حڪم سان حارث کي معصومن جي گهر ڳولڻ لاءِ حڪم مليو. هي ڳولي ڳولي ٿڪجي پيو ۽ رات جو گهر موٽي سمهي پيو. اڌ رات جو اوچتو ٻارن جي روئڻ جو آواز هن جي ڪن تي پيو ۽ زال کان پڇا ڪيائين ته: اهي ٻار ڪنهن جا روئن ٿا؟ سندس گهرواريءَ جواب ڏنو ته پاڙي وارن جا روئندا هوندا. آخرڪار هن کي زال جي ڳالهه تي اعتبار ڪونه آيو. ۽ ٻئي ٻاري گهر ۾ تلاش ڪرڻ لڳو ۽ ڳوليندي هن جي نظر وڃي انهن معصومن تي پئي ۽ کين هٿ ڪري مارڻ جي ارادي سان هنن کي ڪنيي ڪنيائين. سندس زال هڪدم وچ ۾ اچي پئي ۽ مڙس کي قسم وجهڻ لڳي پر هو ڪونه مڙيو ۽ ڪيڏيندئي ترار زال کي پورو ڪري ڇڏيائين. پوءِ معصومن کي ٻاهر وٺي وڃي درياءَ جي ڪپ تي شهيد ڪيائين.

[44]

هلـــي هلـــي ميـــو، ڪـــري بينـــو مـــاٺ،
اڳتـــي ڏڪـــي تـــه اونداهـــي، پوئتـــي ڏڪـــي تـــه رات،
"ســـرهو" چئـــي ســـاٺ، تـــوڏي اُت ترســـائي وڏو.
(سرهو)

ميو = حضرت امام حسين رضه جو گهوڙو.

مراد: حضرت امام حسين رضه جي گهوڙي وارو بيان. چون ٿا ته جنهن وقت حضرت امام حسين رضه شام وارو رستو وٺي هليو ۽ ڪربلا جي ميدان تي پهتو ته سندس گهوڙو اتي بيهي رهيو. گهوڙي کي امام صاحب هڪليو مگر ڪنڌ هيٺ ڪري بيهي رهيو. تڏهن حضرت امام حسين رضه اتي لهي پيو ۽ لشڪر کي پڻ اتي لهڻ لاءِ فرمايائين.

[45]

جـــانب ســـان انهـــيءَ جـــاءِ تـــي، ڪـــَنا هئـــا ڪيئـــي،
گوهـــر جـــي گودڙئـــي کـــي، هـــوءَ وٺـــي ســـا ويئـــي،

پوءِ سچي حقيقت حال جي، وجي پانهه کي پئي،
درس اها ديهي، برسايائون "باغ" چئي.
(باغ)

جانب = حضرت امام حسين رضه.
گوهر = حضرت امام حسين رضه.
گودڙيو = گهوڙو. هوءَ = ڪربلا جي زمين
ڏانهن اشارو. پانهه = حضرت امام حسين رضه.
ديهي = ڪربلا جي زمين.

مراد: حضرت امام حسين رضه پنهنجي گهوڙي تي چڙهي پنهنجن ماڻهن سان رستي تان هلندو پئي ويو ته هلندي هلندي هڪ هنڌ سندن گهوڙو روڪجي بيهي رهيو. ڪيترو به گهوڙي کي هڪليائين پر گهوڙو اڳتي نه هليو. تنهن تي پڇا ڪيائون ته هيءَ زمين ڪهڙي آهي؟ ماڻهن ڪيس ٻڌايو ته هيءَ ڪربلا جي زمين آهي. اهو ٻڌي پاڻ اُتي لهي منزل ڪيائين.

[46]

اچي "اُوچل ڪوٽ" ۾، سگيون هنيون سامين،
دونهان درد فراق جا، جاڳايا جوڳين،
وڏي پاڳ پِرن، جي ڪاهي ڪارونيار هليا.

اُوچل ڪوٽ = ڪربلا جو ميدان.
سامي = حضرت امام حسين رضه ۽ سندس
ساٿي. سگيون = طنبو. ڪارونيار = مقابلو.

مراد: حضرت امام حسين رضه ۽ سندس ساٿي جيڪي ڪربلا ڏي ويا ته وري ڪين موٽيا.

[47]

ڪٺي هليو سڪ منجهون، سيني لئي ساري،
ڪيائون جدا جانت ڪوُن، پيو مانجهي مونجهاري،
ڪري سام ساٿين ڏي، چُري هليو چاري،
رکي زور ضعيف تي، گهان ئي ڳاري،
هاڙهي ۾ "حجم" چئي، پيو پرين پوڪاري،
عاشق اوتاري، اچي اوري اور عجيب سان.
(ميرمحمد حجم)

ڪٺي هليو = پاڻي جي ڪلي ڏانهن اشارو.
ڪيائون = ڪافرن ڏانهن اشارو.
جانب = حضرت امام حسين رضہ.
مانجهي = هاڙهي = ڪربلا.
پرين = حضرت امام حسين رضہ.
عجيب = حضرت امام حسين رضہ.

مراد: ڪربلا جي ميدان ۾ جنگ شروع ھئي تہ ان وقت حضرت عباس رضہ پاڻيءَ جي ھڪ ڪلي پري تي آيو تہ دشمنن تير ھڻي زخمي ڪري وڌس ۽ پاڻ بيهوش تي آخر ڪِري پيو.

[48]

ڪري رتا روح ۾، ھن ڪٺي ڪست مان ڪاهيو،
ھاڻ تہ جوڳياڻي اھا "جمعو" چئي، اڃي عاشق انايو،
بئي ويس "بروج" چئي، ھئين تئين ۾ تهلايو،
ادا! ڪشي تير ڪمان مان، ھو ويريءَ وھايو،
شايد ائين ھو رازق جو رايو، جو تيو نہ مطلب مرد جو.

(جمعو بروج)

ھن = حضرت عباس رضہ ڏانهن اشارو.
جوڳياڻي = مشڪ. بئي = بنهي ٻانهن ڏانهن
اشارو. تيون = وات ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت عباس نهر رضہ فرات تان پاڻيءَ جي مشڪ ڪٺي پرڻ لاءِ ويو، جڏهن مشڪ پري واپس وريو تڏهن يزيدي لشڪر تلوارون ھڻي، بئي ٻانهون بيڪار ڪري ڇڏيس، تڏهن پاڻ اھا مشڪ وات ۾ جهلي خيمن ڏانهن وڃڻ لڳو مگر دشمنن جي تيرن ڪيس اڳتي وڃڻ نہ ڏنو. ھڪ تير اچي مشڪ کي لڳو ۽ پاڻي سڀ هارجي ويو. آخر پاڻ بہ اتيئي شهيد ٿيو.

[49]

ڏاڍي ڏک مان ڏنئين، مومل ۽ سومل،
پوءِ انهيءَ مهل، سهجان بہ تي جدا سوڍي ڪان.

مومل ۽ سومل = بئي ٻانهون.
سهجان = مستي. سوڍو = حضرت عباس رضہ

مراد: حضرت عباس رضہ ڪربلا جي ميدان ۾ مشڪ کڻي فرات درياھ تان پاڻي پرڻ ويو. دشمن تير هڻي ٻئي ٻانهن ڪپي وڌس. نيٺ شهادت کي رسيو.

[50]

چوڻ سان چيو ڪري، حاڪم اُتي هليو،
هڪڙو تہ سنگتي ساڻ ڪري، آيو تل ۾ ڳالهہ ٽليو،
هيس معلومات "متارو" چئي. وجي تو جانب جهليو،
هيئن هن پاڻ پليو، تڏهن مشهور ٿيو ملڪ ۾.
(متارو واڍو)

حاڪم = حضرت عباس رضہ.
سنگتي = ٻانهن. تل = وات سان پاڻيءَ
جي ڪلي کڻڻ. جانب = حضرت امام حسين رضہ.

مراد: حضرت عباس رضہ جون ٻانهون بيڪار ٿيون تہ پاڻيءَ جي ڪلي وات سان کڻي اُتي هليو. پاڻيءَ جي هن سخت ضرورت پانئي پر تيرن سان نيٺ شهيد ٿيو.

[51]

ڪامل جي ڪامڻ ڪان، ڪري پيو ڪلام،
انهيءَ جو اڳ ۾ ٿي، پهتل هوس پيغام،
عاشق جو انجام، هيو هوت سان "حاجي" چئي.
(حاجي مهيسر)

ڪامل = حضرت امام حسين رضہ.
ڪامڻ = ڳالهہ. عاشق = حضرت عباس رضہ.

مراد: حضرت عباس رضہ جون جڏهن ٻئي ٻانهون ڪربلا جي جنگ ۾ ڪٽجي ويون تڏهن حضرت امام حسين رضہ کيس هنج ۾ کڻي چيو تہ عباس! اڄ منهنجي مرضي آهي تہ تون مون کي "ادا" ڪري سڏ. حضرت عباس رضہ وراڻيو تہ، نہ آقا! بابي حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضہ سان انجام ڪيل اٿم تہ توهان کي سدائين "آقا" چئي سڏيندس. جي مون توهان کي ادا چيو تہ محشر ۾ واعدي پڄيندڙ ٿي پوندس.

[52]

لک رحمتون رانجهن توتي، تو پٺي ڪئي سهڻا سرداري،
اڄ هڪڙي مون سان ڪر، منهنجا پرين ڪامل قربداري،

پوءِ تہ حقيقت حاڪم ڪي، ڪيائين سُڌ خبر ساري،
پوءِ پانهہ ڳالهہ نہ پچاري، صبر ڪيائين "صاحب خان" چئي.
(صاحب خان)

رانجهن = حضرت عباس رضہ.
مون سان = حضرت امام حسين رضہ ڏانهن
اشارو. پرين = حضرت عباس رضہ.
پانهہ = حضرت امام حسين رضہ.

مراد: جڏهن ڪربلا جي ميدان ۾ حضرت عباس رضہ جو روح پرواز ٿيڻ وارو هو تڏهن حضرت امام حسين رضہ چيس تہ ادا! سڄي عمر تو مون کي ادا ڪري سڏ نہ ڪيو آهي، ليڪن اڄ تہ مون کي ادا چئي سڏ ڪر. پر حضرت عباس رضہ چيو تہ بابي سائيءَ سان واعدو اٿم سو نہ پڄندس.

[53]

جڏهن کهنگ ويا ڪاپڙي ڪوُن، تڏهن مير ڪيس مصلحت،
سڻ حقيقت هيءَ اتيئي، شامل سان شريعت،
ڪامڻ ڪين ڪندي، جنهن کي اصل ناهہ عادت،
ٻانهون واري اَمانت، ڪين ڇڏيندس "قادربخش" چئي.
(قادربخش راڄپر)

کهنگ = ٻانهون. ڪاپڙي = حضرت عباس رضہ.
حضرت عباس رضہ. مير = حضرت امام حسين رضہ..
ڪامڻ = زبان. امانت = واعدو.

مراد: چون ٿا تہ حضرت عباس رضہ، حضرت امام حسين رضہ کي ادا نہ چوندو هو. جڏهن ڪربلا جي ميدان ۾ فرات نديءَ مان پاڻي آڻڻ ويو تہ قدرت سان ٻئي ٻانهون ڪفارن تير هڻي بيڪار ڪيس آخر شهادت کي ويجهو ٿيو تہ حضرت امام حسين رضہ جوٺ تي سر مبارڪ رکي چيس تہ هاڻي تہ ادا چئو. چيائين تہ آقا! زبان ڪڏهن بہ چيو نہ ڪندي جو بابي سائينءَ سان اهڙو واعدو ڪيل اٿم.

[54]

ونو راهہ رسول جي، آهي محبت سندو ماڻ،
ڪامل تنهين ڪٽڪ جو، عاقل هو اڳواڻ،
پوءِ لڳس ٻاڻ "بروچ" چئي، انهي دلبر سندو دام،
اندر تنهن جو اُجري، ٿيو صفا صيقل ساڻ،

آيـو در عجيـب جـي، جتـي ڏهـرو مليـس دان،
داخـل تيـو هـن دفتـر ۾، هـي بـ لکيـو لاهوتيـن سـاڻ،
مـُلکن منجهـ "مـري" چئـي، تيـو نـالو تنهـن نيشـان،
جتي ترندو تـُر ميزان، اتـي هونـدو کونـڌ ڪچهـريءَ ۾.
(جاڙوخان مري)

ڪامل = حضرت حر. دلبر = حضرت امام حسين رضہ.
عجيـب = حضـرت امـام حسـين رضـہ.
لاهوتـي = شـهداءَ. کونـڌ = حضـرت حـر.
ڪچهري = شهيدن جي مجلس.

مراد: حر يزيدي لشڪر جو اڳواڻ هو پر ڪربلا جي ميدان ۾ اڳواٽي قتي ڪري، اچي حضرت امام حسين رضہ جي رفيقن ۾ شامل ٿي دشمنن سان وڙهي شهيد ٿيو.

[55]

مـانجهي مـَـل مـورڙا، توڪـي يلـي چـائو مـاءُ،
گهرٹـو هجيئـي گهـُـر، اتئـي سـورهيہ ويـل اهـا،
چيائين ڪر بخش بادشاهہ، محصول منهنجي مائٹن تان.

مورڙو = حر. بادشاهہ = حضرت امام حسين رضہ.
محصول = دوزخ جي باهہ.

مراد: يزيد جي لشڪر جو اڳواڻ حر، حضرت امام حسين رضہ جو نوراني تجلو ڏسي سندس رفيقن ۾ گڏجي دشمنن سان وڙهي شهيد ٿيو.

[56]

ڪپـر ڪلاه اڳيـان، اتئـي دونهـان دوسـت ميهـار جـا،
بـڏي دور درياهـ جـا، دهلـي ڪيـم دل لاهـ،
متـان ڪـا گـلا، سـاهڙ سمـن جـي ڪـري.

ميهـار = حضـرت امـام حسـين رضـہ.
گلا = قيامت جو ڏوراپو. ساهڙ = حضور ﷺ جن.

مراد. يزيدي لشڪر جي اڳواڻ حر کي، حضرت امام حسين رضہ جي ساٿين سان وڙهندي خيال آيو تہ آءٌ حضور ﷺ جن جي سڳوري ڏهٹي حضرت امام حسين رضا سان وڙهي حضور ﷺ جن اڳيان قيامت ۾ ڪهڙو ڪنڌ ڪندس.

[57]

هلـو تـان نـہ هلـو، مـون تـان وجـڻ ئـي واريـو،
توهيـن جـي نـہ هلـو، تـان آءُ نـہ جهلجـان اوهـان کـان.

مون = حر ڏانهن اشارو. توهيـن = حر جـي
لشکر ڏانهن اشارو.

مراد: يزيد جي لشڪر جي اڳواڻ حر، پنهنجي لشڪر کي حضرت امام حسين رضہ جي پاران وڙهڻ لاءِ زور رکيو پر اُهي نہ آيا، پر پاڻ هن کي روڪيائون تڏهن حر کين چيو توهين هلو توڙي نہ هلو پر آءُ حضرت امام حسين رضہ تان پنهنجو سر ضرور گهوريندس.

[58]

آديسـيءَ جـي انـدر ۾، هئـي سـڪَ سـچي،
ڪـاهي تنهـن ڪـابول ۾، عـاقلَ ويـو اڇـي،
جـاءِ انهـيءَ "جـاڙو" چئـي، بيـنو مـانجهي مـرد مڇـي،
لاهوتيـن سـان لال تـي، ويـو رنـگ رڇـي،
پـورب منجهہ پتـي، انهـيءَ آديسـيءَ اڇـي ڪئـي.
(جاڙو خان مري)

آديسـي = حبيـب مظهـر. ڪُـابول = ڪربـلا.
عاقل = حبيب مظهر. لاهوتي = شهيدن ڏانهن اشارو.
رنگ رڇڻ = شهيد ٿيڻ. پورب = قيامت ڏانهن اشارو.
پتي = آخرت جو ثواب.

مراد: ڪربلا جي ميدان ۾ هڪ پيرسن مجاهد حبيب مظهر حضرت امام حسين رضہ وٽ اچي حاضر ٿيو. امام صاحب کيس فرمايو تہ حبيب! تون پيرسن آهين توتي ڪا ميار ڪانهي. پر هن عرض ڪيو تہ ياامام! مون حضورﷺ جن سان واعدو ڪيو هو تہ جيستائين جيئرو هوندس تيستائين امامن سڳورن کان جدا نہ ٿيندس اڄ آءُ ڪيئن جدا ٿيان؟ ائين چئي تلوار ڪڍي وڃي ساٿين سان گڏيو ۽ ڪيترا دشمن ماري شهيد ٿيو.

[59]

پنهـل وڃـي تـو ڏور، سسـئي ڇـڏيو سـُـج ۾،
ويهـڻ منهنجـو وهـُ تيـو، ڳولـڻ پيـم ضـرور،
جدائـي تـو جـانب جـي، مـون کـي نـامنظور،

روئنديس رت گاڏئون، جڏهن پل پل پوندم پور،
”ڪرم شاهه“ چئي ڪيچي لاءِ، هيءَ وجي پئي وهلور،
پوءِ ڏسيون وچ مذڪور، تہ هوندين کهڙي هنڌ تي.

حضرت امام قاسم رضہ. سسئي = حضرت امام
قاسم رضہ جي اهليہ. جانب = حضرت امام قاسم رضہ.
ڪيچي = حضرت امام قاسم رضہ.
هنڌ = قيامت.

مراد: حضرت امام قاسم رضہ ڪربلا جي ميدان ۾ شادي ڪري جڏهن جنگ لاءِ سنبريو تڏهن سندس اهليہ ڏک ڪيو ۽ فرمايائين تہ جي توهين بہ شهيد ٿيا تہ آءٌ ڪٿي اوهان کي ڳوليندس؟

[60]

هيڪر جهل هنيانءُ، متان تون ماندي ٿئين،
جتي ڏسين ڪيچين قافلو، اتي هوندس آنءُ،
اتي منهنجو نانءُ، پڇجان پنهنجي پيڪن ڪوءُن.

ڪيچين قافلو = حضور ﷺ جن ۽ اهلبيت ڏانهن اشارو.
پيڪا = حضرت امام حسين رضہ ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت امام قاسم رضہ ڪربلا جي جنگ هلندي ئي شادي ڪئي. حضرت امام حسن رضہ جا سڀ ساٿي جنگ جي ميدان ۾ پئي وڙهيا تڏهن حضرت امام قاسم رضہ پنهنجي حرم کي فرمايو تہ همت سان هن وقت کي منهن ڏيو. جي شهيد ٿيان تہ مون کي قيامت ۾ حضور ﷺ جن جي ڪچهري ۾ ڳولجو.

[61]

سمي سومرن ڪي، چٽو چيو،
تہ ملڪ اسان جو مليرآ، تاڻو تر تيو،
وَتون ويڙهيچن جون، مون ڪي ساري سڀ ڏيو،
مَنهن مارو مير جو، آهي چپر چنو تيو،
جاجي جام پنهنجا، ونـي ات ويو،
اڏيو ۽ اڏيو، اتي ماڙيون تن ملوڪن جون.
(الهہ بخش)

سمو = حضرت امام زين العابدين. سومرا = يزيد جا ماڻهو.
ملير = ڪربلا جو ميدان. وٽون = حضرت امام حسين رضہ
جو سر منهن ۾ ڏڙ. ڇاڃي = ڪانڌي. ڄام = حضرت امام
زين العابدين رضہ. ماڙيون = قبرون.

مراد: حضرت امام زين العابدين رضہ يزيد کان سر مبارڪ وٺي دفنايا.

[62]

وڪر آهي وترو، جي ننديو آهي تہ ڪوهہ،
وڃيو ڪاڪ ڪنڌين ۾، پُرس پکي جي پوءِ،
ان ڪُڙهہ سندو ڪوءِ، ميو مانو تئي ئي ڪونڪو.

ننيو = حضرت امام زين العابدين رضہ ڏانهن اشارو.
ڪاڪ ڪنڌيون = يزيد جي ملڪ شام ڏانهن اشارو.
ڪڙهہ = حضور ﷺ جن جو اولاد.

مراد: حضرت امام زين العابدين رضہ يزيد وٽ همت ۽ جرئت سان اچي ان کي ڇينپيو ۽ امامن سڳورن جا سر گهريائين.

[63]

مُنڊ پي منڊن جهڙي، اتي نر ڪئي نروار،
جيڪو ڏسي منهن مومل جو، سو تئي گلن ۾ گلزار،
پوءِ تي عالم ۾ اظهار، اها عورت "الهہ بخش" چئي.
(الهہ بخش)

منڊ = ڪربلا جي زمين. منڊون = ٻيون زمينون. نر
= حضرت امام حسين رضہ. مومل = ڪربلا واري
زمين. عورت = ڪربلا واري زمين.

مراد: ڪربلا جي ميدان جي زمين بہ اهڙي ئي آهي، جهڙيون دنيا ۾ ٻيون زمينون آهن. پر هن زمين کي دنيا ۾ حضرت امام حسين رضہ جي شهادت ايتري تہ عزت ڏني، جو جيڪو بہ ماڻهو اتي وڃي زيارت ڪري ٿو اچي، سو عام ماڻهن ۾ وڏي عزت وارو ٿو ليکجي.

[64]

محبت مجني مير جي هئي، ليليٰ سان لک بار،
نرمل نر نيائيو پئي نار سان، هر پيري هوشيار،
محب نہ مٿيو منڊ کي، ويهي پيا گيوار،

بيشڪ بيٺو بر ۾، بيحد آيس بار،
جهڪون جهولا ڪيترا، لڳس اُت اپار،
تہ بہ ملاقات لاءِ مجهول ڪان، پڇيو هو پڳدار،
دائي دانهہ ڪي ڏنا، پورا اتي پار،
پوءِ تہ قرب ۾ ڪامڻ جي، جوڙ ڪيائين جنسار،
توڙ ڪيو تنهن سان پريڻ سان پيار،
سڻ حقيقت هن ڪي، تون قرب سان "ڪنيار"،
قيس جي ڪمال ڪي، تون "بيڙا" ڳڻ بهار،
پوئلڳ تي پريڻ جو، ڪر اها تات تنوار،
ڪر اها پيروي ۽ پچار، تہ سرهو تين ساٽيهہ ۾.
(بيڙو ڪنيار)

مجنون = حضرت امام حسين رضہ.
ليليٰ = نماز. نرمل = حضرت امام حسين رضہ.
نار = نماز. محب = حضرت امام حسين رضہ.
منڌ = نماز. بر = ڪربلا. بار = جنگ
جون تڪليفون ۽ تير. جهڪون جهولا = اُج ۽
دشمن جا حملا. ملاقات = نماز پڙهڻ.
مجهول = شمرلعين. پڳدار = حضرت امام
حسين رضہ. دايو = شمر لعين.
دانهہ = حضرت امام حسين رضہ.
پار = جمعي جو ڏينهن ۽ نماز جو وقت.
جنسار = وضو، تيمم. توڙ = آخري نماز.
قيس = حضرت امام حسين رضہ.
ڪمال = تڪليف جي وقت نماز ادا ڪرڻ.
تنوار = نماز پڙهڻ جي عادت.
ساٽيهہ = آخرت.

مراد: حضرت امام حسين رضہ شهادت جي وقت ۾ بہ الله تعاليٰ جي فرض نماز ڪي نہ ڇڏيو. سجدي ۾ ئي الله تعاليٰ جي حضور ۾ روانو ٿيو.




## ڀاڱو ٽيون

# ولـيـت
# [اولياءَ سڳورا]



## 1- حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني رحہ

### ولادت

حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني جو پيءُ حضرت ابوصالح تمام نيڪ ۽ پرهيزگار شخص هو. چون ٿا تہ هو هڪڙيءَ رات هڪڙي درياءَ جي پر تي وينو هو تہ کيس ڪناري سان هڪ ڏاڙهون لڙهندو نظر آيو جو پاڻي مان ڪڍي کائي ڇڏيائين. پر ڏاڙهون کائڻ کان پوءِ کيس فڪر ٿيو تہ خبر ناهي تہ اهو ڏاڙهون ڪنهن جو هو، جو مون بنا اجازت کائي ڇڏيو. سو ڏوهہ بخشائڻ لاءِ درياءَ جو ڪنارو ڏئي هلڻ لڳو. آخر هڪ باغ ڏنائين ۽ سمجهيائين تہ اهو ڏاڙهون شايد ان جو ئي هو، باغ جي مالڪياڻي هڪ عورت هئي. حضرت ابوصالح مائيءَ وٽ پهچي ميوي کائڻ جو ڏوهہ بخشائڻ لڳو. مائيءَ اُن جي نيڪ هلت کان متاثر ٿي چيس تہ آءُ اهو ڏوهہ فقط هن شرط تي معاف ڪنديس تہ توهين مون سان شادي ڪندؤ. حضرت ابوصالح لاچار قبولدار ٿي اُن سان شادي ڪئي، پر نڪاح کان پوءِ پهرين رات ئي ابوصالح اُتان هليو ويو. هلندي واٽ تي ڏنائين تہ هڪ وڻ تي ٻہ پکي وينا آهن. اهي پهريائين پاڻ ۾ پئي وڙهيا ۽ هڪ ٻئي کي ٺونگا پئي هنيائون پر پوءِ وري پاڻ ۾ پرچي هڪٻئي کي ڳِچيءَ ڳِچيءَ سان لائي خوش ٿي ٻولڻ لڳا. حضرت ابوصالح اهو نظارو ڏسي پڇتايو ۽ واپس پنهنجي زال ڏانهن موٽيو.

چون ٿا تہ حضرت ابوصالح جو بيبيءَ وٽان هلي وڃڻ کان پوءِ الله تعاليٰ ٻہ ملائڪ موڪليا جي سندس گس تي پکين جي صورت ۾ وڻ تي اچي وينا جن کي وڙهندو ۽ پرچندو ڏسي هو واپس وريو.

چون ٿا تہ حضرت ابوصالح جي وڃڻ کان پوءِ بيبي ڏاڍي رُني ۽ رڙي ۽ الله

تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ باڏائڻ لڳي. سندس سوال قبول پيو ۽ انهيءَ رات ٿي حضرت ابوصالح اچي دَرَ تي کڙو کڙڪايو مگر بيبي صاحبہ کيس ٻڌايو تہ سيني کي خبر آهي تہ توهين هليا ويا آهيو. هاڻي آءٌ تيستائين در نہ لاهينديس جيستائين اوهين شهر جي ماڻهن کي پنهنجي اچڻ جو نہ ٻڌائيندا. حضرت ابوصالح پنهنجي زال جي پارسائيءَ کان ايترو تہ متاثر ٿيو جو ان وقت ئي مسجد ۾ اتي جي ماڻهن کي گهرائي اچڻ جو اعلان ڪيائين.اتان تي پوءِ بيبي صاحبہ وٽ آيو ۽ ان جي اڳيان پنهنجي غلطيءَ جو قبولدار ٿيو ۽ الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ معافي لاءِ دعا گهريائين.

چون ٿا تہ انهيءَ رات ٿي حضرت پيران پير شيخ عبدالقادر جيلاني سوڄيو. جو الله تعاليٰ جو مقبول ولي ۽ وڏو عالم فاضل هو.

[1]

گوهــر ويندي گــس تــي، ٻڌــون ڏنــائين،
خــان ڪنيــو خوشــيءَ مــان، ويهــي ڪيســا کوليــائين،
ريــزي واري رقــم کــي، قــري قبايــائين،
کــل تنهــن جــي خــالي کــري، چــرڪ ۾ چــڏيائين،
بــانهي هــن "ٻبــر" کــي، بــاري بچــائين،
جــي ســالڪ ســڏائين، تــہ کــڍ بيــان بيــت جــو.

(طاهر ٻبر)

گوهــر = ابــو صــالح. ٻڌــون = ڏاڙهــون.
ريزي واري رقم = داڻا. چرڪ = خوف.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[2]

وينــو هــو ويــر متــي، اهــو ميــر متــو،
مٽيــو کنهيــن ملــڪ جــو، ســالڪ ســجاتو،
کنيــائين خوشــيءَ مــان، کــري اپــر ارادو،
پــوءِ راول هليــو رَنــد ونــي، پيرڀــن پيــادو،
مٽيــو هــو جنهــن ملــڪ جــو، اتــي پانهــہ اچــي پهتــو،
قيريــدار قــاتو، ســو کــري قــول قــابو ٿيــو.

ويــــر = دريـــــاءَ. ميـــــر = ابوصـــــالح.
ســـالڪ = ابوصـــالح. مٺيـــو = ڏاڙهـــون.
راول = ابوصالح. ڦيريدار = ابوصالح.

مراد: حضرت ابوصالح بنا اجازت ڏاڙهون کائي، پچتائي درياءَ جو ڪنارو وٺي اچي باغ ۾ پهتو. جتي باغ جي مالڪياڻيءَ جو شرط مڃي ان سان نڪاح ڪيائين.

[3]

ڪرهـــا ڪـــڙيءَ ول ڪـــي، چريـــا! چـــڪ نـــه پـــاءِ،
ڏســـي ڳاڙهـــا گلـــڙا، هــــــنيون ڪيـــم هرڪـــاءِ،
دل پلـــي ڪـــر جـــاءِ، پريـــن پرائـــي پـــوڪ ڪـــان،

ڪرهو = ابوصالح. ڪڙي ول = پرائي شيءِ.
ڳاڙها گل = ڏاڙهون جي داڻن ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت ابوصالح کي ضمير کي آواز پرائي شيءِ بنااجازت کائڻ تي تنبيهه ڪئي.

[4]

صـاحب مُـــڪيون هيـون ســوڪڙيون، ســوڍي ڏي سـيئي،
وجـي سمجهـايو سـوڍي کـي، هـي تـان مـام منجهيئـي،
پـوءِ مـــن ســـوڍو سمجهيئـــي، واپـــس موٺـــي پوئتـــي.

صاحب = الله تعالىٰ. سوڪڙيون = ٻـه پکـي.
سوڍو = حضرت ابوصالح.

مراد: حضرت ابوصالح باغ جي مالڪياڻيءَ سان نڪاح ڪرڻ بعد انهيءَ رات ٿي واپس وريو تـه الله تعالىٰ کيس ٻن پکين جو جهيڙو ۽ پرچاءُ ڏيکاري واپس ورڻ جي هدايت فرمائي.

[5]

مومـــــل مينـــــڌري لئـــــي، ڏاڍي هئـــــي مـــــاندي،
اتـــي وينـــي پــــــرَجـــا پئـــي، پڇـــائي پـــانڌي،
نڪا هيس سڪ سون جي، نڪو هيس چاهه متي چاندي،
الله راتِ اهـــائي آنـــدي، جـــو مومـــل مـــاڻيو مينـــڌرو.

مومــل = حضــرت ابوصـــالح جــي بيبـــي.
ميڏرو = حضرت ابوصالح.

مراد: حضرت ابوصالح جي وڃڻ کان پوءِ سندس بيبيءَ ڏاڍو ڏک ڪيو. الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ سوالڻ ٿي تہ سندس سوال قبول پيو ۽ حضرت ابوصالح واٽ تان ئي موٽي ساڳي رات ۾ ساڻس مليو.

[6]

ڪـري قـول قـابو ٿيـو، پــوءِ پڇــي ڇـڏيائين پــر،
جوڳــي پنهنجــي جــان ڪــي، هــو وڪوڙيــو منجهــہ ور،
تــڏهن چلــي چڪــوا آيـــا، ڪــري پکاٽــائي پــر،
ڏســي حـــال حيوانـــن جـــا، ڏڪــي ويــس ڏنـــگر،
پــوءِ رمــي ســو رهبــر، درس وســيو اچــي در تــي.

جوڳي = ابوصالح. چڪوا = ٻہ ملائڪ پکين
جـــي صـــورت ۾. حيـــوان = پکـــي.
ڏنگر = عضوا.

مراد: حضرت ابوصالح نڪاح بعد واپس وريو تہ گس تي ٻہ پکي وڙهندي ۽ پرچندي ڏنائين جن کي ڏسي پنهنجي غلطي ياد آيس ۽ واپس اچي پنهنجي زال وٽ رهيو.

[7]

ســـوڍي ســـهي ڪئـــي، هـــي حقيقـــت ســـاري،
واپــس موٽيــو پوئتــي، هنيــائين طــاق تــي تــاڙي،
انــدران هــي آواز ٿيــو، تــون ڪيــر هٽيــن تــو تــاڙي،
آءُ تــہ آهيـــان ســـوڍو، هـــيءَ منهنجـــي آهــي مـــاڙي،
چــي: هوڪــو ڏئــي حق جــو، تــون خلــق ســٽائج ســاري،
تنهــان پــوءِ مومــل موچــاري، گولــي گــذاري خــوش تــي.

سوڍو = حضرت ابوصالح. مومل = حضرت ابوصـالح
جي بيبي.

مراد: حضرت ابوصالح جڏهن واپس پنهنجي بيبي صاحبہ وٽ آيو تڏهن

هن کيس در نہ لاٿو پر کيس چيائين تہ آءُ تنهنجي ٻانهي آهيان پر جيستائين ٻين کي پنهنجي اچڻ جو توهان نہ ٻڌايو آهي تيستائين در نہ لاهينديس.

[8]

ڪَــهي آيــو ڪــاڪ متــي، رات اديــون! راڻـــو،
مومـــل مينـــڌري ســـان ڪيـــو، رُســـڻ رامـــاڻو،
تـــيءُ ســـوڍا ســـياڻو، رَهـــ اجـــا اتـــي راتـــڙي.

راڻو = ابوصالح. مومل = ابوصالح جي بيبي.

مراد: حضرت ابوصالح پڪين جو نظارو ڏسي موٽي پنهنجي گهر آيو ۽ سندس زال بيبي صاحبہ کيس چيو تہ تيستائين ٻاهر رهہ جيستائين اچڻ جو احوال ٻين کي نہ ٻڌايو اٿئي.

[9]

ڪُـــويلو "ڪمـــال" چئـــي، آئيـــن ڪـــانڌ ڪـــهي،
ڪـــوڙ قنـــاتون ڪـــاڪ تـــي، راڻـــا! رات رهـــي،
تہ مـاڻهو هــن محـلات جـا، توکــي ســوڍا ڪــن ســهي،
ويـــڙي ڳالهـــ وهـــي، هـــاٽي وِڪـــر پيـــو آن ولهـــا!

ڪـانڌ = حضـرت ابوصـالح ڏانهـن اشـارو.
قنـــاتون ڪـــوڙڻ = وڪـــون ڪٽـــڻ.
راڻـــو = ابوصـــالح. ڪـــاڪ = مســـجد.
سوڍو = ابوصالح.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[10]

درس رســـيو اچـــي در تـــي، آيـــس آوازو،
موتـــي آئيـــن مينـــڌرا، چـــڏي مورئـــون مجـــازو،
ڏســـي دانهـــ دروازو، ســـو ميـــر گهڙيـــو محـــلات ۾.

مينڌرو = ابوصالح.

مراد: حضرت ابوصالح پنهنجي اچڻ جو اطلاع ڪري پوءِ بيبي صاحبہ وٽ آيو ۽ هن کيس آذر ڀاءُ ڪري گهر ۾ اچڻ ڏنو.

[11]

هوڪو ڏنائين حق جو، سٽيو خلق ساري،
لطف اُنو حق جو، تي سا رات پلاري،
تنهان پوءِ مومل ويچاري، گولي تي گذاريو.

مومل = ابوصالح جي بيبي.

مراد: حضرت ابوصالح جي بيبي پارسائيءَ جي انتها ڪري پنهنجي مڙس کي صحيح رستو ٻڌايو ۽ الله تعاليٰ جو اُن تي ايڏو ڪرم ٿيو جو ان رات سندس پيٽ ۾ سيد عبدالقادر جيلاني سرجيو. انهي ڪري اها رات پُلاري ٿي.

## حضرت عبدالقادر جيلانيءَ جو ننڍپڻ

چون ٿا ته حضرت شيخ عبدالقادر جڏهن پڙهڻ جي عمر کي پهتو تڏهن سندس والده کيس بغداد ڏانهن واٽ خرچ لاءِ چاليهه سونيون مهرون ڏئي موڪليو ۽ اهي مهرون سندس ڪڙتي ۾ سبي ڇڏيائين. وڃڻ وقت کيس نصيحت ڪيائين ته پٽ! ڪوڙ ڪڏهن به نه ڳالهائج هو جڏهن پنهنجي ڳوٺ کان ٻاهر نڪتو ته بغداد ڏانهن هڪڙو قافلو ويندي ڏنائين سو پاڻ ان قافلي سان گڏجي هليو. رستي ۾ اوچتو ڪن چورن اچي قافلي کي لٽيو. جڏهن چور قافلو لٽي واندا ٿيا تڏهن هن ننڍڙي ٻار کان دهشت سان پڇيائون ته تو وٽ ڇا آهي؟ هن يڪدم پنهنجي ڪوٽ ۾ جنهن هنڌ مهرون سبيل هيون، ان ڏانهن اشارو ڪري چيو ته اجهي هي مهرون مون وٽ آهن. چورن ڏٺو ته هن اهو سچ ڳالهايو آهي. تڏهن عجب ۾ پئجي ڪانئس پڇيائون ته تو هَڙ جي ڦرجڻ جو ڊپ نه ڪري ڪيئن سچ ڳالهايو؟ تڏهن جواب ڏنائين ته مون کي ماءُ جي هدايت آهي ته ڪنهن به حالت ۾ سچ ڳالهائج. انهيءَ ڪري مون سچي ڳالهه ڪئي آهي. چور ان ڳالهه کان ايترو ته متاثر ٿيا جو آئنده چوري ۽ ڦر جو ڌنڌو ڪرڻ کان توبهه ڪيائون. چون ٿا ته اهي ساڳيا چور ڪانئس هدايت وٺي گهڻو نيڪ ٿيا.

مراد: مٿئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[12]

ڪودڪ هليو قافلي ساڻ، وينجهر وني واٽ،
لٽيرا لڙي آئيا، احمق ڪري اچاٽ،

بيوقوفـي جـي بهـادريءَ جــو، كــوڙي هنيـائون كــات،
صغيــر ســيني صفــائي جـــي، جــانب هنئـــي جــات،
”شـيرل“ قربـائتي كنــوات، لڱيــرن كـي لال كيـــو.
(شيرمحمد گبول)

كــودك = حضـــرت شــيخ عبدالقـــادر.
وينجهـــر = حضـــرت شـيخ عبدالقـــادر.
احمـــق =چـــورن ڌانهـــن اشــــارو.
صغيـــر = حضـــرت شـــيخ عبدالقـــادر.
صفائي = سچي ڳالهه. جانب = حضرت شيخ
عبدالقادر.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

## حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني جو اخلاق

چون ٿا تہ هڪ پيري حضرت شيخ عبدالقادر هڪ واٽهڙو سان گڏجي هڪ مسجد ۾ اچي ترسيو. واٽهڙو مسجد ۾ پاخانو ڪري هليو ويـو. صبح جـو مسجد جو امام آيو تہ مسجد ۾ گند ڏسي حضرت عبدالقادر کي گهٽ وڌ ڳالهايائين ۽ کيس ڌڪ هڻڻ لڳو. هن کيس حقيقت ٻڌائي مگر اُن تان پاڻ وڌيڪ ڪاوڙ لڳيس ۽ حضرت عبدالقادر کي مسجد مان ڌڪي ڪڍيائين. چون ٿا تہ هن خواب ۾ آواز ٻڌو تہ اهو اسان جو پيارو شيخ عبدالقادر آهي. پوءِ اُن پيش امام، شيخ عبدالقادر کي ڳولي وڃي هٿ ڪيو ۽ ڪانئس فيض ورتائين.

مراد: مٿئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[13]

جــانب نڪتــو آهــي جــُـوءِ مــان، رمــي تــي راهـــ،
بيـــو ســـاڻس گـــڏيو، بيگـــانو تنهـــن پـــراءَ،
پـــوءِ جـــڏي ڪـــم جـــڏو ڪـــري، رمـــي ورتـــي راهـــ،
تهمتـــي تـــاب ڪـــري، اچـــي ويـــر ســـان ڪيـــو وڙاهـــ،
اهـــڙو رب الله، جـــو مطلـــب مدعـــي جـــا تيـــا.

جــانب = حضـــرت عبدالقـــادر. راهـــ = بغـــداد.
بيـــو، بيگـــانو = واٽهـــڙو. جـــڏو = واٽهـــڙو.

جڏو ڪم ڪرڻ = گندگي ڪرڻ. تهمتي = ملان.
وير = حضرت شيخ عبدالقادر. مدعي = ملان.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

## حضرت شيخ عبدالقادر جي ڪرامت

چون ٿا تہ هڪ دفعي هڪ مائي پنهنجي پٽ کي پرڻائڻ لاءِ درياءَ جي پار ڄڃ وني وئي. شادي ڪري جڏهن ڄڃ موٽي. تڏهن مائي ماني ٽڪيءَ جي تياري ڪرڻ لاءِ اڳواٽ ئي موٽي اچي پنهنجي گهر پهتي. پنيان ڄڃ ٻيءَ ٻيڙيءَ ۾ چڙهي ٽي آئي. خدا جي قدرت سان جڏهن اُها ڄڃ واري ٻيڙي وچ سير ۾ آئي تہ وچي ڪُن ۾ پئي ۽ غرق ٿي وئي. مائيءَ کي جڏهن ڄڃ سوڌي ٻيڙي غرق ٿيڻ جي خبر پئي تڏهن روئڻ ۽ پٽڻ لڳي.

اُن مائيءَ کي روئندي پٽيندي ڪو وقت گذري ويو ۽ هوءَ رات ڏينهن درياءَ تي ان هنڌ پئي رڙندي هئي. هڪ ڏينهن حضرت شيخ عبدالقادر اتي اچي نڪتو مائيءَ کان روئڻ پٽڻ جو سبب پڇيائين. مائيءَ روئي سچي ڳالهہ ٻڌايس ۽ مدد لاءِ ان جي قدمن تي ڪِري پئي. چون ٿا تہ حضرت شيخ عبدالقادر الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ سوال ڪيو جو قبول پيو ۽ اها ٻڏل ٻيڙي پريان دهل وڄائيندي ڄاڃين سوڌي اتي اچي نڪتي. مائي خوش ٿي ۽ ڄڃ وني گهر پهتي.

مراد: متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[14]

هنگلاج هلڻ جا، سامين ڪيا سعيا،
ڇڏي هليا هتهين، مال مڏيون مايا،
گنگا متي گوڏڙيا، اُهي آديسي آيا،
لنگهي سير سنوان ٿيا، ٿيا سوڻ سجايا،
وري گنگا متي گوڏڙيا، اهي آديسي آيا،
پوءِ وير ورايا، مهل انهيءَ "موريو" چوي.

(موريو)

هنگلاج = درياءَ پار. سامي = ڄاڃي.
وير = حضرت شيخ عبدالقادر.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[15]

هـاريءَ كـي حـرص تيـو، كيتـيءَ جـو خـ ل،
يانـدي يـاروني پجـي پئـي، تنـي پئـي مالهـ،
كـِرئي تـ جنهـن كي ڏينهـن تيـا، سڙئي تـا سـال،
ڏس پلي جا پال، جنهـن پوک پچائي راس كئي.

هاري = مـائيءَ جي پٽ ڏانهن اشارو. كيتـي = شـادي.
ياندي، ياروني = بيڙي. پلو = حضرت شيخ عبدالقادر.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[16]

وَلـر لاءِ "وليـداد" چئـي، تـي كركـا كونـج كـري،
مـارئي مـارن لاءِ، تـي روئـي پـٽ پـري،
عمـر آيـس اوچتـو، پرتـان پيـر پـري،
رڙي ركيبـن لڳـي، ڳرهيـو منجهـ ڳـري،
پـوءِ سـائين سـببُ كـري، متيـن ميلـي مـارئي.
(وليداد)

ولـر = ڄـاڄي. كونـج = بـدي مـائي.
مارئي = ... مائي. عمر = حضرت شيخ عبدالقادر.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[17]

ڍڳـي رهـي ڍڻ، جنهـن جـو گـابو هـو گرنـار،
تـانءُ آويءَ وچ ۾، ڏوڏي پـورب پـار،
كـري ڏس ويچـار، تـ كيـر نـري پيـو تـانءُ ۾.

ڍڳـي = مـائيءَ ڏانهـن اشـارو.
گابو = مائيءَ جو پٽ. گرنار = درياءَ جو پيٽ.
تـانءُ = بيـڙي. آوي = دريـاءَ جـي سـير.
ڏوڏي = حضرت شيخ عبدالقـادر ڏي اشـارو.
كير = مائيءَ جي پٽ ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[18]

مــارئي ملــي مــائٽين، تـــي خوشـــيون كيـــل ڪـــري،
ونـــــي آئـــــي وڳــــر ڪـــــي، پنهنجـــــي دوس دري،
مڙيـــو ڏينـــس مبـــاركون، پهنواريـــون پيـــر پـــري،
وينـــي ڳـُــــڻ ڪــري، عمـــر جـــي انصـــاف جـــا.

مـــارئي = ٻـــيڙي. وڳـــر = ڇـــاجي.
عمر = حضرت شيخ عبدالقادر.

مراد: مائيءَ پنهنجي ٻڏل ٻيڙي ترندي ڏٺي تڏهن ڏاڍيون خوشيون ڪرڻ لڳي، جڏهن ڳوٺ جون زالون كيس مباركون ڏيڻ آيون تڏهن حضرت شيخ عبدالقادر جي ساراهه ڪرڻ لڳي.





# 2- شمس تبريز

چون ٿا تہ هڪڙي بادشاهہ کي هڪ سڪيلڏو پٽ هو. هن جو اُهو پٽ هڪ ڏينهن گذاري ويو. بادشاهہ کي پٽ مرڻ جو ڏاڍو افسوس ٿيو. هن پنهنجي ملڪ جي مُلن ۽ مولوين کي گهرائي حڪم ڏنو تہ اوهان سڀني ورهين جا ورهيہ عبادت ڪئي آهي ۽ وظيفا پڙهيا آهن، اڄ منهنجو پٽ مون کي ڪيئن بہ ڪري جيئرو ڪري ڏيو نہ تہ اوهان سڀني کي مارائي ڇڏيندس. ملان ۽ مولوي ويچارا اِها ڳالهہ ٻڌي ڏڪڻ لڳا. دل ۾ سوچيائون تہ اسان کي اهڙي طاقت ڪٿان آئي جو مُئل انسان کي جيئرو ڪري سگهون! نيٺ بادشاهہ جي ڊپ کان انڪار نہ ڪري سگهيا ۽ بادشاهہ کان ڪجهہ ڏينهن مهلت وٺي ڪنهن ڪامل وليءَ جي تلاش ۾ روانا ٿيا.

آخر هلندي هلندي اچي شمس تبريز وٽ پهتا ۽ اُن کي سموري حقيقت بيان ڪري ٻڌايائون ۽ ڪيس الله تعاليٰ جو واسطو وجهي چيائون تہ ڪيئن بہ ڪري اسان جي جان بچاءِ. تڏهن شمس تبريز هنن تي رحم ڪائي ان ڪم لاءِ تيار ٿيو. پر هلڻ کان اڳ، هنن کان واعدو ورتائين تہ جيڪڏهن بادشاهہ جو پٽ جيئرو ٿي پوي تہ اوهين مون کي ڪوبہ نقصان نہ پهچائيندا.

اهو واعدو وٺي شمس تبريز هنن سان گڏجي بادشاهہ وٽ آيو ۽ بادشاهہ جي پٽ جي لاش مٿان اچي بيٺو. پهرين ڇوڪري جي لاش مٿان چادر وڌائين ۽ پوءِ ڪٽ جي چوڌاري ڦري بہ دفعا "قم باذن الله" چيائين پر ڇوڪرو جيئرو نہ ٿيو. وري ٽيون دفعو ڇوڪري جي چوگرد ڦري "قم باذني" چيائين تہ ڇوڪرو ڪلمون پڙهي، اکيون کولي اُٿي ويٺو.

مُلن ۽ مولوين جو اهو لقاءُ ڏٺو تن شمس تبريز جي خلاف ڪفر جي فتويٰ ڏني. شمس تبريز کين ڪيل واعدو ياد ڏياريو پر هنن هڪ بہ نہ ٻڌيس ۽ فيصلو ڏنائون تہ هن جي کل لاٿي وڃي. اهو ٻڌي شمس تبريز چيو تہ جيڪڏهن اِها شريعت جي فتويٰ آهي تہ مون کي قبول آهي. ائين چئي پنهنجي کل پاڻهي پنهنجي هٿن سان لاهي ملن کي ڏنائين ۽ پاڻ پنهنجي آستاني تي موٽي آيو.

چون ٿا تہ شمس تبريز جي جڏهن کل لهرائي وئي تڏهن هن کي جسم ۾ ڪيئان پٺجي ويا پر هي صبر شڪر ۾ رهيو. هڪ ڏينهن هڪ ڪاسائيءَ شمس

تبريز کي ڪچو گوشت ٽڪر پچائي کائڻ لاءِ ڏنو. جڏهن شمس تبريز اهو گوشت ٽڪر ڪٽي هڪڙي نانوائيءَ وٽ ويو پر هن جي جسم ۾ بانس هئڻ سبب هن کي ويجهو اچڻ ئي نہ ڏي. تڏهن لاچار هن سج کي اِشارو ڪري چيو تہ اي شمس! تون بہ شمس آئِ بہ شمس، هيٺ لهي اچ تہ تنهنجي گرميءَ تي هي گوشت ٽڪر پچايان. اهو ٻڌي سج يڪدم هيٺ لهي آيو. سج هيٺ اچڻ سبب گرمي زور تي وئي. ماڻهو اَلامان پڪاريندا سڌو شمس تبريز وٽ آيا ۽ دانهون ڪرڻ لڳا. نيٺ ملتان جي غوث بهاءُ الحق جي چوڻ تي شمس تبريز سج کي واپس وڃڻ جو اشارو ڏنو ۽ سج وڃي پنهنجي جاءِ تي بيٺو.

چون ٿا تہ شمس تبريز جي ڪل لٿي تہ سندس بُت ۾ ڪيئان پئجي ويا، بت کي ڪا ٻوٽي هٿندو هو. جڏهن وٽس شيخ بهاؤالدين آيو تڏهن هن شمس تبريز کان فيض جي وٽ گهري، جنهن ان ٻوٽيءَ مان ڪٽي ڪجهہ ڏنس جا هو بيدليو تي ڪٽي موٽيو. پر جڏهن خبر پيس تہ شمس تبريز سندس ٻانهيءَ کي رت لڳل پهراڻ ڌوئڻ لاءِ ڏنو ۽ اُن اهو چکيو تہ فيض واري ٿي وئي تڏهن ڏاڍي ويچار ۾ پئجي ويو.

مراد: متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

سامي هو سياڻو، پر ڪنهن ڦڪل ڦاساڻو،
ونئي هليا وير کي، مڙين ڪيو مانداڻو،
جوڳين ڪيو جاڳاڻو، ساميءَ جي سر تي.

سامي = شمس تبريز. جوڳي = ملان ۽ مولوي.

مراد: ملان ۽ مولوي شمس تبريز کي واعدو ڏئي بادشاهہ جي مئل پٽ کي جيئري ڪرڻ لاءِ ونئي آيا.

[2]

ساميءَ جي سر تي، آئي پُل پري،
هي غير سندي گودڙي، ڌرتيءَ تي بہ ڌري،
پوءِ لٿي پل پري، ساميءَ جي سر تؤن.

سامي = شمس تبريز. گودڙي = کل.
پري = کل.

مراد: جڏهن بادشاهه جو پٽ جيئرو ٿيو تہ ملن ۽ مولوين شمس تبريز تي فتويٰ ڏني تہ هن جي کل لهرائجي. پر شمس تبريز پاڻ پنهنجي کل لاهي ڏئي ڇڏين.

[3]

راڻو آيو راڄ ۾، ڪنهن آندو آ امير،
ساوا وڻ سڪي ويا، سڙي ويا سرير،
خلقت پيتو ڪير، جڏهن راڻو موٽي ويو راڄ مان.

راڻو = سج. راڄ = ملتان شهر.
امير = شمس تبريز.

مراد: ڪاسائيءَ شمس تبريز کي گوشت جو ٽڪر ڏنو. هو اُهو نانوائيءَ وٽ پچائڻ لاءِ کڻي ويو. پر هو سندس بدن جي بانس سبب ڪيس ويجهو اچڻ نہ ڏنو. تڏهن شمس تبريز گوشت پچائڻ لاءِ سج کي سڏيو تہ واءِ ويلا ٿي وئي. نيٺ ماڻهن جي دانهن تي شمس تبريز سج کي واپس اُماڻيو تڏهن ماڻهن کي آرام آيو.

[4]

ڦٿيءَ دل فقير، درد منجهاروُن دانهہ ڪئي،
آندو مانجهي مسافر کي، حڪم ساڻ حمير،
سڙيا تنهنجي سوز ۾، سوين لک سرير،
ٿورو لائج ٿر تي، ڪر احساني تہ امير،
ڏئينس موڪل "موريو" چوي، تہ وڃي وطن پنهنجي وير،
پوءِ عالم پيتا ڪير، جڏهن ڪئي هئي ستاري سومري.
(موريو)

فقير = شمس تبريز. مانجهي،
مسافر = سج. امير = شمس تبريز.
وطن = آسمان. سومرو = شمس تبريز.

مراد: سج جي هيٺ اچڻ تي ماڻهن ۾ روج ۽ راڙو ٿيو. جڏهن شمس تبريز سج کي واپس اماڻيو تڏهن ماڻهن کي آرام آيو.

[5]

رڙهي آيو راءُ ڏي، ونئي سوالي سوال،
هن پي بدليو دان ورتو، پر هن ڪيس پلائي پال،
پوءِ ڪڙو ڪيائين خيال، جڏهن مهل ويس "موريو" چوي.
(موريو)

آيو = غوث بهاءُ الحق ڏانهن اشارو.
راڻ = شمس تبريز. هن = غوث ڏانهن اشارو.
ڪيائين = غوث ڏانهن اشارو.

مراد: جڏهن سج جي گرميءَ کان ماڻهو بيزار ٿيا تڏهن غوث بهاءَ الحق بہ شمس تبريز کي ماڻهن جي پاران عرض ڪيو. شمس تبريز سج کي واپس ڪيو. ان بعد غوث ڪانئس فيض جي وٺ گهري. شمس تبريز جيڪا ٻوٽي ٻت کي هٽندو هو اها ڪٽي ڏنائينس جا هو بيدليو ٽي وٺي روانو ٿيو.

[6]

اڻ گهريو اٽڄاڻ سان، سائين ڪيو تہ سبب،
پليتيءَ مون پاڪ ٿي، ٿيو منڌ سندو مطلب،
پوءِ ٿيو عالم کي عجب، مهل انهيءَ "موريو" چوي.
(موريو)

اٽڄاڻ = غوث بهاءُ الحق جي ٻانهيءَ ڏانهن اشارو.
سائين = الله تعاليٰ. پليتي = جبي کي
لڳل رت جي داغ ڏانهن اشارو. منڌ = ٻانهي.
عالم = ملتان جا ماڻهو.

مراد: شمس تبريز، غوث بهاءُ الحق جي ٻانهيءَ کي پنهنجو جبو صاف ڪرڻ لاءِ ڏنو، جنهن هڪڙي داغ کي وات سان صاف ڪيو تہ فيض واري ٿي. ان ڳالهہ جو نہ رڳو غوث کي پر سڄي ملتان کي عجب ٿيو.





# 3- شاهہ عبداللطيف ڀٽائيؒ

چون ٿا تہ شاهہ عبداللطيف ڀٽائيؒ جيسلمير ۾ پنهنجي هڪڙي مريد وٽ وڃي ترسيو جنهن جي زال حسن واري ۽ الله پاڪ جي نيڪ ٻانهي هئي. اتي هڪ شاهوڪار رهندو هو. جو پنهنجي ملڪيت جي زور تي چاهيندو هو تہ ڪنهن بہ طرح انهيءَ عورت کي هٿ ڪريان. مگر مائي اُن شاهوڪار ڏانهن ڪوبہ ڌيان نہ ڏيندي هئي. جڏهن مرشد اچي ترسيو تہ سندن حالت اها هئي جو وٽن اَن جو ڪڻو بہ ڪونہ هو، جو مرشد کي رب جو ڍُڪ ڪٽي پيارين. نيٺ زال پنهنجي مڙس کي ڪنڌ پاسيرو ڪري، ساڻس حال اوريو تہ فلاڻو شاهوڪار مون کي ڪيترن ڏينهن کان پيو ڇڪي، منهنجي صلاح آهي تہ آءٌ ههڙي مشڪل حال ۾ اُن وٽ لنگهي وڃان. مڙس بہ ٻي ڪا واهہ نہ ڏسي زال جي صلاح کي پسند ڪيو ۽ ڪيس موڪل ڏنائين. مائي شاهوڪار وٽ لنگهي وئي، شاهوڪار پڇيس تہ هيترا سارا ڏينهن مون پٺي توکي ستايو، تہ تو مون ڏانهن اک کڻي بہ نتي نهاريو. مگر اڄ توکي ڪهڙو خيال آيو. جو مون وٽ لنگهي آئي آهين؟ ان تي مائيءَ چيو تہ اڄ مون وٽ مرشد آيو آهي. اُن لاءِ گهر ۾ ڪجهہ بہ ڪونہ آهي ۽ پنهنجي مرشد جي صدقي آءٌ هلي آئي آهيان ۽ مون کي ڪوبہ خطرو ڪونهي. شاهوڪار اها ڳالهہ ٻڌي شرمسار ٿي مائيءَ جي پيرن تي ڪري پيو ۽ کيس پيڻ ڪوني، جيڪي ڪجهہ مائيءَ کي گهربو هو سو ڏئي کيس روانو ڪيائين. شاهہ صاحب انهيءَ ڳالهہ تي بيت چيو آهي، جو هيٺ ڏجي ٿو:

[1]

تن جيسلميرياڻين جس، جي الله ڪارڻ لنديون،
اَلائي ڪان ”عبداللطيف“ چئي، ڪانہ لڳنديون ڪس،
هٿ بہ رهايئون رَس، هُٿ بہ مليون هوت کي.

(رسالو)

هٿ = شاهوڪار وٽ. هٿ = مرشد وٽ.
هوت = مرشد.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.



# ياڱو چوٿون

قدرت

## [ڏٺيءَ سڳوري جي قدرت جا معجزا]



## 1- عزازيل

چون ٿا ته الله تعاليٰ هڪ دفعي ملائڪن کي چيو ته ملائڪو! سگهوئي توهان مان ڪنهن هڪ مَلائڪ تي لعنت ايندي. اهو فرمان ٻڌي سيئي ملائڪ خوف ۾ ڪنبڻ لڳا. آخر مڙئي گڏجي هڪڙي وڏي مَلائڪ عزازيل وٽ آيا ۽ کيس چيائون ته هل ته گڏجي خدا تعاليٰ کان ڇوٽڪاري جي دعا گهرون ۽ توبهه تائب ٿيون پر عزازيل نه ويو ۽ بين سيني دربار الاهي ۾ سجدا ڪيا.

سگهوئي الله تعاليٰ حضرت آدم عليه السلام خلقيو ۽ ملائڪن کي سجدي ڪرڻ جو حڪم ڪيو. ٻين حڪم جي تعميل ڪئي پر عزازيل تڪبر ڪري حضرت آدم عليه السلام کي سجدو نه ڪيو ۽ چيائين ته توکي ڇڏي، هن خاڪيءَ کي اسين ناري ڪيئن سجدو ڪريون. انهيءَ نافرمانيءَ سبب الله تعاليٰ اُن تي ناراض ٿيو ۽ کيس آسمان تان تڙايو.

چون ٿا ته جڏهن عزازيل تڙيو تڏهن الله تعاليٰ کي عرض ڪيائين ته مون ٻاڙيءَ ٻاڙيءَ زمين تي توکي سجدو ڪيو آهي، پوءِ اُن جو بدلو مون کي اهو تو ملي جو اڄ تڙجڻ جو حڪم مليو اٿم. تڏهن الله تعاليٰ فرمايو ته تون ڪيئن ٿو چئين ته تو سجدا ڪيا آهن، اُن جو شاهد ڪير آهي؟ عزازيل چيو ته منهنجي سجدن جي شاهد ذرتي آهي. حڪم ٿيس ته ذرتيءَ کان پڇي اچ. قدرت کي ته هن جو تڪبر پسند نه هو، سو هي جڏهن ذرتيءَ کان پڇڻ لاءِ ويو ته ذرتي جا طبق ئي ڦري ويا. هينيان طبق مٿي تي ويا ۽ مٿيان هيٺ. پوءِ جڏهن عزازيل ذرتي کان پڇيو، تڏهن ذرتيءَ خدا جي پاڪ ذات جو قسم کڻي چيو ته مون کي هن جي عبادت جي ڪابه خبر نه آهي. اهو جواب ٻڌي هو لاجواب ٿي ويو.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

چڙهـي ڏائـي ڏار تـي، ڪـانگل ڪالهہ ڪـَـهيو،
سـيني سـرتن هـٿ مـان، پـَـهو پـٽ پـِـيو،
ڪـِـلي اٿ ڪنيـو، ويچـارن ورونهہ جـو.

ڪانگل = الله تعاليٰ جي حڪم ڏانهن اشارو.
سرتا = ملائڪ. ارٿ = ذڪر الاهي.

مراد: الله تعاليٰ جو حڪم ٻڌي ملائڪ خوف ۾ ڪنبيا ۽ سجدي ۾ ڪري سندس ذڪر ڪيائون.

[2]

پنهنجي عورت ڪان "علي شير" چئي، نڪري ويو نانگو،
پاڻ وجائي پاسي ڪري، ڪيائين سهڻن جو سانگو،
قادر هـن جـي قبـول ڪئـي، هنيـو دعـا وارو دانگـو،
جيڪو موليٰ جو هو مانگو، سو نار وني نڪري ويو.
(علي شير جاگيراڻي)

عـورت = اميـد. نـانگو = عزازيـل.
سهڻا = ٻيا ملائڪ. دانگو = ٻين لاءِ دعا.

مراد: عزازيل الله تعاليٰ جو حڪم نہ مڃيو ۽ تڪبر ڪيائين تہ اسين ناري هن خاڪي ۽ حضرت آدم عليہ السلام کي ڪيئن سجدو ڪريون؟ انهيءَ نافرماني سبب الله تعاليٰ جي بخشش ڪان وانجهو رهيو.

[3]

ڏنـو جـو ڏيـاچ، سـو سـورٺ سـُـرهو نـہ ڪيـو،
ڪيرتـا ڪنبـي ويـا، ڪوماڻـا ڪـُـماچ،
ڪاجـا لڳـي واچ، تنهـن موهيـو مڱڻهـار کـي.
(رسالو)

ڏيـاچ = عزازيـل، سـورٺ = زميـن.
ڪيرتـا ۽ ڪمـاچ = زميـن جـا طبـق.
واچ = الله تعاليٰ جي رضا. مڱڻهار = پٽ.

مراد: الله تعاليٰ جڏهن عزازيل کي تڙيو، تڏهن عرض ڪيائين تہ مون

تنهنجي هيڏي عبادت ڪئي آهي تنهن جو اهو بدلو مون کي مليو آهي. الله تعاليٰ فرمايس تہ ان جو شاهد ڪير آهي؟ چيائين تہ ڌرتي. وري حڪم ٿيو تہ حاضر ڪر ڌرتيءَ کي جنهن تي تو سجدا ڪيا آهن. عزازيل ڌرتيءَ کي حاضر ڪرڻ لاءِ ويو، تہ الله تعاليٰ جي رضا موجب ڌرتيءَ جا طبق مٿجي ويا. هيٺانهان مٿي اچي ويا ۽ مٿانهان هيٺ هليا ويا هئا. عزازيل ڌرتي حاضر ڪئي، جنهن قسم کڻي چيو تہ مون کي هن جي عبادت جي ڪابہ خبر نہ آهي.

[2]

آءُ سامونڊي سنبهي، سوڏو جهل سڪاڻ،
لڳي واءُ وڏاندزو، تون متو جهل مهراڻ،
جني ڄاتو پاڻ، ٿيا تڙ توائي تن جا.

(رسالو)

پاڻ = عزازيل ڏانهن اشارو.
ٿيا تڙ توائي تن جا = عزازيل جي عبادت ڏانهن اشارو.

مراد: عزازيل الله تعاليٰ جي نافرماني ڪري پنهنجي عبادتن جو ثواب بہ وڃائي ڇڏيو.





# 2- هارُوت ۽ مارُوت

هارُوت ۽ مارُوت ٻہ ملائڪ هئا جن الله تعاليٰ کي عرض ڪيو تہ انسان الاجي ڇو گمراهہ ٿيا آهن. جڏهن تنهنجو جلال بہ ڄاڻن ٿا. باري تعاليٰ فرمايو تہ اتي هنن کي وڏي آزمائش مان اڪرڻو ٿو پوي. پوءِ ڪيترائي ان ۾ غلط راهہ وٺن ٿا. پر ملائڪن چيو تہ جيڪڏهن اسان کي انساني خواهشون ڏنيون وڃن تہ اسين تنهنجي حڪمن تي قائم ويندا سون. پوءِ هو الله تعاليٰ جي حڪم سان انساني خواهشن سان ڌرتيءَ تي آيا تہ شراب پيتائون، بدي ڪيائون ۽ پاڻ ۾ وڙهيا. جڏهن نشو لٿن تڏهن الله تعاليٰ کي ٻاڏائي عرض ڪيائون تہ: اسان نہ سمجهيو هو، برابر هن دنيا جو امتحان ڏکيو آهي. اسين ڪري پيا آهيون. اُتي جي سزا جي عيوض اسان کي هتي سزا ملي. چون ٿا تہ اُهي ملائڪ ڏينهن قيامت تائين بابل جي اونداهي کوهہ ۾ لڙڪيا پيا هوندا.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

سنياسي سيئي، جيڪي آدم کان اڳي هئا،
اوريان اورين عام سان، پريان پريئي،
دُرس ولايت دين جي، تنين کوئن ويئي،
آديسي اُهيئي جيڪي ملڪن ۾ مشهور ٿيا.

سنياسي = هاروت ۽ ماروت ٻہ ملائڪ.
تنين = هاروت ۽ ماروت ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[2]

ٻڪر ٻاٻاڻن جا، ٻڌا ٻاڪارين،
ڪريو مهاڙ مليرَ ڏي، ٿا سائين سنيارين،
تن کي ٿا سارين، جن هيرايا هنجن تي.

بڪر = هاروت ۽ ماروت. باٻاڻا = ملڪوتي عالم.
مليــر = عــرش عظيــم. ســائين = الله تعــاليٰ.
تن = بين ملائڪن ڏانهن اشارو.

مراد: هاروت ۽ ماروت ملڪوتي عالم ان انساني خواهشن سان دنيا ۾ اچي بيحڙن ڪرتوتن جي سزا پاتي ۽ پنهنجي اصلي مڪان وڃڻ لاءِ واجهائيندا وتن.



# 3- اصحاب ڪهف

دقيانوس بادشاهه بت پرست هو. هو پنهنجي رعيت تي بہ بتن ۽ پنهنجي پوڄا لاءِ زور رکندو هو. ان جي وقت ۾ سندس ڇهہ نوڪر جي هر وقت سندس خدمت ڪندا هئا، سي ان جي خلاف تي، بتن جي ۽ سندس پوڄا کان انڪار ڪري اٿي هليا. ساڻن ”قطمير“ نالي هڪ ڪتو بہ گڏ هو. هلندي هلندي رستي تي کين هڪ ڏنار مليو، جنهن کانئن خبر چار ورتي. حقيقت ٻڌي هو پاڻ بہ انهن سان گڏجي هلڻ لڳو ۽ سڀ ٿي ”ڪهف“ نالي جبل تي اچي پهتا ۽ ان جي غار ۾ گهڙي الله تعاليٰ جي عبادت ڪندا رهيا. عبادت ڪندي کين اهڙي ننڊ آئي جو ڇهين مهيني پاسو بدلائيندا رهيا. ائين ڪيئي ورهيہ گذري ويا تان جو دقيانوس جي بادشاهي بہ ختم ٿي وئي.

چون ٿا تہ دقيانوس کي نوڪرن زور پئي ڏنا تہ ان جي مٿان اوچتو هڪڙو ڪئو اچي ڪريو. دقيانوس ”الله“ چئي ڇرڪ ڀري اٿي ويهي رهيو. انهيءَ تي انهن خذمتگارن خيال ڪيو تہ هي پاڻ الله جو نالو پيو وٺي، سو پاڻ الله نہ آهي، تنهنڪري دقيانوس وٽان ڀڄي ڪنهن جبل جي غار ۾ اچي الله تعاليٰ جي عبادت ڪرڻ لڳا. الله تعاليٰ انهن جي عبادت قبول فرمائي ۽ اهي قيامت ۾ بهشت حاصل ڪندا.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

سيئي هليا ”سولنگي“ چئي، پسي سو پيوند،
ڇڏي ڀڄر پيوند جي، هنن ٻيو راهہ ورتو رند،
نڪي ڏنائون الله اکين سان، نڪي مڃيائون محمد،
پوءِ هادي تن جو هنڌ، بيشڪ جوڙيو بهشت ۾.
(سولنگي)

سيئي = اصحاب ڪهف ۽ سندن ڪتو.
پيوند = دقيانوس بادشاهه.

مراد: دقيانوس جا ڇهہ خذمتگار ۽ هڪ ڪتو ان کي ڇڏي ڪهف جبل جي غار ۾ وڃي الله تعاليٰ جي عبادت ۾ مشغول ٿيا. انهن جيتوڻيڪ الله

تعاليٰ اڪين سان نہ ڏنو هو ۽ نڪي حضرت محمدﷺ کي مڃيو هو پر اهي عبادت ۽ زهد جي سبب الله تعاليٰ وٽ مقبول ٿيا.

[2]

ساراهيان سچو ڏڻي، صاحب رب سندر،
اهو هو مڄ ميريو ملڪ ۾، اڇي مواسيو مانگر،
اهي مير رهيا ٿي مياڻ ۾، سي بہ ڪامل هئا ڪوندر،
جوش انهيءَ مان ”جاڙو“ چئي، هي جنبي گهڙيا جر،
ڪلاڇيءَ جي ڪن تي، تين نالا نيشانبر،
آهي عام خبر، انهن ملاحن جي ”مري“ چئي.

(جاڙو خان مري)

مڄ = دقيانوس ڪافر. مير = خدمتگار.
مياڻ = دقيانوس جي محلات.
ڪلاڇي جو ڪن = ڪهف جبل جو غار.
ملاح = خدمتگار.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[3]

ڪيچين تنهن قرب مان، ڪيون تي رهاڻيون ۽ رس،
ڏمر جي ڏير ويا، ڪري پنيورئون ئي بس،
سنگت تنهن سات سان، گام ورتائون گس،
جبل ۾ ”جاڙو“ چئي، ويا لنگهي ليڙا لس،
اجا ڏور پون تا ڏس، انهن مهرين جا ”مري“ چئي.

(جاڙو خان مري)

ڪيچني = دقيانوس جا خدمتگار.
ڏير = خدمتگار. پنيور = دقيانوس جو شهر.
ليڙا = خدمتگار.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[4]

جوڳي يوڳي ڪاپڙي، اُهي جوڳي تا جاڳن،
پيٽ پليا هوئون پنهنجا، تيسا ڏيئي تن،

بــک مرنــدي بکيــا، کنهــن کــوُن کيــن گهــرن،
ڦکـــي فقيـــرن، منـــي ڳـــذي آ مــــاٺ جـــي.

ڪاپڙي = اصحاب ڪهف. ماٺ = نندٻ.

مراد: اصحاب ڪهف جيئن غار ۾ گهڙيا تيئن ڪنهن بہ شيءِ جي طلب نہ ڪيائون ۽ عبادت ڪندي گذاريائون، نيٺ نندٻ اچي وين.

[5]

وينـــي وڻيـــائون، اوبينـــدي اٽــــي ويـــا،
جنهـــن در جـــو هئــن آســرو، ســودر ڻــي مٿيـــائون،
هــت بـــہ ڪٽيـــائون، هـــُــت بـــہ گــڏيا هــوت ڪــي.

اوبينــدي اٽــڻ = زورن ڏينــدي هليــو وجــڻ.
سو در = دقيــانوس واري وقت ڏانهـن اشــارو.
هوت = خدا پاڪ.

مـراد: دقيـانوس پاڻ ڪي خدا چوائـي عبـادت ڪرائينـدو هـو، هـن جـي خدمتگارن ڏٺو تہ هن ڪئي ڪرڻ سان الله جو نالو ورتو تڏهن سمجهيـائون تـہ هي اسان جو الله نہ آهي پر اهو ڪو بيو آهي. تنهنڪري هـن ڪي ڇڏي الله تعاليٰ جي عبادت ڪرڻ لاءِ ڪا جاءِ هٿ ڪرڻ لاءِ ٻنڌ پيا ۽ ڪهف جبل جي غار ۾ وجي عبادت ڪندا رهيا. عبادت ڪندي ڻي ڪين نندٻ اچي وئي ۽ الله تعاليٰ وٽ مقبول ٿيا.

[6]

جوڳـــي هـــن جهـــان ۾، ســـامي ســـت هئـــا،
نـــہ هئـــا محڪـــم ديـــن تـــي، ســـاري لـــوڪ ســـئا،
هنـدوءَ پاســي هئــا، اُهــي ڇيــري، ڇراٽيــا ڪينڪــي.
(علیم فقير مگريو)

جوڳي، سامي = ڇهہ اصحاب ۽ ستون ڪتو.
هندو = دقيانوس ڪافر.

مراد: اصحاب ڪهف دقيـانوس ڪي ڇڏي سچي الله تعـاليٰ جي عبـادت ڪري دوزخ جي باھ کان بچي ويا.

[7]

جوڳـــي هـــن جهـــان ۾، هئـــا ســـت ڄڻـــا ســـامي،
نڪـــي نـــوِيـــا نمـــاز جـــي، نڪـــي جوڙيـــائون جـــامعي،
وجـــي تيـــا آرامـــــي، بهشـــــت ۾ ”بـــــلاول“ چئـــــي.

(بلاول)

جوڳي = دقيانوس جا ڇهه ماڻهو ۽ ستون ڪتو.

مراد : ڏسو متيون ڏنل بيان.



# 4- بخت نصر

بابل شهر جي هڪڙي بادشاهه "جام" نالي هڪ سهڻي عورت بنا نڪاح پاڻ وٽ ويهاري، جنهن کي هڪڙو حرامي ٻار ڄائو. عورت خواريءَ کان اهو ٻار هڪڙي ٻت "نصر" نالي جي اڳيان ڇڏي هلي وئي. خدا تعاليٰ جي قدرت سان هڪڙي ڪتي اچي هن کي کير ذارائي ويندي هئي. اتي هو پئي وڏو ٿيو. ماءُ ٻارهين مهينن بعد ان جو سماءُ لڌو. جڏهن کيس معلوم ٿيو ته ڪتيءَ جي کير تي نپنو آهي تڏهن اتان کڻي گهر آئي. جڏهن وڏو ٿيو ته اهڙو طاقت وارو ٿيو جو ڪوبه ساڻس مٿ نه پئجي سگهندو هو. ان وقت بني اسرائيل قوم حضرت ارمياءَ نبيءَ کي تنگ ڪيو هو. حضرت ارمياءَ کي الله تعاليٰ وٽان پيغام پهتو ته بني اسرائيل قوم لاءِ بخت نصر کي بادشاهه ٿيڻ جي آچ ڪر ۽ ڪانئس مدد وٺ. انهيءَ حڪم سان نصر، بني اسرائيل قوم جو بادشاهه ٿيو. جڏهن تخت تي وينو تڏهن ڪيترا ملڪ هٿ ڪيائين ۽ انهيءَ لالچ ۾ بيت المقدس تي ڪاهي ويو، جتي ڦرلٽ ڪري ڪيتري دولت هٿ ڪيائين.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[1]

وٺــو راهـــ رسـول جـي، ويـو آتـــو ســچ ٻڌائـــي ســـرور،
مـــدد تنهـــن مغـــل کـــي، ڏنـــي هئـــي پـــاڻ ڏڻـــي پـــرور،
آلاديـــن تنهـــن دودي تـــي، هليـــو لاءُ وٺـــي لشـــڪر،
اَها ٻـاگهي آئيندس "ٻروچ" چئي، جا آهي نـالي نشـانبر،
ڪـري هليـو تڪبـر، موٽيـو ٿـي ڪيـن "مـري" چئـي.

(احـمد خان مري)

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.







# 5- ملائڪ اِسرافيل ۽ عزرائيل

قيامت وقت صُور ڦوڪڻ جو ڪم ملائڪ اسرافيل جي حوالي آهي، هو الله تعاليٰ جي حڪم جي انتظار ۾ ايتري قدر تيار بيٺو آهي، جو اک ٻه نٽو ڇنڀي ته متان صور ڦوڪڻ جو اِشارو ٿئي ۽ آءٌ اک ڇنڀڻ سبب ڏسي نه سگهان ۽ ڇون ته هر وقت پيو روئي ته متان مون کان حڪم جي تعميل ۾ ڪا گهٽتائي ٿي وڃي ۽ هُو الله تعاليٰ جي خوشنودي خاطر سدائين خوش هوندو آهي.

ڇون ته ملائڪ عزرائيل مخلوق جي ساهه قبض ڪرڻ لاءِ مقرر ٿيل آهي، اهو پنهنجو فرض پورو ڪندو رهي ٿو. قيامت ۾ جڏهن هو سڀ روح قبض ڪري وٺندو ۽ باقي پاڻ وڃي بچندو، تڏهن اُن کي الله تعاليٰ طرفان حڪم ٿيندو ته جيئن ٻين جا روح قبض ڪيا اٿئي، تيئن هاڻي تون پنهنجو به روح قبض ڪر. عزرائيل پنهنجي ساهه قبض ڪرڻ لاءِ گهڻي ڪوشش ڪندو، پر سندس ساهه نه ويندو. نيٺ الله تعاليٰ پنهنجي حڪمت سان سندس روح قبض ڪندو. متئين بيان بت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

جو ڳيءَ ڪي جڳ ٿيا، متي سين ميري،
ڪَڪا وار ڪُلهن تي، جَراٽيس چيري،
اکيون الک ساميون، پوءِ نه پيو پيري،
جاسين نيهن نه نيبري، تاسين سُور ڇري تيئن سنرو.

جوڳي= ملائڪ اسرافيل.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[2]

ڪتَڻ واري ڪَتبو، سُٽ به ڍيرون ڍير،
باقي رهو سير، سو آٽڻ ۾ اوکو لڳو.

ڪَڻ وارو= عزرائيل. سٽ= ساهه.
ڍيرون ڍير= مخلوق جي ساهن ڏانهن اشارو.
سير= عزرائيل جو ساهه.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[3]

بڪـــاري بـــاغ مـــان، ويـنــو گـــل چنـــي،
نڪـــي گـل گُـــتن تـا، نڪـي چبوئـــي پرجـــي.

بڪـاري= ملڪ عزرائيـل. گـل چنـڻ= سـاهه
قبض ڪرڻ.

مراد: ملائڪ عزائيل الله تعاليٰ جي حڪم سان مخلوق جا ساهه قبض ڪندو رهي ٿو.

[4]

ســورٺ مئـــي ســـک تيــو، خيمـــا ڪنيـــا ڪنکهـــار،
نڪـــو راڳ نـــه روپ ڪـــو، نڪـــا تنـــد تنـــوار،
تنهـــان پـــوءِ مگٹهـــار، ڏنـــو ســـِـــرَ ڏيـــاچ ڪـــي.
(رسالو)

ســـــورٺ= مخلوقــــات. خيمـــــا= روح.
ڪنکهــار= الله تعــاليٰ. مگٹهــار= عزرائيــل.
ڏياچ= الله تعاليٰ.

مـراد: قيـامت ۾ ملائـڪ عزرائيـل سيني مخلوقـن جـا روح قبـض ڪـري وٺندو باقي سندس روح وجي رهندو، تـڏهن حڪـم ٿينـدس تـه هـاڻ تـون پنهنجو ساهه قبض ڪر. هو گهڻئي ڪوشش ڪندو پر سـاهه نـه وينـدس. پـوءِ الله تعـاليٰ پنهنجي حڪمت سان سندس روح قبض ڪندو.

[5]

اُنيـــون هـــن الله جـــون، جـــانگيون ڪــــن چـَــــرن،
هــو بـُــــجهن تيـــون هنگـــلاج ۾، وهليـــون ڪيـــن ورن،
تيئـــن ئـــي ڪيـــر پيـــن، آهـــي مـــوت معـــافي جـــن تئـــون.

اُنيون= حورون. هنگلاج= بهشت.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.





# 6- انسان جي قرباني

چون تا تہ الله تعاليٰ جڏهن انسان تي خلقيو تڏهن ملائڪن عرض ڪيو تہ عبادت لاءِ اسين ڪافي آهيون ۽ انسان دنيا ۾ فتنو فساد ڪندو. پر الله تعاليٰ فرمايو تہ هو جيڪا قرباني ڪندا سا اوهين نہ ڪري سگهندئو. توهين پلي انهن کي وجي آزمايو. پوءِ ملائڪن هڪڙي ماڻهوءَ کي ڏٺو جنهن گهر، اولاد ۽ سڀڪجهہ الله تعاليٰ جي راهہ ۾ قربان ڪيو هو. ملائڪن ڪيس چيو تہ تون چاهين ٿو تہ زال ۽ ٻار ڏسان؟ چيائين تہ مون ڏٽيءَ جي راهہ ۾ قربان ڪيا آهن هاڻي منهنجو انهن سان ڪهڙو واسطو؟ مون لاءِ الله تعاليٰ ئي بس آهي. تڏهن ملائڪن بہ انسان جي قربانيءَ کي مڃيو.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[1]

سَوَ سُڪ ڏيئي، ڏڪ ورتائين هيڪڙو،
تنهن نيئي، در سُونهايس دوست جو.

سڪ= گهر ٻار ۽ مال ڏانهن اشارو.
ڏڪ = الله تعاليٰ جي ياد. دوست= الله تعاليٰ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.



# 7- قرآن شريف ۾ سندس سورتون

حضرت آدم عليہ السلام کان وٺي جدا جدا نبين سڳورن تي الله تعاليٰ طرفان پاڪ ڪتاب پئي لٿا آهن، مثلاً: توريت، انجيل، زبور ۽ قرآن شريف. قرآن شريف سيني پاڪ ڪتابن کان آخر ۾ اسان جي نبي ڪريم ﷺ جن تي لٿو. اهو قرآن شريف قائم ۽ مڪمل آهي جو قيامت تائين قائم رهندو. قرآن شريف جون سورتون الله تعاليٰ وٽان هڪ سو چوڏهن نازل ٿيون آهن. فقط هڪڙي سورة "توبہ" کان سواءِ ٻيون سڀ سورتون "بسم الله" سان شروع ٿيون آهن. پر هڪڙي سورة "النمل" جنهن ۾ حضرت سليمان عليہ السلام جو بيبي بلقيس ڏانهن خط جو ذڪر آيل آهي ان ۾ هڪ وڌيڪ "بسم الله" جو شرف مليل آهي.

[1]

تارا مڙيئي پلارا، پر هيءُ اور اٿئي آساني،
جنهن جو ناتو نبيءَ ڪريم سان، وڃان تنهن قطب تان قرباني،
ننهن پير نہ هئو پوئتي، ٻيا آهن سڀيئي سيلاني،
مُور نہ ڏسندين مُلڪ ۾، مَٽ تنهن جو ثاني،
"روشن" ڪئي مالڪ مهرباني، اهڙو ٻيو خاوند خلقيو ڪو نڪو.

(روشن شاهہ)

هيءُ = ڪلام پاڪ ڏانهن اشارو.
قطب = قران شريف. ٻيا = توريت، انجيل،
زبور وغيره ڏانهن اشارو.

مراد: حضرت آدم عليہ السلام کان وٺي صحيفا ۽ ڪتاب مثال توريت، انجيل، زبور قدرت جي طرفان نبين سڳورن تي لٿا. جن ۾ ڦير گهير ٿي پئي ۽ آخر اسان جي نبي ڪريم ﷺ تي قرآن شريف لٿو. جو قائم ۽ مڪمل آهي ۽ اُن ۾ ٻين پاڪ ڪتابن وانگر ڪابہ ڦيرگهير نہ ٿيندي.

[2]

عرشئور لهي آئيون، سوڍيون صورتدار،
هاڪاريون سي حسن جون، مهاندي موچار،
"مصرائي" چئي ملڪ ۾، آهي تن جي تانگهہ تنوار،

هئـــي انهـــن ۾ هڪـــڙي، نمـــائي ڪـــا نـــار،
ڏس آگـي جـا اسـرار، جـو نـت نـہ ڏنـائينس نـڪ ۾.
(احمد خان مصراڻي)

ســوڍيون = قــرآن شــريف جــون آيتــون.
نــار = توبهـہ ســورة ڏانهــن اشــارو.
نت = بسم الله ڏانهن اشارو.

مراد: قرآن شريف جون جيڪي ٻـہ سورتون آهـن، سـي سـڀ پلاريـون ۽ سڳوريون آهن، پر هڪ سورة "توبهہ" جي شروعات ۾ بسم الله ڪانهي.

[3]

هـڪ سـؤ چوڏهـن سـهٽيون، آهـن ثـابت سـپيئي،
سي ڪامٽيون پنهنجي ڪانڌسين تيـون مرڪـن مڙيئـي،
ان مـــان هڪـــڙي، اڇـــي دڪ ۾ دڪوئـــي،
پـوءِ انــگ ويــس وهــي، تــي غمگيــن "گـدو" چئـي.
(لوئنگ گدو)

سهٽيون = آيتون. ڪانڌ = قرآن شريف.

مراد: قـرآن شريف ۾ هـڪ سو چوڏهـن سـورتون آهـن، انهـن مـان هـڪ "توبهہ" سورة "بسم الله" کان خالي آهي.

[4]

خـــالق ســـهٽيون خلقيـــون، ســـؤ ڏهـــہ ۽ چـــار،
بيـن سـيني کـي نٿـون نـڪ ۾، هـوءَ نـت نـہ رکـي ڪـار،
جيڪـا نـت ڪـان ڌار، سـا وينـل سـيني جـي وچ ۾.

ســـهٽيون = قـــرآن شـــريف جـــون ســـورتون.
نت = بسم الله. هوءَ = سورة توبهہ ڏانهن اشارو.

مراد: قرآن شريف ۾ هڪ سو چوڏهن سورتون نازل ٿيون آهن، انهن سيني جي اڳيان بسم الله موجود آهي. فقط سورة توبهہ کي بسم الله سان شروع نہ ڪيو ويو آهي ۽ اها سورتن جي وچ ۾ موجود آهي.

[5]

ليــــلان جــــو لـــــــهور ۾، ســـــهڻو هـــو ســــــهاڳ،
ڪوئـروءَ ڪـجـو ڪـينـڪـي، جنهـن جـو پلـو تيـو پـاڳ،
هن کي مليـو سـهاڳ، هـوءَ هيڪلـي رهـي حجـام چئـي.
(مير محمد حجام)

ليلان = سورة النمل. لهـور = قـرآن شـريف.
ڪونرو = سورة توبهه. هيڪلي = سورة توبهه
ڏانهن اشارو.

مراد: قرآن شريف ۾ هڪ سورة "النمل" آهي، جنهـن ۾ حضـرت سليمان عليہ السلام جو بيبي بلقيس کي خط لکڻ جو ذڪر آيل آهي، ان جي شروعات تہ بسم الله سان آهي. مگر انهيءَ سورة کي ٻيو شرف ٻي بسم الله جو پڻ مليل آهي. ۽ ٻي هڪڙي سورة "توبهہ" آهي، جنهن ۾ هڪڙي بہ بسم الله ڪانهي.

## قرآن شريف جو معجزو

چون ٿا تہ هڪ مسافر قرآن شريف کنيو پئي ويو تہ اوچتو اچي برسات پئي، سو اُن جي پِـجي پوڻ جي خيال کان ڪنهن هنڌ رکڻ جو ارادو ڪري، هڪڙي گهر جي دروازي تي اچي هٿ هنيائين، تہ اندران هڪ هندو عورت نڪري آئي، اُن کي چيائين تہ مائي! هي اسان جو قرآن پاڪ آهي متان برسات ۾ پِـجي پوي، سو اڄ رات مينهن بند ٿيڻ تائين پاڻ وٽ امانت طور رک صبح جو آءٌ اچي ڪٽندس. مائيءَ وڏيءَ حب مان اهو قـرآن شـريف ورتـو ۽ هڪـڙي پينگهي ۾ پَٽ جي ڏور ٻڌي سڄي رات قرآن شريف جهولائيندي رهي.

چون ٿا تہ مائيءَ جو قرآن شريف جي عزت ڪئي تہ الله تعاليٰ اُن جي دل روشن ڪئي ۽ هوءَ جلدئي پنهنجي مڙس سان گڏ مسلمان ٿي.

مٿئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[6]

هن مٿئي جو ملهہ نہ آهي، جنهن جي ساک بہ آهي سچي،
لـُـــڏي لهريـــن وچ ۾، ويـــو بحـــرن کـــان بــــہ بچـــي،
ويـا سـي رمـز م رچـي، جـن رات وهــائي ڏينهــن ڪيــو.

مٽيو = قرآن شريف. بحر = برسات.
اُهي = هندو عورت ۽ سندس مڙس ڏانهن
اشارو.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[7]

نئون نياپو آئيو، راڻي وٽان رات،
لدي سين ”لطيف“ چئي، ڪنان ڏاتر ڏات،
ڪانه پيچي تو ذات، جي آيا سي اگهيا.

(رسالو)

نئون نياپو = قرآن مجيد. راڻو = الله تعاليٰ.
جيڪي = الله تعاليٰ جي بندن ڏانهن اشارو.

مراد: قرآن مجيد الله تعاليٰ وٽان نازل ٿيو آهي، ان جي حڪمن جي پيروي ڪهڙيءَ به ذات جو ٻانهو ڪري ٿو ته پلائيءَ ڪي رسي ٿو.





# 8- التحيات جو شرف

دعا "التحيات" هر نماز ۾ پڙهي وجي ٿي سا جيتوڻيڪ قرآن شريف ۾ آيل نہ آهي تہ بہ حضور ﷺ جن جو معراج تي وڃڻ وقت الله تعاليٰ سان جيڪا سندين گفتگو ٿي سا حضور ﷺ جن نماز ۾ پاڻ پڙهي ۽ مؤمنن کي پڙهڻ جو ارشاد ڪيائون. انهيءَ ڪري ان جو شرف ايترو ٿيو آهي جو هر نماز ۾ جيئن قرآن شريف جو سورة پڙهڻ ضروري آهي. تيئن حضور ﷺ جن جي فرمان مطابق التحيات جو پڙهڻ بہ لازمي ٿيو آهي.

[1]

آهي حقيقي حق ڪان، نہ آهي حق ڪان ڌار،
نڪي سُتي سيج تي، نڪي پيڙي ساڻ پتار،
اُن جا پورا ڏج پار، سالڪ مڙيئي سهٽا.

آهي حقيقي = التحيات ڏانهن اشارو.
سيج = قرآن شريف جي سورة.
پتار = قرآن شريف.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.







# 9- ڪنيار جي آوي ۾ ٻليءَ جا ٻچا

چون ٿا تہ هڪڙي ٻليءَ ڪنهن ڪنيار جي دڪان ۾، هڪ ڪچي مَٽ ۾ وڃي ٻونگڙا ڄڻيا. ڪنيار کي تہ ڪا سُڌ ئي ڪانہ هئي، سو سڀ ٿانوَ انهيءَ مَٽ سميت آويءَ تي چاڙهي، اُن کي باهہ ڏئي وڃي ٻي اونو ٿيو. ٻلي گهمي ڦري آئي تہ باهہ ڏسي پريشان ٿي آويءَ کي پئي ڦري. ٻئي چوٿين ڏينهن جڏهن آويءَ پڪي، تڏهن ڪنيار اچي آوي کولي ٿانوَ ڪڍيا. جڏهن اُن مَٽ وٽ پهتو، جنهن ۾ ٻليءَ جا ٻچا پيل هئا، ڏسي تہ اُهو مَٽ جهڙو هو تهڙو ئي پيو آهي. ٻليءَ جا ٻچا صحيح سلامت آهن. اهو نظارو ڏسي ڪنيار کي ڏاڍو اچرج لڳو. ۽ دل ۾ چوڻ لڳو تہ واقعي مارڻ واري کان بچائڻ وارو ويجهو آهي.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

ساراهيان سچو ڌڻي، سڻ صاحب رب سڌير!
سهڻيءَ کي سير گهرڻ جي، اچي ٿي اُڪير،
گهُمرا ڏيئي گهٽين ۾، ڇڏيائين ميهر ساهڙ سير،
هنيو ٻانهن هلي ويئي، خوش ٿي پياري ڪير،
موتي ڏنائين ماڳ تي، دونهان ڏنڌاگير،
ڏسي دور درياءَ جا، پيس ڇهڪَ اندر ۾ چير،
عرض ڪيائين ”آچر“ ڇئي، پلوءُ اتئي پير!
پارِ اُڪارج پاڻئي، داتا دستگير!
پن رکي تون پير، وارث بچائين وير ڪوئن.
(آچر)

سهڻي = ٻلي. سير = آوي. ميهر. ساهڙ = ٻچا.
درياءَ = باهہ جو مچ.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[2]

مارئي تن مارُن کي، تي ساريو سڌ ڪري،
هو ويا آهن ڪلاچيءَ جي ڪن ۾، تن کي ڦيرا ڏيو ڦري،
هاڻ اُها ماندي پيئي مري، تنهن کي مارو ميڙين منهنجا پرين!

مـــارئي = ٻلـــي. مـــارو = ٻچـــا.
ڪلاچيءَ جو ڪن = ڪنير جي آوي.

مراد: اُها ٻلي، جنهن ڪچي مٽ ۾ ٻچا ڄڻيا ۽ اهو مٽ وجي آويءَ ۾ پيو، سا ٻچن لاءِ تانگهائڻ لڳي.

[3]

وِهاريـائين وجـود ۾، هئـس جـيءَ گهـر يـا جـي ئـي،
سـي جـدا تيـس جـان ڪـان، جـانب هئـا سـي ئـي،
ڪلاچـيءَ جـي ڪـُـن ۾، وجـي سـوگها تيـا سـيئـي،
تـن جـي سـُـڌ "سـومار" چئـي، وجـي پـرور کـي پيئـي،
آڳـــي اُهوئـــي، ڪٺـــي گوهـــر گلـــو گـــل ڪيـــو.

(سومار سومرو)

وهاريـــائين = ٻلـــي ڏانهـــن اشـــارو.
جـــيءَ گهريـــا = ٻچـــن ڏانهـــن اشـــارو.
ڪلاچيءَ جو ڪُن = ڪنير جي آوي.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[4]

هـاريءَ کـي حـرص تيـو، خـوب چاڙهيـائين ڪيـٽ،
پرجهـان اتـي پـور ڪـري، ٻـانڌي نـه چـڏيائين ٻيـٽ،
لهـر جـي "لاکـو" چئـي، اتـي ٻـه هئـي اوٽ،
اوهيـرن جـي الـوٽ، پـر سـلوڪيئن سـُـکي ويـو.

(لاکو)

هـــاري = ڪنيـــر. ڪيـــٽ = آوي.
اوهيرا = باهه جا پيڙ. سلو = هڪ مٽ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[5]

پـوک جـا هـن ڪڙمـيءَ جـي، جـوڙي رب سـتار،
مٿـر مهـري مـوڪ وڏائـن، بيـا چڻـا وڏائيـن چـوڏار،
جوَ بـه اتـي جـام وڏائيـن، بـي ڪٽـڪ وڏائيـن ڪلـدار،
پوءِ تيـا هيـرا لعـل هزار، پـر هـڪ ڪٺـون نـه آيـس ڪـم ۾.

پوک = آوي. ڪڙمي =ڪنير. منر. مهري،
ڇٽا. جوَ ۽ ڪٽڪ = مختلف ڌانون ڏانهن
اشارو. هيرا. لعل = پڪل ڌانون ڏانهن
اشارو. ڪٽو = مٽ (جنهن ۾ ٻليءَ جا ٻچا
هئا).

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[6]

شڪاريءَ شڪار لاءِ، ڪٺي پهه پچاياڻين،
لغڙيون لاڙڪيون، ٻيا رڇ رکياڻين،
وراڪي واري تي، جيئن پڪي قاسايائين،
جڏهن قندا قولهيائين، تہ پڪي نہ آيو هڪڙو.

شڪاري = ڪنير. لغڙيون،
لاڙڪيون ۽ رڇ = دلا مٽ وغيره.
پڪي = مٽ.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[7]

جانب وڏا هئا جوءِ ۾، ڪرها قطاري،
جي ٻيو ساري سنياري، تہ هڪڙو گوڻرو گسي ويو.

جانب = ڪنيار. جوءِ = آوي.
ڪرها = مٽ. گونرو = مٽ.
گسي وڃڻ = ڪچو رهجي وڃڻ.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[8]

مومل تنهن ماڙيءَ ۾، آهي بازي بنائي،
گهوڙا ۽ گهوٽ جڏيئين، ڪريبن سان ڪائي،
منهن نہ چڙهي مينڌري جي، ڪري ويئي سودي صفائي،
ڏئي گهٽين ۾ گهائي، گُجر اُتي ويئي گر تي.

مومـــــل = باهـــــ. مـــــاڙي = آوي.
ڪريـب = باهـ جـو تـوءُ. مينـڌرو = مـٽ.
گجر = باهہ.

مراد: ڪنيار جي آويءَ ۾ باهہ ٻين سيني ٿانون کي پچايو پر هڪڙي مٽ جي ويجهو بہ نہ آئي، ۽ اهو مٽ جنهن ۾ ٻليءَ ٻچا ڄڻيا هئا اهو ڪچي جو ڪچو رهجي ويو.

[9]

ســـــهڻيءَ وڏا هئـــا ســـــير ۾، لوڪئـــون لڪـــائي،
هـاڻ ٻُجهــ انـدر جـون ڳـالهڙيون، پئـي ڳڻـي ۽ ڳـائي،
هـو تـہ ميهـر ملهـائي، ڪـُـڻڪي نڪتـا ڪـُـن مـان.

ســـــهڻي = ٻلـــــي. ســـــير = آوي.
هـــــو = ٻچـــــن ڏانهـــــن اشـــــارو.
ميهر = الله تعاليٰ. ڪن = آوي (باهہ).

مراد: ٻليءَ پنهنجا ٻچا ڪچي مٽ ۾ لڪائي ڄڻيا، پر جڏهن مٽ باهہ تـي چڙهي چڪو، تڏهن ان جي ويجهو بہ نہ آئي، پر رب جي قدرت سان ان ڪي ٻئي ٻچا صحيح سلامت اچي مليا.

[10]

وينـــا هئـــا وِگهـــــ ڪـــوٽ ۾، دودو چنيســــــر،
آلاديـــن اچـــي ويـــو، ڪڻـــي ســـوگهو ڪيـــائين شـــهر،
جـــودان جنـــگ مچـــي وئـــي، ڏوڏو تيـــو ڏمچـــر،
هـن بـہ مـاري سـپ مچـائيو، جيڪـو لـس هيـو لشـڪر،
تـــن ۾ ٻچيـــا ٻـــہ ڄڻـــا، تيـــو ”ڏيـــرو“ چئـــي ڏونـــگر،
اهـــا ڳالهـــ مشـــر، تـــي ملڪـــن ۾ ”محمـــد“ چئـــي.

(محمد فقير ڏيرو)

وِگهہ ڪوٽ = آوي. دودو چنيسر = ٻلي جا ٻہ
ٻچـــا. آلاديـــن = ڪنيـــر. شـــهر = آوي.
جنـــگ مچـــڻ = آوي کـــي باهـــ ڏيـــڻ.
لشڪر = آويءَ وارا ٿانو. ڏونگر = مٽ.

مراد: ڏسو مٿيون ڏنل بيان.

[11]

قتيل فريادون ڪري، ڳجهه اندر ڳائي،
حقيقت منهنجي حال جي، هاديءَ کي آهي،
اهوئي مارڻ وارو، ۽ اهوئي بچائي،
پوءِ ميهر ملهائي، ڪٽڪي نڪتا ڪُن مان.

قتيل = ٻلي ڏانهن اشارو. ميهر = الله تعاليٰ.
ڪُن = آوي.

مراد: ٻلي آويءَ کي باهه ڏنل ڏسي مٽ ۾ ڇٽيل ٻچا ڇڏي هلي وئي، پر الله تعاليٰ جي حڪمت سان اهي باهه مان بچي نڪتا.

[1 2]

ساڏو ۽ سيفل جا، پيچ ويا پيئي،
ماٽهو مصر شهر جا، هئا ثابت سيئي،
ڪُن چريو ڪڙڪو ٿيو، وير وهي ويئي،
ويل اُنهيءَ "واڍو" چئي، هنن کي ڪل ڪانه پيئي،
تُلڪي ٿيئي، وجي سامهون چڙهيا سير ڪان.

(واڍو)

ساڏو ۽ سيفل = ٻليءَ جا ٻه پونگڙا.
ماٽهو = ٿانون ڏانهن اشارو. مصر = آوي.
هنن = ٻليءَ جي پونگڙن ڏانهن اشارو.
ٿيئي = ٻه ٻليءَ جا پونگڙا ۽ هڪ مٽ
(جنهن ۾ ٻلي پونگڙا ڇڏيا هئا).

مراد: ڏسو مٽيون ڏنل بيان.

[13]

وِير ڏسي ويران ٿي، منڌ گهٽو مستان،
پيڙو آيو ٻار ۾، ۽ تار ۾ طوفان،
سوين ته آهن سير ۾، ناڪئي جا نيشان،
سپون ٿو سمنڊ ڏئي، ٻيا موتي ۽ مَرجان،

سوال ڪيئين سيد کي، جڳنگ پليرا جوان!
صاحب رب سبحان، هن جو پيڙو ڪڍيو پار مان.

وير = باهه. منڌ = ٻلي. پيڙو = مٽ (جنهن
۾ ٻلي ٻچا چڙهيا). پار = آوي.
سوين = تانون ڏانهن اشارو.
ناڪئو = باهه جو پيڙ. سير = ڪورو.
سيد = حضور ﷺ جن.

مراد: ٻليءَ جي ٻيواهه ٻچن کي الله تعاليٰ باهه مان بچايو.



# 10- نصوح جي توبهه

چون ٿا تہ ”نصوح“ نالي هڪ حڪم مردن جا ڪفن لاهيندو هو. انهيءَ ڪري اُن کي ”ڪفن چور“ چوندا هئا. هڪڙي مائيءَ نالي ”زهريٰ“ هن کي پاڻ ڪري سڏيندي هئي، تنهن هن کي گهرائي چيو تہ مون ٻڌو آهي تہ جيڪو بہ شخص مري ٿو تہ تون اُن جو ڪفن لاهي وڪڻين ٿو. اِنڪري آءُ پنهنجي ڪفن جا پيسا توکي اڳواٽ ڏئي ڇڏيان ٿي تہ جيئن تون منهنجي مرڻ بعد منهنجي لاش جي بيحرمتي نہ ڪرين. نصوح اُن وقت تہ مائي کان پيسا وٺي ساڻس واعدو ڪيو، پر جڏهن اُها مائي گذاري وئي، تڏهن هن سوچيو تہ ’مائي تہ مري وئي هاڻي جي آءُ سندس ڪفن لاهيندس تہ مون کي معيار ڏيڻ وارو ڪير آهي؟ اهو خيال ڪري مائي جي قبر کوٽڻ لاءِ قبرستان ۾ آيو. پر مائيءَ بہ ان کي گمراهہ ڪرڻ لاءِ چار قبرون نهرايون هيون جن مان هڪڙيءَ ۾ پنهنجي جنازي رکڻ جي وصيت ڪئي هئائين. نصوح چار تازيون قبرون ڏسي پهريائين تہ وائڙو ٿيو. نيٺ چارئي کوٽيائين. انهن مان هڪڙيءَ ۾ مائيءَ جو لاش ڏٺائين. پوءِ مائيءَ جو ڪفن کوليائين تہ ڏسي تہ ان جي هڪ ڏند جي پاڙ ۾ هڪ نانگ چُهٽو پيو آهي.اِهو لقاءُ ڏسي هيءَ هيڪاري عجب ۾ پيو. نيٺ مائيءَ کان ان جو سبب پڇيائين. مائيءَ جي زبانوءَن آواز آيو تہ آءُ اُجوري تي پرت جو ڪم ڪندي هيس. هڪ ڏينهن پراڻو ڌاڳو ڏندن سان ٽي چنم تہ ڌاڳي جو ذرڙو ڏندن ۾ ڦاسي پيو. اڄ اُن پرائي ڌاڳي جي اها سزا ملي اٿم جو اهو نانگ تي چهٽو اٿم.

اهو احوال ٻڌي، نصوح سوچيو تہ پرائي ٿورڙي ڌاڳي جي هيتري سزا ملي آهي سو مون سان تہ خبر ناهي ڪهڙي ويڌن ٿيندي! اهو سوچي الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ سچي دل سان توبهہ تائب ٿيو ۽ اُن ڏينهن کان وٺي وري ڪڏهن بہ چوري نہ ڪيائين ۽ نيڪ ٻانهو ٿي گذارڻ لڳو.

[1]

نــر ڪيــا هــا نــار ســان، اڳ ويهــي انجــام،
ڪيــنَ تــہ پاڙيــائين پنهنجــا، ڪيــل قــول ڪــلام،
پــوءِ تــہ پشــيمان ٿيــو، جــڏهن منــڌَ ســڃايس مــام،
خيــال ڇــڏي ويــس خــام، مهــل اُنهــي ”موريــو“ چئــي.
(موريو ڪٿي)

نر = نصوح. نار، منڌ = مائي زهريٰ.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[2]

مگيل هيس جڏهين، تڏهين هيس پنهنجي وس،
آيس اڄ مان پرڻجي، تيس پرائي وس،
ڏاج ڏنل ناکسَ، جيڪو مون کي ماروئڙن ڏنو.

مگيل = مائي زهريٰ جي زنده هئڻ ڏانهن اشارو. پرڻجي = موت ڏانهن اشارو.
ڏاج = ڪفن ڏانهن اشارو.
ماروئڙا = مٽ مائٽ.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[3]

سمن ٻڌي سومري سان، مارئي هلي مليــر،
راڻو رهيو ئي ڪينڪي، جو هريو هو حمير،
حال ڏسي هير جو، رانجهو ٿيو فقير،
سوال پڇي صاحبان کان، موٽيو مرزان مير،
پنهون وڃي پيڪين پهتو، سسئي تي سڌير،
سيني پيتو ڪير، عالم ئي آسودو ٿيو.

سومرو = نصوح. مارئي = مائي زهريٰ.
مليــر = قبر. راڻو = نصوح. هير = مائي زهريٰ. رانجهو = نصوح. پنهون = نصوح
پيڪا = الله تعاليٰ جا نيڪ بندا.
سسئي = مائي زهريٰ.

مراد: نصوح، مائي زهريٰ جو ڪفن لاهڻ وقت ان جو اهڙو حال ڏسي توبهه تائب ٿي الله تعاليٰ جو نيڪ ٻانهو ٿيو.

[4]

مومل مينڌري لئي ڪٺي ماڙيون اڏايون چار،
سوڍو سرچيو ئي ڪينڪي، جنهن کي وٺيو ڪين واپار،
جڏهن ڏنس ڏس ڪنوار، تڏهن مري موچارو ٿيو.

موملـ = مـائي زهـريِ. مينـڏرو = نصــوح.
مــاڙيون = قبــرون. ســوڍو = نصـــوح.
ڪنوار = مائي زهريِ.

مراد: مائي زهريِ نصوح کي گمراهہ ڪرڻ لاءِ پنهنجي لاءِ چار قبرون نهرائي هڪڙيءَ ۾ پنهنجي جنازي رکڻ جي وصيت ڪئي هئائين، پر جڏهن نصوح چارئي قبرون کوٽي هڪڙيءَ ۾ مائيءَ جي حالت ڏٺي تڏهن توبهہ تائب ٿي نيڪ ٻانهو ٿيو.

[5]

منـــڌ اچـــي مـــاڙيءَ ۾، پڪـــڙي پهلـــوان،
نڪـي هيـس وَسـونءَ ويجهـڙي، نڪـي ڇـاڻ سـجاڻ،
سمجهـــي "ســـرهو" ڇـــوي، ڇـــڏيا ويـــر وتـــاڻ،
پومئـي ڇـڏيا پـاڻ، جيڪـي ڏهـاڙي هـو ڏسـندو.
(سرهو)

منـڌ = مـارئي زهـريِ. مـاڙي = قبـر.
پهلوان، وير = نصوح. وتـاڻ = قبـرن ڏانهـن
اشارو. پوميو = نصوح. پاڻ = قبرستان.

مراد: نصوح، قبر ۾ مائيءَ زهريِ جي حالت ڏسي اهو ڪفن لاهڻ جو ڌنڌو ئي ڇڏي ڏنو ۽ وري ڪڏهن بہ انهيءَ ڪم لاءِ قبرستان ۾ نہ ويو.





# 11- پلارو مهينو

سال جي ٻارهن مهينن ۾ الله تعاليٰ هڪڙو مهينو پلارو رمضان شريف ڪيو آهي، ان کي اهو شرف انهيءَ ڪري مليو آهي جو منجهس الله تعاليٰ جا نيڪ بندا روزا رکي پنهنجي گناهن جو بار هلڪو ڪندا آهن. انهيءَ مهيني جي ڏينهن ۾ چار جمعي جا ڏينهن وڏيڪ برڪت وارا آهن. جن ۾ روزيدارن کي الله تعاليٰ وٽان اجر ۽ ثواب جا پال ملندا آهن. اها بخشش هر سال ايندي آهي.

[1]

کهي آيو ڪالهه، ساڳيو سات ڏٽيءَ جو،
تن ۾ اُٺ ايرو ڪونه ڪو، سڀ متارا متوال،
ريءَ پلاڻ پنيءَ تي، اهي ٻاري ڪڻن بار،
تن جي پيتين پروئي ناهه ڪو، ان ۾ لکين لکين جا لعل،
اهو سودو سال بسال، آڻائي آري ڄام تو.

ساٿ = رمضان شريف جا ڏينهن. اُٺ روزو.
بار = گناهن ڏانهن اشارو. لعل = اجر.
آري ڄام = الله تعاليٰ.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[2]

ڍولڻ آيا ڍٽ مان، تلي تيهه جوان،
سڀئي سدر سهرا، سڀگورا سلطان،
چڱا چارئي تن منجهان، اپر عاليشان،
مڃي "مصرائي" چئي، تو تن کي جڳ جهان،
مرد آهي مهمان، ڍوليا ويندا وري ڍٽ تي.
(احمد خان مصرائي)

ڍولڻ = رمضان مهيني جا ڏينهن.
ڍٽ = بارگاهه الاهي. جوان = ڏينهن.
چڱا چار = چئن جمعن ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.



# 12- پلاري رات

الله تعاليٰ راتيون سڀ چڱيون خلقيون آهن، مگر معراج واري رات جنهن ۾ الله تعاليٰ پنهنجي محبوب کي گهرايو، ان جهڙو شرف ٻيءَ ڪنهن به رات کي نه مليو آهي.

متئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[1]

خاوند سهٽيون خلقيون، پر هڪڙي لَهي هزار،
سهٽيون سيئي صورت واريون، پر هوءَ مورت منجهن موچار،
اُن جي قد ڪپار، ٻي خاوند خلقي ڪانه ڪا.

سهٽيون = راتيون. هوءَ = معراج واري رات ڏانهن اشارو.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.



# 13- الله تعاليٰ جي انسان تي پلائي

چون ٿا تہ هڪ دفعي شيطان، مخلوق جي ڪاروبار ۾ رخنو وجهڻ جو خيال ڪيو. انهيءَ لاءِ ڍڳي کي چيائين تہ تو سڄي عمر وَهي وهي سور حاصل ڪيا آهن ڪجهہ تہ آرام بہ ڪر. ڍڳي اها صلاح ٻڌي، آرام ڪرڻ جو خيال ڪيو ۽ اچا وينو ئي مس تہ الله تعاليٰ مڇر کي پيدا ڪيو، جنهن اچي ڍڳي کي ڏنگ هنيا. ڍڳو ويهڻ کان لاچار ٿيو ۽ وري اٿي ڪم کي لڳي ويو. مڇر چيس تہ مون کي الله تعاليٰ تولاءِ ئي پيدا ڪيو آهي جيڪڏهن تو آرام ڪرڻ جو خيال ڪيو تہ توکي ڏنگ هڻندو رهندس. اهو ٻڌي ڍڳي ويهڻ ۽ آرام ڪرڻ ئي ڇڏي ڏنو ۽ ڪم کي لڳو رهيو ۽ مخلوق جو ڪاروبار ساڳئي دستور سان هلندو رهيو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجي ٿو.

[1]

مخلوق کي مهيم ڏيڻ جو، ٿيو خبيث کي خيال،
مصلحت ڏنائين مڱ کي، ٿيا اٽئي سورن منجهہ سال،
ٻاونگير ٻڌڻ سان، ڪيا تال پخال،
پر ٻاري ڪيس ٻڇايو، ٻيهودڙو ٻيحال،
پوءِ "شيردل" چڱي ڪري چال، مڱ ٻينو ماڳ تي.

(شير محمد شيرل)

مخلوق = دنيا سڄي. خبيث = شيطان.
مڱ = ڍڳو. ٻاونگير = ڍڳو.
تال = ويهڻ جو ارادو. ٻاري = الله تعاليٰ.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.





# 14- نيڪ اعمال

”ڪل نفس ذائقة الموت“ هر شيءِ تي موت ضرور اچڻو آهي اسين روزمره اهو ڏسي رهيا آهيون. جيڪڏهن دنيا ۾ نيڪ اعمال ڪري هتان هلنداسون تہ الله تعاليٰ آخرت ۾ موچارو ڪرڻ فرمائيندو.

متئين بيان بابت ڏور ڏجن ٿا.

[1]

گاڏيءَ جي اچڻ جو، لڳي روز گهڙيال،
وني ٽڪيٽ پنهنجي، ساجهر تون سنيال،
ايندي گاڏي اوچتي، جنهن جو خان رکج خيال،
چوکي سُدار چال، تہ ڏهن سرهو ٿينديں سير ۾.

گاڏي = موت ڏانهن اشارو. ٽڪيٽ = عملن جو
پروانو. سير = آخرت.

مراد: ڏسو متيون ڏنل بيان.

[2]

مرد هجين ها مينڌرا، دانهہ تئين ها دلير،
ڏنو هوئي مڙس محلات ۾، تہ کُهي ڪرينس ها ڪير،
وڙهين ها ويريءَ سان. وڏو رکي وير،
پوءِ توکي ”شير“ چون ها شير. مرد انهيءَ ميدان ۾.

(شير محمد شيرل)

مينڌرو = انسان. مڙس = نفس.
محلات = انساني جسم. ميدان = محشر.

مراد: اِنسان جي جسم ۾ نفس آهي ان جي سجاٽپ الله تعاليٰ جا نيڪ بندا ڪن ٿا. جيڪڏهن اهو بديءَ ڏانهن لاڙو ڪندڙ آهي تہ اهي ان ڪي اجاين خواهشن ڪان موڙي چڱي راهہ ڏي موٽائين ٿا. اهي ئي مرد مجاهد عاقبت ۾ موچارا ٿين ٿا.

[3]

سـهڻي ويـنـي آ سـينگار ڪيـو، مهـراڻ جـي منـڌ تـي،
جيڪا پار اُڪرڻ لاءِ پتڻ پڇائي، سابہ ڪامڻ اڇي ڪُـنڊ تـي،
ملڪ ساروئي "محـرم" ادا، سو بہ آ عـورت جـي اُڪنڊ تـي،
پـوءِ ثـابت انهـيءَ سـنڊ تـي، سـڀاجها سـٽيندا اُڪـري.

(محرم)

سـهڻي = پـل صـراط. مهـراڻ = دوزخ.
جيڪا = انسان ذات. عورت = پل صراط.
اُڪنڊ = خوف.

مراد: چون ٿا تہ قيامت جي ڏينهن انسان ذات کي پل صراط تان اڪرڻو آهي جيڪا دوزخ جي مٿان نهيل آهي. جيڪي الله تعاليٰ جا نيڪ ٻانها هوندا اهي اُڪري ويندا ۽ جيڪي بداعمال اِنسان هوندا اهي دوزخ ۾ ڪِـري پوندا. شال الله تعاليٰ پنهنجو رحم ڪري.





# ضميمو

## هن ڪتاب ۾ شامل ڏور چوندڙ شاعرن جي نالن جي الف - ب وار فهرست

**آچر**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 575

**آچر ماڇي**: آچر پٽ مَنُ ماڇي، راڻو پيلو لڳ سعيدآباد ضلعي حيدرآباد جو وينل هو. هيءُ سگهڙ ڏور ۽ هنر جو ملوڪ هو. غريبي حال هوندي بہ سگهڙن سان ڪچهريون ڪندو رهيو. ڪي سينگار جا بيت بہ وٽس هئا. سن 1958ع ڌاري اندازاً سٺ ورهين جي عمر ۾ وفات ڪيائين. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 177، 376

**احسان حجام**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 398

**احمد**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 94، 149

**احمد فقير حاجاڻو**: هيءُ سگهڙ وينل ڳوٺ بسي ضلعي سانگهڙ جو آهي. هيءُ ڪافيون ۽ ڏور چوندڙ آهي. سندس عمر اٽڪل سٺ سال آهي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 489

**احمد خان لغاري**: احمد خان پٽ بچل پٽ ابراهيم لغاري لڳ ڳوٺ حاجي فريد خان لاشاري تعلقي ميرپورخاص ۾ سن 1930ع ۾ ڄائو. بيو بہ گهڻوئي ڪلام چيو اٿس. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 344

**احمد خان مري**: احمد خان مري، ڳوٺ شهبيگ مري تعلقي شهدادپور ضلعي سانگهڙ جو وينل آهي. هيءُ سگهڙ نہ فقط ڏور جو تمام سنو ڳولو آهي پر ڏور بہ چوندڙ آهي ۽ بيا بيت بہ چڱا چيا اٿس. هن وقت سندس ڄمار سٺ ورهيہ آهي. جاڙي خان مري بلوچ ۽ بيڙي ڪنيار سان گڏ اترادي سگهڙن سان ڪچهريون ڪيائين. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 31، 33، 38، 64، 70، 71، 90، 91، 96، 104، 108، 133، 134، 151، 155، 202، 217، 218، 219، 220، 221، 222، 285، 336، 342، 375، 383، 473، 529

**احمد واڍو**: احمد پٽ حاجي محمد واڍو. ڳوٺ ڏگاڻي جمالي تعلقي هالا جو وينل هو. ڏورن کان سواءِ بيت ۽ ڪافيون بہ چيائين. سن 1939ع ڌاري

وفات ڪيائين. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 203، 496، 579

**احمد خان مصراڻي**: احمد خان "آصف" پٽ محمداسماعيل مصراڻي 8 جولاءِ سن 1922ع تي ڳوٺ منو ٻبر تعلقي ڪڪڙ ۾ ڄائو. هن وقت پرائمري ماستر آهي. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 571، 584

**ادريس**: ادريس ڪيريو. ڳوٺ ڪڏڙو ضلعي سانگهڙ جو وينل آهي. ڏور جو شاعر آهي. هن وقت پنجاھ ورهيہ کن عمر اٿس. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 5

**ادريس راڄڙ**: ادريس راڄڙ. لڳ اڏيرو لعل تعلقي هالا ضلعي حيدرآباد جو وينل هو. ڏور جو سنو سگهڙ هو. پير سائين پاڳاري جي خاص مريدن مان هو. سندس رهائش مختلف هنڌن تي هئي. چار سال کن تيندا. تہ گذاري ويو. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 19، 258، 259

**اڏيو مهر**: اڏيو مهر وينل لڳ ميرپورماٿيلي جو آهي. ڏور جا بيت چوندڙ آهي. هن وقت سندس عمر پنجاھ ورهيہ کن آهي. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 438، 441، 445

**اسحاق**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 299، 300

**اقبال**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 145

**اڪن ڪنوهر**: ڳوٺ سنيو ڪنوهر لڳ خيرپور ضلعي خيرپور جو وينل هو. ڏور جو ڳولو هو. چاليهن ورهين جي عمر ۾ سن1945ع ۾ وفات ڪيائين. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 208

**اڪن وساڻ**: پٽ حيات وساڻ ڳوٺ جنگو تعلقي ڪوٽ ڏيجي ضلعي خيرپور جو وينل هو. هيءُ ڏور جو وڏو سگهڙ آهي. سندس عمر اسي ورهيہ آهي. سندس چيل ڏور لاءِ ص 283

**الله بخش**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 55، 240، 248، 252، 285، 302، 325، 358، 360، 381، 390، 402، 403، 418، 439، 444، 453، 474، 482، 490، 492، 498، 503، 515، 520، 529، 530، 538، 539

**الهڏنو**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 129، 152

**الهڏنو جسڪاڻي**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 58

**الهڏنو مهر**: الهڏنو پٽ گل بيگ مهر ڳوٺ ڪنڊلو تعلقي ميرپورماٿيلي ضلعي سکر جو وينل هو. ٻہ چار سال ٿيا جو اسي ورهين جي ڄمار ۾ وفات

ڪيائين. پير پڳڙائي جو مريد هو. سندس گهڻو ڪلام مرشد جي ساراهه ۾ آهي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 338

**الهڏنو نوناري**: تعلقي حيدرآباد ۾ هٽڙيءَ لڳ ڳوٺ گيلو نوناريءَ جو وينل هو. اٽڪل ويهارو سال کن ٿيا جو وفات ڪيائين. حيدرآباد شهر ۾ مدفون مشهور درويش منگواڻي فقير جو مريد هو. سندس چيل نڙ جا بيت مشهور آهن. سندس ڏورن لاءِ ڏسو ص 242، 313، 314

**الهرکيو ڪلوئي**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 451

**الهورايو ماڇي**: سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 308، 309، 512

**امام بخش جلباڻي**: امام بخش جلباڻي، ڳوٺ ڪيٽي پير صاحب پاڳاري جي، ديهه موئمل تعلقي خيرپور ضلعي خيرپور جو وينل آهي. ڏورن جو شاعر آهي. هن وقت سندس عمر اٽڪل پنجيتاليهه سال آهي. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 326

**امير بخش ڪٽي**: امير بخش ڪٽي ڳوٺ ڪنڊرا لڳ بيگمانجي اسٽيشن، ضلعي سکر جو وينل هو. ڏورن جي بيتن جو سنو شاعر هو. تعليم يافته هجڻ ڪري ڏورن ۾ هميشه صحيح حديثون بيان ڪندو هو. پنج سال ٿيندا ته سن 1956ع ذاري گذاري ويو. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 348، 523

**انب وادو**: انب وادو ڳوٺ گولاڙا تعلقو ڪوٽڙي ضلعي دادو جو وينل آهي. ڏورن جو تمام سنو ڄاڻو آهي. هن وقت سندس عمر پنجونجاهه سال ٿيندي. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 203، 448، 469، 496، 505، 579

**اوٺو**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 377

**باغ**: باغ ڪانهر لڳ ڳوٺ پير صاحب پاڳاري جو وينل آهي. هن وقت سندس عمر پنجاهه سال کن ٿيندي. سندس چيل ڏور لاءِ ص 532

**بخشو شر**: بخشو خان پٽ سعيد خان پٽ مزار خان پٽ ساتي خان پٽ ميرخان ذات جو شر بلوچ. ڳوٺ دليل شر تعلقي سانگهڙ جو وينل آهي. ڏورن ۾ سندس استاد عبدالله ڪنيار آهي. ڏورن جو ڳولو ۽ سدا ملوڪ شاعر پڻ آهي. ڪيترائي ڏور چيا اٿس. سندس عمر هن وقت پنجيتاليهه ورهيه آهي. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 371، 375، 401، 406، 483، 485

**بصر سهتو**: بصرالدين سهتو وينل ڳوٺ لڳ سيوهڻ. ڏورن جو وڏو شوقين آهي. سگهڙن سان هلي وڃي ڪچهريون ڪندو آهي. بيڙي ڪنيار سان

قلندر شهباز جي ميلي تي هلي ڪچهري ڪيائين. پاڻ بہ ڏور چوندڙ آهي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 438

**بلاول**: بلاول بوزدار ڳوٺ ڏگاڻو بوزدار تعلقي ٽنڊي الهيار ضلعي حيدرآباد جو وينل آهي. اٽڪل پنجاهہ ورهيہ عمر اٿس. سندس گهڻو ڪلام بيتن ۾ چيل آهي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 565

**بهاول مهر**: وينل لڳ خيرپور جو هو. ڏورن چوڻ ۾ تمام هوشيار سگهڙ هو. الهرکيو مهر ۽ شاهنواز ڪٺوهر سندس ٻالڪا آهن. ستر سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 356، 373، 442، 515

**بنگل شيخ**: سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 141، 434

**بولو ڪيريو**: بولو پٽ ميهڙ. ڳوٺ ٻيڙو ملون لڳ شاهپورچاڪر ضلعي سانگهڙ جو وينل آهي. ڏورن جو چڱو ڳولو آهي ۽ پاڻ بہ ڏور چيا اٿس. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 23، 249

**ٻروچ**: شايد جاڙو خان مري آهي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 450

**ٻيڙو ڪنيار**: ٻيڙو پٽ محمدعثمان پٽ جهوڙو. اصل وينل ڳوٺ لقمان ڪوريجو. هاڻي ڳوٺ پانڌي هگوري تعلقي هالا ضلعي حيدرآباد جو وينل آهي. پنهنجي ڏاڏي جهوڙي ڪنيار کان ڏورن چوڻ ۽ ڳولڻ جو فن سکيو. ان وقت سندس ڄمار فقط پندرنهن سال هئي. پوءِ سندس استاد محمد فقير ڏيرو هو. ڪيس مشهور سگهڙن جا ڏور گهڻا ياد آهن. پنهنجا ڏور بہ چوندو آهي. ڳجهارت جو بہ وڏو ڄاڻو آهي. ڏهہ ٻارنهن سال اڳ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي صحبت ۾ آيو. جتي صحيح سگهڙ پائي جي پروڙ پيس، پوءِ لاڙ جي سگهڙن جو مهندار تي اتر جي سگهڙن سان ڪچهريون ڪيائين. سندس عمر هن وقت چوئيتاليهہ ورهيہ ٿيندي. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص423، 456، 464، 465، 476، 540

**ٻيڙو فقير**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 97

**تڳيل شاهہ**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 393

**تڳيو**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 422

**پريو** : پريو ماڇي وينل ڳوٺ گهوٽاڻا لڳ هالا نوان جو آهي. ڏورن جو ملوڪ آهي. سندس ساٿي خيروماڇي هو. جو ٻئي گڏجي ڪچهريون ڪندا هئا.

سندس عمر هن وقت سٺ ورهيہ آهي. پيرسن هجڻ سبب ڪچهرين ۾ حصو ڪونہ وٺي. سنڌس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 77، 415

**جاڙو خان مري**: جاڙو خان پٽ جلب خان پٽ جهندو خان مري بلوچ ڳوٺ ننڍو خان مري لڳ ٻوٻي تعلقي سانگهڙ جو وينل آهي. اندازاً سن 1880ع ڌاري ڄائو. تعليم ڪانہ پرايائين. شاعري ڄڻ تہ کيس مائٽاڻي ورثي طور ملي، ڇاڪاڻ تہ سندس پيءُ ۽ ڏاڏو ٻئي سگهڙ ۽ ڪيترن شاعرن جا راوي هئا. جاڙي خان ننڍي عمر ۾ ئي سنڌن ڳوٺ جي شاعر ڪرم خان جي صحبت ۾ رهي شاعريءَ جي واٽ ورتي. زمينداري هئڻ سبب سير و سفر تمام گهڻو ڪيائين. هن وقت لاڙ جي سگهڙن جو اڳواڻ آهي. سندس ڪلام بيتن، ڏورن ۽ هنرن تي مشتمل آهي. ڳجهارتن جو بہ وڏو ڄاڻو آهي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 5، 35، 36، 43، 57، 71، 75، 97، 106، 124، 126، 135، 136، 138، 143، 144، 151، 191، 201، 205، 212، 215، 236، 247، 264، 319، 320، 321، 326، 344، 346، 391، 396، 429، 441، 443، 498، 500، 501، 502، 504، 524، 536، 537، 563

**جان محمد**: جان محمد جهلوجو، ڳوٺ ٻچل جهلوجو تعلقي شهدادپور ضلعي سانگهڙ جو وينل هو. اٽڪل تي سال ٿيا جو پنجونجاهہ ورهين جي عمر ۾ گذاري ويو. پيرسائين پاڳاري جو دعوتو هو. مولودن جو وڏو شاعر هو. سنڌس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 510

**جانڻ**: ملا جانڻ پٽ ملا ربڏنو ذات ڪٽي، خانپور تعلقي شڪارپور جو رهاڪو آهي. هيءُ نہ رڳو سگهڙ آهي پر سنو شاعر پڻ آهي. فارسيءَ ۽ عربيءَ ۾ دستاربندي ڪيل اٿس. سنڌس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 68، 85، 177، 228، 236، 262، 301، 362، 378، 379، 383، 394، 516

**جانڻ لغاري**: جانڻ لغاري لبا لغاري تعلقي هالا جو وينل هو. هيءُ ڏور ڳولڻ ۾ هوشيار هو. کيس محمد فقير ڏيري جا بيت ياد هئا. اوبائي ماڇي ۽ سومار سومري جي ڪچهرين مان سگهڙپائي پلئہ پيس. اٽڪل پنجونجاهہ ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين. سنڌس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 360

[نوٽ: بيت ۾ غلطيءَ مان جانڻ لغاريءَ بجاءِ جانڻ ڪٽي تي ويو آهي، ان ڪي جانڻ لغاري سمجهيو وڃي.ادارو]

**جتوئي**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 436

**جروار**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 144

**جعفر ڏيرو** : جعفر خان ڏيرو ڳوٺ فريدآباد تعلقي ميهڙ ضلعي دادو جو وينل هو. ڳجهارت جو ملوڪ هو. اٽڪل ٽي سال ٿيا جو پنجهٺ ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 459

**جلال پٽو**: جلال پٽو ماهوٽا اسٽيشن لڳ ڳوٺ آگاڻي جو رهاڪو هو. تمام داناءُ سگهڙ ۽ ڪچهريءَ جو ملوڪ هو. ڏورن جو ڳولو ٻه چڱو هو. اٽڪل سن 1954ع ڌاري چوونجاهه ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 209، 442، 508

**جلال پٽي**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 59، 317، 444

**جلال ڪٽي**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 75

**جمعو چانديو**: جمعو چانديو، ڳوٺ شڪل چانديو لڳ هالا نوان ضلعي حيدرآباد جو وينل آهي. ڪيس ٻين شاعرن جو ڪلام ياد آهي. پاڻ ڪي ڏور ٻه چيا اٿس. هن وقت سندس عمر اٽڪل پنجويهه سال آهي. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 256

**جمعو**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 136

**جمعو ٻروچ**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 533

**جوکيو**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 213

**جيئل جاگيراڻي**: جيئل جاگيراڻي دبر تعلقي روهڙي ضلعي سکر جي آسپاس جو رهاڪو آهي. هن وقت سندس عمر سٺ سال ٿيندي. ڏور جو شاعر آهي. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 197، 233، 288، 393، 426، 448

**جيئل**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 197، 233، 288، 393، 426

**چاڪر علي**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 66

**چتو فقير**: چتو فقير وساڻ. ڳوٺ جهنگو تعلقي ڪوٽڏيجي ضلعي خيرپور جو وينل آهي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 94

**حاجي خان ڪورائي**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 450

**حاجي فقير مهيسر**: حاجي فقير ولد الهندو ولد حاجي احمد ولد الهندو ذات مهيسر ڳوٺ رفيق مهيسر تعلقي خيرپور جو وينل آهي. سن 1332هه ۾

ڄائو. هن سنڌي ۽ ٿوري قرآن شريف جي تعليم حاصل ڪئي آهي. سندس استاد محمد عمر سومرو آهي. پاڻ ڏورن ڇوڻ جو سدا ملوڪ سگهڙ آهي. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 211، 233، 239، 284، 287، 289، 290، 300، 334، 349، 351، 353، 355، 357، 361، 363، 366، 367، 368، 369، 370، 372، 374، 377، 378، 381، 383، 384، 387، 394، 395، 403، 417، 421، 423، 437، 457، 484، 487، 494، 510، 534

**حاصل فقير**: حاصل فقير پٽ فضل وسائي پوٽو اسلام ڪوٽ کان ڇهه ميل ڏکڻ طرف 'ڪاڪٺهار رحم علي'. ۾ سن 1331هه مطابق 1912ع ڄاري ڄائو. فقط ٽي چار درجا سنڌي ۽ قرآن شريف پڙهيو. نهايت خوش طبع ۽ گفتي جو ملوڪ آهي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 475

**حاجي حامد خاصخيلي**: حاجي حامد پٽ قبول خاصخيلي ڳوٺ ملهڻ تعلقي ماتلي ضلعي حيدرآباد جو وينل هو. هن وقت سندس عمر ايڪهٺ سال آهي. پاڻ قرآن شريف پڙهيل آهي. ڏورن ۽ ڳجهارتن جو ڳولو آهي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 51، 52، 251، 253، 254، 255، 407، 408، 435، 453.

**حاجي موسو پاٽوجو**: هيءُ سگهڙ نچائو پاٽو جو تعلقي شهدادپور ضلعي سانگهڙ جو رهاڪو آهي. ڏورن جي ڪچهرين جو تمام شوقين آهي. پاڻ به ڏور چوندڙ آهي. هن جي عمر پنجاهه سال ٿيندي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 365

**حجم** : شايد حاجي حجم هجي، جو سکر شهر جو وينل آهي. اڳي "حجم" جي نالي سان ڏور چوندو هو. هائي ڏور ڪونه چوي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 369

**حاجي فضل ملاح**: هيءُ سگهڙ ڳوٺ تلهو تعلقي خيرپور جو وينل هو. ڏور جو شاعر چڱو هو. ان کان سواءِ هنر، ڳجهارت ۽ سينگار جو به چڱو ڄاڻو هو. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 31

**خدا بخش**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 49، 519

**دائم لغاري**: ڳوٺ ڏڱاٺو بوزدار تعلقي ٽنڊي الهيار ضلعي حيدرآباد جو وينل آهي. اٽڪل سن 1924ع ڌاري ڄائو. ڏور ۽ بيت چيا اٿس. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 74، 143

**درل پٽو**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 507، 509

**حاجي دوست علي**: هيءُ ذات جو مري بلوچ هو.وينل ڳوٺ حاجي دوست علي سنڌس نالي تي آهي. هيءُ سگهڙ ڏورن جي ناهڻ جو بلڪل ملوڪ هو. پنجويهه سال کن ٿيا جو گذاري ويو آهي. سنڌس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 266

**ڏاڙهون چاڪي**: هيءُ ذات جو سومرو ۽ سنڌس ڏنڊو چاڪي، شهدادپور ضلعي سانگهڙ جو وينل آهي. عمر ٽيهه سال اٿس. هيءُ نئون سگهڙ آهي مگر ڏور چڱا اٿس. سنڌس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 123

**راڄڙ**: سنڌس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 19، 72

**راڄپر**: سنڌس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 372

**راوت ٻرڙو**: راوت فقير پٽ وليداد وينل لڳ خيرپور تعلقي ڪوٽڏيجي جو وينل هو. سنڌس استاد احسان ٻرڙو هو. هن ننڍي عمر ٿي ۾ بيت چوڻ شروع ڪيو.ڪن جو چوڻ آهي، ته هن فقير جون ڪچهريون مورئي فقير سان ٿيون. اٽڪل ست سال کن ٿيا جو سؤ ورهين جي ڄمار ۾ گذاري ويو. سنڌس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 249، 399

**رسالو**: (شاهه عبداللطيف ڀٽائي) شاهه جو رسالو. مختلف ڇاپي رسالن مان ڪي بيت سگهڙ ڏورن طور ڪم آڻيندا آهن. اهڙن ڏورن لاءِ ڏسو ص 389، 446، 505، 555، 558، 559، 581، 568، 573

**رکيل درس**: رکيل ولد الله بخش درس وينل لڳ ڪماڻ اسٽيشن تعلقي ڪوٽڙي جو آهي. ڏورن جو چڱو ڄاڻو آهي ۽ ڳجهارت جو به چڱو ڳولو آهي. سنڌس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 496

**رمضان**: رمضان پٽ محمدصالح ڪٽي، ڳوٺ رفيق مهيسر تعلقي خيرپور جو وينل آهي. اسي ورهين جي ڄمار ۾ اندازاً پنجويهه سال اڳ گذاري ويو. سنڌس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 205، 389

**روشن شاهه**: ڳوٺ نورڪيٽي تعلقي هالا جو وينل هو. جتان پوءِ لڏي ڳوٺ ڪرم خان نظاماڻي ۾ وينو. ڏورن ڪان سواءِ ڏٺ. هنر وغيره تي به سنڌس بيت مشهور آهن. اٽڪل سن 1955ع ڌاري پنجاهه سالن جي عمر ۾ گذاري ويو. سنڌس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 323، 412، 570

**ساجن ڪوريجو**: ڳوٺ مانجهند تعلقي ڪوٽڙي ضلعي دادو جو وينل

آهي. هيءُ سگهڙ ڏورن چوڻ جو چڱو آهي، هن وقت سندس عمر پنجيتاليهه سال آهي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 397

**سرهو جاگيراڻي**: ڳوٺ دبر سرهو فقير لڳ سانگي اسٽيشن ضلعي سکر جو وينڊل هو. هيءُ ڏورن چوڻ جو سنو شاعر هو ۽ پنهنجي وقت ۾ سگهڙ ۽ مشهور شاعر هو. علي شير جاگيراڻي سندس پٽ آهي جو پڻ ڏور جو شاعر آهي. پاڻ اٽڪل ٽيهه سال کن ٿيا جو ستر ورهين جي ڄمار ۾ گذاري ويو. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 21، 312، 313، 318، 321، 442

**سرهو فقير**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 42، 49، 80، 84، 176، 179، 198، 362، 458، 521، 531، 583

**سليمان**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 188

**سولنگي**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 562

**سومار سومرو**: سومار چاڪي سڏبو هو پر ذات جو سومرو هو. شهدادپور ضلعي سانگهڙ جو وينل هو. ڏورن چوڻ جو ملوڪ هو پر ڳولو ٻـ ملوڪ هو. اٽڪل پنج سال کن ٿيا جو ٽنڊي الهيار ۾ سٺ ورهين جي عمر ۾ گذاري ويو. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 129، 196، 286، 309، 323، 337، 386، 433، 579

**سومر فقير ڪانهر**: سومر فقير ذات ڪانهر، لڳ پير جو ڳوٺ ضلعي خيرپور جو وينل هو. هي نهايت داناءُ ۽ سگهڙ هو. هر سال شاهه پٺائيءَ جي درگاهه تي وڃي ڪچهريون ڪندو هو. ڏهاڪو سال کن ٿيندا جو وفات ڪيائين. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 380، 452

**سيفل پٽي**: سيفل پٽي، ميرپور برڙي ضلعي جيڪب آباد جو وينل آهي. ڏور ۽ ڳجهارت ۾ خاقل برڙي جو شاگرد آهي. هن وقت سندس عمر چاليهه سال کن ٿيندي. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 327

**شاهه**: سندس چيل ڏورن لاءِ ص 8، 9، 10، 11، 19، 20، 24، 69، 180، 223، 295، 340، 350

**شير خان**: شير خان چانڊيو، ڏنگر تعلقو ڪڪڙ جو وينل آهي. عمر اٽڪل پنجٽيهه سال اٿس. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 47

**شاهنواز**: شاهنواز ڪٺوهر، وينل ڳوٺ لڳ ڪنڊڙي روحل فقير، تعلقو

روهڙي ضلعو سکر. هن وقت اٽڪل پنجاهہ سال عمر تيندس. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 489

**شير محمد شيرل**: سندس چيل ڏورن لاءِ ص 586، 587

**شير محمد گبول**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 547

**شيرل**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 458

**صاحب ڪوش**: صاحب ڪوش وينل لڳ شاهپور چاڪر ضلعو سانگهڙ. سندس عمر اٽڪل ٽيهہ ورهيہ ٿيندي. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 376

**صاحب خان**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 535

**صالح**: صالح مهيسر وينل ڳوٺ وڏا مهيسر، تعلقو خيرپور ضلعو خيرپور. هن وقت سندس عمر ٽياسي ورهيہ ٿيندي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 254

**صديق هڪڙو**: صديق ذات هڪڙو، وينل اڏيرولعل تعلقو هالا ضلعو حيدرآباد. ڏورن جو هوشيار سگهڙ آهي. سندس ڄمار هن وقت پنجاهہ ورهيہ ٿيندي. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 152، 386

**طاهر ٻبر**: محمد طاهر پٽ رتو ذات ٻبر، اصل وينل ڳوٺ گولو ٻبر تعلقو حيدرآباد. هاڻي رهندڙ شهر ٽنڊوالهيار. سندس ڏنڏو حجامڪو آهي. ڏور ۽ دراهي جو سنو سگهڙ آهي. ڏور ۽ ڳجهارت جو ڳولو آهي. عمر اٽڪل چاليهہ ورهيہ ٿيندس. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 37، 55، 95، 188، 226، 280، 283، 324، 325، 379، 392، 420

**عبدالجلال**: ذات واگهڙ. ڳوٺ پني عاقل ضلعي سکر جو وينل هو. هيءُ ڏورن جو ملوڪ چاڻو سگهڙ هو. سن 1291هجري ۾ اسي ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 298

**عبدالشڪور دل**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 146

**عبدالله**: عبدالله ناريجو، وينل لڳ ڏامراهہ ضلعو لاڙڪاڻو. ڏور ڳولڻ جو ملوڪ آهي ۽ ڪي ڏور بہ چيا اٿس، هن وقت سندس عمر پنجاهہ ورهيہ آهي. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 146، 243، 414، 462

**عبدالمجيد سولنگي**: عبدالمجيد ولد اوڀايو ذات سولنگي، وينل حميدآباد تعلقو خيرپور ضلعو خيرپور. سندس استاد حاجي بادو پٽ الهڏنو سولنگي آهي. پاڻ ڏور جو ڳولو سنو آهي. هن وقت سندس عمر پنجاهہ ورهيہ

آهي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 354، 562

**عثمان ميربحر**: عثمان ميربحر. وينل ڳوٺ گهوگهارو تعلقو قنبر ضلعو لاڙڪاڻو (موجوده ضلعو قنبر). هيءُ سگهڙ سوا لک جي روايتن کان تمام گهڻو واقف هو. ڏور جو ڳولو بہ چڱو هو. اٽڪل چار سال کن ٿيندا جو پنجهتر ورهين جي ڄمار ۾ گذاري ويو. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 504

**علي شير جاڳيراڻي**: علي شير پٽ سرهو ذات جاڳيراڻي. اڳ وينل ڳوٺ ڏبر تعلقو روهڙي ضلعو سکر. هاڻي ڪنڊڙي روحل فقير ۾ رهي ٿو. هيءُ سگهڙ پنهنجي پيءُ وانگي ملوڪ سگهڙ آهي. هيءُ ڏور جو ڳولو بہ ملوڪ آهي، سينگار جا بيت بہ چيا اٿس.هن جي عمر پنجونجاهہ سال ٿيندي. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 225، 376، 405، 558

**عليم فقير**: عليم فقير مڱريو. وينل ديهہ گرهوڙ ضلعو سانگهڙ. عمر اٽڪل اسي ورهيہ اٿس. بيت تمام سنا چيا اٿس. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 564

**غلام رسول ماڇي**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 429

**غلام فريد**: غلام فريد ڪاڪيپوٽو. تعلقي ڳڙهي ياسين جو وينل آهي. ڪڇهرين جو ڪوڏيو آهي. سگهڙن جي صحبت ۾ ڪي ڏور بہ چيا اٿس. وڏن سگهڙن جا بيت بہ ياد اٿس. هن وقت هن جي عمر پنجونجاهہ ورهيہ آهي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 305

**غلام قادر هڪڙو**: لڪ اسٽيشن گوسرجي جو وينل آهي. لاڙ جي سگهڙن سان پٽ شاهہ جي ميلي تي ملاقاتي ٿيو. هن وقت سندس عمر اٽڪل پنجيتاليهہ ورهيہ آهي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 321

**غلام محمد**: غلام محمد پٽ پير بخش ذات چنو. وينل لڪ لنڊو اسٽيشن ضلعو نوابشاهہ. سندس استاد اوپايو ماڇي آهي. هيءُ سگهڙ ڏور جو ڳولو ۽ شاعر پڻ آهي. هن وقت سندس ڄمار اٽڪل پنجاهہ ورهيہ آهي. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 11، 231، 248، 305، 310، 316، 317، 400، 405، 432، 461، 475

**فقير محمد**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 387

**فيض محمد پچارو**: فيض محمد پٽ محمد صالح ذات پچارو. وينل

جهول تعلقي سنجهوري ضلعي سانگهڙ جو آهي. ڏورن جو سهڻو سگهڙ آهي. هن وقت سندس عمر اٽڪل چاليهہ سال ٿيندي. ڏنڊو ڪاسائڪو هڻڻ ڪري فيض محمد ڪاسائي بہ سڏجي. سنڌس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 224، 244، 398، 456، 463، 485، 488

**فيصل ناريجو**: وينڌل لڳ ڏامراهہ ضلعو لاڙڪاڻو. هيءُ سگهڙ عبدالله ناريجي جو پاءُ آهي. مولود پڙهندڙ آهي. سندس عمر ٽيهہ سال ڪن آهي. ٿورو گهڻو پڙهيل آهي. سنڌس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 337، 343، 345، 468

**فيضو**: فيضو خاصخيلي، لڳ سڪرنڊ ضلعي نوابشاهہ جو وينڌل آهي. ڏور تمام گهڻا چيا اٿس. هن وقت سندس عمر اٽڪل سٺ سال ڪن ٿيندي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 49

**قادر بخش**: سندس چيل ڏورن لاءِ ص 382، 517، 518، 519

**قادربخش راڄپر**: قادر بخش پٽ سوپيو ذات راڄپر. ڳوٺ احدي خان راڄپر تعلقي ڪوٽڏيجي ضلعي خيرپور جو وينڌل آهي. هن جو ڏورن ۾ استاد سندس ڏاڏو عبدالله راڄپر هو. سندس عمر اٽڪل ستر ورهيہ آهي. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 255، 258، 315، 353، 382، 402، 445، 535

**قادر بخش ڪٽي**: قادر بخش ذات ڪٽي. وينڌل پير جو ڳوٺ ضلعو خيرپور. ڏورن جو سگهڙ آهي. عمر اٽڪل پنجهٺ سال ٿيندس. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 345، 471، 518، 519

**قادن**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 191

**قاسم ڪٽي**: محمد قاسم پٽ محمد صالح. ڳوٺ فيض مهيسر تعلقي خيرپور جو وينڌل هو. حاجي فقير مهيسر جو استاد هو. سندس استاد موريو فقير هو. دودي چنيسر جي ڳالهہ سهڻي نموني ڪندو هو. ٽيهہ سال ٿيندا جو گذاري ويو. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 390

**قلندر بخش**: قلندربخش پٽ لال بخش ذات برڙو. وينڌل ڳوٺ پيري مصري تعلقي ڪوٽڏيجي ضلعي خيرپور جو آهي. ڏورن ۾ سندس استاد راوت سگهڙ هو. پاڻ ڏور چوندڙ آهي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 239

**ڪاسائي**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 17، 393، 395

**ڪالو**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 446

**گابر**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 417

**گل بهار**: گل بهار پٽ باغ ذات سومرو، وينل ڳوٺ دائود قلپوٽو ضلعو خيرپور. سندس استاد مولوي عبدالرؤف آهي. ڏور ۾ ڳجهارت جو چاڻو سگهڙ آهي. سندس ڄمار پنجاهه ورهيه ٿيندي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 499

**لاڪو**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 576

**لاڪيٽو**: عرف نظام الدين سولنگي پٽ عبدالمجيد، وينل تعلقي خيرپور جو آهي. سندس پيءُ ڏور ڳولڻ ۾ ملوڪ آهي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 6، 224

**لعل بخش**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 108

**لعلڻ خان لغاري**: لعلڻ خان پٽ علي بخش پٽ جيئندو پاڙو سنجراڻي لغاري، وينل ڳوٺ گل محمد لغاري لڳ اسٽيشن سرهاري تعلقي شهدادپور جو آهي. سن 1895ع ڌاري ڄائو. سندس وڏا اصل ديري غازي خان جا وينل هئا، پوءِ لڏي اچي ڳوٺ غلام شاهه لڳ سڪرنڊ ۾ وينا. درياءَ جي پاڻ ڪري لعلڻ خان لڏي اچي متئين ناناڻي ڳوٺ ۾ وينو، شادي بہ اُتي ڪيائين. هنر، ڏور ۾ ڳجهارت جو وڏو ڄاڻو آهي. هن وقت سندس عمر سٺ، ٻاهٺ ورهيہ ٿيندي. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 42، 158، 159، 160، 164، 165، 166، 167، 175، 176، 194، 230، 234، 235، 238، 241، 271، 272، 273، 281، 291، 292، 294، 296، 305، 306، 307، 334، 336، 341، 351، 359، 413، 419، 430، 495، 497، 508، 530

**لندُ**: سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 32

**لونگ گدو**: سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 362، 571

**لهار**: سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 67

**ماڻڪ**: ماڻڪ ذات ڪولاچي، پني عاقل جو وينل آهي. هن وقت سندس عمر سٺ ورهيہ آهي. ڏور چوندو آهي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 21، 273

**ماڻڪ چانديو**: ماڻڪ فقير ولد جادو خان ولد ماڻڪ ولد جادو ولد هيبت خان ولد جهان خان چانديو بلوچ پاڙو ميراڻي وينل ڳوٺ نبي بخش چانديو تعلقو شهدادپور. هيءُ سگهڙ ڏور جو ڳولو آهي. دودي چنيسر جي ڳالهه ڪندڙ آهي. هن وقت هن جي عمر پنجهٺ ورهيہ ٿيندي. سندس ڏورن لاءِ ڏسو

ص 432، 460، 486، 488

**ماڻڪ خان لغاري**: ماڻڪ پٽ غلام شاهه لغاري ڳوٺ نبي بخش لغاري تعلقي ماتليءَ جو رهاڪو آهي. هن وقت سندس عمر پنجهٺ ورهيه آهي زميندارِي پنهنجي اٿس. ڏور تمام سهڻو چوندو آهي. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص ص 467، 520

**متارو واڍو**: متارو واڍو. وينل سڪرنڊ ضلعو نوابشاهه. سندس عمر اٽڪل پنجيتاليهه ورهيه آهي. ڏنڊو پاٽولڪو اٿس. هيءُ سگهڙ ڏور جو چوندڙ ۽ ڳولو پڻ آهي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 534

**مٺو پروچ**: سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 180، 322، 373

**مٺو ملاح**: عرف ڇتون ميربحر. مٽياري ضلعي حيدرآباد (موجوده ضلعي مٽياري) جو وينل آهي. هن وقت سندس عمر اٽڪل ستر سال ٿيندي. نڙ جا بيت، ڏور ڳجهارتون چيون اٿس. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 258، 310

**مجنون چانڊيو**: مجنون چانڊيو وينل لڳ هالن نون جو آهي. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 333، 420

**محرم**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 588

**محسن لڪمير**: محسن لڪمير وينل ڪپڙ لڪمير لڳ نوابشاهه جو آهي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 421

**محمد بچل**: محمدبچل پٽ منثار دايو. وينل ٽنڊوڄام تعلقو حيدرآباد. پنهنجي ڳوٺ ۾ پرائمري ماستر آهي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 454

**محمد عمر**: محمد عمر پٽ محمد حسين سومرو. وينل رفيق مهيسر تعلقي خيرپور جو آهي. سندس عمر ستر ورهيه ٿيندي. هيءُ حاجي فقير مهيسر جو استاد ۽ محمدقاسم کٽيءَ جو شاگرد آهي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 522

**محمد فقير**: سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 502، 517، 518، 525، 578

**محمد فقير ڏيرو**: تعلقي هالا ۾ لڳ سوئي ڪندر ڳوٺ ڏيرا جو وينل هو. شاهه عبداللطيف جي ڪلام جو وڏو ڄاڻو هو. ڏور جي فن ۾ استادن جو استاد ليکيو ويندو هو. سگهڙ بيڙو فقير سندس شاگرد آهي. سن 1947ع ۾ وفات ڪيائين. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو. ص 12، 17، 18، 31، 126، 153، 172، 174، 202، 207، 267، 311، 312، 355، 396، 412

**محمد ڏيرو**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 480

**محمد نواز ميتلو**: لڳ گهوگهاري تعلقي قنبر ضلعي لاڙڪاڻي (موجوده ضلعي قنبر) جو رهاڪو هو. تمام گهڻا ڏور چيائين. پنج سال تيندا جو گذاري ويو. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 238، 365، 443

**محمود شيخ**: ڳوٺ ڳاها تعلقي شهدادپور ضلعي سانگهڙ جو وينل هو. ويهه سال تيندا جو گذاري ويو. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 348

**مراد**: مراد ذات لاشاري، وينل ڳوٺ ڪنڊڙي روحل فقير تعلقي روهڙيءَ جو آهي. ڏورن جو وڏو چاڙو آهي. هن وقت سندس عمر پنجهٺ سال تيندي. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 107، 401

**مري**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 71

**مسڻ**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 167

**ملاح**: سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 44، 239

**ملوڪ**: ذات ڳاهو وينل لڳ شاهپور چاڪر تعلقو شهدادپور ضلعو سانگهڙ. ڏور چوندڙ ۽ ڳوليندڙ پڻ آهي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 26

**منگهڻ**: سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 69، 427

**موريو فقير**: موريو فقير ذات ٻو ڪٽي هو. ڳوٺ ممون ذونڻ ضلعي لاڙڪاڻي جو وينل هو. سندس چيل ڏور تمام گهڻا آهن. ڏور جي شاعرن ۾ هيءُ اڳاتو شاعر آهي. ڏيڍ سؤ سال تيندا تہ گذاري ويو. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 43، 45، 52، 53، 70، 123، 135، 137، 170، 171، 198، 210، 216، 232، 243، 250، 254، 274، 284، 298، 314، 339، 356، 388، 416، 425، 457، 469، 487، 490، 500، 512، 513، 514، 519، 548، 553، 554

**مهر**: سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 67، ص 81

**موليڏنو**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 265

**مير محمد**: ذات حجام. وينل نيو سعيدآباد تعلقو مالا ضلعو حيدرآباد. سندس ڏنڏو حجامڪو آهي. عمر اٽڪل ٽيهہ سال اٿس. ڏورن چوندڙ ۽ ڳوليندڙ پڻ آهي. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 155، 169، 235، 270، 283، 291، 317، 339، 341، 352، 357، 382، 392، 403، 409، 422،

427، 473، 506، 532، 572

**ميهار**: ميهار ذات مانجهند، وينل تعلقو ڪوٽڙي ضلعو دادو. هيءُ سگهڙ ڏورن ڏيڻ جو سدا ملوڪ آهي. سندس عمر اٽڪل پنجونجاهه سال تيندي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 217

**ميوو**: ميوو پٽ الهندو ذات قلپوٽو، وينل ڳوٺ محمود قلپوٽو لڳ خيرپور ضلعو خيرپور. هن جو ڏورن ۾ استاد قادربخش راڄپر آهي. ڳجهارت ۽ هنر جو ڄاڻو ۽ ڏورن جو ڳولو آهي. ڪي ڏور ٻه ڇپيا اٿس. هن وقت سٺ ورهيه ڄمار اٿس. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 240، 281

**ميوو قلپوٽو**: سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 289، 425

**نالي چڱو پالاري**: محال ڪوهستان ضلعي دادو جو وينل آهي. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 287، 288، 347

**نبي بخش خان بلوچ**: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ولد علي محمد خان، وينل ڳوٺ جعفر خان لغاري تعلقو سنجهورو ضلعو سانگهڙ. سن 1935ع ۾ نوشهري هاءِ اسڪول مان مئٽرڪ پاس ڪيائين ۽ سن 1941ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان بي.اي آنرس پاس ڪيائين. سن 1943ع ۾ عليڳڙهه مسلم يونيورسٽي مان ايم.اي ۽ ايل.ايل.بي پاس ڪيائين. سن 1946ع ۾ اعليٰ تعليم لاءِ آمريڪا ويو، جتان تعليم ۾ ڊاڪتوريٽ جي اعليٰ ڊگري حاصل ڪيائين. ڪجهه وقت مرڪزي حڪومت ۾ ملازمت ڪري، سن1951ع ۾ سنڌ يونيورسٽي جي شعبہ تعليم جو صدر ٿيو. لوڪ ادب اسڪيم جو ڊائريڪٽر آهي. سندس تصنيفات مان "جامع سنڌي لغات" ۽ "ٻيلاين جا ٻول" سنڌي ادب ۾ بيش بها اضافو آهن. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 45، 192، 193، 237، 261، 278، 279، 280، 293، 335، 477، 478

**نٿالو**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 76

**نظام الدين ماڇي**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 6، 224

**وساڻ**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 208

**واليڏنو حجام**: هيءُ سگهڙ ڳوٺ ڪاڪيپوٽا تعلقي ڳڙهي ياسين ضلعي سکر جو آهي. ڏورن جو سگهڙ آهي. هينئر سندس عمر پنجهٺ ورهيه تيندي. سندس چيل ڏورن لاءِ ڏسو ص 192، 451، 452

**وليداد**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 549

**هادي بخش**: هادي بخش ولد نواب ٽالپر. ڳوٺ ٽالپر وڏا تعلقي ڪوٽڏيجي ضلعي خيرپور جو وينل هو. ويجهڙائيءَ ۾ گذاري ويو آهي. سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 379

**هاشم** : سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 509

**هڱورو**: سندس چيل ڏور لاءِ ڏسو ص 440



# واڌارا

[اهي سوانح عمريون، جي ضميمي ۾ شامل نہ تي سگهيون ۽ ڇپائيءَ بعد اتر جي سگهڙ حاجي فقير مهيسر کان معلوم ٿيون، سي ڏجن ٿيون. ڏورن جا صفحا ضميمي ۾ ڏنل آهن.]

**احسان حجام**: (ضميمو 517): ڳوٺ مسو ديرو ضلعي لاڙڪاڻي جو وينل هو. هيءُ سگهڙ ڏور چوندڙ هو. اٽڪل ڏهہ سال ٿيندا تہ سٺ ورهين جي عمر ۾ وفات ڪيائين.

**الله بخش**: (ضميمو717): ذات جو ڪٽي، پير جي ڳوٺ ضلعي خيرپور جو وينل هو. چاليهن ورهين جي عمر ۾ اتان لڏي وڃي سکر شهر ۾ وينو. ڏورن جو وڏو قابل سگهڙ هو. ستر سالن جي عمر ۾ وفات ڪيائين.

**بنگل شيخ**: (ضميمو 719): ڳوٺ پنٿي تعلقي روهڙيءَ جو وينل آهي. ڏورن جو ملوڪ ڳولو آهي، ڪي ڏور بہ چيا اٿس. هن وقت سندس عمر اٽڪل اسي ورهيہ ٿيندي.

**تڳيو ڪٽي**: (ضميمو 720): ڳوٺ ميرپور ضلعي جيڪب آباد جو وينل آهي. ڏورن جو ڳولو آهي. هن وقت سندس عمر پنجهتر سال ٿيندي.

**خدابخش قلپوٽو**: (ضميمو 724): خيرپور ميرس جو وينل هو. ڏورن جو ڳولو ۽ چوندڙ هو. اٽڪل ويهارو سال اڳ، ستر سالن جي عمر ۾ گذاري ويو.



SINDHI FOLKLORE & LITERATURE
BOOK - XV

# DOAR

## (ALLEGORICAL RIDDLES)

Compiled & Edited
by
N.A. BALOCH
M.A, LL.B (Alig.). M.A, Ed.D. (Columbia).
Director, Sindhi Folklore and literature Project



SINDHI ADABI BOARD
JAMSHORO SINDH
2005

# PREFACE

This is the fifteenth book, in serial order, compiled under the Sindhi Adabi Board's 'Folklore and Literature Project, approved in 1956 for the collection, compilation and publication of Sindhi Folklore.

The work on the project was started in Janurary1957, and the first two years were devoted mainly to the collection of the oral tradition and the written record. The oral tradition was reduced to writing through a network of field workers, one stationed in each *taluka* area. The compilation and publication work commenced from 1959. So far, 24 volumes have been published and this is the twenty-fifth of the forty volumes proposed to be published under this project.

A series of four volumes *(No.12-15)* under the Project is planned to cover the category of RIDDLES. The first volume *(No.12)*, entitled 'Riddles & Enigmas', deals with the 'common riddle' (PIROLI) delineating some eight specific varieties of common Sindhi riddles. The second volume *(No.13)* deals with GUJHARAT, a highly developed 'literary-cum-cultural riddle' involving *pun* and *allusion* as its basic components. The thrid volume *(No. 14)* delineates HUNR, i.e. 'the punned verses'. This is the last of the four volumes, and deals with DOAR, the 'allegorieal riddle'.

The word DOAR connotes the process of unfolding the allegory. Literally, it means *(i)* "a lengthy thread" (of the allegory) which is to be followed towards its solution, instead of giving the solution just by naming a thing or giving 'one word', as is done in an ordinary riddle, or *(ii)* "search" for solving the allegory.

'Doar' is always composed in the *'bait'* form of Sindhi

poetry. The 'bait' is a poem in which all the verses rhyme together except the last one in which the same rhyme occurs at the end of the first hemistich.

The allegory is structured by composing the *bait* poem within the context of *(i)* any one of the known Sindhi 'Folk Stories' or *(ii)* any vocation/activity in daily life. This structure is technically known as *'naql'* ('a copy', i.e. the apparent story which is the reflection of the original story). The 'naql' according to the rule, must strictly conform to the 'asl' (the original story) in all the details -- in number, gender, status of the characters, their mutual relationship and their actions.

As an example, the 'doar' *(No. 8)* given on page 208 is being translated and explained below.

Neither the marriage procession nor Mehar was there
How did the 'wonderful one' take roots under layer?
Suhni became concerned about him in despair
But was in delight shere, when she knew who he was.

In its apparent meaning, this *doar* is composed within the context of the famous romantic story of "Suhni-and-Mehar". When the marriage procession of Sunhi (the heroine) passed beside the settlement of Mehr (the hero), she fell in love with him. Being confronted by her relatives, she was confused for some time but then realising worth of Mehar she remained atteched to him.

This is an allegory, the original meaning of which refers to Mary giving birth to Jesus. In her case also, there was neither the marriage procession, nor had she known any man. How did she then conceive? She was concerned about the newly born baby but when she learnt who he really was, she was simply delighted.

The DOAR allegories are commonly classified into four main categories, technically called *Sawa-lakh, Panj-tan,*

*Waliyyat* and *Qudrat*.[1] Some three thousand 'doar' poems were collected during the survey, and after comparison and collection some *1050* have been selected for inclusion in this volume. Of these, *706* contain the names of the composers *151* in all, of whom *103* have been identified and their brief biographies are appended to the text.[2]

University of Sindh, N. A. BALOCH
10th January, 1970. *Director*

---

[1]. See the contents.
[2]. pp. 589 - 606

# CONTENTS

-----

Compiled under
The Sindhi Adabi Board's Research Project
on
Sindhi Folklore & Literature

| | | |
|---|---|---|
| Ist Edition | January, 1970 | 2,000 Copies |
| **2nd Edition** | **August 2005** | **1000 Copies** |

**[Price: Rs. 275-00]**

***To be had from***
**SINDHI ADABI BOARD'S BOOK-STALL**
Tilak Incline, Hyderabad
(Ph: 2633679)
Email Address: Sindhiab@yahoo.com
Website: Sinhiab.com

Printed by Syed Sikander Ali Shah, Manager Sindhi Adabi Board's Printing Press, Jamshoro, Sindh and Published by Mr. Inamullah Shaikh Secretary, Sindhi Adabi Board Jamshoro Sindh, Pakistan.

